

گانڌي مالها

# مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪٿا

مهاتما گانڌي

تيرٿ وسنت

# مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪٿا

[گانڌي مالها]

ليکڪ

**مهاتما گانڌي**

سنڌيڪار

**تيرٿ وسنت**


سنڌي ساهت گهر

حيدرآباد، سنڌ

2015ع

سنڌي ساهت گهر- ڪتاب نمبر 276

ڪتاب جو نالو: مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪٿا
ليکڪ: مهاتما گانڌي
سنڌيڪار: تيرٿ وسنت
موضوع: آتم ڪهاڻي
ڇاپو: اداري پاران پهريون، جنوري 2015ع
ڇپائيندڙ: سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد سنڌ
قيمت: -/600 (ڇهه سؤ رپيا)

## ڪتاب ملڻ جا هنڌ

آئيڊيل ڪتاب گهر، رابعه اسڪوائر، حيدر چوڪ، گاڏي کاتو حيدرآباد سنڌ
سنڌي ساهت گهر، دڪان نمبر 4، سيد آرڪيڊ، روزانه عبرت گهٽي، گاڏي کاتو حيدرآباد سنڌ
Ph: 022-2780701 Mob: 0300-3946518

- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد 022_2633679
- مدني ڪتاب گهر، دادو 0300_3203464
- جنيد بوڪ اسٽور، دادو 0303_3652040
- سليم نيوز ايجنسي، دادو 0302_3270628
- وسيم بوڪ اسٽور لکير، شڪارپور 0307_3529117
- الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز سکر 0300_9313528
- مهراڻ ڪتاب گهر، گهنٽي ٽاور، لاڙڪاڻو 0301_3472125
- رهبر بوڪ اڪيڊمي، لاڙڪاڻو 0302_3468755
- رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو 0307_3471205
- عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر 071_2007402
- بوڪ ورلڊ، رابعه سينٽر، لڳ عسڪري بئنڪ، بندر روڊ، لاڙڪاڻو 0333_7548804
- المهراڻ ادبي گهر، ٽاٽو روڊ، سانگهڙ 0300_2913588
- ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار، ڪراچي 2218025_ 2638025
- ڪِنگ پن ڪتابي ميلو پريس ڪلب، حيدرآباد سنڌ 0322_3085213

**MAHATUMA GANDHI'A JI AATUM KATHA**

By: Mahatuma Gandhi
Translated by: T'rath Wasant
Published by: Naz Sanai
Chariman
Sindhi Sahar Ghar, Hyderabad, Sindh
1st Edition January 2015. Book No: 276
Price Rs. 600/=

# ستاءُ



## ڀاڱ ٻيو

## ڀاڱ ٽيون



## ڀاڱ چوٿون

## ڀاڱو پنجون

# ٻه اکر

مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪٿا جو جيڪو ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي، جڏهن اوهان پڙهندا ته برصغير جون ان وقت جون سموريون حالتون اوهان جي اکين اڳيان اچي وينديون. هڪ طرف برٽش سرڪار لاءِ اسان کي اهو احساس ڏياريل آهي ته هُن ريل ڏني، بيراج ڏنا ۽ ملڪ جي ڀلي لاءِ ڪيترائي ڪم ڪاريون ڪيا جيڪي اج به اسان فخر سان ٻڌائيندا رهيا آهيون، پر برٽش سرڪار جڏهن اسان کي غلام بنايو ته هُن غلامن سان ڪهڙي روش اختيار ڪئي، اُهو سڀ ڪجهه هن ڪتابَ ۾ موجود آهي.

انگريزن غلام ملڪن جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ جيڪي ڪم ڪاريون ڪيا، انهن سيني پويان انگريز جي اِها منشا هئي ته غلامن کي ذهني طور نه رڳو غلام رکيو وڃي پر ڪين گڏوگڏ اِهو احساس به ڏياريو وڃي ته برٽش سرڪار ملڪ جي ترقيءَ لاءِ هي هي ڪارناما ڪيا آهن. پر گورو ڪاري کي ڪهڙي اهميت ڏيندو هو هو ان سان گڏ ماني نه کائي سگهندو هو هو ريل جي ٽرڊ ڪلاس ۾ به جن ڏُکيائين سان چڙهندو هو ۽ سَفر ڪندو هو جو گانڌيءَ جهڙو رهنما به ڪيترائي دفعا گورن جي مارڪُٽ ۽ اُن متيپيد کان بَچي نه سگهيو. گورو واهه جو حڪمران هو هڪ ماڻهو ٻئي کي ڏنڊو هڻندو هو مٿو ڦاڙيندو هو ته تحرڪ ۾ اچي ويندا هئا ۽ انهن جو قانون اِهو چوندو هو ته مٿي ڦاٽل ماڻهوءَ سان انصاف ٿيڻ گهرجي. چوري ٿيندي هئي ته وَٽ پڪڙ ۾ هوندا هئا ته اها چوري واپس ٿيڻ گهرجي ۽ چور کي جيل ۾ هئڻ گهرجي. قتل ٿيندو هو ته سڄي مشنري قاتل کي ڳولي ڪيس منطقي انجام تائين پهچائڻ سرڪار جو ذِمو هو ۽ ان کي ڪاٽ ۾ وجهڻ ۾ دير نه ڪندا هئا. پر اهو قانون رڳو ماڻهن جو ماڻهن سان لاڳو هو. سرڪار کان حق گُهرڻ گناهه هو. سرڪار جي ڏاڍاين تي آواز اُٿارڻ به ڏوهه هو. سرڪار لاءِ ڪير ٻُڙڪ به ٻاهر ڪڍندو هو ته ان جي زبان ڪاڪڙي کان ڪڍڻ ۾ گورو گهٽائيندو ڪونه هو. پنهنجي بادشاهيءَ جي سلامتيءَ لاءِ، هُن الائي ڪيترن سرفروشن جا مٿا لنين سان چچري ڇڏيا. اهو سڄو داستان گانڌيءَ تحرير ڪيو آهي ۽ گانڌيءَ اهو به ٻڌايو آهي ته گورن

خلاف ڪارن. ڪهڙي طرح سا ڳر موڙيا. ڪيئن انهن جو ڏپ ختم ٿيو. ڪيئن هو اُٿڻ سکيا ۽ ڏپ ۽ ڏاڍ جو شڪار ڪارو ماڻهو ڪيئن وڙهڻ سکيو ۽ پوءِ ڪيئن انگريزن کي ٽوٽا چٻائڻ شروع ڪيائين ۽ ڪهڙي طرح هندوستان مان گوري کي ٽپڙ ويڙهڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو.

مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪٿا ڪيتري دلچسپ آهي ان جو اندازو هر پڙهندڙ بخوبي لڳائي سگهندو. هن پنهنجي سمورين ناڪامين، ڏکن، تڪليفن، ڪمزورين جو جنهن انداز سان ذڪر ڪيو آهي ۽ هُن ڪهڙي نہ طرح انهن ننڍڙين ننڍڙين ناڪامين کي مُنهن ڏئي، نہ رڳو پاڻ کي پر سڄي هندوستان کي وڏي مقابلي ۾ سوپارو ٿيڻ لاءِ ڪهڙي نہ طرح سگهارو بنايو اُهو سڄو داستان هن آتم ڪٿا ۾ موجود آهن ۽ هُن جا سچا خيال، عام زندگي، سماجي ۽ سياسي زندگيءَ بابت ڪليءَ دل سان ڏنل آهن. هُن عام ماڻهن جي ننڍڙن ننڍڙن سماجي مسئلن کي ڪهڙي طرح نہ ڪنيو ۽ پاڻ ان جو حصو بنجي، ماڻهن ۾ رهي ڪم ڪرڻ لڳو ۽ اُن جي محنت، لگن ۽ جذبي ڪري هند جي ماڻهن ۾ جاڳرتا آئي.

اُها آتم ڪٿا مڪمل تہ ڪانهي ڇو تہ گانڌيءَ پنهنجي ابتدائي ذاتي زندگي ۽ سياسي جدوجهد جي شروع واري زماني جو ذڪر ڪندي اِهو چيو آهي تہ پوءِ تہ هندوستان جون سياسي حالتون ۽ تحريڪ ايڏو زور پڪڙي وئي جو اُهو سڀ ڪجهہ سمورن ماڻهن اڳيان آهي، يعني تہ گانڌي پنهنجي جدوجهد کي ايستائين بيان ڪيو آهي، جيستائين ماڻهو اُتي بيهي رهيا ۽ گانڌيءَ غلامن ۽ محڪومن کي ڪيئن اُٿاري بيهاريو ۽ ڪيئن انهن ۾ همتون ۽ حوصلا پيدا ڪيائين! ايستائين هُن اسان کي ڇڏيو آهي پر جيڪي ۽ جيستائين ٻڌايو سُڻايو آهي. پنهنجي عام زندگي ذاتي ۽ سماجي زندگي ۽ پنهنجي سياسي جدوجهد جون سموريون ڳالهيون اهڙي تہ سچائيءَ سان بيان ڪيون آهن جو گانڌيءَ تي اسان کي ائين ئي پيار ٿو اچي، جيئن ان جي زندگيءَ ۾ يا ان کان پوءِ سڄي هند جا ماڻهو هُن سان پيار ٿا ڪن.

حيدرآباد سنڌ
30_ آڪٽوبر 2014ع

**نازسنائي**
0300_3946518

# پرستاونا

چار پنج سال ٿيا تہ مون کن ويجهن ساٿين جي زور لائڻ تي پنهنجي آتم ڪٿا لکڻ قبول ڪئي هئي ۽ شروع بہ ڪيم. پر هڪ پنو مس پريم تہ ايتري ۾ بمبئيءَ ۾ ينييٽ بر بو ۽ اهو ڪم اتي جو اتي رهجي ويو. پوءِ تہ هڪ ٻئي پنيان اهڙو ڪارڻ اچي ٻٽيو جو نيٺ يرودا جيل ۾ وڃي نڪتس. مهاشيہ جيرامداس بہ تڏهن اُتي هو. هن جو اهوئي چوڻ هو تہ ٻيا سڀ ڪم ڇڏي اول آتم ڪٿا لکي وٺو. مون جواب ڏياريومانس تہ "پنهنجو اڀياس- ڪِرم اڳيئي ٺاهي جوڙي ڇڏيو اٿم ۽ اهو پورو ڪرڻ بنا لکڻ جو ڪم ڪين ڪٽندس." يرودا ۾ جي مون کي سزا جو پورو وقت رهڻو پوي ها تہ مان اُتي ئي آتم ڪٿا لکي وٺان ها. پر اڃان سڄو هڪ سال پيو هو. تنهن کان اڳ ڪم ۾ هٿ وجهڻ ناممڪن هو. هاڻي سوامي آنند وري ساڳي ڳالهہ ڇيڙي آهي ۽ آءٌ بہ جو "ڏکڻ آفريڪا جي ستياگرهہ جو اتهاس" پورو ڪري اُٿيو آهيان 'سو آتم ڪٿا' لکڻ ڏي دل پيئي وري. سواميءَ تہ ائين ٿي چيو تہ يڪبارگي ويهي سڄي ڪٿا لکي ڪڍجي ۽ پوءِ ڪتاب ڪٽي ڇپائجي. پر ايڏي ساري فرصت مون کي ڪٿان ٿي ملي؟ چيم تہ جي لکندس تہ 'نو جيون' لاءِ لکندس. 'نو جيون' لاءِ تہ ائين ئي لکڻو ٿو پويم. چو نہ 'آتم ڪٿا' ڪٽي لکان؟ سواميءَ بہ اهو فيصلو قبول ڪيو ۽ هاڻ آتم ڪٿا لکڻ جو وقت پرجي آيو.

پر اِها فيصلو ڪري اُٿيس تہ سومر جي ڏينهن ۾ هڪ پياري متر پرسان ويهي هيءَ شنڪا اُٿاري: "توهان آتم ڪٿا ڇا لاءِ ٿا لکو؟ اهو پشچمي نمونو آهي. پورب ۾ ڪڏهن ڪنهن ڪانہ لکي؛ ۽ لکندا وري ڇا؟ جنهن کي اڄ سڌانت سمجهي ويٺا آهيو سو سڀاڻي سٽيڪار نہ ڪريو تہ پوءِ؟ يا سڌانت انوسار جيڪي اڄ ڪريو ٿا سو سڀاڻي ڦيري گهيري ڇڏيو تہ ڪيئن؟ توهان جو لکيو ڪيترا اکين تي رکي تعميل ڪن ٿا. سي ڏوڪو ڪين کائيندا؟ تنهن ڪري سڀ ويچاري في الحال آتم ڪٿا نہ لکو تہ چڱو ٿيندو؟"

انهن دليلن جو من تي تورو گهڻو اثر مڙيو ئي ٿيو. پر مون کي تہ رواجي آتم ڪٿا تورو ئي لکڻي آهي؟ مون کي تہ انهيءَ بهاني سچ کي رسڻ لاءِ جيڪي مون انيڪ تجربا ڪيا آهن سي ئي درج ڪرڻا آهن. انهي ۾ جو منهنجو جيون اوت پروت ٿي ويو آهي، تنهن جي ڪهاڻي البت منهنجي جيون جو هڪ ورتانت ٿي پوندي. پر جي پني پني مان اهي پريوگ ۽ تجربا تري اچن تہ پوءِ ڪٿا لکڻ ۾ حرڪت ئي نٿي ڏسجي. مان ڀانيان ٿو يا مون کي ايمان آهي، تہ جي ماڻهن اڳيان منهنجا ڪُل ميدان ۾ منهنجن تجربن جي هن وقت نہ رڳو هندوستان کي جاڻ آهي، پر قدري دنيا کي بہ خبر آهي. آءٌ انهن ڳالهين کي تڇ ڪري ٿو ڄاڻان ۽ انهن ڪري جيڪو مون کي 'مهاتما' جو پد مليو آهي، تنهن جو بہ مون وٽ ملهہ اهڙو ئي آهي. ڪئين ڀيرا انهيءَ لقب مون کي دک ڏنو آهي. اهو لقب وني من ۾ ڦونڊجي ويو هجان اهڙي کن بہ ياد نٿي اچيم. پر پنهنجن اڌياتمڪ پريوگن (ڌارمڪ تجربن) جو جن جي من کي ئي ڪل آهي ۽ جن مان ئي راجنيتي ميدان ۾ منهنجي شڪتي پرگهٽ ٿي آهي، تن جو آءٌ ورنن ويهي ڪريان تہ دل کي جيڪر وڻي. جي اهي تجربا سچ پچ ڌارمڪ ۽ اڌياتمڪ آهن تہ پوءِ ڦونڊ ۾ پرجي وڃڻ جو سود ڪهڙو؟ تنهن مان تہ ماڳهين نمرتا ٿيڻ کپي. جيئن ويچار ٿو ڊوڙايان ۽ گذشتہ حال تي نظر ٿو ڦيرايان، تيئن پنهنجون گهٽتايون چٽيءَ ريت ٿو ڏسان.

مون کي جيڪي پراپت ڪرڻو آهي، جنهن لاءِ ٽيهہ ورهيہ آءٌ سڪي رهيو آهيان، سو تہ آتما جو درسن آهي؛ ايشور کي ساکي ڏسڻ، موڪش آهي. منهنجو چلڻ وَلڻ سڀ انهيءَ ئي درشٽيءَ سان آهي. منهنجو لکڻ بہ ائين تہ منهنجو راجنيتي ميدان اندر گهڙي پوڻ بہ انهيءَ وستوءَ جي آسري تي آهي.

هميشه کان منهنجو اهو رايو اهي تہ جيڪي هڪ ڄڻو ڪري سگهي ٿو سو هرڪو ڪري سگهي ٿو. تنهن ڪري منهنجا تجربا نہ خانگي ٿيا نہ خانگي رهيا، ۽ ڇاڪاڻ تہ سڀ ڏسي سگهن ٿا تنهن ڪري ائين ڪين چئبو تہ ڌرمي نہ آهن. البت ڪي اهڙيون بہ وستوُ آهن جي آتمائي ڄاڻي ٿي ۽ آتما اندر ئي سمائجي رهن ٿيون. پر اهڙين وستن جو ورنن ڪرڻ منهنجي شڪتيءَ کان ٻاهر ٿيو. منهنجن تجربن ۾ ڌارمڪ ارٿانت نئتڪ؛ ڌرم يعني نيتي؛ آتما جي درشٽيءَ سان پاليل نيتي سوئي ٿيو ڌرم. تنهن ڪري جن وستن جو نرنيہ

بالڪ، جوان، ۽ پيدا ڪن ٿا ۽ ڪري سگهن ٿا اهڙين ئي وستن جو ورتانت هن ڪٿا اندر ايندو. اهڙي ڪٿا جي آءُ اچل ٻڌيءَ ۽ ايمان ٻنان لکي سگهان ته منجهانس پيا بہ ڪجهہ لاڀ وٺي سگهندا.

پنهنجن تجربن لاءِ آءُ ڪنهن بہ قسم جي پورڻتا جي هام نٿو هڻان. جيئن وگيان شاستري پنهنجا تجربا نهايت ريت سِر، نيم پرماڻ، وچار ۽ خبرداريءَ سان ڪندي بہ انهن جا نتيجا آخرين نٿو سمجهي يا تہ اهڙن تجربن جا اهي ئي نتيجا آهن تنهن بابت من ۾ شڪ نہ تہ بہ) من ڪليل رکي ٿو اهڙي طرح آءُ بہ پنهنجن تجربن بابت) دعويٰ ڪريان ٿو. مون من ۾ خوب جهاتيون پاتيون آهن ۽ هرهڪ ياوَ کي ڏار ڏار ڪري جاچيو تپاسيو آهي. پر نڪتل نتيجا سيني لاءِ آخرين آهن، صحيح آهن يا نہ اهي ئي صحيح آهن اهڙي دعويٰ ڪرڻ آءُ اصل نٿو چاهيان. برابر، هڪ دعويٰ سا اوس ڪريان ٿو تہ منهنجي درشٽيءَ ۾ اهي نيڪ آهن، ۽ اجا تہ آخرين پڻ لڳن ٿا. جي ائين نہ لڳن تہ پوءِ مون لاءِ جيڪي ڏسان پسان ٿو تنهنجا بہ پاڳ ڪندو آهيان. جا سئيڪار ڪجي، ۽ جا انڪار ڪجي ۽ جيڪي سئيڪار ڪندو آهيان تنهنجي چال چلن گهڙيندو آهيان. جيسين اهڙي چال چلن مون کي يعني منهنجي ٻڌيءَ ۽ آتما کي سنتوش ڏين ٿا تيسين مون کي سندن شڀ پرڻامن ۾ اٽل وشواس رکڻ ئي گهرجي.

جي مون کي فقط سڌانتن جي تَتوَ جو ورنن ڪرڻو هجي ها تہ هي آتم ڪٿا هوندَ ڪين لکان ها. پر مون کي تہ مٿن رچيل ۽ سٽيل ڪمن جو اتهاس ڏيڻو اهي ۽ تنهن ڪري ئي انهن تجربن کي مون "ستيہ جا تجربا" ڪري سڏيو آهي. انهن اندر اهنستا، برهم چريہ ۽ بين نيمن جا تجربا بہ اچي وڃن ٿا. جي اڪثر ڪري ستيہ جي تجربن کان جدا ۽ نرالا سمجهيا ويندا آهن. پر منهنجي خيال موجب ستيہ مکيہ تتو آهي جنهن ۾ بين سيني وستن جو سماويش ٿي وڃي ٿو. اهو ستيہ رڳو استول يعني وچن جو نہ آهي. اهو تہ جهڙو وچن جو اهڙو ئي ويچار جو پڻ آهي. اهو ستيہ رڳو اسان جو ڪلپيل ستيہ نہ. پر ستنتر آدي ستيہ يعني پاڻ پرميشور ئي آهي.

پرميشور جون واکيائون (Definitions) اڳڻت آهن ڇو جو سندس وڀوٽيون (Attributes) بہ اڳڻت آهن. اهي ويو تيون مون کي تپرس چڪت

ڪيو ڇڏين ۽ ڪن وار مورچا ڪيو وڃهن. پر آءٌ پوڄاري بہ انهيءَ ستيہ روپي پرميشور جو آهيان. اهوئي هڪ ستيہ آهي, باقي ٻيو سڀ مٿيا آهي. اهو ستيہ مون کي مليو ناهي, پر انهي ستيہ جو آءٌ ڪانکي آهيان. انهيءَ جي کوجنا ۾ جيڪي مون کي پريہ ۾ پريہ آهي تنهنجو تياڳ ڪرڻ لاءِ آءٌ تيار آهيان. انهيءَ کوجنا روپي يگيہ ۾ هن سرير جو هوم ڪرڻ لاءِ پڻ تيار آهيان ۽ شڪتي اٿم اهڙو پاڻ ۾ وشواس ڏاريان ٿو. پر جيسين انهيءَ ستيہ جو ساکي نہ ٿيو آهيان تيسين منهنجو انتر جامي جنهن کي ستيہ سمجهي ٿو تنهن ڪلپيل ستيہ کي پنهنجو آڌار ۽ پنهنجو سوجهرو سمجهي ٿو. انهيءَ جي اجهي ۾ آءٌ پنهنجو جيون وبتيت ڪريان ٿو.

اهو مارگ جيتوڻيڪ تلوار جي ڌار مٿان هلڻ جهڙو آهي تہ بہ مون کي سَهنجي ۾ سَهنجو نظر آيو آهي. اهو مارگ وٺندي منهنجون ڀاري ڀلون بہ مون کي خسيس لڳيون آهن. سبب جو ڀُلون ڪندي بہ آءٌ بچي رهيو آهيان ۽ پنهنجي سمجهہ موجب اڳتي پڻ وڌيو آهيان. پري پري کان آدي سچ ـ ايشور جي جهاتي پڻ پائي رهيو آهيان. ستيہ ئي آهي, انهي سواءِ جڳت ۾ ٻيو ڪجهہ نہ آهي, اهو منهنجو وشواس روز بروز دردِ ٿيندو وڃي ٿو. اهو ڪيئن وڌندو ويو آهي سو ڀلي جڳت منهنجا تجربا ڄاڻي مون سان انهن ۾ شامل ٿئي ۽ ٿي سگهي تہ مون وانگر جهاتيون پائي وٺي. اها بہ پڪ ٿي ويئي اٿم تہ جيڪي مون لاءِ ممڪن آهن سو نربل ٻالڪ لاءِ بہ ممڪن آهي. تنهن جا مون وٽ قوي ثبوت آهن. ستيہ جي کوجنا لاءِ ساڌن جهڙا ڪٺن آهن اهڙائي سهل آهن. اهي ڪنهن ايمانيءَ کي ڪٺن لڳن ۽ هڪ نردوش ٻالڪ کي شايد نهايت سولا لڳن. ستيہ جي ڳولائوءَ کي خاڪ جي بہ خاڪ ٿي رهڻو پوي ٿو. سارو جڳت خاڪ کي لتاڙي ٿو, پرستيہ جي پوڄاريءَ کي جيسين خاڪ جو ذرو بہ نٿو لتاڙي سگهي تيسين ستيہ جي جهاتي پائڻ پڻ درلڀ آهي. اها ڳالهہ وسشت وشوامتر جي ڪٿا ۾ صفا ڏيکاريل آهي. عيسيٰ ڌرم توڙي اسلامي ڌرم بہ ساڳي ڳالهہ سِڌ ڪري ٿو.

جنهن اَڌياءَ ۾ پڙهندڙ کي ايمان جي ريخت نظر اچي تہ اَمالڪ سمجهي تہ منهنجيءَ کوجنا ۾ خامي آهي ۽ منهنجون جهاتيون جڻ مرگ ترشنا منجهہ جهاتيون آهن. مون جهڙن اَنيڪن جي ڀلي ڪيءِ ٿئي, پر سَل ستيہ جي

سديو جيءِ ٿئي. مون خسيسن جي ملهه ڪٿڻ ڪارڻ ستيہ جي ماپ شل نہ کوٽي ٿئي.

منهنجن ليکن کي ڪو شاستر نہ سمجهي، اها منهنجي وينتي آهي. مگر ذڪر ڪيل تجربن کي درشٽانت روپي سمجهي ۽ پنهنجا پنهنجا تجربا يٿاشڪتي ۽ يٿا متي ڪري، اهائي منهنجي اِڇا آهي. انهيءَ حد اندر مون کي پڪ آهي تہ منهنجي آتم ڪٿا مان گهڻو حاصل ٿيندو. ڇو جو ڇوڙ جهڙي هڪ بہ ڳالهہ آءٌ لڪائڻ ڇپائڻ وارو نہ آهيان. پنهنجن گهٽتاين جي پڙهندڙ کي پوري پوري خبر ڏيندس. مون کي تہ ستيہ جا تجربا وگياني درشٽيءَ سان ورنن ڪرڻا آهن. آءٌ ڪهڙو نہ چڱو خاصو آهيان، اهو ڪونہ ٻڌائڻو اٿم. جنهن تارازيءَ ۾ آءٌ پاڻ کي توريندس ۽ جا تارازي اسان سيني کي واپرائڻ گهرجي، تنهن تارازيءَ موجب آءٌ ضرور چوندس تہ:

موسَمَ ڪوُن ڪُٽِل کُلَ ڪامي؟
جِن تن دِيو تاهِ وساريو ائسو نمڪحرامي.

ڇو جو جنهن کي آءٌ سنپورڻ وشواس موجب پنهنجي ساهَہ پساهَہ جو سوامي سمجهان ٿو جنهن کي آءٌ پنهنجو روزينو رسائيندڙ سمجهان ٿو تنهن کان اڃا آءٌ ومک آهيان اهو مون کي کن کن تپائي ٿو. انهيءَ جو سبب منهنجا وڪار آهن سي آءٌ ڏسان ٿو. پر انهن کي اڃا وس آڻي ماري مات نہ ڪري سگهيو آهيان. بس، مُنڍ پورو ٿيو. هاڻي اڳو ڪٿا ٿي.

**موهنداس ڪرمچند گانڌي**

26 نومبر 1925ع

(1)

# جنم

گانڌي ڪٽنب پانڃجي ٿو تہ پهرئين پسارڪو ڏنڌو ڪندو هو. پر منهنجي ڏاڏي کان وٺي ٽي پيڙهيون منجهانس ڪانياواڙ جي رياستن جا ڪارو باري (وزير) ٿيندا آيا آهن. اُتمچند گانڌي جنهن کي اوتا گانڌي بہ چوندا هئا، پنهنجي متي وارو ٽي ڏٺو. رياست ۾ کٽ پٽ هئڻ ڪري هو پور بندر راج ڇڏي وڃي جهوناگڙهہ ۾ ويٺو. اُتي نواب صاحب کي دربار ۾ ڏائي هٿ سان سلام ڪيائين. ڪنهن ڏسي ورتس ۽ هن اپمان جو سبب پڇيس. جواب مليس تہ: "ساڄو هٿ اڳيئي پوربندر راج کي ڏيئي چڪو آهيان."

اوتا گانڌيءَ بہ شاديون ڪيون. پهرئين گهر مان چار پٽ ۽ ٻئي مان بہ پٽ ٿيس. ٻالڪپڻ ۾ مون کي ڪم ڪانہ هئي تہ سڀ پائر پاڻ ۾ سڳا نہ آهن. منجهائن پنجون ڪرمچند عرف ڪبا گانڌي ۽ پوبون تلسيداس گانڌي، ٻئي پائر هڪ ٻئي پٺيان پوربندر ۾ ڪاروباري (وزير) ٿيا. ڪبا گانڌي منهنجو پتاجي پوربندر جي وزيري ڇڏڻ کانپوءِ راجستانڪ ڪورٽ جو ميمبر هو. پوءِ راجڪوٽ ۾ ٿورو وقت وانڪانير ۾ ديوان هو. مرتيوءَ وقت راجڪوٽ دربار جو پينشنر هو. ڪبا گانڌي بہ هڪ ٻئي پٺيان چار گهر پرڻيو. پهرين ٻن مان بہ نياڻيون ٿيس. پوئين پتلي ٻائيءَ مان هڪ نياڻي ۽ ٽي پٽ، جنمان آءٌ پوبون هوس.

پتا ڪٽنب پريمي، سچ جو ڪوڙيو ۽ اُدار چت، پر البت تپڻي سڀاءَ جو. دنيا جي وشين ۾ ڪجهہ ڦاتل بہ ڪٽي هجي، جو چوٿون گهر چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ پرڻيو. رشوت کان پريءِ سو گهر ۾ توڙي ٻاهر سچوءِ انصاف پسند سڏبو هو. راج ڀڳت بہ اهڙو ئي هو. هڪڙي ڀيري راج جو پولٽيڪل ايجنٽ راجڪوٽ جي ناڪر صاحب بابت ڪجهہ گهٽ وڌ ڳالهائي ويٺو. ڪبا گانڌي اُمالڪ روڪڙو جواب ڏنس. صاحب ٿاندٽيءَ تپڻو، سو چيائينس تہ معافي وٺ. پر هو ٻڌي چو ٿو؟ سو ڪٽي نظربند رکيائينس. نيٺ جڏهن پٽيءَ نہ مڙيو تڏهن صاحب کيس لاچار آزاد ڪيو.

پتاجيءَ ڏن ميڙڻ جو لوڀ ڪڏهن نہ ڪيو. تنهن ڪري اسان ڀائرن کي ورثي ۾ گهڻو ڪين نصيب ٿيو. جيڪي پرايو هئائين سو آزمودي مان. اڄ ڪالهہ جي گجراتي پنجين درجي جيتري تعليم مس مليل هيس. تواريخ ۽ ڀُوگول ورڇ چاجوڻ. تڏهن بہ وهنوار ۾ اهڙو تکو جو باريڪ ۾ باريڪ سوال حل ڪري ڇڏيندو هو ۽ هزارن کي حڪم ۾ ٻڌي لذت سان ڪم وٺندو هون. ڌرمي سکيا خير ڪا ٻرايل هيس. پر مندرن ۾ ويندي ۽ ڪٿا ڪيرتن ٻڌندي جيڪو گيان ڪئين هندن کي ملي ٿو سو کيس بہ هو. پوين ڏينهن ۾ هڪ ودوان ٻانيڻ جي چوڻ تي هن گيتا جو پاٺ آرنڀ ڪيو ۽ روز ٿورا سلوڪ پوڄا مهل ڏاڍيان اُچاريندو هو.

ماتا ساڌوي سڀاءَ جي هئي. اِهو اثر منهنجي دل تي رهيل آهي. ڏاڍي ڌرمشٽ هوندي هئي. پوڄا پاٺ بنان ڪڏهن وات ڪين چوري. مندر ۾ روز درسن ڪرڻ وڃي. ڪڏهن بہ چترماس جا اپواس رکڻ ڪانسواءِ نہ رهي. مها ڪٺن ورت رکندي هئي ۽ وگهن بنان پُورا ڪندي هئي. بيماريءَ ۾ بہ ورت ڪين ڇڏيندي هئي. مون کي ياد آهي تہ هڪڙي ڀيري چندرايڻ جو ورت رکيائين. پوءِ بيمار ٿيئي تہ بہ ڪين هٽي. چوماسي ۾ ايڪهاٽو رکڻ سا تہ هن لاءِ هڪ ساڌارڻ ڳالهہ هئي. تنهن مان بہ ڍؤ ڪونہ ٿيس. سو هڪ ڀيري چوماسي ۾ هڪ نہ ٻئي ڏينهن ڪائڻ جو ورت رکيائين. سانڌهہ اهڙا ورت ڀيئي رکندي هئي. هڪ چوماسي ۾ وري اِهو ورت رکيائين تہ سورج ڏٺي بنان چپ بہ نہ چوريندي هئي. اسين ڇوڪرا اکيون ڀائي وهندا هئاسين تہ ڪيڏانهن ڪڪر پاسي ٿين تہ امان ورت ڇوڙي. چوماسي ۾ خبر اٿو تہ ڪئين ڀيرا سج ڏسڻ سترو نہ آهي. اهڙا مون کي ڏينهن ياد آهن جو سورج ڏسي اسين "امان، امان سورج ڏس" پڪاريندا هئاسين ۽ امان جيسين ٻڪي اچي تيسين سورج گم ٿي ويندو هو. "نهيو اڄ مڙيو ٿي ڪاڏو نصيب ڪونهي،" ائين چئي وري وڃي ڪم ۾ لڳندي هئي.

ماتا وهنواري ڪمن ڪارين ۾ چتر هوندي هئي. دربار جي معاملن مان بہ واقف. رٽواس ۾ سندس گهٽي هلندي هئي. آءٌ بار هوس تڏهن وقتي آمان مون کي دربار جي ڪوٽ ۾ ساڻ وٺي ويندي هئي. ۽ ناڪر صاحب جي وڌوان ماتا ساڻ جيڪي سندس ڳالهيون ٻولهيون هلنديون هيون تن مان اڃا ڪيترين ياد اٿم.

انهن مائٽن جي گهر مون سن 1869 جي آڪٽوبر مهني، پوربندر يعني سداما پري ۾ جنم ورتو. بالڪپڻ پوربندر ۾ گذاريم. ياد اٿم ته ڪنهن اسڪول ۾ مڙيوئي وبندو هوس. هٿي ڏٺي ٿورا ڪوڙا سکيس. انهيءَ وقت جي فقط ايتري يادگيري اٿم ته ٻين ڇوڪرن سان گڏجي ماستر کي خوب گاريون ڏيندو هوس. تنهن مان سمجهان ٿو ته منهنجي سمجهه تيز نه هئي ۽ حافظو هينئين سٽ ۾ ڪچي پاپڙ جهڙو ڪچو هوم.

ايڪ ايڪا نئي ايڪ، پاپڙ سيڪ
پاپڙ ڪچو ـ منهنجو ـ

پهرئين چذيل جڳهه ۾ ماستر جو نالو هو. سندس نالو ڏيئي کيس اَمر ڪين ڪندس. پوئين جڳهه ۾ هئي گار جا لکڻ جو ضروري ڪونهي.

*

(2)

## ٻالڪپڻ

پوربندر مان منهنجو پتا جڏهن راجڪوٽ، راجستانڪ ڪورٽ جو سڀاسد ٿيڻ ويو تڏهن منهنجي عمر اٽڪل ست ورهيه هئي. راجڪوٽ جي هڪ ٻاراڻي اسڪول ۾ آءٌ وڃي ويٺس. اهي اسڪول جا ڏينهن مون کي چڱيءَ طرح ياد آهن. ماسترن جا نالا نشان به ياد اٿم. جيئن پوربندر ۾ تيئن راجڪوٽ ۾ پڙهڻ جو موچارو هوس. وچولي درجي جو ڇوڪرو مس ليکبس. ٻاراڻي اسڪول کانپوءِ مڊل اسڪول ۽ هاءِ اسڪول ۾ ويٺس. تيسين تائين ٻارهن ورهين جو اچي ٿيس. انهيءَ اوستا ۾ ڪڏهن ڪو ماستر سان ڪوڙ ڪيو هجيم يا ڪنهن سان ياراڻي پاتي هجيم سو ياد نه اٿم. نهايت لڄارو نينگر هوس. اسڪول ۾ اسڪول جي ڪمن ۾ پورو هوندو هوس. گهنڊ لڳو نه آهي ۽ اسڪول پهتس، وري اسڪول بند ته سڌو گهر پڳس. 'پڳس' ٿو چوان سو جاڻي ٻجهي، ڇو ته مون کي ڪنهن سان به ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڪين وڻندو هو. دل ۾ ڇوندو هوس ته متان ڪو چرچو گهبو ڪٺي ڪري؟

هاءِ اسڪول ۾ پهرئين ئي سال امتحان وقت هيءَ ڳالهه ٿي. تعليم کاتي جو انسپيڪٽر صاحب مسٽر جائيلس اسڪول تپاسڻ آيو. هن پهرئين درجي جي ڇوڪرن کي پنج لفظ لکايا. جن مان ڪيٽل (Kettle) هڪ لفظ هو. انهيءَ جي هِجي مون غلط لکي. ماستر صاحب بوٽ جي پب سان اشارا پيو ڪري، پر آءٌ موڙن جو موڙن. ائين ڪيئن سمجهان ته ماستر صاحب مون کي پر واري ڇوڪري جي سليٽ تان هِجي ڪاپي ڪرڻ لاءِ ٿو اشارا ڏئي. ڇيم ته ماستر بينو ئي انهي لاءِ آهي ته هڪ ٻئي تان ڪاپي نه ڪجي. ٻين سڀني جا پنج ئي لفظ صحيح نڪتا، رڳو آءٌ مڏ نڪتس! منهنجي مورکتا پوءِ ماستر مون کي سمجهائي، پر مون تي سندس سمجهاڻيءَ جو اثر ڇو ٿو ٿئي؟ ٻين تان ڪاپي ڪرڻ جي ڪيڏ آءٌ ڪڏهن ڪين سکيس.

تنهن هوندي بہ ماستر کي پورو مان ڏيندو رهيس. وڏن جون خاميون نہ ڪڍجن اهو لچڻ مون ۾ آد کان هو. هن ماستر جون ٻيون گهٽتايون بہ پوءِ مون ڏٺيون. پر آءٌ کيس ساڳيو ئي مان ڏيندو هوس. وڏن جي آگيا مڃڻ کپي، چون تيئن ڪجي ۽ سندن ڪئي تي راءِ زني نہ ڪجي سو سمجهي ورتو هوم.

ساڳئي وقت بہ ٻيون بہ ڳالهيون ٿيون جي هميشه ياد رهيون اٿم. مون کي اسڪول جي ڪمن کانسواءِ ٻيو وڌيڪ پڙهڻ جو شوق نہ هوندو هو. ماستر جي گوشماليءَ جي ڊپ کان، ٻيو تہ متان سندس اڳيان ڪوڙ ڳالهائڻو پوي تنهن ڪري هٽي ڏٽي مڙيو ئي سبق ياد ڪبو هو. سبق بہ اهڙو ئي ياد هوندو هو. سو وڌيڪ پڙهڻ وري ڇا جو؟ پر مجاڻ بابي جو هڪ ڪتاب منهنجي هٿ چڙهي ويو. "شروڻ جو پتا سان پريم" جو ناٽڪ هو. پڙهڻ تي دل ٿيم. پڙهيم تہ ڏاڍو وڻيم. تڏهن اسان جي گهر فقير سندربين ۾ مورتون اچي ڏيکاريندا هئا. مورتن ۾ اها بہ مورت ڏٺيم تہ ڪيئن شروڻ مائٽن کي ڪنوانيءَ ۾ وهاري تيرٿ ڪرائڻ تو وڃي. ناٽڪ ۽ مورت جو من تي ڏاڍو گهرو اثر ٿيو. چو نہ آءٌ بہ شروڻ ٿيان سو ويچار پيو ڪندو هوس. شروڻ جي مرتيوءَ ويل سندس مائٽن جا ورلاپ جڻ اڃا ڪنن ۾ پيا ٻُجهن. اهي منا بيت ويهي بابي تي ڳائيندو هوس. باجي جو شوق هوم سو بابي وٺي ڏنو هوم.

ساڳئي وقت هڪ ناٽڪ ڪمپني آئي ۽ سندن ناٽڪ ڏسڻ ويس. هرشچندر جو ناٽڪ هو. ناٽڪ ڏسي ڍاپائئي نہ پيو. ڀانيان تہ ور ور ڏيئي ڏسان. پر هر هر گهڙيءَ ڪير تو ڏسڻ جي موڪل ڏئيم؟ من ۾ اهو ناٽڪ سوين دفعا اُٿلايو هوندم. راجا هرشچندر جا سپنا لهندو هوس. "هرشچندر جهڙا سچيار سڀ ڇو نہ ٿا ٿين؟" انهي ويچار جي ڌُن مچي وئي. دل ۾ چيم تہ هرشچندر جا ڪشٽ سهي بہ ستيہ وچن جو پالن ڪرڻ سوئي نجو سچ آهي. مان تہ ائين ڀائيندو هوس تہ اهي آپدائون هرشچندر سَنيون هيون. سندس دک ڏسي، وِبچاري، ڪئين ڀيرا اکين ۾ جَلُ ڀرجي آيو هوندم. هاڻ سمجهان ٿو تہ هرشچندر جهڙو ماڻهو ڪو سچ پچ ڪونہ ٿي وبو آهي. پر تنهن هوندي بہ منهنجي من ۾ شروڻ ۽ هرشچندر اجان جيئرا جاڳندا آهن ۽ جي اج بہ اهي ناٽڪ ڏسان تہ روئي ڏيان.

*

(3)

# ٻال وواهه

ڏل پيئي چوڻ تہ هي اڌياءُ نہ لکين تہ چڱو ٿي. هي ڪهاڻي لکندي ڪئين اهڙيون ڪڙيون ڍڪيون پونديون. سنتيہ جي پوڄاريءَ جو ٻيو ڪو چارو ڪونهي. تيرهن ورهين جي عمر ۾ منهنجي شادي ٿي سو لکندي مون کي ڏک ٿي اچي. اڄ منهنجي اکين اڳيان ٻارهن تيرهن ورهين جا ٻالڪ پيا ڦرن. انهن کي ڏسي جڏهن مون کي پنهنجي شاديءَ جو وقت ياد ٿو اچي تڏهن پاڻتي ڪهل ٿي اچيم ۽ ٻالڪن کي انهيءَ دردشا مان بچي وڃڻ لاءِ واڌايون ٿيون ورن. تيرهين ورهين شادي ڪرڻ جي فائدي ۾ مون کي هڪ بہ جوڳو دليل نٿو سجهي.

پڙهندڙ ائين نہ ڀائين تہ آءٌ مڱڻي جي ٿو ڳالهہ ڪريان. ڪانياواڙ ۾ وواهہ ۾ مڱڻو بہ ڌار ڳالهيون آهن. مڱڻو يعني بہ ٻار پرڻائڻ لاءِ مائٽن جو انجام. مڱڻو ڇني سگهجي ٿو. مڱڻي ڪانپوءِ ور مري تہ ڪنيا پرڻجي سگهي ٿي. مڱڻي ۾ ور ڪنيا جو پاڻ ۾ ڪوبہ سنبنڌ نٿو ٿئي. ٻنهي کي شايد ڪا خبر بہ نہ هجي. آءٌ هڪ ٻئي پنيان ٽي ڀيرا مڱيو هوس. ٽيئي ڀيرا خبر ناهي ڪڏهن مڱيس. ٻڌو هوم تہ بہ ڪنيائون هڪ ٻئي پنيان مري ويون. تنهن مان سمجهيم تہ هيءَ ٽيون مڱڻو هوم. ٽيون مڱڻو ڀانيان ٿو تہ اٽڪل ستين ورهين جي عمر ۾ ٿيم. پر مڱڻي جي ڪا خبر مليم سو ياد نہ اٿم. وواهہ ۾ تہ ور ڪنيا ٻنهي پاڻ ۾ گڏجن ٿا ۽ هاڻ آءٌ وواهہ جي ٿو ڳالهہ ڪريان. جنهنجي چڱي يادگيري اٿم.

پڙهندڙ کي خبر آهي تہ اسين ڀاڻ ٽي ڀائر هئاسين سڀني کان وڏو تہ اڳيئي پرڻيل هو. وچون مون کان بہ ٽي سال وڏو هو. هاڻي مون کي، منهنجي ڀاءُ ۽ سوٽ کي. جو مون کان سال بہ وڏو هو. تنهي کي گڏي سڏي پرڻائڻ جو خيال اسان جي وڏن ڪيو هو. انهيءَ ۾ ڪا اسان جي ڀلي ٻري جي ڳالهہ

ڪانہ هئي. اسان جي مراد ۽ مرضيءَ جو ڪنهن کي خواب بہ ڪونہ هو. هت تہ مربين جي سهوليت ۽ خرچ جي ڳالهہ هئي.

هندو سماج ۾ شادي ڪا جهڙي تهڙي ڳالهہ نہ آهي. ور ڪنيا جا مائٽ شادين پنيان پاڻ کي خوب پتوڙيندا آهن. ڌن ڌور ڌاڙيون ڪن ۽ پنيان وقت بہ ضايع ڪن. ڪي مهينا پيا سهن سنيرن. ڪپڙا ناهين. ڳهڻا گهرائين. برادري کارائڻ جا خرچ پڪا سارين. مجلسون ڪرڻ ۾ ريسون ڪن. زالن کي اچي نہ اچي تہ بہ ڳائي ڳائي گهنجيو پون ۽ بيمار پون. گوڙ گهمسان ڪري پاڙيوارن جو سک ڦٽائي ڇڏين. پاڙيسري بہ ڪيئن ڪچن؟ سندن وارو ڪين ايندو؟ سو منهي ماٺ ۾ هَل، لُڙ ۽ گند ويٺا سهن.

اهو ڏوُڙيو ۽ ڏمچر تن پيرن بدران هڪ ئي پيرو ڪجي تہ ڪين چڱو؟ بيءَ نظر سان ڪم خرچ بالانشين. تي شاديون سو خرچ بہ هڪوار ڇوٽ مان ڪٽي ڪجي. بابو ۽ ڪاڪو اچي بڍا ٿيا هئا. اسين سندن ننڍڙا پوبان ٻار. سو ڇو نہ طولان تومان سان پنهنجي جيئري پرٽائي دل خوش ڪن؟ بس اهي سڀ ويچار ڪري تنهي جون شاديون هيڪانديون ڪري سِتياڻون. پوءِ تہ ڪي مهنا شادين جون سامگريون پئي ڪنيون ٿيون. انهن تيارين مان اسان کي ڪڙڪ پيئي تہ مارا وهانوَ ٿيڻا آهن. تڏهن ڇيم تہ هاڻ بيلي وڳا پهربا، دهل وڄندا، ڇڇيون نڪرنديون، کاڌا کائبا ۽ هڪ بيءَ ڇوڪريءَ ساڻ رانڊ روند ڪبي. وشيہ پوڳ جو خيال پوءِ دير سان آيو. پوڳ جي پوجهہ ڪيئن پيئي سو بہ ٻڌائي سگهان ٿو پر اِهو نہ پڇو. اهڙي ڳالهہ ڍڪي پلي آهي. جيڪي ذرو پرزو ٻڌائڻ جهڙو آهي سو پوءِ ٻڌائيندس. پر هن ڪٿا سان سندن ڪو خئر واسطو آهي.

اسان ٻن ڀائرن کي پوءِ پوربندر وني ويا. جيڪي مزي جا ساٺ سوڻ ٿيا تن جي ڳالهہ نٿو ڪريان. پتا جي راج جو ديوان صاحب هو پر وري بہ ملازم هو. راجا کي پيارو يعني راجا جو وڏيڪ پراڏين. ناڪر صاحب توڙ تائين نہ ڇڏيس. نيٺ جڏهن وجڻ ڏنائينس تڏهن خاص سرڪاري گاڏي سنيرائي ڏنائينس. جنهن پنجن ڏينهن جي مسافري ٽن ۾ ڪري پڄائيس. پرا جيئن قسمت ۾ لکيل هو. بندي جي من ۾ هڪڙي صاحب جي من ۾ ٻي. راجڪوٽ کان پوربندر 120 مئل مفاصلو. بابو ٽن ڏينهن ۾ پهتو پر پوئين منزل ۾ گاڏي

اُونڌي تي پيئي. خوب ضربيو. آيو تہ هٿن مٿان پٽيون، پٺيءَ تي پٽيون. شاديءَ جي شادمانن مان اَڌ مزو هليو ويو. پر شاديون ڪيئن نہ ٿين؟ لکيل مهورت ڪير ڦيري؟ آءٌ تہ وهانوَ جي خوشين ۾ بابي جا سُور پلجي ويس.

پتا سان پريم تہ نيڪ، پر وشيہ ڀوڳ بہ ڪرو؟ ماءُ پيءُ تان سڀ سک صدقي ڪجن اها سمجهہ پوءِ اچڻي هيم. تڏهن بہ شايد ڀوڳ ڀوڳڻ لاءِ سزا مثل هڪ ڳالهہ منهنجي زندگيءَ ۾ اهڙي ٿي جا هميشه پيئي ڪائي. جڏهن ڪڏهن آءٌ سوامي نشڪلانند جي تڪ:

”تياڳ نہ ٽڪي ڙي وئراڳ بنا، ڪريئي ڪوٽ اُپاءَ جي“

چوندو آهيان يا ٻڌندو آهيان تڏهن اها ڳالهہ ۽ اهو موقعو مون کي ياد پوندو آهي ۽ شرمائيندو آهيان.

بابي همت ٻڌي منهن سرهو رکيو. شرير جي پيڙا ڀوڳيندي بہ شادي جي ڪم ڪار ۾ پورو رهيو. بابو ڪهڙي وقت ڪهڙي هنڌ وينو سو سڀ عين بين مون کي اجا ياد بينو آهي. ٻال وواهہ جو ويچار ڪندي جو مون اڄ ويهي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي آهي سو تنهن مهل ٿوروئي تي ڪيم؟ اوڏي مهل تہ سڀ ٺئي وڻيو. پرتجڻ جي سڪ بہ هئي ۽ ائين ٿي ڀايم تہ بابو صحيح آهي. تنهن ڪري اهي سڀ يادگيريون تازيون چٽيون اَٿم. وبڌيءَ تي ويناسين. ڦيرا ڏناسين سڳن سانٽ ڪياسين ۽ پوءِ گهوٽ ڪنوار ٿي هڪ ٻئي سان گڏ رهياسين. ائين نبري ڀهرين رات! بہ اَبهم ٻار متيو سنسار ساگر ۾ اَڻ پڇئي اڙ چاتي گهڙي پيا. ڀاڀيءَ سيکاري پڪو ڪيو هوم تہ پهرئين رات ڪيئن هلجي. ڪنوار کي ڪنهن سيکاريو سا ڪيس خبر. هاڻ بہ ڪٽي پڇجيس پر خير. پهرئين تہ هڪ ٻئي کان ٻئي ٿهياسين. شرم ٻئي آيو. ڳالهيون ڪهڙيون ڪجن ۽ ڪيئن ڪجن تنهن جي ڪهڙي خبر؟ ڀاڙهيل تہ گهٽو ئي هئاسين پر ڪنهن نہ ڪم جا. پر ڪي سِکڻو بہ آهي؟ پنهنجا سنسڪار پاٽيهي پيا تانين. پوءِ سکڻ سيکارڻ وري ڇا جو؟ ڏيري ڏيري هڪ ٻئي کي سُڃاڻي ويا سين ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ لڳاسين. ٻئي ساڳيءَ عمر جا. تہ بہ پت ديوتا جا اڌڪار آءٌ ترت سمجهي ويس.

*

(4)

# گهوٽ جا رنگ

تن ڏينهن ۾، پئسي ڪي پائيءَ جون ننڍڙيون چؤنپڙيون ڇپبيون هيون. انهن ۾ زال مڙس، ٻال ورواهه، گهر ۾ سنجٽ جون ڳالهيون لکيل هونديون هيون. اهڙي ڪا چؤنپڙي هٿ چڙهي نه آهي ته مون پڙهي نه آهي. پوءِ جيڪي نه آئڙندو هوم سو ڀُلجي ويندو هوس. باقي جيڪي دل کي وڻندو هوم سو عمل ۾ آڻيندو هوس. زال سان وفاداري مڙس جو فرض آهي اهي حرف منهنجيءَ دل تي ڄمي ويا. ستيه جو ڪوڏيو ته اَوَس ئي هوس، سو زال سان ٺوهه ڪرڻ ته منهنجو وڙ ئي نه هو. تنهن ڪري پر استريءَ ساڻ سُنبنڌ نه رکڻ، پڏرو پيو هو. پيو ته وري هٺاسين عمر جا ننڍا سو خراب ٿيڻ جو وجهه به ڪونه هو.

پر انهن چڱن خيالن جو هڪ برو نتيجو نڪتو. جي مون کي استريءَ سان وفادار ٿيڻ کپي ته استريءَ کي به پتورتا هئڻ گهرجي. بس پوءِ مون جهڙو شڪي مڙس ڪو ڳوليو ئي نه ليندو. اِستريءَ کي پتورتا ڌرم 'پالڻ کپي'، انهيءَ ڏاڪي تان چڙهي وجي زوريءَ 'پالڻ کپي' تنهن تي بينس. جي پالائڻ کپي ته مون کي مٿس نظرداري ڪرڻ کپي. شڪ آڻڻ جو ڪو سبب به ڪونه هوم، پر شڪي شخص ڪي سببن لاءِ ترسن؟ چوان ته زال روز ڪيڏانهن نڪري ته ٻڌائي نڪري ۽ موڪل بنا نه ڇُري. بس پوءِ ته پاڻ ۾ جهڳڙو اچي متو. موڪل بنا وک نه ڇُري، سو ته جنسي قيد. پر ڪستور بائي اهو قيد قبولي چو ٿي! جيڏانهن وڻيس تيڏانهن بي ڌڙڪ ماٿ ڪري هليو وڃي. جيئن بندش ڪريان تيئن ڇوٽ پيئي گهمي ڦري ۽ آءٌ وينو جڪ ماريان. پوءِ ته رُسڻ ڦُسڻ ۽ هڪ ٻئي سان نه ڳالهائڻ رواجي ڳالهه ٿي پيئي. ڪستوربائيءَ جيڪا ڇڙواڳ پسند ڪئي تنهن ۾ ڪا اربع خطا ڪانه ٿي ڪيائين. ٻار جنهنجي من ۾ نه دوش نه پاپ تنهن کي ڇئجي ته نه مندر ۾ وڃ، نه ساهيڙين سان رل مل، سا ڪا پلڻ جي آهي؟ پر جي آءٌ مٿس چوڪسي

ڪريان تہ چو نہ ھوءَ مون مٿان چوڪيداري ڪري؟ اِھا سڌ تہ ھاڻ ٿي پوي ٿي. تڏھن تہ مڙسن جا حق جمائڻا ھئا.

پر پڙھندڙ اِئين نہ سمجھي تہ اسان جي پاڻ ۾ ڪا پنوت نہ ھئي. منھنجيون سختيون جو سبب بہ پيار ھو. مون کي پنھنجي استريءَ کي آدرشي استري بنائڻو ھو. ھوءَ پوتر ٿي رھي. آءٌ سکان سو سکي. پڙھان سو پڙھي ۽ اسين ٻئي يڪ تن ٿي وڃون. اھائي من جي منشا ھيم.

ڪستور بائيءَ ۾ بہ ساڳي پاونا ھئي يا نہ سا ڪيس خبر. اڻ پڙھيل ھئي. سياءَ جي سرل، سٺنتر، محنتي ۽ مون سان ٿور ڳالھائڻو ھئي. پڙھيل نہ ھئي تنھنجي اندر ۾ آنڌ مانڌ ڪانہ ھيس. آءٌ پڙھان سو ھوءَ بہ پڙھي. اھڙو شوق مون منجھس ڪونہ ڏٺو. تنھن مان چئجي تہ اھا پاونا فقط ھڪ طرفي ھئي. منھنجو پيار ھڪ ئي استريءَ سان ھو ۽ چوندو ھوس تہ جيئن آءٌ تو گھرانس تہ تيئن شل مون کي بہ گُھري. پر جتي ڪٽي ھڪ طرفو پيار آھي اُتي بہ رڳو دک تہ ٿيڻ جو ناھي.

مون کي باسڻ کپي تہ آءٌ زال تي انڌو ٿي پيو ھوس. اسڪول ۾ بہ خواب پيو لھان ۽ چوان تہ رات ڪڏھن ٿيندي جو مک ميلو ٿيندو. ھڪ ٻئي کان ڪن بہ پري رھڻ سنو نٿي ٿيو. ڪستور بائيءَ کي باتيون بتائيندي راتيون جاڳائيندو ھوس. ھن ڪام انڌ ھوندي جي پنھنجي ڪروتويہ جو پالن نہ ڪريان ھا تہ مرض ۾ پورو ٿي وڃان ھا، يا تہ جڳت ۾ رھي اجايو جيئان ھا. صبح ٿئي ۽ ڪم ڪاريون ڪرڻا ئي پون، ڪنھن سان وري ڪوڙ ڪپٽ بہ نہ ڪرڻو انھيءَ پر ڪئين سنڪٽن کان پاڻ بچائي ورتم.

آءٌ چئي چڪو آھيان تہ ڪستوربائي اڻ پڙھيل ھئي. ڪيس پاڙھي ھوشيار ڪرڻ جي گھڻي سڪ ھيم. پر منھنجيون واسنائون ڪٿان ٿيون ڇڏين؟ ھڪ تہ ھو زوريءَ پاڙھڻو. سو بہ وري رات جو اڪيلائيءَ ۾. وڏن اڳيان ڪنھن کي مجال جو اوڏو وڃي؟ ڳالھائڻ ٻولھائڻ سو تہ پري ٿيو. ڪانياواڙ ۾ منھن ڍڪڻ ۽ لڄ ڪرڻ جو اجايو جھنگلي رواج ھو ۽ ھن وقت بہ جڻ اوترو ئي آھي. تنھن ڪري پاڙھڻ جا وجھہ ملڻ بہ سولا ڪين ھئا. ھاڻ قبول ٿو ڪريان تہ جوانيءَ ۾ پاڙھڻ جا جيڪي حيلا جتن ڪيم سي اڪثر سڀ اجايا. جڏھن آءٌ وشين جي گھور ننڊ مان سجاڳ ٿيس تڏھن آءٌ رعيتي

ڪمن ۾ جُنبي ويو هوس. پوءِ فرصت وري ڪا ملي؟ ماستر رکي پاڙهڻ تنهن مان بہ ڪين ڪئو. نتيجو اهو ٿيو تہ اڄ ڪستوربائي فقط خط پٽ لکي سگهي ٿي ۽ پوري پني گجراتي سمجهي سگهي ٿي. جي منهنجو پيار وشئي نہ هجي ها تہ پڪ اٿم تہ اڄ هوءَ وڏوان استري هجي ها. چو جو سچي پريم اڳيان ڪجهہ بہ ڏکيو نہ آهي.

وشئي هوندي بہ ڪيئن پاڻ بچائي ورتم تنهن جو هڪ سبب ٻڌائي چڪو آهيان. ٻيو سبب بہ ٻڌائڻ وٽان آهي. سئون آزمودن مان مون ائين ڏٺو آهي تہ جنهن جي دل سچي آهي تنهن کي پريو پاڻ رکي وٺي ٿو. هندو سماج ۾ بال وواهہ هڪ گهاتڪ رواج آهي. پر ڪجهہ بچاءُ لاءِ بہ رواج آهي. ننڍين جوڙن کي مائٽ گهڻو وقت گڏ گذارڻ ڪين ڏيندا آهن. زال اڌ کان مٿي وقت پيڪي ٽڪي. اسان سان بہ ائين ئي ٿيو. سو تيرهن کان ارڙهن جي عمر تائين اسين مڙيو ئي ٽي سال مس گڏ رهياسين. تنهن وقت تہ اهي ڪونون ۽ موڪلون ڏاڍيون اڻانگيون ٿي لڳيون، پر انهن ڪري ئي اسين بچي پياسين. پوءِ تہ ارڙهن ورهين جي عمر ۾ آءُ ولايت هليو ويس، ۽ جدا رهڻ جو وڏو ٽي ويڇو ملي ويو. ولايت مان موٽي اچڻ کانپوءِ ڇهہ مهينا کن مس گڏ گذاريو هوندوسين، چو جو راجڪوٽ ۽ بمبئي جي وچ ۾ اچ وڃ هوندي هئي. ايتري ۾ وري ڏکڻ آفريڪا ڏي سڏ ٿيو. تيسين آءُ هن ننڍ مان چڱي طرح سجاڳ ٿي ويو هوس.

⁂

(5)

# هاءِ اسڪول ۾

شاديءَ مهل آءٌ هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هوس. ٽيئي ڀائر ساڳئي اسڪول ۾ هئاسين. وڏو ڀاءُ مٿئين درجي ۾ ۽ وچون مون کان هڪ درجو مٿي هو. شاديءَ ڪري ٻنهي جو هڪ سال ويو. منهنجي ڀاءُ جو ته تنهن کان به برو حال ٿيو. شاديءَ کانپوءِ پڙهڻ ئي ڇڏي ڏنائين. اهڙو دکدائڪ حال ڪير ڄاڻندو ته ڪيترن جوانن جو ٿيو هوندو؟ ودِيا ۽ شادي ٻئي گڏ هندو سماج ۾ ئي ٿين ٿيون.

منهنجو پڙهڻ هلندو رهيو. هاءِ اسڪول ۾ آءٌ هرويرو موٺڙو مان ڪونه هوس. ماسترن جو هميشه مون تي راضپو هو. سال به سال ڇوڪرن جي اڀياس ۽ چال جا (سرٽيفڪيٽ) پرمارڻ پتر مائٽن ڏي موڪليا ويندا هئا. تن ۾ ڪڏهن به منهنجي اڀياس ۽ چال بابت گهٽتائي ڪانه ڏيکاريل هئي. ٻئي درجي کانپوءِ انعام به کنيم ۽ پنجين توڙي ڇهين درجي ۾ ماهوار چئن ڏهن روپين جون اسڪالرشپون به مليون هيم. پر اهي ملڻ ۾ منهنجي هوشياريءَ کان منهنجو ڀاڳ وڌيڪ زور هو. ڇو جو سڀني لاءِ نه پر فقط سورٺ پرانت جي ودِيارٿين لاءِ هيون. ڪلاس ۾ چاليهن پنجاهن ڇوڪرن مان تڏهن سورٺ جا گهڻا ڇوڪر هوندا؟

پر ياد اٿم ته مون کي پنهنجيءَ هوشياريءَ جو ڪو فخر ڪونه هو. انعام يا وظيفا کڻندو هوس ته عجب کائيندو هوس. پر پنهنجي چال نسبت نهايت خبردار هوندو هوس. ڪو چال ۾ شڪ آڻي ته اُتي ئي روئي ڏيان. ماستر جي ڇڙٻ به مون کان سَني نه ٿيندي هئي.

هڪ ڀيري مار کاڌيم سو ياد اٿم. مار ملڻ جو ايترو نه، پر مار کائڻ جو لائق هوس سو ڏاڍو ڏک هوم. خوب رُنم. تڏهن شايد ٻئين ٽئين درجي ۾ هوس. ٻيو ڀيرو اهڙو موقعو وري ستين درجي ۾ آيو. دوراٻجي ايدلجي گمي

اسان جو هيڊ ماستر هو. اسان کي وڻندو هو ڇو جو ضابطي وارو، ريت سر ڪم ڪندڙ ۽ پاڙهڻ ۾ قابل هو. هن مٿين درجن ۾ ڪثرت ـ ڪرڪيٽ ـ شاگردن لاءِ فرضي (Compulsory) ڪيا. مون کي ٻئي نه وڻن. اڳي مون نه ڪڏهن بئٽ هٿ ۾ ڪنئي، نه فٽ بال ٺُڏيو هو. راند تي وڃڻ ۾ هڪڙو ته لڄ ايندي هيم. هاڻ سمجهان ٿو ته اها ڀُل هئي. ڀائيندو هوس ته ڪثرت جو پڙهڻ سان ڪهڙو تعلق؟ پوءِ سمجهيم ته بدني سکيا کي وديا اڀياس ۾ مانسڪ سکيا جهڙو ئي مان ملڻ کپي.

پر ڪثرت نه ڪندي به مون کي نقصان ڪونه پهتو. سبب جو ڪتابن ۾ کليل هوا کائڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ جي تعريف پڙهيم هيم. اها صلاح مون کي وڻي ۽ مون ورتي. هاءِ اسڪول جي مٿين درجن کان وٺي وڏن پنڌن ڪرڻ جي عادت مون ۾ پيئي. اُها توڙ تائين هلندي آئي. پنڌ ڪرڻ به ته ڪثرت ئي آهي، تنهن ڪري منهنجو بدن ڪجهه ڪشيل رهيو.

ڪثرت نه وڻڻ جو ٻيو سبب پيءُ جي شيوا تي ڌيان ڏيڻ هو. اسڪول بند ٿيو ناهي ۽ آءٌ سڌو گهر سندس خدمت ۾ حاضر. ڪثرت فرضي ٿي ۽ وگهن پيو. پيءُ جي خدمت خاطر راند تان موڪل لاءِ عرض ڪيم. پر گمي صاحب راند تان موڪل ڇو ٿو ڏئي؟ هڪ ڏينهن ڇنڇر جو اسڪول صبح جو ۽ راند تي سانجهيءَ جو چئين بجي وڃڻو هو. واچ ڪانه هيم. جُهڙ هو سو وقت جي ڪل ڪانه پيم. ڀهتس ته ماڙ ڇوڪر نهن ئي ڪين. ٻئي ڏينهن هيڊ ماستر صاحب حاضري ورتي ته آءٌ غير حاضر نڪتس. سبب پڇيائين. مون جيئن ٿيو سو ٻڌايومانس. پر ويسهه نه آيس. سو آنو به ڏنڊ ڪيائين. آءٌ ڪوڙو ٺهيس! ڏاڍو ڏک ٿيم. پر ثابت ڪيئن ڪريان ته "مون ڪوڙ ڪين ڪيو." ٻيوس ٿي پيس. اندر جو اندر ۾ ٻئي ڳريس. ڏٺم ته سچ ٻوليندڙ کي ڪڏهن به غافل نه هئڻ کپي. جيسين پڙهيم ٻئي تيسين وري اهڙي غفلت نه ٿئي، وري نه ڪيم. هُريم ٻيو ته ڏنڊ جو آنو به آخر معاف ٿيم.

ڪثرت کان نيٺ معافي ملي. بابي پاڻ لکي مڪس ته اسڪول بند ٿيڻ کانپوءِ بيماريءَ ۾ خدمت لاءِ مون کي ڇوڪري جي ضرورت آهي. ڪثرت بدلي پنڌ ڪيم تنهن ڪري سرير کي هاڃي نه رسي، پر ٻي هڪ ڀُل ڪيم جنهنجو نتيجو اڄ تائين ڀنو پيو ڀڳيان. پڙهڻ ۾ سٺا اکر لکڻ ڪهڙي ڪم جا. اهو ڪجهو خيال خبر ناهي ڪيئن من ۾ آيم ۽ ولايت ويس

تيسين هو پوءِ ۾ خاص ڪري ڏکڻ آفريڪا ۾ جتي وڪيلن ۾ آفريڪا ۾ جنميل پڙهيل نوجوانن جا موتين جهڙا اکر ڏٺم تڏهن ڄج آيم. ڏٺم ته ڪنا اکر هڪ اڌوري، اپورڻ سکيا جي نشاني آهي. پوءِ مشق پچائڻ لڳس. پر جو بارهين نه سکيو سو پنيهين ڪين سکندو. جوانيءَ ۾ جنهنجي بي پرواهي ڪيم سا اڄ ڏينهن تائين نه سکي سگهيو آهيان. هرهڪ جوان ڇوڪر ۽ ڇوڪريءَ کي هن مان سمجهي وڃڻ کپي ته خوش خط لکڻ وديا جو هڪ ضروري انگ آهي. سنا اکر لکڻ ڪاڻ ليکن ڪلا (Drawing) سکڻ گهرجي. آءٌ ته انهيءَ راءِ جو آهيان ته ٻار کي اکرن کان اڳ ليکن ڪلا سکڻ کپي. جيئن پکي، مرون ۽ ٻيون شيون ٻار ڏسي، سڃاڻي پوءِ سولا ياد ٿو رکي، تيئن اکر به سڃاڻڻ سکي يعني ليکن ڪلا سکي، چتر وغيره ڪڍڻ سکي پوءِ اکر لکڻ سکي ته سندس اکر ڇاپي جهڙا ٿين.

تنهن وقت پڙهڻ سمي جون به ٻيون به ڳالهيون ٻڌائڻ جهڙيون آهن. پرٽجڻ ڪري هڪ سال وڃايو هوم. اهو سال وري هٿ ڪرڻ جي ماستر صلاح ڏني. محنتي شاگرد کي ائين ٽپائڻ جي ماستر موڪل ڏيندا آهن. سو ٽئين درجي ۾ فقط ڇهه مهنا هوس ۽ اونهاري جي وڪيشن کان اڳ، امتحان ڏيئي چوٿين درجي ۾ چڙهيس. اِتان کان وني ڪيترا ڪم انگريزيءَ دوران ٿين ٿا، سو ڪجهه سمجهان ئي نه پيو. ڀومت (Geometry) به چوٿين درجي ۾ آهي. ڪي اڳي نه پيئي، ڪي انگريزيءَ ڪري، سمجهان نه پيو. ماستر گهٽو ئي چڱو پر جي مغز ۾ وهيم. ڪئين پيرا نراس ٿيندو هوس. وقتي چوندو هوس ته موٽي ٽئين درجي ۾ وڃي وهان. پر جي ائين ڪريان ته پاڻ ڪلايان ۽ جنهن ماستر مون کي محنتي سمجهي درجو ٽپايو هو تنهن کي به ڪلايان. پوءِ ڏئيندي ڏئيندي جڏهن يوڪلڊ جي تيرهين سڏيان تي آيس ته اُمالڪ اک کليم ته يومت ته سولي ۾ سولي آهي. جنهن ۾ عقل جي سِڌي سنواٽي بازي آهي سا ڏکي وري ڇاجي؟ پوءِ ته يومت مان مزو پيو ايندو هو.

سنسڪرت مون کي سڀ کان وڏيڪ تڪليف ڏني. ڀوُن متيءَ (جاميٽري) ۾ طوطي وانگر ياد ڪرڻو ڪونهي. پر سنسڪرت ۾ برزبان ڪرڻ ڪانسواءِ چاڙهو ئي ڪونهي. اهو ڪم به چوٿين درجي کان شرع ٿيو. ڇهين درجي ۾ هُنجي پيس. سنسڪرت جو پنڊت به سخت هو. ڇي وديارٿين کي هي به

سيکاريان هُو بہ سيکاريان. سنسڪرت ڪلاس ۽ پارسي ڪلاس جي پاڻ ۾ هڪ قسم جي ريس هلندي هئي. ڇوڪر پاڻ ۾ چوندا هئا تہ ٻيلي! فارسي ڪٺون، سولي آهي. مؤلوي بہ واهہ جو آهي. ڇوڪر جيترو پڙهن تنهن ۾ ئي پُڄائي ڇڏين. فارسي سولي آهي، سو ٻڌي آءُ بہ هر ڪيس ۽ هڪ ڏينهن فارسي ڪلاس ۾ لنگهي ويس. پنڊت جيءَ کي ڏک ٿيو. مون کي سڏيائين. ”تون ڪن سندو آهين. پنهنجي ڌرم جي ڀاشا بہ ڪين سکندين؟ نہ سمجهين تہ مون وٽ اچ. آءُ ڀانيان تہ سڀ چڱي سنسڪرت سکي پون. پهرين تڪليف آهي پر پوءِ پاڻيهي ڍڪ پرينديون. سو اتي ئي وڃائي نہ ويهہ. هاڻي ٻڌ ۽ وري منهنجي ڪلاس ۾ اچي پڙهہ. مون کي بہ لڄ آئي. پنڊت جي پريم جو نرادر نہ ڪري سگهيس. اڄ آءُ دل و جان سان ڪرشن شنڪر ماستر جو اُپڪار مڃان ٿو. جي ايتري بہ سنسڪرت نہ سکي وٺان ها تہ جيڪو ٿورو گهڻو مزو پنهنجن شاسترن مان وٺي سگهان ٿو سو هوند ڪين ماڻي سگهان ها. هاڻي اُتلو اهوئي ڏک اٿم تہ ڇو وڌيڪ ڪين پرايم. ڪنهن بہ هندو بالڪ کي سنسڪرت جي ابياس کان محروم نہ رهڻ کپي.

هاڻي تہ آءُ ائين ٿو سمجهان تہ ڀارت ورش جي سندر ابياس ڪرم ۾ مادري ٻوليءَ کانسواءِ راشٽر ڀاشا، هندي، سنسڪرت، فارسي، عربي ۽ انگريزيءَ کي جاءِ ڏيڻ کپي. ايترين ٻولين جا نالا ٻڌي اسان کي ڊڄي نہ وڃڻ گهرجي. ٻولي ريت سر ڪنهن ڍنگ سان سيکارجي ۽ سڀ ڪم هرويرو انگريزيءَ معرفت سکڻ جو بوجو لهي وڃي، تہ مٿيون ٻوليون سکڻ ڏکيون نہ آهن، اُتلو سکڻ ۾ مزو آهي. جو هڪڙي ٻولي باقاعدي چڱي سکي ٿو وڃي تنهن لاءِ ٻيون ٻوليون سکڻ بہ سُگم ٿيو پون. ڏسبو تہ هندي، گجراتي ۽ سنسڪرت لاڳيتيون هم نسل ٻوليون آهن. اهڙي طرح فارسي ۽ عربي بہ ڇئبيون. فارسي جيتوڻيڪ جان تان سنسڪرت سان سنبنڌ رکي ٿي ۽ عربي هيبرو سان تعلق رکي ٿي، تہ بہ ٻنهي اسلام پکڙجڻ کانپوءِ ئي زور ورتو آهي، تنهن ڪري ٻنهي جو پاڻ ۾ گهاٽو سُنبنڌ آهي. اُڙدو مون ڪا ڌار ٻولي نہ ڳڻي آهي، ڇو جو سندس ويا ڪرڻ هنديءَ جوئي آهي. باقي لفظ عربي ۽ فارسيءَ جا اٿس. عمدي اُڙدو دان کي برابر عربي فارسي اچڻ کپي، جهڙي طرح اُچي گجراتي، هندي، بنگالي مرهاٽي دان کي ضرور سنسڪرت جو گيان هئڻ کپي.

*

(6)

# سنگت جو پرسنگ

هاءِ اسڪول ۾ مون کي بلڪل ٿورا دوست هئا. پر بہ اهڙا هئا جن کي گهرا دوست چئي سگهجي. هڪ سان رستو گهڻو وقت نہ هليو. جيتوڻيڪ توڙ تائين مون کيس ڪين ڇڏيو. ٻئي سان ياراڻي پاتيم تنهن تي پهريون رُسي پيو. اِها ٻي دوستي منهنجي حياتيءَ ۾ دکدائڪ ٿي پيئي. اهو سنگ گهڻا سال هليو ۽ سنگ بہ دوست کي سڌارڻ لاءِ هو. هن يار جو رستو پهرئين منهنجي وچين ڀاءُ ساڻ هو. جو ٻئي جو خطابي هئا. منجهس ڪيتريون اوڻايون هيون سا خبر هيم. پر پڪو دوست هو ۽ اَهڙا ٿورا تا ٿين. منهننجي مُربي ڀاءُ، ماتا جي ۽ استريءَ کي اها صحبت پسند نہ هئي. زال جو چوڻ مون جهڙو هنيلو مڙس ٿو ليکي؟ پر وڏي ڀاءُ جي ٻڌندو هوس ۽ ماءُ جي آگيا اُلنگهن نہ ڪندو هوس. ماءُ کي چئي خوش ڪندو هوس تہ "جيڪي چوين ٿي سي برابر منجهس ڏنگايون آهن. پر سندس چڱايون بہ تہ ڏس. مون کي ٻيڙي رستي تي وٺي ڪين ويندو. چو جو منهنجو سنگ ڀاڻ کيس سڌارڻ خاطر آهي. جي سڌري پيو تہ پوءِ ونڻ جو نہ ٿيندو. تون ڏاهي ٿي ۽ ذرو بہ خيال نہ ڪر." آءُ نٿو ڀانيان تہ اها ڳالهہ ڪا هن جي دل تي ويٺي، پر ويسهہ رکي ڇڏي ڏنائيم.

اها منهنجي سمجهہ برابر نہ هئي، سو پوءِ پتو پيم. سُڌارو ڪرڻ لاءِ بہ ماڻهوءَ کي وت کان ٻاهر نہ وڃڻ کپي. جنهن کي سڌارڻو پوي تنهن ساڻ وري دوستي ڪيئن ٿيندي؟ سچي دوستي. يعني هڪ ٻئي ۾ ليءِ ٿي وڃڻ. سا ٻڌي پر نہ ڏني. دوستي تہ هڪ جهڙن گڻ وارن جي. سونهي بہ هلي بہ. دوستن جو هڪ ٻئي تي اثر پوڻو ئي آهي. تنهن ڪري دوست کي سڌارڻ جو وجهہ بلڪل ٿورو آهي. انهيءَ ڪري آءُ سمجهان ٿو تہ گهريون دوستيون چڱيون نہ آهن. ماڻهو ٻئي جا اوگڻ جهٽ سکي ٿو وٺي. پر سندس گڻ گرهڻ نٿو ڪري. گڻ گرهڻ لاءِ جتن تا ڪرڻا پون. جنهن کي آتما جو ايشور جو سنگ ڪرڻو

آهي تنهن کي اڪيلو ئي رهڻ تو سونهي يا تہ ساري جڳت جي مترتا ڪرڻ تي جڳائي. اهي ويچار واجبي هجن يا نہ، پر منهنجي سنگ جو پرسنگ نشقل نڪتو.

انهيءَ دوستيءَ جي وقت راجڪوٽ ۾ "سڌارن" جي لهر زور هئي. هي يار خبرون آڻيندو هو تہ ڦلاڻا ماستر لڪي ڇپي گوشت کائيندا آهن ۽ دارون پيئندا آهن. ڪن آبرودار ماڻهن جا بہ نالا ڳڻهيندو هو، جي ڦلاڻا هاءِ اسڪول جا ڇوڪر بہ ائين ڪندا آهن. مون کي ... تعجب لڳو ۽ ڏک بہ ٿيم. سبب پڇيومانس تہ جواب ڏنائين: "اسان جي قوم گوشت نٿي ورتائي تڏهن پائمال ٿي ويئي آهي. انگريز جو ٿا راڄ ڪن، اهي گوشت کائي آهن. تو کي خبر آهي تہ آءٌ ڪهڙو نہ جبرو جاننو آهيان ۽ ڪيترو نہ ڊوڙي ٿو وڃان سو ڇو؟ آءٌ بہ گوشت کائيندو آهيان. گوشت کائيندڙ کي ڦرڙي نہ ٿئي ٿي ۽ جي ٿئي تہ جهٽ پٽ ڇٽي پوي. اسان جا ماستر وِرتائين ٿا. هيترا نالير ماڻهو کائين ٿا، سي سڀ بيوقوف ڪونهن. تون بہ ڳالهہ سمجهہ. ڇشڪو وٺي ڏس تہ خبر پويئي. ڏس تہ ڪيڏن نہ زور تو وٺين."

اِهي دليل ڪو هڪ ڏينهن ويهي ڪونہ ڏنائين. اهي سمجهاڻيون روز نيون ڳالهيون بڌائي مغز ۾ وهاريندو هوم. منهنجو وچون ڀاءُ تہ اڳيئي پرشٽ ٿيو هو. تنهن بہ کٽي ساڻس سُرَ ملايو. ڀاءُ اڳيان ۽ هن يار اڳيان تہ آءٌ جيئنامڙو لڳندو هوس. ٻنهي جا بت روڏا. سگهہ بہ سرس ۽ همٿ ڀريا. هن يار جون کيڏ بازيون ڏسي منهنجون ڏندين آڱريون مڙن. ڊوڙي تہ ٽڪجي ئي نہ. ٽپ ڏيڻ تہ ڪو ڪانئس سکي. اونچو ڪي سڌو ٽپ ڏئي تہ اُڏامندو وڃي. مار کائي تہ چوُن نہ ڪڇي. اهو سڀ وقت بہ وقت مون کي ڏيکاري خوش ڪري. جو گڻ پاڻ ۾ نہ هجي سو ٻئي ۾ ڏسي ماڻهو واٽڙو ٿو ٿئي. مون سان بہ ساڳي ڪار ٿي. عجب کائي نيٺ دل ٿيم تہ آءٌ بہ اهڙو ٿيان. مون ۾ نپڻ ڊڪڻ جي سگهہ هئي تهڙي نہ هئي. پر چو نہ آءٌ بہ اهڙو ئي زور وارو ٿيان؟

پيو تہ هوس ڊڄڻو. چورن جا، ڀوُتن جا، نانگن جا ڊپ ويڙهي ويندا هئم. پيو ڏڪندو هوس. رات جو مجال جو در کان ٻاهر ليئو پايان. اونده ۾ سک نہ اچي، بتيءَ بنا ننڊ نہ اچي. ڀانءِ تہ ڪنڊ ۾ چور وينا آهن. اڳيان جن بيا ڦرن ۽ پيرن ۾ نانگ پيا سرن! پاسي کان ستل جوان زال سان ڊپ جون ڳالهيون

ڪيئن ڪريان؟ مڙس ڪان وڏيڪ جبري هئي سا خبر هيم ۽ لج ايندي هيم.
نانگ بلا جو ڊپ تہ اصل ڪونہ هوس. اوندهہ ۾ اڪيلي نڪري وڃي. انهيءَ منهنجيءَ گيدپڻي جي خبر منهنجي يار کي هئي. هو چوي تہ آءُ جيئرا نانگ هٿ ۾ جهيياتيان. چور کان ڪير ڊڄي؟ ۽ ڀوت وري ڇا جا؟ سا سڀ گوشت کائڻ ۾ ڪرامت. مغز ۾ ويهي نُسيائين.

انهن ڏينهن ۾ نرمند ڪويءَ جا هينيان بيت اسڪول ۾ ڳائيندا هئا:

"گورا تا ڪن راج، ديسين کي دبائي
ديسين کي دبائي، ڏس بت ٻنهين جا پائي
مڙس تہ پنج هٿ لنبا، واهہ گوشت جي وڏائي."

انهن سيني ڳالهين جو منهنجي من تي پورو اثر ٿيو. نيٺ هجي ويس. گوشت کائڻ چڱو آهي، کائي زور وٺندس، ڪين ڊڄندس، سڀيئي کائين تہ انگريز هارائين - انهي پنٽ جو ٿي پيس.

گوشت کائڻ جو ڏينهن نهرايو ويو.

پڪ ڪرڻ پوءِ ڏينهن نهرائڻ جو مطلب شايد سڀ نہ سمجهن. گانڌي ڪٽنب وئشنو سمپردايہ جو. مائٽ پنٿ جا پڪا. مندر ۾ روز وڃن. ڪي مندر ڪٽنب جا ئي چئجن. هوڏانهن گجرات ۾ جين ڌرم ڏاڍو زور. سندس اثر سڀ هنڌ، هرطرح پڌرو. تنهن ڪري گوشت کائڻ تان ڪراهت ۽ نفرت گجرات جي وئشنون ۽ جينن ۾ جيڪا آهي سا سڄي ديس ڇا پر ساري دنيا ۾ ڪين ڏسبي. منهنجا سنسڪار اُهي. ماءُ پيءَ سان ڏاڍو پريم. جي منهنجي گوشت کائڻ جي ڪڙڪ پوين تہ دکي ۾ تتڪال جڻ موت اچي وڃين. هوڏانهن ستيہ جو آءُ شيوڪ. ائين بہ نہ چوان تہ گوشت ورتائيندي مائٽن کي دغا دلبو ڏيندس سا خبر نہ هيم. انهن حالتن ۾ گوشت کائڻ جو ارادو مون لاءِ ڳرو ٿيو. پر مون کي تہ "سڌارو" ڪرڻو هو. گوشت جي لذت نہ وڻئي هئي. سوادي آهي سو جاڻي چشڪو ڪين وڻئو هوم. سواد جي ڪهڙي خبر؟ مون کي تہ طاقت وارو همٿ وان ٿيڻو هو ۽ ٻين کي بہ صلاح ڏيئي ڪارائي، انگريزن کي تڙيہ ديس کي ستنتر ڪرڻو هو. اجا 'سوراج' شبد جي ڏُن نہ سئي هيم. هي سڀ "سڌاري" جي ڏُن ۾ پيان پلبس.

*

(7)

# سنگ جو پرسنگ (2)

اهو ڏينهن آيو. اندر جو حال اورڻ مشڪل آهي: هڪ طرف سڌاري ڪرڻ جو اتساهہ ۽ زندگيءَ ۾ وڏو ڦيرقار ڪرڻ جو حرص، ٻئي طرف چور وانگر للي ڇپي ڪرڻ ڪري لڄ. ٻئي پڙ ڳؤرا ۽ ڪيئن چوان تہ وڏيڪ ڪهڙو ڳؤرو؟ ٻئي گڏجي درياهہ ڏي ڪا ڪنڊ ڳولڻ هلياسين. ڪيترو پري، جتي ڪنهن کي ڪڙڪ بہ نہ پوي، اهڙي جڳهہ ڳولي لڌيسين ۽ اُتي جا اڳ نہ ڏٺي هيم سا ڏٺيم- گوشت! نانوائيءَ جي روٽي بہ هئي. پر مون کي نہ وڻي روٽي، نہ آٽڙي گوشت. گوشت جهڙو چم، روٽي جهڙي چبر. کائڻ ئي ڏکيو. اوڪارا پيا اچن. کان بہ پيو اُبڙا بہ پيو ڏيان.

انهيءَ ڏينهن رات ٿي وڏي پيئي. ننڊ نہ اچي. ننڊ ۾ پانيان تہ پيٽن ۾ جيئرو ٻڪر پيو ٻاڪاري ڇرڪ ماري اُٿان، ۽ هٿ هٽان. پر وري همٿ ڪير هاري، 'سڌارو' ڪيئن نہ ڪجي؟ يار بہ هيٺو نہ هو جو مڙي وڃي. تنهن وري گوشت تيار ڪرڻ جا ۽ نوان طعام بنائڻ جا خواب سعايا ڪيا. درياهہ واري ڪنڊ ڇڏيسين. هاڻ دربار جي هڪ مهمان خاني ۾ بورچيءَ سان بندوبست ڪيو ويو. اُتي ميزن، ڪرسين وچ ۾ مون کي ناٽ سان هلي وهاريائين. پوءِ من جي مراد پوري ٿيس. روٽيءَ تان نفرت لهي ويئي، ٻڪر تان ديا هلي رهي ۽ رُکو گوشت، نہ تہ گوشت جا طعام سوادي لڳا. ائين سجو سال گذري ويو ۽ وچ ۾ پنج ڇهہ دفعا مؤجون ڪيونسين. ڇو جو روز سرڪاري مهمان خانو ڪٿان ٿو ملي ۽ گوشت جا سوادي طعام ڪير ٿو تيار ڪري. کاڌي خرچ بہ ٿي کاڌو. مون وٽ تہ دمڙي بہ نہ ليپي. اهو سڀ خرچ هن يار جي گلي ۾. ڪٿان ٿي پيدا ڪيائين سا ڪيس خبر. مون کي گوشت کارائي- 'شڌ' ڪرڻو هوس، سو خرچ سڀ مٿس. پر وٽس بہ ڪو ڏن ڪونہ پوريل هو جو هر گهڙيءَ اهڙا کاڌا تيار ڪرائي.

پر جڏهن ڪڏهن اهي کاڌا کائيندو هوس تڏهن گهر کائڻ واري ڇا جو؟ امان سڏي چوي کاءُ تہ "اڄ بک ٿي ڪانهيم: کاڌو هضم نہ ٿيو آهي." چئي

جند ڇڏائيندو هوس. پر ائين چوندي دل ڇڄڇندي هيم. ڪوڙ سوب ماءُ سان! ماءُ پيءُ کي خبر پوي تہ جڻ مٿن بجلي ڪين ڏڪاءُ ڪري اهو خيال چيري وڪوڙي ويندو هوم. سو نيٺ پڪ ڪيم تہ: گوشت کائڻ ضروري آهي. گوشت جو پرچار ڪري هندوستان کي سڌاربو. پر ماءُ پيءُ کي دلبو ڏيڻ ۽ ساڻن ڪوڙ ڪرڻ اهو گوشت نہ کائڻ کان بدتر آهي. تنهن ڪري سندن جيئري گوشت نہ کائبو. مئي کانپوءِ آزاد ٿي کليو کلايو کائبو ۽ کارائبو. تيسين ڪين ڇُهبو.“ بس انهيءَ ارادي جو يار کي بہ ڇتاءُ ڪيم ۽ تڏهن جو گوشت ڇڏيم سو هميشه لاءِ ڇڏيم. مائٽن وبچارن کي ڪل بہ ڪانہ هئي تہ اسان جي ٻن پٽن مانس ورتايو آهي. ڳالهہ شب م رهجي آئي.

مائٽن کي دلبو نہ ڏيڻ جي شُپُ وبچار ڪري مون گوشت کائڻ ڇڏيو. پر يار سان ياراڻي بنهہ نہ ڇڏي. آءُ جو سڌارڻ سنيريو هو سو اُلٽو پاڻ بگڙي پيس. تہ بہ هوش ڪونہ آيم. ساڳئي سنگ ڪري آءُ بدچال پڻ سکيس. هڪڙي پيري هي يار مون کي هڪ ويشوا وٽ ريبي ويو. سڀ پاڙهي پڪو ڪري زال جي گهر وٽ وني ويم. پئسا بہ اڳ ڏيئي ڇڏيا هئائين. باقي رڳو چئن ڪرڻو هو.

آءُ گهر ۾ پوريس تہ سهي پر جنهن کي ايشور تاري سو ڪرڻ چاهي تہ ڪيس اُتاري سگهي ٿو. ڪمري ۾ اکين اڳيان انڌيري اچي ويم. ڪُڇان تہ ڪُڇي نہ سگهان، ڇُران تہ ڇُري نہ سگهان. لڄ جو ماريو مٿين جو موڙهو آءُ زال جي پرسان کٽ تي وينو ئي رهيس. نيٺ زال اچي تني بہ چارگفتا ڪيئي دروازي جو منهن ڏيکاريائينم. تنهڪال تہ جڻ منهنجي مردانگيءَ تي تڪو لڳو ۽ چيم تہ ڌرتي ڦاٽي جاءِ ڏئي تہ گهڙي وڃان. پر ائين هٿ ڏيئي بچائڻ لاءِ مون ايشور جا سديو شڪر مڃيا آهن. حياتيءَ ۾ اهڙائي موقعا چار دفعا ڦري آيا آهن. تن ۾ گهڻو ڪري ڪوشش بنان، ڪن حالتن ڪري آءُ بچي پيو آهيان. شڌ درشٽيءَ سان انهن موقعن تي آءُ ڪريس. ائين ئي چئبو. مون ڪام واسنا ڪئي يعني ڪامي ٿي چڪس. تہ بہ لوڪ جي درشٽيءَ سان. واسنا ڪندي بہ جو واسنا انوسار سُڌ بُڌ ڪم ڪرڻ کان پاڻ بچائي وني ٿو، سو بچيل ٿو سمجهجي. آءُ بہ انهن موقعن تي انهيءَ ريت ۽ ايتري قدر بچيل سمجهيس. ڪي اهڙا بہ ڪم آهن جن مان بچي پوڻ نہ رڳو ڪندڙ لاءِ پر ساڻس سهواس ڪندڙن لاءِ نعمت آهن. جڏهن بُڌي شُڌ ٿئي ٿي تڏهن اهڙن ڪمن مان بچي پوڻ لاءِ هو ايشور جو اُنگرهہ ڄاڻي ٿو. آزمودي

مان ڏسبو تہ جھڙي طرح مائھو آهن جي نہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي بہ ڪريو
ٿا پون. اهڙي طرح بيا آهن جي جڻ ڪرڻ چاهيندي بہ خوش قسمتيءَ ڪري تري
ٿا پون. سو سڀ ڪيئن ٿو بڻجي. ڪيتري قدر منش سٽنتر آهي ڪي نيمن ۾ ٻڌل
آهي. ٻاٿيهي ٻاڻ کي ٿو ٻوڙي ڪين ايشور ٿو ڪيس تاري اهي ڳرا ۽ ڳوڙها سوال
آهن. اهو گوڙ رهسيہ نرنيہ نہ ٿيو آهي ۽ ڪڏهن ٿيندو سو ڪير چئي سگهندو؟
پر وري اچو آتم ڪٿا تي. يار جي ياراڻي مون کي گمراهہ تي ڪري سو
اجان نہ سمجهيو هوم. اک پنجيم تيسين اجان چوٽون کائيون هيم. تڏهن
ڪپاٽ کليم جڏهن منجهس ڪي اهڙا سغم نظر آيم جي مون کي خواب نہ
خيال. پر اهو ذڪر پوءِ ڪبو. باقي هڪ ڳالهہ رهي جا ٻڌائجي پوندي مرد ۽ زال
وچ ۾ اڻ پنوت ۽ وبچي پوڻ جو ڪارڻ بہ اهو يار هوندو هو. پلا آءٌ جهڙو پريمي
تهڙو شڪي مڙس هوس. اِهو وهم وڌائيندڙ منهنجو يار. چوجو يار جي سچائيءَ
جو اونو ئي ڪونہ هوم. هن جي ميچ تي استريءَ کي چا نہ ستايو هوندم. انهي
ڪلور وهائڻ ڪري مون پاڻ کي ڪڏهن بہ نہ معاف ڪيو آهي. اهي ڪليش
هندو استري ئي تي سهي. تنهن ڪري مون استري ذات کي سهن سشيلتا جو
مورتي روپ ڪري ڪلپيو آهي. نوڪر ۾ شڪ آئجي تہ نوڪر نوڪري ڇڏي
وڃي. دوست جو دوست ۾ شڪ پوي تہ دوستي ٽٽي پوي. پر استريءَ جو پتيءَ ۾
شڪ پوي تہ پڇي پوسري ويهي رهي. پر جي پتيءَ جو پتنيءَ ۾ شڪ پوي تہ
اسمرٿ ايلا کي سڀ پوڳڻو ئي ٿو پوي ڪيڏانهن وڃي. چا ڪري؟ اُنچي ورن
واري هندو استري ڪورٽن جا در ڏسي بہ قسمت جي ڏنل ڳنڍ ڇوڙي نٿي سگهي.
قاعدو اهڙو هڪ طرفو آهي. منهنجو نياءُ بہ اهڙو ئي هڪ طرفو هو. جنهنجو ڏک
ڪڏهن هٽڻ جو نہ اٿم. انهن شڪن شبهن جو ناس تڏهن ٿيو جڏهن مون کي
اهنسا جو سوکم گيان پراپت ٿيو. جڏهن برهم پريہ جي مهما سڃاتيم ۽ جاتم
تہ زال مڙس جي داسي ٻانهي ناهي. پر سنڌس ساٿي ۽ سهڌرمڻي آهي. ٻئي سک
دک ۾ هڪٻئي جا ٻانهن ٻيلي آهن ۽ چڱو برو ڪرڻ لاءِ جيتري ڇوٽ مڙس کي
آهي اوتري ئي زال کي پڻ آهي. اهو شڪن شبهن جو وقت جڏهن ياد ڪندو
آهيان تڏهن پنهنجي مورکتا ۽ ڪام انڌ ڪري نرديا تي ڪروڌ ايندو اٿم ۽
ياراڻيءَ جي غفلتن تي هٿ هڻندو آهيان.

※

(8)

## چوريءَ جو پڇتاءُ

گوشت کائڻ واري وقت جا ڪي عيب اجا بڌائڻا اٿم. ڪجهه شاديءَ کان اڳ ۽ ڪجهه جلدئي پوءِ جا آهن. هڪ مائٽ جي سنگ ۾ ڪنهن وقت بيڙي ڇڪڻ تي اچي دل ٿيم. پر پئسا ڪٿان اچن. بيڙي پيئڻ ۾ فائدو آهي يا بُوءِ ۾ مزو آهي تنهن ڪري نہ. پر وات ۾ نڪ مان ڦوڪون ڏيئي دونهون ڪڍڻ ۾ ئي شونق سمجهيوسين. منهنجو ڪاڪو بيڙيون ڇڪيندو هو ۽ کيس توڙي ٻين کي ڦوڪون ڏيندو ڏسي اسان جي بہ اچي دل سرڪي. پر ڳنڍ ۾ پئسو نہ جُڙي، سو ڪاڪو بيڙين جا ذرا ٽُڪرا ڪري سي چونڊڻ شروع ڪياسين.

پر پُڇڙيون ڪڏهن نہ بہ ملن ۽ منجهائن دونهون سولو نہ نڪري. سو نوڪر جي کيسي مان پئسو بہ لمائي بيڙيون ڳنهڻ لڳاسين. پر وٽي لڪائجن ڪٿي؟ مجال جو وڏن اڳيان بيڙي ڇڪي سگهجي. هٽي ڏٽي بہ چار پئسا کسڪائي ڪي هفتا ڪاٽياسين. وچ ۾ ٻڌوسين تہ هڪ ٻوٽي جي ڏانڊي بيڙيءَ وانگر دکي ٿي ۽ ڇڪي سگهجي ٿي. پوءِ تہ اها هٿ ڪري ڪم ٽپائيندا رهياسين. پر اسان کي مزو ئي نہ پيو اچي. اهي ٻنڌڻ اسان کان سٺا نٿي. وڏن جي حڪم جي پابندي مصيبت لڳي. نيٺ بيزار ٿي آپ گهات ڪرڻ جا سانباها ڪياسين.

پر آپگهات ڪجي تہ ڪجي ڪيئن؟ زهر ونجي تہ ڪنهن کان ونجي؟ ٻڌو هئوسين تہ ڌاتوري جي ڏوڏين جو ٻج کائجي تہ بس. سو جهنگ ۾ وڃي اهي چونڊي آياسين. سانجهيءَ جو وقت رکيوسين. ڪيدار جيءَ جي مندر ۾ ڏيئي تي گيهہ چڙهايوسين. درسن وٺي، ڪنڊ پاسو ڳوليوسين. پر زهر ڪير کائي! هٿ ئي نہ هلي؟ جي ونون ۾ نہ مرون تہ؟ وهہ وهاٽي تہ بہ ڇا ٿيو؟ ٻنڌڻ تہ ٻنڌڻ ئي سهي. ڇڙهي ڇڪنداسين، تہ بہ بہ چار ٻج ڳيتاسين. وڌيڪ

ڪائڻ جي جريت ڪٿان اچي؟ ٻئي ڪال ڪرال ڪان ٻناسين. ۽ رامجيءَ جي مندر ۾ درسن ڪري من ناري. آپگهات ڪرڻ جو خيال ٿاري ماٺ ڪري گهر موٽي وياسين. سمجهيم تہ آپگهات ڪرڻ جو خيال سولو آهي ۽ آپگهات ڪرڻ اولو آهي. تنهن ڏينهن کان ونئي ڪوبہ آپگهات ڪرڻ جي ڌمڪي ڏيندو آهي تہ مون تي خير ڪو اثر ٿيندو آهي، چئجي تہ بنهہ نہ ٿيندو آهي.

آپگهات ڪرڻ جي ويچار جو هڪ نتيجو نڪتو جو اسان ٻنهي جٺن ٻيڙيون چورائي چڪڻ يا نوڪر جا ڪيسا ڦولڻ ڇڏي ڏنا. وڏو ٿيس تہ ٻيڙي پيئڻ تي مون ڪي ڪڏهن بہ دل نہ ٿئي. اها عادت جهنگلي، گدلي، نقصان ڪار آهي، ائين ئي سمجهيو اٿم. ٻيڙي پيئڻ جو زبردست شونق دنيا ڪي ڪيئن پيو اهو مان ڪڏهن بہ سمجهي نہ سگهيو آهيان. ريل گاڏيءَ ۾ ٻيڙيون ڇڪي خوب دونهان ڪدين تہ مون لاءِ وهڻ ئي ڪشٽ تي پوندو آهي ۽ دونهي ۾ گهُٽجي پوندو آهيان.

ٻيڙين جون ٻُچڙيون چورائڻ يا ٻيڙين لاءِ نوڪر جا ٻہ چار ڏوڪر چورائڻ کان ٻي هڪ چوري ڪيم جا وڏيڪ ڳري هئي. ٻيڙيءَ جي علت پيئي تڏهن آءٌ ٻارهين تيرهين ورهين جو هوس. شايد اجا بہ ننڍڙو هوس. پر ٻيءَ چوريءَ وقت آءٌ اٽڪل پنڌرهن ورهين جو هوس. اها هيئن ڪيم، جو وچين ڀاءُ جي سوني ڪنگڻ مان ذرو ڪڍيم. هن ويهن پنجويهن روپين جو قرض ڪنيو هو. سو ڪيئن لاهجي تنهن تي ٻئي صلاحون ڪندا هئاسين. ڀاءُ جي هٿ ۾ سونو ڪنگڻ پيل هو. منجهانس هڪ تولو ڪپي ڪيڙ ڪا بات ڪانہ هئي. ڪنگڻ مان تولو ڪپيوسين ۽ قرض ٻيچايوسين. پر چور ڪي پنهنجي چوري پيئي ڪائي. سوچيم تہ اڳتي چوري ڪين ڪبي. پتا ڪي بہ ڳالھ ٻڌائڻ جو خيال آيم. پر زبان ئي نہ اُڪلي. بابي جي موچڙن جو ڊپ ڪونہ هوم. مان نٿو ياڻيان تہ هن مون ڪي يا منهنجي ڪنهن ڀاءُ ڪي ڪڏهن بہ مار ڏني هئي. پر ڏک ٿئيس ۽ ڏک وچون پٽي، تہ؟ نيٺ چيم تہ چا بہ ٿئي پر ڏوهہ قبول ڪرڻ کپي ۽ باسڻ بنا دل صفا ڪين ٿيندي

نيٺ سٽيم تہ چٺي لکي ڏوهہ باسي معافي وٺڻ جڳائي. چٺي لکي هٿ سان ڏنيمانس. چٺيءَ ۾ سڄو ڏوهہ قبول ڪيم، سزا گُهريم، وري چوري نہ ڪرڻ جي پرتگيا ڪيم ۽ آزي نيزاريءَ سان وينتي ڪيم تہ منهنجي ڪري پاڻ کي نہ ڏڪوئي.

هٿ ڏڪندي اها چئني ڏنيمانس. سندس صندل جي سامهون ٿي وينس. تڏهن ڪيس بواسير (Fistula) جي بيماري هئي. سور ته هوس ئي. تنهن ڪري بستري داخل هوءَ ڪٽ بدران صندل تي سمهندو هو. چئني پني. ڪن وار اکيون ميچي. چئني ڦاڙي ۽ جو چئني پڙهڻ لاءِ اُٿي ويٺو هو سو وري ليٽي پيو. آءٌ ته روئڻ ۾ اچي چڪڪيس. چترڪار هجان ها ته هينئر به اهو چٽر عين بين چٽي سگهان. چو جو سڀ منهنجي اکين اڳيان پيو ڦري.

انهن موتيءَ بوند جي پريم باڻن مون کي گهايو. آءٌ شڌ ٿيس. اهو پريم جو چکي سو جاڻي: "چکئين ته چريو ٿئين مٺي خاني جو منڊ." مون لاءِ اهو اهنسا جو پدارٿ پاٺ (Object lesson). تنهن مهل مون انهيءَ ۾ سڀ جي پريم ڪان ڪجهه ٻيو نه ڏٺو پر اج آءٌ انهيءَ کي اَهنسا جو پاٺ سمجهان ٿو. اهڙي اهنسا جڏهن وياپڪ سروپ ڌاري ٿي تڏهن پارس وانگر سڀ کي سون بنا ئي ٿي. اهڙيءَ اهنسا جي شڪتي ورنن ڪرڻ ڪان باهر آهي.

سانت ۾ ڪميا ڪرڻ پتاجيءَ جي سڀاءَ ۾ نه هو. مون پانيو ته ڏمريو داٻ دڙڪو ڏيندو. وقتي پاڻ پٽيندو پر هن ايتري سانت ڏيکاري تنهنجو سبب ڏوهه جي صاف صاف قبوليت هئي. ائين آءٌ سمجهان ٿو. جو شخص پوري وقت تي صفا دل سان ڏوهه باسي ٿو ۽ وري نه ڪرڻ جي پرتگيئا سئيڪاري ٿو سو شڌ ۾ شڌ پراچت ڪري ٿو. مون کي خبر آهي ته منهنجي انجام ڏيڻ ڪانپوءِ پتا جي مون لاءِ بي ڊپو رهيو ۽ مها پريم اُتپن ٿيس.

*

(9)

# پتا جو مرتيوءِ منهنجي نرلجائي

جنهن وقت جي ڳالهہ ٿو ڪريان تڏهن سورهن ورهين جو هوس. پتاجي بواسير جي بيماريءَ ۾ بستري داخل هو. سندس ٽهل ٽڪور ۾ ماتا جي، گهر جو هڪ جهونو نوڪر ۽ آءُ بيٺل هئاسين. 'نرس' جو ڪم منهنجو هو. ڦٽ صفا ڪري مٿس دوا ٻرڪڻ ۽ ملم پٽي ڪرڻ، اهي منهنجا ٿي ڪم هئا. رات جو کيس زور ڏيڻ ۽ موڪل ڏئي يا ننڊ اچيس تہ پوءِ وڃي سمهي پوڻ، اهو نيم هو. سندس شيوا آءُ تن من سان ڪندو هوس. تنهن ۾ ڪڏهن بہ گسايم سو نہ. تڏهن اسڪول ۾ هوس. سو ڪاڏي پيتي ستي مان بچيل وقت پڙهڻ ۽ شيوا ۾ نبرندو هو. آگيا ڪري ۽ طبيعت نيڪ هجيس تہ سانجهيءَ جو چڪر ڏيئي ايندو هئس.

ساڳئي سال منهنجي استري گرڀڻي ٿي. تنهن ۾ اڄ ٻڌي بيشرمائي ڏسان ٿو. هڪ تہ اپياس ڪندي مون سنجم پالن نہ ڪيو. ٻيو تہ اپياس ڪرڻ فرض سمجهي ۽ مائٽن جي شيوا اُتم ڌرم سمجهي. شروع ٻالڪپڻ کان وٺي منهنجو آدرش هو. بہ وشيہ ڀوڳ مون تي سوارٿي ٿي سگهيو ايتري قدر جو رات جو بابي کي هٿن سان زور وينو ڏيندو هوس. پر ٻيڙو من سمهڻ واري ڪمري ڏي پيو ڊوڙندو هو. وَهي اُها جڏهن ڌرم شاستر، وئدڪ (طب) شاستر، ۽ وهنوار شاستر پرماڻ ڀوڳ منع ڪيل آهي. رات جو بابو جڏهن ڇڏيندو هوم تڏهن سَرهو ٿيندو هوس ۽ کيس پيري پئي ڏوُن ڪمري ۾ هليو ويندو هوس.

بابو جهول پوندو ويو. ويڄن پنهنجا ليپ آزمايا. حڪيمن ملم پٽيون آزمايون. رواجي نهاين حجامن گهرو نسخا آزمايا. انگريزي جراح پنهنجو عقل آزمايو. نيٺ جراح آپريشن ڪرائڻ جي صلاح ڏني. پر ڪٽنب جو ويڄ وچ ۾ پيو ۽ بابي جي هن اوستا ۾ آپريشن ڪرائڻ جي آڏو آيو. ويڄ راڄ هوشيار ۽ ناميارو هو. سو شستر ڪِريا نہ ٿي ۽ ڳڌل دوائون ۽ شيون اجايون

ويبون. آءُ پانيان ٿو تہ جي آپريشن ڪرڻ ڏئي ها تہ گهاءُ ڇنڻ ۾ ڪابہ ارچڻ نہ پوي ها. آپريشن بمبئيءَ جي هڪ ناليري جراح هٿان ڪرائڻي هئي. پر انت ويلو ويجهو اچي بينو هو سو سچو علاج ڪنهن کي ٿو سجهي؟ پتا جي ائين جو ائين. دوائون، سامان ڪٽي بمبئي مان موٽي آيو. هاڻ تہ جيئڻ جي آس لاهي ويئو. ضعف وڌندو ويس تان جو سڀ هاجون هنڌ تي لاهڻ جهڙو اچي ٿيو. پوڳنا پوڳيائين پر توڙ تائين ائين ڪرڻ ڪين مجيائين ۽ پاڻ گينداري بہ اُتي وينو ڪندو رهيو. ويشنو ڌرم جو اهڙو سخت نيم آهي. باهرين شڌي برابر ضروري آهي، پر مغربي طب موجب مل متر تياڳ يا سنان وغيره بستري تي سُتي ئي، پورڻ صفائيءَ ساڻ تي سگهن ٿا ۽ مريضن کي ڪشٽ اُنائڻو نٿو پوي. جڏهن ڏسو تڏهن سندس اُجرو بسترو پيو ٻهڪي. اهڙيءَ اُجل صفائيءَ کي آءُ تہ ويشنو ڌرم جهڙي صفائي سمجهان ٿو. پر بالڪ اوسٿا ۾ پيءُ کي اسنان وغيره لاءِ هيڏو ڪشٽ سهندو ڏسي مون کي حيرت وٺندي هئي ۽ اندر ۾ سندس تعريف ڪندو هوس.

نيٺ ديهانت جي گهور رات ويجهي اچي پهتي. تن ڏينهن ۾ منهنجو ڪاڪو راجڪوٽ ۾ ئي هو. پانيان ٿو تہ بابي جي بيماريءَ جو سماچار ٻڌي هليو آيو. ڀائرن جو پاڻ ۾ ڏاڍو گهاٽو پريم. سو ڪاڪو سارو سڄ بابي جي بستري وٽ وهندو هو ۽ رات جو اسان سڀن کي موڪل ڏيئي پاڻ بستري جي پاسي کان ليٽي پوندو هو. ڪنهن کي ڪل تہ اَجل اوچتو ايندو ۽ اجوڪي راتري پوئين ٿيندي. پؤ تہ سدائين هوندو هو. رات جا ساڍا ڏهہ ڪي يارهان لڳا آهن. آءُ زور وينو ڏيان. ڪاڪي چيم تہ "بابا، تون هاڻ اُٿ ۽ وڃي ليٽ. آءُ وينو آهيان." آءُ تپ ڏيئي اُٿيس ۽ ڏُون سمهڻ واري ڪمري ۾ ويس. زال ويچاري گهري ننڊ ۾، پر آءُ ڇڏيانس ڇو ٿو؟ ڌونڌاري اُٿاريومانس. پنج ست منٽ مس نبريا تہ ايتري ۾ نوڪر در کڙڪايو. هري آيم. ڇرڪ ماري اُٿيس. "اُٿ، پٽهين بي حال آهي." آءُ ڌوڪيندو ويس.

"ڇا آهي، ڳالهہ تہ ڪريو؟"

"پٽهين گذاري ويو."

هاڻي آءُ هٿ هٿان، تنهنجو ڪهڙو سود؟ لڄ آيم، دکي ٿيس. چيم تہ جي وشيہ انڌ نہ ڪٽيم ها تہ انتقال ويل وڇوڙو نہ ٿئي ها ۽ ديهانت وقت آءُ

پيرن کي زور وينو ڏيانس ها. هاڻ تہ ڪاڪي جي مک مان ٻڌم تہ: "بابو توهان کي ڇڏي هليو رهيو." پوئين گهڙيءَ جو سنگ ڪيس ئي نصيب ٿيو. بابي کي بہ سُجهي آيو هو. اشارو ڪري مس ڪلڪ گهريائين. "تياري ڪريو" اهي اکر رهڙي ڪديائين. لکي اُمالڪ ٻانهن مان رکڙي ڇني ڦٽي ڪيائين. پوءِ ڪن ۾ موڪلائي ويو.

اڳئين اڏياءَ ۾ مون جو پنهنجيءَ بيشرمائيءَ ڏي اشارو ڪيو آهي سا اها ـ تہ شيوا جي وقت بہ وشيہ واسنا. اهو ڪارو داغ آءٌ اج سوڌو ميٽي نہ سگهيو آهيان. آءٌ ائين ٿو سمجهان تہ جيتوٽيڪ ماتا پتا لاءِ اَپار پريم هوم ۽ مٿن ڇا بہ گهوري سگهان ها، پر جنهن شيوا مهل منهنجو من وشيہ تياڳي نہ سگهيو تنهن شيوا ۾ ايتري اُوٽپ هئي. تنهن ڪري پاڻ کي هميشه وفادار پر وشئي مڙس سمجهيو اٿم. انهي وشيہ تياڳ ۾ مون کي ڳچ وقت لڳو ۽ ڪئين ڪسوٽيون سَهٽيون پيم.

هي شرم ڀريل اڏياءُ پوري ڪرڻ کان اڳ اهو بہ ٻڌائي ڇڏيان تہ ٻار جيڪو ڄائو سو بہ چار ڏهاڙا ساهہ کٽي جتان آيو تيڏانهن ويو. ٻيو وري ڇا ٿيڻو هو؟ جن مائٽن يا ننڍپڻ ۾ پرڻيلن کي چيتڻو هجي سي هن مان عبرت وٺن.

⁂

(10)

# ڌرم جو انگ

ڇهن ورهين جي عمر کان وٺي سورهن ورهين تائين پڙهيس، پر ڪٿي به ڌرمي سکيا اسڪول ۾ ڪانه مليم. ماستر جيڪي سولائيءَ سان ڏيئي سگهن ٿا سو به ڪٿي ڇئجي ته نصيب ڪين ٿيو. تنهن هوندي به واتا ورڻ مان ڪجهه نه ڪجهه پيو چڱبو هو. هت آءٌ ڌرم شبد جو ارٿ خلاصو ٿو ڪريان. ڌرم معنيٰ آتما جو ڀاڻ، آتم گيان.

منهنجو جنم وشنو سنپرادايه ۾ ٿيو هو. سو مندر ۾ پيو ويندو هوس. پر مندرن لاءِ شردّا اُتپن نه ٿي. مندرن جو ڏيک ويک مون کي نه وڻندو هو. مندرن ۾ ڪلوُر ٿيندا هئا سي ٻڌندو هوس. تنهن ڪري اوڏانهن من نه لڳو ۽ منجهائن لاڀ نه ٿيم. پر جيڪي مندرن مان نه مليم سو پنهنجي دائيءَ وٽان مليم. گهر جي جهوني نوڪرياڻي هئي. مون سان پيار هوس سو ياد اٿم. خبر اٿوَ ته آءٌ ڊڄڻو هوس ۽ ڀوتن پريتن کان پيو ڪنبندو هوس. انهن جو منتر رام نام آهي، سو رنڀا سيکاريم. مون کي ته رام نام کان وڌيڪ رنڀا ۾ نشچو هو. سو ڀوتن جي ڊر کان مون ننڍڙي ئي رام نام جو جپ شروع ڪيو. اهو گهڻو وقت نه هليو. پر پوکيل ٻج وڃڻ جو نه آهي. رام نام هاڻي مون لاءِ اَکٽ شڪتي آهي، تنهن جو ٻج مون ۾ رنڀا دائيءَ وڌو.

هڪ چاچي جو پٽ راماڻ جو پاٺ ڪندو هو. تنهن اسان ٻنهي ڀائرن کي 'رام رڪشا' ڪنٺ ڪرائڻ جو پربنڌ ڪيو. اهو اسين پرڀات جو اشنان ڪري روز اُچاريندا هئاسين. جيسين پور بندر ۾ هئاسين تيسين اهو هليو. پر راجڪوٽ جي هوا ڪائڻ ڪانپوءِ. دل تان لهي ويو. انهي پاٺ ڪِريا لاءِ مون ۾ خاص شردّا نه هئي. وڏي سؤٽ کي مان ڏيندو هوس ۽ ڪجهه ته وري رام رڪشا شُدّ اچار سان پڙهڻ جو ايمان هوم، تنهن ڪري پاٺ ڪندو هوس.

پر جنهن ڳالهه منهنجي من تي ڏاڍو اثر ڪيو سو ته راماڻ جو پاراڻ هو.

بابي جي بيماريءَ جو ڳچ وقت پوربندر ۾ گذريو. هتي هو رامجيءَ جي مندر ۾ روز رات جو رامايڻ ٻڌندو هو. پاٺ ڪندڙ هڪ لڌا مهاراج بيليشور جو وينل ۽ رامچندر جيءَ جو ڀڳت هو. سندس نالي چوندا هئا ته ڪيس ڪوڙهه نڪتو. تنهنجي دوا درمل ڪرڻ بدران بيليشور مندر مان مهاديو تي چڙهيل 'ٻيل' پتا ڪوڙهيل هنڌ ٻڌا ۽ ڪيول رام نام جو جپ ستڪار ڪيو. انت ۾ سندس ڪوڙهه صفا ڇٽي ويو. ڳالهه سچي ڪي ڪوڙي، پر اسان ته سچي سمجهي. ايترو ته هو ته لڌا مهاراج جڏهن ڪٿا آرنڀ ڪئي تڏهن سرير نپٽ نروبو هوس. مهراج جي نڙي مٺي هئي. دوها چوپايون ڳائيندو سمجهائيندو ويندو هو. ڪٿا جي رس ۾ پاڻ ته ليِن ٿي ويندو هو پر ٻڌندڙن کي به ليِن ڪري ڇڏيندو هو. تڏهن آءٌ اٽڪل تيرهن ورهين جو هوندس، پر مون کي سندس پاٺ مان نهايت رس ايندو هو. اهو رامايڻ جو شِروَڻ منهنجي رامايڻ سان پريم جو پايو هو. اڄ آءٌ تلسيداس جو رامايڻ ڀڳتي مارڳ جو اُتم گرنٿ ليکيندو آهيان.

جلدئي اسين راجڪوٽ وياسسين. اُتي اهڙو پاٺ ڪير ڪري؟ ايڪادشيءَ ڏينهن پاٺ .رابر ٿيندو هو. ڪڏهن آءٌ وهندو وڃي هوس، پر پٽ مهاراج رَس اُتپن ڪري نه سگهيو. هاڻي آءٌ سمجهان ٿو ته ڀاڳوت جو پاٺ اهڙو آهي جو ڌرم رس اُتپن ڪري سگهجي. اهو گرنٿ گجراتيءَ ۾ ڏاڍي شونق سان پڙهيو اٿم. پر منهنجي ايڪيهن ڏينهن جي اُپواس ۾ جڏهن پارت پوشڻ پندت مدن وهن مالوياجيءَ جي مک مان، مول سنسڪرت ۾ ڪي اڏياءَ ٻڌم تڏهن چيم ته جي بالڪپڻ ۾، سندس جهڙن ڀڳوت جي ڀڳتن جي مکان، پاٺ ٻڌان ها ته ننڍڙي ئي نينهن لڳي وڃيم ها. ننڍڙي ڄمار ۾ پيل شڀ اَشڀ سنـ ـڪارن جون پاڙون زور وٺيو وڃن ۽ ڏک اٿم ته انهيءَ عمر ۾ هيترا اُتم گرنٿ چونه ٻڌم.

راجڪوٽ ۾ مون کي پاٺمرادو سيني پنٿن لاءِ سمان ڀاو رکڻ جي تعليم ملي ويئي. هندو ڌرم ۾ هر هڪ سمپردايه لاءِ آدرياءَ سکيس، چو جو ماءُ پيءُ نه رڳو ويشنو حويليءَ ۾، پر رام مندر ۾ ۽ شوالي ۾ به ويندا هئا. اسان ڀائرن کي ساڻ نيندا يا موڪليندا هئا. بابي وٽ جين ڌرماچاري به پيا ايندا ويندا هئا. کين ڀوڄن به کارائيندو هو. پوءِ ته ساڻن ڌرم ۽ وهنوار تي خوب چرچا هلندي

هئي. تنهن ڪانسواءِ مسلمان ۽ پارسي متر بہ هئس جي پنهنجن مذهبن جون ڳالهيون ڪن ۽ بابو ڏيان ڏيئي ٻڌي ۽ ڪئين ڀيرا دل لائي ٻڌي. اهڙن وقتن تي آءٌ جو پيءُ جي ٽهل ڪندو هوس سو گهٽو ڪري حاضر هوندو هوس. انهي وايو منڊل جو مون تي اهڙو اثر ٿيو جو سڀني ڌرمن لاءِ مون ۾ سمان ڀاو پيدا ٿيو.

هڪڙو ڪرست ڌرم اَپواد ۾ رهيو. انهي ڏانهن ڪجهہ اَڀاو هوم. تنهن وقت هڪ ڪرستان، هاءِ اسڪول جي ڪنڊ ۾، وياڪيان ڏيندو هو. هو هندو ديوتائن ۽ هندو ڌرم وارن تي خوب چوهہ چنڊيندو هو. سو مون ڪان سَٺو نہ ٿيو. آءٌ شايد هڪ دفعو مس وياڪياڻ ٻڌڻ ويس، پر ٻيهر ٻيهڻ لاءِ من ئي نہ چوي. وري ٻڌم تہ هڪ ناليرو هندو ڪرستان ٿيو آهي. شهر ۾ هُل هو تہ جڏهن ڌرم بدلايائين تڏهن کيس گئوماس کارايو ويو شراب پياريو ويو. سندس پوشاڪ بہ ڦيرائي ويئي ۽ هو صاحب پوءِ ڪوٽ پتلون ۽ ٽوپ پائڻ لڳو. اهي ڳالهيون ٻڌي آءٌ ڪؤ ڪائڻ لڳس. جنهن ڌرم ڪري گئو مانس ڪائٹو پوي، دارون ورتاٹو پوي ۽ پنهنجي پوشاڪ بدلائڻي پوي سو ڌرم وري ڪهڙو؟ اهي دليل آءٌ ڊوڙائڻ لڳس. هوڏانهن وري جو يار ڪرستان ٿيو هو سو اڳئين ڌرم جون ريتون رواج ۽ خود پنهنجو ديس نندڻ لڳو. اهي سڀ حال ڏسي منهنجي من ڪرستاني ڌرم کان منهن موڙيو.

پر جيتوڻيڪ ٻين ڌرمن کي سمان سمجهڻ لڳس تہ بہ ڪو ايشور ۾ پڪو نشچو هوم، سو نہ چئي سگهبو. تڏهن مون کي بابي جي پستڪن مان منو سمرتيءَ جو ڀاشانتر (ترجمو) هٿ چڙهي ويو. منجهس جڳت جي اُتپتي وغيره جون ڳالهيون پڙهيم. پر متن اعتبار ئي نہ اچي. اُلٽو ڪجهہ ناستڪ ٿي پيس. منهجي ٻئي چاچي جو پٽ، جو اڃان حيات آهي، تنهن جي ٻُڌيءَ ۾ ويسهہ هوم. کيس من جا شڪ شرڪ ٻڌايم. پر اُهو دل کي ڪو آٿت ڏيئي نہ سگهيو. چي: "تحمل ڪر. سياڻو ٿيندين تہ پاڻيهي سوالن جو نرنيہ ڪندين. اهڙا سوال تو جيڏا پڇندا ئي ڪونهن." مون چپ ڪري ڪئي، پر من ڪٿان ٿو چپ ڪري؟ ڪهڙيون شيون ورتائجن ڪهڙيون نہ تن بابت منو سمرتي جو اڏياءُ پڙهيم. پر منجهس چالو رواج جي اُلٽو لکيل هو. اُنهن شڪن جو بہ ساڳيو ئي اُتر جڙيم. نيٺ چيم تہ: "ڪنهن ڏينهن اک کلندي ۽ سمجهہ پوندي، وڌيڪ پڙهندس تہ پاڻيهي سمجهندس." اٿين چئي پاڻ پرچايم.

منوسمرتي پڙهي اهنسا سکيس سو تہ پتيھ نہ. مانس آهار جي ڳالھ منجهس اچي تي وجي. منوسمرتي تہ پاڻ تيکو تي ڏئي. ائين بہ پانيم تہ نانگ، مچر ۽ منگهڻ مارڻ نيڪ آهي. ياد اتم تہ منگهڻ مارڻ پنهنجو ڌرم سمجهي ناس ڪندو هوس.

پر هڪ ڳالھ من ۾ جم ڪائي ويئي. هي جڳت نيت تي ٻڌل بيٺل آهي ۽ نيت ستيہ ۾ سمايل آهي. ستيہ جي کوجنا ڪرڻ کپي. ڏينهون ڏينهن ستيہ جي مهما منهنجي نظر ۾ وڌندي ويئي. ستيہ جي وياکيا (Definition) وستار ٿيندي ويئي ۽ اج ڏينهن تائين وستار ٿيندي پيئي وڃي.

هڪ نيت جو اثر دل ۾ چهتي ويو. اَپڪار جو بدلو اَپڪار نہ پر اُپڪار ئي ٿيڻ گهرجي، اها وستو منهنجي دل جو سوتر بڻجي پيئي. انهن جو راج مون تي شروع ٿي ويو. مدي جو ڀلو چاهڻ تنهن سان عشق ۾ پئجي ويس. انهيءَ جا انيڪ درشٽانت ستڪار ڪيم. هي چمتڪاري بيت هيٺئين سان هنڊايم:

ڏئي دان پاڻيءَ جو جي کٽي تو  
تہ ڪر دان ڀُڃن ڀلو تون انهيءَ کي  
نمائي اڳيان سر اچي جي کٽي کو  
تہ ڏنڊوت ڪر تون سرير ئي جهڪائي  
ڏئي کوبہ دمڙي تہ تون مهر موٽاءِ  
اڳيان پران آچي تہ ڪر ساھ صدقي  
ڪري گڻ هڪو جي تہ ڪر تون ڏهوٽو  
چڱو چت ڌري ۽ منا ٻول ٻولي  
۽ اوگڻ ڪري جو تہ ڪر گڻ انهي تي  
جڳت جيت سارو انهي ريت پائي.

(11)

## ولايت جون تياريون

سن 1887ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيم. تڏهن ٻن هنڌن اهو امتحان ٿيندو هو. بمبئي ۽ احمدآباد. غريب ملڪ ۾ ڪانياواڙي ڇوڪر احمدآباد ڇڏي بمبئي ڇو وڃن؟ احمدآباد ويجهي به هئي ۽ سستي به هئي. آءٌ غريب گهر جو، سو اوڏانهن ئي ويس. راجڪوٽ کان احمدآباد اها منهنجي پهرئين مسافري هوس به ڇڙو.

پاس ڪرڻ کانپوءِ وڏن جو خيال هو ته ڪاليج ۾ وڌيڪ پڙهان. ڪاليج بمبئي ۾ هئي. پر ڀاونگر ۾ به هئي. ڀاونگر جو خرچ ٿورو، سو ڀاونگر جي ساملداس ڪاليج ۾ پڙهڻ جو خيال ڪيم. پر ڪلاس ۾ نه ڪجهه سمجهان نه امجهان. سڀ ڪم ڏکيا پيا لڳن. پروفيسرن جا ليڪچر به نه سمجهان. نه وڻن. انهيءَ ۾ ڪو سندن قصور نه هو. منهنجي پاڙ ڪچي هئي. تن ڏينهين ڪاليج جا پروفيسر قابل ليکبا هئا. پهريون ئي ٽرم پورو ڪري گهر موٽيس. سري ماوجي دوي اسان جي گهر جو هڪ جهونو ۽ ودوان صلاحڪار هوندو هو. براهمڻ هو پر وهنواري ڪمن ۾ ڪشل ۽ چتر هو. بابي جي مرتيي کانپوءِ به اسان جي ڪٽنب سان هن جو رستو هليو آيو. هڪ ڏينهن گهر آيو. ماتا ۽ وڏي ڀاءُ سان ڳالهيون ڪندي منهنجي پڙهڻ بابت پڇا ڳاڇا ڪيائين. چيائونس ته ساملداس ڪاليج ۾ آهي. ٻڌي چيائين ته: "زمانو بدليل آهي. توهان ڀائرن مان ڪنهن کي ڪبا گانڌيءَ جي گدي پرٽي آهي ته پڙهڻ بنا نه ملندي. هي ڇوڪر اجان پڙهي پيو. تنهن ڪري گادي وسائڻ جو بوجو هن کي ئي کڻڻ گهرجي. بي اي پاس ڪرڻ ۾ اجان چار پنج سال گهرجنس. پوءِ به پنجاهه سٺ روپين جي چاڪري نصيب ٿيندي، ديوان پد ڪين ملندس. جي منهنجي پٽ وانگر وڏي وڪالت پاڙهيندس ته تيهان وڌيڪ وقت ويندو ۽ تيسين ديوان پد لاءِ ڳچ وڪيل

تيار ٿي ويندا. توهانکي کيس ولايت موڪلڻ گهرجي. ڪيولرام (سندس پٽ) چوي ٿو تہ اُتي پڙهڻ سولو آهي. ٽن سالن ۾ پڙهي موٽندو. خرچ بہ اهي چار پنج هزار ٿيندو. اجهو فلاڻو بئريسٽر ٿي موٽيو آهي تہ ڪيئن نہ ٺٺ سان ٿو رهي! ڪاروباريءَ جو عهدو اڄ گهري تہ اڄ ئي مليس. منهنجي تہ اها صلاح اٿو تہ موهنداس کي هن ئي سال ولايت اُماڻيو. ڪيولرام جا ولايت ۾ گهڻيئي واقف آهن، چنيون لکي ڏيندس. ڪابہ تڪليف نہ ٿيندس."

پوءِ جوشي جيءَ (گهر ۾ اهو ئي نالو هوس) خاطريءَ سان مون ڏي نهاريو ۽ پڇيائينم تہ "ڪر خبر، توکي ولايت ٿو وڃي ڪين هت پڙهڻ ٿو چاهين؟" انڌو گهري الله کان بہ اکيون. ڪاليج مان اڳيئي ڪڪ هوس. سو امالڪ چيومانس تہ: "ولايت موڪليندا تہ ڏاڍو چڱو. ڪاليج ۾ جهٽ پٽ پاس ٿيڻ مون کي ڏکيو ٿو لڳي. پر ڊاڪٽري ڇو نہ پڙهان؟" تنهن تي منهنجي ڀاءُ جواب ڏنو:

"سا ڳالهہ بابي کي پسند نہ هئي. تنهنجون ڳالهيون ڪندي چوندو هو تہ اسان وئشنون کي رت ۽ ونءِ ۾ هٿ وجهڻ ۽ هڏ ماس چيرڻ نہ جڳائي. بابي جو توکي وڪيل ڪرڻ جو ويچار هو." تنهن تي جوشي جيءَ سُر آلاپيو تہ:

مون کي گانڌي جيءَ وانگر ڊاڪٽريءَ لاءِ ڪا حڪارت ڪانهي. اسان جا شاستر انهي ڌنڌي کي نندين نٿا. پر ڊاڪٽر بڻجي تون ديوان ڪٿان ٿيندين؟ مون کي تو لاءِ ديوان جا پر تنهن کان بہ جبرو عهدو هٿ ڪرڻو آهي. تڏهن مس توهان جو هيڏو سارو عيال وڃي پلبو. زمانو روز بروز وڃي ٿو ٿرندو ۽ سخت ٿيندو. سو بئرسٽر ٿيندين تہ سياڻپ ڪندين."

ماتا جيءَ ڏي نهاري چيائين تہ: "اڄ آءٌ وڃان ٿو. هن ڳالهہ تي ويچار ڪجو. وري جي اچان تہ بندوبست تيار آهي. ڪا روڪ اٽڪ پوي تہ مون کي چتائجو."

جوشي جي هليو. مربي ڀاءُ ٿبيءَ ۾ پئجي ويو. پئسا ڪٿان اچن؟ وري مون جهڙي جوانڙي کي ڏيهان ڏور ڪيئن اُماڻجي؟ ماتا جي تہ منجهي پيئي. هن کان وري وڇوڙو نہ ٿي سنو ٿيو. سو ڳالهہ پهرئين هيئن ڪڍيائين: "اسان جي گهر ۾ وڏو تنهنجو ڪاڪو بچيو آهي. پهرئين هن جي صلاح وٺي اچ. هو ها ڪري تہ پوءِ اسين ويچار ڪريون."

مربي ڀاءُ کي وري بيو خيال آيو: "پوربندر راڄ تي اسان جو ٿورو گهڻو حق آهي. ليلي صاحب ائڊمسٽريٽر آهي. اسان جي خاندان جو قدر اٿس ۽

حق شناسي ڪندو. ڪاڪي تي خاص مهربانيءَ جي نظر اٿس. من ۾ اچيس
تہ راڄ طرفان ٿوري گهڻي پئسي جي بہ مدد ڪري وجهي.“
مون کي اهي سڀ ڳالهيون پسند هيون. آءٌ پوربندر وڃڻ لاءِ تيار ٿيس.
تڏهن ريل نہ هئي. ڏيڳي گاڏين جو رستو هو. سڄن پنجن ڏهاڙن جو پنڌ. آءٌ ڀيرو
سياءَ جو هوس سا تہ خبر اٿوَ. پر اهڙي وقت منهنجو ڊپ هليو ويو. ولايت وڃڻ جو
شونق مون تي غالب پئجي ويو. ڌوراجيءَ تائين بئل گاڏي ڪيم. ڌوراجيءَ
ڪانپوءِ هڪ ڏينهن بچائڻ لاءِ اُٺ ڪيم. اُٺ تي اهو پهريون دفعو چڙهيس.
پوربندر پهتس. ڪاڪي کي ساشٽانگ پرڻام ڪيم. سڄي ڳالهہ ٻڌائيمانس.
خيال ڪري جواب ڏنائين تہ ”ولايت ۾ وڃي اسين پنهنجو ڌرم سانڍي سگهون
ٿا يا نہ سا مون کي خبر نہ آهي. ڳالهيون ٻڌندي مون کي شڪ ٿا پون. آءٌ
ڪيترن وڏن بئريسٽرن سان پيو گڏجان. ڏسان ٿو تہ سندن ۽ صاحبلوڪن جي
رهڻيءَ ۾ ڪو ڀيد نہ رهيو آهي. کائڻ پيئڻ ۾ ڪنهن شيءِ مان نٿا ٽرن. وات مان
بيڙي سگر هڪ ڪڏي ئي نٿي ڇوڙين. ڪپڙو لٽو بہ نہ اهڙو ئي اُگهاڙو. اهي ڳالهيون
اسان جي خاندان جي منهن تي نٿيون پون. ڪل ڪي ڪلنڪ نہ لڳائيو. پر تو
جو سندرو ٻڌو آهي تنهن کي آءٌ آڏو ڪين ايندس. آءٌ جلدئي تيرٿن تي ويٺو
آهيان. جيوت جا چار ڏهاڙا وڃي بچيا. منزل کي اچي رسيو آهيان. سو هاڻي
توکي ولايت وڃڻ، سمنڊ جهاڳڻ جي موڪل ڪيئن ڏيان؟ پر آءٌ وگهن نہ
وجندس. دل سان موڪل توکي ماٺهي ڏئي. جي اُها چڏيئي تہ بي فڪر هليو
وڃ“ پوءِ آءٌ توکي نہ روڪيندس. منهنجي توکي آسيس آهي.“
تنهن تي چيومانس تہ ”انهي کان وڌيڪ توهان ۾ آس رکڻ مون بہ ڪانہ
ساري هئي. هاڻ باقي امان کي باز آڻو اٿم. پر ليلي صاحب ڏي ڪين هڪ
سفارشنامو ڏيندم؟“
جواب ڏنائين تہ: ”سو مون کي نہ ڇؤ. پر صاحب چڱو خاصو آهي. تون
چٺي لکينس. کهڙي گهر جو ڪير آهين سو لکجانس، تہ ضرور گهرائيندءِ
جي پور پيس تہ وقتي مدد ڪري وجهي.“
خبر نہ آهي تہ ڪاڪي صاحب ڏي چٺي چو نہ ڏني. مون کي ائين ٿو
لڳي تہ ولايت وڃي ڌرم ڀرشٽ ٿيڻ ۾ سڌي مدد ڏيڻ کان ڪؤ ٿي ڪاڏائين.
مون صاحب کي چٺي لکي. مون کي بنگلي تي سڏ ٿيو. بنگلي جي ماڙيءَ

تي چڙهندي ئي صاحب گڏيم ۽ "تون بي. اي. تي پوءِ مون سان گڏج. هاڻ مدد نہ ملنديءِ" چئي ماڙيءَ تي ٽپ ٽپ ڪري چڙهي ويو. آءٌ خوب تيار ٿي، ڇا چئبو سو ياد ڪري هليو هوس. سر جهڪائي ٻنهي هٿن سان آداب ڪيا هئم. پر سڀ برباد ٿيو!

منهنجو خيال زال جي زيورن ڏي ڊوڙيو. وڏي ڀاءُ م پورو وشواس هوم. سندس اُدارتا جي حد نہ هئي ۽ سندس پريم پتاجيءَ جيترو ئي هو. آءٌ پوربندر مان موڪلائي نڪتس. راجڪوٽ اچي سربستو حال سڻايم. جوشيءَ جي ساڻ صلاح مصلحت ڪيم. تنهن تہ قرض کڻي وجهڻ لاءِ چيو. مون وري زال جا زيور لاهي نيڪال ڪرڻ جو ڏس ڏنو. ربيا ٻہ ٽي هزار مس ٿي نڪتا. باقي منهنجي ڀاءُ هني ڏٽي پيدا ڪرڻ جو بوجو پاڻ تي کنيو. پر امان اجا باز نہ اچي. هن سڀ پڇائون ڪيون هيون. ڪنهن چيس تہ جوان ولايت وڃي بڇڙا ٿا ٿين. ڪنهن چيس تہ وڃو مانس مڇي کائين: ڪنهن چيس تہ شراب بنان نہ سرين. امان اهي ڳالهيون مون سان ڪيون. مون چيو: پر امان ڪجهہ مون ۾ ايمان تہ رک. آءٌ توکي دعا ڪين ڏيندس. آءٌ قسم ٿو کڻان تہ انهن ٽنهي جي ويجهو ڪين ويندس. جي هرپروائين هجي تہ جوشي جي ڪيئن ڇڏي؟"

وراڻي ڏنائين تہ: "منهنجو تو ۾ وشواس آهي. پر پرديس ۾ خبر نہ آهي تہ ڇا ٿئي؟ منهنجا تہ حوصلا گم آهن. چڱو ڀلا ترس تہ آءٌ بيچرجي سواميءَ کان پڇان." بيچرجي سوامي موڍ واڻئي مان جين ساڌو ٿيو هو. جوشي جيءَ وانگر هي بہ صلاح مشورت ڏيندو هو. هن بہ پنيرائي ڪئي. آءٌ وڪر کان انهن ٽنهي وشين بابت پرتگيا تو ڪرايان. پوءِ نٿو پانيان تہ موڪلڻ ۾ ڪا حرڪت ٿيندي" مون پرتگيا ڪئي مانس، مدرا ۽ استري سنگ کان دور رهڻ جو وچن ڏنو. نيٺ ماتا جيءَ آگيا ڏني.

هاءِ اسڪول ۾ مون کي پارٽي ملي. راجڪوٽ مان هڪ جوان ولايت وڃي ڪا اهڙي جهڙي ڳالهہ نہ هئي. پارٽي ۾ ڇا جواب ۾ چوندس سو لکي ويو هوس. سو اوڏي مهل مک مان نہ پيو اُڪلي. متو پيو ڦري، بت پيو ڏڪي.

موڪلائڻ جو ڏينهن آيو. وڏن جي آسيس وٺي بمبئي اُسهيس. بمبئي جي اها پهرين مسافري. مربي ڀاءُ ساڻ هوم، پر هن ڪارج ۾ وگهن مٿان وگهن. بمبئيءَ مان جڏهن ڪي بند خلاص ٿين.

❊

(12)

# تاڙهيون لهڻ

ماتا جي آگيا ۽ آشيرواد وٺي، ٻن ٽئن مهنن جو ٻار ۽ زال ڇڏي، آءُ ڪِڳيون هٽندو بمبئي لاءِ نڪتس. پهتس تہ سهي. پر اتي دوستن ٻاءُ کي چتايو تہ جون- جولاءِ مهينن ۾ هندي مها ساگر ۾ طوفان لڳندا آهن ۽ هيءَ منهنجي پهرئين مسافري هئي تنهن ڪري ڏياريءَ کانپوءِ نومبر مهيني ۾ مون کي اُسهڻ کپي. ڪنهن وري ٻڌايس تہ تازو هڪ جهاز طوفان ۾ ٻڏي ويو آهي. تنهن تي ٻاءُ مُنجهي پيو. نيٺ خطري جو ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيائين ۽ مون کي بمبئي ۾ دوستن وٽ ڇڏي پاڻ موٽي راجڪوٽ ۾ نوڪريءَ تي وڃي چڙهيو. هڪ ڀيٽيوئي وٽ پئسا ڇڏي، دوستن کي مدد ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪري ويو.

بمبئيءَ ۾ منهنجا ڏينهن وڏي پيا. سپني ۾ بہ ولايت پيو سُجهندو هوم. ايتري ۾ منهنجيءَ ذات ۾ شور ٿيو. سڀ ذات ڀائي ڪوٺايا ويا. موڍ واٽيو ڪو هيستائين ولايت نہ ويو هو ۽ جي مون هوڏ ٻڌي هئي تہ منهنجي لاڪ لاهڻ گهرجي! مون کي ذات ڀاين جي ميڙ ۾ ڪوٺايو ويو. اتي آءُ مڙس ٿي بيٺس. حاضري ٿيڻ ۾ نہ لڄ آيم، نہ ڊپ ٿيم. ذات جي مکيءَ سان ڪجهہ ڏوراهون سڱ بہ هو. بابي سان تہ چڱو رستو هوس. مکيءَ چيم تہ:

”ذات ڀاين موجب تو جيڪو ولايت وڃڻ جو خيال ڪيو آهي سو ڪوتو آهي. اسان جي ڌرم ۾ سمنڊ جهاڳڻ جي منع ڪيل آهي. هوڏانهن ٻڌون پيا تہ ولايت ۾ ڌرم جي رکيا ٿي نٿي سگهي. اتي صاحب لوڪن سان کائڻو پيئڻو پوي ٿو.“

مون جواب ڏنس تہ: ”منهنجي سمجهہ موجب ولايت وڃڻ ۾ اصل اڌرم ناهي. آءُ تہ وديا اڀياس لاءِ ٿو وڃان. جن وشين جو توهان کي ڀؤ آهي تن کان دور رهڻ بابت مون ماتاجيءَ اڳيان پرتگيا ڪئي آهي. مون کي خاطري آهي تہ انهن کان پاڻ پلي سگهندس.“

”پر اسين توکي چئون ٿو ته اُتي ڌرمپالن نه ٿي سگهندو. توکي خبر آهي ته پڻهين سان منهنجو ڪيترو رستو هو. توکي جيڪي چوان ٿو سو مڃڻ کپي.“ مون جواب ڏنس: ”توهان سان جيڪو سُنبنڌ هوس سا خبر اٿم.“ توهين منهنجا مربي آهيو. پر هن ڳالهه بابت آءٌ لاچار آهيان. آءٌ ولايت وڃڻ جو ارادو لاهي نٿو سگهان. بابي جو جيڪو دوست ۽ صلاحڪار براهمڻ آهي سو ولايت وڃڻ ۾ ذرو به دوش نٿو سمجهي. مون کي ماءُ ۽ ڀاءُ جي به آگيا ملي آهي.“

”پر ذات جي فرمان کي تون ڪين ليکيندين؟“

”آءٌ لاچار آهيان. منهنجي خيال ۾ ذات کي هنن ڳالهين ۾ دست اندازي نه ڪرڻ کپي.“ آءٌ جو رڌ ڪڏائي بينس سو نيٺ اچي تتو. مون کي داٻ دڙڪو ڏنائين، پر آءٌ دت دتائي وينس. نيٺ سيٺ حڪم ڪيو ته:

”هن ڇوڪر کي اڄ کان وني ٿالهيون لٿل سمجهو. جو شخص کيس مدد ڪندو يا کانئس موڪلائڻ ويندو سو ذات ٻاهر ڪي حساب ڏيندو ۽ سوا روپيو ڏنڊ ڀريندو.“

مون تي هن نهراءَ جو ڪوبه اثر نه ٿيو. آءٌ سيٺ کان موڪلائي هليس. دل ۾ سوچيم ته هاڻ ڏسجي ته ڀاءُ تي ڪهڙو ٿو اثر ٿئي. هو هيسجي وڃي ته پوءِ؟ خوش نصيباً هو به پڪو رهيو ۽ مون کي خاطري ڏنائين ته نهراءَ جو ڪوبه خيال نه ڪري مون کي ولايت وڃڻ ۾ اٽڪ نه وجهندو.

هن بناو ڪانپوءِ باقي آءٌ بي صبر ٿيس. ڀاءُ تي ڇوٽ ڇاڻ ڪري ڪو زور لڳي ته؟ وري ڪو ٻيو به سنڪٽ لڳي پوي ته؟ اهي ڳڻتيون پيو ڪيئندو هوس ته خبر مليم ته 4 ڊسمبر واري جهاز ۾ جهوناگره جو هڪ وڪيل ولايت ۾ بئريسٽر ٿيڻ لاءِ وڃي ٿو. جن دوستن کي منهنجو ڀاءُ پارت ڪري ويو هو تن وٽ ويس. تن به چيو ته اهو وجهه نه وڃاءِ. وقت باقي ٿورو هو. ڀاءُ کي تار ڪيم ۽ موڪل گهريم. موڪلي ملي. مون ڀيٽيوئي کان پئسا گهريا. هو ذات جي ٿالهيون لاهڻ جي ڳالهه ڪيڻي وينو. پاڻ به ٿالهيون لهي سان ڳالهه ڳري تي لڳيس. پوءِ ڪٽنب جي هڪ گهڻ گهري وٽ لنگهي ويس ۽ مسافريءَ جي ڀاڙي وغيره لاءِ پئسا ڏيئي پوءِ ڀاءُ کان وصول ڪرڻ لاءِ نيزاري ڪيم. هن اها ڳالهه قبول ڪئي، نه رڳو ايترو پر منهنجي دل ورتائين ۽ همٿايائين. مون سندس ٿورا مڃيا. پئسا وني ٽڪيٽ خريد ڪيم.

مسافريءَ جو سڀ سمر سنڀاھڻو ھو. ھڪ دوست سامان وٺي ڏيڻ جو ڪم پاڻ تي ڪنيو. آءٌ وائڙو ٿي ويس. ڪي شيون وٺيم ڪي نہ وٺيم. نيڪٽاءِ جو پوءِ شوق سان ٻڌندو ھوس سو ڏنو نٿي وٺيم. لنڊو ڪوٽ اُگھاڙي پوشاڪ ٿي لڳم. پر مون کي جو ولايت وڃڻ جو نشو ھو سو وٺڻ نہ وٺڻ ڪونہ ليکيم. پاڻ سان ڪاڏي پيتي جون شيون چڱي طرح ڪنيون ھيم. منھنجن دوستن جھاز ۾ ترمبڪلال مجمودر جي ڪوٺيءَ ۾ منھنجو بندوبست ڪيو. منھنجي پارت بہ ڪري ڇڏيائونس. ھو عمر ۾ وڏو ھو ۽ جھان ديده شخص ھو. آءٌ ارڙھن ورھين جو الھڙ. مجمودر ڪين خاطري ڏني.

اھڙي طرح سن 1888ع ۾ سيپٽمبر مھيني جي 4 تاريخ آءٌ بمبئي بندر تان اُسھيس.

*

(13)

# نيٺ ولايت ۾

جهاز جي مسافريءَ مون کي ڪابه تڪليف ڪانه ڏني. پر ڏينهن گذريا ته آءُ ويڳاڻو ٿي پيس. خانسامان سان ڳالهائڻ ۾ به هٻڪ پيئي ٿئي. انگريزي اچيئي نه ۽ مجمودر ڪانسواءِ سڀ انگريزي مسافر هئا. تن سان ڳالهايان سو ڳالهايان ڪيئن؟ پر جي هُو ڪري ڳالهائين ته آءُ سمجهان ڇو ٿو؟ جي ڪٿي سمجهان ته وري جواب ڪيئن ڏيان. هرهڪ سٽ پهرئين ته من ۾ ويهي سوچيان ۽ ناهيان. ڇرين ڪانٽن سان کائڻ نه اچي ۽ ڪاڏي ۾ ڇا ۾ گوشت هو. ڇا ۾ نه هو سو به پڇي ڪير؟ سو ميز تي وڃي کائڻ جي پچر ئي ڦٽي ڪيم. ڪوٺيءَ ۾ ويهي کائيندو هوس. مٺايون ميوو هٿم تن تي زور رکيم. مجمودر کي نڪا اتڪ نڪا روڪ. سيني ساڻ هيتري ۾ هِري مِري ويو. ڊيڪ تي پيو گهمي ۽ ڦري. پر آءُ سڄو ڏينهن ڪوٺيءَ ۾ پوريو پيو هجان. ڏسان ته ڊيڪ تي ڪو ڇڊو پاڊو وڃي رهيو آهي ته سراڪو پائي به گهڙيون هوا کائيو اچان. مجمودر گهڻو ئي سمجهائي ته سيني سان رل مل ۽ ڳالهاءِ ٻولهاءِ. ڇي وڪيلن کي چتر ۽ چرب زبان هئڻ کپي، پوءِ پنهنجي وڪالت جا آزمودا ٻڌائي، سمجهائي ته انگريزي مادري ٻولي نه آهي، سو ڀُلون ته ٿينديون ئي.تنهن ڪري ڊپ ڪان ڇپن کي ڇُنو ته ڪين لڳائي ويهبو؟ پر آءُ ليلهڙئي ليلهڙ.

مون تي رحم ڪائي هڪ نيڪ انگريز ٻاڻ مرادو مون سان ڳالهائڻ ڪري شروع ڪيو. عمر ۾ وڏو هو. گهڻيئي سوال پڇيائين. ڪير هوس، ڪٿي جو هوس، ڪيڏانهن تي ويس، ڇا تي ڪاڻم ڇو تي ٿهيس؟ وغيره وغيره. ڇوي ته ميز تي هلي کاءُ. گوشت کائڻ جو ته ٻڌي ٿهڪ ڏنائين. دل ۾ ديا آڻي چيائين ته "بيلي پورٽ سيڊ پهچڻ کان اڳ نيڪ آهي، پر بيهه ته بسڪي جو اُپسمنڊ اچي. پاڻيهي ڪل پونديءِ ۽ ڪپاٽ کلنديءِ. انگلنڊ جي ٿڌ ۾ گوشت بنان ڪي سري؟"

سوال: ”پر ٻڌو اٿم تہ اُتي بہ ڪي ماڻهو گوشت بنان گذر ڪن ٿا.“
جواب: ”اها ڪوڙي ڳالهہ. آءٌ تہ اهڙي هڪ جڳهہ ڪي بہ ڪين سڃاڻان. هاڻي پڻ آءٌ شراب پيئندڙ آهيان، پر ڇو توکي پيئڻ لاءِ نٿو چوان؟ پر گوشت بنان ڪي سري؟“
سوال: ”صلاح لاءِ توهان جي مهرباني. پر آءٌ ماتا جيءَ سان قول ڪري آيو آهيان. اهو ڪيئن ٽوڙيان؟ جي گوشت بنان نہ سري تہ موٽي گهر ويندس پر گوشت جي اوڏو نہ ويندس.“
بسڪي جو اپساگر آيو پر مون کي نہ گوشت جي نہ شراب جي ذري بہ ضرورت ٿي. مون کي چيو هوائون تہ جڏهن موٽيون تہ اهڙا سرٽيفڪيٽ آڻج تہ ماس کي اوڏو نہ ويو آهين. سو هن گوري کان اهڙو سرٽيفڪيٽ گهريم. هن تہ خوشيءَ سان لکي ڏنو. جو مون ڪيترا ڏينهن پئي سانديو. نيٺ سيٺ پيم تہ گوشت کائيندي بہ سرٽيفڪيٽ گهڻا. سو سندن ملهہ لهي ويو. چيم تہ جي ڪنهن کي مون تي ويساهہ نہ آيو تہ سرٽيفڪيٽ ٻڌائي ڇا وٺبو؟
ڏکي مسکي مسافري پڄائي اچي سائوٿئيمپٽن بندر تي پهتاسين. ڇنڇر جو ڏينهن هو. آءٌ جهاز ۾ ڪاري رنگ جا ڪپڙا ڪندو هوس. دوستن اچي فلالين جو سوٽ سبائي ڏنو هوم. دل ۾ چيم تہ ڏاڍو نهندو ۽ لهندي ولايت ۾ اهو پهريندس. سوا ڇو فلالين جو وڳو ڏکي هيٺ لٿس. سيپٽمبر جي پڇاڙي هئي. اجا ڪپڙا فقط مون ئي پاتا هئا. منهنجون پيتيون ڪنجيون گرنڊليءَ ڪمپنيءَ جو گماشتو ڪٺائي ويو هو. ٻين کي ڏسي مون ڪنجيون بہ ڪٺي ڪيس سؤنپيون!
مون وٽ چار چنيون هيون: ڊاڪٽر پراڻ جيون مهتا ڏي، دلپترام شڪل ڏي، پرنس رنجيت سنگهہ ڏي ۽ دادا ڀائي نؤرووجيءَ ڏي. سائوٿئيمپٽن مان ڊاڪٽر مهتا کي تار ڪيم. جهاز ۾ ڪنهن صلاح ڏني تہ وڪٽوريا هوٽل ۾ لهجو. سو مجمودر ۽ آءٌ گڏجي هوٽل ۾ وياسين. آءٌ تہ پنهنجي اڇن ڪپڙن ۾ ئي پئي ڦڪو لڳس. وري هوٽل ۾ خبر ملي تہ ٻئي ڏينهن آرتوار، سو سومر تائين گرنڊلي وٽ سامان سوگهو. ڏاڍو ششدر ٿيس.
ستين انين بجي ڊاڪٽر مهتا اچي نڪتو. منهنجا ڪپڙا ڏسي مرڪيائين. پرسان پشم جو ٽوپلو لاهي رکيو هئائين. مون کي هٿ چراند.

سو وارن متان ڪري آلتو هٿ گهمايم، تہ وار اُيا تي بينا. اُمالڪ هٿ جهليائيم. پر حرڪت تہ تي چڪي. باقي ايترو تيو جو اڳتي لاءِ خبردار ٿيس. تنهن کان ونئي چئجي تہ ولايت جي رواجن رسمن ۾ پهريون ليڪچر مليم. ڊاڪٽر مهتا ڪلندي ڳالهائيندي سمجهايم: ڪنهن جي بہ شيءِ کي هٿ نہ لائجي. وطن ۾ ٿوري واقفيت تي جو پڇ پڇ ڪبي آهي سا هت نہ ڪبي آهي. ڳالهائيندي واڪو نہ ڪجي. گهر جو تپ تپ تي صاحبلوڪن کي 'سائين' سڏبو آهي سو هت نٿو ٿئي، 'سر' 'سر' ولايت ۾ فقط خدمتگار ۽ زبردست ڪندا آهن. پوءِ هوٽل جي خرچ جي ڳالهہ ڪيائين ۽ چيائين تہ ڪنهن ڪٽنب ۾ بندوبست ڪرڻو پوندو. انهيءَ ڳالهہ جو فيصلو سومر تي مهمل ڪيوسين. ٻيون بہ ڪيتريون صلاحون ڏيئي ڊاڪٽر مهتا موڪلائي ويو.

هوٽل ۾ ٻئي ڄڻا جڻ اڇي ڦاٿا هئاسين. مهانگائي بہ هيڪاندي. مالٽا مان هڪ سنڌي مسافر چڙهيو هو. تنهن سان مجمودر جلد هري مري ويو. اهو سنڌي لنڊن جو چڱو واقف هو. سو اسان ٻنهي کي بہ ڪوٺيون وٺي ڏيڻيون ڪيائين. پوءِ گڏجي سومر ڏينهن سامان وٺي، بل ڀري، انهن ڪوٺين ڏي هلياسين. ياد اٿم تہ مون تي هوٽل جو بل اٽڪل ٽي پائونڊ نڪتو. ٻڏي منهنجو حوصلو ئي گم. ٽي پائونڊ ڀريم ۽ پيٽ بکيو رهيس. هوٽل جو کاڌو ڪٿي ٿو وڻي. هڪ شيءِ ورتيم ۽ نہ وڻي. ٻي گهرايم. پر پئسا ٻنهين جا سر تي. اڃان منهنجو زور پنهنجن ميون منابن تي هو.

ڪوٺيءَ ۾ جڻ باند هوس. گهر وطن ٻئي ڀيا ياد پون. ماءُ جو پيار ڀيو چڪيون ڏئي. رات ٿئي ۽ روئڻ ڀيو اچي. جيئن ڳالهيون ياد پون تيئن ڀيو ڦٿڪان. پر ڪيئن من ريجهايان سو نہ ڀيو سُجهيم. وچتر ماڻهو وچتر سندن رهڻي ۽ وچتر سندن جايون. گهر ۾ بہ ڪيئن اُٿجي ۽ ڪيئن ويهجي. ڇا ڳالهائجي، ڇا پهرجي؟ من تي اهوئي ڦرڻو تہ متان ڪو ڏنگ نڪري. کائڻ پيئڻ جي بہ پرهيز. ڳچ تہ نہ کائي سگهجي ۽ جيڪي کائجي سو ڦڪو جهڙو ڦوڳ. پوءِ جيئن سؤٽڙي ۾ سوپاري، ولائت وڻيئي نہ ۽ موٽڻ جي مجال نہ. چيم تہ ٽي سال آيو آهيان سي ٽي سال ڪيئن بہ ڪاٽبا.

*

(14)

# چا پسند ڪيم؟

ڊاڪٽر مهتا سومر ڏينهن مون سان هوٽل ۾ ملڻ ويو. اُتي اسان جو نئون پتو مليس، سو وٽي آيو. الغرضائيءَ ڪري جهاز ۾ ڏڍ نڪتي هيم. سنان لاءِ کارو پاڻي ملي، جنهن ۾ صابڻ گجي نہ ڪري آءٌ جو صابڻ سان وهنجڻ سکيو هوس، سو بت صفا ٿيڻ جي اُلٽو ڪچ ڪچ ڪرڻ لڳو. نيٺ ڏڍ اچي ٿي. ڊاڪٽر کي ڏيکاريم، جنهن چمڙي جلائڻ جي دوا ـ ائسيٽڪ ائسڊ ڏني. ياد اٿم تہ ڪيئن دوا رئاريم. ڊاڪٽر مهتا ڪوٺيون ڏسي ڪنڌ ڌوڻيو. چي "هيءَ نيڪ جڳهہ نہ آهي. ولائت ۾ اچي پستڪ پڙهڻ کان ولائت جو آزمودو وٺڻ بهتر آهي. چڱو ٿيندو تہ توهين ڪنهن ڪٽنب ۾ وڃي رهو. پر في الحال ٿورا ڏينهن توکي فلاڻي دوست سان رهائڻو اٿم. اُتي توکي وٺي هلندس."

مون سندس ٿورا مڃي صلاح قبول ڪئي ۽ جلد سندس دوست وٽ وڃي رهيس. هن تڪليف وٺڻ ۾ ذرو بہ ڪين گهٽايو. مون سان سڳي ڀاءُوانگر هليو ۽ رفتہ رفتہ انگريزي ريت رواج مان واقف ڪيائين. انگريزيءَ ۾ چپ چورڻ بہ ڪانئس سکيس.

پر منهنجي کاڌي پيتي جو سوال ڳرو ٿي پيو. مرچ مصالحي بنان ڀاڄيون نہ ڀيسن. گهر ڌياڻي ويچاري رڌي سو رڌي ڇا؟ صبح جو اوٽ ميل جو پيٽ ٿيندو هو. انهي مان ڪجهہ پيٽ ڀربو هو پر بہ ڀهرن ۽ سانجهيءَ جو هميشه بک ڪيڏندو هوس. دوست گوشت کائڻ لاءِ روز زور رکندو هو. پر آءٌ ڏنل وچن جي ڳالهہ ڪري گيگ ماري وهندو هوس. سندس دليلن ساڻ ڀڄي ڪير؟ ٻنپهرن جو صرف روٽيءَ سان هڪ ڀاڄي يا مربو نصيب ٿيندو هو. سانجهيءَ جو بہ اهوئي طعام! کائڻ جو ملهہ هوس. پر شرم وچان روٽيءَ جون ٻہ ٽي ڦاڪون ڪٽندو هوس. ڏٺم تہ وڌيڪ کڻڻ جو رواج نہ هو. ٻنپهرن يا سانجهيءَ جو کير جو نالو ڪير ڳنهي؟ حال ڏسي نيٺ دوست بہ هڪ ڏينهن اچي مڃيو. چي "ڀاءُ هجين ها تہ تڏهڻين اُماٽيانءِ ها. اڻ پڙهيل ۽ اڻ واقف ماءُ

سان وعدا ڪهڙا؟ ڪيس هتي جي ڪهڙي خبر؟ اهو وعدو نہ ڇٽبو ۽ انهيءَ ڪي قاعدو بہ ڪين ڇڪي. انهي ڪي چنبڙي پوڻ نسورو وهم آهي. اهڙن وهمن ۾ وهلور ويندين تہ هن ديش مان ڪجهہ پرائي ڪين ويندين. تون باسين ٿو تہ تنهنجو گوشت کاڌل آهي. ڇشڪو بہ اچئي ٿو. جتي کائڻ جي ضرورت نہ هئي اُتي لڪي کاڌءِ. پر جتي خاص ضرورت آهي اُتي ڇُهين نٿو! رنگيءَ جا عجب رنگ ڇٽبا!" پر آءُ ٻڌان جهڙي پت.

مطلب تہ اهڙا دليل روز پيا هلن. پر آءُ ننو اکرواري وينس. جيئن پيو ڏئينم تيئن وچان دردِ ٿيندو. روز چوان تہ هي ايشور منهنجي پئج رکج. ٿيو بہ ائين. منهنجو ڏڪُ ڍڪيائين. ايشور ڪهڙي وستو تنهنجي گم کان هيم. پر مون ۾ رنيا دائيءَ جي وڌل شرڌا اوکيءَ ۾ اوٽ ٿي.

هڪ ڏينهن هن دوست بينٿم صاحب جو مشهور گرنٿ "ٿيئري آف يوٽاٽي" مون کان پڙهايو. سوُد مَت (utility) بابت هو. آءُ منجهي بينس. ٻولي اوکي سو سمجهڻ ۾ مس اچي. وينو سمجهائڻ. تڏهن چيومانس تہ مون کي معاف ڪندا. آءُ اهڙيون باريڪ ڳالهيون نٿو سمجهان. گوشت کائڻ گهرجي سو قبول ٿو ڪريان. پر پنهنجي پرتگيا جو ٻنڌن ڪيئن ٽوڙيان؟ انهيءَ بابت آءُ دليل نٿو ڏيئي سگهان. سمجهان ٿو تہ بحث ۾ ڪتي ڪين سگهندس. پر ڪٽي سمجهو تہ آءُ عقل جو وير آهيان يا ڪنڌ ۾ ڪلي اتم. مون کي ڪٽي ڇڏيو. توهان جو مطلب آءُ سمجهان ٿو. توهين منهنجا خير خواهہ ٿي اهو سهي نٽا سگهو تڏهن ٽا زور ڪريو. پر آءُ بہ لاچار آهيان. قول ڪين ڇجندس.

دوست مون کي ڇتائي ويني ڏٺو. پوءِ ڪتاب بند ڪيائين ۽ چيائين تہ "گذريو سو گذريو. وري توکي اکر نہ چوندس." آءُ خوش ٿيس. تنهن کانپوءِ هن اها ڳالهہ وري ڪين ڪڍي.

پر تہ بہ منهنجو اونو رکندو ايندو هو. پاڻ دارون پيئندو هو بيڙي ڇڪيندو هو. پر مون کي ڪڏهن بہ اهي ورتائڻ لاءِ ڪين چيائين. اُلٽو خبردار ڪيائين. فقط اها چنتا هيس تہ متان گوشت کائڻ ڪري آءُ ڳري وڃان ۽ انگلنڊ ۾ پاڻ کي سکي نہ سمجهان. اهڙي طرح مهينو سوا نول وانگر سبق سکيس. دوست جو مکان رچمنڊ ۾، سو لنڊن وڃڻ جو وجهہ هفتي ۾ هڪ بہ پيرا مس ملي. هاڻي ڊاڪٽر مهتا ۽ ڀائي دلپترام شڪل ٻنهي مون کي ڪنهن ڪٽنب ۾ رهائڻ جو خيال ڪيو. شڪل ڀائيءَ ڪينسنگٽن ۾ هڪ اينگلو انڊين جو گهر ڳوليو. مون کي اُتي

رهايو. گهر ڏياڻي وڏوا هئي. ساڻس ڪاڏي جي ڳالهه ڪيم. پيرزن منهنجي سار سنڀال ونڻ قبول ڪيو. آءٌ ساڻس رهيس. پر هت بہ ڏکون ۽ بکون. گهران تول منايون گهرايون هيم، پر جڏهن ڪي رسن. سڀ پيو ککو وکو لڳي. ڏاڏي پڇي ڳاچي گهڻو پر ڪري سو ڪري چا؟ آءٌ بہ اجان لج ۾ پيو لڪان. سو بک هجيم تہ بہ وڏيڪ ڪين گهران. گهر ڏياڻيءَ کي بہ ڏيئر هيون. سي زور ڪري روٽيءَ جون بہ تي ڦاڪون بيون بہ ڏينم. پر هنن ويچارين کي ڪهڙي خبر تہ هڪ سڄي روٽي ڪان تہ مس کک پرجيم؟

پر هاڻ ڪجهہ ڏندي ڏاند ٿيو هوس. اجان ابياس شروع نہ ڪيو هوم. فقط روزانيون اخبارون پڙهڻ لڳو هوس. سا پائي شڪل جي خوبي چٽبي. ديس ۾ ڪڏهن اخبار ڇُهي بہ ڪانہ هيم. روز پڙهندي نيٺ شونق سان پڙهڻ لڳس. 'ڊيلي نيوز' 'ڊيلي ٽيليگراف' ۽ 'پيل ميل گزيٽ' نظر مان ڪڍندو هوس. انهي ڪم کي هڪ ڪلاڪ مس ڏيندو هوس. باقي وقت چا ڪريان؟ سو لنڊن ۾ چڪر هڻڻ لڳس. دل ۾ هوم تہ رلي پني ڪا ويشنو ويسي ڳولي ڪڍان. گهر ڏياڻيءَ بہ چيم تہ لنڊن جي تر ۾ اهڙي هڪ بہ ويسي آهي سهين. سو ڏهاڙي ڏهہ ٻارهن ميل ڪچيندو هوس. وات تي ڪا غريبڙي ويسي ڏسان تہ لنگهي روٽي کائي پيٽ پري وٺان، پر لذت نہ پيئي اچي. اهڙي طرح پتڪندي هڪ ڏينهن فئرنگڊن اسٽريٽ ۾ وڃي نڪتس ۽ پتيءَ جي مٿان "ويجيٽيرين ريسٽوران" (ويشنو ويسي) نالو پڙهيم. بالڪ کي نہ من گهري شيءِ هٿ ايندي آهي ۽ تپ ڏيندو آهي، آءٌ بہ اهڙو ئي خوش ٿيس. پر اندر گهڙڻ کان اڳ دروازي وٽ شيشي جي ڪبٽ ۾ ڪتاب ڏٺم. منجهن هڪ سالٽ صاحب جو "ويشنو پوجن مان فائدا" نالي ڪتاب هو. هڪ شلنگ قيمت. سو ڏيئي ڪتاب ورتم ۽ پوءِ کائڻ وينس. ولايت ۾ اهو پهريون پيرو پيٽ پري لذت سان کاڌم. ايشور بک لاٿي.

گهر وڃي سالٽ جو ڪتاب پڙهيم. ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ آءٌ زوريءَ نہ پر مرضيءَ موجب ويشنو پوجن پسند ڪرڻ لڳس. ماتا سان جيڪو قول ڪيو هوم سو هاڻ وڻيم پئي. هيستائين چاهيندو هوس تہ سڀ گوشت کائو ٿين تہ چڱو ۽ گوشت ڇڏيو هوم سو پهرئين ستيہ جو پالن ڪرڻ لاءِ، پوءِ پرتگيا پالڻ لاءِ. پائيندو هوس تہ ڪو ڏينهن ايندو جڏهن آءٌ کليو کلايو کائيندس ۽ بين کي بہ کارائيندس. پر هاڻ خيال ڦيرو کائي ويو. چيم تہ پاڻ ويشنو رهي، بين کي بہ ويشنو ڪندس.

❊

(15)

# جنٽلمن جا ويس

ويشنو ڪاڌي لاءِ منهنجي شرڌا ڏينهون ڏينهن وڌندي ويئي. سولٽ جو ڪتاب پڙهي، ٻيا ٻه اهڙا ڪتاب پڙهڻ جو چاهه ٿيم. مطلب ته جيترا مليم سي ڳنهي پڙهيم. هاورڊ وليمس جي "ايٿڪس آف ڊائٽ" ۾ ذڪر ڪيل هو ته اڳين جڳت جي گيانين، اوتارن، پيغمبرن جو ڪاڌو کهڙو هو ۽ خوراڪ بابت ڪهڙا ويچار هئا. ڪتاب اهو ثابت ٿي ڪيو ته پٿا گورس، ڪرست ۽ ٻيا گياني پرش اَن آهاري يعني ويشنو هئا. ڊاڪٽر مسز آنا ڪنگفورڊ جو 'پرفيڪٽ وي اِن ڊائٽ' به وڻندڙ هو. تندرستيءَ تي ڊاڪٽر ائلنسن جي ليکن مان گهڻو ئي پرايم. هن جو اهو اصول هو ته بيماريءَ ۾ دوائن بدران فقط خوراڪ جي ڦيرڦار ڪجي. ڊاڪٽر ائلنسن پاڻ اَن آهاري هو ۽ بيمارن کي به ساڳي صلاح ڏيندو هو. انهن ڪتابن پڙهڻ جو مون تي اهو اثر ٿيو جو هن ڪانپوءِ خوراڪ بابت خوب تجربا ڪرڻ لڳس. انهن تجربن ۾ پهرين تندرستيءَ ڏي نظر هيم. رفته رفته ڌارمڪ درشتي زور پڪڙجي ويئي.

هي سڀ وقت ذڪر ڪيل دوست جو اونو اجان دؤر نه ٿيو هو. پريم وس ٿي هن پانيو ته آءُ گوشت نه کائيندس ته ضعيف ٿي ويندس. نه رڳو ايترو پر آءُ سڀ وقت، سنگت ۾ "موڳو" ٿي وهندس. جو منجهس رِلي مِلي نه سگهندس. خبر هيس ته مون اَن آهار تي ڪيترا ڪتاب پڙهيا هئا. سو ڊپ چڙهيس ته متان آءُ وهمجي نه وڃان ۽ تجربا ڪندي پنهنجو جنم نه ڳاريان. ڪم ڪرڻو سو پلجي، وڃان ٿي هڪ خفتي (faddist) ٿي پوان. سو سڌارڻ لاءِ پويون دفعو ڪم ڪشيائين. هڪ ڏينهن مون کي ناٽڪ جي نينڊ ڏنائين. ناٽڪ کان اڳ گڏجي 'هابرن' هوٽل ۾ کائڻو هو. منهنجي ليکي اها هوٽل نه هئي، پر محل هو. وڪٽوريا هوٽل ڇڏڻ ڪانپوءِ اهڙي هوٽل ۾ اج پهريون دفعو گهڙيس. وڪٽوريا هوٽل ۾ ڏينهن به ڪار نه هئا. ڇو جو تڏهن آءُ

هوش ۾ ئي نہ هوس. سؤن ڇڙن جي وچ ۾ اسين بہ ڇڙا بہ هڪ ميز وٽي ويٺاسين.
پهريون 'ڪورس' آيو. 'سُوپ' هو. آءُ هيڪيس پر دوست ڪان ڪيئن پڇان؟ سو
ويٽر کي هڪل ڪيم. دوست سمجهي ورتو ۽ چڙ ۾ پڇيائينم تہ 'ڇا آهي؟'
مون لڄ وچون آهستي چيس تہ: "پڇانس تہ هن ۾ گوشت تہ ڪونهي؟"

"اهڙو جهنگلي نمونو هيڙي هوٽل ۾ ڪين هلندو. جي اجا اها ڪٽ ڦٽ
نہ ڇڏي اٿيئي تہ مهرباني ڪري ٻاهر نڪري ڪنهن معمولي ويسيءَ ۾ وڃي
کاءُ ۽ مون لاءِ ترسي ويهہ."

منهنجي تہ جڙ ڪنن ٻڌي. ٽپ ڏيئي اُٿي ويس. پاسي کان هڪ ويشنو
ويسي هئي. پر ڏنم تہ بند ٿي ويئي هئي. هاڻ ڪجي سو ڪجي ڇا. نيٺ ڇيم
تہ بک تہ ئي سهين. آخر ناٽڪ ۾ گڏجي وياسين. پر جيڪي ٿي گذريو
تنهن بابت هڪ لفظ بہ نہ ٻڌوسين. مون کي بہ وري ڪي چوٽو ڪين هو.

اسان جي اِها پاڻ ۾ پوئين رهاڻي هئي. اسان جو رستو ڪين ٽٽو. نڪي
ڪي ترشي پيدا ٿي. آءُ سندس سيني جتنن اندر پريم پسي رهيو هوس.
تنهن ڪري ويچار ۽ آچار ۾ ڀيد هوندي بہ منهنجو ڏانهنس آدر وڌيو. پر
چيم تہ مون کي بہ سندس اونو لاهڻ کپي. جهنگلي ٿي نہ رهڻ گهرجي. سڀيتا
جا لڇڻ پرائڻ کپن ۽ هرطرح سماج ۾ رلڻ ملڻ لاءِ لائق ٿيڻ کپي. پوءِ شايد
پاڇيون ڪائڻ ڪري بہ عجب جنس نہ ليکيو وڃان.

بس پوءِ انگلش جنٽلمن بڻجڻ لاءِ گرم تياريون هليون. ڇيم تہ بامبي
ڪٽ جا ڪپڙا انگريزي خاص سنگت ۾ نٿا ٺهن. سو 'آرمي نيوي' اسٽورس
ڏي پڳس. اوٽيهن شلنگن جي- جڏهن اِهي تورا نہ هئا- 'چمني' ٽاپ هيٽ
چاڙهيم. پر اجان ڳالهہ ڪٿي. بانڊ اسٽريٽ ۾ فئشنبل سوٽ سبا هئا. اُتي
ڏهہ پائونڊ اُڇلائي 'ايوننگ سوٽ' ٺاهرايم. وڏي دل واري مربي ڀاءُ کان ٻن
کيسن ۾ وجهي لٽڪائڻ جي سوني زنجير گهرائي پاتيم. ٺهيل نڪيل ٽاءِ
ڪهڙو شؤقين ٿو لٽڪائي؟ سو ٽاءِ ٻڌڻ ۽ پهرڻ جو هنر پرايم. گهر حجامت
لهرائڻ وقت آرسيءَ ۾ منهن ڏسبو هو. پر هت تہ عاليشان آئيني اڳيان بيهي
آرسي ري آرسي مون جهڙو ڪو ٻيو؟ نيڪ ٽاءِ ٻڌڻ ۽ ٻٽي ڦوڪاري ۾ روز
ڏهاڪو منٽ ويندا هئا. وار بہ پشم ڪونہ هئا. هر هر لڙيون پون. تنهن کي
برش سان مهٽي مروڙي پورا بيهارڻ ڪا اهڙي جهڙي ڳالهہ نہ هئي. ٽوپلي

پائيندي ۽ لاهيندي هٿ سينڌ ۾ وجيو پون. ويٺي بيٺي بہ هٿ ناز سان مٿي تي سينڌ کي پيا ناهين نوهين.

پر ايتري ئش پش بس نہ هئي. رڳو پوشاڪ پهرڻ سان بہ ڪو ’جنٽلمن‘ بڻيو آهي؟ جنٽلمن جا بيا بہ ڪيترا ڏيک ويک ڏٺا هئم جن تي دل سرڪيم. جنٽلمن کي ناچ اچڻ کپي. فرينچ ۾ بات چيت سکڻ کپي. فرينچ انگلش جي پيڻ. سڏريل يورپ جي ٻولي ۽ يورپ ۾ شئل ڪرڻ تي ڏاڍي دل هيم. وري ’جنٽلمن‘ کي ٽڙڪي ڦڙڪي سان ڳالهائڻ کپي. سو پهرين ناچ جو بندوبست ڪيم. ناچ ڪلاس ۾ داخل ٿيس. هڪ ٽرم جي داخلا في تي پائونڊ. ٻن ٽن هفتن ۾ پنج ڇهہ پيرا ويو هوس. پر پوري تال تي پير ئي نہ چرن. پيانو پيو وڄي، پر ڪهڙي بيٺ تہ ڇا ٿو ٻولي. ’ون، ٽو ٿري‘ ۽ ناچ شروع، پر پوءِ تال باجو ٻتائي، جنهنجي مون کي خبر ئي نہ پوي هاٿي ڪجي سو ڪجي ڇا؟ پوءِ تہ ٻائي جي ٻليءَ وارو حال. ڪُئن لاءِ ٻلي ڏاريائين، ٻلڙيءَ خاطر ڳئون رکياءِ، ڳئونءَ واسطي ڳنوار ڪيائين... ناچ سکڻ لاءِ تال ۽ سر سکڻو پيو سرتال سکڻ لاءِ وايولن سکڻي پيم. ٽي پائونڊ وايولن مٿان گهوريم ۽ ڪجهہ سنگيت ماستر مٿان اوتيم! تقرير ڪيئن ڏجي تنهن لاءِ وري ٽيون ماستر ڦوليم. هن کي بہ هڪ گني ارداس ڏنيم. نيل صاحب جو ”اسٽئنڊرڊ اِلو ڪيوُشنسٽ“ ڳڌم ۽ پِٽ صاحب جڙڻ کن پٽي سجاڳ ڪيم. آءٌ ننڍ مان چرڪ ماري اُٿيس. دل ۾ چيم تہ ’ڙي ڪو توکي پرديس ۾ عمر گهارڻي آهي ڇا؟ زبردست تقريرون رٽي ڇا ونڻو اٿيئي؟ ناچ نچي بہ ڪو جنٽلمن بڻيو؟ وايولن سکڻي آهي، تہ وطن ۾ بہ سکي وٺبي. هت آءٌ وديارٿي تي آيو آهيان. مون کي وديا ڏن وڌائڻو آهي. پنهنجي ڏنڏي جو ڪي سَنو ڪر. چال سڌاريءِ تہ واه، نہ تہ گهوريو اهڙو جنٽلمن.

اهڙن ويچارن جي ڏُن ۾ اهڙي نموني جو خط ياشڻ ماستر کي لکيم. وٺس بہ ٽي سبق مس سکيو هوس. ناچ ماستر ڏي بہ خط ڊوڙايم. وايولن ماستر وٽ وايولن ڪڇ ۾ کڻي ويس ۽ عرض ڪيم تہ جيڪي ملي تيتري ۾ تين وار ڪر. هن ماستر ساڻ ڪجهہ دوستي بہ هئي، سو ساڻس کلي ڳالهہ ڪيم. ناچ گانن جي جهنجهٽ مان ڇٽڻ جي ڳالهہ کيس بہ وڻي.

’جنٽلمن‘ بڻجڻ جي مستي ٽي مهينا کن هلي. پوشاڪ جي ٽاپ ٽيپ سال هلي. پر آءٌ هاڻ محنتي وديارٿي ٿيس.

*

(16)

## قير قاريون

ڪوائين نہ سمجھي تہ ناچ وغيره سکڻ جو وقت منھنجي البيلائيءَ جو وقت هو. مستيءَ جي ڏينھن ۾ بہ قدري خبردار هوس. پائيءَ پائيءَ جو حساب رکندو هوس ۽ خرچ ڳڻي ڳوتي ڪندو هوس. پڪ ڪيم تہ ماهوار پندرهن پائونڊن کان مٿي خرچ نہ ڪندس. موٽر گاڏي ٽپال خرچ بہ ساريندو هوس ۽ سمهڻ کان اڳ پوتاميل ڪيندو هوس. اها عادت توڙ تائين قائم رهي. انهيءَ ڪري ئي رعيتي ڪمن ۾ لکاها روپيا هٿان خرچ ڪيا هوندم، پر صرفي سان ۽ جيڪا هل چل مون هلائي آهي تنھن ۾ ڪڏهن بہ قرض نہ ڪنيو اٿم، الٽو ڪجھ نہ ڪجھ پاڇي ڇڏيو اٿم. هرڪو جوان جيڪڏهن پنھنجن ٿورڙن روپين جو حساب ڪتاب وقت سر رکندو ايندو تہ آئيندي مون وانگر لاڀ وٺندو.

مون کي پنھنجي رهڻيءَ مٿان ضابطو هو تنھن ڪري سمجھي ورتم تہ ڪيترو خرچڻ کپي. چيم تہ خرچ اڌ ڪبو. حساب تپاسيندي ڏسان تہ گاڏي ڀاڙي جو خرچ چڱو چوکو ٿو ٿئي. هوڏانهن وري ڪٽنب ۾ رهڻ ڪري ڪي خاص خرچ جون رقمون علي الحساب پٽي چڙهيون. ڪٽنب جي ڀاتين کي ڪنھن نہ ڪنھن ٻاهر وٺي وڃي کارائڻ جي فضيلت بہ ڏيکارڻي ٿي پيئي. وري ساڻن گڏ ڪڏهن مهمانيءَ تي وڃڻو ٿي پيو تہ گاڏيءَ جو ڀاڙو ڀرڻو ٿي پيم. ڇوڪري هجي تہ ڪيس ڀاڙو ڀرڻ ڪين ڏبو آهي. ٻاهر وڃجي تہ وقت تي کاڌي لاءِ گهر نہ پهچي سگهجي. پوءِ گهر جو هفتيوار بل تہ ڪٽڻو پر ٻاهر کاڌي جا پئسا بہ ڪڙا. هاڻ ڏٺم تہ خرچ ۾ ڪفايت ٿي سگهي ٿي. نہ رڳو ايترو پر بيا بہ خرچ جي مرجادا ڪري ٿي ڪيم سي بہ ٿي بچائي سگهيس.

هيستائين ڪٽنب ۾ رهندو هوس تنھن جي بدران پنھنجي ڏار ڪوٺي وٺي رهڻ جو خيال ڪيم. ائين بہ چيم تہ ڪم موافق يا آزمودي وٺڻ لاءِ ٻين

بين پاڻ ۾ ڪوني وننداس. جڳهه به اهڙي هنڌ ڪيم جتان ڪم تي پنڌ ڪري اڌ ڪلاڪ اندر وڃي پهچان ۽ گاڏي ڀاڙو بچايان. هن کان اڳ هميشه ڀاڙو خرچڻو پوندو هوم ۽ گهمڻ جو وقت وري جدا رکندو هوس. هاڻي ته ڪم جو ڪم ۽ گهمڻ جو گهمڻ. روز اٺ ڏهه ميل سهج سڀاءَ ڪري ايندو هوس. خاص انهي عادت ڪري آءٌ ولايت ۾ ڪو ورلي بيمار پيو هوندس. بت نيڪ ٺاڪ رهيو. سو هاڻ ڪٽنب ڇڏي به ڪونيون مسواڙ تي ڪيم: هڪ سمهڻ ۽ ٻي وهڻ لاءِ. رهڻيءَ ۾ هيءَ ڦير ڦار نمبر ٽو. ڦيرڦار نمبر ٽري اڃان ٿيڻي هئي.

اهڙيءَ طرح اڌ خرچ بچي پيم. پر وقت جو ڪيئن صرفو ڪريان؟ خبر هيم ته بالسٽريءَ لاءِ گهڻي پڙهڻ جي ضرورت ڪانه هئي. سو وقت جهجهوئي هوم. ڀهريون اونوِاهو ته ڪچي انگريزي ڪيئن سڌاريان؟ ليلي صاحب جا لفظ ته "تون بي. اي تي پوءِ اچج" من ۾ چُڀيي ويا هئم. چيم ته رڳو بئرسٽر ٿيڻ مان ڪين ورندو. آڪسفورڊ ۽ ڪئمبرج جي خبر چار ورتيم. ڪن دوستن سان صلاح مصلحت ڪيم. ڏٺم ته اُتي جو خرچ ڳرو ۽ ڪم گهڻو. ٽن ورهين کان مٿي رهڻ مون لاءِ ڏکيو. ڪنهن واقف ڪار چيم ته "جي توکي ڪو ڏکيو امتحان ڏيڻو آهي ته لنڊن جي مئٽرڪ پاس ڪر. محنت خوب ڪرڻي پونديءَ ۽ عام ڳالهين جي خبر ملنديءِ. خرچ پائي به نه وڌنديءِ." اها صلاح مون کي پسند آئي. پر امتحان جا ڪم ٻڌي گهبرايس. دل پريم ته "لاتن وڪيلن لاءِ ڪارائتي آهي. لاتن جاڻندڙ کي قانوني ڪتاب سمجهڻ لاءِ سولا ٿيو پون. وري رومن لاءِ جي امتحان ۾ هڪ سوال ملي ٿي لاتن ۾ ۽ لاتن جاڻڻ ڪري انگريزي ٻوليءَ تي به چڱو ضابطو ٿو ٿئي." انهن دليلن جو دل تي اثر ٿيو. چيم ته سولي ڪي اولي لاتن پڙهبي. فرينچ اڳيئي ڪنئي هيم، سا ٻي ٻولي چونديم. هڪ خانگي مئٽرڪ ڪلاس ۾ وڃي ويٺس. امتحان ڇهين ڇهين مهيني ۽ مون کي پنج مهينا مس وڃي بچيا هئا. هيٺرو ڪم منهنجي وت کان ٻاهر هو. نتيجو اهو ٿيو جو 'جنٽلمن' ٿيڻ بدران نهايت محنت ۽ اُديمي وديارٿي تي پيس. روز جو ٽائيم ٽيبل ٺاهيم. منٽ به ڇو وڃايان؟ پر منهنجي سمجهه ۽ حافظو اهڙا تيز نه هئا جو ٻين ڪمن کانسواءِ لاتن ۽ فرينچ کي به منهن ڏيئي سگهان. امتحان ۾ ويٺس. لاتن ۾ تي داڻيون. ڏک ٿيم پر ڇڏيم ڪين. لاتن مان لذت آئي هيم. هن

پيري چيمر تہ فرينچ وڏيڪ سڌاريندس ۽ وگيان (سائنس) ۾ نئون ڪمر ڪٽندس. رساين وديا (ڪيمسٽري) ۾ هٿن سان تجربا نہ ڪرڻ ڪري وٽندڙ ڪمر تي پيو. وطن ۾ بہ تہ ساڳيو ڪمر پڙهيو هوس، سو لنڊن مئٽرڪ ۾ بہ اهوئي ڪمر پهرين ڪنيمر. پر ٻئي ڀيري روشني ۽ گرمي ڪنيمر. جو اهو ڪمر سولو سمجهبو هو. مون کي بہ سولو لڳو.

هوڏانهن امتحان جون نيون تياريون، هيڏانهن اجان بہ رهڻيءَ ۾ سادگي داخل ڪرڻ جي ڪوشش. ڏٺمر تہ اجان ڪٽنب جي حال تي نٿي هليس. هڪ پاسي پاءُ جي تنگ حالت ۽ ٻئي پاسي سندس فراخ دل ڏسي دک ٿيندو هومر. جيڪي ڏهہ ۽ پندرهن پائونڊ ماهوار خرچيندا هئا سي وظيفن وارا هئا. آءٌ پاڻ کان بہ پڪا ۽ سادا ڏسندو هوس. انهن مان ڪيترن سان واقفيت هيمر. هڪ شاگرد لنڊن جي غريب آباد ۾ هفتيوار بہ شلنگ مسواڙ پري هڪ ڪمري ۾ رهندو هو ۽ 'لوڪارٽ' جي سستي ويسيءَ ۾ ٻن پينين جو ڪوڪو ۽ روٽي ڳڙڪائي گذر ڪندو هو. هن سان ڪير پڄي؟ پر ٻن بدران هڪ ڪوٽي رکڻ ۽ ڪجهہ پاڻ رڌي کائڻ مون لاءِ ڏکيو نہ هو. ائين ڪندي ماهوار خرچ چار پنج پائونڊ تي بيٺو. سادي رهڻيءَ تي ڪتاب بہ پڙهيا هئمر. سو بہ ڪمرا ڇڏي، هفتيوار اٺن شلنگن وارو هڪ ڪمرو مسواڙ تي ڪيمر. هڪ سگري ڳڏيمر ۽ صبح جو پاڻ رڌڻ لڳس. ڪاڏو تيار ڪرڻ ۾ ويهہ منٽ بہ ڪين ويندا هئا. اوٽميل رڌڻ ۽ ڪوڪو لاءِ پاڻي ٽهڪائڻ ۾ ڀيو چا لڳندو؟ ٻن پهرن جو ڪاڌو ٻاهر ۽ سانجهيءَ جو وري ڪوڪو روٽي. بس پوءِ تہ شلنگ سوا ۾ ڪمر ٽپائي وٺندو هوس. انهن ڏينهن ۾ پڙهڻ کي جُنبي ويس. سادي رهڻيءَ ڪري وقت خوب بچيو. هن ڀيري امتحان ڏٺمر ۽ پاس ٿيس.

پڙهندڙ ائين نہ سمجهي تہ سادگيءَ ڪري منهنجي جيت مان مزو هليو ويو. انهن ڦيرين ڦارين ڪري جهڙو اندر ٺهڙو ئي ٻاهر ٿيس ۽ ٻنهي مان ڀيد نڪري ويو. گهر ڪٽنب جي حالت ۽ منهنجي رهڻي هڪ ٻئي سان ٺهڪي آيون. هاڻ جو پاڻ سان سچو تي رهڻ لڳو هوس تنهن ڪري اندر آنند هومر.

*

(17)
# خوراڪ ۾ ڦير ڦاريون

جيئن جيئن آءُ جيوت جي ڳالهين تي غور ڪندو ويس تيئن تيئن مون کي ٻاهرئين ۽ اندرئين آچار ويچار ۾ ڦير ڦاريون ڪرڻ جي ضرورت نظر آئي. جهڙيءَ ريت منهنجي رهڻيءَ ۽ خرچ ۾ ڦيرڦاريون ٿيون تهڙيءَ ريت، بلڪ جلديءَ خوراڪ ۾ بدل سدل ڪيم. ويشنو يوجن بابت ڏٺم ته انگريزي ليکڪن بلڪل باريڪ ويچار ڪيا هوا. ڪاڏي جي ڳالهه هنن ڌارمڪ، وگيانڪ، وهنواري ۽ وئدڪ درشٽيءَ سان تپاسي هئي. نيتيءَ جي درشٽيءَ سان هنن ويچار ڪيو هو ته منش کي جو پسن ۽ پکين مٿان راڄ مليو آهي سو نه انهيءَ لاءِ ته کين ماري کائي، پر انهيءَ لاءِ ته سندن رکيا ڪري، جئن ماڻهو هڪ ٻئي کان ڪم وٺي ٿو پر آدم خور نه آهي، تيئن پکين جانورن کي ڪاراڻو سمجهڻ گهرجيس ۽ نه کين پنهنجي خوراڪ ڪرڻ ڪپيس. اهو به پر سڌ ڪيائون ته کاڌو يوڳ لاءِ نه آهي، پر جيئاپي لاءِ تنهن ڪانسواءِ ڪيترن خوراڪن مان نه رڳو مانس مڇي پر بيضا ۽ کير به ڪڍي ڇڏڻ ڏسيو. وگيان جي درشٽيءَ سان ۽ منش جي سرير رچنا ڏسي ڪن اهو انومان ڪڍيو ته کيس رڌي کائڻ جي به درڪارئي ڪانهي. هو وڻ پڪل ڦل کائڻ لاءِ اُپايل آهي. کير پيئي ته ماءُ جو پيئي. ڏندن نڪتي ڇپي کائڻ واري خوراڪ کائي. وئدڪ درشٽيءَ سان مرچ مصالحي کان پري رهي. صرفي جي خيال سان ڏيکاريائون ته اَن اَهار سستي ۾ سستي خوراڪ تي سگهي ٿو. انهن چئني دليلن جو اثر منهنجي دل تي ٿيو ۽ ويشنو ويسين ۾ آءُ چئني خيالن وارن سان پيو گڏبو هوس. ولايت ۾ انهي نسبت هڪ منڊلي ۽ هڪ هفتيوار اخبار به هئي. اخبار جو گراهڪ ۽ منڊل جو ميمبر ٿيس. جلدئي ڪاميٽي تي چونڊيس. پوءِ ته ان اَهاري جماعت جي مدبرن سان ڄاڻ ٿي ويئي ۽ هاڻ تجربن ۾ لڳي ويس.

گهران جي منايون مصالحا گهرايا هئم سي ڇڏيم. من تي بيو رنگ چڙهيو هو. سو مصالحي مان مزو نہ پيو اچي ۽ رچمنڊ واري ڦڪي ڀاڄيل ڀاڄي پيئي وڻي. آزمودي مان ڏٺم تہ سواد جڀ تي منحصر نہ آهي، پر من تي. خرچ جو صرفو ياد هوم. تن ڏينهين اهڙو بہ هڪ فرقو هو جو چانهہ ڪافي نقصانڪار ۽ ڪوڪو مفيد سمجهندو هو. مون بہ سمجهيو تہ اُهي ئي شيون کائڻ کپن جي جيئاپي لاءِ ضروري آهن. جنهنڪري چانهہ ۽ ڪافي اڪثر ڪري ڇڏي ڪوڪو پيئڻ لڳس.

ويسي گهر ٻن قسمن جا هئا. هڪ ۾ جيتريون شيون کائجن اوترا پئسا ڀرجن. انهن ۾ شلنگ ٻہ خرچ ٿيندو هو ۽ ڏسڻا وائسڻا ماڻهو ويندا هئا. ٻين ۾ ڇهہ پينيون پڌل. مون جڏهن ڪفايت ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي تڏهن اڪثري ڇهن پينين، وارين ويسين ۾ ويندو هوس. تي ڪورس ۽ روٽيءَ ٽڪر جون

انهن تجربن ساڻ ڪي ننڍڙا تجربا بہ پئي ڪيم. ڪنهن مهل (اسٽارچ) نشاستي واري خوراڪ ڇڏي رڳو روٽي ۽ ڦل آهار ڪندو هوس. وري خيال آيم تہ پنير، کير ۽ بيضا پيو ونندو هوس. اهو پويون تجربو لکڻ جهڙو آهي. هليو پندرهن ڏينهن مس. جنهن سٽارچ نہ کائڻ تي زور رکيو هو تنهن وري بيضن جي تعريف ڪئي هئي ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو تہ بيضا مانس نہ آهن. بيضا کائڻ ۾ جيئري جيوَ کي ڏکوٽڻو نہ هو سو تہ برابر. انهي دليل سان دلبجي، ماءُ سان قول ڪندي بہ، مون بيضا کاڌا. پر منهنجي مورڪتا ڪن پر هلي. دل ۾ سوچيم تہ پرتگيا جو نئون ارٿ ڪرڻ جو مون کي اڌڪار نہ هو. ارٿ تہ پرتگيا ڪرائيندڙ نہ ڪندڙ جوئي سُونهي. خبر هيم تہ ماتا کي بيضا نہ خواب نہ خيال. سو پرتگيا جي رهسيہ جي بوجهہ پوندي ئي مون بيضا کائڻ ڇڏيا ۽ آزمايش بہ ڇڏيم.

اهو رهسيہ سوکيم ۽ ڌيان ۾ رکڻ جهڙو آهي. ولايت ۾ ”مانس“ شبد جا مون تي ارٿ پڙهيا. هڪڙي ارٿ موجب مانس معنيٰ ڀسون پکيءَ جو مانس. انهي خيال وارا مڇيون کائين ۽ بيضا تہ خوب کائين. ٻئي ارٿ پرماڻ مانس يعني ڪنهن موجب جيو جو مانس ۽ انهيءَ جو تياڳ ڪيو ويو تي. انهيءَ موجب مڇيءَ کان انڪار پر بيضا سئيڪار. ٽئين وياڪيا موجب نہ رڳو جيو مانس جو تياڳ، پر جيون من اُتپن ٿيندڙ وستن جو بہ تياڳ. انهيءَ پرماڻ

بيضا چا، پر ڪير چڙهڻ بہ ضروري انهن وياڪائن مان جي آءُ پهرئين سئيڪاريان تہ مڃي بہ ڪائي سگهان. پر سمجهي ويس تہ مون لاءِ ماتا جيءَ واري وياڪيائي سچي هئي. سو جي مون ڪي پرتگيا جو پالن ڪرڻو هو تہ بيضا بہ ڇڏڻا هئا. سو بيضا ڇڏيم. اهو مون لاءِ ڏکيو ٿي پيو. ڇو جو سڳوڪيم پيد ڪيندي، چانڊ چوند ڪندي، خبر پيم تہ وبشنو وبسين ۾ بہ بيضا ڪئين طعامن ۾ پون ٿا. سو جيسين پرڙ پيم تہ هي ڇا هُو ڇا تيسين وري بہ وبتر ڪان پُڇ پُڇ ڪرڻي ٿي پيئي. ڇو جو قسمين قسمين جي پڊنگن ۾ ۽ طرح طرح جي ڪيڪن ۾ بہ بيضا وجهندا آهن. هڪ ڪري وڏي ڪتراڳ مانِ ڇتي پيس، جو ٿوريون ۽ نهايت ساديون شيون باقي وجي بچيون. بئي ڪري وري صدمو رسيو جو جن شين تي هِري ويو هوس سي بہ ڇڏڻيون پيون. پر اهو صدمو ڪن پر جو. پر تگيا پالن ڪرڻ جو پوتر ۽ سوڪيم سواد سديو حاصل ٿيم ۽ اهو سواد ڪاڏي جي ڪن پر سواد ڪان وڏيڪ پريہ لڳم.

پر سچي پريکيا اڃان ٿيڻي هيم ۽ اها هڪ بئي ورت بابت. پر جنهن کي رام رکي تنهن کي ڪير ڇُهي؟

هي اڏياءُ پورو ڪرڻ ڪان اڳ قول جي معنيٰ ڇا آهي، سو ٻڌائڻ ضروري آهي. منهنجو قول معنيٰ ماتا جي اڳيان ڪيل اقرار. دنيا جا ڪيترا جهڳڙا قول جي معجنيٰ مطلب تي ٿا ٿين. اقرار نامو چاهي ڪهڙو بہ صفا لکيل هجي تہ بہ ٽيڪا ڪار شير کي شير ڪري بتائيندا. اهو لاڙو سيني ۾ ٿو ڏسجي، ننڍين توڙي وڏن، غريبن توڙي اميرن ۾. پنهنجو غرض ۽ سوارٿ هرڪنهن کي انڌو اونڌو بڻايو ڇڏي. راجا ڪي رنڪ، هرڪو پنهنجو مطلب ڪڍي، پاڻ کي، دنيا کي ۽ پريوءَ کي دلبي ٿو. جنهن نموني طرفدار لفظ يا ست جو پنهنجو مطلب ڪيندا آهن، تنهن کي نياءَ شاستري (logicians) بہ ارٿي مڌيم پد جي ڪيڏ چوندا آهن. سهڻي ڳالهہ تہ هيءَ آهي تہ جو ارٿ ٻي ڌر ڪري سوئي ارٿ قبول ڪجي، پاڻ ڪجي تہ جتي ٻتا ارٿ پيا نڪرن اُتي ضعيف ڌُر وارو ارٿ سئيڪار ڪجي. اهي بہ سڌا رستا آهن ۽ اهي ڇڏي ڏيڻ ڪري دنيا ۾ جهڳڙو جهنو ۽ ڪوڙ ڪپٽ هلي ٿو.انهي انياءَ جو مؤل استيہ آهي. جنهن کي ستيہ جو مارگ وڻڻو آهي تنهن کي اهو سگم مارگ سولو جُڙي ٿو. تنهن کي ويد شاستر نٽا ڍونڊٽا پون. ماتا 'گوشت' لفظ

جو جيڪو مطلب سمجهيو ۽ جو مون بہ تنهن مهل سمجهيو سوئي مطلب پورو هو. جيڪو مطلب وڏيڪ آزمودي پرائڻ مان ڪي وڏيڪ سياڻي ٿيڻ مان ڪڍيو هو سو بنهہ ڪوڙو هو.

هيستائين منهنجا تجربا صرفي ۽ صحت جي نظر سان ٿيندا هئا. انگلنڊ ۾ اجا ڌرمي رنگ نہ ورتو هئائون. ڌرمي درشٽيءَ سان پوءِ ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪئن تجربا ڪيم، جن جو پوءِ ذڪر ڪندس. پر چئبو تہ انهن جو ٻج انگلنڊ ۾ ڇٽيو ويو.

ڏنو ويو آهي تہ جيڪي نؤ مريد ٿين ٿا تن ۾ نئين ڌرم لاءِ محبت، تنهن ڌرم ۾ جنميلن کان زياده ٿي ٿئي. اَن آهار اهو ولايت ۾ نئون طريقو نڪتو هو ۽ مون لاءِ بہ نئون ئي ليکبو. ڇو جو من ۾ مانس آهار کي ترجيح ڏيئي ولايت ويو هوس. سمجهي ويچاري ويشنو پوڄن مون ولايت ۾ سئيڪار ڪيو. سو آءُ جڻ نئين پنٿ جو پنٿي ٿيس ۽ نئين مذهبيءَ جو جوش مون ۾ اچي پيدا ٿيو. سو جنهن پاڙي ۾ تنهن وقت هوس تنهن پاڙي ۾ هڪ ويشنو منڊلي استاپن ڪرڻ جو ارادو ڪيم. بيز واٽر محلو هو. تنهن محلي ۾ سر ايڊون آرنولڊ رهندو هو. کيس اُپ پرڌان ٿيڻ جو نوتو ڏنم. هن قبوليو. ڊاڪٽر اولڊ فيلڊ پرمک پد سئيڪاريو ۽ آءُ منتري ٿيس. ڪجهہ وقت منڊلي هلي. دستور موجب ڪنهن مدت کانپوءِ محلو بدلائيندو هوس. جڏهن محلو ڇڏيم تڏهن منڊلي بہ پوري ٿي. پر هن ننڍڙي ۽ ٿوري وقت جي تجربي مان منڊليون رچڻ ۽ هلائڻ جو ڪجهہ آزمودو پرايم.

❊

(18)

# لڄ ـ منهنجي ڍال

اَن اَهاري منڊليءَ جي ڪاريہ ڪرتا سمتيءَ جو ميمبر چونڊيو ويس. ميٽنگن ۾ هميشه حاضر پر حرف نہ ڪڍندو هوس. ڳالهايان پر زبان نہ اُڪلي. ڊاڪٽر اولڊ فيلڊ چوندو هوم تہ "خانگيءَ ۾ تہ گهٽيئي تو بحث مباحثا ڪرين، پر ميٽنگ ۾ چپن کي چُنو. تون تہ ڪو ماکيءَ مکو ٿو ڏسجين." ڊاڪٽر مون تي ٺٺولي ٿي ڪئي، جو مَک هميشه محنتي ۽ مَکو ڪاڏي پيتي بيڪار پيو ئي رهندو آهي. ميٽنگ ۾ سڀ پنهنجا رايا ڏين، پر آءٌ موڳي جو موڳو. ائين بہ نہ تہ ڪو ڳالهائڻ تي دل نٿي سر ڪيم. پر ڇا چوان؟ ٻيا سڀ سمجهو ۽ سياڻا پيا لڳن. پر جي ڪري چوڻ جي ڪريان ۽ همٿ ساريان تہ ايتري ۾ وچيو ٻي ڳالهہ نڪري.

اهڙي طرح ڪئين ڏينهن نبريا. نيٺ ڪنهن ڏينهن هڪ ڳرو سوال درپيش آيو. تنهن ۾ بہ نہ ڪڇان سو اَڻ واجبي لڳم. گونگي وانگر هٿ مٿي ڪرڻ اهو نامرد جو ڪم. منڊل جو پرمک 'ٿيمس آئرن ورڪس' جو مالڪ مسٽر هلس. مذهب ۾ پڪو ۽ پاڪدامن (Puritan). منڊل بہ سندس پئسي جي زور تي ٽڪندو هو ۽ سمتيءَ ۾ ڪيترا سندس پوئلڳ هئا. پر سمتي جو ڊاڪٽر ايلنسن بہ هڪ سياسد. تن ڏينهين ٻارن جي اُتپتيءَ کي پاڻمرادو روڪڻ جي هل چل هلي رهي هئي. ڊاڪٽر صاحب اُنهن اُپاون جو حمايتي ۽ مزدورن ۾ پرچارڪ. مسٽر هلس کي اِنهن اُپاون جو پرچار ڌرم ۽ نيتي ناس ڪندڙ لڳو. سندس خيال موجب ويشنو منڊل فقط خوراڪ سُڌارڻ لاءِ نہ پر چال سڌارڻ لاءِ بہ هو ۽ ڊاڪٽر ايلنسن جهڙا، نيتي گهاتڪ راين وارا، اهڙي منڊل جا سيا سد هئڻ نہ کپن. سو ڊاڪٽر صاحب کي منڊل مان برطرف ڪرڻ جو ٺهراءُ پيش ٿيو. بحث ڪن ڏيئي ٻڌم. ڊاڪٽر ايلنسن جا اسپاويڪ اُپاون وارا ويچار مون کي خطرناڪ لڳا ۽ مسٽر هلس جو ورود

نيتائتو سمجهيم. ڪيس مانُ ۽سندس اُدرتا ڪي آدر ڏيندو هوس. پر هڪ ويشنو منڊل مان شڏّ نيتيءَ جي نيمن ۾ نہ مڃيندڙ جو بهشڪار، اهو مون کي غير واجبي لڳو. نظر ۾ آيم تہ مسٽر هلس جا زال مرد بابت ويچار شخصي هئا. منڊل جي مقصود سان سندن ڪو واسطو ڪونہ هو. منڊل جو مطلب فقط ويشنو ڀوڄن جي پرچار سان هو، بي ڪا نيتي ڦهلائڻ سان نہ هو. تنهن ڪري چيم تہ ڪيرہ ٻين ڪهڙن بہ خيالن وارو اَوَس منڊل جو ميمبر ٿي سگهي ٿو.

سمتيءَ ۾ ٻيا بہ مون جهڙن خيالن وارا هئا. پر مون کي پنهنجا ويچار ظاهر ڪرڻ جي ڪُڏ اچي ڪنيو. پر ڪيئن ظاهر ڪريان سا اهڙي جهڙي ڳالهہ نہ هئي. اُتي ٻيهي ڳالهائڻ جي تہ جريت ڪانہ هيم. سو ڪاغذ لکي پيش ڪرڻ جو ويچار ڪيم. ڪاغذ لکي تہ ويس، پر ياد اٿم تہ لکيل ڪاغذ اُتي پڙهڻ جي بہ جريت نہ ساريم. لاچار سڀاپتيءَ ٻئي کان پڙهايو. ڊاڪٽر ايلنسن واري طرف هارايو ۽ هن نموني جي پهرئين ئي چٽاڀيٽيءَ ۾ آءٌ هارائيندڙ طرف ۾ هوس. پر ايتري خاطري هيم تہ منهنجو طرف سچو. تنهن ڪري اندر آٿت هوم. ڀانيان ٿو تہ جلدي مون سمتيءَ مان استعفا ڏني.

سيا ۾ گهبرائجي وڃڻ جي عادت ولايت ۾ توڙ تائين رهيم. ڪنهن سان ملڻ وڃان ۽ اُتي پنج ڏهہ ڄڻا ڏسان تہ زبان لڳي وڃيم. هڪ ڀيري آءٌ وينٽنر ويس. مجمودر بہ هو. ٻئي ڄڻا هڪ ويشنو ويسيءَ ۾ رهندا ۽ کائيندا هئاسين. 'ايڪٿس آف ڊايٽ' جو ليکڪ سو بہ اُتي هو. ساڻس گڏياسين. ويشنو ڀوڄن جو پرچار ڪرڻ لاءِ ميٽنگ ٿي. اسان ٻنهي کي ڳالهائڻ جي نينڊ ٿي. خبر هيم تہ لکيل تقرير پڙهڻ ۾ ڪو هرج ڪونہ هو ۽ ڪيترا ماڻهو پنهنجا خيال ٿوري ۾ تُز ٻڌائڻ لاءِ لکي پڙهندا هئا. مون بہ ائين ڪيو پر جڏهن اُتي بيهنس تڏهن رڳو پڙهي بہ ڪين سگهيس. اکين اڳيان سڀ ڀيو ڦري ۽ هٿ پير پيا ڏڪن. جو ڇوٽو هوم سو هڪ پني جيترو بہ ڪونہ هو. اهو بہ مجمودر پڙهي ٻڌايو. مجموپڊر جي تقرير زوردار هئي ۽ تاڙين جو ٺهڪو پئي پيو. مون کي تہ لڄ وني ويئي ۽ پنهنجيءَ بزدليءَ تي افسوس پئي ڪاڌم.

ولايت ۾ سيا ۾ ڳالهائڻ جو پويون موقعو اُسهنڊي نصيب ٿيم. موڪلائڻ وقت پنهنجن ويشنو مترن کي هالبرن هوٽل ۾ ڪوٺايو هوم. چيم تہ ويشنو ويسين ۾ ويشنو ڀوڄن تہ مليئي ٿو پر جتي ماني مڃي ٿو هلي اُتي

سانتيڪو پرساد نهرائجي تہ واهہ. سو هوٽل وارن سان خاص بندوبست ڪري
اُتي دعوت ڏنم. هي دلچسپ تجربو ويشنو يارن کي وٽيو پر پاڻ تہ رڳو
ڪلايم. ولايت ۾ ڪاڏو موڄ ونڻ لاءِ ٿيندو آهي ۽ دعوت ڪرڻ هڪ هنر آهي.
ڪاڏي ساڻ سونهن سينگار ناهہ نوهہ ٿيندو آهي. گانا ڳائين، باجا وڄائين،
پوءِ تقريرون ڏين. هن ننڍڙي دعوت ۾ بہ اهو سڀ آڏنبر هو. نيٺ تقرير ڏيڻ جو
وارو آيو. آءُ اُتي بيٺس. ڇٻي ڇتي ويچاري ڳالهائڻ لاءِ تيار ٿي ويو هوس.
ڇوٽو ٿورو هوم. پر پهرئينءَ سٽ تي وايون بتال. ائڊيسن صاحب بابت
پڙهندي سندس لڄ ۽ هبڪ جي خبر پيم. عام سڀا ۾ جڏهن پهرئين تقرير
ڏنائين تڏهن ”آءُ ڏاريان ٿو“ ’آءُ ڏاريان ٿو‘ ’آءُ ڏاريان ٿو‘ ٽي دفعا چئي اتي
ئي جم ڪائي ويو. انگريزي لفظ ’To Concieve‘ بہ ارٿو آهي ۽ بي معنيٰ ”آءُ
گرڀ ڌاريان ٿو“ اٿس. سو جڏهن ائڊيسن ڪُڇي ڪين سگهيو تڏهن ڪلي
سڀا مان هڪ مسخري اُتي چيو تہ ”هن گرهست ٽي ڀيرا (گرڀ) ڌارڻ ڪيو
پر اڃا ڪجهہ بہ نہ ڄائو آهي.“ هيءُ چٽڪو مون برزبان ڪري ڇڏيو هو ۽
هڪ سليس ڪل مک تقرير بہ تيار ڪئي هيم. سو تقرير هن چٽڪي سان
شروع ڪيم. پر اتي ئي اٽڪي پيس. سڀ وڃيا ويم وسري ۽ چرچي جي
تقرير ڪرڻ بدران اٽلو پاڻ تي چرچو ڪري وينس. ”يائرو توهان منهنجو
نمنترڻ سئيڪار ڪيو آهي تنهن لاءِ توهان جو تهدل شڪر گذار
آهيان.“ ايترو چئي ويهي رهٽو پيم.

اها ڏک ڏک آخر ويندي ڏکڻ آفريڪا ۾ لٿي. صفا ڇڏي ويئي آهي
سو هينئر بہ نٿو چئي سگهان. ترت اُتي ڳالهائڻ کان ڪؤ ڪائيندو آهيان.
نوان مهاندا ڏسي هبڪندو آهيان. ڳالهائڻ کان ڇٽي سگهان تہ پاڻ ڇڏائي
ڇڏيندو آهيان. ڇئن جڻن سان وينو هجان ۽ خاص ڳالهہ نڪري تہ واهہ، نہ
تہ ائين ئي بات چيت ڪرڻ ۾ لغڙ اُڏائڻ هاڻ بہ ڏانءِ ڪين اچي.

پر اهڙي لڄاري سڀاءَ ڪري پاڻ ڪلائڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو هرج ڪونہ
رسيو اٿم. اُلٽو فائدو ٿيو آهي. ڳالهائڻ کان عار شروع ۾ ستائيندو هوم، سو
هاڻ سک ٿو ڏئيم. وڏو فائدو اهو جو آءُ ڳالهائڻ ۾ لفظن جو صرفو ڪرڻ
سکيس. ويچارن تي ضابطو رکڻ جي عادت پئجي ويم. پاڻ کي اهو
سفارشنامو ڏيئي سگهان ٿو تہ زبان کي قلم کان ڳٽڻ ڳوتڻ، تورڻ تڪڻ بنا

ڪو ورلي لفظ نڪرندو اٿم. ڪنهن ليک يا وياکياڻ لاءِ نٿو پانيان تہ شرم کي پچتاءُ ڪرڻو پيو اٿم. انيڪ خطرن مان بچي پيو آهيان. وقت جو صرفو سو وري ڏيڍو لاڀ.

آزمودي مان ڏٺو آٿم تہ ستيہ جي پوڄاريءَ کي مني ماٺ وارڻ کپي. ڄاڻي واڻي کي پاڻمرادو ماڻهو ڪئين پيرا وڌاءُ ڪري ٿو وهي، يا واجبي ڳالهہ لڪائي ۽ بدلائي ٿو ڇڏي. اهڙن سنڪٽن مان بچي پوڻ لاءِ ٿورو ڳالهائڻ ضروري آهي. ٿورو ڳالهائيندڙ ڳڻڻ ڳوتڻ بنان ڪين ڳالهائيندو، لفظ لفظ کي وزن ڏيندو. ڪئين پيرا ماڻهو ڳالهائڻ لاءِ آتر ٿيندو آهي. ’مون کي بہ بہ اکر چوڻا آهن‘ اهڙو پرزو ڪهڙي سڀاپتيءَ کي نہ مليو هوندو؟ پوءِ وقت ملي تہ پورو نہ پوي ۽ وڌيڪ گهري يا موڪل بنا ڳالهائي وهي! اهڙن جي ڳالهائڻ مان ڪو ورلي ٿو لاڀ ٿئي. باقي ايتري وقت جو ضايع سو ظاهر ڏسبو آهي. تنهن ڪري شروعات ۾ جا هٻڪ مون کي ستائيندي هئي سا هاڻي مون کي آنند ٿي ڏئي. اها لڄ منهنجي ڍال هئي، انهيءَ بچائي مون کي پڪو ۽ سگهو ڪيو. سچ جي پوڄا ۾ اها سهاءِ ٿيم.

❋

(19)
# ڪُوڙ جي ڪس

چاليهہ ورهيہ اڳ ولايت ۾ تورا ويندا هئا. منجهن اهو رواج پئجي ويو هو جو پرٽيل ترٽيل بہ پاڻ کي ڪنوارا ڄاڻائيندا هئا. انهن ملڪن ۾ اسڪول ۾ توڙي ڪاليج ۾ پڙهندڙ پرٽيل ڪونہ هوندا آهن. پرٽيل پڙهندڙ رهي نٿو سگهي. اسان ۾ اڳي تہ وديارٿي برهمچاري سڏبا هئا. هن زماني ۾ ئي ٻال وواهہ جو رواج پئجي ويو آهي. ولايت ۾ انهيءَ رسم جو ڇڻ نالو بہ ڪونهي. سو هندواسي نوجوانن کي شادي باسڻ ۾ لڄ پيئي ماري. لڪ ڇپ جو ٻيو هي سبب تہ- پوءِ گهر جي ڇوڪرين سان گهمڻ گهتڻ ۽ ڇخن ڪرڻ ڏکيا. اڪثر ڪري انهن مزن ۾ خرابي نہ هوندي آهي. خود مائٽ بہ اهڙو رلڻ ملڻ پسند ڪندا آهن. اُتي جي رواج موجب اهڙو سنگ ضروري پڻ آهي. ڇو جو هرهڪ جوان کي پنهنجو ساٿي ڳولڻو تو پوي. تنهن ڪري جيڪو سنگ ولايت ۾ سياويڪ آهي سو ئي سنگ هندوستاني ويندي شرط ڪري تہ پتيجائو پائي.

اهڙا نتيجا عام آشڪار آهن. تڏهن بہ هن قندي ۾ اسان جا جوان قاسن. انگريزن لاءِ پلي خاصي، پر اسان لاءِ خراب. تنهن صحبت لاءِ ڪوڙ ڪپت ڪن. هن چار ۾ آءٌ بہ وجي قاٿس. سالن جو پرٽيل، هڪ پٽ جو پيءُ، تہ بہ پاڻ کي ڪنوارو ڄاڻائڻ ڪان ڪين گُتس! پر ڪوڙ جو مزو گهڻو وقت ڪين چکيم. هڪڙو لڄارو ٻيو گونگو سو توري ۾ ڇُٽس. جنهن کي بہ ڳالهيون ڪرڻ نہ اچن تنهن سان ڳالهائڻ جي ڪنهن کي گتي؟ گڏجي گهمڻ لاءِ بہ ڪهڙي ڇوڪري تي هلي؟

جهڙو محجوب تهڙو ئي ڊڄڻو. وينتنر ۾ ٻيو نہ تہ لحاظ ڪري ئي گهر جي ڇوڪري مون جهڙي مهمان کي گهمائڻ ڪيئن نہ وني وڃي؟ سو لحاظ رکي گهر ڌياڻيءَ جي ڌيءُ مون کي آس پاس جي سندر ٽڪرين ڏي وني هلي.

پنڌ ۾ هرويرو هيٺو نہ هوس، پر ڇوڪري هلي جيئن تير. لاچار پاڻ کي پنيانس گيندارڙو ييم. هيءَ تہ سارو رستو تڪليو تڪليو ڪندي هلي، مون کان ڪنهن وبل 'ها' 'نہ' مس اُڪلي. گد گد ٿيان تہ گهٽي ۾ گهٽو ڇوان 'ڪهڙو نہ سندر' وڏيڪ بس! هوءَ جڻ هوا جي گهوڙي تي. تڏهن ٻيو ڇوان تہ الائي گهر پيري ڪڏهن ٿبو؟ پر 'هاڻ موت ڪائون' اهي لفظ بہ ڪير چوي؟ ايتري ۾ هڪ ٽڪر جي چوٽي تي اچي بيناسين. پر هاڻ لهبو ڪيئن؟ پر مارا ڏگهين ڪڙبن سان هيءَ ويهن پنجويهن ورهين جي رمٽي، بجليءَ وانگر، نچندي ٽپندي ٽڪر تان هيٺ لهي ويهي. آءُ تہ ٽپيءَ ۾ لهبو ڪيئن. هيءَ هيٺان ويٺي ٺهڪ ڏئي ۽ مون کي همٿائي، مٿي اچي هٿ جهلي گهلي لاهڻ جي آڇ ڪري! پر آءُ پاڻ کي اهڙو بزدل ڪيئن بنايان! جيئن تيئن ڪري گسڪندو گيسيون ڪندو لٿس. تڏهن چي "شا...با...س." تيئن آءُ لڄ ۾ پيو ٻڏان. سو ڇو نہ اهڙيون مسخريون ۽ ٺٺوليون مون سان ڪري؟

پر جتي ڪٿي ائين ڪٿان ٿو بچان؟ ڪوڙ جو زهر ايشور کي مون مان ڪڍڻو هو. وينٽنر وانگر برائيٽن بہ هڪ هوا بندر آهي. هڪ پيري اوڏانهن ويس. جنهن هوٽل ۾ لٿس تنهن ۾ هڪ سکي آسودي ودوا بہ لٿل هئي. وڪالت ۾ اهو منهنجو اڃان پهريون سال هو. وينٽنر بہ پوءِ ويس. هوٽل ۾ خوراڪنامو (Menu) فرينچ ٻوليءَ ۾ لکيل هو. سو آءُ ڪٿان ٿو سمجهان. اتفاقا جنهن ميز تي هيءَ پيرزن وينل هئي تنهن تي آءُ بہ وڃي وينس. ڏنائين تہ آءُ نول هوس ۽ ڪاغذ ڏسي منجهيس. کن رکي چيائين: "توهين غير واقف ٿا لڳو. شايد پتو ڪونہ ٿو پوي. ڇو اڃان ڪاڏي لاءِ ڪجهہ گهرايو نٿا؟"

آءُ تہ خوراڪنامو پڙهڻ ۾ موڙهل هوس ۽ ويٽر کان پڇا جون تياريون پئي ڪيم. مائيءَ جا ٿورا مڃيم ۽ چيم تہ "آءُ هي خوراڪنامو نٿو سمجهان، ياڃي خور آهيان. پر خبر نٿي پويم تہ ڇا کان ۽ ڇا نہ کان." جواب ڏنائين تہ "اوڏو اچو تہ پڙهي سمجهايانوَ. اهو آءُ جاڻان."

بس اِتان کان وٺي اسان جو اپڻ ۾ رستي ٿيو جو ولايت ڇڏڻ کانپوءِ بہ ڪي سال هليو. لنڊن ۾ ساٿس آرتوار آرتوار تي ڪاڏو کائڻ جي نينڊ ڏيئي ڇڏيائينم. ٻيو بہ ڪو اهڙو خاص موقعو اچي تہ گهرائي، ڪوشش ڪري منهنجي لڄ لاهي، جوان ڇوڪرين سان هيري ميري ۽ ساٿن ڳالهائڻ ٻولهائڻ

لاءِ رپيي. هڪ نوجوان زال وٽس رهندي هئي. تنهن سان چوٽ چڙهندي هيم. وقتي ٻنهي کي اڪيلو ڇڏي پاڻ ڪسڪي ويندي هئي.

پر آءٌ اڻ گهڙيو اوڏ. ڳالهيون ڪهڙيون ڪريان، چرچا ڪيئن ڪريان؟ پر ٻُڌي مون کي ناهڻ نيڻ لڳي. تان جو آرتوار ڄڻ اڪيون پائي وهڻ ۽ هن زال سان شونق سان ڳالهائڻ لڳس.

آهستي آهستي ٻيڏڙي جار پڪيڙيندي ويئي. اسان جو سنگ ڪيس وڌيو ۽ شايد اسان جي 'سک' لاءِ سٽون سِٽڻ لڳي.

دل ۾ پيو چوان تہ هيءَ ڪهڙي ڪار. ٻيڙيءَ سان اڳ ئي ڳالهہ ڪري ڇڏيان ها تہ ڇٽي پوان ها. پوءِ هيئن ڪين ويهي جوڙيون بنائي ها. پر اجان بہ ويل ڪانہ ويئي آهي. هينئر بہ سچ چئي ڏيندس تہ وڏيڪ مونجهارن مان بچي پوندس. سو ويچار ڪري ڪيس هڪ خط لکيم. تاتپرج هي هو:

"برائيٽن ۾ گڏياسين تڏهن کان وٺي تنهجو پريم مون تي ٻڌجي ويو آهي. ماءُ وانگر منهنجي سنڀال ورتي اٿيئي. تون منهنجي شاديءَ جا سعيا ڪري رهي آهين ۽ تنهن ڪري جوان ڇوڪرين ساڻ واقف پيئي ڪرائين. پر غلط فهمي نہ ٿئي تنهن لاءِ مون کي چٽائڻو تو پوي تہ آءٌ تنهنجي پيار جو لائق نہ آهيان. تو وٽ اچڻ لڳس تڏهن کان وٺي ئي مون کي چٽائڻ کپندو هو تہ آءٌ اڳيئي پرڻيل آهيان. مون کي خبر آهي تہ هندوستاني شاگرد هت پنهنجي شاديءَ جي پڌر ڪين ڪندا آهن ۽ مون بہ ساڳيو رستو ورتو. هاڻ ڏسان ٿو تہ مون کي اها ڳالهہ بنهہ لڪائڻ نہ کپندي هئي. نہ رڳو ايترو پر وڏيڪ ڇوڪرو تو پويم تہ آءٌ ٻال اوستا ۾ پرڻيس ۽ هاڻ هڪ پٽ بہ اٿم. اها ڳالهہ توکان لڪايم تنهن لاءِ نهايت افسوس تو ٿئيم. پر وري بہ شڪر جو ايشور اڄ مون کي سچ ڳالهائڻ جي سگهہ ڏني آهي. هاڻ تون معاف ڪين ڪندينءَ؟ جنهن ڀيڻ سان تو مون کي واقف ڪرايو تنهن سان مون ڪڏهن بہ گستاخي ڪانہ ڪئي. اها خاطري هجيئي. پنهنجي مرجادا جي مون کي پوري خبر آهي. پر توکي شايد من ۾ هو تہ آءٌ ڪنهن استريءَ سان صحبت رکان. اهڙو خيال نہ ڪرين تنهن لاءِ مون کي سچي ڳالهہ ظاهر ڪرڻي ٿي پوي. اڳتي توهان وٽ اچڻ ۾ منهنجي نالائقي سمجهو تہ آءٌ اصل دل ۾ نہ ڪندس. تنهنجين مهربانين لاءِ آءٌ هميشه قرضدار ٿي چڪس. پر جي هن

ڪانپوءِ بہ نہ وساريو تہ ضرور خوش ٿيندس. پاڻ وٽ گھرائڻ جو اجان بہ لائق سمجھندينءَ تہ تنهنجي محبت جي اها هڪ نئين نشاني سمجھندس ۽ انهيءَ جو لائق ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهندس.

پڙهندڙ سمجھي تہ اهڙو خط ڪو وهندي، ڪن ۾ ڪين رهڙي ڪڍيم. ڪير چوي تہ ڪيترا ڀيرا ڪاٽ ڪوٽ ڪيم. پر خط لکي دل تان هڪ ڳرو بار لاٿم. موٽندڙ ٽپال ۾ جواب آيو. "تنهنجو ڪولي لکيل خط مليو. اسين ٻئي راضي ٿيون سين ۽ خوب ٺهڪ ڏناسين. اهڙا ڪوڙ معافيءَ جوڳا آهن. پر تو حقيقت ٻڌائي سو چڱو ٿيو. منهنجي نينڊ قائم آهي. ٻئي آرتوار تي اسين تو لاءِ اکيون پائي وهنديون سين ۽ تنهنجي ننڍڙي هوندي ئي شاديءَ جي ڳالهہ ٻڌنديونسين ۽ توتي کل ٺٺولي ڪري مزو وٺنديون سين. اسان جو رستو اڳي جهڙو ئي رهندو تنهن جي خاطري هجيئي."

اهڙي طرح جيڪا ڪوڙ جي وهہ مون ۾ وچڙي ويئي هئي سا ڪڍيم. پوءِ تہ ڪٿي بہ پنهنجي شاديءَ وغيره جون ڳالهيون ڪندي منجھندو ڪين هوس.

❋

(20)

## ست سنگ

ولايت ۾ سال کن رهيو هوندس تہ ايتري ۾ ٻن ٿيئاسافسٽ ڀائرن سان واقفيت ٿيم. ٻئي سڳا ڀائر ۽ اڻ پرڻيل. مون سان گيتا جي ڳالهہ چورياءُون. ايڊون آرنولڊ جو انگريزي ترجمو پڙهندا هئا، پر هاڻ سنسڪرت ۾ پڙهڻ تي دل هين. مون کي لڄ آئي، جو گيتا نہ سنسڪرت نہ ڪنهن پراڪرت ٻوليءَ ۾ پڙهي هيم! قبول ڪرڻو پيم تہ منهنجي پڙهيل نہ هئي، تہ بہ ساڻن پڙهڻ لاءِ تيار هوس. سنسڪرت خير ڪا تي آيم. سا بہ ايتري جو جتي ترجمي جو ارٿ نہ ڇُڻي اُتي ڪم ٽپائي وڃان. پوءِ گڏجي پاٺ شروع ڪيوسين. ٻئين اڌياءَ جي پوين شلوڪن تي آياسين:

> ٿئي ٿو سنگ سنساري شين جي خيال مان پيدا،
> اُتي ٿو سنگ مان ئي ڪام ۽ ٿئي ٿو ڪام مان ڪروڌ.
> ۽ ٿئي ٿو ڪروڌ مان ئي موهہ ڀلائي جو سمرتي ٿو
> گنوائي ٻڌ اهو پولو گنوايل ٻڌ ڪري سڀ ناس.

اهي شلوڪ منهنجي دل تي ڇُپي ويا. انهن جو پڙڪارو منهنجي ڪنن ۾ وڄندو هو. تہ ڀڳوت گيتا هڪ امولڪ گرنٿ آهي تنهن جي تڏهن خبر پيم. اها ميڄتا رفتہ رفتہ درڍ ٿيندي ويئي ۽ اڄ تتو گيان جي درشٽيءَ سان اهو اُتم ۾ اُتم گرنٿ سمجهان ٿو. نراسائيءَ جي ويل اهو ئي سهاءِ ٿيو اٿم. انگريزي ترجما گهڻو ڪري سڀئي پڙهيا هوندم پر تن ۾ ايڊون آرنولڊ جو ترجمو سڀني کان سهڻو لڳو اٿم. منجهس گيتا جو ڀاو رکيل آهي تہ بہ ترجمو نٿو لڳي. پر ائين ڪين چئبو تہ مون گيتا جو سچو اڀياس تڏهن کان شروع ڪيو. سالن ڪانپوءِ وقت آيو جڏهن روز پاٺ ڪندو هوس.

ساڳين ڀائرن آرنولڊ جو "لائيٽ آف ايشيا" يعني ٻڌ چرتر بہ پڙهڻ لاءِ چيم. هيستائين فقط آرنولڊ واري گيتا جي خبر هيم. ٻڌ چرتر مون گيتا کان

ٻه وڏيڪ رس سان پڙهيو. ڪتاب هٿ ۾ کنيم پر پوري ڪرڻ کان اڳ نه ڇڏيم.

هڪڙي ڏينهن هي ٻائر مون کي بلئوتسڪي لاج ۾ وٺي ويا. اُتي مئڊم بلئوتسڪي ۽ مسز بيسنٽ جو درشن ڪرايائون. مسز بيسنٽ اجان تازو سوسائٽيءَ ۾ گهڙي هئي ۽ مٿس جيڪي اخبارن ٽيڪاٽپڻي ڪنديون هيون سو ڏيان ڏيئي پڙهندو هوس. ٻائرن ته سوسائٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ جي به صلاح ڏني. مون نمرتا سان 'نه' ڪئي ۽ چيومان ته 'منهنجو ڌرمي اڀياس تڇ آهي، تنهن ڪري ڪنهن به پنٿ ۾ گهڙڻ نٿو چاهيان'. ٻايان ٿو ته ٻائرن جي ڏس تي مئڊم بلئوتسڪيءَ جو 'Key to Theosophy' پڙهيم، تنهن تي پنهنجا شاستر پڙهڻ تي دل ٿيم ۽ هندو ڌرم پرمن سان پرپور آهي، جو پادرين مُکان ٻڌو هوس، سو خيال من مان منجي ويم.

ساڳئي وقت هڪ ويسيءَ ۾ مئچيسٽر جو هڪ نيڪ ڪرستان گڏيم. وجهه وٺي مون سان عيسائي ڌرم جون ڳالهيون ڪيائين. مون ساٿس راجڪوٽ واري ڳالهه ڪئي. ٻڌي افسوس ٿيس. چيائين ته 'آءٌ پاڻ ان آهاري آهيان ـ شراب ڪين پيئان. ڪئين ڪرستان مانهن مڇي کائن ٿا، شراب ورتائين ٿا سو برابر، پر انهن ٻنهي مان ڪابه شيءِ وٺڻ مذهب موجب فرض ڪونه آهي. منهنجي صلاح اٿوَ ته انجيل پڙهي ڏسو'. صلاح ورتيم. انجيل پاڻ ڳنهي ڏنائين. ٻايان ٿو ته شايد پاڻ انجيل فروش هو. نقشن، ٽيڪا ۽ ڪوش وغيره وارو انجيل ڏنائينم، شروع ڪيم، پر 'جهونو عهدنامو' پڙهڻ ئي نه ٿئي. 'جنيسس' ـ سرشٽيءَ جي اُتپتي ـ جو باب پورو ڪيم. پر پوءِ جهوٽا پيا اچن. چوڻ جهڙو ٿيان تنهن لاءِ لاچار پڙهي ويس. پر 'نمبرس' وارو باب بنهه اُجهي ئي نه.

پر جڏهن 'نئين عهدنامي' تي آيس ته ڳالهه ئي ٻي. عيسيٰ جو پهاڙ تي اُپديش گهٽ ۾ ويهي ويو. چت ۾ وڃن گيتا اسن پيٽڻ لڳس. "پهرئاڻ گهري تنهن کي انگرکو به ڏج. ساڄي ڳل تي ماري تنهن کي ڏابو ڦيرائي ڏج". پڙهي اپار آنند ٿيم. ڪوي شامل ڀٽ جي تڪ تري آيم. پنهنجي ٻاراٽي من ۾ گيتا، ٻڌ چرتر ۽ نئون عهدنامو ٽيئي پاڻ ۾ ملائڻ لڳس. ڌرم جو مول منتر گياڳ آهي، اها ڳالهه ڳنڍ ڪري ڪيم.

تنهن کانپوءِ بين مها پرشن جا جيون چرتر پڙهڻ تي دل ٿيم. ڪارلائيل

جو 'مها پرش ۽ سندن مجتا' هٿ ڪيم. حضرت محمد ﷺ بابت پڙهيم ۽ سندس وائي، ويرتا ۽ سادگيءَ جي خبر پيم.

پر انهيءَ پاسي اڳتي نہ وڌي سگهيس. امتحان لاءِ بہ پيرا پڙهڻو هوم. سو ايتري فرصت ڪانہ مليم. پر دل ۾ سٽي چڏيم تہ ڌرمي ڪتاب پڙهڻ کپن ۽ مکيہ مذهبن جي بيو نہ تہ واجبي واقفيت هئڻ کپي.

ناستڪتا بابت بہ ٿوري گهڻي خبر ڪيئن نہ ملي؟ برئڊلاجي نالي مان سڀ هندو واسي واقف هئا. برئڊلا ناستڪ تو ليکجي. سو سندس نسبت هڪ اڌ ڪتاب پڙهيم. ڪهڙو سو ياد نٿو پويم. نڪو ڪو دل تي ئي اثر ٿيم. ناستڪتا روپي سهارا جو رڻ آءٌ اورانگهي پار پيو هوس. مسز بيسنت جو تنهن وقت بہ نالو هو. هوءَ ناستڪ مان آستڪ تي هئي، تنهن ڳالهہ بہ مون کي ناستڪ وادي طرف کان ڇڪي پاسيرو ڪيو. سندس هڪ چوئنپڙي 'آءٌ ٿيان سا فت ڪيئن ٿيس؟' پڙهي ڏٺي هئم. برئڊلا جو ديهانت بہ تنهن عرصي ۾ ٿيو. ووڪنگ ۾ سندس انت ڪِريا ٿي جتي آءٌ بہ حاضر هوس. آءٌ نٿو پانيان تہ هڪ بہ هند واسي غير حاضر هو. ڪيس مان ڏيڻ لاءِ ڪي پادري بہ آيا هئا. موٽندي هڪ هنڌ اسين سڀ ٽرين واسطي ترسيل هئاسين. اسان جي ٽوليءَ مان هڪڙي بردبار ناستڪواديءَ هڪ پادريءَ کان آڏي پڇا ڪرڻ شروع ڪئي: "ڪيئن سائين توهان ليکي ايشور آهي؟"

هن نيڪ مرد ٿڌي ٺرئي آواز ۾ جواب ڏنس تہ 'هائو آءٌ برابر ائين مڃان ٿو'.

تنهن تي ٺهڪ ڏنائين ۽ جيئن نہ ڪو پادريءَ کي سوڙهو گهٽيو هجيس تيئن چيائينس تہ 'واهہ جي ڳالهہ' پلا پرٿويءَ جو گردو اٺاويهہ هزار ميل آهي، سو تہ قبول ڪندا؟'

'بيشڪ'.

'تڏهن اهو بہ تہ ٻڌايو تہ توهان جي خدا جو آڪار ڪيڏو آهي ڪٿي ٿو وسي؟'

'جي سمجهہ هجيئون تہ ڏسون تہ اسان ٻنهي جي هر دن ۾ ٿو وسي'.

'سو ٻارڙن کي ٻڌايو ۽ کين ڦسلايو'. ائين چئي هن جُنگ جوان اسان ڏي ائين نهاريو ڄڻ ڪا کيپ کٽي هئائين.

پادري شانت من سان ماٺ ۾ رهيو. هن گفتگوءَ ڪانپوءِ ناستڪواد کان باقي منهن موڙيم.

*

(21)

# نربل جو بل رام

هندو ڌرم ۽ ٻين ڌرمن جي شاسترن مان ٿورو واقف ته ٿيس، پر اهڙي واقفيت سنڪٽ سمي ڪنهن به ڪم نٿي اچي. منش کي مصيبتن ۾ ڪهڙي وستو رکي وٺي ٿي تنهن جو ٻوجهه به نٿي پويس. ناستڪ چوي ته ٻيلي اوچتو بچي ويس. آستڪ چوي ته ايشور سهاءِ ٿيم. هن جي ليکي ته ڌرمي اڀياس ڪري، سنجم ڪري ايشور سندس هُردي ۾ وسي ٿو. جو اهڙو انومان ڪڍي ٿو سو به اجائي ڳالهه نٿو ڪري. پر بچڻ ويل ڪيئن چوي ته سنجم بچايس يا ٻئي ڪنهن بچايس. ڪير نٿو ڄاڻي ته جنهن پنهنجي سنجم بل جو ايمان ڪندا آهن تن جو سنجم پريکيا ويل ڪنهن نه ڪم جو نڪرندو آهي؟ اهڙيءَ ويل شاستر وديا تيچ نظر ايندي آهي.

شاستر وديا سڪٽي آهي، تنهن جو آزمودو ولايت ۾ ٿيم. تنهن کان اڳ نازڪ موقعن تي ڪيئن بچيس سو چئي نٿو سگهان. تڏهن عمر جو ننڍو هوس. پر هاڻ ويهن ورهين جو گرهست هوس ۽ دنيا جو ڪجهه آزمودو هوم.

پانيان ٿو ته ولايت ۾ پويون سال هوس، يعني 1890 ۾، تڏهن پورٽسمائوٿ شهر ۾ ويشنن جو سميلن ڪوٺايو ويو. مون کي ۽ ٻئي هڪ هند واسي دوست کي نينڊ هئي. ٻئي گڏجي وياسين. ٻنهي کي هڪ گهر ۾ هڪ زال وٽ ٽڪاياڻون.

پورٽسمائوٿ خُلاصين جو بندر سمجهبو آهي. ڪئين گهر بدچال زالن جا ٿين ٿا. ائين نه چئو ته بدپيشي تي آهن، پر نڪي ڪي چئبو ته خراب نه آهن. اهڙي هڪ گهر ۾ اسين لٿاسين. ته آجيان سمتيءَ ڄاڻي واڻي اهڙا گهر اسان لاءِ ڳوليا، ائين چوڻ جو منهنجو مطلب ڪونهي. پر پورٽسمائوٿ جهڙي شهر ۾ مسافرن لاءِ گهر ڳولجن ته ڪير چئي سگهي ته فلاڻا گهر اشراف ۽ فلاڻا بڇڙا.

رات تي. سيا مان اُتي گهر آياسين. ڪاڏو ڪائي برج راند تي ويٺاسين. ولايت ۾ چڱن چڱن گهرن ۾ بہ ڪاڏي ڪانپوءِ گهر ڌياڻي ويهي مهمانن سان پتي راند ڪندي آهي. راند رمندي سڀ پاڻ ۾ چرچا گهبا ڪن. پر هت رکي رکي فاحش چرچا ڪرڻ لڳا. مون کي تيت ڪانہ هئي تہ منهنجو ساٿي انهيءَ ۾ چالاڪ هو. مون کي بہ رؤنشو تي آيو. آءٌ بہ ساٿن گڏجي وينس. بس پوءِ چرچي مان ساپيا ڪرڻ تي اچي ويس. پتو چڏي ڪام ۾ انڌو تي تيس. تڏهن منهنجي سچڻ ساٿيءَ جي من ۾ جڻ رام اچي وسيو. چي "فلاڻو تو ۾ شيطان ڪٿان آيو؟ خبردار! متان انهيءَ ڪم جي ويجهو ويو آهين. هاڻ اُٿ ۽ هتان پيج."

آءٌ لج ۾ ٻُڏي ويس. دل ۾ دوست جا تهدل ٿورا مڃيم. ماتا سان ڪيل قؤل امالڪ ياد پيم. اُتي ڪڙو تيس. پنهنجي ڪمري ڏي ڏڪندو ڪنبندو ويس. ڇاتيءَ ۾ دڪ دڪ جيئن نہ شڪاريءَ هٿان شڪار ڀڄي بچندو آهي. منهنجي بہ اهڙي دشا هئي.

پڙ استري ڏسي ڪام وس تي تنهن سان ريل چيل ملڻ جي اچا جو اهو پهريون موقعو هوم. رات جو ننڊ حرام. خوابن خيالن ۾ وهلور تي ويس. چوان تہ چونہ گهر ڇڏي راتو واهہ ڀڄي وڃان؟ جي رهان تہ هن هنڌ ڪيئن رهان؟ جي خبردار تي نہ رهان تہ ڪهڙا برا حال ٿيندم؟ نيٺ سجاڳ تي رهڻ جو خيال ڪيم. چيم تہ گهر نہ ڇڏبو پر جيئن تيئن ڪري پورٽسمائوٿ جلد ڇڏبو. سميلن فقط ٻن ڏينهن لاءِ پرايو هو. ياد اٿم تہ اهي بہ ڏينهن ڪاٽي امالڪ پورٽسمائوٿ مان نڪتس. منهنجو ساٿي بہ چار ٻيا بہ ڏينهن رهي پيو.

ڌرم ڪهڙي شيءِ، ايشور ڪهڙي وستو ۽ ڪيئن اسان ۾ وسي ٿو ۽ اسان سان ورتي ٿو انهن ڳالهين جي تڏهن بوجهہ ڪانہ هيم. جيئن لوڪ سمجهندو آهي تيئن مون بہ سمجهيو تہ ايشور مون کي رکي ورتو. پين بہ وقتن تي اؤکيءَ ويل مون کي ايشور اُڪاريو آهي. مون کي 'ايشور اُڪاريو' انهن شبدن جو رهسيہ برابر اج وڌيڪ ٿو سمجهان پر پوريءَ طرح ٿو سمجهان اهڙي هام نٿو هڻان. وڌيڪ آزمودي مان ئي پوري پروڙ پوندي. پر ائين چوندس تہ ڪئين پرسنگن ۾. وڪالت ڪندي. سنسٿائون هلائيندي راجنيتي هلچل ۾ ۽ ڌرمي ڳالهين ۾ 'مون کي ايشور بچايو آهي'. ڏٺو اٿم تہ

جڏهن حيلا وسيلا ڇڏي، آسون اميدون لاهي، ٻانهون گوڏن تي رکي ويٺو آهيان، تڏهن ڪٿان نہ ڪٿان غيبي مدد ملي اٿم. ايشور جي اِستتي، اُپاسنا ۽ پرارٿنا اهي وهم نہ آهن. بلڪ اسين کائون ٿا، پيئون ٿا ۽ هلون چلون ٿا اهي سچا آهن، تن کان بہ وڌيڪ سچا آهن. اهي ئي سچا آهن ۽ ٻيو سڀ مٿيا آهي، ائين چوڻ ۾ وڌاءُ ڪونهي.

اهڙي پرارٿنا ۽ اهڙي اُپاسنا ڪا زبان جي چتراٺي نہ آهي. سچي پرارٿنا دل جي آهي ۽ نہ مُک جي. جنهن جي دل پوتر آهي، جنهن جي تن ۾ هڪ ئي تنوار آهي، تنهن مان رڳو سرڳي سر پيا نڪرن. اها هڪ اد يت عجيب وستو آهي. انهيءَ ۾ زبان جي ضرورت ڪانهي. من جو ميل ڪيڻ لاءِ ۽ من جا وڪار دوُر ڪرڻ لاءِ سچي دل سان پرارٿنا هڪ اڪثير علاج آهي. پر تنهن سان گڏ پورن نمرتا بہ هئڻ گهرجي.

*

(22)
# نارايڻ هيمچندر

ساڳئي وقت سؤامي نارايڻ هميچند ولايت ۾ آيو. ليکڪ هو سا خبر هيم. نيشنل انڊين ائسوسيئيشن واري مس مئننگ وٽ ڀئي گڏياسين. مس مئننگ کي خبر هئي تہ آءٌ ٻين اڳيان جهڙي ٻلي. چپ چاپ ڪري وهندو هوس. وندرائڻ تہ نهيو پر ڪو ڳالهائي تہ مس وراڻي ڏيانس

مون کي سواميءَ سان واقف ڪرايائين. سوامي انگريزي ڪين ڄاڻندو هو. پوشاڪ سندس عجيب. پتلون بيڊؤل ڪوٽ گهنج گهنج، گلو ميرو ۽ رنگ ناسي. ڇا جو ٽاءِ ڇا جو ڪالر. ڪوٽ جو نمونو پارسي پر پيو لُڙ لُڙ ڪري مٿي تي ڦندن واري اوني مڙهيل ٽوپي! ڏاڙهي لنبي ۽ چاپنئي، بت ۾ هلڪو قد ۾ بندرو، منهن ۾ ماتا جا چگهہ، نڪ جي ڇپو نہ هوس تہ نؤڪدار بہ ڪين هوس. هٿ هردم ڏاڙهيءَ ۾. ولايت ۾ سکر ماڻهن جي مجلس ۾ نارايڻ هيمچندر هڪ ڇهچتو. جتي وڃي اُتي سيا ۾ سيني جي اکين ۾. "توهانجي ناموس تہ سُٺي اٿم. توهان جا ڪي ليک بہ پڙهيا اٿم. مون وٽ قدم رنج ڪين فرمائيندا؟

نارايڻ هيمچندر جو آواز گهگهو ۽ نرسو. مُشڪي چيائينم:

'توهين ڪٿي ٿا رهو؟'

'اِسٽوراِسٽريٽ ۾'

"تڏهن تہ پر ۾ ويٺا آهيون. مون کي انگريزي سکڻي آهي. ٿوري مدد ڪين ڪندا؟"

"مدد پڄنديم سان خوشيءَ سان ڏيندس، چوندا تہ توهان وٽ لنگهي ايندس."

"نہ نہ. توهين تڪليف نہ ونجو. آءٌ پاڻيهي توهان وٽ ايندس. پاڻ سان پاتمالا بہ کنيو ايندس."

پوءِ وقت مقرر ڪيوسين، جلدئي پاڻ ۾ گهرا ٿي وياسين.

نارايڻ هيمچندر کي وياڪرڻ جو اکر بہ نہ ايندو هو. چي ’گهوڙو‘ تيو فعل۽ ’ڊوڙڻ‘ اسم آهي. اهڙيون کل جون ڪئين ڳالهيون ڪندو هو. پر هي ڪو هَنڻ هيسجڻ جهڙو نہ هو. ايترو وياڪرڻ آءٌ بہ نہ ڄاڻان جو هي ڏجي ۽ ادب ڪري. وياڪرڻ نٿي آيس. چي يائي، آءٌ ڪو توهان وانگر اسڪول ڪونہ پڙهيو آهيان. پر اها اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانہ هئي جو لج اچيس. مون کي پنهنجا ويچار مڙيو ئي ظاهر ڪرڻا. تنهن ۾ ويا ڪرڻ جي هرويرو ضرورت ڪانهي. يلا ٻڌو. توهان بنگالي ڄاڻو؟ آءٌ ڄاڻان. آءٌ بنگالي ديس ۾ گهميو ڦريو آهيان. مهارشي رٻيندر ناٿ ٽاگور جا ڪتاب سي بہ مون نہ ترجمو ڪري گجراتين کي پاڙهيا؟ اچا تہ ڪئين ٻولين جا ڪتاب ترجمو ڪرڻا اٿم. ترجمي ۾ مون کي اکري معنيٰ کي چنبڙي ڪونہ پوڻو آهي. مطلب سان ڪم. مون ڪانپوءِ ٻيا اچي پلي ناهين ۽ سڌارين. آءٌ تہ ويا ڪرڻ جي نالي بنا مراهتي ڄاڻان هندي ڄاڻان ۽ هاڻ انگريزي سکندس. منهنجو ڪم شبد ينڊار سان. لفظ آيم تہ ڪم تپائي ويندس، پر اجا ڳالهہ پري پيئي آهي. توهين شايد يانيو تا تہ انگريزي سکي ماٺ ڪندس. پر فرانس وچي فرينچ سکڻي اٿم، جو فرينچ ساهتيہ اٿاهہ آهي. وجهہ مليو تہ جرمنيءَ وڃي جرمن بہ جهٽي وٺندس.

بس پوءِ سوامي اچي کلندو هو. ملڪ گهمڻ ۽ ٻوليون سکڻ جو شوُنق تہ ڪو ڪانئس سکي.

’تڏهن توهين شايد آميريڪا بہ ويندا؟‘

”ضرور. نئين دنيا ڏسڻ بنا آءٌ ڪو موٽڻو بہ آهيان؟‘

’پر توهان وٽ ايترا ڏوڪڙ ڪٿان آيا؟‘

’مون کي پئسن جي تانگهہ ڪانهي. توهان وانگر تيپ ٽاپ نش ڦش سان ڪونہ رهڻو اٿم. منهنجو ڪاڏو ڪيترو ۽ پهرڻو ڪهڙو؟ ڪجهہ ڪتابن مان ڪمايان. باقي دوستن وٽان مليم. ايترو بس اٿم. ٽڪيٽ ونان ئي ترڊ جي. آميريڪا ويندس تہ بہ ڊيڪ تي.“

سواميءَ جي سادگي بہ اور نموني جي. دل جو صفا. ايمان ذرو نہ هوس. جي ذرو هوس تہ ڪتابن لکڻ ڪري ليکڪ جو ايمان هوس.

روز پان ۾ گڏبا هواسين. ٻنهي جا ويچار توڙي آچار چٽجي تہ ساڳيا هئا. ٻئي ڪاڏي ۾ ويشنو. ٻنپهرن جو گڏجي کائون. اهوئي وقت هو جڏهن آءٌ

هفتي ۾ سترهن شلنگن تي رهندو ۽ هتن سان رڌي کائيندو هوس. ڪڏهن وٽس وڃان، تہ ڪڏهن وري پاڻ لنگهي اچي. آءُ انگريزي نموني جو کاڌو تيار ڪندو هوس. پر هن کي گهر جي کاڌي کانسواءِ ڪتي ٿو سک اچي. آءُ گجرن وغيره جو سوپ ناهيان، تہ هيءُ مون تي قياس کائي. هن کي ڪپي دال. نيٺ ڳولي مگ لڌائين. هڪ ڏينهن ماٺ ڪري مگن جي دال رڌي مون وٽ کڻي آيو. ڏاڍي لست آئي ۽ ڊؤ ڪري کاڌم. پوءِ تہ پاڻ ۾ ڏي وٺ جو وهنوار جاري ٿيو. آءُ ڪيس قسمين قسمين جون ڀاڄيون کارايان تہ هيءُ وري پنهنجون چکائيم.

تن ڏينهن ڪارڊينل مئننگ جو نالو هرڪنهن جي مک ۾ هو. گوديءَ جي مزورن هڙ تار ڪئي هئي. جان برنس ۽ ڪارڊينل مئننگ جي ڪوشش سان هڙ تار جلدئي بند ٿي. ڪارڊينل جي سادگيءَ نسبت ڊزرائيل پڻ تعريف ڪئي هئي، سا مون نارايڻ هيمچندر کي پڙهي ٻڌائي.

"تڏهن تہ هن ساڌو پرش سان ملڻ کپي.

"هي وڏو ماڻهو تنهن سان ڪيئن گڏبا؟"

"سو مون کان پڇو. منهنجي نالي خط لکو. آءُ ليکڪ آهيان سو ڄاڻائجوس. ائين بہ لکجوس تہ مون کي ڪيس روبرو پر اُپڪاري ڪمن لاءِ واڌايون ڏيڻيون آهن ۽ انگريزي نہ ڄاڻڻ ڪري توهان کي ترجمان طور آڻيو اٿم."

مون خط لکي موڪليو. ڪارڊينل صاحب جو جواب ٻن ٽن ڏهاڙن ۾ اچي رسيو. ملڻ جو وقت ڏنائين.

ٻئي سنيري نڪتاسين. مون تہ دستور موجب ملاقات مهل جو لباس پهريو هو. نارايڻ هيمچندر جهڙي جو تهڙو. ساڳيو ڪوٽ، ساڳي پتلوڻ. مون کان کل نہ رهي. چي "توهين کلو ٿا. توهين سڌريل وڏا گيدي آهيو. مهاپرش باهر ڏني تي ڪين ڀُلبا آهن. هُو ماڻهوءَ جو اندر ڏسندا آهن."

ڪارڊينل جي محل ۾ بيناسين. گهر نہ هو پر سچ پچ محل هو. اسين جاءِ وٺي ويناسين ۽ اُمالڪ هڪ سنهڙو ڊگهو بڊو اندر پيهي آيو. ٻنهي سان هٿ هٿ ۾ ڏيئي گڏيو. نارايڻ هيمچندر ڏنيواد ڏنيس: "مون کي توهان جو وقت ڪونہ وڃائڻو آهي. توهان جي تعريف ٻڌي هيم. توهان هڙ تار بند ڪرائي تنهن لاءِ توهان جا ٿورا مڃڻا هئم. آءُ جتي ڪتي دنيا جي مها پرشن

جو درسن ڪندو آهيان. تنهن ڪري تڪليف ڏنيم سا معاف ڪندؤ." انهي جو ترجمو مون کي بڌائڻو پيو.

"توهين پلي آيؤ. اميد اٿم تہ هتي سکيا ڏينهن گذاريندؤ ۽ هتي جي ماڻهن سان واقفيت ڪندؤ. شل ايشور توهان جو ڀلو ڪري." ائين چئي ڪارڊينل اُٿي کڙو ٿيو.

هڪ ڀيري نارايڻ هيمچندر مون وٽ ڌوتي چولو پهري آيو. گهر ڌياڻيءَ در لاٿو ۽ چرڪ ماري ڊوڙي. گهر آءٌ وقت بوقت بدلائيندو رهندو هوس. سو هن اهڙو ماڻهو اڳ نہ ڏٺو هو. سهڪندي آئي، چي: هڪ مستانو توسان گڏجڻ ٿو چاهي. وچي ڏسان تہ مارا! نارايڻ هيمچندر آءٌ بہ وسميءَ ۾ پئجي ويس. هي هميشه وانگر کل مُک، سروئي آنند ۾.

"پر توهان کي واٽ تي ڇوڪرن ڪين ستايو؟"

"پنيان پيا. پر ڪير ٿو ليکين؟ سو ڦڪا بچڙا ٿي هليا ويا."

نارايڻ هيمچندر ٿورا مهينا انگلنڊ ۾ رهي پوءِ پئرس ويو. اُتي وري فرينچ کي لڳو ۽ فرينچ ڪتابن جو ترجمو هٿ ۾ کنيائين. ترجمن تپاسڻ جيتري فرينچ مون کي بہ ايندي هئي، سو نظر مان ڪڍي وٺڻ لاءِ مون ڏي موڪليائين. ڏٺم تہ مارا! هي ترجمو ڪهڙو؟ ڪتاب جي مطلب سان ڪم هوس ۽ اهوئي ڏنو هئائين.

آخر آمريڪا وڃڻ جو پهہ پچايو هئائين سو پورو ڪيائين. جيئن تيئن ڪري ڊيڪ جي ٽڪيٽ هٿ ڪيائين. آميريڪا ۾ بہ هڪ ڏينهن ڌوتي چولو پائي هوا کائڻ ويو. اُمالڪ اُگهاڙي پوشاڪ پهرڻ جي تهمت هيٺ رجوع ڪيو ويو. پانيان ٿو تہ پوءِ سزا بنا ڇٽي ويو.

*

(23)

# مهاپردرشن (The Great Exhibition)

1890 ۾ پئرس ۾ مهاپردرشن ٿيڻو هو. ٻڌندو پڙهندو هوس ته گرما گرم تياريون پيئون ٿين. پئرس ڏسڻ جي به ڏاڍي سڪ هيم. چيم ته پردرشن به ڏسندس، پئرس به گهمندس، ايڪ پنٿ، دوڪارج. ٻڌبو هو ته پردرشن ۾ خاص ڪري ايفل ٽاور (منار) ڏسڻ وٽان آهي. پائي ڪان چوٽيءَ تائين لوهه جو جڙيل آهي ۽ آهي به هڪ هزار فٽ اوچو. تڏهن پانئبو هو ته هڪ هزار فٽ اونچي عمارت ڪٿي ٿي بيهي سگهي؟ تنهن ڪان سواءِ هيڏو سارو پردرشن به ڏسڻو هو.

خبر پيم ته پئرس ۾ هڪ ويشنو ويسي آهي. اُتي هڪڙو ڪمرو ورتم. پئسا ڪوئي سوئي پئرس ويس. سڄا ست ڏينهن رهيس. گهڻو ڪري سڀ ڪجهه پنڌ وڃي ڏٺم. ساڻ پئرس ۽ پردرشن جو گائيڊ ۽ نقشو ڪنيم. اهي ڏسي، ڏس وٺي، مکيه جڳهون ڏٺيم.

پردرشن شاهي هو ۽ منجهس بيشمار شيون رکيل هيون. تنهن ڪانسواءِ بيو ڪجهه به ياد نٿو پويم ايفل منار تي ٻه ٽي ڀيرا چڙهيس، تنهن ڪري چٽو ياد اٿم. پهرئينءَ ماڙيءَ تي کاڌي جو به بندوبست هو. چوڻ جهڙو ٿيان ته مارا آسمان ۾ کاڌو کاڌم. تنهن لاءِ دعوت تي ست شلنگ ڪروُ مروُ ڪيم.

پئرس جون پراچين ديوليون ياد بيهي ويون اٿم. ٻاهران عاليشان ۽ اندر سانت ئي سانت. سو وسرڻ جو نه آهي. "نوتردام" جي ڪاريگري ۽ ديول ۾ سندر چٽر نهايت من موهيندڙ آهن. چوندو هوس ته جن پاٽيءَ وانگر لکها روپيا اوتيا ۽ ههڙيون سرڳ پريون ٺاهيون، تن ۾ ايشور لاءِ کهڙو نه اوُنهون ۽ گهرو پريم هوندو.

پئرس جا رنگ روپ ۽ تال تماشا جي ٻڌا هئم سي ته گليءَ ڪوچي ۾ پئي ڏٺا. پر انهن مزن موُجن وچ ۾ اهي ديوليون نوکيون نروار ٿي ٿي بيٺيون

ديول اندر پهچندي ئي ٻاهر واري آنڌ مانڌ، لوچ وسري تي ويئي. جڻ ماڻهو ٻيا تي تي پيا. ادب آدر سان اٿن وهن. وات مان پڙڪو بہ نہ ٻاهر ڪڍن. مريم ڪماريءَ اڳيان هڪ نہ ٻيو گوڏا کوڙي وينو هجي. پانيم تہ هي سڀ هم پرم نہ آهي، پر دل جي سچي پاونا آهي. هاڻ سمجهان ٿو تہ ڪماريءَ جي مورتيءَ اڳيان، پوڄارين گوڏا کوڙي سهڻن پترن جي شيوا نتي ڪئي، پر گهڙيل پٿر اندر ايشوري شڪتيءَ جو ئي آديس ڪيو. تڏهن بہ من ۾ هُرندو هوم تہ مورتي پوڄا ڪري ايشور جي مهما ۾ ڪا گهٽتائي نہ تي ڪيائون، پاڻ وڌائون تي.

ايفل منار بابت ٻاقي ڳالهہ رهي. منار هن وقت ڪهڙي ڪم ٿو اچي سا مون کي خبر نہ آهي. پردرشن کانپوءِ مٿس خوب ٽيڪا ٽپڻو ٿيو. ڪن ساراهيو ڪن ننديو. جن ننديو تن ۾ ٽالسٽاءِ مکيہ هو. هن جو چوڻ تہ "ايفل منار ماڻهوءَ جي اياڻپ جي نشاني آهي ۽ نہ سياڻپ جي. دنيا ۾ ماڻهو ڪئين نشا ونن ٿا. انهن ۾ هڪ ڪري تماڪ جو نشو سيني کان خراب سمجهڻ کپي. شراب پي ماڻهوءَ کي ڪڪرم ڪرڻ جي اهڙي همٿ نہ تي ٿئي جهڙي کي بيڙين چڪڻ ڪري. شراب پي ماڻهوءَ جو عقل خطا تي وڃي ٿو. پر بيڙيون چڪي سندس عقل مٿان جڻ دونهي جو پردو چڙهي ٿو وڃي ۽ انهي انڌي اونڌي عقل ۾ هوائي قلعو اڏيندو وتي. هي آسماني منار جوڙڻ بہ اهڙن هوائي خيالن جو نتيجو هو.

ايفل منار ۾ ڪابہ سونهن ڪانہ آهي. منار ڪري ترماتر بہ پردرشن جي سوڀيا ڪانہ وڌي. هڪ نئين شيءِ آهي، شاهي عمارت آهي، تنهن کي هزارها ماڻهو ڏسڻ لڳا. منار مڪان نہ هو پر هڪ نئون رانديڪو تي پيو. ٻارن کي رانديڪڙا کپن ۽ جيسين ٻارن جي سياءُ جا هونداسين تيسين اسان کي منار جهڙا رانديڪا کپندا. منار جو بہ اهوئي مطلب ڄاڻڻ گهرجي."

❊

(24)

## بئرسٽر ۔ پر پوءِ ڇا؟

جنهن ڪم لاءِ آءٌ ولايت ڪهي ويس، تنهن نسبت ڇا ڪيم، سا ڳالهه اجان تائين مهمل ڪندو آيو آهيان. هاڻ ٻه چار اکر لکڻ کپن. بئرسٽر ٿيڻ جا ٻه شرط هڪ 'ٽرم' پرڻ. سال ۾ ٽي ٽرم. ٻارهان ٽرم رکڻا. يعني ٽي سال ولايت ۾ رهڻو. 'ٽرم رکڻ' جي معنيٰ 'کاڌا کائڻ'، ٽرم ٽرم ۾ چوويهه کاڌا ٿين، تن مان گهٽ ۾ گهٽ ڇهه کائڻا پون. 'کاڌا کائڻ' جي معنيٰ اکري معنيٰ هئي، کاڌو کائڻ معنيٰ کاڌي وقت حاضر رهڻ ۽ کاڌو ٿئي تيسين ترسي وهڻ. رواجي طور تہ سڀ کائين ۽ پيئن. کاڌي ۾ طرحين طرحين جا طعام هجن ۽ پيئڻ لاءِ عمدا سٺا شراب ملن. البت پئسا تي لڳا. اڍائي تي شلنگ تي ورتائون، يعني ٻہ ٽي روپيا ٿي خرچ ٿيا. اهو خرچ ڪو هرويرو گهڻو ڪونہ هو ڇو جو ٻاهر هوٽل ۾ کائجي تہ ايترو خرچ رڳو شراب ئي کائي وڃي. کاڌي کان پيتي جو خرچ سرس، سا ڳالهہ اسان هندوستانين کي، يعني جيڪي 'سڌريل' ڪين آهيون، عجب جهڙي لڳندي تہ آءٌ ولايت ۾ اها ڳالهہ ٻڌي دهلجي ويس، هيترا اڻ ميا روڪڙا پئسا هيئن شراب تي برباد ڇو ٿا ٿين، منهنجي سمجهه کان ٻاهر هو. پوءِ البت سمجهڻ لڳس. هڪڙو تہ کاڌن تي آءٌ ڪنهن شيءِ کي ٻہ هٿ نہ لايان، ڇو جو منهنجي کائڻ جُون شيُون روٽي، پٽاٽا ۽ گوبي. ٻيو ٿيو پلو. پهريائين تہ ڳيسن ئي نہ، پوءِ جڏهن انهن مان سواد اچڻ لڳم تڏهن ٻيون ڀاڄيون ٻہ گهرڻ جي همٿ آيم.

شاگردن لاءِ هڪڙو کاڌو ۽ 'بينچرن' (ڀاڙهيندڙن) لاءِ ٻيو ۽ خاصو کاڌو. مون سان گڏ هڪڙو پارسي ٻہ هو جو ٻہ ڀاڄي خور ٿيو هو. ٻنهي گڏجي، اَن آهار جو پرچار ڪرڻ لاءِ، 'بينچرن' کي پنهنجي ويشنو کاڌي مان اسان کي ٻہ طعام ڏيارڻ لاءِ عرض ڪيو. عريضي منظور ٿي ۽ پوءِ اسان کي ٻہ بينچرن جي مئز تان ڦل ڀاڄيون ملڻ لڳيون.

داروں آءُ نہ پيئان. پر چئن چئن چٽن کي بہ ٻاٽليون ملن. سو چؤنڪڙيءَ ۾ مون جهڙي ماڻهوءَ جو ڏاڍو مان. جي آءُ نہ پيئان تہ تي ڄڻا ڪين چئن جون بہ بوتلون چاڙهين؟ وري ٽرم ۾ هڪ رات وڏي مجلس (Grand night) ٿئي. تنهن رات 'پورٽ وائين'، 'شيري' 'شيمپين' کلي وڃن. شيمپين جي لذت وري اڪثير سمجهبي آهي. سو مجلس ڏينهن منهنجو قدر سرس ۽ حاضر رهڻ لاءِ هرڪو پيو ليلائي.

انهن کاڌن پيتن مان بئريسٽريءَ لاءِ ڪهڙو ٿو ڪڙتيل نڪري سا خبر مون کي نہ هئي، نہ پيئي اٿم. وقت هو جڏهن کاڌن تي ٿورا شاگرد پاڻ ۾ گڏبا هئا. ۽ تن جو ۽ بينچرن جو ريل ميل ٿيندو هو. تقريرون بہ ڏيندا هئا. تن مان وهنواري خبرون لهندا هئا. منهنجي وقت اهي ڳالهيون ئي ڪونہ هيون. بينچر صاحب پري اڇوتن وانگر ٿي وهندا هئا. اڳئين رواج مان پوءِ ڪوبہ مطلب نٿي سريو. تہ بہ انگلنڊ جهڙو پُران پسند (Conservative) نڪما پر قديمي رواج ڇڏي ڇو ٿو؟

پڙهڻ جا ڪم بہ سولا هئا. چرچي ۾ بئرسٽرن کي 'کاڌي جا' بئرسٽر چوندا هئا. سيني کي سُڌ هئي تہ امتحان جهڙا پاس ڪيا تهڙا نہ ڪيا. منهنجي وقت بہ امتحان هئا. هڪ 'رومن لا' جو ٻيو 'انگلش (ڪامن) لا' جو. درسي ڪتاب رکيل هئا، پر ڪير ٿو نهارين؟ رومن لا تي نوٽ، پندرهن ڏينن ۾ پڙهي امتحان پاس. انگلش لاءِ بہ ائين. ٻن ٽن مهينن ۾ نوٽ گهوٽي امتحان پاس. سوال جهڙا پاٽي، امتحان وٺندڙ هلرائي هلرا. رومن لا ۾ سؤ مان 95 ۽ 99 پاس ۽ آخر امتحان ۾ 75 پاس. سو ناپاس ٿيڻ نہ خواب نہ خيال. امتحان بہ ڪم ڪم ۾ ڏيئي سگهجي ۽ سال ۾ هڪ چو پر سڄا سارا چار امتحان. امتحان نہ هئا، اجر گجر هئا.

پر مون هٿ وني قصو وڏائي ڇڏيو. چيم تہ ترجما ڇڏي اصلي ٻوليءَ ۾ قاعدا پڙهان. نہ تہ لبي ٿبي جو پڙهڻ ڇئبو. سو چار پئسا اصلي ڪتابن تي سجايا خرچ ڪيم. 'رومن لا' لاتن ۾ پڙهڻ جو ارادو ڪيم. لنڊن مئٽرڪ لاءِ لاتن سکيو هوس سا هاڻ ڪارائتي ٿي ٿي. آخر لاتن ۾ پڙهڻ بہ ويرٿ ڪين ٿيو. ڏکڻ آفريڪا ۾ "ڊچ لا" چالو آهي. اهو سمجهڻ ۾ مون کي جسٽينين جو پستڪ ڪم آيو.

'انگلش لا' پُورن نون مهينن ۾ ختم ڪيو. بروُم جو 'ڪامن لاءِ' وننڌڙ پر پستڪ وڏو تنهن به وقت ورتو. اسنيل جي 'اِيڪئٽي' مان گهٽ ئي پرايم، پر هو متي جو سُور. وهائيٽ ۽ ٽيوُڊر جا چوند ڪيس پڙهڻ ۾ مزو به ايندو هو ۽ خبر به پوندي هئي. وليمس ۽ ايڊورڊس جو متحرڪ ملڪيت تي ڪتاب ۽ گڊيو جو غير متحرڪ ملڪيت تي ڪتاب سي به ڌيان ڏيئي پڙهيم. اهي ته ائين پڙهيم جڻ ڪا آکاڻي پڙهيم. هندوستان ۾ قاعدي تي فقط مين جو 'هندولا' ساڳئي مزي سان پڙهي ويس. پر هت هندوستاني قاعدن جي ڳالهه ڪرڻ سان ڪو واسطو ڪونهي. امتحان پاس ڪيم. مئي مهيني جي 10 تاريخ 1891 ۾ آءٌ بئرسٽر سڏيس. 11 تاريخ هاءِ ڪورٽ ۾ ادائي شلنگ ڀري دفتر تي نالو داخل ڪرايم، ۽ 12 جُون جي ٽڪيٽ وٺي ديس ڏي ۾ موٽ ڪاڏيم.

پر اجان اڳي وانگر ويچاري جو ويچارو. جهڙو لچارو تهڙو ئي ڊڄڻو. چيم ته قاعدا پڙهيس گهٽ ئي، پر ڪڙهيس ڪونه ڊگري ورتيم پر وڪالت ڪرڻ پري. اهڙي طرح بي حال تي ويڃڻ جو احوال ٻئي اڌياءَ ۾ ڏيندس.

❁

(25)

# نراسائي

بئرسٽر سڏائڻ سولو پر بئرسٽري ڪمائڻي سَولي نہ هئي. پڙهيو هوس پر ڪڙهيو ڪونہ هوس. پستڪن ۾ ڪيترا قانوني پهاڪا پڪا ڪيا هئم، پر ڪيسن ۾ اُهي ڪيئن ڪم آڻجن سا خبر نہ ٿي پيم. هڪڙي چوٽي هيئن هئي تہ "پنهنجي مالي ڪم آڻ، پر ائين جو ٻئي کي هاڃي نہ رسي." پر ڏنڌي ۾ اصيل جو ڪيس هلائيندي اُها ڪيئن لڳائجي، سا خبر نہ هيم. جنهن ڪيس ۾ اِها چوٽي آئي هئي سو ڪيس بہ پڙهيو هو پر تنهن مان ٻين ڪيسن ۾ ڪيئن ڪم آڻجي سو ڏانءُ نٿي آيم.

هوڏانهن وري جيڪي پڙهيو هوم تنهن ۾ هندوستان جي قاعدن جي بوءِ بہ ڪانہ هئي. نہ هندو ڌرم شاستر ڏٺا هئم، نہ اسلامي شريعت ٻڌي هيم. دعوي ڪيئن لکجي، درخواست ڪيئن ڪجي؟ منهنجون متيون ئي مونجهجي ويئون. فيروز شاهہ مهتا جو نالو ٻُڌيو هوم. جي ڪورٽ ۾ شينهن ٿو گجي سو برابر. پر چوان تہ ولايت ۾ اهو ڪيئن سکيو؟ اهڙي قابليت تہ پري ٿي، پر وڪالت مان پيٽ پالڻ جي بہ آس لاهڻ لڳس.

اهڙا خفا ولايت ۾ پڙهندي پيو ڪندو هوس. هڪ ٻن سڄڻن سان حال اوريم، تن وري داد ڀائي نئروجيءَ جو ڏس ڏنم. اڳيئي ڄاڻايو اٿم تہ مون کي هڪ دادا ڀائي ڏي بہ چٺي ملي هئي. انهيءَ چٺيءَ مان ڪم رکي رکي ورتم. چوان تہ هيڏي ماڻهوءَ کي هرويرو ڇو ستايان؟ ٻڌان تہ فلاڻي هنڌ تقرير ڏيندو تہ وڃي هڪ ڪنڊ ۾ وهان ۽ اکيون ٺاري ڪن ترپت ڪري پوءِ ماٺ ۾ موٽي وڃان. شاگردن سان سماگم ڪرڻ لاءِ هڪ منڊلي بہ جاري ڪئي هئائين، جنهن ۾ آءٌ حاضري برابر ڀريندو هوس. ڇوڪرن لاءِ سندس اونو ڏسي ۽ ڇوڪرن ۾ سندس لاءِ عزت ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندو هوس. نيٺ ڪيس خط ڏيڪارڻ جي همت ڪيم. ساڻس مليس، تڏهن چيائينم تہ: "توهان کي

جڏهن بہ ڪم ڪار پوي، تڏهن بلاشڪ لنگهي اچجو.“ پر مون ڪڏهن بہ ڪيس ڪا تڪليف ڪين ڏني. خسيس ڪم لاءِ سندس وقت ضايع ڪرڻ مون کي ناجائز لڳو. نڪي ڪي اندر جو حال ٻڌايومانس.“

ساڳئي دوست مسٽر فريڊرڪ پنڪٽ ساڻ ملڻ جو ڏس ڏنم. مسٽر پنڪٽ ولايت ۾ ڪانزرويٽو (Conservative) ڌر جو هو. پر هندن ساڻ سندن سچو ۽ سؤارٿ بنا پريم هو. ڪئين شاگرد کانئس صلاح مصلحت وٺندا هئا. سو مون بہ خط لکي ساڻس ملڻ جو وقت مقرر ڪيو. اها ملاقات مون کان وسرڻ جي نہ آهي. جيئن ڪو دوست ملندو آهي تيئن مليو. منهنجي نراسائي تہ هن کلي مشڪي لاهي ڇڏي ”تون ڀانئين ٿو تہ هرڪو فيروز شاهہ مهتا ٿيڻو آهي؟ فيروز شاهہ ۽ بدرالدين جهڙا تہ ڇڏا ليندا. باقي رواجي وڪيل ٿيڻ ۾ ڪا ڳري قابليت ڪانہ گهرجي. واجبي ايمانداريءَ محنت سان ڪوبہ وڪيل پيٽ پاري سگهي ٿو. سيني ڪيسن ۾ قاعدن جا پيچ ڪونهن. ڀلا ٻڌاءِ تہ قاعدي جي ڪتابن ڪانسواءِ ٻيو ڀا پڙهيو اٿيئي؟“

ڏنم تہ جڏهن انهي جو جواب ڏنومانس تڏهن ذرا نااُميد ٿيو. پر سو بہ ڪن ساعت. اُتي ئي کلي چوڻ لڳو تہ:

”توسان ڪهڙي ويڌن آهي سا سمجهيم. قاعدي جا ڪتاب ڳچ پڙهيا اٿيئي. پر توکي دنيا جي خبر چار ڪانهي. وڪيل جو انهيءَ بنا چاڙهو ڪونهي. توکي منهانڊن مان ماڻهن جا سياءَ پرکڻ کپن. ٻيو تہ هندواسي آهين ۽ توکي هندوستان جي تواريخ نٿي اچي؟ فڪر نہ آهي جي انهيءَ جو وڪالت سان واسطو ڪونهي. تو تہ ڪيءِ ۽ مئليسن جو 1857 واي بلوي تي بہ ڪتاب نہ پڙهيو آهي. اهي ڪتاب پڙهي ڇڏج. هاڻ ٻين ٻن ڪتابن جا نالا لک. اهي پڙهندين تہ ماڻهوءَ جي پرک پونديءِ.“ پوءِ چٺڪيءَ تي لئويٽر Lavator ۽ شيمپلينڪ جا 'منهن ڀڃاڻ' Physiognomy تي ڪتاب لکي ڏنائين.

مون هن بزرگ دوست جا ڏاڍا ٿورا مڃيا. سندس منهن تي ڪن ساعت منهنجو حجاب هليو ويو پر ٻاهر نڪتي جهڙي جو تهڙو ئي رهيس. 'چهري مان ماڻهو سڃاڻڻ' انهي تي غور ڪندو ۽ ٻن ڪتابن پڙهڻ جا ويچار ڪندو گهر پهتس. ٻئي ڏينهن لئويٽر جو ڪتاب ڳڌم. ٻيو دڪان تي ڪون هو. لئويٽر جو ڪتاب پڙهڻ وينس تہ وٺا اِسنيل جي ايڪٽي کان ئي اهنجو.

مزو بہ نہ پيو اچي. ڪتاب ۾ شيڪسپيئر جو چھرو چتائي ڏنم. پر لنڊن جا رستا ڪچيندي بيا بہ شيڪسپيئر سڃاڻي ڪيڄن، ڪتاب مان ڪين سڪيس.

لئويٽر مان ڪجھہ ڪين وٺيم. مسٽر پنڪٽ جون صلاحون ڪارگر نہ ٿيون، پر منھنجي دل ورتائين سو ئي بس ھو. سندس ڪلمڪ ڪليل چھرو ڪڏھن نہ وسرڻو اٿم. رواجي وڪالت لاءِ فيروز شاھہ مھتا جي قابليت، تيز فھمي ۽ حافظي جي ضرورت ڪانھي: پر ايمانداري ۽ محنت گھرجي. اھو گفتو مون سمجھي ورتو. انھن ٻن جي مون وٽ چڱي خاصي موڙي ھئي، سو دل پريم.

ڪيءِ ۽ مئليسن جو 1857 واري بلوي تي ڪتاب ولايت ۾ پڙھي ڪين سگھيس. پر چيمر تہ وجھہ ملندي پھرئين پڙھندس. اھو وجھہ ڏکڻ آفريڪا ۾ مليم.

نيٺ بمبئي بندر تي "آسام" جھاز ۾ اچي لٿس. بندر وٽ پاڻيءَ ۾ شور ھو سو لانچ ۾ لھي ڪناري تي پھتاسين. اندر بہ نراسائيءَ جو درياھہ ھو جنھن ۾ آس جون بہ چار بُوندون مس ھيون.

** پاڱ پھريون- پورو ٿيو **

(1)

# رائچندر ڀائي

اڳئين اڌ ڀاڱي ۾ ڄاڻايو اٿم ته بمبئي بندر تي پاڻيءَ ۾ جوش هو. چؤماسي وقت هندي مها ساگر ۾ لُڏ ڪا نئين ڳالهه نه آهي. عدن کان وٺي اها ڪار هئي. سڀيئي بستري داخل، رڳو مون پئي موجون ڪيون. پُسيس پئي ته به طوفان جو نماءُ ڏسڻ لاءِ ڊيڪ پئي ڪڇيم. صبوح جو ڪاڏي مهل ميز تي پاڻ ۾ به چار مس هجون. اوٽ ميل به اتڪل سان هٿ ۾ جهلي تي ڪاڌوسين، جو هونئن ته جهوليءَ ۾ اچي پوڻ جو امڪان هوا!

ٻاهريون طوفان مون ۾ اندرئين طوفان جي نشاني هئي. پر جهڙي طرح ٻاهرئين طوفان هوندي به آءٌ سانت صبر ۾ هوس، اهڙي طرح ڪٽي چئجي ته اندرئين طوفان ۾ هوندي به آءٌ سانت صبر ۾ هوس. البت نيات کي منهن ڏيڻو هوم. ڏنڏي جي به چنتا هئم. آءٌ 'سڌارڪ' به ڪڙو سو من ۾ ڪيترن سڌارن ڪرڻ جو به فڪر هوم. پر خواب نه خيال ته هڪ آپدا کي منهن ڏيڻو هوم.

بندر تي لهڻ شرط مربي ڀاءُ سان گڏيس. هن جي ڊاڪٽر مهتا ۽ سندس وڏي ڀاءُ سان واقفيت ٿي ويئي هئي. ڊاڪٽر مهتا جو زور ته مون وٽ هلي لهو سو اوڏانهن وياسين. جو رستو ولايت ۾ ٿيو سو موٽندي به قائم رهيو. بلڪ هاڻ اسان جي ڪٽنبن جو به ٿيو.

ماتا جو منهن ڏسڻ لاءِ آءٌ آتر هوس. مون کي ڪهڙي خبر ته ويچاري هي جهان ڇڏي وڃي سرڳواسي ٿي هئي. گهر پهچندي ڳالهه چورپائون. منهنجي پرپٺ ديهانت ٿيو هوس، پر پرديس ۾ دکي نه ڏيڻ لاءِ بمبئي لٿس تڏهن خبر ڏنائون. اها دک جي وارتا ڪرڻ نٿو چاهيان. پتا جي مرتيوءَ ڪري جيڪو صدمو رسيو هوم تنهن کان هي گهڻو سخت هو. ڪئين من مرادون ٻُڏندي ئي برباد ٿي ويون. پر ياد اٿم ته خبر ٻڌي پٽيم ڪٽيم ڪين. ڳوڙها به ڪين ڳاڙيم. اُتلو اهڙو نمونو ورتم ته جڻ ڪي به ڪين ٿيو هو.

ڊاڪٽر مهتا پنهنجي گهر ۾ جن سان واقف ڪرايو تن مان هڪڙي جو ذڪر ڪرڻو ئي پوندو. سندس ڀاءُ ريواشنڪر جگجيون سان تہ عمر ڀر جي دوستي ٿي، پر آءٌ هڪ ٻئي جي، ڪوي راجچندر جي، ٿو ڳالهہ ڪريان. ڊاڪٽر جي وڏي ڀاءُ جو ناٺي ۽ ريواشنڪر جي پيڍيءَ تي ڀائيوار ۽ ڪم هلائيندڙ. تڏهن عمر ۾ 25 ورهين جو مس ٿيندو. پر ڏسڻ سان ڇيم تہ هي ڪو چرترو ان ۽ گياني پرش ٿو ڏسجي. کيس 'شتاوڌي' يعني ساڳئي وقت سؤ ڳالهيون ياد ڪندڙ سڏيندا هوا. سندس حافظي جي حڪمت ڏسڻ لاءِ ڊاڪٽر مهتا ڏس ڏنم. پوءِ جيڪي ٻوليون ڄاڻندو هوس تن مان تڪر ڪٽي پلتيامانس. پر عجب جو سٽ پنيان سٽ جيئن پڙهيم تيئن وري ياد ڪري ٻڌائي ويو! اهڙو چٽو حافظو ڏسي البت ايرڪا پيدا ٿي، پر آءٌ بہ اهڙو ٿيان سا ريس ڪين ڪيم. جنهن وستوءَ تي آءٌ موهت ٿيس تنهن جي پوءِ پرک پيم. آءٌ موهت ٿيس، پر سندس اٿاهہ شاستر وديا، شڌ چرتر ۽ آتم جگياسا، انهن تي موهت ٿيس. انهيءَ آتم درسن لاءِ هن سارو جيون سمرپڻ ڪيو هو.

کلندي ڪڏندي ڏسان ٿو هري ري
سڦل جيوت ڪريان ٿو پانهنجي مان
ناٿ اسان جو آهہ شام بهاري
جيوت اسان جيءَ جي ڏوري ري

اها مڪتانند جي واڻي نہ رڳو مک ۾ پر دل جي پٽيءَ تي اُڪريل هيس.

هزارن لکن سان راند ڪندو هو هيرن موتين جو پارکو هو واپار جون باريڪ ڳالهيون چپٽيءَ ۾ اڪلائيندو هو. پر انهن وستن ۾ سندس جيوت جو سڏانت نہ هو. هن جو پرشارٿ، آتما جو گيان، هريءَ جو درسن هو. پيڍيءَ ۾ ميز تي ٻيو نہ هجي تہ ڌرمي پستڪ ۽ روزنامو (Diary) تہ ضرور هجن. ڌنڌي جي ڳالهہ پوري ٿي ۽ ترت ڪتاب کولي يا روز نامو لکي. سندس ظاهر ليکن جي سنگرهہ جو گهڻو جيترو حصو انهن روزنامن مان ورتل آهي. جو منش لکن جا سؤدا ڪري، اُتي ئي آتم گيان جا گوڙ رسيہ لکڻ وهي سو واپاري ذات جو نہ ڇٽبو پر شڌ گياني پرش سمجهبو. ائين ڪندو مون کيس ڪئين ڀيرا ڏٺو. ڪڏهن بہ کيس آڏيرو ڪين ڏٺم. مون ۾ ذرو بہ سئوارٿ ڪونہ هوس ۽

آءُ سندس ويجهو رهيو آهيان. تن ڏينهن نڪمٽو بئرسٽر هوس. پر آءُ دوڪان تي پهتو نہ آهيان تہ مون سان ڌرمي ڳالهين ڪانسواءِ ٻيو اکر بہ نہ ٻولي. جيتوٽيڪ اجان مون هٺوراڙيون پٺي هنيون ۽ نڪي ڪي مون کي ڌرمي ڳالهين مان هرويرو سواد ايندو هو، تہ بہ جڏهن رائچندر ڳالهہ ڪيندو هو تہ مون کي مزو پيو ايندو هو. ڪئين ڌرماچارين سان پوءِ ڏيٺ تي اٿم، هرڪنهن پنٿ جي آچاريہ سان رليو مليو آهيان. پر منهنجي دل تي جيڪو انچر رائچندر ڀائي وڌو سو ٻئي ڪنهن ڪين وڌو. سندس ڪئين ڳالهيون من ۾ چُڀي وينديون هيم. جهڙي هيس ٻُڌي تهڙي هيس جڳياسا. سو پڪَ هيم تہ جاٽي واٽي مون کي اٽانگي اولي رستي ڪين نيندو. اندر ۾ هوندس سو ٻاهر بہ چئي ڏيندو. تنهن ڪري ڌرم سنڪٽن ۾ منهنجو اجهو آسرو هو.

رائچندر ڀائيءَ لاءِ هيڏو آدرستڪار هوندي بہ آءُ کيس پنهنجو گُرو ڪري هردي جي ڪمل آسن ۾ وهاري نہ سگهيس. اها کوجنا اڃا بہ پيو ڪريان ۽ اها گادي اڃا تائين خالي رهي آهي.

هندو ڌرم گروبد کي جيڪو مهتو ڏنو آهي سو قبول اٿم. سچ چوندا آهن تہ گروءَ بنان گيان ڪونهي. اکري سکيا وٺڻ جو ڪم ڪنهن مان بہ ٽپائي سگهجي ٿو، پر آتما جو درسن آيو ويو نٿو ڪرائي سگهي. گروپد سنپورڻ گيانيءَ جو آهي. گروءَ جي کوج ۾ ئي سڦلتا حاصل تي ٿئي، ڇو جو جهڙو چيلو تهڙو گُرو ملٽو آهي. يعني تہ ڪنهن سادڪ کي پورٽتا حاصل ڪرڻ لاءِ مهاجتن ڪرڻ کپن. باقي جتنن جو ڦل ايشور جي وس آهي.

پر جيتوٽيڪ رائچندر ڀائيءَ کي آءُ پنهنجي هردي جو سوامي نہ ڪري سگهيس تہ بہ ڏسندا تہ وقت بوقت هو منهنجو رهبر رهنما ٿيو. پڇاڙيءَ ۾ ايترو چئي بس ٿو ڪريان تہ هاٽوڪن مان ٽن جڻن منهنجو من موهيو. رائچندر ڀائي جي ستسنگ، ٽالسٽاءِ جي ڪتاب 'The Kingdom of Heaven is within you' ۽ رسڪن جي ڪتاب 'Unto this Last' پر اهي ڳالهيون وقت تي ڪبيون.

*

(2)
# پهريان آزمودا

وو ياءُ مون ۾ ڪئين آسون اُميدون پائي وينو هو. سنڌس من پئسي ناموس ۽ وڏائيءَ ڏانهن پئي ڊوڙيو. دل جو درياهہ ۽ پئسي جو هٿ ڇوٽ. پر جهڙو خرچائو تهڙو ئي سرل سڀاءُ وارو. تنهن ڪري يار ويسي گهڻي هيس. انهن يارن دوستن جي معرفت مون کي ڪيس ڦاسائي ڏيڻ جا پهہ پچايائني. هن ليکي تہ اچڻ سان خوب ڪمائيندس، سو گهر جو خرچ ويو وڏائيندو. اچڻ کان اڳ منهنجي وڪالت هلائڻ لاءِ سڀ بندوبست ڪري ڇڏڻ ۾ ڪين گهٽايو هئائين.

پر نيات جو بکيڙو بينو ئي هو. نيات اندر ڦٽي بہ فرقا ٿيا. هڪ طرف مون کي وري ورتو. باقي ٻيو طرف مون کي نيات مان ٻاهر ڪيڏڻ تي محڪم رهيو. پهرئين ڏر کي خوش ڪرڻ لاءِ منهنجو ياءُ مون کي پهرئين ناسڪ وٺي ويو. اُتي گنگا اشنان ڪرائي، سڌ ٻڌائي پوءِ راجڪوٽ هليو. اُتي وري نيات کي ڪوني کارايائين پيارايائين.

مون کي هي سڀ پسند ڪين هو. پر ياءُ جو مون ۾ موهہ ۽ منهنجي بہ ساڻس ڏاڍي پريت. تنهن ڪري سنڌس اِڇا کي آگيا سمجهي، ڪل وانگر پاٽيهي، جيئن چيائين تيئن پئي ڪيم. هن کانپوءِ نيات جو رڳڙو لٿو.

جنهن ڏر مون کي نيات نيڪالي ڏني تنهن ۾ زوريءَ گهڙڻ جي مون ڪڏهن بہ ڪوشش نہ ڪئي. نڪي ڪي من ۾ نيات جي مکي پڻنچ سان وير وروڌ رکيم. منجهن اهڙا بہ هئا جي نفرت جي نظر سان مون سان ورتندا هئا. پر آءُ غم کائي ساڻن هينائين ونندو هوس. نيات ٽالهيون لاهي سگهي ٿي، تنهن سامهون ڪين پيس. ساهري گهر ۽ ڀيڻ جي گهر پاڻي پيئڻ جي منع هئي. سو آءُ پاٽيهي وٽن پاڻي ڪين پيئندو هوس. لڪي ڇپي پيارڻ لاءِ هو تہ تيار هوا، پر اچا ڳالهہ کليو کلايو نہ ڪري سگهان سا لڪائي ڪين ڪريان؟

نتيجو اهو نڪتو جو آءُ نئو پاڻيان تہ نيات منهنجي ڪڏهن بہ ڪا ڪؤنس ڪئي. رڳو ايترو نہ پر اڄ بہ جنهن ڏُر ڻالهيون لاٿو اٿم تنهن وٽان مان ۽ محبت ملي اٿم. منهنجن ڪمن ۾ مون کي مدد ڏني اٿن ۽ نڪا ڪا اهڙي اُميد هين تہ آءُ ڪي نيات لاءِ ڪندس. آءُ تہ ائين ٿو سمجهان تہ هي سڀ دير چڏي ڪين سامهون نہ پوڻ جو نتيجو هو. جي نيات ۾ داخل ٿيڻ لاءِ آءُ کِٽ ڦِٽ مچايان ها، نيات پاين کي ڇيڙيان ها ۽ منجهن بہ چار ڏريون لڙايان ها، تہ هو بہ سامهون ٿين ها. پوءِ آڃو رهڻ جي بدران وڏي جهنجهٽ ۾ پوان ها ۽ ڪوڙ ڪپٽ ڪريان ها.

زال سان منهنجي هلت اڃان دل گُهري نہ هئي. ولايت مان موٽيس تہ بہ اڃان من ۾ غيرت هيم. سڀ ڪنهن ڳالهہ ۾ کند کند ۽ هوڏ ڪندو هوس. تنهن ڪري مُرادون پوريون ڪٿان ٿين؟ مراد هيم تہ زال پڙهي ۽ آءُ ڪيس پاڙهيان. پر منهنجون ڪام واسنائون ڪٽي ٿيون ڇڏين ۽ پنهنجين گهٽتاين ڪري مٿس ڇوهہ ڇنڊيندو هوس. اهڙو بہ وقت آيو جڏهن مون ڪيس پيڪي اُماٽي ڇڏيو ۽ خوب ستائي ڏکوئي موٽي پاڻ سان رهڻ ڏنو. اها ناداني پوءِ ڏسي سگهيس.

ٻارن جي پڙهڻ نسبت بہ مون کي سُڏارا ڪرڻا هئا. پاڻتيا هئم ۽ پٽ ڇئن ورهين جو ٿيو هو. انهن کي ڪسرت ڪرائي، مضبوط ڪرڻ ۽ ساڻن صحبت ڪرڻ جو چاهہ هوم. تنهن ۾ پاءُ بہ راضي هو. هن ڪم ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ مڙيوئي ڪيم. ٻارن جي صحبت ڏاڍي وڻيم ۽ هاڻ بہ ساڻن کل چرچي ۾ مزو ايندو اٿم. تنهن ڏينهن کان وٺي پائيندو آهيان تہ ماستر ٿيان تہ هوند چڱو خاصو ٿيان.

کاڌي پيتي ۾ سڌارا ڪرڻ ڪپن سا ڳالهہ تہ صفا پيئي هئي. گهر ۾ چانهہ ڪافي خوب هلندي هئي. ولايت مان اچان تنهن کان اڳ ولايت جي هوا منهنجي پاءُ کي لڳي. سو گهر ۾ چينيءَ جا باسڻ، چانهہ ۽ ٻيون اهڙيون شيون جي خاص موقعن تي ڇيدن مهمانن لاءِ رکبيون هيون سي هاڻ عام جام ورتائڻ لڳاسين. اها هوا پئي لڳي تہ مٿان مون بہ پنهنجا سڌارا پيش ڪيا. اوٽ ميل پارج هليو. چانهہ ڪافيءَ بدلي ڪوڪو داخل ٿيو. پر نالي ۾ سچ پچ چانهہ ڪافي ۽ ڪوڪو ٽيئي داخل ٿيا. بوٽ جوراب تہ گهر ۾ چالو ٿي ويا هئا. مون اچي ڪوٽ پتلون سان گهر کي ڪٽرائي ونائي.

پوءِ گهر جو خرچ وبو چوٽ چڙهندو. نيون نيون شيون آيون. گهر ۾ جڻ گهوڙو بڏوسين. پر اهو سڀ اچي سو اچي ڪٿان؟ گهر جو چرخو ڪيئن هلي؟ راجڪوٽ ۾ آفيس کولڻ يعني پاڻ کلائڻ. هڪ پاسي قاعدي دان آزمودگار وڪيل ۽ ٻئي پاسي نول اجاڻ وڪيل. جنهن جي ڏهوٽي ڦي. اني کتو اصيل ڪو منهنجي چار ۾ ڦاسي. پر ڪٽي ڦاسي ته آءُ ڪيس دغا ڏيان، اهو منهنجي شان وٽان نه هو. چيم ته هڪڙو ته نه ڄاڻان ٻيو هڻ ۽ نڳي تن مان ڪنهنجو ڀلو ٿيندو؟

دوستن عزيزن جي صلاح هئي ته ڪجهه وقت بمبئي وڃي هاءِ ڪورٽ ۾ ڪم سکان ۽ هندوستان جي قاعدي مان واقف ٿيان. جي ڪيس ملي وڃن ته وڪالت به ڪريان. سو آءٌ بمبئيءَ لاءِ سنپريس.

بمبئي ۾ گهر ناهيم ۽ رسويو رکيم. پر جهڙو آءٌ تهڙو رسويو ٻئي ڪم ۾ نول. رسويو براهمڻ هو. مون ڪيس نوڪر ڪري ڪين هلايو. هي ٻانيڻ سنان ڪري. پر پاڻ ڪين ڌوئي. ڌوتي به ميري ته جٽيو به ميرو. شاستر اپياس وري چاجو؟ پر هن کان سنو رسويو آڻيان ڪٿان؟

”اڙي روبشنڪر رڌڻ ته نهيو پر سنڌيا وغيره ڄاڻين؟“

”سائين هر آهي اسان جي سنڌيا ۽ ڪوڏر آهي اسان جي ڪريا. اسين اجهو اهڙا ٻانيڻ آهيون. توهين رکو ۽ اسين پلجون. نه ته ڪيتي ته آهي ئي آهي.“

ڳالهه سمجهي ورتيم. هاڻي سندس ماستري ڪمائڻي هيم. وقت ڳچ هوم. ولايت جا خوراڪ بابت تجربا هت آزمايم. هڪ اسٽو ڳڌم. مون کي ته ڪنهن سان به گڏ کائڻ ۾ اهم ڪونه هو. نڪي ڪي روبشنڪر چوٽ پاٽ جي هوڏ ٻڌي سو جئسي ڪونئسا ملا. فقط هڪ شرط چئو اهنج چئو رهيو: روبشنڪر گندگيءَ جي دوستي نه ڇڏڻ ۽ ڪاڏو صفائيءَ سان نه رڌڻ جو جڻ قسم کنيو هو!

پر هن حالت ۾ بمبئي ۾ ڪيترا ڏينهن رهي ڪيترا ڏينهن رهان. خرچ وڃي چڙهندو ۽ پيدايش جو ٿيو پلو. تڏهن منهنجو متو تتو.

جهان جا اهي منهنجا پهريان آزمودا. بترستري هڪ هچا جهڙو ڏنڏو لڳم. چاڻجي ٿورور آڏنبر گهٽو. سر تي جوابداريءَ جو خيال مونکي کائڻ لڳو.

❊

(3)

# پھريون ڪيس

بمبئي ۾ هڪ قاعدي جو اپياس بيو ڪاڏي ۾ ڦيرفار شروع ٿيا. بنهي ۾ ويرچندر گانڌي بہ مون سان بانهن ٻيلي هو. هوڏانهن وري ڪيس هٿ ڪرڻ لاءِ منهنجي پاءُ پئي پاڻ پنوڙبو.

اپياس جو ڪم ڏرو هليو. 'سول پروسيجر ڪوڊ' مغز ۾ ئي نہ وهي. پر 'ايويڊينس ائڪٽ' (شاهدي بابت قاعدو) البت وٺيو. ويرچندر گانڌي ساليسٽر ٿيڻ لاءِ تياريون پئي ڪيون. سو وڪيلن وڪرن جا اچي ڏاڍا قصا ڪٿي. چي فيروز شاهہ مهتو قابل آهي، چو جو قاعدي مان واقف آهي. سچو شاهديءَ جو قاعدو برزبان اٿس. بٺيهين قلم هيٺ جيڪي ڪيس ٿيا آهن سي سڀ جاڻي. بدرالدين وري اهڙو تيز فهم آهي جو سڀ جج ڪانئس ادب ڪن. دليل جي ٿوڏئي سي سندن ببيون منجهايو ڇڏين.

انهن جوڏن جون آڪاٽيون ٻڌان ۽ منهنجا ڏيڊر ڏرا.

'پنج ست سال بئرسٽر ڪورٽ ۾ ڪنا ويهي گهڙين سا رواجي ڳالهہ آهي. مون بہ ساليسٽر ٿيڻ جو تڏهن نہ خيال ڪيو آهي. ٽن چئن سالن ڪانپوءِ تون پنهنجو پيٽ خرچ وچي ڪڍين تہ بہ کيپ ڪٿيءِ.

مهيني جي خرچ وچي چڙهندو. باهر بئرسٽر جي پٽي ۽ اندر ٽولاڪا وينو ڪان. پاڻ تي ڪل پيئي اچي. سو پڙهندي چنچل من پيو ڊوڙي. شاهديءَ جي قاعدي مان ڪجهہ مزو ايندو هو. مين جو 'هندولا' ڏاڍي رس سان پڙهي ويس، پر ڪيس هلائڻ جو هوش ڪٿان اچي؟ اهو دل جو درد ڪنهن کي سڻايان؟ ڪيس ۾ ائين پيو منجهان جيئن نئين ڪنوار ساهري گهر!

هڪ ماما بائيءَ جو ڪيس پيءِ پيم. اسمال ڪاز ڪورٽ ۾ هلائڻو هوم. چي دلال کي ڪجهہ مڪائڻو پوندءِ. آءُ صفا پڙ ڪيدي بينس. 'اڙي پر فلاڻو۔ وڏو وڪيل تي چار هزار ٿو ماري. تنهن جي بہ ڏيڻ بنا نہ سري.'

” پر مون کي ڪا ساڻس ريس ڪانہ ڪرڻي آهي. آءٌ ٿن چئن سون ۾ قناعت ڪرڻ وارو. ٿورو ڪئو گهڻي برڪت. بابو وري پيو ڇا ڪمائيندو هو؟“

”پر اڳيان ڏينهن ويا. بمبئيءَ ۾ جا خرچ چوٽ. ڪي پيچ گهڙ ڪريو ۽ وهنوار ۾ پورا رهو.“

پر آءٌ مڙان چو ٿو. دلالي ڪين ڏنيم. تہ بہ ممي ڀائيءَ جو ڪيس هٿان ڪين ويم. ڪيس خسيس ۽ هڪ ڏينهن جو مس هو. في 30 ربيا

پهريون پهريون ڪيس اسمال ڪاز ڪورٽ ۾ هلايم. آءٌ مدعاعليہ جي طرفان هوس. سو آڏي پڇا ڪرڻي پيم. اُٿيس تہ سهين. پر بت پيو ڏڪي ۽ مٿو پيو ڦري. ڪورٽ بہ اکين اڳيان پيئي ڦري. ڇا پڇان سو نہ پيو سُجهي. جج بہ مرڪيو هوندو. وڪيلن کي تہ رؤنشو ٿي آيو هوندو. پر آءٌ هوش ۾ هجان تڏهن نہ ڪي ڪين ڏسان؟

وري ويهي رهيس. دلال کي سڏي چيم تہ اهو ڪيس مون کان نہ هلايو ٿيندو. پٽيل کي وڪيل ڪريو. في آءٌ موٽائي ڏيندس.‘ اتي جو اُتي پٽيل وڪالت نامو وڏو ۽ 51 ربيا في ورتي. ڪيس هن لاءِ تہ راند هئي.

آءُ پيچ پائي پڳس. وري ايترو بہ ڪين پڇيم تہ منهنجي اصيل ڪٽيو يا هارايو. لَڄ ۾ ٻڏي ويس. چيم تہ جيسين ڪيس هلائڻ جي همت نہ ساريندس تيسين وري ڪنهن ڪيس ۾ هٿ نہ وجهندس. ٿيو بہ ائين٭جو هن ڪانپوءِ ڪورٽ ۾ پهريون دفعو ڏکڻ آفريڪا ۾ ويس. اها پڪ ڪيم تنهن ۾ ڪا منهنجي سوپ ڪانہ هئي. هارائڻ لاءِ ڪهڙو خَرُ وڪيل کي ڪيس ڏيندو؟ سو پڪ نہ ڪريان ها تہ بہ حال ساڳيو ئي ٿئي ها. ڪورٽ ۾ قدم رنج فرمائڻ لاءِ ڪير ڪين عرض ڪري ها.

پر بمبئي ۾ باقي هڪ پيو ڪيس ملڻو هوم. عريضي لکڻي هئي. هڪ غريب مسلمان جي زمين پوربندر ۾ ضبط ٿي هئي. بابي جي لحاظ ڪري بئرسٽر سندس پٽ وٽ لنگهي آيو. ڪيس مون کي ڪمزور نطر آيو پر عريضي لکڻ ڏيڻ قبول ڪيم. لکي دوستن کي پڙهي ٻڌايم. عريضي پاس ڪيائون. تنهن ڪانپوءِ پاڻ ۾ ڪجهہ ايمان ٻڌم۔ تہ پيو نہ تہ عريضيون لکڻ آيم ٿي۔ حقيت ۾ هئو بہ ائين.

اهو ڏنڌو مفت ڪريان تہ گهڻو ئي زور وڃي. پر هوا تي بہ ڪو رهيو

آهي. هاڻ خيال ڪيم تہ ماستري ڪمايان. انگريزي چڱي پڙهيل هيم. سو چيم تہ ڪنهن اسڪول ۾ مئٽرڪ ڪلاس جي انگريزي ملي تہ پاڙهي وجان. رڳو ڪاڏي تہ ڪوهہ بہ ڪٽيو وڃن. اخبار ۾ پڙهيم "کپي، هڪ انگريزيءَ جو ماستر. روز ڪلاڪ ڪم. پگهار 75 رپيا." هڪ وڏي اسڪول کي ماستر کپندو هو. مون درخواست ڪئي، روبرو گڏجڻ جو حڪم ٿيو. آءُ خوش ٿي هليس. پر جڏهن (هيڊ ماستر) آچاريہ کي خبر پيئي تہ آءُ بي. اي ڪونہ هوس، تڏهن دلگير ٿي مون کي موٽايائين.

"پر آءُ لنڊن جو مئٽرڪ آهيان. لاتن بہ ڄاڻان."

"سو ٺيڪ، پر اسان کي هڪ (گريجوئيٽ) سناتڪ گهرجي."

منهنجو منهن لهي ويو. جڻ هٿن مان ڪجهہ ڪري پيم. مربيءَ ڀاءُ بہ ڳڻتيون پئي ڪاڍيون. ٻنهي صلاح ڪئي تہ بمبئي ۾ وڌيڪ رهڻ ۾ ڪو سُود ڪونہ هو. وري بہ هلي ڳوٺ ۾ ٻوتو ٻارجي. ڀاڻ بہ ننڍو وڪيل هو. ٻيو نہ تہ لٽي پٽي عريضين لکڻ جو ڪم هٿ ڪري ڏيندم. راجڪوٽ ۾ گهر جو خرچ تہ ٻينو ئي هو. بمبئي جو خرچ بند ڪبو تہ ڳچ ڪفايت ٿيندي اها صلاح مون کي پسند هئي. سو بمبئي جي اوطاق ڇهن مهينن ڪانپوءِ ڪنيم.

بمبئي ۾ هوس تہ هاءِ ڪورٽ ۾ روز ويندو هوس. پر وڃڻ مان خير ڪي حاصل ڪيم. پرائڻ وارو پرائي. مون کي ايترو هوش نہ هو. ڪيس هلن پيا پر نہ سمجهان نہ امجهان. جهوٽا وينو ڪان. ٻيا بہ ڀاڳي ڀائي هوندا هئا. سو لڄ گهٽي ڪانہ ايندي هئي. آخر تہ جهوٽا کائڻ "فئشن" ٿي ويو. پوءِ لڄ وري ڇا جي؟

هنن ڏينهن ۾ جي مون جهڙا ٻيڪار ٻئرسٽر هجن تہ انهن کي هڪ نقطو ٻڌائيندس. گرگام مان هاءِ ڪورٽ ڏي ويندو هوس پر گاڏي يا ٽرام تي خرچ اتفاقا ڪندو هوس. سڄو سارو منو ڪلاڪ لڳندو هو پر موٽندو هميشه پنڌ هوس. منجهند جو ويندي ڏينهن تپي تہ بہ پرواهہ نہ ڪندو هوس. اُس تي هري ويس. تنهن ڪري نہ رڳو پئسا بچايم پر جڏهن ٻيا بيمار پوندا هئا تہ آءُ نٽو ڀانيان تہ آءَ ڪڏهن بہ ناچاڪ ٿيس. پوءِ جڏهن ڪمائڻ جهڙو ٿيس تڏهن بہ اها عادت هلندي آئي. تنهن جو فائدو اڃان وينو ماڻيان.

❊

(4)

## پهريون صدمو

بمبئيءَ مان نااُميد ٿي راجڪوٽ وريس. نئين سر آفيس کوليم. گهر جو چرخو ڪيئن نہ ڪيئن ڪري هلايم. عريضيون لکڻ جو ڪم ملڻ لڳو. مهيني ۾ اٽڪل ٽي سؤ روپيا ڪمائيندو هوس. ايترو ڪم هريرو قابليت ڪري نہ پر لڳ لاڳاپي ڪري ملندو هوم. ڀاءُ جي ڀائيوار جي وڪالت زور هئي. ڪا ڳري عريضي هجي يا هوائين سمجهي تہ ڪنهن وڏي بئريسٽر ڏي رواني ڪري. پر ڪو غريب عرضدار هجي تہ مون ڏي ڏياري موڪلينس.

بمبئي وارو اُصول تہ دلالي نہ ڏيندس، سو هت ڪين ٻينو. چون تہ بمبئي جي ڳالهہ هڪڙي هتي جي ڳالهہ ٻي. بمبئي ۾ دلالي دلال ٿي ڪنئي، هت وڪيل ٿي ورتي. هت توڙي بمبئيءَ ۾ سڀ بئرسٽر بڌل سيڪڙو دلالي ڀريندا هئا. وري جيڪي مربي ڀاءُ چيم تنهن لاجواب ڪري ڇڏيم. "ڏسين ٿو تہ آءٌ هڪ وڪيل سان ڀائيوار آهيان. اسين جيڪي ڪيس توکي ڏيئي سگهون ٿا سي وس پڄندي توکي ڏيون ٿا. پر فيءَ مان ڪجهہ منهنجي ڀائيوار کي نہ مکائيندين تہ ڪيس ڪهڙو منهن ڏيندس؟ اسين گڏي سڏي ٿا رهون، سو تنهنجي ڪمائيءَ جو لاڀ آءٌ تہ ونان ئي ٿو پر منهنجي ڀائيوار جو ٻہ ڪو خيال اٿيئي؟ سمجهہ تہ ڪيس ٻئي کي ڏئي تہ کيس ٻہ ڪين ملي؟" هاڻ ڪهڙو جواب ڏيان! سوچيم تہ اهڙن ڪيسن ۾ لاچار دلالي ڏيندس ۽ هوڏ نہ ٻڌندس. من کي موڙيم، سچي ڳالهہ چئبي تہ پاڻ ڏياريم. پر ايترو چوندس تہ انهن کان سواءِ ٻين ڪهڙن بہ ڪيسن ۾ مون دلالي ڪڏهن نہ ڏني.

جيتوڻيڪ آءٌ پيٽ پالڻ جهڙو ٿيس پر حياتيءَ ۾ پهريون صدمو اُنهن ڏينهن ۾ کاڌم. برٽش عملدار ڪهڙي وَٿ، سو ٻڌو هوم، ڏٺو نہ هوم. هاڻ سندس هٿ لڳا.

پوربندر جو راڻو صاحب گدي نشين ٿيو تنهن کان اڳ منهنجو ڀاءُ

سندس منتري ۽ صلاحڪار هو. تنهن وقت راڻي کي ڪوئي صلاح ڏيڻ جي تهمت مٿس مڙهي ويئي. فرياد پوليٽيڪل ايجنٽ وٽ رجوع ٿيو جنهن جي من تي خام خيال وهاريا ويا هئا. انهيءَ عملدار سان ولايت ۾ ذرا واقفيت ٿي ويئي هيم ۽ مون تي ٿورو ڪيو هئائين. ڀاءُ چوي ته سڃاڻپ جو وجهه وٺي ساڻس مل ۽ جي من تي وهم وهاريل هجنس ته کولي ڳالهه ڪرينس. مون کي سندس صلاح آئڙي ئي نه. ولايت ۾ خسيس واقفيت جو ڪهڙو فائدو وٺان؟ جي ڀاءُ کان ڏنگائي ٿي هئي ته منهنجو چوڻ اجايو هو. جي نه ته سچ ته بينو نچ. ضروري سمجهي ته ڪري عريضي ناهي پيش ڪري. پر منهنجي صلاح وري ڪيس نه ڀاءِ پوي. چي ’توکي ڪانياواڙ جي ڪهڙي خبر؟ توکي ته دنيا جي به خبر ڪانهي. هت رڳو چئوچاءُ ۽ لڳ لاڳاپا ٿا هلن. تو جهڙو ڀاءُ ۽ عملدار سان واقف. وقت تي به چار اکر به نه چوندين ۽ پاڻ ڪڍائي ويندين ته ڳالهه نه نهندي.‘

ڀاءُ کان پاڻ نه ڪڍائي سگهيس. سو پنهنجي مرضيءَ جي برخلاف وڃڻ قبول ڪيم. عملدار کي عرض ڪرڻ جو مون کي ڪوبه حق نه هو. جاتم ٿي ته وڃڻ ۾ آبرو نه رهندي. ملاقات جو وقت ورتم ۽ ويس. اڳين ڏينهن جي جاڻ ڪرايم. پر ڏٺم ته ٻيلي ڪانياواڙ ولايت ڪين هو. نوڪريءَ تي چڙهيل عملدار ۽ موڪل تي عملدار تن ۾ فرق هو. سڃاتائين پر سڃاڻپ باسيندي چهرو ڦريس. سخت ٿي وينو ۽ جڻ منهن پيو چي ته ’ڀلا تون جو آيو آهين سو واقفيت ڪري حجت هلائڻ ته ڪين آيو آهين؟‘ مون سمجهيو پر رهان چو ٿو؟ ڳالهه ڪڍيم. صاحب، ناراض ٿيو. ’ڀاڻهين ڪِتپِتيو آهي. تون وڏيءَ ڳالهه نه چورو. ... کي وقت ڪونهي. ڀاڻهين کي چوڻو هجي ته عريضي ڪري.‘ سندس جواب مون لاءِ بس هو. آءُ انهيءَ جو لائق هوس. پر غرض وچون اندّ ڪٽندو آهي. سو آءُ بس چو تو ڪريان. قصو هلائيندو رهيس. صاحب تپ ڏيئي اٿيو. ’هاڻ هتان هليو وڃ.‘

’پر منهنجي ڳالهه ته پوري ٻڌو.‘

صاحب تتو. ’پٽيوالو ٻوڙي آيو. پر آءُ بس چو تو ڪريان. اجان پيو ڳالهايان. پٽيوالي اچي ڪلهي تي هٿ رکيم ۽ دروازي کان ٻاهر ڪڍيم!

صاحب ويو پٽيوالو به ويو. آءُ موٽيس. اندر پيو پچان ۽ پچران. خط

رهڙي ڪڍيم. ’توهان منهنجي آبرو ورتي آهي ۽ پٽيوالي مون تي حملو ڪيو آهي. معافي نہ وٺندا تہ آءٌ توهان تي ڪارروائي ڪندس.‘ هيتري ۾ سوار جواب ڏيئي ويو:

”توهين مون وٽ بيهودي هلت هليا. توهان کي وچڻ لاءِ چيم تہ بہ نہ ويا. تڏهن پٽيوالي کي سڏيم. پر توهين پوءِ بہ ڪين رهيا. لاچار هن کي ڪچهريءَ مان ڪڍڻ لاءِ واجبي زور هلائڻو پيو. هاڻ توهان کي جيڪا ڪارروائي هلائڻي هجي سا ڀلي هلايو. موڪل اٿو....“ اهڙي نموني جو جواب.

جواب کيسي ۾ وجهي، ڪنڌ لٽڪائي، گهر موٽيس. ڀاءُ کي حال ٻڌايم. هو بہ ڏکي ٿيو. پر مون کي پرچائي سرچائي ڪيئن؟ سو بين وڪيلن سان ڳالهہ ڪيائين. ڀلا آءٌ ڇا ڄاڻان فريادن ڪارروايئن مان؟ انهيءَ وقت سر فيروز شاهہ مهتا ڪنهن ڪيس جي ڪم تي راجڪوٽ آيو هو. آءٌ نول بئرسٽر سو ملڻ جي ڪيئن جريت سارئان؟ پر جنهن وڪيل گهرايو هوس تنهن معرفت خط لکي صلاح گهريم. ”گانڌيءَ کي چئجو تہ اهڙي ڪار مڙيئي بئرسٽرن سان ٿيندي آهي. تون ولايت مان نئون آيو آهين، توکي اجان ولايت جو خمار چڙهيل آهي. توکي برٽش آفيسر جي ڪل ڪانهي. جي خير جو وقت ڪاٽڻو اٿيئي ۽ ڏوڪڙ بہ ڪمائڻا آهن تہ مني ماٺ ڪري جواب ڦاڙي ڦٽو ڪر ۽ غم ڪائي وڃ. ڪيس مان ڪوڏي بہ ڪين وٺيندين، اُنلو خراب خوار ٿيندين. دنيا ۾ هاڻي گهڙيو آهين ۽ جان جو پهريون آزمودو مليو اٿيئي.“

هيءَ نصيحت مون کي ڪوڙو زهر لڳي. پر اهو زهر جو پيالو پيڻو پيو. ڳالهہ ڪٿان تي وسريم. پر اڳتي لاءِ خبردار ٿيس. چيم تہ وري نہ اهڙو اڻانگو پير پريندس ۽ اجايون سفارشون ڪندس. هڪ واري پڪ ڪيم ۽ وري نہ ڳُتس. پر هن صدمي ڪانپوءِ منهنجي حياتي ڦيرو ڪائي ويئي.

(5)

# ڏکڻ آفريڪا وڃڻ جون تياريون

صاحب وٽ نہ وڃڻ ڪپندو هوم ۽ وڃڻ ۾ پُل ڪيم سو برابر. پر منهنجي پل سندس بي صبرائي ۽ بدمزاجيءَ اڳيان ڪجھہ نہ هئي. اهڙي خطا ڪانہ ڪيم جو ڏکي ڪڍيم. مون سندس پنج منٽ بہ مس وڃايا هوندا. پر منهنجو رڳو ڳالهائڻ بہ ڪين ٿي وڻيس. جي فضيلت سان چويم ها تہ هليا وڃو تہ لهي ڪين وڃيس ها. پر هن کي عهدي جو نشو چڙهيل هو پوءِ خبر پيم تہ هن عملدار کي ساڃھہ ڪانہ هئي. آئي وئي کي بي عزتو ڪرڻ هن لاءِ روزمره جي ڳالھہ. ڪا ڳالھہ نڪري جا نہ وڻيس تہ آيو رهيو.

منهنجو گهڻو ڪم وري بہ سندس ڪورٽ ۾ هو. لنڊي خوشامد مون کان اصل نہ پڄي. ڪيس پرچائڻ سو دل نہ چوي. فرياد ڪرڻ جو دڙڪو ڏيئي پوءِ چپ ڪري وهڻ ۽ کي ڪين لڪڻ. تنهن جي لَڄَ پيئي اچي.

ايتري ۾ ڪاٺياواڙ رياستن منجھہ جهيڙن جهڳڙن جو بہ آزمودو مليم. ڪاٺياواڙ يعني ننڍڙين رياستن جو ديس ۽ حرڪت بازين جو ملڪ. رياستن جا ڪڏا ڪِڪرِم ۽ عملدارن جون عهدن لاءِ ڪيڏ بازيون. راجائون ڪن جا ڪچا ۽ خوشامدڙين جو راڄ. هت اڪر نہ ڪَتي، مِڪر ڪَتي. صاحب تہ ڇا پر صاحب جي نائڪ جي بہ فلڪ. صاحب جو رشتيدار وري وڏو صاحب۔ جو صاحب جون اکيون بہ اهو ڪن بہ اهو تہ ترجمان بہ اهو سرشتيدار آڪي سوئي شاستر. ڇا جو قاعدو ڇا جو ڪلام. چون تہ صاحب نہ ڪمائي سو سندس سرشتيدار ڪمائي! وڏاءُ هجي. پر ڪيڏانهن هن ڪاموري جو پگهار ۽ ڪيڏانهن سندس ڳاتي پڳا خرچ!

هي وايو منڊل مون لاءِ وهہ سمان هو. من ۾ اهائي پچار تہ ڪيئن ڇُٽل رهان ۽ آزاد ٿيان.

آءُ اُداس ۽ ويڳاڻو. پاءُ بہ ڏنو ڪا نوڪري نري ملي تہ هن گهپي مان

ڇُٽي پوان، پر ڪانياواڙ ۾ ڪاربردازي يا ججي چئوچاءَ ۾ چالاڪيءَ بنا ڪيئن جڙي؟ وڪالت ۾ وري صاحب سان ناسازي آڏو تي آئي.

پربندر جو راج تڏهن سرڪار جي نظرداريءَ هيٺ هو. سو راڻي کي ڪي وڏيڪ اختياريون ونئي ڏيٽيون هوبن. ميرن (Mers) (هڪ ذات) کان سرڪار وڌيڪ زمين محصول تي اُڳاڙيو ٻنهي ڳالهين بابت پور بندر جي ائڊمنسٽريٽر سان ملٽو هوم. ديسي ڪامورو هو پر خنڪي گوري کان ٻه ڪٽر. ڏاڍو قابل. پر تنهن مان رعيت کي ڪهڙو سک؟ راڻي کي ڪي اختياريون مليون، پر ميرن ته نونيون وينئي نوڪيون. ائين پئي لڳو ته سندن ڪيس ڏي ڪنهن نهاريو به ڪين.

تنهن تي آءٌ ذرا ناخوش ٻه ٿيس. ڏٺم ته بي انصاف تي ٿيو. پر آءٌ انصاف ڪٿان ونئي ڏيان؟ گهڻي ڊوڙ پايان ته لاٽ صاب ڏي اپيل ڪريان. جواب نهيو نڪبو اڇٽو ته 'هن ڳالهه ۾ اسين ڪا دست اندازي نٿا ڪرڻ چاهيون.' هنن ڪيسن واسطي ڪو قاعدو قانون هجي ته ٻه هڪ ڳالهه. هت ته صاحب جو حڪم سوئي قاعدو.

ڏاڍو وياڪل ٿي پيس.

قسمت سان تنهن وچ ۾ پوربندر جي هڪ ميمڻ پيڍيءَ تان آچ آئي. 'اسان جو ڏکڻ آفريڪا ۾ واپار آهي. وڏي پيڍي اٿئون. هن وقت اتي اسان جو هڪ ڳرو ڪيس پيو هلي. دعوي چاليهن هزارن پائونڊن جي داخل آهي. ڳچ وقت کان پيئي هلي. اسان وڏي ۾ وڏا وڪيل ڪيا آهن. جي ٻئرسٽر ڀاءُ کي اوڏانهن موڪليو ته اسان کي ڪارائتو ٿيندو ۽ پاڻ ٻه سکيو ٿيندو. اسان جو ڪيس اسان جن وڪيلن کي چڱي طرح سمجهائي سگهندو. نئون ملڪ ڏسي وننڌو ۽ نون ماڻهن سان واقفيت ٿينديس."

منهنجو ڀاءُ دادا عبدالله جي ڀائيوار مرحوم سيٺ عبدالڪريم جواهري وٽ مون کي ونئي هليو. سيٺ چيم ته "توهين خيال نه ڪريو. ڪم هلڪو آهي. اسين وڏن وڏن گورن کي سڃاڻون، جن سان توهان جي ٻه واقفيت ٿيندي. ڪونيءَ تي ٻه مدد ڏيئي سگهو ٿا. جو لکپڙهه اڪثر ڪري انگريزيءَ ۾ تي ٿئي. اسان جي بنگلي ۾ رهندا. سو خرچ پکي کان ڇٽي پوندا."

پڇيم ته 'مون کي گهڻو وقت رهڻو پوندو؟ ۽ ڏيندا ڇا؟'

”آءُ نتو يانيان تہ سال کان متي رهڻو پوندو. فرسٽ ڪلاس جو اوٽ موٽ ياڙو ۽ خرچ لئي هڪ سؤ پنج پائونڊ ڪيسي جي خرچي ڏيندا سين.“

ڏنم تہ هيءَ ڪا بئرسٽري ڪانہ هئي، نوڪري هئي. پر مون کي ديس ڪئن بہ ڪري ڇڏڻو هو. نئون ملڪ ڏسڻ ۽ نون ماڻهن جي ديدار تي بہ دل هيم. ڪيسي خرچي ياءُ کي موڪليان تہ گهر جو چرخو ڪجهہ هلي. سو ردبدل بنا سيٺ جي آڇ ڪري قبول ڪيم ۽ اُسهڻ جون گرماگرم تياريون هليون.

❊

(6)

# ناتال (Natal) ۾ پهتس

ولايت ويندي جو وڇوڙي جو ڏک ٿيو هوم سو ڏکڻ آفريڪا ويندي نہ ٿيو. هڪ تہ ماتا موڪلائي ويئي هئي. ٻيو تہ دنيا جو ۽ سفر جو آزمودو ورتو هوم. بمبئي ۽ راجڪوٽ وچ ۾ ڪئين ڀيرا آيو ويو هوس. سو هن ڀيري وڇوڙو رڳو زال جو هو. ولايت مان موٽڻ کانپوءِ ٻيو بہ ٻچر سنتان ٿيو هو. اسان جي پيار ۾ اجان ڪام جي لهس هئي، پر ڪجهہ شدّ بہ ٿيڻ لڳو هو. ٿورو وقت گڏ رهيا هئاسين پر آءٌ جو وري سندس ماستر بڻيو هوس ۽ گهر ۾ ڪي سُڌارا بہ ڪيا هئم سو ٻنهي کي وڌيڪ گڏ رهڻ جي ضرورت نظر آئي. هوڏانهن ڏکڻ آفريڪا جي ڇڪ. جنهن وڇوڙو آسان ڪري ڇڏيو. 'هڪ سال هيتري ۾ نبريو. پوءِ تہ وري گڏ رهنداسين' اهو دلاسو ڏيئي کانئس موڪلائي بمبئي ويس.

بمبئي ۾ دادا عبدالله جي ايجنٽ کي مون لاءِ ٽڪيٽ وٺڻي هئي. پر وٹ! جهاز ۾ جڳهہ نہ ملي. جي گسان تہ سچو مهينو بمبئي جون هوائون وينو کان. ايجنٽ چوي تہ 'اسان تہ وَسان ڪين گهٽايو آهي، پر ٽڪيٽ نٿي ملي. ڊيڪ تي وڃو تہ ٻي ڳالهہ. باقي کاڌي جو بندوبست سلون ۾ ٿي سگهندو.' پر اُهي ڏينهن وڏ ماڻهپائيءَ جا هئا. فرسٽ ڪلاس جو بئرسٽر بہ ڪڏهن ڊيڪ تي چڙهيو آهي؟ سو ڊيڪ جي ڳالهہ ڪين ٻڌيم. پر من ۾ شڪ تہ متان ايجنٽ جي چالاڪي هجي. ائين بہ ڪي ٿيڻو جو فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ نہ ملي؟ سو ڪيس چتائي مون پاڻ ڪوشش ڪئي. جهاز تي چڙهي ويس ۽ ڪپتان سان گڏيس. هن سڌو جواب ڏنو تہ برابر جهاز تي اهڙي ڀيڙ اڪثر ڪانہ ٿيندي آهي. پر هن ڀيري موزئمبڪ (Mozambique) جو گورنر جنرل هن جهاز ۾ ٿو موٽي، سو سڀ ڪمرا ڀرجي ويا آهن.'

'پر توهين ڪپتان صاحب آيو. مون کي، ڪٿي نہ ڪٿي سوڙهو سنڪورو وهاري نٿا سگهو؟' صاحب مون ڏي چتائي نهاريو ۽ کلي چيائين

تہ 'هڪ نمونو آهي. منهنجي ڪمري ۾ هڪ جاءِ آهي. اها مسافرن لاءِ ڪانهي، پر چئو تہ اُها توهان کي ڏيان.' آءٌ خوش ٿيس ۽ سندس ٿورا مڃيم. سيٺ سان ڳالهہ ڪري ٽڪيٽ ورتيم. سن 1893ع جي اپريل مهيني ۾ آءٌ اُڪير سان ڏکڻ آفريڪا ۾ نصيب آزمائش نڪتس.

پهريون بندر لامو (Lamu). پهچڻ ۾ تيرهن ڏينهن لڳا. واٽ تي ڪپتان سان چڱو رستو ٿي ويم. کيس شطرنج راند ڪرڻ جو شوق هو. پر راند اڃا ايندي ڪانہ هئس. هن کي وري پاڻ کان بہ ڪچو رانديگر کپندو هو. مون کي چيائين. مون شطرنج ڪڏهن اکئين نہ ڏٺي هئي. فقط ڪنين ٻڌي هيم. چوندا هئا تہ راند ۾ عقل کپي. ڪپتان چوي تہ سک تہ سيکاريانءِ مون جهڙا شاگرد بہ ٿورا لين جو ڏيرج جو پندار هوم. هارائڻ جي ڪري نڪ ٻڌي هيم. جيئن پيو هارايان تيئن ڪپتان چوي ڏس ڪيئن نہ ٿو سيکاريانءِ. راند وٽڻ لڳيم پر ايتري نہ جو جهاز ڇڏئي ڪانپوءِ ڪٽي نهاريانس. باقي ايترو سکيس تہ هاٿي اُٺ پيادا ڪيئن ٿا هلن ۽ مرن.

لامُو بندر تي پهتاسين. اتي جهاز بہ چار ڪلاڪ بيهٺو هو. آءٌ بندر ڏسڻ لٿس. ڪپتان بہ چڪر ڏيڻ هليو. مون کي چئي ڇڏيائين تہ 'هيءَ ڪاري دغا ڏيندي دير ڪين ڪندي سو جلدئي موٽ ڪائج.'

شهر ننڍڙو هو. پوسٽ آفيس ۾ هندوستاني ملازم ڏٺم. ڏسي خوش ٿيس ۽ ساڻن بہ چار ڳالهيون ڪيم. حبشي بہ گڏيم. سندن رهڻي ڪرڻي ڏسي دل وندرايم. سو چرڪو موٽيس. ڊيڪ جا ڪيترا مسافر بہ لٿا هئا. تن سان بہ واقف ٿي ويو هوس. هنن سٺيو هو تہ هيٺ لهي، سهانستيءَ ۾، رڌي کائي وٺنداسين. موٽندي آءٌ ٻيڙيءَ ۾ ساڻن گڏجي وينس. پر مجاڻ اوڏي مهل وير بہ چڙهڻ لڳي. اسان جي ٻيڙيءَ ۾ ڀرتي گهٽ ڪانہ هئي. پاڻيءَ جي ڇڪ اهڙي جو نٽ پٽن سان هٽي بينا تہ بہ ٻيڙيءَ جو رسو جهاز جي ڏاڪڻ سان ٻڌي نہ سگهن. اڃي جا لهر تہ ٻيڙي جهاز جي ڏاڪڻ وٽ. وڃي جا لهي تہ ٻيڙي پري وڃيو پوي. جهاز ڇٽڻ جي پهرين سيٽي هڻئي! آءٌ گهبرائجي ويس. ڪپتان مٿان رؤنشو بيني ڏٺو. هن ويچاري پنج منٽ جهاز بيهاريو. جهاز پرسان هڪ مڇوئو بينو هو. سو ڏهہ روپيا ڏيئي هڪ دوست مون لاءِ ڀاڙي ڪيو. مڇُوئي اڃي مون کي ٻيڙيءَ مان ڪٽي ورتو. جهاز جي ڏاڪڻ ڪڇي ويئي هئي. بس

پوءِ تہ رسيءَ ۾ لتڪائي مون کي اُسرائي ورتائون ۽ جهاز چڙهيا. بيا مسافر اُتي جو اُتي رهجي ويا. ڪپتان جي چتاوَ جي هاڻ ڪل پيم. لاموءَ کان ممباسا ۽ اُتان زئنزيبار پهتاسين. زئنزيبار ۾ ڪجھ وقت رهڻو هو. اٺ يا ڏھ ڏينهن. جهاز بہ بدلائڻو هو.

ڪپتان جي مون سان محبت ڪُجهي ويئي هئي. پر هن جي دوستيءَ عجب رنگ ورتو. هڪ ڏينهن پاڻ سان گهمڻ وٺي هليم. بيو انگريز بہ ساڻ ڪري تيئي ڪپتان جي مجوئي ۾ لٿاسين. شئل تي نڪتاسين. پر ڪهڙي شئل تي سا تيت ڪان پيم. ڪپتان ڪئن سمجهي تہ آءُ اهڙين ڳالهين ۾ نسورو ابوجهہ. اسين تيئي حبشاڻين جي پاڙي ڏي هلياسين. هڪ دلال اسان کي اوڏانهن ڪاهي ويو. جڻي جڻي کي ڪمري ڪمري ۾ ڪڻي پوريائين. پر آءُ شرم جو ماريل، ڪمري ۾ بت بڻجي وينس. ويچاري غريب زال جي من ۾ اچا وهيو واپريو هوندو سو پاڻ جاڻي. نيٺ ڪپتان آواز ڏنو. آءُ تہ اهڙي جو اهڙو باهر نڪتس. ڪپتان سمجهي ويو تہ آءُ اهڙين ڳالهين ۾ ٻالو ڀولو هوس. پهرئين تہ ڏاڍي لڄ آيم. پر اهڙو ڪم، چا بہ ٿئي، آءُ ڪري نٿي سگهيس. سو اُتي جو اُتي لڄ هلي ويم ۽ پاڻ ايشور جا ٿورا مڃڻ لڳس ،جنهن هن پيڻ جي پر ۾ مون ۾ ذرو بہ وڪار پيدا نہ ڪيو. اُتلندو پاڻ تي ڌڪار ڪاڏم جو ڪمري ۾ اصل گهڙڻ کان انڪار ڪرڻ جي پاڻ ۾ همٿ ڪين ساريم.

منهنجي عمر ۾ انهي قسم جي اها ٽين پريکيا هئي. آءُ سمجهان ٿو تہ ڪيترا نردوش جوان پهرئين پيري ڪوڙي شرم وچون ڪڪرم ڪرڻ سکندا هوندا. آءُ بچي ويس تنهن ۾ ڪا مڙسي ڪانہ ڪيم. جي آءُ ڪمري ۾ پورجي وهڻ کان ئي نابري واريان ها، تہ البت مڙسي ڪريان ها. آءُ بچي پيس تنهن لاءِ آءُ تہ ايشور جا ٿورا ٿو مڃيان. هن قصي ڪانپوءِ سچ پچ ايشور ۾ ڪجھ وشواس بہ وڌيم ۽ ڪوڙو شرم نہ ڪرڻ جي همٿ پرايم.

زئنزيبار ۾ جو سنو هفتو گذارڻو هو سو هڪ جڳھ مسواڙ تي ڪري ڪيم. شهر خوب گهمي ڦري ڏٺم. زئنزيبار جي ساوڪ سبزي ڏسي ملابار پيو ياد اچي. اُتي جا شاهي درخت ۽ وڏا موٽا ميوا وغيره ڏسي آءُ عجب ۾ پيس. زئنزيبار کان موزئبڪ ۽ اُتان ميءِ جي آخر ۾ نتال پهتس.

٭

(7)
# عجيب غريب آزمودا

ناتال جو بندر ڊربن. پورٽ ڊربن بہ سڏبو آهي. بندر تي سيٺ عبدالله پاڻ ونڻ آيم. جهاز ڌڪي تي بيٺو ۽ ماڻهو جهاز تي عزيزن خويشن سان گڏجڻ لاءِ چڙهيا. اتي ئي جاچيم تہ هت هندوستانيءَ جو مان ڪونهي. عبدالله سيٺ جا واقف گورا جنهن بدفضيلت سان ساڻس هليا تي سو ڏسي ڏک ٿيم. سيٺ انهن سهمن تي هڏ هيري چڏيا هئا. جن وري مون ڏي پئي نهاريو تن لاءِ جڻ هڪ رونشو هوس. بين هندوستانين کان پوشاڪ بہ نرالي هيم. بٽ تي فراڪ ڪوٽ ۽ مٿي تي بنگالي گهاٽ جي پڳڙي پيل هئم.

سيٺ گهر وٺي ويم. پنهنجي ڪوٺيءَ پرسان هڪ ڪوٺي ڏنائينم. پر نہ سيٺ مون کي سمجهي ۽ نہ آءٌ سيٺ کي اَمجهان. ياءُ جي چٺي پڙهي باقي واٽڙو ٿيو. هن ليکي تہ ڀاڻس گهر ۾ هڪ گهوڙو پڌو هو. منهنجو صاحبي ٺاٺ سان رهڻ کيس خرچائو لڳو. نڪي ڪي مون لاءِ ڪو ڪم سيڙيل هو. ڪيس ٽرانسوال ۾ پئي هليو. هاڻي اوڏانهن مون کي موڪلي ڇا وٺي؟ منهنجي قابليت ڪيتري ۽ ايمانداري ڪهڙي، سو ڪير چئي سگهي؟ پريٽوريا ۾ مون سان پاڻ ڪونہ گڏجي هلڻو هو. ڇڙو ويجان ۽ اتي مدعاعاليہ ڏر جا مون تي، ڪير چوي تہ ڪهڙا زور هلن؟ پر جي ڪيس جو ڪم نہ ڏئيم تہ ڪهڙا تڪلا ويهي گهڙيان؟ پيڍيءَ جو ڪم منشي مون کان چڱو ڪن. منشي ڀُل ڪري تہ تڙي ڪيڍي سگهجيس. پر آءٌ ڀُل ڪريان تہ ڪير هٿ لاتي؟ ڪم بہ اهو ڪيس جو يا منشگيريءَ جو. ٽيون ڪٿان اچي؟ سو جي ڪيس جو ڪم نہ سؤنپي تہ گهر ويٺي ويهي کارائيم.

سيٺ عبدالله پڙهيو گهٽو ڪونہ. پر جهان ديده گهڻو. تيز فهم هو ۽ اها هام بہ هڻندو هو. پر بات چيت ڪندي انگريزيءَ جو محاورو ٿي ويو هوس. ايتري انگريزي ڪمن ڪارين لاءِ ڪافي هيس. بئنڪ جي مئنيجرن سان حساب لاهي، يورپي واپارين سان سؤدا ڪري، وڪيلن کي ڪيس سمجهائي. هندوستانين ۾ عزت هيس. سيٺ جي پيڍي تڏهن ديسي پيڍين ۾ وڏي ۾ وڏي نہ. تہ وڏين مان هڪڙي هئي. باقي سيٺ ۾ هڪ گهڻتائي سياءَجو شڪي هو. ڪيس اسلام جو فخر هو. تتوَ گياني ڳالهين جو خوب شونق هوس. عربي

اکر نہ ڄاڻي. تڏهن بہ قرآن شريف ۽ مذهبي ڪتابن جي چڱي خاصي خبر هيس. ڳالهيون ڪندي درشتانت تہ آيا رهيا. سندس سهواس ۾ مون کي اسلامي دين جو وهنواري گيان چڱو نصيب ٿيو. پوءِ جڏهن پاڻ ۾ رستو ٿي ويو تڏهن تہ جام گيان گوشٽ ڪندو هو.

ٻئي ڪي ٽئين ڏهاڙي مون کي ڊربن جي ڪورٽ ڏيکارڻ وٺي هليو. اُتي ڪيترن سان واقف ڪرايائين. ڪورٽ ۾ پنهنجي وڪيل سان گڏ وهاريائينم. پر مئجسٽريٽ جُون اکيون مون ۾. نيٺ ويهي ويهي اشارو ڪيائين تہ پڳڙي لاهي رک. آءٌ ٻُڌو اڻ ٻُڌو ڪري، ڪورٽ ڇڏي نڪري ويس.

دل ۾ چيم تہ ٻيلي هت بہ پاڻ سان گهيپي ڪٽي آيو آهين.

پڳڙيءَ لاهڻ جو قصو سيٺ سٽايم. جن مسلماني پوشاڪ ٿي پهري سي مسلماني پڳ بہ پائي ٿي سگهيا. باقي ٻين هندستانين کي پڳڙيون لاهڻيون ٿي پيون. اهو باريڪ ڀيد سمجهائڻ لاءِ ڪي حقيقتون ڀرين پيش ڪرڻيون پونديون.

مون ٻن ٽن ڏينهن ۾ ڏسي ورتو تہ هندوستاني هتي پنهنجا پنهنجا پاڙا ناهي وينا هئا. هڪ پاڙو مسلمان جو جي وري پاڻ کي 'عرب' سڏائيندا هوا. ٻيو پاڳ وري هندو ۽ پارسي منشين جو. هندو منشي نہ هن پاسي نہ هن پاسي- وچ ۾ پيا لٽڪن. ڪي پاڻ کي پيا 'عرب' سڏائين! پارسي يار وري چون تہ اسين 'پرشن' آهيون. انهن ٽنهي پاڙن جو پاڻ ۾ ٿورو گهڻو مڙيو ئي رستو هو. پر انهن ٽن درجن کانسواءِ هڪ چوٿون، وڏي ۾ وڏو درجو هو. اهو هو تامل، تيليگو ۽ پوربين 'گرمٽين' يا گرمٽ مان آزاد ٿيلن جو. 'گرمٽ' يعني پنج سال ناتال ۾ مزوري ڪرڻ جو 'اڳريمينٽ' ۽ تنهن مان کين 'گرمٽيا' سڏبو هو. انهيءَ درجي کان ڪم نيڪ ونن. باقي ٻئي وهنوار جو ٿيو پلو. گرمٽين کي انگريز وري 'ڪولي' ڪوٺين. انهن جو تعداد بہ زياده. سو گڏي سڏي سيني هندوستانين کي 'ڪولي' سڏڻ ۾ سهوليت. ڪي وري کين 'سامي' سڏين. تامل نالا ڏسندا تہ اڪثري 'سامي' پڇيان هوندو. سامي شبد سوامي آهي ۽ سوامي معنيٰ ڌڻي. سو وقتي ڪو هندوستاني بگڙي تہ انگريز کي ٽوڪي چوي "مون کي جو 'سامي' ٿو چوين ٿو سمجهين ٿو تہ چوين ڇا ٿو؟ .سامي معنيٰ ڌڻي. تڏهن آءٌ ٿيس تنهنجو ڌڻي." ٻڏي ڪو لڄي ٿئي. ڪو وري خار کائي ۽ ٻيا گفتا ڪڍي جي وجهہ ڏسي تہ 'ساميءَ' کي سٽي بہ وجهي. هن لاءِ تہ 'سامي' معنيٰ 'نيچ'. سامي لفظ جي اُبتي ڌڻي معنيٰ ڪرڻ جڻ سندس بي عزتي هئي.

سو آءٌ بہ ٿيس 'ڪولي بئريسٽر'. واپاري هوا ڪولي واپاري. ڪولي لفظ

جو اصلوڪو ارٿ تہ وسري ويو. تنهن تي واپاري يار تڙڪيا پيا ڪائن
چي ’اسين ڪولي نہ آهيون، عرب آهيون.‘ يا چون تہ ’واپاري‘ آهيون. ڪو
تهذيب وارو انگريز هجي تہ ٻڌي معافي وٺي.

انهن حالتن ۾ پڳڙي پهرڻ بہ اهڙي جهڙي ڳالهہ نہ هئي. پڳڙي لاهڻ ٺيو
مان شان وڃائڻ. دل ۾ آيم تہ چو نہ پڳڙي ڇڏي ٽوپلو پايان. پوءِ لاهڻ ۾ لڄ نہ
ايندي ۽ هن جهڳڙي کان ڇٽي پئبو.

پر سيٺ عبدالله کي اها ڳالهہ پسند نہ هئي. هو چوي تہ: ”جي توهين
ٽوپلو پائيندا تہ چڱو نہ ٿيندو. جن کي ديس جي پڳڙي ئي پهرڻي هوندي تن
جي گهٽتائي ٿيندي. توهان کي سونهي بہ پنهنجي ديسي پڳڙي ٿي. جي
هرويرو ٽوپ چاڙهيندا تہ ’ويٽرن‘ ۾ اچي ويندا.

سيٺ جي صلاح ۾ سياڻپ هئي. ديس جو فخر هو پر مون کي ڪجهہ
دل جي سوس بہ نظر آئي. دنيوي عقل هو سو پڌرو پيو آهي. ديس جو فخر نہ
هجيس ها تہ هيترو پڳڙيءَ جو پاسو نہ وٺي ها. پر جو ”ويٽر“ جو ڏس ڏنائينم
تنهن ۾ سندس تنگ دلي ڏٺيم. گرمٽين هندوستانين ۾ هندو مسلمان
۽ڪرستان ٿيئي هوا. ڪرستان اُهي جي گرمٽين مان عيسائي ٿيا هوا. انهن
جي سنکيا بہ 1893ع ۾ ٿوري نہ هئي. اهي سڀ انگريزي پوشاڪ پهرين.
منجهائن چڱيرا وري هوٽلن ۾ نوڪري ڪري پيٽ قوت ڪدين. انهن کي
نظر ۾ رکي سيٺ صاحب منهنجي ٽوپلي تي ٽيڪا ڪئي. هن جو چوڻ هو
تہ ”ويٽر“ طريقي سڏجڻ سو سهٽو ڪين هو. اڄ تائين ڪيٽرن کي اها ساڳي
ڳالهہ پيئي سُجهندي هوندي.

مون کي سيٺ جي صلاح، سڀ ڳالهيون سارينديءَ وڻي. مون پڳڙي
پهرڻ بابت ۽ ڪورٽ ۾ جهڳڙي بابت اخبار ۾ لکيو. اخبارن کي تہ اهڙي
ڳالهہ کپي. خوب چرچا ٿي. تلهن اکرن ۾ ’اڻ ڪونيو مهمان‘ ( Unwelcome
visitor) اخبارن چنگ ڪٽي چاڙهيو. سو ٽن چئن ڏينهن اندر ائين جو ائين،
سڄي ڏکڻ آفريڪا ۾ نالو وڃي ويم. ڪنهن منهنجو طرف ورتو تہ ڪن
وري هوڏ ٻڌڻ ڪري چڱي لاک لاٿيم. پر منهنجي پڳڙي مون سان ڇٽجي تہ
توڙ تائين هئي. ڪڏهن موڪلايائين سو پوءِ ٻڌائيندس.

*

(8)

## پرٽوريا (Pretoria) وينندي

ڊربن ۾ ڪرستان هندوستانين سان به جلد واقف ٿي ويس. ڪورٽ جو ترجمان مسٽر پال رومن ڪئٿلڪ هو. هن سان ۽ مرحوم مسٽر سيان گاڊ فري (جو پراٽيسٽنٽ مشن ۾ ماسٽر هو) سان به سڃاڻپ ٿيم. سندس پٽ جيمس گاڊ فري گذريل سال ڏکڻ آفريڪا مان هندوستاني سفارت ساڻ آيو هو. مرحوم رستمجي پارسيءَ ۽ مرحوم آدمجي ميان خان سان انهن ڏينهن ۾ واقفيت ٿي. هي سڀ جڻا جي هيستائين ڪم ڪانسواءِ پاڻ ۾ ڪڏهن به نه گڏبا هوا، سي جلدئي ڪيئن ملي ويا، سو پوءِ ڏسندا سين.

ايتري ۾ پيڍيءَ جي وڪيل وٽان خط آيو ته ڪيس جي تياري ڪرڻ گهرجي ۽ جي سيٺ پاڻ پرٽوريا نه اچي سگهي ته پئي ڪنهن کي سمجهائي موڪلي. سيٺ عبدالله خط پاڙهي پڇيم ته 'ڪيئن پرٽوريا ويندا؟' چيومانس ته 'سو ته خوشيءَ سان پر پهرين ڪيس ته سمجهايوم. اڃان ڪا خبر ڪانه اٿم ته ڪيس ڇا جو آهي ۽ ڇا ڪرڻو آهي.' سو ڪيس سمجهائڻ جو ڪم منشين تي رکيائين.

پر سمجهڻ وينس ته ڏسان ته مارا هت ته الف بي کان وٺي سکڻو هوم. واٽ تي جڏهن زئنزيبار ۾ لٿو هوس تڏهن ڪورٽ مان به ليئو پائيو آيس. هڪ پارسي وڪيل ڪنهن شاهد جي زباني ويٺي ورتي ۽ جمع واصل بابت سوال پئي هليا. پر آءُ ڇا ڄاڻان ته جمع ڇا واصل ڇا. حساب ڪتاب رکڻ ڪڏهن ڪونه سکيو هوس، نه اسڪول ۾ ۽ نه ولايت ۾.

هي ڪيس به بندين جي رقمن تي بيٺل هو. جو حساب ڪتاب مان واقف سوئي ڪيس سمجهي ۽ سجهائي سگهي. منشي جمع واصل جي ڳالهه ڪري ۽ آءُ اکيون ڦاڙي وينو نهاريان. پي- نوٽ ڪهڙي بلا سا مون کي ڪهڙي خبر. لغت کوليان ته لفظ ئي نه ليي. نيٺ منشي صاحب سان سچي

ڪيم. جنهن ۾ٽايم ته ٻي- نوٽ معنيٰ پرامسري نوٽ. حساب ڪتاب رکڻ تي هڪ ڪتاب خريد ڪيم. پڙهيم تڏهن مس مغز جاءِ تيم ۽ ڪيس ويچار ۾ آيم. جاچي ڏٺم ته سيٺ صاحب کي نه حساب لکڻ تي آيو نه پڙهڻ تي آيو پر اهڙو قڙت ڦناڪو جو حساب ڪهڙو به مُنجهيل هجي ته هيٺري ۾ سمجهي وڃي. آخر سيٺ کي خبر ڏنيم ته آءٌ پرتوريا وڃڻ لاءِ تيار هوس.

"ڀلا پر توريا ۾ ڪنهن وٽ لهندا؟"

"جتي توهان جي صلاح."

"چڱو آءٌ پنهنجي وڪيل کي ٽو لکان. هو ٻاٽيهي تولاءِ سڀ بندوبست ڪندو. اُتي منهنجا ميمڻ دوست به آهن. تن کي لکندس ته ضرور پر توهين ڪائن پريرا رهو ته چڱو ٿيندو. پرتوريا ۾ مدعاعليہ جي ڏر زور آهي. اسان جا پاڻ ۾ پيا خط پٽ ايندا ويندا. اتفاق سان ڪو پڙهي وٺي ته ڳالهه خراب ٿيندي سو دور باش خوش باش." مون جواب ڏنس ته "منهنجي رهڻ جي ڳالهه پلي وڪيل تي رکو. نه ته آءٌ پاٽيهي پنهنجو ڪونه ڪو بندوبست وڃي ڪندس. توهين بيفڪر رهجو. مون وٽان ٻاڦ به نه نڪرندي پر آءٌ رهندس ته سيني سان رلي ملي رهندس. ورۃ ڏر سان به ياٿپي ڳنڍٿي آهي. جيڪر ائين چاهيان ته توهين پاٽيهي پاڻ ۾ ڪير ڪنڍ تي نهي وجو ۽ ڪيس ڪڍائي ڦٽو ڪريو. نيٺ به طيب سيٺ توهان جو هڏ رت آهي."

تنهن تي عبدالله سيٺ ذرا چرڪيو. پر مون کي ساٽس گڏ رهندي هفتو کن تي ويو هو. سو هڪ ٻئي کي ڪجهه سمجهڻ جهڙا تي ويا هئاسين. اهو دل تي بار ته آءٌ سندس 'گهر ۾ گهوڙو' هوس سو لهي ويو هوس.

ورندي ڏنائين ته 'ها.... ٺو.... جي ناهه تي وڃي ته انهيءَ جهڙي ٻي ڪا ڳالهه؟ پر اسين پاڻ ۾ عزيز آهيون. سو هڪ ٻئي چڱيءَ پر سڃاڻون. طيب سيٺ وَتِ آهي. سترو نه آهي. هلڪا ٿيندا ته هو سڀ وٺي سڄو پيٽ ڪڍي ويندوءِ اسان کي ٽونٽا چپائيندو. سو پيير ڪٽو ته خبردار تي ڪٽجو.

"توهين ڪوبہ خيال نه ڪجو. ڪيس جي ڳالهه مون کي طيب سيٺ جي ٻاچي سان به ڪين ڪرڻي آهي. آءٌ ته فقط ايترو ٿو چوان ته جي پاڻ ۾ ملي وڃو ته پنهنجا گهر لُٽائي وڪيلن جا ڪين ڀريو."

ستين يا اٺين ڏينهن آءٌ ڊربان مان نڪتس. فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ

هيم. اتي گاڏيءَ ۾ سمهڻ لاءِ بسترو کپي ته وري پنجن شلنگن جي ٻي ٽڪيٽ تي وٺڻي پيئي. سيٺ اها به ڳڻهڻ لاءِ مون کي زور ڪيو پر مون هوڏ ڪري، ڪي ڪفايت ڪري اها ٽڪيٽ ڪين ڳڌي

سيٺ خبردار ڪيم ته "ياد رکج، هي ملڪ ٻيو آهي، هندوستان ڪونهي. خدا جي مهرباني. اسان کي سڀ ڪجهه ڏنو اٿس. توهين پئسن جي ڪنجوسائي نه ڪجو. ڪجهه به کپيوَ ته بلاشڪ خرچ ڪجو."

مون سندس ٿورا مڃيا ۽ کيس خدا حافظ ڪيم.

نتال جي راڄڌاني مارٽز برڪ ۾ گاڏي رات جو اٽڪل 9 بجي پهتي. انهيءَ اسٽيشن تي رات لاءِ بسترا ملندا هئا. هڪ ريلوي ملازم اچي پڇيم ته توهان کي بسترو کپي ڇا؟

جواب "نه، مون کي پنهنجو آهي."

هو هليو ويو. ايتري ۾ هڪ مسافر آيو ۽ اچي سامهون وېٺو پر جان چتائي ڏسي ته مارا هي ڪارو آدمي. ڏسي ششدر ٿيو. سو ٻاهر نڪتو. ٻن ريلوي عملدارن کي ڪاهي آيو. ڀهريائين ڪڇيائون ڪين. نيٺ هڪ چڙهي چيم ته "هيڏانهن اچ. توکي پڇاڙيءَ جي گاڏي ۾ وهڻو پوندو."

جواب "سا پاڻ وٽ رک. آءٌ توکي چوان ٿو ته پڇاڙيءَ جي گاڏي ۾ وهڻو پوندءِ"

"آءٌ توکي چوان ٿو ته ڊربان کان آءٌ هن گاڏي ۾ آيو آهيان ۽ هن ۾ ئي اڳتي ويندس."

"سو ٿيڻو نه آهي، لهڻو پوندءِ. جي نه ته سپاهي لاهيندءِ."

"سو ڀلي، سپاهي ڏڪي لاهي. آءٌ پاڻيهي ته اصل نه لهندس."

سپاهي به اچي رسيو. هٿ هلي مون کي ڌڪو ڏيئي هيٺ لاٿائين. منهنجو سامان هيٺ ڦٽو ڪيائين. مون ٻئي گاڏي ۾ وهڻ کان نابري واري. ٽرين هلڻ لڳي. آءٌ وڃي ويٽنگ روم ۾ وارد ٿيس. هٿ ٿيلهي سان هيم، باقي ٻئي سامان کي هٿ ۾ به نه لاتم. اهو ريلوي وارن پاڻ وٽ وڃي رکيو.

سياري جي مند هئي. ڏکڻ آفريڪا جو سيارو مٿاهن پٽن ۾ سخت ٿيندو آهي ۽ مارٽز برگ اونچو آهي. منهنجو وڏو ڪوٽ به ٻئي سامان سان گڏ هو. پر سامان گهرڻ جي جرئت نه هيم. چوان ته وري به مٿان گهٽ وڌ هلن؟ سيءَ ۾ سڪي ويس. ڪوٺيءَ ۾ بتي به نه ليي. آڌيءَ رات جو هڪ ٻيو

مسافر بہ اندر آيو. شايد مون سان ڳالهائڻ جي خواهش ڏيکاريائين پر آءٌ پنهنجي حال ۾ نہ هوس.

دل ۾ سوچڻ لڳس تہ: 'مون لاءِ هڪڙو رستو هي آهي تہ پنهنجن حقن لاءِ لڙان، ٻيو هي تہ پنتي موٽان. پر جي نہ تہ غم ڪائي، ڏڪا ٻجا سهي پريٽوريا پهچان ۽ اُتي ڪيس جو ڪم لاهي وطن وران. ڪيس ڦٽو ڪري پچ پائي ڀڄڻ اهو نامرد جو ڪم. منهنجو ڏک سور تہ خسيس ڳالهہ آهي. اهو سور روڳ ۾ ورڳيل سرير جي نشاني آهي. اهو روڳ رنگ دئيش جو روڳ. غور ڪيم تہ اهو اندر جو روڳ ناس ڪرڻ جي سگهہ هجي تہ انهيءَ جي پاڙ پٽڻ گهرجي. انهيءَ جو علاج ڪندي مون کي سختيون سهٽيون پون تہ برسر ڪرڻ کپن. پنهنجو بچاءُ فقط تڏهن ڪرڻو جڏهن انهي ڪري ديس پاين جو پلو ٽئي ۽ رنگ دئيش دور ٿئي.

من ۾ اها پڪ ڪري چيم تہ هاڻ ٻا بہ ٽئي پر ٻي ٽرين ۾ اڳتي ويندس. صبح ٿيندي مون جنرل مئنيجر کي هڪ لنبي تار ڪئي. دادا عبدالله کي بہ خبر ڏنيم. سيٺ هڪدم جنرل مئنيجر وٽ چڙهي ويو. پر عملدار عملدار جو ڪاچ، سو هن بہ پنهنجي زيردستن جي ڳالهہ مٿي ڪئي. پر ايترو ڪيائين جو اسٽيشن ماستر کي مون لاءِ تاڪيد ڪري ڇڏيائين. دادا عبدالله مارٽزبرگ ۽ ٻين شهرن ۾ هندوستاني واپارين کي مون سان گڏجڻ ۽ مون کي مدد ڪرڻ لاءِ تارون ڊوڙايون. سي سڀ گڏيم. تن وري پنهنجا ڏک ڏنجهہ ويهي اوريا. چي سپيئي ساڳيءَ ٻيڙيءَ ۾ آهيون. هندوستاني سيڪنڊ ۾ چڙهن ڪي فرسٽ ۾ تہ واٽ تي مسافر توڙي ريلوي عملدار ساٽن جنيون ڪن. سڄو ڏينهن دردن جا داستان ٻڌندي نبريو. رات جو وري گاڏي آئي. مون لاءِ جڳهہ جو بندوسبت ڪيل هو. جا بستري جي ٽڪيٽ مون ڊربن ۾ ونڻ جي نٽي ڪئي سا هاڻ خوشيءَ سان ڳڏيم. چارلسٽئون وڃي پهتس.

*

(9)

# تڏ تيئن وڏ

چارلسٽئون صبوح جو پهتس. تن ڏينهن چارلسٽائون کان جوهانسبرگ تائين ريل گاڏي ڪانه هئي. گهوڙي گاڏي وَهندي هئي، جا رات جو هڪ اسٽئنڊرٽن منزل تي بيٺي ٿي. مون کي تہ سڌي گهوڙي گاڏيءَ جي بہ ٽڪيٽ هئي. هڪ ڏينهن پوءِ پهچڻ ڪري ٽڪيٽ خارج ڪانہ ٿي ٿئي. هوڏانهن سيٺ عبدالله گهوڙي گاڏيءَ واري کي بہ تار ڏيئي ڇتايو. پر هن کي ڪونہ ڪو بهانو ڳولڻو هو. سو مون کي ڏاريو ڏسي چيائين تہ 'تنهنجي ٽڪيٽ اڄ ڪين هلندي' مون تنهنجو نيڪ جواب ڏنو هن جو منهنجي ٽڪيٽ رد ٿي ڪئي تنهن جو خاص سبب هو. سڀ مسافر گاڏيءَ اندر تي ويٺا. پر آءٌ 'ڪُولي' هوس، ڏاريو تي لڳس، سو اندر بين گورن سان گڏ ڪيئن وهڻ ڏئيم. پر گاڏيءَ ۾ ٻاهر ڪوچوان جي ساڄي ۽ ڏائي پاسي بہ جڳهيون هيون. انهن مان هڪ تي هونئن ڪمپني جو نوڪر گورو وهندو هو. اها جڳهہ خالي ڪري، مون کي وهاري، پاڻ اندر تي وينو. مون سمجهيو تہ ڏنو وائنو انڌير ٿو ٿئي. پر ڏاڍي سان پُڇي ڪير؟ سوچيم تہ فڪر ناهي، غم ڪائي وڃبو. هڪ ڇٽو زور زبر ڪري اندرين جاءِ والاريان سو ناشدني هو. تڪرار ڪريان تہ ڪي ڪين وٺيان، اُتلو گاڏي هلي ويندي ۽ آءٌ وري پنتي پيو هوندس. ٽئي ڏينهن بہ کهڙا بُرا حال تيين سو ڪير ڄاڻي. سو مني ماٺ ڪري ٻاهروهڻ ۾ سياٽپ سمجهيم. باقي اندر ۾ پئي ڏڌس.

اٽڪل 3 بجي گاڏي پارڊيڪوپ پهتي. هاڻ هن گوري نوڪر کي وري ٻاهر وهڻ تي دل ٿي. بيڙي پيٺي هيس، ذرا کُلي هوا بہ ڪاٽي هيس. سو ڪو چوان کان هڪ ميرو ڳوڻ ٽڪر وٺي، پٽ ۾ پيرن وٽ وڇائي مون کي چيائين تہ 'سامي، تون لهي هتي ويهہ. مون کي ڪوچوان سان گڏ وهڻو آهي.' ايڏي بي عزتي مون کان سني نٿي ٿي. سو ڊڄندي ڪنبندي چيومانس تہ "تو مون

کي هٿ وهاريو سو غم کائي ويس. مون کي ٽڪيٽ اندر وڃڻ جي آهي، پر مون کي ٻاهر وهاري منهنجي جڳهه تي تون اندر ٿي ويٺين. هاڻ وري ٽوکي ٻاهر وهٽو آهي، جو بيڙي پيٽي اٿيئي. سو مون کي لاهي پنهنجن پيرن وٽ ٿو وهارين. آءُ اندر وڃڻ لاءِ تيار آهيان، پر هيٺ مُور نہ وهندس.“

بس منهنجيءَ زبان مان اهي لفظ نڪتا نہ آهن ۽ مون تي ٺونشن جو ڦهو لڳي ويو. ٻانهون جهلي هيٺ گهلڻ لڳو. آءُ بہ پتل جي شيخن کي جوڙ وانگر چنبڙي پيس. چيم تہ هڏ گڏ ڀڃن تہ ڀلي، هٿ ڪرائي مڙن تہ پرواهہ ناهي، پر شيخون هٿان نہ ڇڏيندس. هي تماشو ٻين مسافرن ويٺي ڏٺو. هڪ پاسي ڏکن جو ڦهڪو ٻئي پاسي گارين جو سٽڪو پئي پيو. هي طاقت وارو آءُ ڪمزور. نيٺ ڪن جي دل پني ۽ گوري کي سمجهائڻ لڳا تہ ’اڙي، هاڻ ڇڏيو. هن کي راهہ گناهہ ڇو ٿو مارين. ڪٿي اتي ئي وهي. چوي سچ ٿو. جي ٽوکي هوڏ ڪنيو آهي، تہ چڱو اسين اندر ٿا وهاريونس.‘ پر هي يار چوي ’سا ٿيڻي نہ آهي.‘ تہ بہ ڪجهہ سمجهي ويو، سو مون کي مار ڏيڻ بند ڪيائين. بہ چار بيون بہ گاريون ڏيئي، منهنجي ٻانهن ڇڏيائين. پوءِ ڪوچوان جي ٻئي پاسي جيڪو هاٽينٽاٽ نوڪر ويٺو هو، تنهن کي هيٺ وهاري پاڻ سندس جڳهہ تي مٿي بالم تي ويٺو. مسافر وري چڙهي ويٺا ۽ گاڏي هلي. منهنجي اندر ۾ گهوڙا. ڊرڻ پيئي ڏڪي. چوان تہ شل منزل تي جيئرو پهچان. گورو سامهون گهور ڪري ويٺو نهاري. مون ڏي اشارو ڪري ڏجهندو چوڻ لڳو تہ دلجاءِ ڪر. اسٽئنڊرٽن پهچڻ ڏي پوءِ تنهنجون منهنجون پاڻ ۾ ڳالهيون آهن. ڏينهن جا تارا ڏيکاريندوسانءِ!‘ آءُ سُن ۾ هوس ۽ پريوءَ کي پرارٿنا ڪيم تہ مون سان واهر ڪر.

رات تي ۽ اسٽئنڊرٽن پهتاسين. گاڏي بيٺي تہ ڪيترا هندوستاني مهانڊا ڏٺم. لهندي چيائونم تہ ’اسان کي دادا عبدالله جي تار آئي آهي. هاڻ سيٺ عيسيٰ وٽ هلو.‘ منهنجي دل پري ساڻن گڏجي سيٺ جي دڪان تي ويس. اُتي سيٺ ۽ سندس گماشتا ويڙهي ويم. مون سان جيڪا ويڌن تي هئي سا ٻڌائيمان. ٻڌي پاڻ بہ دلگير ٿيا. پوءِ ساڻن جنيون ٿينديون هيون تن جو داستان ڪڏي پرچاٽي ڪيائون.

هاڻي مون کي گهوڙي گاڏي ڪمپنيءَ جي ايجنٽ کي سندن ملازم جي

بدافعال بابت لکٹو هو. خط لکيم ۽ خط پڙهيائين بہ ڇاڻايم تہ مون کي ڏمڪيون مليل آهن. گهر ڪيم تہ ٻئي ڏينهن صبح جو مون کي ٻين مسافرن سان گڏ اندر جڳهہ ملڻ گهرجي. ايجنٽ خط جو جواب ڏنو تہ 'اسٽئنڊرٽن ڪانپوءِ گاڏي ۾ وڏي تي وڃي ۽ ڪوچوان توڙي ٻيا ملازم بدلجن ٿا. جنهن بنسبت توهين دانهن ڪريو ٿا سو سپاٽي توهان سان ڪونہ هوندو. توهان کي ٻين مسافرن جي پاسي ۾ جڳهہ ملندي "

هن جواب ڪانپوءِ دلجاءِ ٿيم. گوري مٿان مون کي ڪابہ ڪارروائي ڪان ڪرڻي هئي، سو مار ڪائڻ جي ڳالهہ اتي ئي ختم ٿي. صبح جو مون کي عيسيٰ سيٺ جا ماڻهو گاڏيءَ تي پهچائي آيا. جڳهہ چڱي مليم. ڪنهن بہ تڪليف کانسواءِ وڃي جوهانسبرگ پهتس.

اسٽئنڊرٽن ننڍڙو پر جوهانسبرگ وڏو شهر هو. اُتي بہ سيٺ عبدالله تار تہ موڪلي ڇڏي هئي. مون کي محمد قاسم قمرالدين جي دوڪان جو پتو بہ لکي ڏنو هئائين. سندس ماڻهو مون کي وٺڻ آيو هو پر نہ مون کيس ڏٺو نہ هن مون کي سڃاتو. سو لاچار هوٽل ۾ وڃڻ جو خيال ڪيم. ٻن چئن جا نالا پڇي ڇڏيا هئم. گاڏي ڪري گرئنڊ نيشنل هوٽل ڏي هليس. لهي سڌو مئنيجر وٽ ويس ۽ هوٽل ۾ جڳهہ گهريم. مئنيجر ڪن مون کي چتائي ڏٺو. پوءِ فضيلت سان چيائين تہ آءٌ لاچار آهيان. سڀ ڪوٺيون ڀريل آهن." اهو جواب ڏيئي مون کان موڪلايائين! سو مون گاڏي واري کي محمد قاسم قمرالدين جي دڪان ڏي هلڻ لاءِ چيو. اُتي سيٺ عبدالغني مون ۾ اکيون پائي وينو هو سو اُتي کلي کيڪاري گڏيم. هوٽل جو حال سڻايومانس. تنهن تي ٺهڪڙن ۾ اچي پيو. چي" هتي هوٽلن ۾ اسان غريبن لاءِ جاءِ ڪانهي. "

پڇيم تہ سو ڇو؟

سو بہ چار ڏينهن هت رهندا تہ جواب ڏيڻ جي ضرورت ڪانہ رهندي. هن ديس ۾ اسين فقط پئسا ڪمائڻ جي لالچ تي رهيا آهيون. باقي اسان سان جيڪي عُقوبتون ٿين ٿيون تن جون ڪاٿو ڪونهي. مني ماٺ ڪري وهٽو ٿو پوي. پوءِ تہ ٽرنسوال ۾ ڏکن ڏاکڙن جي تواريخ ڪيدي ٻڌايائين.

هن سيٺ سان پوءِ اسان جي وڌيڪ واقفيت ٿيندي. صنا چيائينم تہ 'ياٽي،هي ملڪ توهان جهڙن لاءِ ڪونهي. هاڻ ٻڌ. توهان کي سپاٽي

پريٽوريا وڃڻو آهي، پر توهان کي ٽرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ ئي ملندي، ٽرنسوال ۾ اسان سان نٽال کان بہ وڌيڪ اهنج. هت فرسٽ ۽ سيڪنڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ بہ ڪين ٿا ڏين. چيومانس تہ شايد توهان پوري ڪوشش ڪئي نٿي ڏسجي." جواب ڏنائين تہ 'اسان لکپڙهہ تہ خوب ڪئي آهي. پر سچ پڇين تہ هت اسان جا ماڻهو فرسٽ ۽ سيڪنڊ ۾ سترا چڙهن چو ٿا؟'

مون ريلوي گائڊ پڙهي ڏٺو. هڪ تجويز ٽي سگهي ٿي. ٽرانسوال جو اصلي قاعدو ڪو صاف ۽ چٽو ڪونہ لکيل هو. ريلوي جا رؤل سي تيهان گهرگهلا هئا.

پڙهي سيٺ کي چيم تہ آءٌ ويندس تہ پوءِ پريٽوريا هتان 37 ميل آهي. گهوڙي گاڏي ڪري ويندس."

سيٺ جو خرچ ۽ وقت ڏي ڌيان ڇڪيم، پر صلاح ڪري هڪ خط اسٽيشن ماستر کي لکيم. خط ۾ ڄاڻايم تہ آءٌ بئرسٽر آهيان ۽ هميشه فرسٽ ڪلاس ۾ مسافري ڪندو آهيان. پريٽوريا ضروري ڪم تي جلد پهچڻو اٿم انهيءَ ڪري جواب لاءِ نہ ترسي آءٌ پاڻ روبرو اچي اسٽيشن تي جواب وٺندس ۽ اُميد اٿم تہ جواب سٺائو ملندم.

ائين لکڻ ۾ هڪ اٽڪل سٽي هيم. پڪ هيم تہ لکي جواب ڏيندو تہ ننو اکر واريندو. ڪيس ڪهڙي خبر تہ 'ڪولي' بئريسٽر ڪهڙا ۽ ڇا پهريندا آهن. سو جي ٽپ ٽاپ انگريزي پوشاڪ پهري ساڻس انگريزيءَ ۾ ٻيهي ڳالهائيندس تہ شايد مڙي ۽ ٽڪيٽ ڏئي. سو آءٌ فراڪ ڪوٽ نيڪ ٽاءِ چاڙهي اسٽيشن ڏي هليس. ڪيسي مان ڳني ڪڍي ڏنيم ۽ اسٽيشن ماستر کان فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ گهريم. تڏهن چيائين تہ "ڇني توهان مون کي لکي آهي؟"

"هائو ٽڪيٽ ڏيندا تہ مهرباني، مون کي اڄ ئي پريٽوريا پهچڻو آهي." اسٽيشن ماستر کان ڪل نڪري وئي ڏل پنيس، چي "آءٌ ٽرانسوالر ڪين آهيان، هالنڊر آهيان. توهان جي دل جو درد سمجهان ٿو، همدردي ٿو ڪريان. آءٌ تہ گهڻو ئي ٽڪيٽ ڪڍي ڏيان، پر هڪڙي شرط تي، جي واٽ تي گارڊ توهان کي اُتاري ٽرڊ ڪلاس ۾ وهاري تہ مون کي حقو ناحقو ڪين ڦاسائيندا. يعني ريلوي تي دعوي ڪين ڪندا. آءٌ تہ گهڻو ئي چوان تہ شل

توهان جي مسافري سهانستيءَ ۾ تئي. توهين سڪر ماڻهو تا ڏسجو. توهين پلي ٽڪيٽ ونو." ائين چئي مون کي ٽڪيٽ ڪڍي ڏنائين. مون سندس ٿورا مڃيا ۽ بي اونو ڪيومانس.

سيٺ عبدالغني مون کي چڙهڻ آيو هو. هي ڪيل ڏسي خوش ٿيو. عجب لڳس، پرمون کي خبردار ڪيائين تہ: "پريٽوريا سهي سلامت پهتا تہ لک شڪرانا. مون کي هري پيو تہ گارڊ توهان جي پڇر ڪين ڇڏيندو پر جي گارڊ نہ چوندو تہ مسافر ڪين ڇڏيندو."

آءٌ تپ ڏيئي وڃي فرسٽ ڪلاس ۾ وينس. گاڏي ڇُٽي. اجان جرمسٽن پهتي تہ گارڊ ٽڪيٽون ڏسڻ آيو. مون کي ڏسي بگڙيو. آگر سان اشارو ڪري چيائين تہ: "اي تون ٽرڊ ڪلاس ۾ وڃي ويهہ." مون فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ ڪڍي ڏيمانس. "سو ڇا ٿيو. تون ٽرڊ ڪلاس ۾ وڃي ويهہ."

مون سان گڏ هڪ ئي مسافر هو. تنهن گارڊ کي اچي ورتو: "توهين حقو ناحقو هن مسافر کي ڇو ٿا ستايو؟ ڏسو بہ ٿا تہ ڪيس فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ آهي. وينو هوندو تہ مون کي ذرو بہ اعتراض ڪونہ ٿيندو." گارڊ کي ائين چئي مون ڏي نهاري مون کي دلاسو ڏنائين تہ "توهين هاڻي بيفڪر وينا هجو."

گارڊ مڻمڻ ڪئي. "توهان کي ڪولي سان گڏ وهڻو آهي تہ پلي وهو. منهنجو ويو ڇُو" ائين چئي ٽڪڙو ٽڪڙو هليو ويو.

رات جو اٺڪل 8 بجي ٽرين پريٽوريا پهتي.

*

(10)
# پريٽوريا ۾ پهريون ڏينهن

پريٽوريا اسٽيشن تي پانيم ته دادا عبدالله جو وڪيل ڪونه ڪو ماڻهو وٺڻ لاءِ ضرور موڪليندو. هندوستاني ڪو ڪونه اچڻو هو ڇو ته جو سيٺ ڪي انجام ڏنو هوم ته ڪنهن به هندوستانيءَ سان گڏ ڪين رهندس. پر وڪيل به ڪنهن کي اسٽيشن تي ڪونه موڪليو. پوءِ خبر مليم ته آرتوار هئڻ ڪري هو سولائيءَ سان ڪنهن کي به هن ڪم تي موڪلي نه ٿي سگهيو. آءُ مُنجهي بيٺس. وڃان سو ڪنهن وٽ وڃان. دل ۾ پيؤ ته متان وري ڪا هوٽل نه وٺيم. 1893 واري پريٽوريا اسٽيشن 1914 واري اسٽيشن جهڙي ڪانه هئي. بتيون سپ جهڪيون پئي ٻريون. مسافر به ٿورا هئا. ترسيس جيسين سپ نڪري وڃن ۽ نويڪلائي ٿئي. پوءِ چيم ته ٽڪيٽ ڏيئي ٽڪيٽ ڪليڪٽر کان پڇا ڳاڇا ڪندس. ڪا ننڍڙي هوٽل ٻتايائين يا مڪان ڏسيائين ته اوڏانهن، نه ته لٿي پٿي رات جو اسٽيشن تي پيو هوندس. پر ايتري دريافت ڪرڻ تي به دل نه پيئي ٿئي، متان بي عزتو ٿيان.

اسٽيشن خالي ٿي. ٽڪيٽ ڏيئي پڇا ڪيم. جواب نضيلت سان مليو پر اهڙو رُکو جو چيم ته هن مان ڪي ڪين ورندو. ٽڪيٽ ڪليڪٽر جي پرسان هڪ حبشي بيٺو هو جنهن حال ٻڌي مون کي چيو ته توهان جي ڳالهائڻ مان صحيح ڪيم ته توهين هن شهر جا بنهه اڻواقف آهيو ۽ ڪنهن کي به ڪونه ٿا سڃاڻو. مون سان هلو ته توهان کي هڪ ننڍڙيءَ ويسيءَ ۾ وٺي هلان. هڪ اميريڪن جي آهي ۽ آءُ کيس سڃاڻان. پانيان ٿو ته توهان کي ويسيءَ ۾ وٺندو.

اندر ۾ البت شڪ هوم، پر سندس ٿورا مڃي ساڻس وڃڻ قبول ڪيم. هو مون کي جانسٽن جي فئملي هوٽل ۾ وٺي ويو. پهرين ته جانسٽن کي پاسيرو وٺي وڃي ڳالهه سمجهايائين. نيٺ مسٽر جانسٽن مون کي پاڻ وٽ

هڪ رات رهائڻ قبول ڪيو سو بہ هن شرط تي تہ ڪاڙو ڪونيءَ ۾ گهرائي ڪائيندس.

ڪن ۾ چيائينم تہ 'مونکي تہ ڪاري ۽ گوري جو ذرو بہ خيال ڪونهي، پر منهنجا گراهڪ گورا ئي آهن ۽ جي ڪري آءٌ توهان کي ساڻن گڏ ڪاڙي تي وهاريان تہ هو خار ڪائيندا ۽ ڪونہ ڪو هوٽل بہ ڇڏي وڃي". جواب ڏنومانس تہ "مون کي جي اجوڪي رات رهائيندا تہ بہ توهان جي مهرباني. هن ملڪ جي حالتن مان آءٌ تورو گهڻو مڙيو ئي واقف ٿيندو ٿو وڃان. توهان جي مشڪلات آءٌ سمجهي سگهان ٿو. توهين ڀلي مونکي منهنجي ڪونيءَ ۾ ئي ڪاڙو ڪارائجو. سڀاڻي اميد تہ آءٌ پنهنجو ٻيو ڪو بندوبست ڪري وٺندس."

مون کي ڪوٺي ڏنائين ۽ آءٌ وڃي رات جو سُکي ٿيس. تيڙ ناهي. ڪاڙي لاءِ ترسي ويٺس. هوٽل ۾ گهڻا ڪونہ لٿل هئا. پر ٿوري وقت ڪانپوءِ ڏسان تہ ويٽر بدران مسٽر جانسٽن پاڻ ٻيو اچي. چي "مون جو توهان کي هت ئي ڪائڻ لاءِ چيو تنهن تي پوءِ مون کي شرم آيو سو وڃي گراهڪن سان توهان جي ڳالهہ ڪيم ۽ پڇيم. شڪر جو هنن کي بہ ڪاڙي جي ڪونيءَ ۾ توهان سان گڏ ويهي ڪائڻ ۾ ڪوبہ اعتراض ڪونهي. نہ رڳو ايترو پر هنن کي توهين ڪيترا بہ ڏينهن رهو تہ پرواهہ نہ آهي. سو هاڻ مرضيءَ جا مالڪ آهيو. جي ڪاڙي واريءَ ڪونيءَ ۾ هلي ڪائو تہ ڀلي هلو. جي هت وڏيڪ رهڻو اٿوَ تہ بلاشڪ رهو."

مون وري بہ سندس ٿورا مڃيا ۽ گڏجي ڪاڙي واري ڪونيءَ ۾ ويس. ٻي اونو ويهي پيٽ پري ڪاڙم.

ٻئي ڏينهن صبح جو وڪيل ڏي ويس. نالو سندس اي. ڊبليو. بيڪر هو. عبدالله سيٺ اڳيئي مون سان سندس ذڪر ڪيو هو. ٿيو بہ ائين. هن ڏسڻ سان اُٿي منهنجي چڱي مرحبا ڪئي. سڀ حال احوال ورتائين ۽ ڏنائين. چي "هن وقت هتي ڪو خاص ڪم توهان لاءِ ڪونهي. اسان هن ڪيس ۾ وڏي ۾ وڏا بئريسٽر ڪيا آهن. ڪيس ڳرو ۽ مُنجهيل سُنجهيل آهي. سو فقط حقيقتون پيدا ڪري اسان وٽ پيش ڪرڻ جو ڪم توهان تي رکنداسين. اصيل سان لکپڙهہ بہ هاڻي سولي ٿي پوندي ۽ جيڪي حقيقتون ڪانئس پُڇڻيون هونديون سي توهان جي معرفت پُڇي سگهبيون. توهان لاءِ اجان تائين ڪو گهر ڪونہ ڳوليو اٿم. چيم تہ توهان سان گڏجي پوءِ اهو ڪم ڪندس. هت رنگ ڀيد ڏاڍو آهي، سو

سنو گهر ٻولڻ سولو ڪم نہ آهي. پر هڪ زال ڪي آءُ سڃاڻان ٿو. غريب آهي ۽ نانوائيءَ جي استري آهي. اميد اٿم تہ اوهان ڪي پاڻ وٽ رهائيندي. ڪيس ڪجهہ هٿي اچي ويندي. چڱو ڀلا اُٿو تہ وٽس ٻئي گڏجي هلون.“

اسين زال وٽ وياسين. مسٽر بيڪر ڪيس اڪيلو وٺي وڃي ڳالهہ سمجهائي. هن مون ڪي رهائڻ قبول ڪيو. هفتي ۾ 35 شلنگ ورتائين.

مسٽر بيڪر وڪيل هو پر ڌرم ۾ پڪو. اڃان حيات آهي ۽ پادريءَ جو ڪم ڪندو آهي. وڪالت صفا ڇڏي ڏني اٿس. پئسي ۾ آسودو آهي. مون سان اڃان خط پٽ لکڻ جو رستو اٿس. خطن ۾ هڪ ئي ڳالهہ لکندو آهي. ڇي ڪرسٽ جو ڌرم هن ڳالهہ ڪري يا هن ڳالهہ ڪري اُتم ۾ اُتم ڌرم آهي ۽ ڪرسٽ کي ايشور جو هڪڙو ئي پٽ ۽ منش جاتيءَ جو تاريندڙ مڃڻ بنا پرم شانتي پراپت ٿي نٿي سگهي.

اسان جي پهرئين ملاقات تي مسٽر بيڪر کي خبر پئجي ويئي تہ آءُ پنهنجي ڌرم مان ڪيترو واقف هوس. مون صفا چٽي ڏنو مانس تہ ”آءُ برابر ڄائو هندو ڌرم ۾ آهيان، پر هندو ڌرم جي مون کي پوري خبر ڪانهي. ٻين ڌرمن جي خبر جهڙي اٿم تهڙي نہ اٿم. اڃان تہ پتو ئي نٿو پوي تہ ڇا مڃان ٿو ڇا نٿو مڃان ۽ ڇا مڃڻ گهرجيم. خيال اٿم تہ هاڻ پنهنجي ڌرم ۽ جي ٿي سگهي تہ ٻين ڌرمن جو بہ چڱو اڀياس ڪريان.“

اهو ٻڌي مسٽر بيڪر خوش ٿيو ۽ چيائينم تہ آءُ پاڻ سائوٿ آفريڪا جنرل مشن جو هڪ ڊئريڪٽر آهيان. مون پنهنجي خرچ سان هڪ ديول نهرائي آهي، جنهن ۾ وقت بوقت آءُ وڃي وعظ ڏيندو آهيان. رنگ ڀيد مون کي پسند نہ آهي. مون سان ٻيا بہ ڪيترا ساٿي ڀيا ڪن. سڀ گڏجي روز منجهند جو هڪ بجي بہ چار منٽ پرارٿنا ڪندا آهيون. جي انهيءَ ۾ توهين بہ اچي شامل ٿيندا تہ آءُ خوش ٿيندس. اُتي منهنجن ٻين دوستن سان بہ توهان جي واقفيت ٿيندي هو بہ توهان کي ڏسي سرها ٿيندا. پڪ اٿم تہ توهان کي اهو سماگم وڻندو. چوندا تہ ڪي ڌرمي ڪتاب بہ توهان کي ڏيندس، پر ڪتابن ۾ ڪتاب تہ انجيل آهي. اهو ضرور پڙهجو سا منهنجي خاص صلاح آتو.“ مسٽر بيڪر جامون ٿورا مڃيا ۽ ٿي سگهيو تہ منجهند جو هڪ بجي ساڻس گڏجي پرارٿنا ڪرڻ قبول ڪيو.

"تڏهن پلا سياڻي هڪ بجي توهين هت اچجو ۽ پوءِ گڏجي پرارٿنا مندر ۾ هلنداسين."

آءٌ ڪانئس موڪلائي هليس. ويهي ويچار ڪرڻ جي اجان واندڪائي ڪانه هيم. مسٽر جانسٽن سان بل چڪائي، نئين گهر ويس. گهر ڌياڻي چڱي هئي. مون لاءِ ان آهار تيار ڪيو هوائين. ڪٽنب سان رلي ملي وڃڻ ۾ مون کي ويرم ڪانه لڳي. ڪائي پي دادا عبدالله جي دوست ساڻ ملڻ ويس. هن هندوستانين سان سختين جو وڌو قصو ويهي ٻڌايو. پاڻ سان گڏ رهائڻ جي آڇ ڪيائين. مون سندس ٿورا مڃيا ۽ ٻڌايو مانس ته ڪهڙو بندوبست ڪري آيو آهيان. تڏهن چيائين ته ڪوبه ڪم ڪار هجي ته حجاب اصل نه ڪندا.

سانجهيءَ جو گهر موٽيس. ڪوٺيءَ ۾ ويٺي خيالن پٺيان خيال پڇايم. ڏنم ته في الحال مون لاءِ ڪوبه ڪم ڪونه هو. سيٺ کي اها خبر ڏنم. دل ۾ چيم ته مسٽر بيڪر جي مهربانيءَ جو ڪهڙو مطلب هوندو؟ سندس ڌرم ڀاين کان آءٌ ڇا پرائيندس؟ ڪرست ڌرم جي اڀياس ۾ ڪيستائين وڃان؟ هندو ڌرم جي اڀياس لاءِ گرنٿ ڪٿان هٿ ڪريان؟ پنهنجو ڌرم ڄاڻڻ کان اڳ ڪرستي ڌرم جي سچي خبر ڪيئن پوندي؟ نيٺ هڪ پڪ ڪيم ته جيڪو اڀياس ڪندس سو بنا پاس خاطريءَ ڪندس، تڏي سيني سان ڪندس ۽ ڌرمي ڳالهين ۾ مسٽر بيڪر ۽ سندس ساٿين کي اندرئين سوجهري موجب جواب ڏيندس. پڪ ڪيم ته جيسين پنهنجو ڌرم پوري طرح نه سمجهندس تيسين ٻيو ڪوبه ڌرم سئيڪار نه ڪندس. اهي ويچار ڪندي نيٺ ننڊ ڪٺي ويم.

⁂

(11)

# ڪرستانن جو سنگ

ٻئي ڏينهن هڪ بجي آءُ مسٽر بيڪر جي پرارٿنا سماج ۾ ويس. اُتي مس هئرس، مس گئب، مسٽر ڪوٽس ۽ ٻين ڪرستانن سان واقفيت ٿيم. سڀني گوڏن ڀر ويهي پرارٿنا ڪئي. مون بہ ڪين ڏسي ائين ڪيو. پرارٿنا ۾ جنهن جي من ۾ جيڪي ٿي آيو سو ايشور ڪان ٿي گهريائون. روز چوڻ تہ هي ايشور اڄوڪو ڏينهن سک سانت ۾ نبيرج، هي ايشور اسان جي دلين جا دروازا کول، وغيره. اڄ مون لاءِ پرارٿنا ٿي: "هي ايشور اسان وٽ جيڪو نئون ڀاءُ آيو آهي تنهن کي سنئين رستي لائج. جيڪا شانتي تو اسان کي ڏني آهي، اها هن کي بہ بخش ڪج. جنهن ڪرست اسان کي مڪت ڪيو آهي سو شل کيس بہ مڪت ڪري هي سڀ اسين ڪرست جي نالي پنون ٿا."

پرارٿنا ۾ ڀڄن ڪيرتن ڪونہ ٿيندو هو. هرڪو ايشور کي پنهنجي وينتي ڪري ٿي اٿيو. اهو ٻنپهرن جي کاڌي جو وقت، سو هرڪو پرارٿنا کانپوءِ پنهنجي پنهنجي گهر ڏي راهي ٿيندو هو. پرارٿنا ۾ پنج منٽ مس لڳندا هئا.

مس هئرس ۽ مس گئب عمر ۾ وڏيون هيون. مسٽر ڪوٽس ڪئيڪر پنٿ جو هو. ٻئي ڄالون گڏ رهنديون هيون. ٻنهي مون کي روز ساڍن چئين بجي جي چانهہ پيئڻ جي نينڊ ڏيئي ڇڏي. مسٽر ڪوٽس کي آءُ پنهنجو هفتيوار روزنامو (diary) ڏيکاريندو هوس. ڪهڙا ڪتاب پڙهيم، تن جو من تي ڪهڙو اثر ٿيو تنهن جي ڳالهہ ٻولهہ هلندي هئي. ڄالون پنهنجا سندر آزمودا ويهي ٻڌائينديون هيون ۽ پنهنجي اندر جي آنند جي ڳالهہ ڪنديون هيون.

مسٽر ڪوٽس دل جو صفا ۽ ڏرم ۾ پڪو ڪئيڪر هو. ساڻس منهنجي محبت ٻڌجي ويئي. اڪثر ڪري گڏجي گهمڻ ويندا هواسين. ڪڏهن ڪڏهن مون کي ٻين ڪرستانن وٽ وٺي هلندو هو.

ڪوٽس آهستي آهستي مون کي ڪتابن جي پري ڪٽي ٻڌائي. جيئن مون سان رستو وڌندو ويس تيئن پڙهڻ لاءِ ڪتاب ڏيندو ويم. مون به ايمان رکي اهي پڙهڻ کٽي قبول ڪيو. پوءِ انهن تي ويچار به ڪندا هئاسين.

اهڙا ڪتاب مون 1893 ۾ ڪئين پڙهيا. سڀ تہ نالا ياد نٿا پون، پر انهن ۾ هينيان ڪتاب هوا: ڊاڪٽر پارڪر جي ڪامينٽري (Commentary) پيئرسن جو ميني انفئليبل پروفس (Many Infallible Proofs) ۽ بٽلر جي ائنلاجي (Analogy). اهي پڙهندي ڪي فقرا سمجهي نہ سگهان، ڪي وڻن تہ ڪي ڪين وڻن. سو وري ڪوٽس کي سربستو حال ٻڌائيندو هوس. پيئرسن جيڪي ڪرست ڌرم جي سمرتن ۾ ثبوت ڏنا، تن مون تي ذرو به اثر نہ ڪيو. پارڪر جي ٽيڪا نيتيءَ جي حمايتي، پر اها بہ تنهن کي پسند پوي جنهن کي ڪرستي ڌرم جي مچتائن ۾ شڪ نہ هجي. بٽلر جو ڪتاب ڏاڍو وزنائتو پر اؤکو لڳم. اهو پنج ست ڀيرا پڙهجي تڏهن سمجهہ ۾ وهي. ناستڪ کي آستڪ بنائڻ لاءِ لکيل آهي. ايشور جي هستيءَ بابت ڪئين دليل ڏنل هوا، پر مون کي انهن دليلن جي درڪار ڪانہ هئي، ڇو جو آءٌ ناستڪتا جو ريگستان لنگهي پار پيو هوس. پر جيڪو ڀاڱو انهي تي لکيل هو تنهن ايشور جو هڪ سڳورو ڪرست ئي اوتار هو ۽ ايشور منش کي ملائڻ لاءِ هڪ ڪرست ئي هو، تنهن جو دل تي اصل اثر نہ ٿيو.

پر ڪوٽس ڪو داءُ هارائي وهڻ وارو نہ هو. مون تي ڏاڍو پيار هوندو هوس. هڪ ڏينهن منهنجي گلي ۾ ويشنون جي ڪنٺي ڏٺائين. کيس اهو ڀرم نظر آيو ۽ ڏسي ڏک ٿيس. ”اهڙو ڀرم تنهنجي منهن تي ئي نٿو ٺهي“ هيئن ڪر تہ اها ڇني ڦٽي ڪريانءِ.“

”اها ڪنٺي ائين نہ ڇجڻي آهي. امان پنهنجي هٿن سان ٻڌي آهي.“

”پر تنهن جو ڪنٺيءَ ۾ تہ ايمان ڪونهي؟“

”برابر مون کي هن شيءِ جي اندرئين معنيٰ جي خبر ڪانهي. نہ پائيندس تہ ڪي ٿيندم سو نٿو سمجهان. پر جا مالها امان پريم سان پهرائي، جا پهرائڻ ۾ امان منهنجو ڀلو ڏٺو، سا حقو ناحقو لاهي ڪين ڦٽي ڪندس. پائيندي پائيندي پاڻيهي ڇجي پيئي تہ بي وٺي پائڻ جو خيال ڪونہ اٿم. پر هن کي تہ هٿ بہ ڪين لائڻ ڏيندس.“

پر اهڙي دليل جو مستر ڪوتس ڪٿان تو قياس ڪري سگهي، ڇو جو هن کي تہ منهنجي ڌرم لاءِ مان ڪونہ هو. هو تہ مون کي اگيان جي اونده مان ڪڍي ونڻ جي آس پائي ويٺو هو. هن جي ليکي تہ ٻين ڌرمن ۾ ڪجهہ سچ يلي هجي پر پورن ڪرست ڌرم جي پيروي ڪرڻ بنا مون کي موڪش نہ ملڻو هو ۽ ڪرست جي پارت بنا منهنجي پاپن جي ڪارنهن نہ لهڻي هئي ۽ منهنجا ست ڪرم سڀ نررٿڪ هئا. ڪوتس جهڙي طرح ڌرمي پستڪ پاڙهيم اهڙي طرح ڌرمشٽ ڪرستانن سان واقفيت ڪرائي. انهن ۾ هڪ "پلمٿ برادرس" جو ڪٽنب هو. انهيءَ نالي سان هڪ ڪرستان سنپردايہ آهي. جن جن سان ڪوٽ سجاٽپ ڪرايم سي گهڻو ڪري خدا پرست شخص هئا. پر هن ڪٽنب مان ڪنهن مون کي هيءُ دليل ڏنو: "توهان کي اسان جي ڌرم جي خوبيءَ جي خبر ڪانهي. توهان جي ڳالهائڻ مان آءٌ سمجهان ٿو تہ توهان کي پل پل پنهنجون ڀُلون ۽ گهٽتايون پيون سُجهن، هميشه اهي سڌارڻ جو اونو بينو آهي، ۽ جي درست نہ ٿين تہ پڇتاءُ نيٺ براڇت ٿا ڪريو. هن ڪريا ڪانڊ مان توهين ڪڏهن آجا ٿيندا؟ ڪڏهن شانتي پراپت ڪندا؟ ۽ توهين پاڻ قبول ٿا ڪريو تہ اسين سڀ پاپ جو گهر آهيون. هاڻ ڏسو تہ اسان جي ميجتا جي ڪهڙي نہ خوبي آهي. اسان جا حيلا حوالا اجايا آهن. ڪوشش مان ڪي ڪين ورڻو آهي. پرموڪ تہ سيني کي پائڻو آهي ۽ پاپ جو بوجو سر تان لاهڻو آهي. اسين اهو لاهي سڀ ڪرست مٿان ٿا ڊويون. هو تہ ايشور جو هڪڙو ئي نشپاپ پتر آهي. هن جو وردان آهي تہ جيڪو مون کي ميجيندو تنهنجا پاپ ڪيءِ ڪندس. ايشور جي بہ اهائي بيحد مهر آهي. ڪرست کان اها مڪتيءَ جي ترڪيب سکيا آهيون، تنهن ڪري اسان کي ان جا پاپ ڇُهن بہ نٿا. پاپ تہ پيا ٿيندا. جڳت ۾ پاپ بنا ڪي رهي سگهڻو آهي؟ تنهن ڪري ڪرست ساري جڳت کي پاپ کان مڪت ڪرڻ لاءِ هڪڙي ڀيري ئي پاڻ پراڇت ڪيو. جنهن کي اهو سندس مها ٻلدان قبول آهي سو ائين ڪري شانتي پراپت ڪري ٿو!

مون کي هي دليل دل سان ئي نہ پيو لڳي. مون نمرتا ڀاوَ سان ورندي ڏني تہ: "جي ڪرستانن جو اهو ڪرست ڌرم آهي تہ مون کي اهڙي ڌرم جي گهرج ڪانهي. آءٌ پاپ جي پرڻام کان آجو ٿيڻ نہ ٿو چاهيان، پر پاپي ورتيءَ،

پاپي ڪرمن کان مکت ٿيڻ ٿو چاهيان. جيسين اها نہ ملي تيسين شل اشانت رهندو اچان.“

پلمٿ برادر جواب ڏنم تہ: آءٌ توهان کي خاطريءَ سان ٿو چوان تہ توهان جا جتن برباد ٿيندا. منهنجي صلاح تي وري غور ڪجو.“

هن برادر جيئن ٿي چيو تيئن ئي ڪيو. جاٽي ٻُجهي نيتيءَ ورڌ ڪم ڪري ڏيکاريائين تہ ڪيس مڙيوئي آنند هو.

پر اهڙي ميتا سيني ڪرستانن جي نہ هئي سو اڳيئي سمهي ويو هوس. ڪوٽس پاڻ خدا پرست ۽ پاپ کان پاسو ڪندو هو. هردو نرمل هوس ۽ هردو نرمل تي سگهي ٿو سو قبول ڪندو هو. هو ٻہ پينرون ٻہ ائين سمجهنديون هيون. ڪتاب جي پڙهندو هوس تن مان ڪي پڳتي ياو سان پريل هئا. البت پلمٿ برادر جي دليل جو اثر مون تي ڏسي ڪوٽس جو سک ڦٽو پر مون کيس خاطري ڏني تہ هڪ جٽي جي کوٽي ميتا ڪري آءٌ ڪرست ڌرم کي کوٽو ڪين سمجهندس. منهنجون سچيون مشڪلاتون تہ انجيل جي رواجي سمجهاڻيءَ بابت هيون.

❊

(12)

# هندوستانين سان هِرڻ مِرڻ

ڪرستان دوستن بابت وڌيڪ لکان تنهن کان اڳ ٻيو ڪجهہ لکڻ جي ضرورت آهي. ناتال ۾ جهڙي دادا عبدالله جي هلندي هئي اهڙي وري ٽرانسوال ۾ سيٺ طيب حاجي محمد خان جي هلندي هئي. هن ڪانسواءِ هتي ڪابہ رعيتي هل چل نہ هلي سگهي. منهنجي ساڻس واقفيت ايندڙي شرط تي ويئي. ڪيس ٻڌايم تہ پريٽوريا ۾ هرهڪ هندوستاني کي گڏجڻو هوم ۽ سندن حالتن جو اڀياس ڪرڻو هوم. انهيءَ ڪم ۾ ڪانئس هرطرح جي مدد گهريم جا هن خوشيءَ سان ڏيڻ قبول ڪئي.

پهرين پهرين مون کي هندوستانين کي گڏ ڪري کين سندن دردشا جو حال چٽي ڏيکارڻو هو. سيٺ حاجي محمد حاجي يوسف جي ڪوٺيءَ تي سڀا ڪوٺائي ويئي. سڀا ۾ گهڻو ڪري ميمڻ حاضر هئا, پر جزوي هندو بہ هئا. پريٽوريا ۾ هندو آدم هئو بہ ٿورو.

عمر ۾ اها پهرين تقرير ڏنم ۽ تيار ٿي ويو هوس. سچ ڳالهائڻ بابت چوڻو هوم. سچ ۽ ڏنڌو پاڻ ۾ ڪين سرچن سو واپارين جي مُکان ٻڌندو هوس. پر آءٌ ائين نہ ڀائيندو هوس. هن وقت بہ ڪئين واپاري آهن جن جي ليکي سچ جو ڏنڌي سان ڪهڙو واسطو؟ هو سچ کي ڌرم ٿا سمجهن ۽ واپار کي وهنوار ٿا سمجهن ۽ دليل ڏوڙائيندا آهن تہ ڌرم هڪ وستو ۽ وهنوار ٻي شيءِ آهي. وهنوار ۾ نج سچ ڪٿي ٿو ٻيهي سگهي؟ وهنوار ۾ واجبي سچ هلي سگهي ٿو. هن خيال جي برخلاف مون زبردست تقرير ڪئي ۽ پرديس ۾ سچ ڳالهائڻ جو ٻٽو فرض سندن ذهن تي چڪايم. پرديس ۾ سندن جوابداري وطن کان وڌيڪ هئي ڇو جو مٺ ڀر هندوستانين کي ڏسي ڪروڙن مٿان ٿي الزام آيو.

انگريزن جي رهڻيءَ اڳيان اسان جي رهڻي گندي هئي تنهن ڏانهن بہ اشارو ڪيم. چيم تہ سڀني قومن نياتن کي, هندو مسلمان, پارسي,

ڪرستان، ڪي گجراتي، مدراسي، پنجابي، سنڌي، ڪڇي، سورتي ۽ ٻين ڪي پنهنجا پيد ڀُلجي پاڻ ۾ سلوڪ ۾ رهڻ گهرجي. آخر ۾ صلاح ڏنيم ته هڪ منڊل ٺاهجي جو عملدارن کي عريضيون ۽ هندستانين جي اهنجن جو علاج ڪري. انهي منڊل ۾ بنا اُجوري شيوا ڪرڻ لاءِ مون آڇ ڪئي.

ڏنم ته سڀا ۾ هن ڳالهه چڱو اثر ڪيو. بحث مباحثو هليو. ڪيترن مون کي حقيقتن مان واقف ڪرڻ جو انجام ڏنو. تنهن تي منهنجي به دل پِري. سڀا ۾ حاضر هئا تن مان ڪن ٿورڙن کي انگريزي تي آئي. پرائي ملڪ ۾ پرائي ٻولي سکڻ ۾ فائدو هو سو سڀني ٿي سمجهيو. صلاح ڏنيم ته جن کي شوق هجي سي فرصت ۾ انگريزي سکن. جن وڏي عمر ۾ به پڙهڻ شروع ڪيو تن جا مثال ڏنم. جي انگريزيءَ جو ڪلاس نڪري ته ڪلاس کي، نه ته چوٿي چوائي کي به سيکارڻ پاڻ تي کنيم. ڪلاس نيٺ ڪين نڪتو پر ٽي ڄڻا پڙهڻ لاءِ سنيريا، بشرطيڪ سندن سهوليت موجب. سندن گهر وڃي آءٌ پاڙهيان. ٽن مان ٻه مسلمان هئا. هڪ حجام، ٻيو منشي ۽ ٽيون ننڍڙو دڪاندار. تنهي کي دل گهريون سهوليتون ڏنيم. البت اها پڪ هيم ته ڪين چڱيءَ طرح سيکاري وبندس. منهنجا شاگرد ڪنهن مهل هتجي پون پر آءٌ ٿڪجڻ وارو نه هوس. وقتي وڃان ته واندڪائي نه ملين، پر آءٌ ڪڪ ڪين ٿيان. ڪين انگريزيءَ جو ڪو اونهو اڀياس ڪين ڪرڻو هو. پر ٻه ڄڻا اٺن مهينن اندر چئجي ته انگريزي چڱي موچاري سکي ويا. ٻنهي کي حساب ڪتاب رکڻ ۽ خط پٽ لکڻ اچي ويو. حجام کي ته گراهڪن سان ڳالهائڻ جيتري انگريزي سکڻي هئي. ٻه ڄڻا پڙهڻ ڪري چڱو خاصو ڪمائڻ لڳا.

سڀا مان سيڪي ٿيو. فيصلو ڪري اُٿياسين ته اهڙي سڀا هرهڪ مهيني يا هفتي گڏجڻ کپي. پوري نيم تي اها سڀا گڏبي هئيءَ پاڻ ۾ سوال جواب ڪبا هئا. تان جو پريٽوريا ۾ اهڙو ڪو هندوستاني چڊو ليپي جنهن کي آءٌ نه سڃاڻندو هوس يا جنهن جي حال مان واقف نه هوس. ڳالهيون ٻُڌندي حال وڌندي، نيٺ چيم ته پريٽوريا ۾ برٽش ايجنٽ وٽان به خبر لهي اچان. آءٌ مسٽر جيڪس ڊويٽ وٽ ويس. هن جي هندستانين سان همدردي هئي. سندس گهٽي ڪانه تي هلي، پر وٽ آهر مدد ڪرڻ جو انجام ۽ ساٽس چوٽ گڏجڻ جي موڪل ڏنائين. ريلوي اختياريءَ وارن سان لکپڙهه ڊوڙايم ۽

قاعدو ڪيدي ڏيڪاريم تہ هندستانين ڪي فرسٽ ۽ سيڪنڊ ۾ مسافري ڪرڻ جي منع ڪانہ هئي. آخر جواب آيو تہ وڏن ڪلاسن جي ٽڪيٽ چڱي پوشاڪ وارن کي ڏني ويندي. تنهن مان سيڪي هٿ نہ آيو. چڱي پوشاڪ ڪنهن کي پيل هئي، سو وري بہ اسٽيشن ماستر نہ فيصلو ڪري؟

برٽش ايجنٽ مون کي هن مسئلي بابت ڪيترا ڪاغذ ڪيدي پڙهڻ لاءِ ڏنا. طيب سيٺ بيا ڏنم. تنهن ڪپاٽ ڪليم تہ ڪهڙيءَ بيرحميءَ سان هندستانين کي آرينج فري اسٽيٽ مان ڌڪي ڪيديو ويو هو. مطلب تہ ٽرانسوال ۽ فري اسٽيٽ ۾ هندستانين جي آرٿڪ، سماجڪ ۽ راڄنيتي حالتن جو اونهو اڀياس مون پريٽوريا ۾ ڪيو. خبر ڪانہ هيم تہ اهو اڀياس پوءِ ڪهڙو ڪارگر ٿيندم. مون کي تہ هڪ سال ڪانپوءِ يا ڪيس اڳي پورو ٿئي تہ سال کان اڳ وطن ورڻو هو.

پر بندي جي من ۾ هڪڙي ۽ صاحب جي من ۾ بي.

❊

(13)

# "ڪُولين" سان ويڌن

ٽرانسوال ۾ آرينج فري اسٽيٽ ۾ هندوستانين جي ڪهڙي دردشا هئي اهو بہ هڪ قصو آهي. جن ڪي اهو قصو سُڻڻو آهي سي منهنجو "ڏکڻ آفريڪا ۾ ستياگرهہ جو اتهاس" نالي ڪتاب پڙهي ڏسن. پر هت مختصر بيان ڏيڻ ضروري آهي.

آرينج فري اسٽيٽ ۾ سن 1888ع ۾ يا ڪجهہ تنهن کان اڳ هڪ قاعدو پاس ڪري هندستانين جا سڀ حق واسطا ماريا ويا هوا. ڪين فقط "ويٽر" ٿي يا مزوري ڪري رهڻ جي موڪل هئي. جيڪي واپاري ورگ جا هوا تن کي نالي ماتر عيوضو ڏيئي ڌڪي ڪڍيو هوائون. ويچارن گهڻو ئي پاڻ پتوڙيو ۽ عريضيون ڪيون، پر هيڏي گوڙ ۾ ڪير ٿو سُڻي؟

ٽرانسوال ۾ 1885ع ۾ هڪ سخت قاعدو پاس ٿيو جو 1886ع ۾ ڪجهہ سڌاريو ويو. انهيءَ موجب ٺهرايو ويو تہ هرهڪ هندستاني (3) ٽي پائونڊ داخلا في ڀري. زمين خريدي بہ ڪن خاص مقرر ڪيل پاڙن ۾ ٿي ڪري سگهيا. انهيءَ زمين جا پورا مالڪ ڪونہ هئا. ڪوبہ هندوستاني متيدار (voter) ڪونہ هو. هي سڀ سختيون ايشياٽڪ لا هيٺ. تنهن کانسواءِ ٻيو قاعدو جو رنگ ڀيدي هو سو بہ ساڻن لاڳو هو. انهي رنگ ڀيدي قاعدي موجب ڪوبہ هندوستاني حڪما حڪم ٻڌڻي (فٽ پاٿ) تان نٿي هلي سگهيو رات جو پرواني بنا 9 بجي کانپوءِ گهر کان ٻاهر نہ ٿي نڪري سگهيو. انهي پوئين قاعدي جو عمل ٿورو گهڻو هندوستانين جي برخلاف ٿيندو هو. جيڪي پاڻ کي "عرب" سڏائيندا هوا يا ليکبا هئا تن سان رعايت ٿيندي هئي، پر سڀ پوليس جي هٿ وس هو.

انهن ٻنهي قانونن جو اثر مون کي پاڻ تي آزمائڻو پيو. رات جو ڪيترا دفعا آءٌ مسٽر ڪوٽس سان گڏجي گهمڻ نڪرندو هوس. گهر موٽڻ مهل بعضي رات جا ڏهہ بہ لڳي وڃن. هاڻ جي واٽ تي پوليس ڪٽي پڪڙيم تہ

ڪيڏانهن وڃان؟ مون کي تہ اونو هو پر مون کان وڏيڪ مسٽر ڪوٽس کي ڦرنو هو. ڇو جو پنهنجن حبشي نوڪرن کي پاڻ پروانا ڪيڊي ڏيندو هو پر مون کي ڪهڙي حساب لکي ڏي؟ پروانو فقط ڌڻي نوڪر کي ڪيڊي ڏيئي سگهي. فرض ڪريو تہ آءٌ ڪٽي گهرانس ۾ هو مون کي ڪيڊي ڏئڻ لاءِ تيار هجي تہ بہ جي ڏئي تہ بي قاعدي ڏئي.

سو هڪڙي ڏينهن ڪوٽس يا ٻيو ڪو دوست مون کي ڊاڪٽر ڪرائوز (Dr. Krause) سرڪاري وڪيل وٽ وٺي هليو. قسمت سان ٻئي ولايت ۾ ساڳئي ڪاليج (Inn) جا بئرسٽر نڪري پياسين. رات جو آءٌ 9 بجي کان پوءِ کليو کلايو ٻاهر نڪري سگهيس سو ٻڌي کيس ڏاڍو افسوس ٿيو پر پاڻ بہ مون کي پروانو ڪيئن ڪيڊي ڏئي؟ سو هڪ چٺي صحيح ڪري مون کي ڏنائين. چٺيءَ ۾ لکيل هو تہ آءٌ رات جو ڪيڏانهن بہ ڪهڙي وقت ٻاهر نڪران تہ پوليس دست اندازي نہ ڪري. اهو ڪاڳر تڪر آءٌ هميشه ساڻ کڻي نڪرندو هوس. ڪڏهن بہ ڪم ڪونہ آيو سا تہ منهنجي خوش قسمتي چئبي.

ڊاڪٽر ڪرائونز مون کي پنهنجي گهر ڪاڏي تي گهرايو ۽ چئجي کٽي تہ اسان جي پاڻ ۾ دوستي ٿي ويئي. بعضي وٽس لنگهي ويندو هوس. سندس ڪري وري سندس نامور ڀاءُ سان واقفيت ٿيم. اهو جوهانسبرگ ۾ سرڪاري وڪيل هو. بوئر لڙائيءَ ۾ هڪ انگريز عملدار جي خون ڪرائڻ جي تهمت هيٺ فوجي قانون هلائي، کيس ستن سالن جي ٽيپ ڏني ويئي. سندس بہ جڄن رد ڪري ڇڏيس. لڙائي پوري ٿيڻ کانپوءِ اهو ڊاڪٽر ڪرائوز آزاد ٿيو ۽ مانپتر وٺي وري ڪورٽ ۾ داخل ڪيو ويو ۽ پنهنجو ڌنڌو هلائڻ لڳو. هن شخص سان واقفيت پوءِ ملڪي ڪمن ۾ مون کي ڏاڍي ڪارگر ٿي.

پڳڏٽي (Footpath) متان هلڻ ڪري هڪ ڏينهن چڱو حساب ڏيڻو پيم. آءٌ روز پريزيڊنٽ اسٽريٽ مان ٿي هڪ کلئي ميدان ۾ گهمڻ ويندو هوس. انهيءَ محلي ۾ خود پريزيڊنٽ ڪروگر جو گهر هو. گهر سادو سودو نڪو ڏيک نڪو آڊنبر. گهر کي ٻيو تہ ڇا پر حاطي تڪر بہ ڪونہ هو. پاڙي ۾ هن ۽ ٻين گهرن جي وچ ۾ ذرو بہ تفاوت نٿي ڏنو. شاهوڪارن جا ڪيترا گهر هن گهر کان گهڻو وڏا، عاليشان ۽ باغن وچ ۾ هئا. پريزيڊنٽ جي سادگي مشهور هئي. اهو گهر ڪنهن عملدار جو هو سو رڳو هن مان خبر پوي جو اڳيان هڪ سپاهي پهرو ڏيندو هو.

انهيءَ سپاهيءَ جي پرسان آءُ روز لنگهندو هوس، پر ڪڏهن منهنجو نانءُ نہ ورتائين. سپاهي ٻيا ڦرندا گهرندا هئا. هڪڙي پيري هڪڙي سپاهيءَ نڪي ڪچيائين نڪي پڇيائين اوچتو ڌڪو ڏيئي لت هڻي پڳٿي کان هيٺ ڪٽي ڦٽو ڪيم. آءُ واٽڙو ٿي ويس. هي ڇا ٿيو؟ اچان سپاهيءَ کان پڇان ٿي پڇان تہ ڏسان تہ مسٽر ڪوٽس جنهن سمورو حال ڏٺو هو سو گهوڙي تي اچي سهڙيو ۽ مون کي سڏي چيائين تہ: ”گانڌي تون نہ ڪڇ، مون سارو حال اکئين ڏٺو آهي. توکي جي مقدمو ڪرڻو آهي تہ آءُ تنهنجو شاهد ٿيندس. ڏسي مون کي نهايت افسوس ٿو ٿئي تہ هيئن حقو ناحقو توتي حملو ٿيو آهي.“

چيومانس تہ: انهيءَ ۾ دلگير ٿيڻ جو ڪارڻ ئي ڪونهي وبچاري سپاهيءَ کي ڪهڙي خبر؟ هن اڳيان اسين سڀ هڪ جهڙا ئي ڪارا آهيون. هو حبشين کي ائين لتون هڻي پڳٿين تان لاهيندو هوندو، سو مون سان بہ ساڳي ڪار ڪئي اٿس. مون تہ اهو نيم ناهي ڇڏيو آهي تہ شخصي اهنج بابت ڪڏهن بہ ڪورٽ ۾ ڪين ويندس. سو مون کي ڪيس ڪونہ ڪرڻو آهي.

”سو تہ تون جهڙو آهين تيئن ڪندين. پر وري بہ ويچار ڪج. ههڙن ماڻهن کي ضرور سيکت ڏيڻ گهرجي.“

پوءِ تہ سپاهيءَ کي اچي سگهن ٿي ڪنيائين. آءُ سڀ تہ ڪين سمجهي سگهيس، جو سپاهي ڊچ هو ۽ ساڻس ڊچ ۾ ڳالهايائين. پوءِ سپاهيءَ مون کان معافي ورتي. پر آءُ تہ ڪيس اڳيئي معافي ڏيئي چڪو هوس.

هن ڪانپوءِ مون اهو پاسو ئي ڇڏي ڏنو. ٻيو سپاهي ٻيهي سو بہ ساڳي ڪار ڪري؟ هٿ وني ڇو لتن جون سڏون ڪريان؟ سو گهمڻ جو ٻيو رستو ورتم.

هن حادثي ڪانپوءِ منهنجي هند واسين سان همدردي وڌيڪ ٿي. ساڻن ڳالهہ ٻولهہ ڪندي ڪري هن قاعدي بابت برٽش ايجنٽ سان ذڪر ڪيدي ڪنهن وقت وجهہ وني ”ٽيسٽ“ ڪيس پرک لاءِ داخل ڪجي.

اهڙي طرح پڙهي. ٻڌي، آزمودو وني مون هندوستانين جي سختين تي غور ڪيو. ڏٺم تہ ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪوبہ هندستاني سئمان رکي رهي نٿو سگهي. اها حالت ڪيئن بدلائجي تنهن تي خوب پهہ پچائڻ لڳس، پر اجان تہ آءُ دادا عبدالله جي ڪيس سنڀالڻ ۾ قاتل هوس.

*

(14)

# ڪيس تيار ڪرڻ

پريٽوريا ۾ جيڪو سال رهيس تنهن ۾ عمدا آزمودا پرايم. رعيتي ڪم ڪرڻ هت سکيس ۽ ڪم ڪرڻ جي ڪيتري سمرتي هيم تنهن جو بہ ڪجهہ پتو پيم. سچي وڪالت بہ هت اچي هلايم. جو جيڪي نول وڪيل جهوني وڪيل جي آفيس ۾ سکندو آهي سو هت سکيس. هت ٻوجهہ پيم ۽ پاڻ ۾ ايمان آيم تہ وڪالت لاءِ نپٽ نالائق نہ هوس. وڪالت ۾ زور وٺڻ جي ڪُنجي بہ هت هٿ ڪيم.

دادا عبدالله جو ڪيس خسيس نہ هو. چاليهن هزارن پائونڊن (چهن لکن رپين) جي دعوي هئي. اها رقم ڏنڏي جي ڏيتي ليتي ڪندي چڙهي هئي، سو ڪيس ۾ حساب ڪتاب جا رولا هئا. دعوي جي ڪِڇ رقم پرامسري نوٽن تي ۽ باقي رقم پرامسري نوٽ ڏيڻ جي قرار تي ٻينل هئي. بچاءُ هو تہ پرامسري نوٽ ڪُپٽ سان ورتا ويا هئا ۽ پورو عيوضو نہ مليل هو. ڪيس حقيقتن جي سلسلن ۽ قاعدي جي باريڪ ڳالهين سان پريو پيو هو.

ٻنهي ڌرين وڏي ۾ وڏا وڪيل ڪيس تيار ڪرڻ ۽ هلائڻ لاءِ ڪيا هئا. سو مون کي ٻنهي جو ڪم ڏسڻ ۽ سکڻ جو سونو وجهہ ملي ويو. مدعيءَ جو ڪيس سا[illegible] لاءِ تيار ڪرڻ ۽ سڀ حقيقتون ڳولي ڦولي پيش ڪرڻ جو ڪم منهنجي ٻلي هو. تنهن مان ڇانڊ ڇونڊ ڪري ڇا سالسٽر تي رکيو ۽ ڇا آخر ٻئرسٽر تي پيش ڪيو سو ڏسي گهڻو ئي پرايم. ڪيس سمجهڻ ۽ پوءِ ڪيس ناهڻ ۾ پنهنجي قابليت جي ماپ وٺي سگهيس.

ڪيس ۾ بہ مون کي ڏاڍو مزو اچي ويو. جنبي ويوسانس. اصيل ڏاڍو هوشيار ۽ مون ۾ پورو ايمان، سو ڪم گهڻو سولو ٿي پيو. حساب ٻنديون ڪيئن ٿا رکجن سو آءُ ڏيان ڏيئي سکي ويس. ڪيترا ڪاغذ گجراتيءَ ۾ هئا، جن جو ترجمو مون کي ئي ڪرڻو هو. سو ترجمو ڪرڻ تي بہ هٿ هِري ويم.

جيءَ کي جفا ڏيئي محنت ڪندو هوس. جيتوڻيڪ ڊرمي ۾ رعيتي ڪمن ۾ مزو ايندو هوم ۽ ڪجهہ وقت ڏيندو هوس تہ بہ اهي ڳالهيون مون لاءِ مُکيہ نہ هيون. ڪيس تيار ڪرڻ اهو ئي منهنجو مکيہ ڪم هو. ڪيس بابت قاعدو پڙهڻ يا رپورٽون پڙهڻ سو اول ڪم. تان جو ڪيس جي حقيقتن تي اهڙو ضابطو تي ويم جو مدعي مدعاعليہ کي بہ شايد نہ هو. سبب جو مون وٽ تہ ٻنهي طرفن جا ڪاغذ پٽ هئا.

تڏهن مون کي مرحوم مسٽر پنڪٽ جا لفظ ياد آيا. جيڪي هن چيو هوم سو پوءِ وري زور ڏيئي ڏکڻ آفريڪا جي ناليري بئرسٽر مرحوم مسٽر ليئونرڊ هڪ وقت چيم. حقيقتون قاعدي جون ٽي پتيون آهن" سو پنڪٽ چيو هوم. هڪڙي ڪيس ۾ سمجهيم تہ انصاف منهنجي اصيل جي طرف هو پر قاعدو برخلاف هو. آءٌ نااميد ٿي مسٽر ليئونرڊ وٽ مدد لاءِ ويس. ڪيس بہ حقيقتون ٻڌي ڪيس مضبوط لڳو. نيٺ اُتي چيائينم تہ "گانڌي آءٌ هڪ سبق سکيو آهيان تہ جي اسان جو حقيقتن مٿان پورو ضابطو هوندو تہ قاعدو پاڻيهي اچي اسان جي پُٺ وٺندو. هن ڪيس جون سڀ حقيقتون وچي هٿ ڪر ۽ پوءِ ٻيهر مون وٽ اچج." بس پوءِ حقيقتون تپاسينديءَ غور ڪندي مون کي ڳالهہ ئي ٻي نظر آئي ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ ٿيل هڪ جهونو پر ڪارگر ڪيس سو بہ هٿ چڙهي ويو. سو آءٌ بود ۾ پرجي مسٽر ليئونرڊ وٽ ويس. هو بہ ٻڌي خوش ٿيو ۽ چيائين تہ "هاڻي هل، اهو ڪيس اسان کي کٽڻو ئي آهي. رڳو ايترو خيال ۾ رکبو تہ ڪهڙو جج تو ڪيس هلائي."

دادا عبدالله جو ڪيس پئي تيار ڪيم تڏهن اجان حقيقتن جو پورو قدر نہ ڪرڻ سکيو هوس. حقيقت يعني سچي ڳالهہ سچي ڳالهہ تي ٻيهڪ ڪائجي تہ قاعدو پاڻمرادو اچي واهر ڪندو. ڪيس جو اڀياس ڪندي ڏٺم تہ منهنجي اصيل جو پاسو بلڪل مضبوط هو. سو قاعدو بہ سندس پاسو ڪيئن ڇڏي سگهي؟

پر اک پٽيم تہ ڪيس لڙندي ٻئي عزيز هڪ گهر ۽ هڪ شهر جا، خراب خوار ٿي ٿيا. ڪنهن کي خبر تہ هيڏو ڪيس ڪڏهن ختم ٿيندو. ڪورٽ ۾ هڪواري هلي تہ پيو اينگهندو ۽ ٻنهي جي بيخ نڪري وينديءَ جي اينگهجي پئي تہ ٻنهي جو خانو آباد. سو ٻنهي جي من مراد تہ ڪيس پورو ٿئي تہ چڱو.

طيب سيٺ کي عرض ڪيم تہ پاڻ ۾ ويهي فيصلو ڪريو. پر هو نہ مڃي. تہ پوءِ نہ پنهنجي وڪيل سان صلاح ڪري ۽ پوءِ ٻئي ڌريون گڏجي امين مقرر ڪن. جي جهڙي ۾ ڪيس جو فيصلو ڪن. وڪيلن جا خرچ اهڙا ڳاتي پڳا جو ڳرا واپاري بہ ڪنجي پيون. ٻئي جڻا ڪيس لڙڻ ۾ اهڙا غلطان هئا جو ٻيو ڪوبہ ڪم ڪائن نہ اُجهي. مرڳو ڪلوفت بہ وڌندي ويئي سو ڏسي مون کي وڪالت تي ڪراهت پيئي اچي. ٻنهي طرفن جا وڪيل تہ جو ڪم ڪنهڙو. قاعدي جا پيچ پڪڙ ڳولي هڪ ٻئي کي ڦاسائڻ ۽ ڪيس ڪڍڻ هو. ڪيس مان خبر پيم تہ ڪٽندڙ جا بہ بُرا حال. ڇو جو ڪنهن بہ ڪيس ۾ ڪيس سڀ خرچ تہ ملڻو ئي نہ آهي. قاعدي موجب ڌريون ڪيس جا خرچ هڪ ريٽ لڳائين. پر سچي پچي خرچ جي رڳو اصيل ۽ وڪيل کي ڪل! آءٌ اهو ڏسي پيو ڦٿڪان. چيم تہ منهنجو ڌرم ٻنهي کي ناهڻ ۽ عزيزن کي ملائڻ. سو مون ناهہ ڪرڻ لاءِ وسان ڪين گهٽايو. نيٺ طيب سيٺ مڃيو ۽ پنچ مقرر ٿيا. ڪيس هليو ۽ دادا عبدالله کٽيو.

پر ايترو ڪري آءٌ ويهي ڪين رهيس. جي پنچ جو فيصلو هڪدم تعميل ٿئي تہ طيب سيٺ مسي. ايترا پئسا ڪهڙي سيٺ وٽ روڪڙا رکيا آهن جو ڪيڏي ڏئي. ميمڻن جو اُتي پاڻ ۾ اهو اڻ لکيو قاعدو تہ موت قبول ڪجي، پر ڏيوالو نہ ڪيجي. طيب سيٺ کي هڪواريءَ 37 هزار پائونڊ ۽ ڪيس جو خرچ پرڻو هو. هو هڪ دمڙي بہ گهٽ ڪيئن آڇي؟ جا بہ ٿئي پر ڏيوالو ڪيئن ڪيڏي. هڪ ئي رستو هو تہ دادا عبدالله ڪيس رقم پيچائڻ لاءِ مهلت ڏئي. دادا عبدالله وڏي دل ڏيکاري ۽ ڪيس وڏي مدت ڏني. امين مقرر ڪرائڻ ۾ مون کي جيڪا محنت ڪرڻي پيئي تنهن کان وڌيڪ طيب سيٺ کي قسطون وٺي ڏيڻ ۾ هڻ ٻجهاڙ ڪرڻي پيم. نيٺ ٻئي ڌريون خوش ٿيون ۽ ٻنهي جي عزت وڌي. آءٌ تہ پنهنجن ڪپڙن ۾ نہ پيو ماپان. سچي وڪالت سکيس. ماڻهوءَ جي چڱائي ڳولڻ ۽ ماڻهوءَ جي دل وٺڻ جو هنر پرايم. سمجهيم تہ وڪيل جو فرض ڌرين مان ڦوٽ ڪيڏي ڪين ڳنڍڻ آهي. اها سکيا منهنجي من ۾ اهڙو کپ کوڙي ويئي جو ڏکڻ آفريڪا ۾ ويهن ورهين جي وڪالت جو ڳچ وقت آفيس ۾ ويٺي ڪئين ڪيسن جو ناهہ ڪندي ويم. تنهن ۾ ڪي ڪين وڃايم. ڪو پئسو ڪوهيم سو بہ نہ. آتم ٻل وڃايم سو بنهہ نہ.

❊

(15)

# ڌرم بابت من ۾ ولوڙا

هاڻي وري اچو ڪرستان سان ست سنگ تي. مسٽر بيڪر کي منهنجي چنتا وڌندي پئي ويئي. هو مون کي ولنگٽن سميلن ۾ وٺي هلڻ لاءِ تيار ٿيو. پراٽيسٽنٽ ڪرستانن ۾ ٻي چئين سالين هڪ وڏو ميڙ ڌرمي جاڳرتا ۽ آتم شڌيءَ لاءِ ڪوٺايو ويندو آهي. اهڙو هڪ سميلن ولنگٽن ۾ ٿيڻو هو. سڀاپتي اُتي جو مشهور ڌرمشٽ پرش ريورنڊ اينڊريو مري هو. مسٽر بيڪر من ۾ ساري وينو ته سميلن ۾ آيلن جي سرجوشي ۽ ڌرمي اُتساهه ڏسي، سندن دل جي پوترتائي جو مون تي اهڙو اثر ٿيندو جو آءٌ پاڻيهي ڪرستان ٿيڻ کان ڪين رهي سگهندس.

پر مسٽر بيڪر جو پويون آڌار پرارٿنا جي شڪتيءَ تي هو. هن جو پرارٿنا ۾ ڏاڍو نشچو. پڪ هيس ته انتهڪرڻ سان ڪيل پرارٿنا ايشور ٻڌي ٿو. هڪ ملر پگت جو درشتانت ڏيندو هوم جو روزمره جون گهرجون به پرارٿنا دئاران پوريون ڪندو هو. پرارٿنا جي مهما بابت آءٌ سڀ دل لائي تڏي سيني سان ٻڌندو هوس. مون کيس کولي چيو ته جي هڪ وار ڪرستان ٿيڻ لاءِ مون کي انتر ناد آيو ته پوءِ ڪابه ڳالهه مون کي روڪي ڪين سگهندي اندريون آواز ٻُڌڻ سُٽڻ سو ڪن سالن کان سکيو هوس. انهيءَ آواز اڳيان نمڻ ۾ مون کي آنند ايندو هو ۽ انهيءَ جي ڪن ٽار ڪرڻ ۾ دک ۽ درد ٿيندو هوم.

اسين گڏجي ولنگٽن وياسين. مون "ڪاري" کي ساڻ وٺي هلڻ ڪا سولي ڳالهه نه هئي. ٿيپي ٿيپي تي مسٽر بيڪر کي غم ڪاٺا پيا. واٽ تي هڪ آرتوار آيو. مسٽر بيڪر آرتوار ڏينهن مسافري نه ڪندو هو سو رستي ۾ منزل ڪرڻي پيئي. ڪيتري گهڻيءَ ڪانپوءِ هوٽل واري مون کي پاڻ وٽ رهايو. پر کاڌي واري ڪمري ۾ ٻهڻ نه ڏني. مسٽر بيڪر به ڪو سٽرو نه هو. هن وري هوٽل ۾ رهندڙن جا حق چڪيا ۽ پنهنجو مهمان ڪري مون کي اندر

وٺي ويو. گهڻو ئي پيو اهي اهنج مون کان لڪائي، پر مون تہ سڀ ڪجهہ ويٺي اکئين ڏٺو. ولنگٽن ۾ آءٌ ساڍس گڏ لٿس. اُتي بہ ننڍڙيون ڇهندريون گهڻيئي پيس، جي مون کان پيو لڪائي پر لڪائي نہ سگهي.

سميلن ۾ ڪئين ڀڳتي ڀاوَ وارا ڪرستان اچي گڏ ٿيا هئا. سندن شرڌا ڏسي مون کي آنند آيو. مسٽر مري سپاپٽيءَ سان گڏيس. ڏٺم تہ ڪيترن مون لاءِ ويٺي دعائون پنيون. ڀڄن ڳايائون ٿي سي بہ ڪي ڪي مٺا مڌر هئا.

سميلن 3 ڏينهن هليو. جيڪي آيا هئا تن ۾ ڌرم ڀاو ڏٺم ۽ کين مان ڏٺم. پر تنهن ڪري پنهنجي مجتا ـ پنهنجو ڌرم ڦيرائڻ جو ڪوبہ سبب ڪونہ ڏٺم. ڪرستان ٿيڻ ڪري ئي سرڳ ماڻي سگهندس يا موک پائي سگهندس سا ڳالهہ مغز ۾ نہ وهي. اهڙي ڳالهہ نيڪ ڪرستانن سان ڪري ڪريان تہ چڙ ڪجهہ هٽن مان ڪري پوين. پر آءٌ ڇا ڪريان، لاچار هوس.

منهنجي مشڪلات ڳري هئي. "هڪڙو ڪرست سڀورو خدا جو پٽ آهي؛ ڪيس مڃي سوئي تري" اها ڳالهہ مون کي اصل نہ آئڙي. جي ايشور کي بہ پٽ ٿيندا آهن،تہ پوءِ اسين سڀ سندس پٽ سُونهون. جي ڪرست ايشور مثل آهي يا ايشور آهي تہ منش بہ ايشور مثل آهي يا ايشور آهي. ڪرست جي مرتيو ۽ شهادت جي سختين جي ڪري عين بين جڳت جا سڀ پاپ ڌوپي ويا سو عقل نہ چوي. درشٽانت طريقي ڪري منجهس سچ هجي. وري ڪرستانن موجب منش کي آتما آهي، بين جيون ۾ ڪانهي ۽ ديهہ ناس ٿيڻ ساڻ انهن جو سڀ ڪجهہ ناس ٿي وڃي ٿو. پر منهنجي اهڙي مجتا ڪانہ هئي. ڪرست کي هڪ تياڳي، مهاتما، اوتار سمجهي سگهيس ٿي پر اهڙو پورن پرش نہ ٿيو نہ ٿيندو سو عقل نٿي قبول ڪيو. البت ڪرست جو مرتيو جڳت لاءِ هڪ اونچو آدرش هو پر سندس مرتيوءَ ۾ ڪو گُوڙ رهسيہ هو تنهن جي پروڙ نٿي پيم. ڪرستان ساڌن جي جيوت ۾ ڪا اهڙي وستو ڪانہ ڏٺم جا بين ڌرمن جي ساڌن ۾ نٿي نظر آئي. سندن زندگيءَ ۾ جيڪي سڌارا ڏٺم سي بين ۾ بہ ڏٺا هئم. سڌانت ۽ تتو گيان جي درشٽيءَ سان مون ڪرستان مذهب ۾ ڪي عجيب اَديت سڌانت ڪونہ لڌا. تياڳ جي درشٽيءَ سان مون کي هندو ساڌن جو تياڳ وڌيڪ جبرو نظر آيو. ڌرمن ۾ مون کي ڪرست ڌرم سنپورڻ يا اُتم ۾ اُتم ڪين لڳو.

اهي من جا چهبوڪ وجهه وني مون ڪرستان پائرن اڳيان پيش ڪيا. انهن جا دلچسپ جواب مون کي ڏيئي ڪين سگهيا.

پر جهڙي طرح ڪرست ڌرم نـ سئيڪار ڪري سگهيس اهڙي طرح هندو ڌرم کي بـ تڏهن سنپورڻ ۽ اُتم ۽ اُتم نـ سمجهي سگهيس. هندو ڌرم جون خاميون خرابيون اکين اڳيان تري اينديون هيم. جي اڇوتپڻو هندو ڌرم جو انگ هو تـ چيم تـ اهو رذل يا مئل انگ هو. اڪيچار نياتين ۽ پنٿن جي هستي منهنجي سمجهه کان ٻاهر هئي. ويد ديو واڻي هئا تنهن جو مطلب ڇا؟ جي ويد تـ ڇو نـ بائيبل ۽ قرآن بـ ديو واڻي؟

جهڙي طرح ڪرستان پائر مون کي بدلائڻ لاءِ مٿو ڪٽي رهيا هئا اهڙي طرح مسلمان بـ پاڻ پتوڙي رهيا هئا. دادا عبدالله اسلام جو ابياس ڪرڻ لاءِ پيو ريهي ريبي ۽ اسلام جون خوبيون ٻڌائيندي ڏاپندو ئي ڪين هو.

مون پنهنجي من جا مونجهارا راءِ چندر ڀائيءَ وٽ پيش ڪيا. هندستان جي ٻين بـ ڌرم شاسترين سان لکپڙهه شروع ڪيم. سندن جواب آيا. رائچندر ڀائيءَ جو پتر پڙهي ڪجهه ٿڌو ٿيندو پيم. لکيائين تـ "ڌيرج ڌار ۽هندو ڌرم جو گهرو ابياس ڪر." هڪ ست جو هي ڀاو ارٿ هو تـ "هندو ڌرم ۾ جيڪي سوکيم ۽ گوڙ وبچار آهن، آتم نِرڪ آهي، ديا آهي سي ٻين ڌرمن ۾ نٿا ملن. طرفداري ڇڏي وبچار ڪندي مان اُنهيءَ تي آيو آهيان."

مون سيل جو انگريزيءَ ۾ قرآن ڳنهي پڙهڻ شروع ڪيو ٻيا بـ اسلامي ڪتاب هٿ ڪيم. ولايت ۾ ڪرستان دوستن ڏي بـ خط پٽ ڏوڙائڻ لڳس. منجهائن ڪنهن ايڊورڊ ميٽلنڊ سان واقفيت ڪرايم. هن سان بـ لکپڙهه هلي. هن جيڪو ڪنگسفرڊ سان گڏجي (Perfect way) "اُتم مارگ" نالي ڪتاب لکيو هو سو مون ڏي موڪليو. چالو ڪرست ڌرم تي منجهس جُهلون هيون. ٻيو بـ هڪ ڪتاب "بائيبل جو نئون ارٿ" مون کي موڪليائين. اهي ٻئي ڪتاب مون کي پسند آيا. انهن هندو مت کي تيڪو تي ڏنو. ٽالسٽاءِ جي "سرڳ اتيئي تـ اندر ۾" نالي ڪتاب منهنجو عقل چرخ ڪري ڇڏيو. دل ۾ ڇُپي ويو. انهيءَ ڪتاب جي آزد خيالن، ڳنڀير نيتي، ۽ سچائيءَ اڳيان مسٽر ڪوٽس جي ڪتابن جا ڍير مون کي نلها لڳا.

انهي نموني منهنجو ابياس مون کي ڪرستان دوستن موجب ڪيڏانهن

جو ڪيڏانهن نيئي ويو. ايڊورڊ ميٽلنڊ سان ڳچ وقت لکپڙهہ هليم. ڪوي رائچند سان تہ توڙ تائين هلي. ڪي ڪتاب موڪليائين جي پڙهيم. منجهن "پنچيڪرڻ" "مڻ رتن مالا" يوگہ وسشٽ جو "مممڪش پرڪرڻ" هر پدر سور جو "شبد درشن سمچيہ" وغيره هئا.

اهڙي طرح جيتوڻيڪ آءٌ رستو ئي پنهنجو ورتي هليس تہ بہ ڪرستانن جي سماگم مون ۾ ڌرم جگياسا پيدا ڪئي، جنهن لاءِ آءٌ هميشه سندن ٿورائتو ٿيس. ساڻن سنبنڌ مون کي سديو ياد آهي. اهڙائي سندر ۽ پوتر سنبنڌ پوشيہ ۾ وڌيا، گهٽيا ڪين.

*

(16)

# کير چوي سيان چا ٿيندو

خبر نهين اِس جڳ ۾ پل کي
سمج من! کو جاني کل کي؟

کيس پورو ٿيو. پوءِ پريٽوريا ۾ رهڻ جو ڪهڙو پريوجن؟ آءُ ڊربن ويس ۽ وطن موٽڻ جون تياريون ڪيم. پر عبدالله سيٺ اهڙو نہ هو جو مون کي مان شان ڏيڻ کانسواءِ ڇڏي ڏئي. هن سڊنهم (Sydenham) ۾ مجلس ڪئي. سڄو ڏينهن اُتي ڪاٽڻو هو.

منهنجي پرسان ڪي اخبارون پيئون هيون، جي ويٺي ورايم. ڪنهن اخبار جي ڪنڊ ۾ هڪ فقري تي نظر پيم.مٿان وڏن اکرن ۾ "انڊين فرانچائيز" يعني هندوستانين جا ووٽ ڏيڻ جا حق پڙهيم." ليک جو اهو مطلب هو تہ هندواسين کي نتال قانوني سيا (Council) جي چونڊن لاءِ جيڪي حق هئا سي کسي ونجن. اهو حق مارڻ لاءِ قانوني سيا ۾ قاعدي جي درستيءَ بابت بحث پي هليو. مون کي اهڙي قاعدي جي ڪابہ خبر ڪانہ هئي. سو تہ نهيو پر ساريءَ مجلس ۾ ڪنهن بہ شخص کي انهيءَ قاعدي جي درستيءَ ۽ حق وڃائڻ جي خبر ڪانہ هئي.

مون سيٺ کان پڇيو. جواب ڏنائين تہ "اهڙين ڳالهين مان اسين ڇا ڄاڻون؟ البت اسان جي واپار تي لت اچي تہ اسان جي اک کلي. مثلا آرينجہ فري اسٽيٽ مان اسان جي واپار جي پاڙپٽي ڪيئائون. پوءِ اسان گهٽيئي جفاڪشي ڪئي پر ڪي ڪين ڪئو. پلا اخبارون پڙهون تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ خبر پويئون. اخبار جي ڪري ڪٿون تہ بہ اگهوتريون ڏسون. قاعدن قانونن جي اسان کي ڪهڙي خبر؟ انهن ڳالهين ۾ گورا وڪيل اسانجا ڪن ۽ اسان جون اکيون."

"پر ڏکڻ آفريڪا ۾ ڄنميل، پڙهيل نوجوان هندوستاني ڪين ڪم اچنوَ؟"

سيٺ مٿو پٽي چيو تہ "ادا، انهن جي ڪهڙي تو ڳالهہ پڇين؟ هت سي

ڇڙ ڇڙ گابرا. اهي وري هنن ڳالهين مان ڇا ڄاڻن؟ هو ته اسان جي ويجهو به
ڪين اچن ۽ ڌرم جي ڳالهه پڇين ته اسين به ڪين ڪين سڃاڻون. سڀ آهن
ڪرستان، تنهن ڪري پادرين جي هٿ ۾. پادري مڙيو ئي گورا، سي وري
سرڪار جا تابعدار.“

منهنجي اک کلي. ڇيم ته هنن سان هڏ گڏڻ کپي. ڪرست ڌرم جو
هي وري کهڙو اثر؟ ڌرم بدلايائون معنيٰ وطن ڇڏي پرديس ورسايائون؟ پر
منهنجو ته ديس ڏي موٽ ڪائڻ جو وقت پرجي ويو هو سو اهي خيال کلي پڌرا
ڪين ڪيم. وري سيٺ کي ڇيم ته ”جي هي قاعدو پاس ٿي ويو ته توهان تي
آفت آئي. هندوستانين کي نابود ڪرڻ لاءِ هي پهريون قدم. سئمان جو ته پوءِ
نالو به ڪين رهندو.“

”ڇئو ٿا سو سڀ نيڪ. هاڻ ٻڌو ته توهان کي هن فرنچائيز (سيٺ اهو
انگريزي لفظ سمجهي، پر ”مت اڌڪار“ ڇئينس ته ڪين سمجهي!) جو قصو
سڻايان. ووٽن ٻوٽن جون ڳالهيون اسان جي سمجهه کان ٻاهر آهن. پر توهان
کي خبر آهي ته مسٽر ائسڪنبي اسان جو وڏو وڪيل آهي. جبرو ويڙهو
گهٽو آهي. هن جي ۽ گوديءَ جي انجنير جي پاڻ ۾ خوب ڪشمڪشي
آهي. اهو جهڳڙو مسٽر ائسڪنبي کي قانوني سيا ۾ چوندجي وڃڻ جي آڏو
ٿي آيو. هن اسان کي پنهنجن حقن مان واقف ڪرايو. پوءِ ته اسان سيني
وڃي نالا داخل ڪرايا ۽ ووٽن جو سڻو مسٽر ائسڪنبي کي ڏنو. هن مان
ڏسندو ته اسان جي ووٽ جو ملهه اِجهو اهو آهي. جيڪي توهين ڇئو ٿا سو
اسين سڀ سمجهون ٿا پر ڪريون سو ڪريون ڇا؟

اها گفتگو سيني ڪن ڏيئي ويني ٻڌي. منجهائن ڪنهن ڇيو
ته ”سچي ڳالهه پڇو ته هيءَ آهي، جي توهين مهينو ماس رهجي پئو ته پوءِ
جيئن چوندا تيئن ڪنداسين.“

تنهن تي ٻين به ونايس ”عبدالله سيٺ، ڳالهه ته سون جهڙي ڪئي اٿس.
هاڻي گانڌي جيءَ کي ڪري مهينو اڌ رهايو.“

پر سيٺ سياڻو هو. ڇيائين ته ”بابا، هن ڪانپوءِ ڪيس رهائڻ جو مون کي حق
ڪونهي. يا ته ڇئو ته جهڙو مون کي تهڙو توهان کي به آهي. ڳالهه توهان جي
برابر آهي. سڀ گڏجي عرض ڪريونس. پر هي آهي بئرسٽر. في ته لهڻي.“

مون کي ارمان ٿيو ۽ وچ ۾ چئي ڏنم تہ ”سيٺ صاحب توهين منهنجيءَ فيءَ جو فڪر نہ ڪريو. رعيتي ڪمن ۾ في ڇا جي؟ رهندس تہ هڪ شيوڪ ٿي رهندس. هنن دوستن کي آءُ چڱيءَ طرح ٺٺو سجاڻان. پر جي توهين سڀ محنت ڪندا تہ آءُ هڪ مهينو رهڻ لاءِ تيار آهيان. توهان جي ڳالهہ ايتري قدر سچي آهي تہ جيتوڻيڪ آءُ ڪي ڪين ڪڻندس تہ بہ هيڏو ڪم صفا خرچ بنا تي نہ سگهندو. اسان کي تارون ڪرڻيون پون. ڪجهہ ڪاغذ ڇپائڻا پون. هيڏانهن هوانهن مسافريءَ جو خرچ پرڻو پوي. وقتي وڪيلن جي صلاح وٺڻي پوي. مون کي هتي جي قاعدن جي خبر نہ هجي تہ قاعدن جا ڪتاب ڳنهي ڏسڻا پوندا. هيڏو سارو ڪم هڪ ڄڻي جو نہ آهي. گهڻن کي سمرسو هڪڙي کي پري هٿ تہ سڀ ٻانهن ٻيلي ٿي بيهن.“

تنهن تي واهہ واهہ پئجي ويئي. چي ”سبحان الله. خدا مهربان آهي. پئسا ملي پوندا. ماڻهو بہ گهڻيئي اچي حاضر ٿيندا. تهين رهي پئو تہ سڀ خير ٿيندو.“

بس پوءِ مجلس ڦري ڪاروباري سمتي تي پيئي. ڪاڌي پيتي جو ڪم اُڪلائي گهر موٽياسين. جنگ ڪيئن جوٽڻي هئي تنهن تي غور ڪيم، مت اڏڪار ڪيترن کي هو ۽ ٻيون حقيقتون هٿ ڪيم. هڪ مهينو رهي پوڻ جي پڪ ڪيم.

انهي نموني ڏکڻ آفريڪا ۾ ايشور مون کي نهي نڪي وهڻ جو وجهہ ڏنو ۽ سئمان ڪاڻ لڙائيءَ جو ٻج ڇٽيو.

*

(17)

# نتال ۾ رهي پوڻ

نتال ۾ 1893ع ۾ هندوستانين جو سيٺ حاجي محمد حاجي دادا اڳواڻ ليکبو هو. پٺسي ۾ سيٺ عبدالله حاجي زور هو پر رعيتي ڪمن ڪارين ۾ پاڻ ۽ ٻيا سيٺ حاجي محمد کي پرڌان پد ڏيندا هئا. سو سندس پرڌانپڻي هيٺ عبدالله سيٺ جي مڪان تي هڪ سڀا ڪونائي ويئي. سڀا ۾ مت اڌ ڪار کسڻ واري قاعدي جي سامهون ٿيڻ بابت زوردار نهراءُ پاس ٿيو. سئم شيوڪن جي ٽولي ناهي ويئي. نتال ۾ جنميل ڪرستان جوان بہ ڪونايا ويا هئا. مسٽر پال ڊربن ڪورٽ جو ترجمان، مسٽر سيان گاڊ فري مشن سڪول جو هيڊ ماسٽر، اهي بہ سڀ حاضر هئا ۽ سندن چوڻ تي ڪرستان جوان چڱي تعداد ۾ آيا هئا. سڀ سئم شيوڪ ٿيا. واپاري بہ ڪئين ها. تن ۾ خاص ڪري هينين جا نالا چاڻائڻ جهڙا آهن. سيٺ دائود محمد، محمد قاسم قمرالدين سيٺ آدمجي، ميان خان جي، ڪولاندا ويلتوپلي، مسٽر لڇيرام، رنگ سامي پڊياچي، احمد جيوا وغيره. پارسي رستمجي تہ ڪيئن نہ هجي ۽ منشين منجهون ماڻڪجي، جوشي، نرسيرام وغيره. دادا عبدالله ۽ ٻين وڏين پيڍين جا ماڻهو هئا. سيني کي هن رعيتي مسئلي تي گڏجي ڪم ڪرڻ تي ڀيو عجب لڳي. اهڙي ڪم ۾ ڪين ڪونائي شامل ڪرڻ جو اهو پهريون آزمودو هو. ساڳي آفت کي منهن ڏيندي ننڍي وڏي، اُونچ نيچ، سيٺ نوڪر، هندو مسلمان، پارسي، ڪرستان، گجراتي، مدراسي، سنڌي وغيره جا سڀ ڀيد پلجي ويا. سڀ هند ماتا جا سنتان ۽ شيوڪ ٿي پيا.

بل جي ٻي شنوائي ٿي چڪي هئي يا ٿيڻ تي هئي. قانوني سڀا اندر تڏهن تقريرن ۾ گورا چوندا هئا تہ ههڙي سخت قاعدي تي بہ هندوستانين ۾ ڪو تاءُ ڪونہ پيدا ٿيو آهي. تنهن جي معنيٰ تہ هندوستانين کي مت اڌڪار جو قدر ڪونہ آهي ۽ اهو حق ماڻڻ لاءِ لائق ڪين آهن.

مون سڀا کي سچي حقيقت سمجهائي. پهريون ڪم اهو هو تہ قانوني سڀا جي پرڏان کي بل جو وڏيڪ ويچار مهمل ڪرڻ لاءِ تار موڪلي وڃي. تار جو نقل مکيہ پرڏان سرجان رابنسن کي ۽ دادا عبدالله جي وڪيل مسٽر ائسڪنبي کي، دوست طريقي موڪلي ويئي. جواب آيو تہ قانوني سڀا ۾ بل تي چرچا ٻہ ڏينهن پوءِ ٿيندي. تنهن تي سڀني جي دل پري.

پوءِ هڪ عريضي تيار ڪئيسين، جنهن جا ٽي نقل ڪيياسين. هڪ نقل اخبارن لاءِ بہ تيار ڪرڻو هو. عريضيءَ مٿان چيوسين تہ جيتريون ٿي سگهيون اوتريون صحيحون ونداسين. سڄو ڪم هڪ رات اندر پورو ڪرڻو هو. ويچارا سيم شيوڪ ۽ ٻيا سڀ ساري رات جاڳيا. سڀني ۾ هڪ مسٽر آرٿر عمر جو ٻڍو پر خوش خط هو. هن جڻ موتيءَ جهڙن اکرن ۾ ويهي عريضي نقل ڪئي. ٻين وري ٻي ڪاپي ڪيڏي هڪڙو چوندو وڃي ۽ پنج جڻا لکندا وڃن. سو ساڳئي وقت پنج نقل پئي ٿيا. واپاري سئم شيوڪ وري پنهنجين گاڏين ۾ چڙهي يا پنهنجي خرچ تي گاڏيون ڪري صحيحيون وٺڻ نڪري پيا.

عريضي پيش ٿي ۽ اخبارن ۾ ڇپي. مٿس ٽيڪا ٽپڻو ٿيو. قانوني سڀا ۾ بہ چڱو اثر ٿيو ۽ خوب چرچا هلي. عريضيءَ ۾ ڏنل دليلن جو سڀا ۾ جواب ڏنو ويو پر اهڙو جو ڏيندڙن کي ڏيندي پيي حجاب ٿيو. پر بل جو پاس ٿيڻو هو سو تہ پاس ٿي ويو.

ائين اوس ٿيندو يا سڀني کي خبر هئي. پر قوم ۾ نئون جيون ڦوڪيو. سڀني سمجهيو تہ اسين هڪ قوم آهيون ۽ رڳو واپارين لاءِ نہ پر قومي حقن لاءِ بہ ٿا وڙهون. اها ڀُڏ ڏرم ڀُڏ آهي.

تن ڏينهين لارڊ رپن بئنڪن جو وزير هو. ڪيس هڪ شاهي عريضو ڪرڻ جو نهراءُ ٿيو. انهيءَ ۾ تي سگهي تہ سڀني هندوستانين جي صحيح وٺڻي هئي. پر اهڙو ڪم هڪ ڏينهن اندر ٿيڻ جو نہ هو. انهي لاءِ بہ سئم شيوڪن جا نالا ورتا ويا ۽ سڀني مدد جو هٿ ڊگهيريو.

عريضي ناهڻ ۾ مون ڏاڍي محنت ڪئي. جيڪي ڪاغذ پٽ هٿ چڙهيم سي نظر مان ڪيڏي ويس. ٻن دليلن تي خاص ڏيان ڇڪايم. هڪ سڏانت ڏي تہ اسان کي هندوستان ۾ بہ ڪنهن نہ ڪنهن قسم جو مت اڌڪار آهي. ٻيو وهنواري ڳالهہ ڏي تہ مت اڌڪار ماڻڻ لاءِ ملڪ ۾ هندوستاني گهڻا؟

عريضيءَ تي ڏهه هزار صحيحون چڙهيون ۽ اهي ٻن هفتن اندر ورتيون ويون. انهي عرصي ۾ نتال ۾ ايتريون صحيحون هٿ ڪيون ويون سا پڙهندڙ جهڙي تهڙي ڳالهه نه سمجهي. سڄي نتال پرڳڻي کي لتاڙڻو هو. ڪم ڪندڙ سيڪڙاٺ. پڪ ڪئيسين ته عريضي سمجهائڻ بنان ڪنهن جي به صحيح ڪين وٺنداسين. تنهن ڪري فقط سمجهو سٺم شيوڪ انهي ڪم تي رکياسين. ڳوٺ پري ۽ ڇڙوڇڙ. سو جي ڪم ڪندڙ گهڻا ۽ اُتساهي هجن تڏهن تيڏي ڪم هيتري ۾ تي سگهي. تيو به ائين. سيئي ڪم کي جنبي ويا. هن وقت به سيٺ دائود محمد. پارسي رستمجي، آدمجي ميان خان ۽ احمد جيوا جون شڪليون منهنجي اکين اڳيان ڦرن پيئون. انهن ٽن ڦور تڪليفون وٺي گهڻي ۾ گهڻيون صحيحون هٿ ڪيون. دائود سيٺ سڄو ڏينهن گاڏيءَ ۾ چڙهي پيو چڪر هڻندو هو. پيو ته نهيو پر ڪنهن هٿ خرچ به ڪين گُهريو.

دادا عبدالله جو مڪان هڪ ڌرمسالو يا آفيس تي پيئي. پڙهيل پائر مون سان ٻانهه ٻيلي تي بينا. انهن جا ۽ آين وين جا کاڌا پيتا دادا عبدالله جي گهر. پلا خرچ جي ڪنهن کي پرواهه؟

عريضي ويئي. هڪ هزار نقل ڇپاياسين. نتال ۾ انهيءَ عريضيءَ هندوستانين کي پهريون دفعو راڄنيتي ميدان ۾ نيو. جن اخبارن ۽ اڳواڻن سان ڄاڻ سُڃاڻ هئي تن سيني کي عريضيءَ جا نقل موڪليا ويا.

تنهن تي "ٽائمس آف انڊيا" مکيه ليک لکيو. هندستانين جي گهر کي چڱو تيڪو ڏنو. ولايت ۾ به سيني ڌرين جي اڳواڻن ڏي نقل ويا. اُتي وري "ٽائيمس" اخبار عريضيءَ جي پنيرائي ڪئي. تڏهن اسان جي به آس اُپري ته شايد بل بحال نه ٿئي.

هاڻ آءُ ڪم وچ ۾ نتال ڇڏي ڪيئن وطن وران. سيئي ويڙهي ويم ۽ نتال ۾ رهي پوڻ جو زور رکيائون. مون پنهنجون مشڪلاتون سندن اڳيان پيش ڪيون. مون پاڻ پڪ ڪري ڇڏي هئي ته چندي جي پئسي تي گذر ڪين ڪندس. گهر اوطاق ناهي وهڻ جي ضرورت سمجهيم. تڏهن ته اهو به خيال هوم ته گهر رکندس ته عمدو ۽ عمدي محلي ۾. جيئن ٻيا بئريسٽر رهن تيئن آءُ به رهان. انهيءَ ۾ پنهنجي قوم جو مان سمجهيم. اهڙو گهر سال ۾ ٽن سون پائونڊن کان گهٽ نه گهُري ايترا پئسا وڪالت مان ڪيڻندس تڏهن رهندس. سا ڳالهه ڪين ٻڌايم.

پر سيٺ چوڻ ته: ”تي سؤ پائونڊ ڪهڙي چيز؟ ايترا پئسا شيواڌاري ٿي ڪٽندا ته به اسان کي ذري تڪليف ڪانه ٿيندي. تنهن ڪانسواءِ وڪالت جي ڪمائي سا به توهان جي.“

پر آءُ چوان ته ”ائين پئسا وٺڻ وارو نه آهيان. منهنجي رعيتي ڪم جي قيمت ڪيتري؟ مون کي ڪا توهان جي وڪالت ڪانه ڪرڻي آهي. فقط ٻين کان پورو ڪم ڇڪي وٺڻو اٿم. تنهن جا ڪهڙا پئسا وٺان. وري مون کي رعيتي ڪمن لاءِ توهان کان چندو چيرو چڙهائڻو. پوءِ جي پاڻ لاءِ پگهار ڪٽان، ته توهان کان وڏيون رقمون گهرڻ ۾ حجاب ڪريان. گاڏو پوندو ڳپ ۾، تنهن ڪانپوءِ قوم لاءِ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽن سون پائونڊن جو خرچ به ته ضرور ڪرايان.“

”پر توهان کي اسين هاڻ ڄاڻي سڃاڻي ڪين ويا آهيون؟ خاطري اٿئون ته پنهنجي لاءِ پئسا ڪين گهرندا. باقي توهان جو خرچ پڪو به ڪين پريندا سون؟“

”هينئر توهين نٽا ٻوليو. توهان جي محبت ۽ اُتساهه ٿو ٻولي. ڪير چوي ته اهي ڪيستائين جٽاءُ ڪن؟ مون کي ته وقتي توهان کي مهڻا به ڏيڻا پون. پوءِ به توهان جي محبت قائم رهي سو ايشور ڄاڻي. پر سچي ڳالهه ته اها اٿو ته مون کي رعيت جو شيوا لاءِ پئسا ڪين وٺڻا آهن. توهين سڀ پنهنجو وڪالت جو ڪم مون کي ٻڌي ڏيو سو مون لاءِ بس آهي. توهان کي اها به شايد ڳري گهر لڳي. آءُ ڪو گورو بئرسٽر ڪونه آهيان. ڪورٽ مون کي ٻڌي انصاف ڏئي سو ڪير چوي؟ توهان جي وڪالت هلائڻ ايندي سا به مون کي ته خبر ڪانهي. سو شروعات ۾ فيءِ ٻڌي ڏيڻ توهان کي ڏکي لڳي. پر جي ڪري ڏيندا ته وڪيل جي في سمجهي نه ڏيندا پر شيواڌاري کي شيوا لاءِ سمجهي ڏيندا.“

نيٺ ڳالهيون ڪندي اٽڪل ويهن واپارين هڪ سال تائين ڪم ڏيڻ جو پڪو لکي ڏنم. تنهن ڪانسواءِ دادا عبدالله کي موڪلائيءَ ويل جيڪا پيٽ ڏيڻي هئي تنهن جي عيوض مون کي بنگلي لاءِ سامان سڙو وٺي ڏنائين ۽ آءُ نتال ۾ ٺهي نڪي ويٺس.

٭

(18)

# رنگ دئيش

عدالت خاني مٿان هڪ ساهميءَ جي نشاني رکندا آهن. اها ساهمي هڪ بي ريا. انڌڙي پرسياڻي پيپرسن جهلي بيهندي آهي. قدرت کيس انڌو بڻايو آهي تہ منهن ڏسي تڪڙو نہ ڏئي. پر ماڻهوءَ جو گُڻ ڏسي تڪڙو ڏئي. پر نتال جي وڪيل سيا چوي تہ عدالت خانو منهن ڏسي انصاف ڪري ۽ پنهنجي نشانيءَ کي ڪوڙو ڪري.

مون کي وڪالت جي سند وڻڻي هئي. مون وٽ بمبئيءَ جي هاءِ ڪورٽ جو پرماڻ پتر (Certificate) هو. ولايت وارو بمبئيءَ جي دفتر خاني ۾ داخل هو. داخل ٿيڻ جي عريضيءَ ساڻ بہ سنيءَ چال جر پرماڻ پتر بہ پيش ڪرڻا هوا. سمجهيم تہ گورن جا هوندا تہ وڏيڪ پسند پوندا. سو دادا عبدالله جي معرفت واقف ٿيل ٻن مشهور گورن کان چرتر پتر ورتم. عريضي وري ڪنهن وڪيل جي معرفت پيش ڪرڻي هئي ۽ رواجي طور ائٽارني جنرل بنا في ڪندو هو. مسٽر ائسڪنبي ائٽارني جنرل ۽ دادا عبدالله جو بہ وڪيل هو. ساڻس ڳالهہ ڪيم ۽ هن منهنجي عريضي خوشيءَ سان پيش ڪرڻ جو انجام ڏنو.

اوچتو وڪيل سيا هڪ نوٽيس منهنجي عريضي رد ڪرڻ لاءِ ڪڍيو. اعتراض اٿا، ڇاڪاڻ تہ مون عريضيءَ سان پنهنجو اصلوڪو ولايت جو پرماڻ پتر ڪونہ شامل موڪليو هو. پر وڏي ۾ وڏو اعتراض اهو تہ جڏهن وڪيلن کي سندون ڏيڻ جو قاعدو ٺهيو تڏهن ڪنهن کي خواب نہ خيال هو تہ ڪارو يا پيلو سند لاءِ عريضي ڪندو. نتال ملڪ گورن جي همٿ ۽ ساهس ناهيو سڌاريو هو ۽ تنهن ڪري انهيءَ ملڪ ۾ گورن کي ئي پرڏان پد ملڻ گهرجي. جي ڪارا وڪيل بہ داخل ٿيندا تہ رفتہ رفتہ گورن جو زور پجي پوندو ۽ سندن پرڏانپٽو هليو ويندو.

هن اعتراض جي پنيرائي ڪرڻ لاءِ وڪيل سيا هڪ مشهور وڪيل ڪيو. انهي وڪيل ساڻ بہ دادا عبدالله جي سڃاڻپ هئي. سندس معرفت هن

مون کي سڏايو ۽ صفن صفا ڳالهه ڪئي. ڪير آهين ۽ ڪٿي جو آهين سڀ پڇيائين جو مون ٻڌايو. تڏهن چيائين تہ "مونکي، تہ توهان جي برخلاف ڪي ڪين چوڻو آهي. مون کي شڪ هو تہ متان توهين هتي جا جنميل چالباز هندوستاني هجو. هوڏانهن وري توهان پنهنجو اصلوڪو پرماڻ پتر پيش ڪونہ ڪيو آهي. تنهن تي منهنجو شڪ وڌيو. اهڙا بہ ماڻهو پيا آهن جي پراوا پرماڻ پتر ڪم آڻين ٿا. توهان ٻن گورن جا چال پتر پيش ڪيا آهن پر انهن جو مون وٽ قدر ڪونهي. ڪين توهان جي ڪهڙي خبر؟ توهان سان سندن سڃاڻپ گهٽي؟"

"پر هت تہ مون لاءِ سڀيئي نوان آهن. عبدالله سيٺ سان بہ هت اچي واقف ٿيس."

"سو برابر. پر توهين پاڻ چئو ٿا تہ هو توهان جو ڳوٺ ڀائي آهي ۽ توهان جو پيءُ اُتي جو ديوان هو، سو ضرور توهان جي خاندان کي سڃاڻندو هوندو. توهين هاڻ سندس قسمنامو پيش ڪندا تہ مون کي توهان جي برخلاف ڪي ڪين چوڻو آهي. آءٌ وڪيل سڀا کي بہ ائين لکي موڪليندس.

مون کي چڙ پيئي اچي، پر پاڻ کي روڪيم. چيم تہ "جي آءٌ سيٺ جو قسمنامو موڪليان ها تہ ڪين ليکين ها ۽ گورن جي سڃاڻپ گُهرن ها. هوڏانهن وري وڪالت هلائڻ جي لائقيءَ جو، جنم ۽ خاندان سان ڪهڙو واسطو؟ آءٌ لچ هجان يا غريبن جو ٻار هجان تہ بہ وڪالت ڇو نہ ٿو هلائي سگهان؟" پر اهي سڀ خيال من جا من ۾ رکي جواب ڏنم تہ "جيتوڻيڪ اهڙيون حقيقتون گهرڻ جو وڪيل سڀا کي اڌڪار ڪونهي، تنهن هوندي بہ توهان جي چوڻ موجب آءٌ قسمنامو پيش ڪرڻ لاءِ تيار آهيان."

سيٺ کان قسمنامو لکائي وڪيل کي ڏنم. هو راضي ٿيو. پر وڪيل سڀا اجان ڪٿي تي مات ڪري، هنن پنهنجو اعتراض سڌو عدالت خاني اڳيان پيش ڪيو. عدالت مسٽر ائسنڪنبي جو جواب پڙهڻ بنا سڀا جو اعتراض رد ڪيو. صدر ڪورٽ جي جج چيو تہ "عرضدار اصلوڪو پرماڻ پتر پيش ڪين ڪيو آهي اهو دليل واهيات آهي. جي ڪوڙو قسمنامو وڌو اٿس تہ مٿس فوجداري مقدمو هلي سگهي ٿو ۽ سندس نالو وڪيلن جي ياداشت منجهان ڪڍي سگهجي ٿو. عدالت جي قانونن ۾ ڪاري گوري جو

ڀيد ڪونهي. اسان کي مسٽر گانڌيءَ کي وڪالت هلائڻ کان روڪڻ جو حق ڪونهي. عريضي منظور. مسٽر گانڌي توهين اُتي قسم کڻو.“

آءٌ اُتي بينس ۽ رجسٽرار اڳيان قسم کنيم. ۽ امالڪ وڏي جج چيم ته ”هاڻي توهان کي اها پڳڙي لاهڻ کپي. وڪيل تي وڪيل جي پوشاڪ بابت ڪورٽ جا قانون رکڻا آهن.“

مون پنهنجي حالت سمجهي ورتي. جا پڳڙي ڊربن ڪچهريءَ ۾ لاهڻ کان انڪار ڪيم سا هت لاٿيم. لاهڻ جي برخلاف دليل ته هئا، پر چيم ته هن خسيس ڳالهه تي مڙي ۽ وڏي جنگ لاءِ سمر سنباهڻ کپيم. هرويرو پڳڙي پائڻ ۾ لڙڻ جي همٿ ڪانه اچي موڙهي هئي. ممڪن هو ته ننڍڙي لڙائي لڙندي وڏيءَ کي هرج رسي.

عبدالله سيٺ ۽ ٻين ڪن دوستن کي منهنجي هيٺائين ونڻ (يا هيٺائي چئو) ڪين ڀاءِ پيئي. چوڻ ته مون کي وڪيل تي پڳڙي پهرڻ جي حق لاءِ وڙهڻ کپندو هو. کين گهڻو ئي سمجهايم. ”ديس تهڙو ويس“ تنهنجو ڏس ڏنم. هندوستان ۾ جي گورو عملدار يا جج پڳڙي لاهڻ لاءِ چوي ته ڏسي وٺجيس. پر نتال ملڪ ۾ ۽ سو به عدالت جو هڪ عهديدار تي مون کي عدالت خاني جي قانونن جي انحرافي نه ٿي سُونهي.

اهڙا دليل ڏيئي دوستن جو من ٺارڻ جي ڪوشش ڪيم. چيم ته ساڳي ڳالهه ديس ڪال موجب ٻيءَ طرح ڏسڻ گهرجي. پر اهو سڌانت هن موقعي تي آءٌ نئو پانيان ته کين مغز ۾ سمجهائي وهاري سگهيس. پر پنهنجيءَ جيوت ۾ ستيه جي کوج ۽ ناهه جو قدر ٻئي گڏوگڏ سکيو آهيان. ڪئين ڀيرا آزمودا ٿيم ته ستياگرهه ۾ ناهه بنا چاڙهو ڪونهي. انهيءَ ناهه ورتيءَ ڪري وقتي جيءَ جو جوکو ۽ دوستن جو ڏمر پاڻ تي کڻڻو پيو اٿم. پر ستيه بجر پٿر جهڙو کنن آهي ۽ ڪونل گل جهڙو ڪومل آهي.

وڪيل سڀا جي وروڌ وري ٻيهر مون کي ذکڻ آفريڪا ۾ شهرت ڏني. ملڪ ۾ ڊاڪو پئجي ويو. ڪيترين اخبارن وڪيلن جي اعتراض کي سخت ننديو ۽ مٿن ايرکا جو الزام مڙهيو. انهيءَ شهرت ڪري منهنجو ڪم قدري سولو ٿي پيو.

*

(19)

# نتال انڊين ڪانگريس

وڪالت ڪرڻ منهنجو نہ مُکيہ ڪم هو نہ پوءِ ڪڏهن ٿيو. هاڻ جو نتال ۾ رهي پيس سو ڇيم تہ لوڪ شيوا ۾ پاڻ ارپڻ ڪري رهڻ سڄايو ڪريان. هندوستانين کان مت اڏڪار ڪسڻ واري قاعدي جي برخلاف رڳي عرضي ڪري ويهي رهڻ مان ڪي ڪين وري ها. اها هل چل چالو رهي تڏهن سس وڏي وزير تي ڪواثر ٿئي. تنهن لاءِ هڪ سنستا استان ڪرڻ جي ضرورت سمجهي ويٺي سو سيٺ عبدالله سان صلاح مصلحت ڪيم. ٻين سان بہ ڳالهہ ٻولهہ ڇوريم ۽ نيٺ اهڙي هڪ سنستا برپا ڪرڻ جي پڪ ٿي.

سنستا جو نالو سٿڻ ۾ منجهي ٻينس. انهيءَ ڪي ڪنهن طرف جي طرفداري ڪانہ ڪرڻي هئي. مهاسڀا (ڪانگريس) جي نالي کان ولايت جي ڪانزرويٽو (conservative) ڌر چرڪندي هئي. پر مهاسڀا هندوستان جو جيءُ جان هئي. ڇيم تہ سندس نالو نيشان نتال ۾ بہ هئڻ کپي. سندس نالي کان ٿهڻ اهو نامرديءَ جو ڪم. سو سبب ڏيئي مون انهيءَ سنستا کي ”نتال انڊين ڪانگريس“ نالو ڏنو ۽ 1894 جي ميءِ مهيني ۾ 22 تاريخ اها برپا ٿي.

دادا عبدالله جو شاهي ديوان خانو انهي ڏينهن ماڻهن سان ٽمٽار هو. سڀني ڏاڍي اُتساهہ سان سنستا برپا ڪرڻ جي رٿ سٺيڪار ڪئي. سندس رچنا (Constitution) مختصر بنايم. باقي ماهوار چندو چڱو چوکو رکيوسين. ميمبر کي ماهوار گهٽ ۾ گهٽ (5) پنج شلنگ ڏيڻا هئا. هوند وارا واپاري جيڪي ڏين سو سونهي. عبدالله سيٺ کان ماهوار (2) بہ پائونڊ ڪاغذ تي چاڙهياسين. پاڻ بہ ڇيم تہ هي وقت پڪائي ڪرڻ جو نہ آهي. سو ماهوار هڪ پائونڊ لکايم. مون لاءِ تڏهن اهو ٿورو ڪين هو. پر سمجهيم تہ جي ٻيو خرچ ڪيڏي ويس تہ ايترو بہ ڏيئي چڙهندس، ٿيو بہ ائين. ايشور منهنجي گهر جو چرخو هلايو. هڪ پائونڊ وارن جو تعداد چڱو خاصو ٿيو. ڏهہ شلنگ ڏيڻ

وارا تہ گھٽيئي نڪتا. تنھن ڪانسواءِ جيڪو جيتري پيٽ رکي سو خوشيءَ سان وڃُو.

آزمودي مان ڏنوسين تہ چندو گھرڻ بنان ڪين اُڪرڻو ھو. ڊربن ڪان ٻاھر وقت بوقت وڃڻ سولو نہ ھو. اھو بہ ڏنوسين تہ اڄ جوش تہ سڀاڻي خاموش. خود ڊربن ۾ بہ خوب جنگھون ھنيونسين. تڏھن چندو وصول ڪيوسين. آءُ مھا سڀا جو منتري ھوس سو وصوليءَ جو بوجو منھنجي سر تي. وقت آيو جڏھن آفيس جي منشيءَ کي سڄو ڏينھن ٻيا ڪم ڇڏي رڳو وصوليءَ جو ڪم ڪرڻو پيو. تان جو منشي بہ ھتجي پيو. نيٺ چيم تہ ٻيلي ماھوار ڇڏي ساليانو چندو اُگاڙيون. سو بہ اڳوات ئي وصول ڪريون. سڀا ڪوٺايم. سڀني کي اھا صلاح وڻي ۽ ساليانو چندو گھٽ ۾ گھٽ 3 پائونڊ ٺھرايو ويو. پوءِ اوڳر قدري سولي ٿي.

ڪم ڪڍندي ئي سکيو ھوس تہ رعيتي ڪاروبار ڪڏھن بہ قرض ڪڍي نہ ڪجي. ماڻھن تي ٻين ڪمن بابت ڀلي ڪڏي اعتبار ڪجي، پر پئسن جي انجام بابت ڪوبہ بقاءُ ڪونھي. ڏٺو ھوم تہ ھڪواري چاڙھيل رقم ڪنھن ورلي ٿي وقت سر ڏني. نتال جا ھندوستاني انھيءَ ڳالھہ ۾ ٻين کان وڌيڪ سونا ڪونہ ھئا. تنھن ڪري "نتال انڊين ڪانگريس" ڪڏھن بہ پائي قرض ڪڍي ڪين ڪم ھلايو.

پر ميمبر ڪرڻ ۾ دوستن پاڻ ڪين گھٽايو. انھيءَ ڪم ۾ ڪين مزو اچي ويو. اھو آزمودو بہ وڻڻ جھڙو ھو. گھڻا ماڻھو خوش ٿي نالو بہ ڏيندا ھئا ۽ اُتي جو اُتي پئسا بہ ڏيندا ھئا. پري پري جي ڳوٺن ۾ البت تڪليفون ھيون، ڀلا ھو رعيتي شيوا مان ڇا ڄاڻن؟ ڪيترن ھنڌ ماڻھو اسان کي پاڻ وٽ ڪوٺائين ۽ ڳوٺ جي وڏي واپاريءَ وٽ رھڻ جو بندوبست ڪن. چڪر ھڻندي ھڪڙي ھنڌ ھڪ واپاري اِت ھٽي ٻينو. اسين ڇھہ پائونڊ وٺڻ جي خيال سان ويا ھئاسين، پر ھي يار ٽن کان پائي مٿي نہ پيو چُري جي اسين مُڙون ۽ ڪانئس ٽي ڪڍي ونون تہ ٻيا بہ سندس پنيان اوترائي پئسا ڏين. لٿا بہ وٽس ھئاسين. سڀ بکيا وينا نھاريون، پر جيسين پورا پئسا نہ ملن تيسين گرھہ ڪيئن ڪائون؟ پنڊ ٿي ويناسين. ڪيس ڏاڍو ليلايوسين، پر ھي چُري جھڙي پيت. ڳوٺ جا ٻيا واپاري بہ مٿو ھڻي بينا. ساري رات سمجھائڻ ۽ باز

آڻڻ ۾ ويٺي. سپيئي تتا وينا هواسين، پر ٻاهر ٻاڦ بہ ڪين ڪڍيسين. نيٺ سويل صبوح جو دل پنيس، ڇهہ پائونڊ ڏنائين ۽ اسان کي ڪارايائين. اهو قصو تانگٽ ڳوٺ ۾ ٿيو. پر انهي جو اثر ويندي اُتر ڪناري اسٽينجر ۽ ملڪ جي اندر چارلسٽائون تائين ٿيو. پوءِ تہ وصوليءَ جو ڪم اسان لاءِ سولو ٿي پيو.

پر اسان جو رکو پئسن سان مطلب ڪونہ هو. ايترو سمجهي ويو هوس تہ گُهرج کان متي ڪڏهن بہ پئسا جمع ڪرڻ نہ کپن.

سيا هفتيوار يا ماهوار ڪم آهر گڏ ٿيندي هئي. شروع ۾ اڳئين سيا جو احوال پڙهبو هو. پوءِ تہ ڪئين سوالن تي بحث هلندو هو. پهرين تہ "بحث ڪرڻ" مختصر ۽ مطلب جو ڳالهائڻ سو ڏانءِ نہ پيو اچين. ڪي تہ ڳالهائڻ ۾ پيا هٻڪن. آهستي آهستي ڪين سيا هلائڻ جا نيم سمجهايم ۽ انهن تي هلايم. پوءِ تہ جيڪي پرايائون سو اڪئين ڏنائون ۽ جن اڳي اُتي بيهي مُک مان بہ اکر ڪين ڪڍيا هوا سي راجنيتي ڪمن ۾ ڇڀي ڇٽي ڳالهائڻ جهڙا ٿيا.

خبر هيم تہ اهڙن ڪمن ۾ ڏسڻ ۾ خسيس خرچ بي خياليءَ ڪري وڏا ٿي ٿي ويا. انهيءَ ڪري شروعات ۾ رسيد بڪ بہ ڇپايم ڪين. آفيس واري سائڪلوسٽائيل تي رسيدون ڇپائيندو هوس. رپورٽ بہ ائين تيار ڪرائيندو هوس. جڏهن چار پئسا جمع ٿيا، ميمبر وڌيا، ڪم زور ورتو تڏهن وچي رسيدون وغيره ڇپايم. انهيءَ نموني جي پڪائي سڀ ڪنهن سنستا ۾ ضروري آهي، پر خبر اٿم تہ هميشه ائين ڪين ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري ئي ڪيئن هيءَ ننڍڙي سنستا وڏي ويجهي تنهن جي بحرستان ۾ پيو آهيان. ماڻهن کي برابر رسيدن جي ڪهڙي پرواهہ. تہ بہ اسين زور ڪري ڪين ڪڍي ڏيندا هواسين. تنهن ڪري شروعات کان وٺي پائي پائيءَ جو حساب رکيوسين. خاطري اٿم تہ جي هينئر بہ نتال ڪانگريس جا دفتر کولي ڏسبا تہ 1894 جا ڪتاب بلڪل صفا ۽ پورا نظر ايندا. هرڪنهن سنستا ۾ پورو حساب ڪتاب پهرين ڳالهہ آهي. انهيءَ کانسواءِ نيٺ گند ظاهر ٿي پوندو ۽ سنستا کي ڪو ڪونہ ليکيندو. پوري حساب ڪتاب کانسواءِ شڌ ستيہ جو پالن ڪرڻ ناشدن آهي.

ڪانگريس جو ٻيو مقصد اهو هو تہ ٻئنڪن ۾ ڄنميل ۽ پڙهيل هندوستانين جي ڪاڻ ڪا شيوا ڪجي. انهن لاءِ هڪ وديا منڊل اسٿاپن ڪيو ويو جنهن جا ميمبر گهڻو ڪري نوجوان هوا. ماهوار چندو نالي ماتر رکيوسين. منڊل معرفت چيوسين تہ پنهنجون گهرجون ظاهر ڪندا, ويچار پختا ڪندا, واپارين سان رستو ڳنڍيندا ۽ قوم جي شيوا بہ ڪري سگهندا. منڊل هڪ نموني جو چرچا منڊل (Debating Society) هو. منڊل جو ميڙ وقت بوقت ٿيندو هو ۽ اُتي قسمين ڦسمين جي ڳالهين تي وياڪياٽيون ٿينديون هيون يا ليک پڙهندا هوا. منڊل ساڻ هڪ ننڍڙو پستڪاليہ بہ کوليو ويو.

ڪانگريس جو ٽيو مقصد هو هل چل هلائڻ ۽ پرچار ڪرڻ. مطلب تہ انگريزن کي ڏکڻ آفريڪا ۽ انگلنڊ ۾ ۽ هندستانين کي پنهنجي ديس ۾ سچين حالتن مان واقف ڪجي. انهيءَ مراد سان مون بہ ننڍڙيون چونپڙيون لکي ورتيون. هڪڙيءَ جو نالو هو "ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هر هڪ انگريز کي وينتي." منجهس نتال ۾ هندوستانين جي حالت, انگن اکرن ۽ ٻين ثابتين سان ڏنل هئي. ٻيءَ جو نالو هو "هندستانين جو مت اڌڪار- هڪ اپيل". انهيءَ ۾ وري مت اڌڪار جي تواريخ, انگ اکر ۽ ثابتيون ڏنل هيون. چونپڙيون ننڍڙيون پر اپياس ۽ محنت ۾ گهڻايو ڪين هوم. جهڙي پوک تهڙو قل. ڏاڍو پرچار ٿيو. تنهن ڪانپوءِ ڏکڻ آفريڪا ۾ همدرد انگريز نڪتا. انگلنڊ ۽ هندستان ۾ سيني ڌرين مدد ڪئي ۽ ڏکڻ آفريڪا جي هندستانين لاءِ ڪم ڪرڻ جو رستو کليو.

❊

(20)

# بالا سندرم

چوندا آهن تہ جهڙي نيت تهڙي مراد. انهيءَ جو سچ مون ڪئين ڀيرا پنهنجيءَ جيوت ۾ ڏٺو آهي. لوڪ شيوا يعني غريبن جي شيوا تي ڏاڍي دل ٿيندي اٿم ۽ انهيءَ ڪري سهج سڀاءُ ساڻن سُنبنڌ ٿيو اٿم ۽ پاڻ کي هنن جهڙو سمجهيو اٿم.

ناتال ڪانگريس ۾ جيتوڻيڪ بئنڪن ۾ جاول هندوستاني ۽ منشي اچي ويا هوا، پر صفا مزور ۽ گِرمِٽيا داخل نہ ٿيا هوا. ڪانگريس اڃان سندن ڪانہ ٿي هئي. سبب جو هو ماهوار چندو ڀري ڪانگريس کي پنهنجو ڪري نٿي سگهيا. انهن جي ڪانگريس لاءِ محبت تڏهن ٿئي جڏهن ڪانگريس سندن ڪا شيوا ڪري. اهڙو هڪ وجهہ اوچتو آيو جڏهن نہ آءٌ ۽ نہ ڪانگريس تيار هواسين. وڪالت ڪئي اڃان بہ چار مهينا ٿيا هئم. ڪانگريس بہ آني مان ٿڻي هئي، تہ هڪڙي ڏينهن ڇا ڏسان تہ هڪ تامل ڦاٽل ٽٽل ڪپڙا پائي، ڏڪندو ڪنبندو روئندو رڙندو هٿ ۾ پڳڙي جهلي منهنجي اڳيان اچي بيٺو. اڳيان بہ ڏند ڀڳل هئس جن مان رت پئي وهيو. سندس مالڪ کيس سخت مار ڏني هئي. منهنجو منشي جو پاڻ تامل هو تنهن سربستو حال پُڇي ٻڌايم. بالا سندرم هڪ نانءَ چڙهئي گوري وٽ مزوري ڪندو هو. ڪنهن ڳالهہ تي هن شخص کي غصو چڙهي ويو ۽ پنهنجو پاڻ ڀُلجي بالا سندرم کي ڏاڍي مار ڏني هوائين. مار ڏيندي سندس بہ ڏند ڀَڃي ڇڏيائين.

مون اُمالڪ کيس ڊاڪٽر ڏي روانو ڪيو. تن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر بہ سڀ گورا. ڊاڪٽر کان زخم جو سرٽيفڪيٽ ورتم. اهو هٿ ڪري آءٌ بالا سندرم کي سڏو ڪورٽ ۾ وني وبس ۽ سندس قسمنامو پيش ڪيم. پڙهي مئجسٽريٽ تنتو ۽ گوري مالڪ تي سمن ڪيڻ جو حڪم ڪيائين.

گوري کي سزا ڏيارڻ سان منهنجو مطلب ڪونہ هو. مون کي فقط کيس

انهيءَ گوري کان ڇڏائڻو هو. گرمٽين سان لاڳو قاعدو پڙهي ويس. رواجي نوڪر نوڪري ڇڏي ڏئي ته مٿس ديواني دعوي ٿي سگهي ٿي، فوجداري نٿي هلائي سگهجي. پر گرمٽ ۾ رواجي نوڪريءَ ۾ گهڻو ڦير هو. مکيه اهو ته گرمٽيو نوڪري ڇڏي ته مٿس فوجداري داخل ٿي سگهي ۽ قيد وجهڻ پويس. انهيءَ ڪري ئي سر وليم ولسن هنٽر گرمٽين کي غلامن سان ڀيٽيو آهي. غلام وانگر گرمٽيو به مالڪ جي ملڪيت ٿو سمجهجي.

بالا سندرم کي ڇڏائڻ جا ٻه رستا هوا: يا ته گرمٽين مٿان عملدار (جو قاعدي موجب سندن رکپال سمجهبو هو) گرمٽ رد ڪري ڪي ڦيرائي ٻئي مالڪ جي نالي لکي، يا ته مالڪ پاڻ گرمٽيءَ کي آزاد ڪري. آءٌ مالڪ وٽ ويس. چيومانس ته "مون کي توهان کي سزا ڪانه ڏيارڻي آهي. هن ماڻهوءَ کي سخت مار ملي آهي، سو توهين پاڻ ٿا قبول ڪريو. پر جي خوشيءَ سان سندس گرمٽ ڦيرائي ٻئي گوري جي نالي لکي ڏيندا ته ٻيو مون کي ڪي ڪين کپي." مالڪ ته اهڙي اشاري لاءِ ترسيو ويٺو هو. پوءِ آءٌ "رکپال" عملدار وٽ ويس. هن به اها ڳالهه قبولي، بشرطيڪ بالا سندرم لاءِ ٻيو گورو مالڪ نڪري

سو هاڻ مون کي بالا سندرم لاءِ نئون گورو مالڪ ڳولڻو پيو. هندستاني گرمٽيا رکي نٿي سگهيا. آءٌ اجان ڪن ٿورڙن گورن کي سڃاڻندو هوس. تن مان هڪ وٽ ويس. هن مهرباني ڪري بالا سندرم کي رکڻ قبول ڪيو مون سندس ٿورا مڃيا. مئجسٽريٽ مالڪ کي گنهگار ٺهرايو ۽ دفتر ۾ گرمٽ ڦيرائڻ جو نوٽ ڪيو.

بالا سندرم جي ڳالهه ۾ باهه وانگر پکڙجي ويئي ۽ آءٌ سندن رکپال ليکيو ويس. مون کي به اها ڳالهه وڻي. بس پوءِ ته منهنجيءَ آفيس ۾ سندن قطارون اينديون هيون ۽ جلدئي آءٌ سندن دک وارتا مان واقف ٿي ويس.

بالا سندرم ڪيس جو پڙلاءُ ويندي مدراس ۾ لائقي تائين ٻڌو. انهيءَ علائقي مان جيڪي گرمٽيا نٽال ۾ ايندا رهيا تن سيني کي گرمٽين ڪيس مان واقف ڪيو. ڪيس ڪو اهڙو وڏو ڪونه اچي موڙهو هو پر ماڻهن کي اهائي خوشي چڙهي ويئي ته ٻيلي اسان غريبن جي داد رسي ڪرڻ وارو به ڪو پرگهٽ ٿيو آهي. سو ٿورو پيٽ ۾ ساهه پين.

آءٌ اڳ چئي آيو آهيان ته بالا سندرم پنهنجو پٽڪو لاهي هٿ ۾ جهلي

منهنجي اڳيان اچي بيٺو. اها ڳالهه نهايت افسوس جي ۽ اسان جي پائمالي جي نشاني هئي. مون چو پٽڪو لاٿو سو قصو سُڻي آيا آهيو. گرمٽيا توڙي بيا اٽواقف هندوستاني جڏهن گورن وٽ ويندا هوا تہ ڪين مان ڏيڻ لاءِ پٽڪو لاهڻو پوندو هون. پوءِ مٿي تي ڇاهي ٽوپي هجي، يا پٽڪو يا پڳڙي. ٻن هٿن سان نمي سلام ڪري سو بس نہ هو. بالا سندرم وبچاري مون اڳيان بہ اهو ادب ڪرڻ واجب سمجهيو. مون اڳيان اهڙيءَ طرح پهرين بالا سندرم ئي حاضر ٿيو هو. آءُ پاڻ لجي ٿي. پٽڪو اُتي ئي پهرايومانس. هبڪي هبڪي پاتائين، پر ڏٺم تہ منهن ۾ سرهاڻ آيس. ٻين ڪي ٻي مانو ڪرڻ ۾ ماڻهو ڪيئن پنهنجو مان ٿا سمجهن انهن جو راز مان اجان تائين ڪين سمجهي سگهيو آهيان.

※

(21)

# ٽن پائونڊن جي جزيا

بالا سندرم جي قصي ڪانپوءِ گرمٽين سان منهنجو سُنبنڌ ٿي ويو. پر جڏهن مٿن ڍل پوڻ جو منصوبو هليو تڏهن سندن حالتن جو خاصي اڀياس ڪرڻو پيم.

سن 1894ع ۾ نٽال سرڪار انهن ويچارن گرمٽين مٿان ساليانو پنجويهن پائونڊن (375 رپيا) جي ڍل وجهڻ جو ارادو ڪيو. اها رٿ ڏاڍي منهنجون ته وايون وللّيون ٿي ويون. ڳالهه ڪانگريس اڳيان پيش ڪيم؛ ڪانگريس جوڳي هل چل جاري ڪرڻ جو نهراءُ پاس ڪيو.

ڍل بابت هيٺيون حقيقتون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن. سال 1860ع ۾ جڏهن گورن ڏٺو ته نٽال ۾ ڪمند جي پوک نهايت عمدي ٿي ٿي سگهي، تڏهن ڪمين هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. ڪمي نه ملن ته ڇا جو ڪمند ۽ ڇا جي وري ڪنڊ؟ نٽال جا وطني حبشي ڪيتي الي ٻلي جي ڪن. سو نٽال واسي گورن هند سرڪار سان لکپڙه ڪري هندستاني مزور هٿ ڪيا. مزورن کي اهو لب آڇيو ويو ته پنجن سالن جي گرمٽ ڪانپوءِ نٽال ۾ آزاد رهي سگهندا. خود زمين زر خريد ڪري ڪيتيءَ جو پورو حق کين ڏنو ويو. تڏهن گورا سمجهي ويٺا هئا ته هندستاني مزور پنجن ورهين بعد ڪيتي ڪري پاڻ پنهنجي محنت سان نٽال ملڪ سائو ڪندا.

اها آس مزورن ائين پوري ڪئي جو گورن کي خواب نه خيال. ڍاڍيون ڀاڄيون سبزيون لڳايائون. ڪئين هندوستان جون ته ڪي وري اُتي جون جنسون پوکيائون. سڀ سستو ڪري ڇڏيائون. هندستان جا قلمي انب اچي ويا. پر ڪيتيءَ ساڻ هي وري واپار به ڪرڻ ويٺا. گهر اڏڻ لاءِ پٽ ڳڌائون ۽ مزورن مان ڦري زميندار ۽ جاين جا مالڪ بڻجي پيا. انهن پنيان وري واپاري به اچي نڪتا. منجهن پهرئين پهر مرحوم سيٺ ابوبڪر احمد ڪوٺي کولي. جلد خوب زور وٺي ويو.

تنهن تي گورن واڻين جو سڪ ڦٽو. هنن جڏهن پهرين مزور ٽوليءَ جي مرحبا ڪئي تڏهن ٽيٽ ڪان هين ته جلدئي واپاري ٽي وهندا: جي آبادگار ٽي پوڪ ڪن ته انهي وقت حرڪت نٽي سمجهيائون. پر واپار ۾ چڙهت اڪين جو سور هين. هندوستانيءَ سان دشمنيءَ جو اهو مول سبب هو.

پوءِ ته ٻيا به سبب اچي مڙيا. اسان جي رهت رهڻي ۽ سادائي، ٿوري نفعي تي گهٽي قناعت، صفائي صحت جي بيپرواهي، گهر اندر گند ۽ گهر خرچ ۾ ڪنجوسائي، اسان جو ڌرم.... اهي سڀ اسان جا دشمن ٽي بيٺا. انهيءَ عداوت به روپ ورتا. هڪ مت اڌڪار کسڻ جو ۽ ٻيو گرمٽين مٿان ڍل مڙهڻ جو. قاعدي جي ڏڪن ڪانسواءِ سنهين سنهين چنهنڊڙين جو ته ڪاٿوئي ڪونه هو.

پهرين رٿ اها هئي ته گرمٽ پوري ٿيڻ ڪان اڳ ئي گرمٽين کي زوريءَ هندستان اماڻجي جتي گرمٽ لهڻ شرط پوري ٿئي. پر اهڙو نسورو ڪلور هند سرڪار ڪيئن وهائي. سو هي رٿون آنديون ويون ته:

1. گرمٽ پوري ٿيڻ شرط گرمٽيو هندوستان موٽي.
2. ٻن ٻن سالن جي گرمٽ نئين سر ڪانئس لکائي وڃي ۽ ڪجهه سندس پگهار به وڌايو وڃي.
3. جي نه موٽي وڃي ۽ نه نئين گرمٽ لکي ته مٿس ساليانى پنجويهن پائونڊن جي ڍل وڌي وڃي.

هند سرڪار سان صلاح مصلحت لاءِ مسٽر هينري بنس ۽ مسٽر ميسن جي سفارت ويئي. لارڊ ايلگن وائسراءِ هو. هن 25 پائونڊ ڍل وجهڻ جي منظوري ڏيڻ کان صفا انڪار ڪيو پر هرهڪ کان 3 پائونڊ ونڻ جي موڪل ڏني. مون تڏهن سمجهو ۽ هاڻ به سمجهان ٿو ته وائسراءِ هڪ ڳري ڀُل ڪئي. منظوري ڏيڻ ۾ هن هندستان جي ڀلي ٻُري جو ذرو به خيال نه ڪيو. وائسراءِ ڪو نتال گورن کي سهوليتون ڏيڻ لاءِ ڪونه ويٺو هو. ٽن چئن سالن ڪانپوءِ اها ڍل نه رڳو مردن پر زالن تي به مڙهي ويئي، سورهن ورهين جي پٽ ۽ تيرهن ورهين جي ڌيءَ کان به ورتي ويئي. حساب ڪبو ته ٻن ماٽن ۽ ٻن ٻارن جي هڪ رواجي ڪٽنب کي، جنهن ۾ مرد جي ڪمائي حد ته ماهوار 14 شلنگ هئي. ساليانو 12 پائونڊ يعني 180 روپيا ٽي ڏيڻا پيا. اهو ظلم اهڙو جهڙو ڪين چئبو. رت ڏسي رمي هٽبي آهي. دنيا جي ڪهڙي ملڪ ۾ غريبن کان اهڙي ڳاٽي ڀڳي ڍل ٽي وصول ڪجي؟

بس پوءِ ڊل جي سوال تي ميڙو متو. ممڪن آهي تہ جي نتال ڪانگريس ها هُو نہ ڪري ها تہ وائسراءِ گهٽ بوسات ۾ 25 پائونڊ مڙهي ڇڏي ها. آءُ تہ ائين ٿو سمجهان تہ ڪانگريس جي هل چل ڪري 25 پائونڊ گهٽجي 3 ٿيا. پر منهنجو انومان شايد غلط هجي ۽ سچ پچ هند سرڪار پاڻ مرادو 3 پائونڊ ڏَسيا هجن؛ پر تنهن هوندي بہ چئبو تہ هند سرڪار هندوستان جو پلو نہ چاهيو. هندوستان جو رکپال ۽ خيرخواهہ ٿي ڪري وائسراءِ کي اها ظلمي ڊل اصل نہ قبول ڪرڻ کپندي هئي.

25 جا 3 پائونڊ ڊل ڪرائڻ ڪري ڪانگريس ڪهڙو فخر ڪري؟ اسان کي اهوئي سور تہ گرمٽين جي پوري رکيا نہ ٿي سگهي ۽ اهوئي خيال تہ ڪيئن بہ ڪري اها ڊل اصل رد ڪرائي وڃي. اها مراد حاصل ڪرڻ ۾ سچا ويهہ سال نبري ويا. تنهن ۾ نتال جا ڇا پر سڄي ڏکڻ آفريڪا جي هندوستانين کي شامل ٿيڻو پيو. جڏهن گوکلي سان انجام شڪني ٿي تڏهن پوري جنگ لڳي. لڙائيءَ ۾ گرمٽين بہ پاڻ ملهايو ۽ گوليون کائي جان ڏني. ڏهن هزارن هندوستانين کي جيل جا دروازا ڏسڻا پيا.

پر نيٺ وري بہ ستيہ جي جئہ ٿي. هندواسين جي سختين مان اهو ستيہ بکي نڪتو. اٿل شرڏا، اکٽ ڌيرج ۽ سديو اُڏدم بنا سوپ ڪين پائجي ها. پر جي هندوستاني پانهون پڏي وِهن ها، ڪانگريس جنگ نہ جوٽي ها ۽ ڊل مجبور ٿي قبولي ها تہ اها هن ڏينهن تائين گرمٽين تي قائم هجي ها ۽ انهي ڪري ڏکڻ آفريڪا جي هندستانين کي ڇا پر سڄي هندستان کي لڄ ۾ ڪنڌ لٽڪائڻو پوي ها.

*

(22)

# ڌرمي آپياس

هينئر جو آءُ قوم جي شيوا ۾ اوت پروت ٿي ويو هوس تنهن جو هڪ ئي ڪارڻ هو. آتما جي درشن لاءِ اُڪير. تہ ايشور جو درشن شيوا مان ٿئي ٿو ائين ڄاڻي شيوا ڌرم سئيڪار ڪيو هوم. هند ماتا جي شيوا ڪيم جو اها شيوا منهن ڏيئي اچي بيني ۽ اها شيوا آءُ ڪري سگهيس ٿي. انهيءَ لاءِ ڪا ڳول ڦول ڪان ٿي ڪرڻي پيئي. آءُ برابر سئر ڪرڻ، ڪانياواڙ جي جهيڙن جَهٽن مان ڇُٽڻ ۽ روزگار پنيان ڏکڻ آفريڪا ڏي نڪري پيو هوس. پر ڏنم تہ وڃي ايشور جي کوج ـ آتم درشن لاءِ جتنن ۾ پيس. ڪرستان ڀائرن منهنجي جگياسا اهڙي تکي ڪري ڇڏي جو سانت نہ اچي. پر جي ڪري سانت اچي وڃي ها تہ بہ هو مون کي سانت ۾ ڇڏڻ جهڙا نہ هئا. ڇو جو دربن ۾ مسٽر اپينر والٽن، جو ڏکڻ آفريڪا مشن جو مکي هو اچي مون کي ڳولي ڪڍيو. پوءِ سندس گهر جو ڄڻ ڀاتي ٿي ويس. انهي سُنبنڌ جو سبب پريٽوريا ۾ منهنجو ڪرستانن سان سماگم هو. مسٽر والٽن جو نمونو اور. مان نہ ٿو ڀانيان تہ هن ڪڏهن بہ ڪرستان ٿيڻ لاءِ ڪو اشارو ڏنو هوندم. پر پنهنجي رهڻي ڪرڻي منهنجي اڳيان صاف رکيائين. سندس ڌرم پتني ڏاڍي نمرتا واري هڪ تيجوان استري هئي.

مون کي هن زال مڙس جو نمونو وڻندو هو. ٻنهي کي خبر هئي تہ اسان جي وچ ۾ کهڙا بنيادي ڀيد هئا. اهي ڀيد اهڙا نہ هئا جو واد و واد ڪري ميٽي ڇڏجن. پر جتي دل جي اُدارتا، سهن شڪتي ۽ ستيہ آهن اُتي اهي ڀيد بہ لاڀڪاري ٿيو پون. ٻنهي جڻن جي نمرتا، اُدم ۽ ڪم لاءِ چاهہ ڏسي خوشي ٿيندي هيم. انهيءَ ڪري اسين پاڻ ۾ وقت بوقت پيا گڏبا هئاسين.

انهيءَ رستي هميشه سجاڳ رکيو. ڌرمي ڪتاب پڙهڻ لاءِ جيڪا فرصت پريٽوريا ۾ ملي ويم سا هاڻ ملڻ مشڪل هئي، پر هينئر وقت ڪُوئي سُوئي انهيءَ ڪم ۾ لڳائيندو هوس. ٻين سان لکپڙهہ تہ هلندي ئي هئي. رائچندر ڀائي مون کي پاڻ ڏي تاڻي رهيو هو. هڪ متر مون کي نرمدا شنڪر

جو ’ڌرم وچار‘ پستڪ موڪليو. ڪتاب جي پرستاونا مان ڪي ڪجهه پرايم. سندس ﺩۆجي جيوت جون ڳالهيون ٻڌيون هيم. پرستاونا ۾ به ڪي اهڙيون مزيدار ڳالهيون لکيون هيم. پرستاونا ۾ به ڪي اهڙيون مزيدار ڳالهيون لکيون هئائين، جي پڙهي سڄو ڪتاب پڙهڻ تي دل ٿيم. پنو پنو ڏيان ڏيئي پڙهي ويس. مئڪس ملر جو ”هندوستان اسان کي ڇا ٿو سيکاري؟“ تنهن مان ڏاڍو سواد آيم. ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جا ترجمو ڪيل اُپنشد سي به پڙهيم. تڏهن هندو ڌرم لاءِ سچو آدر پيار وڌيم ۽ سندس خوبيون سمجهڻ لڳس. پر انهيءَ ڪري ڪو ٻين ڌرمن لاءِ اَپاو ڪونه ٿيم. واشنگٽن ارونگ جو رچيل محمد ﷺ جو جيون چرت ۽ ڪارلائيل جو محمد ﷺ تي ليک پڙهيم. پوءِ پيغمبر کي مان ڏنم. ”زردشتر جا وچن“ سي به پڙهي ڏنم.

اهڙي طرح ٻين ٻين پنٿن جو ٿورو گهڻو ابياس ڪيم. آتم نرک جي شڪتي به وڌي. پڙهندي جيڪي وڻيم سو وري عمل ۾ آڻڻ جي عادت پڪي ڪيم. هندو ڌرم تي پڙهندي پراڻايام بابت جيڪي ڪريائون ڪتاب مان سمجهي سگهيس سي ڪرڻ لڳس. پر پوريءَ ڪڙيءَ تي ڪين آيس. اڳتي قدم نه کڻي سگهيس. پوءِ چيم ته وطن هلي ڪنهن استاد جي نظر هيٺ وڌيڪ ابياس ڪندس. پر اها مراد ڪڏهن به ڪين پُني.

ٽالسٽاءِ جا پيا به ڪتاب پڙهيم. سندس ”نئي عهدنامي جو سار“ ۽ ”تڏهن ڇا ڪجي؟“ وغيره پستڪن منهنجي من تي ڏاڍو اثر ڪيو. اک کلندي ويم ته وشو پريم منش کي ڪهڙي عرش تي نه وڃي ٿو پهچائي.

ساڳئي وقت هڪ ٻئي ڪرستان ڪٽنب سان به رستو ٿيم. سندن مرضيءَ موجب آءٌ آرتوار آرتوار تي ويزلين ديول ۾ ويندو هوس. گهڻو ڪري ساڳئي ڏينهن وري سانجهيءَ جو وٽن کائيندو هوس. ويزلين ديول ۾ وڃي گهڻو ڪين پرايم ۽ پادريءَ جو وعظ مون کي ٺلهو لڳندو هو.

منجهن گهڻو ڀڳتي ڀاءُ ڪين ڏٺم. جڻ ته دل وندرائڻ ۽ دنيا ۾ پنهنجو مرم رکڻ لاءِ دنيوي ماڻهو ايندا هوا. ڪنهن ويل ويٺي ويٺي مون کي جهوٽا کٽي ويندا هوا. پوءِ چرڪ ماري سجاڳ ٿيندو هوس ۽ لڄ ايندي هيم. پر اوسي پاسي ٻين کي به جهوٽا کائيندو ڏسان ته ڪجهه دل کي آٿت اچيم. اها ڳالهه نيٺ نه وڻيم ۽ ديول ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنم.

جنهن ڪٽنب ۾ آءٌ آرتوار تي ويندو هوس اُتان به هڪ نموني موڪل مليم. گهر ڌياڻي ويچاري ڀالي ڀولي، دل جي صفا پر دل ننڍڙي هيس. ساڻس

بہ پيا ڏرم چرچا ٿيندا هوا. انهيءَ وقت مون گهر ۾ ”لائيٽ آف ايشيا“ ويٺي پڙهيو. پوءِ ڳالهيون ڪندي اچي ڪرسٽ ۽ ٻڌ جي ڀيٽ ۾ پياسين.

”گوتم ٻڌ جي ديا تہ ڏس. انهيءَ لاءِ منش جاتي بس نہ هئي، پر اُتي ڪائي سيني جيون ۽ پراڻين ڏي ويئي. سندس ڪنڌي تي ڪڏندڙ گهيٽي جو چٽر ڏسي ڪيئن نہ اسان جي دلين ۾ پريم جي اُمنگ ٿي ٿئي؟ اهڙو سيني پراڻين لاءِ پريم آءٌ ڪرسٽ جي جيوت ۾ نٿو ڏسان.“

ويچاريءَ کي ڌڪ ٿيو. آءٌ سمجهي ويس ۽ ڳالهہ ڪين وڌايم. ٿوري دير ڪانپوءِ ڪاڏي واري ڪمري ۾ وياسين. سندس پنجن ورهين جو ڪل مک ٻار اسان سان هو. مون کي ننڍڙا ٻار ملن تہ ٻيو ڇا گهرجي؟ سنگتي تہ اڳيئي ٿي ويو هوم. مون کي مڙيو ئي رونشو ڪرٽو سو سندس ٿالهيءَ ۾ گوشت ٽڪر مان ويڪون ڪيڍي، پنهنجي سهڻي صوف کي پڌائڻ وينس. ويچارو ٻار هِرکي ويو ۽ پاڻ منهنجي صوف کي ساراهڻ لڳو!

پر ماٽس جا ڏند چپڻ سان لڳي ويا.

مون بہ جاچيو پر چپ ڪيم. ڳالهہ ڦيرائي ويس. ٻئي آرتوار تي وري ويس پر خبردار رهيس. وجان تہ جڻ پير نہ پيو ڪجي. پر پاڻمرادو وجڻ بند ڪرڻ ٺيڪ نہ لڳم. هن ڀيرڻ ڳالهہ سولي ڪري ڏني. چي ”مسٽر گانڌي دل ۾ نہ ڪج. پر توهان جي صحبت جو منهنجي ٻار تي ڪو هرويرو چڱو اثر ڪونہ ٿيو اهي. هاڻي روز گوشت ڪائڻ مهل گهيپي ڪري ٿو ۽ توهان واري ڳالهہ ڪري ڦل گهري ٿو. مون کان اهو سنو نٿو ٿئي. ڇوڪرو گوشت ڇڏي تہ بيمار نہ پيو تہ ضعيف ضرور ٿريندو. سو مان مانٺ ڪري ڪيئن ويهي ڏسنديس. توهان جون ڳالهيون اسان وڏن لاءِ آهن، نہ ڪچڙن ٻارن لاءِ. ٻارڙن تي بچڙوئي اثر پوٹو آهي.“

”مسز... من کي افسوس آهي. ماءُ جي دل ڪوئنٽري ٿئي ٿي. آءٌ پاڻ ٻارن وارو آهيان. پر ڳالهہ سولي آهي. آءٌ وات سان چوان تنهن کان وڌيڪ ڪان نہ ڪان سو ڏسي ٻار جي دل تي گهٽو وڌيڪ اثر ٿيندو. تنهن ڪري چڱو ائين ٿيندو تہ اڳتي آرتوار تي تو وٽ اچڻ بند ڪريان. انهيءَ ڪري اسان جي رستي ۾ ڪوبہ خلل ڪونہ ايندو!“

زال سرهي ٿي وراڻي ڏنيم تہ ”توهان جي مهرباني.“

*

(23)

# گهر جو ڏٽي

بمبئي ۽ ولايت ۾ گهر ناهي وينو هوس تن کان نتال وارو گهر ٻئي قسم جو هو. نتال ۾ ڪيترو خرچ رڳو ٻاهرئين ڏيک لاءِ رکيو هوم. نتال ۾ چيم ته هندوستاني ٻئرسٽر ۽ هندوستانين جي عيوضيءَ جو جوڳو خرچ رکڻ کپي. سو سني هنڌ چڱو گهر رکيو هوم. گهر بہ ناهي نوهي وينس. کاڌو پيتو سادو پر ڪڏهن انگريز دوست ته ڪڏهن هندوستاني ساٿي گهرائيندو هوس. سو خرچ ذرا سرس ٿيندو هو.

نوڪر بنا اسان ماڻهن جو چاڙهو ڪونهي. پر نوڪر کي نوڪر طريقي هلائڻ ڪڏهن ڪين سکيس.

مون سان هڪ ڇڙو گڏ رهندو هو. رسوبو رکيوسين جو ڪٽنب جو ياتي ٿي ويو. آفيس جي منشين مان بہ گهر ۾ رهائي سگهيس ٿي سي رهايم. نئون آزمودو ورتم سو ته گهڻو ئي چڱو، پر منجهانس ڪي نتيجا بہ نڪتا.

منهنجو ساٿي ڏاڍو تريناڪ. منهنجي ليکي سچو ۽ وفادار پر مون کيس ڪين پرکيو. آفيس جي هڪ منشيءَ کي گهر ۾ رهايو هوم. تنهن کي سهندو ئي ڪين هو. سو هن وني اهڙو منڊ منڊيو جو منشيءَ ۾ منهنجو شڪ اچي پيو. منشي بہ آزاد سياءَ جو. اُمالڪ گهر ۽ آفيس ٿي ڇڏي هليو ويو. البت اندر ۾ ڏک ٿيم ته متان ڪنياءُ ڪيو هجيم. اها اُڻ ٿُڻ هيم.

ايتري ۾ جنهن رسوئي کي رکيو هوم سو موڪل وٺي ڪنهن ڪم تي ويو. کيس پنهنجي ساٿيءَ جي سهنج لاءِ رکيو هوم. سندس جاءِ تي هڪ ٻئي رسوئيءَ کي رکيم. پوءِ ٻڌم ته هي هڪ هاڻڪ هو. پر اچڻ سان مون لاءِ اهڙو ڪارائتو ٿيو جو جڻ خاص مون ڏي ڪنهن موڪليو هوس.

گهر ۾ بہ ٽي ڏينهن مس رهيو ته ايتري ۾ گهر ۾ جيڪي وهيو واپريو ٿي سو سهي ڪري ويو. هڪدم مون کي اطلاع ڏيڻ جي پڪ ڪيائين. ماڻهن

ليڪي آءٌ پورڙو پر سنئون سوڌو هوس. تنهن ڪري منهنجي گهر اندر ڪلور ڏسي رسوبو پاڻ جهلي ڪين سگهيو.

آءٌ روز هڪ بجي آفيس مان بنپهرن جي ماني کائڻ ويندو هوس. پر بارهن جو مس وقت هو تہ رسوبو سهڪندو سهڪندو مون وٽ آيو ۽ اچي چيائينم تہ "جي اڪئين تماشو ڏسڻو اٿو تہ امالڪ مون سان هلو."

"تماشو ڪهڙو؟ ڳالهہ سنئين سڌي ڪر. مون ۾ ڪهڙو ڪم اٿيئي. هيڏي مهل آءٌ آفيس ڇڏي گهر ڇا هلي ڪندس؟"

"نہ هلندؤ تہ بہ مرضي جا مالڪ آهيو. پر پوءِ هٿ هٽندا. آءٌ توهان کي وڌيڪ نٿو چوان." چتائي نهاريومانس. ڏنم تہ ڪجهہ مڙيو ئي دال ۾ ڪالا هيءِ. سو منشيءَ کي ساڻ وٺي گهر ڏي ويس. رسوبو اڳيان ۽ اسين پنيان. پهچندي شرط مٿي ماڙي تي وٺي ويو. جنهن ڪمري ۾ منهنجو ساٿي رهندو هو تنهن ڏي اشارو ڪري چيائينم تہ "مهرباني ڪري هاٿي دروازو کولي ليئو پايو."

تڏهن تيٺ پيم. دروازو کڙڪايم. پر جواب خير! دروازي تي نڪا نوڪي لڳائي ڏنيم. تان جو پٽيون تي تڏيون. مس مس ڪري دروازو کليو. اندر هڪ ڪسبياڻي ويٺي هئي. تنهن کي چيم تہ "مائي تون هلي وڃ. وري هن گهر ۾ پير بہ نہ پائج." ساٿيءَ کي ڦري چيم تہ "اڄ کانپوءِ وري منهنجو منهن بہ نہ ڏسج. تو مون کي دَلبو ڏيئي پاڻ ڪِلايو آهي. منهنجي ڀلائيءَ جو اهو بدلو ڏنو اٿيئي؟"

تنهن تي وِڦلڻ لڳو. چي "چوين ڇا ٿو؟ بس ڪر نہ تہ تنهنجا وڪا نہ پڌرا ڪريان." "سو تون پنهنجي دل خوش ڪر. مون کي ڪجهہ بہ لڪائڻو ڪونهي. توکي جيڪا ڪاهٽي هجي سا ڪاهہ پر هن کانپوءِ آءٌ تنهنجو منهن بہ ڪين ڏسندس."

باقي ڪلا ويس ۽ نڪرڻ جي نہ ڪري. تڏهن مون منشي کي هڪل ڪئي. "توهين وڃي پوليس سپرنٽينڊنٽ کي سلام ڏيو ۽ چئوس تہ هڪ ماڻهو هيئن مون کي دغا ڏني آهي ۽ آءٌ کيس گهر ۾ رهائڻ نٿو چاهيان. پر هو گهر ڇڏڻ جي نٿو ڪري. مهرباني ڪري مون کي مدد ڏيندا."

پاپين کي پنهنجو پئو ٿيندو آهي. منهنجو ائين چوڻ ۽ اچي پيش پيو. معافي ورتائين. چي مهرباني ڪري پوليس کي رپورٽ نہ ڪريو آءٌ هڪدم گهر ڇڏي ٿو وڃان.

هن مون کي خبردار ڪيو ڏنم ته ڪيئن نه هن سنگتيءَ مون کي برغلايو هو. ههڙي ماڻهوءَ کي پاڻ وٽ رهائي مون برائيءَ مان چڱائيءَ جي اُميد رکي هئي. ٻيهر ڪان تي ٻيهر گهريم. خبر هيم ته سندس سڻي هلت نه هئي، ته به سندس وفاداريءَ تي ڀاڙي ويٺس. ڪيس ناهڻ هليو هوس، پر ذري گهٽ پاڻ کي ڊاهي ويٺو هوس. پنهنجن خيرخواهن کي ڪين ليکيو هوم. موهه مون کي انڌو ڪري ڇڏيو هو.

جي اهڙي طرح اوچتو منهنجي اک نه کلي ها ۽ هن ساٿيءَ جي سنگ ۾ هجان ها ته ممڪن آهي ته جهڙي طرح شيوا ۾ پاڻ ارپڻ ڪيم سو نه ڪري سگهان ها. منهنجي شيوا هميشه آڏي رهي ها، ڇو جو اهو ساٿي منهنجي پرگتيءَ (Evolution) جي اوس آڏو اچي ها. ڪيس "سڌارڻ" ۾ منهنجو وقت ضايع ٿئي ها. ڇوجو مون کي ڀُلائي اُبتي رستي هلائڻ جي منجهس حرفت هئي.

پر راکي رام ته ماري ڪون؟ منهنجي نيت صفا هئي. انهيءَ ڪري ڀُلون ڇڪون ڪندي به آءٌ بچي پيس ۽ هن آزمودي ڪانپوءِ ساوڌان ٿي رهيس.

انهي رسوئي کي ته جڻ ايشور اُماڻيو هو. رسوئيءَ مان خير ڪي جاڻندو هو. سو مون وٽ رهي به نه ٿي سگهيو. پر جي نه اچي ها ته آءٌ سجاڳ نه ٿيان ها. اها زال به منهنجي گهر ڪو پهريون ڀيرو ڪين آئي هئي. پر ڪير جو مون سان ڳالهه ڪري ۽ ساٿيءَ جا پِت ظاهر ڪري سيني کي خبر هئي ته منجهس منهنجو انڌو وشواس هو. هن رسوئي همت ساري، پر اها شيوا ڪري انهي ڏينهن اُتي جو اُتي موڪلائي هليو ويو. "ڇي توهان وٽ ڪير رهي؟ توهان ڀورڙا. هت منهنجي دال نه ڳري" نڪي ڪي مون ئي زور ڪيومانس.

هاڻي خبر پيم ته منشيءَ ۾ شڪ به هن ساٿيءَ اُتاريو هوم. ڪيس سرچائڻ ۽ ء ڪهڙي ڪوشش ڪيم پر ڪين وريو. ڏک هوم پر آءٌ به ڇا ڪريان؟ ڀڳل باسڻ ڪري پڪو ريهائجي ته به ڀڳل ڇٽبو. سڄو ڪين ڇٽبو. رٺو لهي پروٺو نه لهي. هن جي دل جو هڪ وار ٽٽي سا وري سڄي ڪين ٿي.

❋

(24)

# وطن ڏي

ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندي هاڻ سڄا سارا ٽي سال نبري ويا. ماڻهن سان واقفيت ٿي ويئي هيم. هو بہ مون سان هري مري ويا. سن 1896 ۾ مون ڇهہ مهينا وطن مان چڪر ڏيئي اچڻ جي موڪل گهري. ڏٺم تہ ڏکڻ آفريڪا ۾ نيٺ نهي نڪي وهڻو پوندو. وڪالت بہ چڱي هلڻ لڳي. ملڪي ڪمن ۾ ماڻهو منهنجو ضرور سمجهڻ لڳا. سو چيم تہ وڃي ٻار ٻچا بہ وٺي اچان. پيو تہ جي سهج سياءَ ديس ۾ هنن لاءِ ڪجهہ ڪري سگهيس تہ اهو بہ ڪري وٺندس. جي هندوستان ۾ ماڻهن کي ڳالهيون ٻڌائي سمجهائيندس تہ شايد هن سوال تي وڌيڪ ڌيان ڏين. ٽن پائونڊن واري جزيا جو ڦٽ تہ هئو ئي. خبر هيم تہ جيسين اهو پيو هندو تيسين سک سانت ڪڏهن نہ ٿيندو.

پر ويچار ڪيم تہ جي آءٌ وطن ورندس تہ پريٽ ڪانگريس ۽ وديا منڊل جو ڪم ڪير سنڀاليندو؟ ٻن ڄڻن جا نالا سُجهي آيم. آدمجي ميان خان ۽ پارسي رستم جي. واپاري درجي ۾ ٻيا بہ ڪيترا هئا، پر منتريءَ جو ريت سر ڪم ڪندڙ ۽ اُتي جي جنميل ديس ڀاين جي دل وٺندڙ اهي بہ ڄڻا اول هئا. منتريءَ کي رواجي انگريزي بہ ضرور اچي. انهن ٻن ڄڻن مان مرحوم آدمجي ميان خان جو نالو مون ڪانگريس کي منتريءَ پد لاءِ ڏسيو جو قبوليو ويو. تيو بہ ائين جيئن سمجهيو ويو. سيٺ آدمجي سيني کي پنهنجي ڌيرج، اُدارتا ۽ ميٺ محبت سان خوش ڪيو. سيني ڏٺو تہ منتريءَ پد لاءِ ڪنهن وڪيل بالسٽر يا وڏي ڊگريءَ واري انگريزي خواندي جي ضرورت ڪانہ هئي.

1896 سال جي وچ ڌاري آءٌ "پونگولا" جهاز ۾ چڙهي ديس ڏي روانو ٿيس. جهاز سڌو ڪلڪتي ويڄڻو هو. جهاز ۾ مسافر گهٽا ڪونہ هوا. بہ انگريز آفيسر بہ هوا. ٻنهي سان صحبت ٿي ويم. هڪ سان تہ روز ڪلاڪ شترنج راند ڪندو هوس. ڪپتان صاحب هڪ تامل باراٽو ڪتاب ڏنم.

سو تامل سکڻ ويئس. ناتال ۾ ڏنو هوم تہ مسلمانن سان رلي ملي وڃڻ لاءِ مون کي اڙدو سکڻ کپي ۽ مدراسين ڪري تامل اچڻ گهرجي.

انگريز دوست جي چوڻ تي مون ڊيڪ جي مسافرن مان هڪ قابل اُڙدو دان منشي ڳولي ڪڍيو. پوءِ تہ ٻئي چڱو سکي وياسين. انگريز جو حافظو مون کان چڱو هو. اڙدو اکر سڃاڻڻ مون لاءِ مصيبت. پر هي يار هڪ ڀيرو لفظ ڏسي تہ ذهن تي اُڪري وجيس. محنت مون بہ ڪئي، پر مون کي گوءِ ڏيئي ويو.

تامل جو ابياس بہ چڱيرو هليو. پر سيکاري ڪير؟ شڪر جو ٻاراٽو ڪتاب لکيل اهڙو هو جو گهڻي مدد جي ضرورت ڪانہ ٿي ٿي.

دل ۾ سٽيو هوم تہ ديس پهچڻ کانپوءِ بہ ابياس هلائيندو رهندس. پر سو نہ ٿيڻو هو. 1893 کانپوءِ جيڪي پڙهيو اٿم سو گهڻو ڪري جيلن ۾ پڙهيو اٿم. ٻئي ٻوليون وڌيڪ سکيس پر تامل ڏکڻ آفريڪا جي جيلن ۾ ۽ اُڙدو يرودا جيل ۾. تامل ڳالهائڻ ڪين سکيس رڳو پڙهڻ چڱي سکيس: جا بہ وجهہ نہ ملڻ ڪري وسرندي پيئي وڃي. انهي جو افسوس اٿم. ڏکڻ آفريڪا جي مدراسي ڀائرن وٽ، پريم جا پر پيالا پيتا اٿم. اهي مون کي وسرڻا نہ آهن. ڪوبہ تامل تيليگو ڏسندو آهيان تہ سندن ڀائرن جي شردا ، اُدم ۽ تياڳ جون ڳالهيون ياد پونديون اٿم. اهي هئا بہ گهڻو ڪري اڻ پڙهيل. ڏکڻ آفريڪا واري لڙائي هئي انهن اڻ پڙهيلن جي. غريب هئا، اڻ پڙهيل هئا، پر جنگ واهہ جي جوٽياٿون.

انهن ٻالن پولن ۽ سرل سڀاءَ هندوستانين جون دليون ونڊڻ ۾ ٻولي مون کي ڪڏهن بہ آڏو نہ آئي. ٽوٽي ڦوٽي هندوستاني نہ تہ انگريزي ڄاڻن ۽ اسان جو گاڏو بيهي ڪين رهي. سندن پريم پاڙڻ لاءِ آءٌ سندن ٻولي ٿي سکيس. تامل تہ ٿوري گهڻي سکي ورتيم. پر تيليگو هندوستان ۾ اچي پوءِ سکيس. الف بي مس سڃاڻڻ لڳس تہ اتي ئي ڇڏڻي پيم.

آءٌ تامل تيليگو نيٺ ڪين سکيس. تڏهن نہ ٿيو سو هاڻي ڪين ٿي سگهندو. تنهن ڪري اها آس اٿم تہ مدراسي هندوستاني ٻولي سکندا. ڏکڻ آفريڪا جا دراوڙ مدراسي ٿوري گهڻي هندي مڙيو ئي ڄاڻن. ڏکيائي جي آهي تہ انگريزي دانن جي. ائين پيو لڳي ڄڻ تہ انگريزي سکڻ ڪري پنهنجون ديسي ٻوليون سکڻ ۾ اتڪاءُ پئجيو وڃي.

هاٽي اچون پنهنجي ڳالهہ تي. مسافري پوري ڪرڻي آهي. باقي ڪپتان سان واقفيت ڪرائڻي رهي. هي نيڪ مرد پلمٿ بردر هو. سو بحري ڳالهيون ڪندي وچي گيان گوشت ۾ پوندا هئاسين. چوي تہ نيتي ۽ ڌرم ٻہ جدا وستو آهن. هن ليکي انجيل جي سکيا ٻاراڻي راند هئي. اها ئي انجيل جي خوبي هئي. ننڍيا وڏا، مرد زالون ڪرست ۽ سندس ٻلدان جي مهتا ڪن تہ ايترو بس هو. سندن سڀ پاپ انهيءَ دم ڌوتا. هن پلمٿ بردر کي ڏسي پريٽوريا وارو بردر پيو ياد اچيم. چي جنهن ڌرم ۾ نيتيءَ جو ڪنٽراڪ سو ڌرم وري ڇاجو؟ مون سان واقفيت ۽ هيڏي گيان گوشت جو سبب هڪ هو. آءُ اَن آهاري هوس. چي مانس ڇو نہ ٿو کائين، گئومانس کهڙو گناهہ ڪيو؟ جي ايشور گل قل سبزيون ماڻهوءَ جي جيئڻ لاءِ اُتپن ڪيا تہ ڪين ڇئبو تہ پسون پکي بہ ايشور ماڻهوءَ جي سک لاءِ پيدا ڪيا آهن؟ پوءِ تہ سوال مٿان سوال پڇندي وچي ڳوڙهين ڳالهين ۾ پوندا هئاسين.

پر هڪ ٻئي کي سمجهي سمجهائي ڪير؟ مون کي تيهان پڪتي وئي تہ ڌرم ۽ نيتي ساڳئي وستو جا ٻہ نالا يا ٻہ پاسا هئا. ڪپتان کي بہ سورهان آنا پڪ تہ پاڻ صحيح ۽ آءُ بلڪل غلط چي ڪيڏانهن ڌرم ڪيڏانهن نيتي؟

چوويهن ڏينهن جي مزيدار مسافري نيٺ پوري ٿي ۽ هگلي جو سندر سئر ڪري اچي ڪلڪتي پهتس. ساڳئي ڏينهن بمبئي لاءِ ٽڪيٽ ورتيم.

❊

(25)

## هندستان ۾

ڪلڪتي کان بمبئي ويندي وات تي الله آباد ٿو اچي. گاڏي سڄو سارو منو ڪلاڪ ٿي بيٺي. سوچيم تہ چو نہ شهر مان چڪر ڏيئي اچان ۽ دواخاني مان دوا بہ وٺي اچان. دوا ساز ننڊ مان اکيون مهٽيندو ٻاهر نڪتو. سو دوا ڏيڻ ۾ بہ هرويرو تڪڙ ڪانہ ڪيائين. آءٌ اسٽيشن تي موٽيس ۽ اها ٿي گاڏي چٽي وڃيئي. ويچاري اسٽيشن ماسٽر منٿ مون لاءِ گاڏي بيهاري، پر مون کي پنيان ايندو ڏسي لاچار سامان لاهي سيٽي وڄايائين.

پوءِ تہ وڃي ڪلينر جي هوٽل ۾ لٿس ۽ چيم تہ ويهي وقت ڇو وڃايان؟ چو نہ هتي ئي پنهنجو ڪم شروع ڪريان؟ الله آباد جي "پايونيئر" اخبار مشهور هئي. پائيندو هوس تہ اها اخبار اسان جن حقن جي آڏو ايندي هئي. تڏهن شايد مسٽر چيزني سمپادڪ هو. پر مون کي تہ سيني طرفن سان ملي هرهڪ جي مدد وٺڻي هئي. مسٽر چيزني کي گڏجڻ لاءِ خط لکيم ۽ ڄاڻايم تہ ڪيئن گاڏي ڇٽي ويئي ۽ ٻئي ڏينهن ضرور وڃڻو هوم. جواب ۾ جلد ملڻ لاءِ وقت ڏنائين. منهنجي ڳالهہ سهانستيءَ سان ٻڌائين. آءٌ اخبارن ۾ لکان تہ انهي تي نوٽ لکڻ جو بہ انجام ڏنائين. "پر منهنجي چوڻ جو اهو مطلب ڪونهي تہ تهين جيڪي لکندا يا گهرندا سو آءٌ قبول ڪندس. اسان کي تہ ٻيءَ ڏر کي بہ سمجهڻو آهي ۽ انهي جا رايا بہ ڏيڻا آهن."

جواب ڏنومانس تہ "توهين هن سوال تي ويچار ڪريو ۽ ليک لکو تہ مون لاءِ گهڻو ٿيو. عدل نياءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪي ڪين ٿو گهران."

باقي ڏينهن الله آباد ڏسڻ ۾، ترٻيڻي سنگم جو سندر درسن ڪرڻ ۾ گذاريم.

ڪير چوي تہ انهيءَ اوچتيءَ ملاقات جو نتيجو مون تي نتال ۾ حملو ٿيندو!

بمبئي ۾ ڪين لٿس ۽ سڌو راجڪوٽ ويس. لهڻ سان هڪ ڇوٽپڙي لکڻ جي تياري ڪيم. اها لکڻ ۽ ڇپائڻ ۾ ذري گهٽ هڪ مهينو لڳي ويو.

سائو جلد هوس. تنهن ڪري پوءِ "سائي چؤنپڙيءَ" جي نالي مشهور ٿي ويئي. ڏکڻ آفريڪا ۾ ديس ڀاين جو حال هٿ جهلي پاڻ روڪي ٻڌايم. نتال ۾ جيڪي ٻه چؤنپڙيون لکيون هيم تنهن ڪان ٻه هيءَ سنياليءِ، ۽ ڪنهن ٻه وڌاءَ ڪانسواءِ لکي هئي. چو جو ننڍي تڪليف پري ڪان وڏي مصيبت نظر ايندي آهي.

سائي چؤنپڙيءَ جا ڏهه هزار نقل ڇپائي ساري هندستان جي اخبارن ۽ سيني ڌرين جي اڳواڻن کي موڪليا ويا. تنهن تي "پايونيئر" پهرين ليک لکيو جنهن جو تات پرچ ولايت ويو ۽ انهي تات پرچ جو تات پرچ رائوٽر تار ڪري نتال موڪليو. اها پوئين تار ٽن سٽن جي مس هئي ۽ تن ۾ هند واسين سان نتال ۾ جيڪا ويڌن هئي سا مختصر طور ڏنل هئي. تار ۾ منهنجا چيل لفظ ٻه ڪونه هوا. پر انهن ٽن سٽن جيڪو خلم مچايو سو پوءِ ڏسنداسين. آهستي آهستي هن سوال تي سيني مکيه اخبارن چرچا ڪئي ۽ نوٽ لکيا.

چؤنپڙي ٽپال رستي هيترن کي موڪلڻ ٻه سولي ڳالهه نه هئي. البت پئسا ڏيئي اهو ڪم ڪرائي سگهيس ٿي، پر چيم ته اجايو خرچ ڇو ڪريان؟ سو هڪ اٽڪل سٽيم. پاڙي جي سيني ڇوڪرن کي سڏيم ۽ چيومان ته صبوح جو روز ٻه ٽي ڪلاڪ ڪم ۾ مدد ڪريو. هنن خوش ٿي ڳالهه قبول ڪئي. مون ٻه کين ولايت جون ڪم آندل ٽڪليون ڏيڻ قبول ڪيون. هنن لاءِ ته راند ٿي پيئي ۽ هيتري ۾ منهنجو ڪم اُڪلائي ڇڏيائون. ٻنهه ننڍڙن ٻارن کي سيم شيوڪ بنائڻ جو اهو منهنجو پهريون آزمودو هو. منجهائن ٻه ڄڻا هن وقت منهنجا ساٿي آهن.

ساڳئي وقت بمبئيءَ ۾ پهرين پليگ پيئي. هيڏانهن هوڏانهن ماڻهن ۾ ڦڙڦوٽ هئي. دل ۾ آيم ته ڇو نه صحت ڪاتي کي مدد ڪريان؟ سو رياست جي عملدارن کي لکي موڪليم. رياست ۾ هڪ سمتي مقرر ٿي، جنهنجو آءٌ ميمبر هوس. ڪاڪوسن جي صفائيءَ تي مون زور رکيو ۽ سمتي پاڙي پاڙي جا ڪاڪوس تپاسڻ جو ارادو ڪيو. غريب آباد پنهنجا ڪاڪوس ڏيکارڻ ۾ ذرو ٻه حجاب نه ڪيو. نه رڳو ايترو پر ڇوڙڻ موجب سڌارا ٻه ڪيا. پر جڏهن آبرودار ماڻهن جي گهرن ڏي رخ رکيوسين تڏهن ڪيترن وٽان رڳو ڏسڻ جي موڪل ئي نه پيئي ملي. سڌارن کي ڪير ٿو پڇي؟ ڏٺوسين ته شاهوڪارن جا ڪاڪوس وڌيڪ گندا هئا. ڪاڪوسن ۾ اوندهه بدبوءِ ۽ بيحد گندگي

هئي. چلهن متان ڪينئان پيا سُرن. روز جڻ جيئري نرڳ ۾ ليئا پائيندا هئاسين. سڌارا بہ اسان وري ڪهڙا تي چين؟ هڪ تہ پائي گند پٽ تي ڪرڻ بدران پاتين ۾ ڪري ٻيو تہ پاڻي بہ جيئن زمين نہ چهي پر وهي وڃي ڪونڊيءَ ۾ پوي. تيون تہ ڪاڪوس ۾ گهر جي ٻاهرين پٽ وچ ۾ ڇُوت پات ڪري جا ننڍڙي پٽ ڏنل هئي سا پيچي چڙجي تہ ڪاڪوس وڌو تئي ۾ منجهس هوا روشني وڌيڪ اچي. وڏن ماڻهن اهي سڌارا ڪرڻ ۾ ڏايون گوتناتيون ڪيون ۾ اسين پورا فتحياب نہ ٿياسين.

سمتيءَ جي ميمبرن کي تہ ڍيڍن جي پاڙن ۾ بہ وڃڻو هو. پر منجهائن فقط هڪ جڻو مون سان گڏجي هلڻ لاءِ تيار ٿيو. ڇي ڍيڍ وارن ۾ هلون ۾ هلي وري سندن ڪاڪوس ڏسون! پر آءٌ تہ ڍيڍن جا گهر ڏسي تپرس ۾ پئجي ويس. عمر ۾ اهو پهريون دفعو وٽن لنگهي ويو هوس. ڍيڍ بہ اسان کي ڏسي وائڙا ٿيا. آهستي آهستي مون کين ڪاڪوس ڏيکارڻ لاءِ چيو. تڏهن ورندي ڏنائون تہ ”پائي ڪاڪوس توهان وٽ. اسان وٽ ڪاڪوس ڪٿان آيا. اسان لاءِ تہ جهنگ مئدان پيو آهي.“

”تڏهن پلا گهر هلي ڏيکاريو.“

”سو تہ پلي ڪري آيا. وٺيو سو هلي ڏسو. اسان جا گهر تہ جهُڳا آهن.“

وڃي ڏسان تہ جهڙا گهر تهڙا اڱڻ سنا ۾ صفا. گهر ۾ پتيون لتل ۾ پٽ ۾ پوتو پيل. اڱڻ ٻهاريل ۾ جيڪي بہ چار باسڻ سي صفا ۾ چمڪيدار. انهن منجهہ پليگ پوڻ جو مون کي ڊپ بنهہ ڪونہ هو.

پچاڙيءَ ۾ هڪ ڏسٽي وائسٽي گهر جي ڪاڪوس جو ذڪر ڪرڻ بنا رهي نٿو سگهان. هرڪنهن ڪونيءَ ۾ ڪسي ۾ ڪسيءَ ۾ پيشاب. سو جنهن ۾ گهر تنهن ۾ بانس. ٻيو هڪ گهر ڏنوسين جنهن جي سمهڻ واري ڪوني متي ۾ انهيءَ ڪونيءَ جي ڪنڌ ۾ ڪاڪوس بہ هو ۾ موري بہ هئي. گند هڪ نڙي مان وهي هيٺ تي ويو. ڪونيءَ ۾ هڪ ڪن ٻيهڻ بہ مشڪل. منجهس ڪئن ماڻهو سمهي ننڊون ڪندا هئا سو پڙهندڙ سمجهي.

ميمبرن کي ويشنو مندر بہ تپاسڻو هو. مهنت سان گانڌي ڪٽنب جو چڱو رستو هو. سو مندر چڱيءَ طرح سان ڏيکارڻ ۾ سڌارا ڪرڻ جو انجام ڏنائين. مندر جو هڪ پاسو پاڻ بہ ڪونہ ڏٺو هئائين. ڪاڏي ڪانپوءِ جوٺ

ڀاتلون پٽ تان اُچل ڏيئي ڪري هيٺ ڦٽا ڪندا هئا. اتي هميشه ڪانگن جو لڙ لڳو پيو هوندو هو. ڪاڪوس به ته گندا. آخر مهنت کهڙا سڏارا ڪيا سو ڪين ڏسي سگهيس. مندر اندر گند ڪيم وٺيم. جنهن استان کي اسين پوتر استان ٿا سمجهون اتي بيو نه ته صفائي اُجرائي ته ضرور هئڻ کپي. خبر هيم ته شاستر ڪارن به اندرينءَ توڙي باهرينءَ صفائيءَ تي خوب زور ڏنو آهي.

※

(26)

# ٻه عشق_ راڄيڳتي ۾ ٿهل

راڄيڳتي جيڪا ڀاڱو ڏني اٿم سا ورلي ڪنهن ٻئي ۾ ڏني اٿم. هاڻ ڏسان ٿو ته اها وفاداري ٻه منهنجي سچ سان پريم تي ٻيڙل هئي. وفاداريءَ جو يا ٻئي ڪنهن به ڳالهه جو ٻاهريون ملمون مون ڪان ڪڏهن ٻه ڪين پنو آهي. نتال ۾ ميٽنگن ۾ ويندو هوس ته "گاڊ سيو دڪنگ" ڪيئن نه ڳائين؟ من ۾ آيم ته اهو مون کي ٻه ڳائڻ کپي. انگريزي سرشتي ۾ مون کي تڏهن ٻه سقم نظر ايندا هئا، پر ته ٻه لٽي پٽي موچارو پائيندو هوس. چوندو هوس ته انگريز راج وري ٻه پرجا جي ڀلي لاءِ آهي.

البت ڏکڻ آفريڪا ۾ قصو اُلٽو هو. رنگ دئيش ڏاڍو هو. پر چيم ته اهو هتي ئي آهي ۽ جتاءُ ڪين ڪندو. تنهن ڪري وفاداريءَ ۾ انگريزن سان ڪلهو ڪلهي ۾ لڳائيندو هوس. محنت ڪري انگريزن جو قومي راڳ سکيس. ٻين کي سُر ونائيندو هوس. جڏهن ڪڏهن اهڙو موقعو ايندو هو ته ڏيکاءُ بنا پنهنجي وفاداري ڏيکارڻ کان ڪين گُسندو هوس.

انهي وفاداريءَ جو سڄي جمار ۾ ڪڏهن ٻه سودو ڪين ڪيم. انهيءَ مان فائدو وٺڻ جو خيال من ۾ ڪين آيم. وفاداري فرض سمجهي سدائين ادا ڪيو اٿم.

جڏهن ديس آيس تڏهن راڻيءَ جي 'ڊايمنڊ جبلي' جون تياريون ٿي رهيون هيون. راجڪوٽ ۾ ٻه هڪ سمتي مقرر ٿي. مون کي نينڊ ملي جا مون قبول ڪئي. پر سمتيءَ ۾ مون کي ڊنڀ جي بوءِ آئي. جيڪي ڪجهه ٿيو ٿي سو ڏيک لاءِ آفيسرن کي خوش ڪرڻ لاءِ ڏسي افسوس ٿيم. چيم ته اهڙي سمتيءَ ۾ رهڻ اجايو آهي. نيٺ پنهنجو فرض ادا ڪري ڀاڱو سرچائڻ جو خيال ڪيم.

هڪ رٿ هئي ته وڻ پوکيا وڃن. انهيءَ ۾ ٻه ڏنم ته ٺڳي آهي. اهو ٻه صاحبلوڪن کي خوش ڪرڻ لاءِ ٿي ڪيو ويو. ٻين کي سمجهايم ته وڻ لڳائڻ لاءِ ڪو ٻڌل ڪونه آهيون. رڳو ڪنهن صلاح ڏني آهي. وڻ لڳائڻا اٿو

تہ سچ پچ دل ڏيئي لڳايو نہ تہ ڳالھ ڇڏي ڏيو. ياد اٿم تہ مون تي تڏھن سيني ٺٺولي ڪئي. پر مون پاڻ وارو وڻ تہ نيڪ لڳايو ۽ خوب اُسرايو.

”گاڊ سيو دڪنگ“ مون گھر جي ٻارن کي بہ سيکاريو. ٽريننگ ڪاليج جي ڇوڪرن کي بہ ڪين ڇڏيم. پر جبليءَ وقت يا ايڊورڊ ستين جي تخت نشينيءِ وقت سو ڇنو ياد نہ اٿم. آخر تہ ڳائيندي ڳائيندي دل ۾ ڪٽڪو پيم. جيئن اھنسا بابت ويچار زور وٺندا ويا تيئن پنھنجي من ڪرم وچن تي بہ ضابطو وڏندو ويم. راڳ ۾ بہ تڪون آھن تہ:

ڪرين ناس دشمن سندس تون رلائي
سندس حرفتون حرڪتون سڀ پلائي

اھو زبان مان ئي نہ پيو اُڪلي. ڊاڪٽر بُوٿ سان ڳالھ ڪيم. تنھن بہ ڇيو تہ اھنسا جي مک ۾ اھي لفظ نٿا سونھن. دشمن ٿيو تہ دغاباز بہ ٿيو سو ڇو؟ دشمن ڪري سو ڪوتو سو ڇو؟ ايشور جي دربار ۾ رڳو عدل گھري سگھجي ٿو نہ طرفداري. ڊاڪٽر بوٿ کي منھنجي ڳالھ وڻي ۽ ھن پنھنجي سماج لاءِ نئون راڳ ناھيو. ڊاڪٽر بُوٿ جو وڌيڪ احوال پوءِ ڏيندس.

جھڙي طرح وفاداريءَ جو گُڻ مون ۾ سياويڪ ھو اھڙي طرح بيمارن جي ٽھل ٽڪور جو بہ ھو. بيمار پنھنجو ھجي يا پرائو تہ سندس شيوا ۾ مزو پيو اچيم. راجڪوٽ ۾ ڏکڻ آفريڪا جو ڪم پيو ڪندو ھوس تنھن وچ ۾ بمبئيءَ مان چڪر ھڻي آيس. خيال ھوم تہ وڏن شھرن ۾ ميٽنگون ڪري لوڪ مت کي ھن سوال بابت نيڪ روشن ڪجي. انھيءَ خيال سان ويس ۽ پھرين جج رئنڊي سان گڏيس. مون کي ڪن ڏيئي ٻڌائين ۽ پوءِ سر فيروز شاھ سان گڏجڻ لاءِ چيائين. آءٌ جج بدرالدين طيب جيءَ وٽ ويس. تنھن بہ ساڳي صلاح ڏني. چي ”رئنڊي ۽ آءٌ توکي ڪھڙي مدد ڏيئي سگھنداسين؟ اسان جي حالت مان واقف آھين. راجنيتي ڪمن ۾ اسين ڀھرو وٺي نٿا سگھون. اسان جي ھمدردي توسان آھي. پر تنھنجو سچو مددگار سر فيروز شاھ آھي.

سر فيروز شاھ سان تہ گڏجڻو ئي ھوم. پر ھنن ٻن بزرگن جي مکان بہ سندس تعريف ٻڌي سر فيروز شاھ جي ھلنديءَ جي وڌيڪ خبر پيم.

سر فيروز شاھ سان گڏيس. مان سمجھي وينو ھوس تہ کيس ڏسي مون

تي ڇاپا پئجي ويندي خبر هيم تہ ڪهڙا لقب ڏيندا هئس. ڇي "بمبئي جو شير" "بمبئي جو بي تاج بادشاهہ" وغيره.پر بادشاهہ مون کي ڏڪايو ڪين. وڏو جيئن جوان پٽ سان گڏبو آهي تيئن گڏيو. پنهنجي چيمبر ۾ گڏيم. وٽس تہ دوستن جي مجلس لڳي پيئي هئي. واڇا هو، ڪاما هو، تن سان بہ واقف ڪرايائين. واڇا جو نالو ٻڌو هوم. اهو فيروز شاهہ جو ساڄو هٿ هو ۽ انگ شاستري (statisticiran) ڪري ويرچند گانڌي سندس ڄاڻ ڪرائي هيم. واڇا موڪلائڻ مهل چيم تہ "گانڌي اسين وري گڏباسين."

خوش خيريت پڇڻ ۾ بہ منٽ مس ويا. پوءِ سر فيروز شاهہ منهنجي ڳالهہ ويهي ٻڌي. خبر ڏنيمانس تہ رانئڊي ۽ طيب جيءَ سان گڏجي آيو هوس. سڀ ٻڌي چيائين تہ "گانڌي آءٌ سمجهان ٿو تہ تولاءِ هڪ ميٽنگ ضرور ڪوٺائڻ گهرجي. توکي مدد ڏبي." پوءِ منشيءَ سان صلاح ڪري ميٽنگ جو ڏينهن رکيائين. موڪلائڻ وقت چيائينم تہ ميٽنگ کان ڏينهن اڳ وري گڏجج. آءٌ دل ۾ سرهو ٿي گهر موٽيس.

انهيءَ وقت بمبئي ۾ منهنجو پيٽيوبو رهندو هو. تنهن سان گڏجڻ ويس. ڏاڍو بيمار پيو هو. حالت بہ سقيم هيس. منهنجي ڀيڻ هڪ ڄٽي سندس ٽهل ٽڪور ۾ نٿي پڄي سگهي. مون کيس راجڪوٽ وٺي هلڻ لاءِ چيو ۽ هن قبول ڪيو. ڀنهي کي پوءِ پاڻ سان وٺي موٽيس. بيماري ڏينهون ڏينهن وڌندي ويئي. مون کيس پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ سمهاريو ۽ سڄو ڏينهن سندس پاسو ڪين ڇڏيندو هوس. رات جو بہ اوجاڳو ڪرڻو پوندو هو. خدمت پيو ڪندو هوس ۽ ذڪرڻ آفريڪا وارو ڪم پيو اُڪلائيندو هوس. نيٺ ويچارو سرڳواسي وڃي ٿيو پر مون کي ڏاڍو سنتوش ٿيو جو مون انت ويل سندس شيوا ڪئي.

بيمارن جي ٽهل جو انگ پوءِ مون ۾ زبردست ٿي پيو. سو بہ وري اهڙو جو پنهنجا ڪم ڪاريون ڇڏي، زال ڇا پر سڄي ڪٽنب کي بيمارن جي خدمت ۾ آڻي بيهاريندو هوس. انهيءَ ڪم جو شوق هوم تڏهن ئي ڪرڻ ۾ مزو ايندو هوم. ڪو زوريءَ ڪري، ڏيک لاءِ يا لوڪ لڄ کان ڪري تہ ڪم وڏيو پوي ۽ مزي بدران ماڳهين آزار ٿيو پوي. جنهن شيوا مان شيوڪ کي فرحت نٿي اچي سا نہ شيوڪ کي ٿي ڦري ۽ نہ بيمار کي ٿي آٿڙي. جنهن شيوا مان آنند اچي ٿو تنهن اڳيان عيش آرام ۽ دنيوي پدارٿ تڇ پيا نظر اچن.

※

(27)

# بمبئي جي ميٽنگ

پيٽيوئي جي چالاڻي جي ٻئي ڏينهن ميٽنگ لاءِ نڪرڻو هوم. ايتري فرصت نہ ملي هيم جو وياکياڻ لاءِ ويچار ڪري وجان. اوجاڳن جو ٿڪ هاڻ ٿي معلوم ٿيو. آواز ويهي ويو هوم پر رام تي رکي بمبئي ڏي نڪري ويس. وياکياڻ لکي وجڻ جو تہ خواب ۾ ڪون هوم.

ميٽنگ کان ڏينهن اڳي سانجهيءَ جو پنجين بجي آگيا موجب آءٌ سر فيروز شاهہ جي آفيس ۾ وڃي حاضر ٿيس.

پڇيائين تہ "گانڌي، تقرير تيار ڪئي اٿيئي؟"

ڊڄي ڊڄي وراڻي ڏنيم تہ"نڪو اُتي جيڪي آيم سو اُتي چوندس."

"هيءَ بمبئي آهي. ائين ڪم ڪين هلندو. هت اخبارن جا رپورٽر بہ جڏا آهن. جي ميٽنگ مان ڪو فائدو وٺڻو اٿيئي تہ هڪدم وڃي تقرير لکي وٺ ۽ راتون رات ڇپاءِ. ڪيئن ڪم پڄندءِ نہ؟"

آءٌ ذرا گهبرايس. پر چيم تہ لکڻ جي ڪوشش ڪندس.

"تڏهن ڀلا مسٽر منشي تقرير وٺڻ لاءِ تو وٽ ڪيڏي مهل اچي؟"

"رات جو يارهين بجي."

پوءِ مسٽر منشيءَ کي رات جو ئي تقرير ڇپائي وٺڻ لاءِ حڪم ڪيائين.

ٻئي ڏينهن ميٽنگ ۾ ويس. تڏهن تقرير ڇپائڻ جي سياڻپ سمجهيم. فرامجي ڪاواسجي انسٽيٽيوٽ جي هال ۾ ميٽنگ هئي. ٻڌو هوم تہ سر فيروز شاهہ جڏهن ڳالهائيندو هو تڏهن ويهڻ جي جاءِ بہ مشڪل ملندي هئي. ميٽنگ ۾ خاص ڪري شاگردن جا حشام ويندا هئا.

اهڙيءَ ميٽنگ جو پهريون آزمودو هوم. ڏٺم تہ هت منهنجي آواز جي جاءِ نہ هئي. ڏڪندي ڪنبدي تقرير پڙهڻ شروع ڪيم. سر فيروز شاهہ پيو همٿائيم ۽ دلداري ڏئيم. چي "اجان ذرا زور سان... ٿورو ڏاڍيان..." تيهان ڏسان تہ آواز وڃي جهڪو ٿيندو.

تڏهن منهنجو جهونو دوست ڪيشوراءِ ديشپنڊي اچي پيڙو تيم. ڪيس ڪري ليڪ سؤنپيم. آواز واه جو هوس. پر ٻڌندڙ بہ نہ ڪي ٻڌن. "واچا" "واچا" جي هال ۾ ڏم مچي ويئي. لاچار واچا اُتيو. بس هن جو اُتي پڙهڻ ۽ منهنجو ڪم راس ٿيڻ. ميٽنگ ۾ ماڻ ٿي ويئي ۽ اکر اکر ڪن ڏيئي ٻڌائون. وقت تي تاڙيون ۽ وقت تي "شيم شيم" جو ڦهڪو پئي پيو. آءُ خوش ٿيس. سر فيروز شاهہ کي تقرير وڻي. مون تہ ڄڻ گنگا اشنان جو مزو ورتو.

ميٽنگ ڪانپورءِ بہ ڇٽا. ديشپنڊي ۽ ٻيو هڪ پارسي اُمنگ ۾ اچي ويا. پارسيءَ جو نالو نٿو ڏيئي سگهان جو هن وقت وڏو عهديدار آهي. سندس دل کي ججج خورشيد لوڏي وڌو ۽ انهي لوڏي جو سبب هڪ پارسي ڀيڻ هئي. ويچارو شادي ڪري ڪين ڏکڻ آفريڪا وڃي؟ نيٺ شادي ڪرڻ پسند ڪيائين. پر هن پارسي جون سڪون پارسي رستمجيءَ لاٿيون ۽ پارسي ڀيڻ جي بدلي هن وقت ٻيون پارسي ڀينر قومي ڪم ۽ کاڌيءَ جو پرچار ڪري رهيون آهن. تنهن ڪري هن پارسي جوڙي کي انجام شڪنيءَ جو مون معافي ڪري ڏني آهي، البت ديشپانڊي کي شاديءَ جي لالچ ڪانہ هئي، تڏهن بہ هو هلي ڪين سگهيو. تنهن جو پراچت هو پاڻ هاڻ ڪري رهيو آهي. موٽندي زنزيبار ۾ هڪ طيب جي ڪٽنب جو ماٺهو گڏيم. تنهن بہ اچڻ جي آس ڏنيم. پر ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪير ٿو اچي؟ سندس گناهہ جو بدلو عباس طيب ڏيئي رهيو آهي. اهڙي طرح بئرسٽر يارن کي گهٽوئي لالچايم پر ڪي ڪين وريو.

هت مون کي پستنجي بادشاهہ تو ياد اچي. ساڻس ولايت کان وني چڱو رستو هوم. ويشنو ويسيءَ ۾ ساڻس واقف ٿي. سندس پاءُ برجوري جي خشڪي سمجهيو هو. ساڻس گڏيو ڪونہ هوس، پر چوندا هئا تہ پُورالو آهي. گهوڙن تي ديا آڻي ٽرامن ۾ نہ چڙهندو هو تيز حافظي هوندي بہ ڊگري نہ وٺندو هو ڏاڍو آزاد سپاءُ ۽ پارسي هوندي بہ ان آهاري! پستنجي هرويرو پاءُ جهڙو ڪين هو پر تڏهن بہ ڏاڍو هوشيار سمجهيو هو. ولايت ۾ نالو ڪيڍيائين. پر اسان جو رستو ان آهاري هئڻ ڪري ٿيو. هوشياري ۾ ساڻس ڪلهو هڻڻ منهنجو وت کان ٻاهر هو.

بمبئي ۾ پستنجيءَ کي ڳولي ڪڍيم. پاڻ پروٿونوٽري هو. جنهن وقت گڏيوسانس تنهن وقت گجراتي ڪوش ناهڻ جي ڪم ۾ رڌل هو. ڏکڻ

آفريڪا جي ڪم ۾ مدد وٺڻ لاءِ مون هڪ بہ دوست کي چوڻ چوائڻ بنا چڏيو نہ هو. پر پستنجي بادشاهہ پاڻ وچڻ نہ نهيو اُلٽو مون کي جهلڻ لڳو! "آءُ توکي ڪهڙي مدد ڏيان؟ مون کي تہ تنهنجو ڏکڻ آفريڪا ۾ موٽي وڃڻ بہ نٿو وڻي. چو هتي ڪم ڪتو آهي؟ رڳو پنهنجي مادري زبان جي ڳالهہ ڪٽي وٺ. مون کي وگيان (Science) بابت لفظ ڳولڻا آهن. هي تہ هڪ ڪم. ديس جي مفلسي ڏس. ڏکڻ آفريڪا ۾ برابر اسان جي ماٿهن مٿان مصيبتون نازل آهن. پر تون اُتي وچي پنهنجي جمار ڳارين سو مون کان سَنو نٿو ٿئي. اسين جنهن وقت راج جون واڳون هٿ هٿ ڪنداسون تنهن مهل پاٽمرادو بين ملڪن ۾ ڪارج سڌ ٿي ويندو. سمجهان ٿو تہ توکي باز ڪين آٽي سگهندس، پر توکي بيا بہ همراه وني ڏيئي اوڏانهن ڪين اُماٽيندس." سندس صلاح برابر مون کي ڪين آٽڙي، پر تنهن هوندي بہ منهنجو سندس لاءِ مان وڌيو. ڏنم تہ کيس نہ رڳو ماتر ڀاشا پر ماتر ديس لاءِ پريم هو. تنهن ڏينهن کان وني اسان جو پاڻ ۾ سُنبنڌ سجر ٿيو. هن جي نڪتہ نظر (Point of view) آءُ سمجهي سگهيس. پر چيم تہ سندس خيالن موجب بہ مون کي ڏکڻ آفريڪا جو ڪم ڇڏڻ بدران پاڻ وڌيڪ زور شور سان ڪرڻ کپي. ديش ڀڳت ديس جي ڀلي لاءِ ڪوبہ ڪم هلڪو نٿو سمجهي سگهي. گيتا جو شلوڪ اُمالڪ هري آيم:

چڱو ري گڻ بہ پنهنجو ڌرم، ٻئي جي ڌرم پورن کان: مرڻ سئڌرم ۾ بهتر – ٻئي جي ڌرم مان هاڃي.

❊

(28)

# پوني ۾

سر فيروز شاهہ منهنجو ڪم سولو ڪري ڇڏيو بمبئي ڪان آءٌ پوني ويس. خبر هيم تہ پوني ۾ بہ ڊريون هيون، پر مون کي تہ سيني ڊرين جي مدد وٺڻي هئي. پهرين لوڪمانيہ تلڪ سان گڏيس. چيائين تہ:

"سيني ڊرين ڪان مدد وٺڻ جي ڳالهہ نيڪ آهي. هن سوال تي مت ڀيد تي نٿو سگهي. ميٽنگ لاءِ سياپتي بہ بي ريا هئڻ کپي. توهين پروفيسر ڀنڊارڪر سان وڃي گڏجو. اڄ ڪالهہ هو ڪنهن بہ هل چل ۾ نٿو گهڙي، پر شايد هن ڪم ۾ ڀهرو وٺي. ساڻس ملاقات جو حال مون کي ٻڌائجو. مون کان جيترو پڄندو اوترو ڪندس. پروفيسر گوکلي سان بہ ضرور گڏججو. منهنجو گهر پنهنجو سمجهجو ۽ جڏهن وٽيوَ تڏهن بنا حجاب لنگهي اچجو."

لوڪمانيہ سان اها منهنجي پهرئين گڏجاڻي. امالڪ سمجهيم تہ ماڻهو ڇو مٿانس ٻلهار ٿا وڃن.

پوءِ گوکلي وٽ ويس. فرگوسن ڪاليج ۾ هو. ڏاڍي حب سان گڏيو ۽ اُمالڪ مون کي پنهنجو ڪري ڇڏيائين. هن سان بہ اها پهرين گڏجاڻي هئي پر ائين ٿي وياسين جڻ تہ اڳ ئي واقف هواسين. سر فيروز شاهہ جهڙو هماليہ، لوڪمانيہ ساگر ۽ گوکلي گنگا جي. هماليہ تي چڙهڻ ڏکيو ساگر ۾ غوطن جو سوف، پر گنگا جي ڪود ۾ پلي ڪو ڪڏي ۽ رمي. وقتي بتيلو وٺي سئر بہ ڪري. گوکلي منهنجي پرک وٺڻ لڳو. جڻ ماستر کي شاگرد جاچي جوچي مڪتب ۾ داخل ڪرڻو هو. پوءِ ڏسيائين تہ ڪنهن ڪنهن سان ملان ۽ ڪيئن ملان. منهنجي تقرير بہ ڏسڻ چاهيائين. ڪاليج ۾ وٺي ڪاليج اندر بندوبست ڏيکاريائين. موڪلائڻ مهل چيائين تہ ڊاڪٽر ڀنڊارڪر جو جواب ٻڌائج ۽ جڏهن وٽيئي تڏهن وري اچج. راجنيتي ميدان ۾ جيڪو استان گوکلي جيئري ۽ ديهانت ڪانپوءِ منهنجي هردي ۾ ورتو آهي سو ڪوبہ ٻيو نہ وٺي سگهيو آهي.

جهڙي طرح پيءُ پٽ کي ڪيڪاريندو آهي اهڙي طرح پنڊارڪر مون کي ڪيڪاريو. وتس ڏينهن تتي جو ويس. پلا پاڻ بہ محنتي اپياسي ، سو منهنجي محنت ڏسي خوش ٿيو. جڏهن چيومانس تہ هن ڪم لاءِ هڪ بي ريا سياپتي کپي تڏهن پاڻ هلي ڪين سگهيو ۽ چوڻ لڳو تہ That's it "هئڻ بہ ائين کپي" "ٿيڻ بہ ائين کپي."

آخر سڄي ڳالهہ ٻڌي چيائين تہ: "ڪنهن کان بہ پڇندا تہ ٻڌائيندو تہ آءٌ راڄنيتي ڪمن ۾ اصل هٿ ڪين وجهندو آهيان. پر آءٌ توهان کي ناراض نٿو ڪري سگهان. توهان جو ڪيس اهڙو زبردست آهي ۽ توهان جو اُدم اهڙو سخت آهي جو مون کا ن"نہ" نڪري نٿي سگهي. تلڪ ۽ گوکلي سان گڏيا سو چڱو. ٻنهي کي چئجو تہ ٻنهي طرفن جي ڪونايل سيا ۾ آءٌ خوشيءَ سان سڀاپتي ٿيندس. وقت ٻقت بابت مون کان ڪين پڇجو. جيڪو وقت رکن سو مون کي سولو فقط چتائجوم." پوءِ ڏنيواد ۽ آشيرواد ڏيئي موڪلايائين.

ها هُو بنا ڏيکاءَ بنا پوني جي ودوان ۽ تياڳي ڪم ڪندڙن هڪ سادي سُودي مڪان ۾ سيا ڪونائي ۽ اهڙو سنو پرچار ڪيو جو آءٌ ڪائن گدگد ٿي اُتساهہ ۾ پرجي موڪلائي نڪتس.

پوني کان مدراس ويس. مدراس تہ مست ٿي پيو. بالا سندرم جو قصو ٻڌي ميٽنگ موهجي ويئي. منهنجي تقرير هوئڻ کان ڊگهيري هئي. سڀ ڇپايل هو. پر لفظ لفظ ميٽنگ ماٺ ۾ ٻڌو. ميٽنگ برخواست ٿي ۽ سائي چوپڙيءَ مٿان ماڻهو اچي ڳاهٽ ٿيا. سو داغدوزي ڪري وري ڏهہ هزار پيا جلد ڇپايم. سي بہ ڪٿين کپي ويا. پر ڏٺم تہ سڄن ڏهن هزارن جلدن جو ضرور ڪونہ هو. اُتساهہ وچون مون بہ پُل ڪئي هئي. منهنجي تقرير جو اثر تہ انگريزي خواندن تي ٿي پيو هو. رڳو انهن ۾ ايترا جلد ڪٿان ٿا کپن؟

مدراس ۾ مون کي گهٽي ۾ گهٽي مدد سرڳواسي جي پرميشورن پلئي کان ملي. "مدراس اسٽئنڊ ڊ" جو سمپادڪ هو. هن ڳالهہ جو هن بہ چڱو اپياس ڪيو هو. وقت بوقت مون کي آفيس ۾ گهرائي صلاح مصلحت ڏيندو هو. "هندو" اخبار جي سريجت سبرمنيم سان بہ گڏيس. هن ۽ ڊاڪٽر سبرهمڻيم ٻنهي ڏاڍي همدردي ڏيکاري. سريجت پرميشورن پلئي تہ پنهنجي

اخبار ڪري هن ڪم جي خدمت ۾ رکي ۽ مون به تنهن جو چڱو لاڀ ورتو. يايان ٿو ته ميٽنگ پاچياپا هال ۾ ٿي ۽ ڊاڪٽر سبرهمڻيم سياپتي هو.

مدراس ۾ مون کي ايترن پنهنجو پريم ۽ اُتساهه ڏيکاريو جو جيتوڻيڪ آءٌ انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندو هوس ته به يانيم ته پنهنجي گهر آيو هوس. اها پريم جي ڪيميا آهي جو سڀ بندن ٽوڙيو ڇڏي.

❊

(29)

# جلدي موت کائو

مدراس کان سڌو ڪلڪتي ويس. ڪلڪتي ۾ مشڪلاتن جي حد ڪانہ هئي. ”گريٽ ايسٽرن“ هوٽل ۾ لٿس. پلا ڪنهن کي بہ نہ سڃاڻان. هوٽل ۾ ”ڊيلي ٽيليگراف“ جي عيوضيءَ مسٽر ائلر ٿارپ سان واقفيت ٿي ويم. پاڻ بنگال ڪلب ۾ رهندو هو. مون کي اُتي نينڊ ڏنائين. خبر ڪانہ هيس تہ هوٽل جي ديوانخاني ۾ ڪوبہ هندوستاني وڃي نٿي سگهيو. پوءِ انهيءَ بندش جي خبر پيس. لاچار پنهنجي ڪمري ۾ وٺي ويم. ارمان ٿيس تہ هيئن انگريزن هندوستانين ڏانهن نفرت ٿي ڏيکاري. مون کان معافي گهريائين.

”بنگال جي پُوشڻ، سريندر ناٿ بئنرجيءَ سان تہ گڏجڻو ئي هوم. وٽس پيس تنهن مهل بيا بہ ڪيترا ملاقي وينا هئا. چيائينم تہ، ”مون کي شڪ اهي تہ توهان جيءَ ڳالهہ کي هتي جا ماڻهو ٻڌندا بہ ڪين. ڏسو وينا تہ هت اسان جا اهنج ڪي ٿورڙا ڪين آهن. پر توهين بہ جيڪي ڪري سگهو سو بلاشڪ ڪريو. مهاراجائن جي مدد گهربي. برٽش انڊين ائسوسيئيشن جي عيوضين سان بہ گڏججو. راجا سرپياري موهن مکرجي ۽ مهاراجا ٽاگور وٽ وڃجو. ٻئي آزاد خيالن جا آهن ۽ راڄنيتي ڪمن ۾ پورو بهرو وٺندا آهن.“

آءٌ انهن سيني سڄڻن سان گڏيس، پر هت منهنجي جاءِ نہ هئي. ٻنهي چيم تہ: ”ڪلڪتي ۾ ميٽنگ ڪوناڻ ڪا سولي ڳالهہ ڪانہ آهي. پر جي ڪوناٽڻي هجي تہ بہ سريندر ناٿ بئنرجي ڪوناڻي.“

منهنجون مشڪلاتون وڌنديون ويون. امرت بزار پتريڪا“ جي آفيس ۾ گهڙي ويس. اُتي بہ جيڪو يار گڏيو تنهن ڀانيو تہ ڪو رمتو رام پيهي آيو. ”بنگباسيءَ“ واري حد ڪري ڇڏي. هڪ ڪلاڪ تہ ترسائي وهاريائين. ٻين سان پيو ڳالهائي، هو ڪم لاهي هليا وڃن تہ بہ اک کڻي نہ نهاري. ڪلاڪ ويهي نيٺ مون بہ سوال پيش رکيو. تڏهن ورندي ڏنائين تہ، ”ڏسو بہ

تہ وينا تہ ڪيئن ڪم ۾ ڳيتا پيا آهيون. توهان جهڙن ملاقين جو تہ اسان وٽ ڪاٽو ئي ڪونهي. توهين مهرباني ڪري مون کي معاف ڪندا. مون سان ڳالهہ ڪري اجايو وقت نہ وڃايو.“ ڪن پلڪ ڇڙ آيم پر اُمالڪ سمپادڪ صاحب جي ڳالهہ سمجهيم. ”بنگباسي“ اخبار جو ناماچار ٻڌو هوم. هڪ ٻئي پنيان ماڻهن جون قطارون برابر پئي آيون. سي سڀ سندس واقف. اخبار ۾ ليکن جي ڪمي ڪانہ هئي. نڌهن ڏکڻ آفريڪا جو نالو بہ ڪونہ هو. هوڏانهن وري قسمين قسمين جا ماڻهو وٽس تازيون دانهون کنيو پيا اچن. تن کي تہ پنهنجا اهنج يعني وڏي ۾ وڏا اهنج. سمپادڪ وٽ اهڙن اهنجن جا ٿلها رکيا هئا. هاڻ ويچارو اشراف وڃي سو ڪيڏانهن وڃي؟ سيڪو دانهيارو سمجهي تہ اخبار ۾ ڳالهہ پيئي تہ ڏاڍي ڳالهہ ٿي. سچي خبر تہ فقط سمپادڪ کي تہ ڪئين ڳالهيون سندس بنيو بہ اورانگهي باهر نٿي وييون.

پر آءُ ويهي وڃائڻ وارو نہ هوس. هڪڙن نہ ٻڌم تہ ٻين وٽ پڳس. دستور پٽاندر انگريزن وٽ بہ وڃي رسيس. ”استيٽسمن“ ۽ ”انگلشمن“ وارن سوال جو مهتو امالڪ سمجهي ورتو. تن کي جيڪي ملاقاتن ۾ چيم سو سڀ ڪٽي ڇپيائون. ”انگلشمن“ جي سمپادڪ مسٽر ساندرسن تنهن تہ پنهنجو ڪري سمجهيم. آفيس ۽ اخبار ٻئي منهنجيءَ خذمت ۾ رکيائين. پنهنجا مکيہ ليک بہ مون کي ڏيکاري وجهي ۽ منهنجا سڌارا واڌار اکيون پوري قبول ڪري پاڻ ۾ محبت ٻجهي وبئي. پڇنديءَ آهر مدد ڪرڻ جو انجام ڏنائين. جي ڏکڻ آفريڪا وڃين تہ بہ نہ وسارج ۽ خط پٽ لکندو رهج. ڏنم تہ جيڪو انجام ڏنائين سو اکر بہ اکر پاڙيائين. لکپڙهہ بہ توڙ تائين هلايائين، جيسين کي سخت بيمار پيو. منهنجيءَ جيوت ۾ اهڙا ڪيترا منا مڏر سنبنڌ وات وينديءَ ٿيا آهن. مسٽر ساندرس کي بہ ڳالهيون مون ۾ وڻيون، هڪ تہ وڌاءُ نہ ڪرڻ بيو سچ جي کوج. پهرين منهنجي آڏي پچا بہ سڌ مڏجهڙي ڪيائين. ڏنائين تہ ڏکڻ آفريڪا جي گورن جو ڪيس بنا طرفداريءَ جي پيش ڪرڻ ۾ ۽ تنهن جو قدر ڪرڻ ۾ مون ڪين گهٽايو هو. منهنجو آزمودو چوي ٿو تہ مخالف ڌر سان انصاف ڪري پاڻ جلد انصاف وٺي سگهجي ٿو.

اهڙي طرح اوچتي مدد ملڻ ڪري ڪلڪتي ۾ بہ هڪ ميٽنگ ڪوناڻ جي آس ڌاريم. اينتري ۾ ڊربن مان تار آيم تہ ”پارليامينٽ جنوريءَ ۾ وهندي جلدي موٽ ڪاٿو.“

تنهن ڪري اخبارن ۾ ڇاپائي، اُمالڪ ڪلڪتي کان نڪتس. نڪرڻ شرط دادا عبدالله جي بمبئي واري ايجنٽ کي پهرئين جهاز ۾ وڃڻ جو بندوبست ڪرڻ لاءِ تار ڪيم. دادا عبدالله پاڻ "ڪورلئنڊ" نالي هڪ جهاز خريد ڪيو هو. تنهن ۾ مون کي ڪتنب سوڌو مفت وٺي وڃڻ لاءِ زور رکيائين. آءٌ ڊسمبر مهيني جي شروعات ۾ زال، ٻه پٽ ۽ هڪ ڀاڻيجو وٺي ڏکڻ آفريڪا ڏي ٻيهر روانو ٿيس. اسان سان گڏ هڪ ٻيو "نادري" جهاز به ڊربن ڏي ٿي ويو. انهيءَ جهاز جو دادا عبدالله وري ايجنٽ هو. ٻنهي جهازن ۾ مڙيو ئي اٺ سؤ کن مسافر هئا. منجهائن اڌ کان مٿي ٽرئنسوال ٿي ويا.

** ٻيو ڀاڱو پورو ٿيو **

(1)

# طوفان جي گرجنا

ڪٽنب ساڻ پرديس جي اها منهنجي پهرين مسافري هئي. ڇئي آيو آهيان تہ هندو سماج ۾ بال وواهہ هئڻ ڪري وچولي درجي وارن ۾، مرد گهڻو ڪري پڙهيل ۽ زالون اڻ پڙهيل ٿين ٿيون. بنهي جي وچ ۾ تنهنڪري وڏيو رهجيو وڃي ٿو. پوءِ پتيءَ کي استريءَ کي پاڙهڻو سيکارڻو ٿو پوي. مون کي هاڻ زال ۽ ٻارن جي ڪاڏي پيتي، پوشاڪ، اُٿڻ ۽ وهڻ سڀ جو ويچار ڪرڻو هو. نئين ملڪ جا رواج رسمون کين سيکارڻا هئم. ڪي ڪي اهڙيون ڳالهيون ياد ٿيون پونم جو ڪل پيئي اچيم. هندو استريءَ لاءِ پتي سيڪي آهي ۽ سندس آگيا انو سار هلڻ اُتم ڌرم آهي: هندو پتي وري پاڻ کي استريءَ جو ايشور سروپ سمجهي ٿو. مطلب تہ پتلي آهي، جيئن نچائيس تيئن واهہ.

جڏهن جي ڳالهہ ڪريان ٿو تڏهن چوندو هوس تہ يورپين ٿي رهي سو ئي سڌريل. پيڪو رکبو تہ ماڻهن ۾ هلندي ۽ هلنديءَ ڪانسواءِ ديس شيوا ڏکي.

سو زال ۽ ٻارن لاءِ پوشاڪ پسند ڪيم. اُتي هلن ۽ ماڻهو چون تہ فلاڻا ڪانياواڙ واڻيا سو ڪنهن کي وڻندو؟ سيني ۾ پارسي وڌيڪ سڌريل ليکبا هئا. تنهن ڪري جتي يورپين سان نٿي ڪلهو هٽي سگهياسين، اُتي وري پارسين کي نقل ڪيوسين. استريءَ کي پارسي ساڙهيون وٺي ڏنم: ٻارن کي بہ پارسي ڪوٽ پتلوڻون ناراهي ڏنم. جتي جوراب بنا بہ ڪي سري؟ پر جڏهن ڪي کين اهي شيون آئڙن جورابن مان بانس پيئي اچي. پيرن ۾ لڦون پئجي وين. پر پير جتيءَ ۾ قيد. دانهن ڪن تہ جواب نڪ رکيوئي آهي. جواب ڪري نہ ٻڌن. پر حڪم ڪيئن نہ مڃن؟ سو مني ماٺ مني ماٺ ڪري پوشاڪ بدلايائون. پوءِ تہ ڇري ڪانٽو بہ هلايم. سو اصل ڏانءِ نہ اچين. پر وچن سو وچن ڪيڏانهن؟ جڏهن منهنجو نشو ٽٽو تڏهن وري بوٽ جوراب. ڇريون

ڪانتا چڙهيا پيئن. پهرين چورڻ ڏکيا لڳن، پوءِ تہ ڇڏڻ ڏکيا لڳن. هاڻ ڏسان ٿو تہ "سڌارن" جو ٽڪسال ڇڏي، وڏيڪ هلڪا ۽ آزاد ٿيا آهيون.

ساڳئي جهاز ۾ ڪي عزيز خويش ۽ واقفڪار ماڻهو هئا. ساڻن توڙي ٻين ڊيڪ جي مسافرن سان گهڻو رلندو ملندو هوس. پلا جهاز منهنجي اصيل جو سو بہ وري دوست اصيل جو هو. تنهن ڪري ڇُوٽ پيو گهمندو ڦرندو هوس.

جهاز ڪنهن بہ بندر تي بيهڻ بنا سڌو نتال ويٺو هو. سو فقط ارڙهن ڏينهن جي مسافري. پر پهچڻ ۾ اڃا تي چار ڏينهن پيا هئا تہ اوچتو سخت طوفان اچي لڳو. جڻ تہ لهڻ شرط طوفان جو چتاءُ تي ڪيائين. ڏکڻ پاسي ڊسمبر مهيني ۾ گرميءَ جي موسم ۾ ۽ چؤماسي جو وقت. تنهن ڪري ڏکڻ سمنڊ ۾ تن ڏينهن ۾ ننڍا وڏا طوفان مڙيو ئي لڳندا آهن. طوفان بہ اهڙو سخت هو ۽ ايترو وقت هليو جو مسافر اچي ڊنا.

اهاهڪ گهاٽي گهڙي هئي. ساڳئيءَ مصيبت اڳيان سڀ هڪ تي ويا. فرق وسري وين. سچيءَ دل سان،هندو مسلمان ۽ ٻيا گڏجي ايشور کي ياد ڪرڻ لڳا. ڪي تہ سکائون پيا ڪن. ڪپتان بہ سين سان گڏيو ۽ کين دلاسو ڏنائين. چي طوفان طوفانن جهڙو آهي، پر مون انهي کان سخت طوفان ڏنا آهن. جهاز مضبوط هجي تہ ڪا پرواهہ ناهہ. مسافرن کي گهڻو ئي سمجهائي، پر هنن کي آٿت ئي نہ اچي. جهاز تي نڪا نوڪي اهڙي پيئي ٺئي جو پانءِ تہ جاڻ پرزا ٿيو ۽ اسين سرن درياهہ ٿياسين. ويهي ويهي ونيون اهڙيون ٽبيون هٽي جو جڻ وري متي نہ اچٽو آهي. ڊيڪ جي تہ ڳالهہ ئي نہ ڪريو. ڪير جو متي پير رکي سگهي. سيني جا گهٽ ۾ پراڻ. سڀ چون تہ ايشور بچايو تہ واه نہ تہ ٻيو چاڙهو ڪونهي.

پانيان ٿو تہ سڄا سارا 24 ڪلاڪ اهڙيءَ ٻُڌتيءَ ۾ ڳارياسين. نيٺ ڪڪر ٽڙي پکڙي ويا ۽ آسمان صفا ٿيو. سورج نارايڻ درسن ڏنو. ڪپتان چيو تہ "هاڻ طوفان ٽريو."

بس پوءِ تہ هڪ پاسي ماڻهن جا منهن سرها ٿيا ۽ ٻئي پاسي جڻ ايشور بہ موڪلائي هليو! ڪم لٿو ۽ ڊڪڻ وسريو. موت جو ڊپ ويو ۽ ڪانا پينا. راڳ روپ شروع ٿيا. مايا جو رنگ وري چاڙهنجي ويو. نمازون ٻئي پڙهيائون ۽ ڀڄن چيائون پر آفت وقت جيڪا سچائي ۽ گنڀيرتا هئي سا ڪٿان اچي؟

طوفان وقت آءٌ مسافرن سان بلڪل رلي ملي ويو هوس. ڇئجي ڪٽي تہ طوفان وقت ٻپ ڪونہ هوم، يا تہ گهٽ ۾ گهٽ هوم. اهڙا طوفان مون اڳ بہ لنگهايا هئا. مون کي سمنڊ جي مسافري ڪين لڪائيندي آهي، مٿي ۾ ڦيري ڪين پوندي آهي. سو ٻي ڊيوٽي پئي ڦيريون پاتيم. مسافرن کي آٿت ڏيندو هوس ۽ وقت بوقت ڪپتان جا نياپا پهچائيندو هوس. تنهن ڪري ساڻن محبت ٻجهي ويئي. جا پوءِ ڪم آئي.

18 يا 19 ڊسمبر جي اسان ڊربن بندر ۾ لنگر هنيو. "نادري" جهاز بہ ساڳئي ڏينهن پهتو. سچي سخت طوفان جي ڪل هاڻ پوٽي هئي.

❊

(2)

# طوفان

اتڪل 18 ڊسمبر ني ٻنهي جهازن اچي لنگهر هنيو. ڏکڻ آفريڪا جي بندرن ۾ سيني مسافرن جي تپاس ٿيندي آهي. واٽ تي ڪنهن کي ڪو وچرندڙ مرض ٿئي ته جهاز کي سُوتڪ (Quarantine) ۾ رکندا آهن. اسين جڏهن بمبئي مان نڪتاسين تڏهن پليگ اُتي زور هئي. سو سُوتڪ وارڻ جو پئو اڳيئي دل تي هئوسين. بندر ۾ پهچڻ شرط جهاز پيلو جهنڊو چاڙهيندا آهن. ڊاڪٽر جي تپاس ۽ سرٽيفڪيٽ ڪانپوءِ اهو جهنڊو لاهبو آهي ۽ مٽ مائٽ جهاز تي ملڻ لاءِ اچي سگهندا آهن.

سو لنگر هڻڻ شرط اسان جي جهاز تي به پيلو جهنڊو چڙهيو. ڊاڪٽر آيو ۽ تپاس ڪري پنجن ڏينهن جي ڪرانتين ۾ رکيائين. ڇو جو سمجهبو آهي ته پليگ جو جيوڙو گهٽ ۾ گهٽ 23 ڏينهن اندر ڏيکاري ڏيندو آهي. اسان کي بمبئي ڇڏئي 18 ڏينهن ٿيا هوا. سو باقي 5 ڏينهن ڪرانتين ۾ رهڻا پيا.

پر هن ڪرانتين جي حڪم جي رڳو صحت ڏي نظر نه هئي. انهيءَ ۾ هڪ ٻيو به مطلب رکيل هو. ڊربن شهر ۾ گورن اسان کي موٽائي ديس روانو ڪرڻ جي گرما گرم هل چل هئي.

دادا عبدالله وٽان شهر جو سربستو حال پيو ملندو هو. گورن هڪ ٻئي پنيان شاهي ميٽنگون ڪري ڪيون. دادا عبدالله کي خوب ڌمڪيون ڏنائون، لب به ڏنائون. جي دادا عبدالله ٻئي جهاز موٽائي موڪلي ته سمورو خرچ ڀري ڏيڻ لاءِ تيار هئا. پر دادا عبدالله سولو هيسجڻ جهڙو نه هو. تنهن وقت اُتي سيٺ عبدالڪريم حاجي آدم پيڍيءَ تي هو. سو چوي ته ڇا به ٿئي ٻئي جهاز گوديءَ تي آڻي مسافر لاهيندس. مون کي روز چٺا ڀري لکندو هو. نصيبا سرڳواسي منسکلال هيرالال ناظر مون سان گڏجڻ لاءِ ڊربن ۾ اچي سهڙيو هو. رج مڙس هو. جهڙو خبردار تهڙو ئي بهادر. تنهن قوم کي نيڪ صلاح ڏني.

سندن وڪيل، مسٽر لاٽن. سو بہ مڙس ماڻهو هو. گورن جي هلت کي سخت ننديائين ۽ رڳو وڪيل ٿي. في وٺي صلاح ڪين ڏنائين، پر سچي دوست وانگر ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو.

پوءِ تہ ڏرين جو ٻاڻ ۾ اچي ميڙو متو. پر ڏريون برابر ڪين هيون. هڪ طرف ويچارا مٺ ڀر. غريبڙا هندوستاني ۽ سندن ٻہ چار انگريز مددگار ٻئي طرف ڏن، علم، عدد ۽ شستر ٻل وارو انگريزي دَلُ. هن زبردست ڌر کي وري سرڪاري سَتا ٻل. نتال جي سرڪار ڪليو ڪلايو سندن پٺ وٺي بيٺي. پرڏان منڊل (Ministry) جو مکيہ ميمبر ۽ ڪارپرداز مسٽر ائسڪنبي تنهن منڊل ۾ ڏنو وائنو سندن پاسو ورتو.

سو هاڻ ڪراتين ۾ رکڻ جو مطلب صفا ٿي پيو. هٽي ڏٽي ايجنٽ کي يا مسافرن کي هيسائي پنتي موٽائڻو هو. ايجنٽ کي تہ پئي ڌمڪيون مليون. هاڻ اسان جو بہ وارو آيو. چي "ماٺ ڪري موٽي نہ ويندا تہ ياد ڪندا، سيني کي لهڻ شرط سرن درياهہ. ڏون سمنڊ ۾ ڏڪو ڏيندا سين. پر جي اشرافت ۾ موٽ کائيندا تہ شايد ڀاڙو بہ ڏيندا سين. آءٌ مسافرن منجهہ خوب چڪر ڏيندو هوس، کين سمجهائيندو هوس ۽ ڌيرج ڏيندو هوس. "نادريءَ" جي مسافرن کي بہ آٿت جا سنيها موڪليندو هوس. مسافرن سانت ڪئي ۽ دل ٻڌي.

پوءِ وقت ڪاٽڻ ۽ دل وندرائڻ لاءِ رانديون ڪڍيونسين. ناتال جا ڏينهن هئا. سو ڪپتان فرسٽ ڪلاس وارن جو کاڌو ڪيو. منجهن آءٌ ۽ منهنجو ڪٽنب ڪيئن نہ هجي؟ کاڌي کانپوءِ تقريرون ڪيئن نہ ٿين؟ مون مغربي سڀيتا تي اُتي ڳالهايو. خبر هيم تہ اهڙن موقعن تي گنڀير ڪين ٿبو آهي. پر لاچار هوس. جو من تي سو زبان تي. راند روند ڪري ٻاڻ وندرائيندو هوس، پر دل سڄي ڏرين جي چتاپيتيءَ ۾ هئي.

سبب جو هن جهڳڙي جو باعث آءٌ ئي هوس. مون تي بہ تهمتون مڙهيل هيون. هڪ تہ مون هندوستان ۾ نتال واسين کي سخت ننديو هو. ٻيو تہ نتال ديس هندوستانين سان ڀرڻو هوم. سو پنهنجي جهازن ۾ سندن لڏ ڪاهي آيو هوس.

مون کي پنهنجي جوابداري سُجهي پئي. منهنجي ڪري دادا عبدالله جوکي جو ڪم تي ڪيو ۽ نقصان تي سَنا. هوڏانهن مسافرن جي جان بہ جوکي ۾ ۽ ڪٽنب ساڻ آٽي کين بہ تڪليفن کي منهن ۾ ڏنو هوم.

پر آءُ بلڪل بي ڏوهي هوس. هڪ چٺي ڪي بہ نتال ساڻ وٺي ڪين آيو هوس. "نادري" ۾ ڪير هئا سا خبر بہ ڪانہ هيم. "ڪرلنڊ" ۾ ٻن ٽن عزيزن ڪانسواءِ سون مسافرن جو نالو نيشان بہ نٿي آيم. هندوستان ۾ نتال گورن بابت هڪ لفظ ڪونہ چيو هوم جو نتال ۾ نہ چئي چڪو هوس. تنهن جي پوري ثابتي سان هيم.

تنهن ڪري جنهن سيپتا جا نتال واسي عيوضي هئا، حمايتي هئا، جنهن جو پاڻ ڦل هئا، تنهن سيپتا تي ارمان ظاهر ڪيم. انهيءَ ڳالهہ تي غور ڪيو هوم. سو ساڳي ڳالهہ هن ننڍڙي جماعت اڳيان پيش ڪيم ۽ ٻڌندڙن سانت ڪري ٻڌي. جنهن ياو سان اندر جو حال اوريم تنهن ياو سان ڪپتان ۽ ٻين ڪن ڏيئي ٻڌو. تنهن ڪري ڪو سندن خيال ڦريا سو نٿو چئي سگهان. پر تقرير ڪانپوءِ ڪپتان ۽ ٻين عملدارن سان وري ڳالهيون نڪتيون. منهنجي ليکي مغربي سيپتا چئجي ڪٺي تہ هنسا تي بيٺل هئي، مشرقي اهنسا تي ٻڌل هئي. هنن منهنجون ڳالهيون مون سان ئي لاڳو ڪيون. شايد ڪپتان پڇيم تہ:

"جي گورا چون تيئن ڪن ۽ توهان کي حرڪت رسائين تہ پوءِ بہ توهان اهنسا ڪنهن ڪم ايندي؟"

جواب ڏنم تہ، "ايشور ڪندو تہ پوءِ بہ کين معاف ڪندس ۽ ڇڏي ڏيندس. هن وقت مون کي متن ڪروڌ ڪونهي. البت سندن اڻ ڄاڻائي ۽ سندن تنگ دليءَ تي ارمان ٿئي ٿو. سمجهان ٿو تہ سندن ليکي جيڪي چون ٿا، ڪن ٿا، سو نيڪ آهي، واجبي آهي. تنهن ڪري متن ڪاوڙ ڪرڻ اجائي آهي." ڪپتان کلي ڏنو. شايد مون تي پورو ويسهہ نہ آيس.

بس پوءِ اسان جا پنج ڏهاڙا وڌي پيا. ڪڏهن سُوتڪ بند ٿيندو سو بہ نہ پيا ڄاڻائين. آفيسرن کان پڇ تہ چون "ڀائي، هيءَ ڳالهہ اسان جي وس کان ٻاهر. سرڪار حڪم ڪري تہ اسين انهيءَ دم توهان کي آزاد ڪريون."

نيٺ مسافرن ۽ مون تي هڪ آخرين نامو اچي سهڙيو. چي خبردار، جيءَ جو جوکو اٿوَ. پر ٻنهي هوڏ ڪئي تہ گوديءَ تي لهڻ جو حق اٿئون ۽ ڇا بہ ٿئي تہ اهو حق ڄمائيندا سون، ڪين ڇڏيندا سون.

آخر تيويهين ڏينهن، يعني 1897ع جي جنوري مهيني جي 13 تاريخ حڪم نڪتو ۽ مسافرن کي گوديءَ تي لاهڻ جي موڪل ملي.

❊

(3)

# ڪسوٽي

جهاز گوديءَ تي آيو ۽ مسافر لٿا. پر مون بابت مسٽر ائڪسنبي ڪپتان کي چوايو هو تہ "مهرباني ڪري مسٽر گانڌي ۽ سندس ڪٽنب کي سانجهيءَ ڌاري لاهجو. گورا ڇڙيا بيٺا آهن ۽ سندس جان جوکي ۾ آهي. سانجهيءَ وقت بندر جو سپرنٽينڊنٽ مسٽر ٽيٽم اچي ڪيس وٺي ويندو."

ڪپتان اها ڳالهہ مون سان ڪئي. مون چيو چڱو ائين ڪندس. پر اجان اڌ ڪلاڪ بہ ڪين گذريو تہ مسٽر لاٽن چڙهي آيو ۽ ڪپتان وٽ ويو. چي "مسٽر گانڌي مون سان هلي تہ جوابداري منهنجي. آءٌ ڪيس وٺي وڃڻ لاءِ تيار آهيان. ايجنٽ جي وڪيل طريقي آءٌ توهان کي صلاح ٿو ڏيان تہ مسٽر گانڌيءَ بابت جيڪو نياپو مليو اٿو تنهن موجب هلڻ لاءِ ٻڌل ڪين آهيو." پڇتان سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري مون وٽ آيو. مون کي هيئن چيائين تہ "جي سر جي سٽ جهلي سگهو تہ مسز گانڌي ۽ ٻارن کي گاڏيءَ ۾ چاڙهي سيٺ رستم جيءَ ڏي روانو ڪريو ۽ توهين مون سان گڏجي شاهي رستو وٺي پنڌ هلو. رات جو اوندهہ ۾ لڪي ڇپي لهو سا ڳالهہ مون کي پسند ناهي. توهين اصل خيال نہ ڪريو. توهان جو وار بہ ونگو نہ ٿيندو. هينئر سانت لڳي پيئي آهي ۽ گورا سڀ ٽڙي پکڙي ويا آهن. پر ڇا بہ ٿئي توهان کي لڪي چور وانگر شهر ۾ گهڙڻ نہ کپي."

مون ڳالهہ مڃي. ٻار ۽ زال گاڏيءَ ۾ چڙهي سيٺ رستمجيءَ ڏي ويا ۽ سهي سلامت پهتا. آءٌ ڪپتان کان موڪلائي مسٽر لاٽن سان لٿس. سيٺ جو گهر اٽڪل بہ ميل پري هو.

بس جهاز مان لٿس ۽ ڪن ڇوڪرن سڃاڻي ورتم ۽ "گانڌي گانڌي" پڪاري پنيان پيم. تنهن تي بہ چار پيا بہ اچي مڙيا ۽ رڙ واڪو وڌيو. مسٽر لاٽن ڏٺو تہ گوڙ ٿو ٿئي، سو هڪ رڪشا واري کي اشارو ڪيائين.

رڪشا ۾ وهڻ ڪان آءٌ هميشه ڪؤ ڪائيندو هوس. هي پهريون ڀيرو ٿي چڙهيس. پر چوڪر وهڻ چوٽا ڏين؟ رڪشا واري کي ٻپ ڏاءُ ڏيئي پڇائي چڏيائون.

اڳتي هلياسين. گوڙ وڌندو ويو ڌڪا ڌوڪي شروع ٿي. پهرين مسٽر لاٽن کي زوريءَ پري ڪيائون. پوءِ پٿرن پٿرن سڙيل بيضن جو جنسي وسڪارو وسيو. ڪنهن وري پڳڙي لاهي ورتيمر. هاڻ لتون ۽ بجا بہ شروع ٿيا.

مٿو ڦرڻ لڳم. تڏهن هڪ گهر جي ڪٽهڙي کي جهلي ساهہ کنيم. پر ڇڏين چوٽا؟ چمات پنيان چمات.

اوڏي مهل پوليس ڪمانيءَ جي زال اُتان ٿي لنگهي. سڃاڻندي هيم. سو ڏسندي امالڪ اچي پر ۾ ٿي. اُس ڪانہ هئي تہ بہ ڇتي کولي بيٺي. تڏهن ڪجهہ وائڪائي ٿي. هاڻ جي ڌڪ هڻن تہ مسز اليڪزينڊر کي تاري پوءِ مون کي هڻن.

ايتري ۾ هڪ هندوستاني جوان مون کي ڏسي ڊوڙي پوليس ٿاڻي تي ويو. اليڪزينڊر صاحب امالڪ هڪ پوليس جي ٽولي مو نکي گهيرو ڪري بچائڻ لاءِ موڪلي. سا بنهہ تنگ وقت تي اچي پهتي. واٽ تي پوليس ٿاڻي وٽان لنگهياسين. پوليس ڪمانيءَ ٿاڻي ۾ اجهو آڇيو. پر مون انڪار ڪيو ۽ وراڻي ڏنيم تہ "جڏهن ماڻهن کي پنهنجيءَ ڀُل جي ڪل پوندي تڏهن پاڻيهي افسوس ڪائيندا ۽ ماٺ ڪندا. مون کي پڪ آهي تہ مون سان انصاف ڪندا."

پوليس وٺي آءُ رستمر جيءَ جي گهر صحيح سلامت پهتس. پٺيءَ تي ڌڪ لڳا هئم. پر فقط هڪ هنڌ چمڙي ٿوري ڇلجي ويئي هئي. جهاز جو ڊاڪٽر دادا برجور حاضر هو. تنهن اُمالڪ ملمر پٽي ڪيم.

اندر ماٺ هئي، پر گهر کي ٻاهران گورا گهيري ويا. سانجهي ٿي هئي. ماڻهن جا حشام اچي مڙيا ۽ واڪو واڪاڻ لڳائي ڏنائون. چي "گانڌيءَ جي ٻانهن ڏيو." وقت ڏسي سپرنٽينڊنٽ اليڪزينڊر بہ اچي سهڙيو. ميڙ کي ڌمڪيون ڪين ڏنائين. پاڻ سائڻ چرچا گهڻا ڪرڻ وٺو.

پر اندر ۾ اونو هوس. مون کي چوائي موڪليائين تہ: "جي توهان کي دوست جي مال مڪان ۽ پنهنجن ٻارن ڪٽنب جي رکيا ڪرڻي آهي هت مهرباني ڪري منهنجي چوڻ موجب گهر مان کسڪي نڪري وڃو."

ساڳئي ڏينهن مون کي هڪ ٻئي جي ابتڙ ڳالهيون ڪرڻيون پيون.

جڏهن جان جو خطرو خيال ۾ مس تي آيو تڏهن مسٽر لاٽن جي صلاح وٺي ڪليو ڪلايو نڪري پيس. جڏهن جان جو جوکو ظاهران ظهور تي بيٺو تڏهن ٻئي دوست جي اُلٽي صلاح وٺي ائين ڪرڻ قبول ڪيم! ڪير چوي تہ اُهو ڪم مون جان بچائڻ، يا دوست جو مال بچائڻ يا پنهنجا ٻار بچائڻ لاءِ يا ٻنهي ڪري ڪيو؟ ڪنهن کي پڪ آهي تہ ٻهرين همٿ جهلي جهاز تان لهي پوڻ، پوءِ خوف ڏسي لڪي ڀڄي ڇٽڻ سهٽو تي لڳو؟ پر گذرئي تہ اهڙا ويچار ڪرڻ اجايا آهن. ڳالهہ تي گذري سا سمجهڻ گهرجي، منجهانس سکي سگهجي سو سکي ونجي، وڌيڪ خفي نہ ٿجي. هن مان سڌ آهي تہ فلاڻو ماڻهو فلاڻي وقت ڇا ڪندو سو پڪ سان ڪير ڪين چئي سگهندو. پڌرو آهي تہ ماڻهوءَ کي ٻاهران ڏسي سندس اندر جي نيت جي پوري ڪل ڪانہ ٿي پوي ۽ فقط انومان ٿا ڪڍُٽا پون.

پر ڇڏيو انهيءَ ڳالهہ کي. ڀڄڻ جي سعين ۾ ڏڪن جا ايذاءَ بہ ڪين لڪايم. هڪ هندوستاني سپاهيءَ جو بيک ڏاريم. مٿي تي بچاءَ لاءِ لوهہ جي ٿئي رکي مٿانس سڌ مڏ جهڙو مدراسي پٽڪو ٻڌم. بہ ڇپي پوليس وارا ساڻ. هڪ جهڙو هندوستاني واپاري منهن بہ اهڙو ڪري آيو هو. ٻئي ڇا ڀاتو سو ياد نٿو پويم. پوءِ پاسي واري گهٽي لنگهي، هڪ دڪان جي گدام ۾ پيل ڳنڙين مٿان ٽپي، دڪان جي دروازي مان ميڙ ۾ گهڙي پياسين. سٿون پائي گهٽيءَ جي ڪنڊ ۾ جيڪا گاڏي بيهاريل هئي تنهن ۾ ويهي، جنهن ٿاڻي ۾ اڳ ڪين ويس تنهن ٿاڻي ۾ هاڻ وڃي اجهو ورتم. پوليس ڪمانيءَ ۽ ڇپي پوليس جا ٿورا مڃيم.

جنهن وقت هيڏانهن مون کي ڪاهي پيئي ويا تنهن مهل پوليس ڪمانيءَ مٿ ڪ ِ هي ر اڳ ... ٺايو هينيون مضمون هوس.

پلوڙي يار ـ هل گانڌيءَ کي ڦاهي ...ڙهيون.

جڏهن ٿاڻي ۾ پهچڻ جي خبر ڪمانيءَ کي ملي تڏهن ڪين چيائين تہ: "بابا، توهان جو شڪار تہ توهان جي اکين اڳيان هن دڪان جي دروازي ڪان ٿي توهان وٽان نڪري ويو. تنهن ڪري ڪي بگڙيا، ڪن ڪليو. پر ويسهہ نہ پيو اچين.

"تڏهن پلا ٻڌو. توهين بہ چار ماڻهو ڪڍي ڏيو. مون سان گڏ هلي اندر جهاڙو وٺن. جي گانڌي هٿ چڙهي، تہ بلاشڪ توهان جو شڪار. جي نہ ملي تہ چپ چاپ ڪري ٽڙي پکڙي ويندا. توهان کي هرويرو رستمجيءَ جو نقصان تہ

ڪين ڪرڻو آهي. نڪي ڪي گانڌيءَ جي زال ٻارن کي ايذاءُ رسائڻو آهي.

ميڙ ٻه چار ڄڻا چونديا. ويچارا نااُميد ٿي موٽيا. تنهن تي ڪي خار کائيندا، پر گهڻا ڪمانيءَ جي چترائيءَ ۾ ترت تدبير ساراهيندا تڙي پکڙي ويا.

مرحوم مسٽر چيمبرلين تار موڪلي ته مسٽر گانڌيءَ کي انصاف ڏيو ۽ حملو ڪندڙن تي ڪارروائي هلايو. تنهن تي مسٽر ائڪسنبي مون کي سڏايو. دلسوزي ظاهر ڪري چيائين ته: "پڪ تو ڏيان ته آءٌ جيڪر توهان جو وار به ونگو ٿيڻ ڪين ڏيان. مسٽر لاٽن جي صلاح وٺي ترت لهي پيا سو ته مرضيءَ جا مالڪ هئا. پر جي منهنجي صلاح وٺو ها ته هي دکدائڪ حادثو ڪين ٿئي ها. هاڻ جي حملو ڪندڙن کي سڃاڻي سگهو ته آءٌ کين گرفتار ڪرائڻ ۾ مٿن فرياد هلائڻ ۾ توهان کي هرڪا مدد ڪندس. مسٽر چيمبرلين به ائين چاهيو آهي."

جواب ڏنومانس ته: "مون کي ڪنهن تي به ڪارروائي ڪانه هلائڻي آهي. برابر حملو ڪندڙن مان ٻه ٽي سڃاڻي سگهندس. پر کين سزا ڏيارڻ مان آءٌ ڇا وٺندس؟ پر آءٌ کين ڏوهه به ڪين ٿو ڏيان. کين ٻڌايو ويو هو ته مون هندوستان ۾ مرچ مصالح گڏي سندن گلا ڪئي. ائين سمجهي مون تي حملو ڪيائون تنهن ۾ ڪهڙو عجب؟ ڏوهه ته سچ پچ سندن مهندارن جو معاف ڪندا، توهان جو آهي. توهين کين سچيون حقيقتون ٻڌائي سمجهائي سگهيا ٿي. پر توهان رائٽر جي تار ڪري ڳنڍ ٻڌي ۽ هروڀرو سمجهيو ته مون وڌاءُ ڪيو هوندو. هاڻ مون کي ڪجهه ڪين ڪرڻو آهي سچي ڳالهه پاڻيهي پڌري ٿيندي ۽ ماڻهو افسوس ڪائيندا."

"پلا جيڪي چئو ٿا سو مون کي لکي ڏيندا؟ مون کي به مسٽر چيمبرلين کي منهن ڏيڻو آهي. پر تڪڙ ڪانهي. توهين پلي مسٽر لاٽن ۽ ٻين سان صلاح ڪريو ۽ پوءِ جيڪي وٽيوَ سو ڪريو. پر ايترو چئي ٿو ڇڏيانوَ ته جي ڳالهه اتي ئي ڇڏي ڏيندا ۽ ڪنهن تي ڪارروائي نه ڪندا ته صلح سانت ڪرائڻ ۾ مون کي تڪليف ڪانه ٿيندي ۽ توهان جي به عزت وڌندي" تڏهن چيومانس ته: "هن ڳالهه بابت مون اڳيئي ويچار ڪري ڇڏيو آهي. مون کي ڪنهن تي به ڪارروائي اصل ڪانه ڪرڻي آهي. چئو ته اتي جو اتي هٿ اکر لکي ڏيانو."

بس پوءِ ڪاغذ ڪڍي اهڙي طرح لکي ڏنومانس.

*

(4)

# سانت

حملي کان پوءِ ڏينهن پوءِ جڏهن آءٌ مسٽر ائسڪنبي سان گڏيس تڏهن اجا پوليس ٿاڻي ۾ رهندو هوس. بچاءَ واسطي هڪ پوليس وارا مون سان رهندا هئا. پر سچ پچ جڏهن مون کي مسٽر ائسڪنبي وٽ وٺي ويا تڏهن بچاءَ جي ڪا ضرورت ڪانه هئي.

جنهن ڏينهن جهاز جو پيلو جهنڊو لٿو ۽ آءٌ به جهاز مان لٿس ته اُمالڪ "نٽال ائڊورٽائيزر" جو عيوضي اچي مون سان گڏيو. مون کان ڪئين سوال پڇيائين پر آءٌ سيني جو جواب پورو پورو ڏيئي ٿي سگهيس. سر فيروز شاهه جي صلاح وٺي هندوستان ۾ مون ڪڏهن به بنا لکئي تقرير ڪانه ڏني هئي، سڀ لکيل تقريرون ۽ ڪاغذ ساڻ هيم. سي ڪيس ڪٽي ڏنم ۽ ثابت ڪري ڏيکاريومانس ته هندوستان ۾ جيڪي چيو هوم تنهن کان وڌيڪ سخت ڏکڻ آفريڪا ۾ چيو هوم. اهو به ڏيکاريومانس ته "ڪرلنڊ" ۽ "نادري" جي مسافرن آڻڻ ۾ منهنجو ڪوبه واسطو نه هو. منجهائن ڪيترا ته جهونا رهواسي هئا، ۽ ٻيا ٽرنسوال ۾، نه نٽال ۾ وڃڻا هئا. تن ڏينهين نٽال ۾ مندي هئي، پر ٽرنسوال ۾ ڪمائي خوب، سو هندوستانين جي ليٽ اوڏانهن هئي.

اخبار ۾ پڌرائيءَ ۽ فرياد نه ڪرڻ جو اثر ڏاڍو چڱو ٿيو. گورن کي لڄ آئي. اخبارن مون کي بي ڏوهي ۽ حملي ڪندڙن کي گنهگار ٺهرايو. مون کي فائدو ٿيو ۽ منهنجو فائدو سو قوم جو فائدو. هندوستانين جي عزت وڌي، قوم سرفراز ٿي ۽ منهنجو ڪم وڌيڪ سولو ٿيو.

ٽن چئن ڏينهن ڪانپوءِ آءٌ گهر ويجي رهيس ۽ ٿهي نڪي وينس. هاڻ ڏنڌو به زور وٺندو ويو.

پر هڪ پاسي قوم جي عزت ٿي ته ٻئي پاسي قوم جي مخالفت وڌي. ڏنائون ته هاڻ هندوستاني به ڪمر ڪشي، ٻڌي ڪري لڙي سگهن ٿا. سو

البت ڏنا. نتال ڪائونسل ۾ ٻہ قاعدا پيش ٿيا. هڪ اسان جي ڏنڏن تي ڏنڊ وڌا ۽ ٻئي ملڪ اندر اسان جي آمدرفت تي بندشون وڌيون. نصيباً مت اڏڪار جي جهيڙي مهل فيصلو ٿي چڪو هو تہ قاعدي ۾ رنگ پيد يا جاتي پيد نٿي ٿي سگهيو ۽ خاص هندوستانين جي برخلاف قاعدو پاس ڪري نٿي سگهيا. سو مٿيان ٻہ قاعدا پڙهي ويجهن تہ رنگ پيد نظر ڪين اچي، پر مراد اها هئي تہ پاڻ مٿن وڌيڪ بندشون وڌيون وڃن.

انهن قاعدن ڪري منهنجو قومي ڪم ڏاڍو وڌي پيو. سڀ سجاڳ ٿيا. چيوسين تہ سڀني کي هنن قاعدن جي باريڪ پيچن مان واقف ڪجي. سو هرهڪ کي قاعدا سمجهاياسين ۽ سڀني ٻولين ۾ ترجما پڌرا ڪياسين. تڪرار نيٺ ولايت تائين ويو. پر قاعدا اُتان بہ بحال ٿي آيا.

منهنجو گهڻو وقت ملڪي ڪمن ۾ ويندو هو. چئي آيو آهيان تہ پائي منسکلال ناظر نتال ۾ هو. اهو مون سان گڏ اچي رهيو. ملڪي ڪمن ۾ خوب ٻهرو ونڊ لڳو سو البت مون کي هلڪائي ٿي.

منهنجي پرپٽ سيٺ آدمجي ميان خان جنهن کي ڪانگريس جي منتريءَ جو عهدو هو تنهن پاڻ کي چڱو ملهايو ۽ جس کٽيو. ڪانگريس جا ميمبر وڌايا هئائين ۽ ڪانگريس واسطي اٽڪل هڪ هزار پائونڊ جمع ڪيا هئائين.

مسافرن تي حملي ۽ بي انصافي قاعدن جي ڪري جيڪو تاءُ پيدا ٿيو ۽ جاڳرتي ٿي تنهنجو مون پورو فائدو ورتو. ميمبر بہ وڌايم ۽ خزاني ۾ پنج هزار پائونڊ ميڙيم. دل هيم تہ چڱو خاصو چندو گڏ ڪري، زمين خريد ڪري، ڪانگريس جو مانداٽو مسواڙ ۾ لاپي مان هلائي، ڪانگريس مضبوط ڪريان. راجنيتي سنستا جو اهو پهريون آزمودو هوم. ساٿين سان ڳالهہ چوريم. هنن خوش ٿي قبول ڪئي. نيٺ جاءِ ڳڏيسين ۽ مسواڙ تي ڏنيسين. تنهن مان ڪانگريس جو چالو خرچ سولائيءَ سان نڪرندو هو. ملڪيت جو هڪ زبردست وقف ناهيوسين. اڄ بہ ساڳي ملڪيت موجود آهي. پر هاڻ ملڪيت ۽ مسواڙ ڪري پاڻ ۾ جهيڙا جهٽا اچي متا آهن ۽ جاءِ جي مسواڙ ڪورٽ ۾ جمع پيئي ٿئي.

اهو برو حال منهنجي ڏکڻ آفريڪا ڇڏڻ کانپوءِ ٿيو. پر رعيتي مجموعن

واسطي فنڊ ۾ ملڪيتون رکڻ گهرجن يا نه تنهن بابت ڏکڻ آفريڪا ۾ ٿي ويچار ڦري ويم. ڪيترين سنستائون برپا ڪري، انهن جو سرشتو هلائي پڪ ٿي ويئي اٿم ته انهن لاءِ فنڊ نه گڏ ڪرڻ کپن. فنڊن مان نيٺ سنڌن درگتي ٿيڻي آهي ۽ نيتي بگڙڻي آهي.

رعيتي سنستا اها آهي جا رعيت جي پئسن سان ۽ رعيت جي مرضيءَ آهر هلي ٿي. رعيت سنستا جي پنيرائي نه ڪري ته اهڙي سنستا نه هئي پلي آهي. ڏنو ويو آهي ته ملڪيت واري بينل سنستا لوڪ مت جي پوءِ ڪابه پرواهه نٿي ڪري، وقتي مرگو رعيت جي مخالفت ٿي ڪري، اهڙا آزمودا هندوستان ۾ جتي ڪتي ٿين ٿا. ڪئين ڌرمي سنستائن جي حساب ڪتاب جو پتو ئي ڪونهي. سنڌن سنيالينڊڙ ڦري مالڪ بڻجي پيا آهن ۽ ڪنهن کي به نه ٿا ليکين. منهنجي خيال موجب جهڙي طرح قدرت ۾ جيوَ روز پئدا ڪري روز کائي ٿو اهڙي طرح سنستائن کي به ڪرڻ گهرجي. جنهن سنستا کي ماڻهو مدد لاءِ تيار نه آهن تنهن سنستا کي ماڻهن جي نالي هلڻ جو حق ئي ڪونهي. ساليانو چندو سنستا جي ڪاربردازن جي ۽ ماڻهن جي محبت جي ڪسوٽي آهي. منهنجي خيال موجب هرڪنهن سنستا کي انهيءَ ڪسوٽيءَ تي چڙهڻ گهرجي.

منهنجي لکئي جي ڪو غلط فهمي نه ڪري، مان انهن سنستائن جي ڳالهه نٿو ڪريان جن کي مڪان وغيره بنا چاڙهوئي ڪونهي. پر رعيتي مجموعن جو چالو خرچ روزمره جي چندي چيري مان ٿيڻ گهرجي.

اهي ويچار ڏکڻ آفريڪا ۾ ستياگره جي ڏينهن ۾ پڪا ٿيم. سڄن ڇهن سالن جي لڙائي جمع ڪيل فنڊ بنا هلي، جيتوڻيڪ لکاها روپيا خرچ ٿيا. وقت آيو جڏهن خبر ڪانه ٿي پيم ته سڀاڻي جو خرچ ڪٿان ايندو. پر هت اهي ڳالهيون اڳوات ۾ ڪين ڪندس. جيڪي چيو اٿم تنهنجي ترجيح آتم ڪهاڻي ڪندي وقت بوقت ملندي رهندي.

٭

(5)

# ٻارن جي پڙهائي

1897 ۾ جڏهن آءُ ڊربن ۾ لئس تڏهن مون سان ٽي ٻار هئا. منهنجو ڏهن ورهين جو ڀاڻيجو نون ورهين جو وڏو ۽ پنجن ورهين جو ننڍو پٽ. سوال هو تہ هاڻ انهن تنهي کي ڪٿي پڙهايان؟

گورن جي اسڪول ۾ ڪين موڪلي سگهيس ٿي، پر سا سنديئن مروت ۽ اَپواد روپ. سڀ هندوستاني ٻار وڃي نٿي سگهيا. اُنهن لاءِ پادرين جا مڪتب هئا. پر اُتي مون کي پنهنجا ٻار موڪلڻ نٿي ٿيا.اُتي جي سکيا مون کي پسند ڪين هئي. گجراتيءَ دوران پاڙهي سو پاڙهي ڪير؟ انگريزيءَ دوران يا تہ هٽي ڏٽي ڪچي تامل يا هنديءَ دوران پاڙهيائون ٿي. اهي ۽ بيون خاميون مون کان سنيون نٿي ٿيون.

آءُ پاڻ ٻارن کي ٿورو گهڻو پاڙهيندو هوس، پر تنهن تي پروسو ڪونہ هو. ڪڏهن واندو تہ ڪڏهن رڌل. گجراتي ماستر جهڙو ڪپندو هوم اهڙو هٿ ڪين آيم.

مُنجهي پيس. نيٺ ڪين دلپسند پڙهائي ڏيڻ لاءِ هڪ انگريزي ماستر لاءِ اخبار ۾ اطلاع ڏنم. چيم تہ ڪجهہ ماستر باقي آءُ گڏي سڏي پيا گاڏو گهليندا سين. هڪ انگريز ماستريائي ست پائونڊ ماهوار تي رکيم ۽ ڪم هلايم.

ٻارن سان آءُ فقط گجراتي ڳالهائيندو هوس. تنهن مان ڪجهہ گجراتي پرايائون. وطن ۾ موڪلڻ لاءِ آءُ تيار ڪين هوس. چوندو هوس تہ ٻار کي مائٽن کان پري نہ رکڻ کپي. جيڪا سکيا ٻار سنجيدي گهر ۾ سولائيءَ سان پرائي سگهن ٿا سا چاترالين (hostels) ۾ نٿا پرائي سگهن. تنهن ڪري گهڻو ڪري منهنجا ٻار مون سان گڏ ئي رهيا. ڀاڻيجي ۽ وڏي پٽ کي ٿورا مهنا ديس ۾ ڪن چاترالين ۾ رکيم، پر وري جلدئي گهرائي ورتومان. پوءِ منهنجو وڏو پٽ جڏهن جوان ٿيو تڏهن پنهنجي مرضيءَ موجب ڏکڻ

آفريڪا ڇڏي احمدآباد جي هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ ويو. باقي ڀاڻيان ٿو تہ جيڪو ڀاٽيجي لاءِ گهر ۾ بندوبت ڪيم تنهن ۾ خوش هو. وبچارو ڦوه جوانيءَ ۾ بيماري ڀوڳي ٿورن ڏينهن ۾ پرلوڪ پڌاري ويو. ٻيا ٽي پٽ ڪڏهن بہ ڪنهن اسڪول جي ٻنيي نہ پيا. ڏکڻ آفريڪا ۾ ستياگرهين جي ٻالڪن لاءِ جيڪو اسڪول کوليم تنهن ۾ ڪجهہ ڪعت ٻڌوايپاس ڪيائون.

منهنجا اهي تجربا اپورڻ هئا. ٻارن کي دل گهريو وقت، ۽ ڏيان ڏيئي نٿي سگهيس. انهيءَ ڪري ۽ ٻين اڻ ٽر سببن ڪري آءٌ کين مرضيءَ موجب ڪتابي سکيا ڏيئي ڪين سگهيس. سيني ٻارن جي ٿوري ڪي گهٽي دانهن تنهن ڪري ٿي آهي. سيبب جو جڏهن ڪو "بي. اي." يا "ايم. اي" يا ڪري "مئٽرڪيوليت" ڏسن تہ کين اها خامي پيئي سجهي.

تنهن هوندي بہ خاطري اٿم تہ جي کين ڪيئن بہ ڪري اسڪولن ۾ پاڙهيان ها تہ بنهہ ايترو آزمود پرائين ها. نہ ماتا پتا جو سهواس ڪن ها. نہ زادگيءَ جو پدارٿ پاٺ سکن ها. سندن بابت جيترو هاڻي بي اونو آهيان. اهڙو پوءِ ٿي ڪين سگهان ها. مون کان پري ٿي، ولايت ۾ يا ڏکڻ آفريڪا ۾. جيڪا رواجي سکيا وٺن ها تنهن مان نہ سادگي نہ شيوا ڀاو جو انگ گرهڻ ڪن ها. ماڳهين ممڪن آهي تہ پوءِ سندن رهڻي اهڙي ٿئي ها جو مون کي ديس شيوا ۾ وگهن وجهن ها.

برابر آءٌ کين دل گهري پڙهائي ڪين ڏيئي سگهيس، تہ بہ گذريل سالن تي غور ڪندي ٿو پڇتايان. نٿو ائين سمجهان تہ مون پڇنديءَ آهر ڏانهن فرض ادا نہ ڪيو. سو تہ نهيو پر مون کي هميشه ائين لڳو آهي تہ منهنجي وڏي پٽ جا ڪرتوت منهنجي جوانيءَ جي خام خيالن جو نتيجو آهن. تڏهن آءٌ نندڍ ۾ هوس، پوڳ پنيان هوس. هي بہ ايڏو هو جو جيڪو ڏسي سو هنڌائي ۽ ياد ڪري. سو ڪيئن سمجهي تہ تڏهن آءٌ نندڍ ۾ هوس، بي خيالو هوس؟ چو نہ ائين سمجهي تہ تڏهن آءٌ سمجهو سجاڳ هوس ۽ منهنجا پوءِ جا ڪم اجايا ۽ اڙٻنگا هئا؟ چونہ ائين سمجهي تہ تڏهن آءٌ سنسار جو سڌو سنواٽو رستو وٺي پئي ويس ۽ سلامت هوس؟ پر پوءِ خوديءَ وچون جيوت اُلٽ پلٽ ڪري، ايمان ۽ اگيان جي جار ۾ ڦاٿو هوس؟ ڪي دوست بہ چئي ڏيندا اٿم تہ جي تنهنجا پٽ بئرسٽر ڊاڪٽر ٿين ها تہ هرج ڪهڙو هو؟ تو چو سندن هٿ

پير ڪپي چڙيا؟ تو چو ڪين امتحان پاس ڪري دل موجب ڪم ڪرڻ کان روڪيو؟

مون انهن دليلن کي ڪين ليکيو آهي. آءٌ ڪئين وديارٿين سان رليو مليو آهيان. ٻين ٻارن تي وري ٻئي قسم جا تجربا ڪيا اٿم يا ڪرايا اٿم. تن جا ٻہ نتيجا ڏٺا اٿم. اهي ڇوڪرا ۽ منهنجا پٽ ساڳي جنس آهن. آءٌ نٿو ڀانيان تہ ماڻهپي ۾ هو ڪائن سرس ويندا يا ڪي ڪائن گهٽ سکٽو اٿن.

پر منهنجن تجربن جو پرڻام تہ آئيندي پڌرو ٿيندو. هن ذڪر جو مطلب هي اٿم تہ منش جاتيءَ جي اُنتيءَ جو ابياسي تپاسي تہ گهر ۾ سکيا ۽ مڪتب ۾ سکيا جو فرق ڪيترو آهي ۽ مائٽن جي رهڻيءَ جو اثر ٻار تي گهٽو آهي؟

قصي جو اهو ٻہ تاتپرج آهي تہ سچ جو پوڄاري ڏسي تہ سچ جي آراڌنا ڪٿي نہ ٿي وٺي وڃي ۽ سئتنترتا ديويءَ جو اُپاسڪ ڏسي تہ اها ديوي ڪهڙيون نہ قربانيون ٿي گهري. ٻار پاڻوٺ رکي ٻہ جي آءٌ سئمان پلجي وڃان ها، ائين نہ سمجهان ها تہ جا سکيا ٻين هندوستاني ٻارن کي نٿي ملي سگهي سا پنهنجن کي ڏيڻ مناسب نہ آهي، تہ ٻارن کي اکري وديا ڏيئي چڙهان ها. پر پوءِ جيڪو سئمان ۽ سئتنترتا جو پدارٿ پاٺ سکيا آهن سو ڪين سکن ها. ۽ جتي آزادگي ۽ ڪتابي وديا ٻنهي مان هڪ پسند ڪرڻو آهي تہ ڪنهن کي شڪ آهي ڇا تہ ڪتابي وديا کان آزادگي هزار ڀيرا وڌيڪ قيمتي آهي.

جن نوجوانن کي 1920ع ۾ آزادگي گهاتڪ اسڪول ڪاليجون ڇڏي ڏيڻ لاءِ نينڊ ڏني هيم غلام ٿي ڪتابي وديا پرائڻ کان آزاد ٿي، اڻ پڙهيل رهي، شاهي رستن تي پٿر ڀڃي پيٽ ڀرڻ لاءِ چيو هوم. سي نوجوان منهنجيءَ صلاح جو مطلب شايد هاڻ سمجهي سگهندا.

*

(6)

# شيوا ورتي

ڏنڏو ڇڳو هلڻ لڳم، پر تنهن ۾ ئي آءٌ خوش ٿي ڪين ويٺس. اندر ۾ لوهيم ته ڪيئن پنهنجي جيوت وڌيڪ سادي ڪريان ۽ بازن سان ڀين جي شيوا ڪريان؟

بس هڪڙي ڏينهن هڪ پنگلو ڪوڙهيو گهر لنگهي آيو. چوان ته ڪيس ڪارائي ڪيڏي ڇڏڻ مون کان نه ٿيندو. سو هڪ ڪمري ۾ آٽي وهاريومانس. ڦٽ صفا ڪيم، سندس ٿهل ٽڪور ڪيم. پر سو ڪري ڪري ڪيترا ڏينهن ڪريان؟ گهر ۾ هميشه رهائڻ جي نه همٿ هيم، نه سهنج هوم. نيٺ گرمٽين واري سرڪاري اسپتال ۾ ڏياري موڪليومانس.

پر ته به آٿت ڪين آيم. چوان ته اهڙيءَ ٿهل جو ڪم هميشه پيو ڪريان. ڊاڪٽر بوٿ سينٽ ائڊمس مشن جو وڏو هو. ايندي ويندي کي مفت دوا ڏيندا هوا. پاڻ به ڏاڍو نيڪ ۽ ديالو پرش. جلدئي مسٽر رستمجيءَ جي دان مان، ڊاڪٽر بوٿ جي سهاري هيٺ، هڪ ننڍڙو دواخانو کليو. دواخاني ۾ ٿهليو ٿي شيوا ڪرڻ لاءِ دل چڪيو. روز صبح جو هڪ به ڪلاڪ دوائون ناهي ڏيڻيون هيون. تنهن لاءِ سئم شيوڪ نه ملي ته لاچار پگهاردار رکڻو هون. نيٺ پڪ ڪيم ته اهو ڪم ڪندس ۽ آفيس جي ڪم مان به ڪلاڪ ڪوئي سوئي ڪيندس. منهنجي وڪالت يعني گهڻو ڪري آفيس ۾ ويٺي صلاح ڏيڻ. دستاويز لکڻ ۽ امين ٿي فيصلو ڪرڻ. البت مئجسٽريٽ جي ڪورٽ ۾ به ٿورا ڪيس هوندا هئم. پر اڪثر ڪري بن تڪراري اهڙا ڪيس هجن ته مسٽر خان. جو مون کانپوءِ آيو هو ۽ مون سان گڏ رهندو هو. تنهن هلائي ڇڏڻ جو انجام ڏنو. پوءِ دواخاني ۾ ڪم ڪرڻ ويندو هوس

روز صبح جو وڃڻو پوندو هو. ايندي ويندي، ڪم ڪندي اٽڪل به ڪلاڪ لڳندا هئا. پر دل کي فرحت هئي. منهنجو ڪم بيمار جي تڪليف

پڇي ڊاڪٽر کي ڳالهه سمجهائڻ ۽ نسخي موجب دوا تيار ڪري ڏيڻ. ڪم ڪندي غريب ۽ دکي ديس ياين سان مليس ۽ سندن لاءِ هڏ ڪر ڪيم. گهڻو ڪري تامل. تيليگو يا اُتر هندوستان جا گرمٽيا هوندا هئا. اهو آزمودو پوءِ ڏاڍو ڪمائتو ٿيو. بوئر لڙائيءَ ۾ ڦٽلين جي سار سنڀال وٺڻ ۾ بيمارن جي ٽهل ٽڪور ڪرڻ ۾ انهيءَ جو قدر پيم.

ٻارن جي نيپاج جو سوال ته هئو ئي. ڏکڻ آفريڪا ۾ ٻه ٻيا ٻه پٽ ڄاوم. انهن کي ڪيئن پالي وڏو ڪجي سو ٻه هن ڪم ڪندي سکيس. منهنجو آزاد سڀاءَ مون کي ڏاڍو ستائيندو هو ۽ هاڻي ٻه ستائي ٿو. ٻنهي ڀارڻ ۾ صلاح ڪئي ته ويم هاڻوڪي نموني ڊاڪٽر ۽ نرس جي مدد سان ڪرائجي. پر جوان ته جي وقت تي ڊاڪٽر نه ملي ۽ نرس گم ٿي وڃي ته اسان جا ڪهڙا حال؟ نرس گهڻو ئي ڇوان ته هندوستاني هجي ته چڱو. پر سيکاريل نرس هندوستان مان ملڻ ڏکي سو ڏکڻ آفريڪا جي ڪهڙي ڳالهه پڇو؟ سو ويم ڪيئن ڪرائجي تنهن تي ڊاڪٽر ترڀوَنداس جو "ماتا لاءِ سکيا" ڏيان ڏيئي پڙهي ويس. اهو ڪتاب پڙهي، باقي آزمودو وٺي، چئجي ته مون پنهنجا پويان ٻه ٻار پاڻ نپايا. دائيءَ جي مدد حد مهينو ڏيڍ، سا ٻه خاص استريءَ لاءِ. ٻارن کي ڌوئڻ وهنجارڻ پاڻ هٿن سان ڪندو هوس.

پوئين ٻار جي ڄمڻ وقت منهنجي پوري پرک ٿي. سور اوچتو اچي اُپريا. ڊاڪٽر گهر نه ليي. دائي جڏهن ڪي پهچي. پر جي ڪري هجي ته ٻه ڪيس ويم ڪرائڻ جي ڪهڙي خبر؟ ويم جو سڄو ڪم مون کي هٿن سان ڪرڻو پيو. شڪر جو انهيءَ بابت ويم تي ڪتاب چڱيءَ طرح پڙهي ڇڏيو هوم ۽ وقت تي گهبرائجي ڪين ويس.

ڏٺم ته مائٽن کي جي پنهنجا ٻار چڱيءَ طرح نپائڻا آهن ته ٻنهي کي ويم ۽ نيپاج بابت واجبي خبر هئڻ گهرجي. مون ته انهي احتياط ۽ خبر جو لاڀ خوب وري وري ورتو آهي. جي احتياط ڪري انهي جو عمل نه ڪريان ها ته منهنجا ٻار جيڪا تندرستي هاڻي ماڻين ٿا سا پوءِ نه ماڻين ها. اسان کي هڪ ڀرم آهي ته ننڍڙن ٻارن کي پنجين ورهين اندر ڪي ڪين سکڻو آهي. سچي ڳالهه هيءَ آهي ته ٻار جيڪي پهرين پنجن ورهين ۾ پرائي ٿو سو پوءِ اصل نٿو پرائي. ٻالڪ جي سکيا ماتا جي گرڀ کان وٺي ٿي شروع ٿئي.

گرڀ ٽيڻ وقت ماءُ پيءُ جي ساريرڪ ۽ ماسنڪ حالت جو اثر ٻار تي ضرور ٿئي ٿو. پيٽ ۾ ماءُ جي ڪاڌي پيتي، خيال سڀاءَ جو ورتو وٺي جمي ٿو. ڄمڻ ڪانپوءِ ماءُ پيءُ وانگر هلي چلي ٿو ۽ پاڻ ٻيوس آهي. تيسين سندس وڪاس ۽ واڌارو مائٽن تي منحصر آهي.

جنهن زال مڙس کي اهي ويچار وٽندا سي ڪڏهن به پاڻ ۾ سنگ وشيہ ڀوڳ لاءِ ڪين سمجهندا. پر فقط جڏهن سنتان جي اُتپتي چاهيندا تڏهن سنگ ڪندا. ڇو جو اندريءَ ڀوڳ کي ڪاڌي ننڊ وانگر ضروري ۽ سئنتترو ستو سمجهڻ گهور اگيان جي نشاني آهي. جنم ڪريا (generation) تي سنسار جو آڌار آهي. هي سنسار ايشور جي ليلا آهي ۽ سندس مهما جي ڇايا آهي. انهيءَ جي ڪعت ٻڌي واڌاري لاءِ رُتي ڪِريا (Cohatritation) رکيل آهي. جيڪو منش ائين سمجهندو سو وشيہ واسنا کي جتن ڪري وس آڻيندو ۽ رتي ڀوڳ مان جيڪو سنتان اُتپن ٿيندو تنهن جي ساريرڪ، ماسنڪ ۽ ڌارمڪ رکيا ڪندو. انهيءَ رکيا لاءِ ضروري ابياس ڪري، گيان پرائي، سنتان جي سار سنڀال ونندو.

※

(7)
## برهمچريا (1)

هاڻ برهمچريا تي ويچار ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي. شاديءَ ڪانپوءِ استريءَ سان سچو ٿي رهڻ پنهنجو ڌرم سمجهيو هوم. استريءَ سان وفاداري اهو بہ سچ جو هڪ انگ آهي. پر پنهنجيءَ استريءَ سان برهمچريا پالن ڪجي سو ڏکڻ آفريڪا ۾ صاف سمجهيم. ڪهڙي وقت يا ڪهڙي ڪتاب مان اهو ويچار من ۾ اُٿيو تيم سو هاڻي چٽو ياد نٿو پويم. باقي اها پڪ اٿم تہ انهي ۾ رائچندر ڀائي جو اثر سڀ کان وڌيڪ هو.

ساڻس هڪ گفتگو چٽي ياد اٿم. هڪ ڀيري مون مسز گلئڊسٽن جي تعريف ڪئي. مڙس کي ڏاڍو پيائيندي هئي. ڪٿي پڙهيو هوم تہ ديوان عام (House of Commons) ۾ بہ وڃي پنهنجن هٿن سان چانهہ تيار ڪري پياريندي هيس. زال مڙس جي اها روزمره جي ڳالهہ تي ويئي. سو مون رائچندر ڀائيءَ کي پڙهي ٻڌايو ۽ پوءِ زال مڙس جي پيار جي ساراهہ ڪئي. ٻڌي وراڻي ڏنائين تہ "انهيءَ ۾ توکي ڪهڙي ڳالهہ تي وڻي- زال جو پيار ڪين سندس شيوا ڀاءِ؟ سمجهہ تہ مائي مسٽر گلئڊسٽن جي ڀيڻ يا سندس وفادار نوڪرياڻي آهي ۽ ساڳئي پريم سان ٿهل ٿي ڪريس ۽ چانهہ تي پياريس. اڄ بہ اهڙيون ڪونہ لينديون. هوڏانهن جي زال بدران مڙد مڙد جي شيوا ڪندو ڏسين تہ پوءِ بہ ائين ساراهہ ڪرين؟ ذرا هن ڳالهہ تي بہ غور ڪج."

رائچندر ڀائي پاڻ پرڻيل هو. اوڏي مهل سندس اکر مون کي ڪين آئڙيا. پر پوءِ دل کي چقمق وانگر چنبڙي پيا. چيم تہ نوڪر جي شيوا زال جي شيوا کان هزار دفعا وڌيڪ قيمتي ٿيندي. زال مڙس جي پاڻ ۾ ٻڌي هجي، پيار هجي تہ ٿيو ڇا؟ کرو ڪي نوڪر ۽ مالڪ جو پاڻ ۾ پيار ٻجهي. اهو تہ سترو نہ ٿو ٿئي. روز بروز ڪوي رائچندر جا وچن من ۾ ڪپندا ويا. دل ۾ سوچڻ لڳس تہ زال سان ڪهڙي قسم جو سنبنڌ هئڻ کپي؟ زال کي ڀوڳ جو ساڌن

بنائڻ ۾ ڏانهنس ڪهڙي وفاداري موڙهي آهي؟ جيسين آءٌ وشيہ واسنائن ۾ قاتل هوندس تيسين اُنهيءَ وفاداريءَ جو ڪسيري جو ملھ. سچ چئجي تہ منهنجيءَ استريءَ مون کي ڪڏهن بہ ڪين للچايو ۽ وگهن وڌو تنهن ڪري خبر هيم تہ ڪمزوري منهنجي هئي ۽ چاهيان تڏهن برهمچريا پالن ڪري سگهيس ٿي. منهنجي ڪمزوري ۽ منهنجوئي ڪام مون کي آڏو ٿي آيا.

سجاڳ ٿيڻ ڪانپوءِ بہ بہ ٻيرا ٿرڪي ويس. ڪوشش ڪيم پر ثابت قدم نہ رهيس. سبب جو ڪوشش اونچي خيال ڪري نہ ڪيم. ڪوشش جي مراد ٻار ڄڻڻ نہ هئي. ڪيئن ٻار ڄڻڻ بند ڪجن تنهن بابت ڪجھ ولايت ۾ پڙهيو هوم. ڊاڪٽر ائلنسن وارن وگيانڪ اُپائن بابت آءٌ اڳ لکي آيو آهيان. اُنهن جو ٿورو ذرو اثر مون تي برابر ٿيو. پر مسٽر هلس جي مخالفت ۽ سنجم تي زور تنهنجو وڏيڪ اثر ٿيو ۽ نيٺ قائم رهيو. تنهن ڪري ٻار ڄڻڻ بند ڪجن تنهن تان سنجم پالن ڪرڻ تي وڃي پيس. پر سنجم پالن ڪرڻ ڪا سٽري ڳالھ نہ آهي. هڪ مشڪلات کي منهن ڏيان تہ ٻي بيٺي آهي. پهرين هنڌ ڪتون جدا ڪياسين. پوءِ رات جو ٿڪجي ڦان ٿي وڃي سمهندو هوس. ٻيا بہ ڪشالا ڪيم. پر انهن جو نتيجو ترت ڪين نظر آيم. پر هاڻ گذشتہ تي ويچار ڪندي ڏسان ٿو تہ انهن سڀني جتنن جي ٻل نيٺ برهمچريا جو قل ڏنو.

آخرين سوپ تہ وبندي 1906 ۾ ٿي. تڏهن اجان ستياگرھ ڪونہ شروع ٿيو هو. ستياگرھ جو مون کي خواب نہ خيال هو. بوئر لڙائيءَ ڪانپوءِ نتال ۾ زوُلو ”بلوو“ ٿيو. تڏهن آءٌ جوهانسبرگ ۾ وڪالت ڪندو هوس. پر دل ۾ آيم تہ بلوو بند ڪرڻ لاءِ نتال سرڪار کي مدد ڏيڻ کپيم. مدد آڇيم، جا قبول پيئي. انهي جو احوال وقت سر ڏيندس. پر اها شيوا ڪندي من ۾ خوب ولوڙا هليا. هميشه وانگر ساٿين سان ڳالھ ڪيم. چيم تہ ٻار ڄڻڻ نپائڻ ۽ ديس شيوا ٻئي گڏ نہ ٿي سگهندا. بلوي ۾ سهائتا ڏيڻ ڪري جوهانسبرگ جو گهر ڇڏڻُ پيم. ٺهي ٺڪي ويٺي اجان مهنو مس ٿيو هوم تہ ايتري ۾ وري لڏڻو پيم. زال ۽ ٻار ”فينڪس“ آشرم ۾ اُماڻي آءٌ بيمارن جي سار سنڀال لاءِ ٽولي وٺي نڪتس. لنبا ڪوچ ڪندي خيال آيم تہ جي لوڪ شيوا ۾ لين ٿيڻو اٿم تہ گهر ٻار ڇڏي، مال ملڪيت ڇڏي مون کي وانپرست ڌرم پالن ڪرڻ کپي.

بلوو بند ڪرڻ ۾ ڏيڍ مهينو بہ ڪين لڳو پر اُهي ڇهہ هفتا منهنجي زندگيءَ جا نهايت قيمتي سمجهڻ گهرجن. پرتگيا ڪرڻ جي مهما مون تڏهن چڱيءَ طرح سمجهي. ڏٺم تہ پرتگيا هڪ بندش نہ آهي پر آزاديءَ جو رستو آهي. هيستائين آءٌ پنهنجن ڪوششن ۾ پورو ڪامياب نہ ٿيو هوس، ڇو جو اجان پوري پڪ ڪان ڪئي هيم. مون کي پنهنجي شڪتيءَ ۾ وشواس نہ هو. مون کي ايشور جي ڪرپا ۾ وشواس نہ هو. تنهن ڪري منهنجو من لهرن لوڏن ۽ وڪارن جي وس هو. ڏٺم تہ پرتگيا نہ ڪرڻ ڪري ماڻهو ڦاٿل رهيو ٿي ۽ پرتگيا پالڻ اهڙو آهي جهڙو ڪي ويچار مان نڪري پنهنجيءَ استريءَ سان سچو رهڻ. منهنجي ليکي ڪو چوي تہ "آءٌ ڪوشش ڪندس پر قسم کڻي پاڻ کي نہ ٻڌندس." تہ اها نبلتا جي نشاني ۽ سوکيم درشتيءَ سان ڏسبو تہ منجهس ڀوڳ جي اڇا رهيل آهي. جي شيون بڇڙيون آهن تن کي صفا ڇڏي ڏيڻ ۾ ڪهڙي هاڃي آهي؟ مثلا نانگ ڦاٽل آهي تنهن کان آءٌ ڪيئن بہ ڪري پاسو ٿو ڪريان، فقط ڪوشش نٿو ڪريان. سمجهان ٿو تہ رڳو ڪوشش ڪندو وتندس تہ شايد موت نصيب ٿيندم. ڪوشش اهو ڪندو جنهن کي نانگ جي ڦاٽل زهر جي سموري خبر نہ هوندي. تنهن مان پڌرو آهي تہ جن شين ڇڏڻ جي آءٌ ڪوشش ٿو ڪريان، تن شين کي صفا ڇڏي ڏيڻ بابت من ۾ اڃا ڪجهہ شڪ اٿم. ڪي تہ ائين بہ چوندا آهن تہ "اڄ ڇڏيان ۽ سڀان منهنجا خيال ڦري وڃن تہ؟" انهي ڪري قسم کڻڻ کان ٿهندا آهن. تنهن مان ڇٽبو تہ ڇڏڻ بابت شڪ اٿن ۽ دل ٻنهہ نہ موڙي اٿن .تنهن ڪري نشڪلانند سوامي فرمايو آهي تہ: تياڳ نہ ٽهڪي ري وئراڳ بنا

جنهن شخص کي ڪنهن شيءِ لاءِ سنپورڻ وئراڳ اُتپن ٿيو آهي تنهن کي انهيءَ بابت پرتگيا سواءِ چاڙهو ئي ڪونهي.

٭

(8)

## برهمچريا (2)

خوب ڳالهيون ٻولهيون ڪري، پڪي ويچار ڪانپوءِ 1906 ۾ برهمچريا جي پرتگيا ڪيم. هيستائين استريءَ سان اجان صلاح نہ ڪئي هيم، پر پرتگيا ڪرڻ مهل ڪيم. هُوءِ ذرو بہ آڏو نہ آئي.

پرتگيا مُون لاءِ ڪا اهڙي جهڙي ڳالهہ نہ هئي. پاڻ ۾ ٻل نٿي ساريم. وڪار وس ڪرڻ ڪنن تي لڳم. پنهنجيءَ استريءَ سان وشي سنبنڌ جو تياڳ بہ نئين ڳالهہ تي پانيم. پر پنهنجي فرض جي من ۾ پڪ هيم. دل بہ سچي هيم، سو چيم تہ ٻل ايشور ڏيندو. پوءِ تہ گهڙي پيس.

اڄ ويهن ورهين ڪانپوءِ اهو وقت ياد ڪندي مون کي اَتيو آنند ٿو اچي. سنجم ڪرڻ جي ورتي تہ مون ۾ 1901 کان وٺي زورهئي ۽ ٿوري گهڻي ڪاميابي پاتي هيم. پر جيڪا فرصت ۽ فراغت پوءِ ماڻيم سا 1906 کان اڳ ڪڏهن ڪين ماڻيم. سبب جو تڏهن آءٌ اجا واسنائن ۾ ٻڌل هوس ۽ ڪنهن بہ مهل سندس بک تي سگهيس ٿي. پر هن ڪانپوءِ واسنا مون مٿان سوار ٿي نٿي سگهي.

بيو تہ هاڻ برهمچريا جي مهما وڌيڪ سمجهڻ لڳس. پرتگيا "فينڪس" آشرم ۾ ڪيم. گهايلن جي ٽهل مان ڇٽس ۽ سڌو فينڪس ويس. اُتان وري جوهانسبرگ ويٺو هوم. وڃڻ سان مهيني اندر ستياگرهہ جو پايو وڌم. ڪير چوي تہ اهو برهمچريا جو ورت مون کي ستياگرهہ جي لڙائيءَ لاءِ تار ڪرڻ نہ آيو هوا ستياگرهہ جي ڪلپنا ڪا اڳيئي من ۾ ڪين ڪري ڇڏي هيم. اهو تہ پاڻمرادو ازخود منهن ڏيئي اچي بيٺم. پر ڇٽو ڏٺم تہ منهنجا اڳيان قدم- فينڪس وڃڻ، جوهانسبرگ وارا ڳرا خرچ گهٽائي ڇڏڻ، برهمچريا پالن ڪرڻ، سڀ مون کي ستياگرهہ لاءِ تيار ڪري رهيا هوا.

برهمچريا جو سنپورن پالڻ يعني برهم درسن. اها خبر مون کي شاسترن

پڙهندي ڪين پيئي هئي. اها معنيٰ جيئن آزمودو پرايم تيئن پاٽيهي ڪيندو ويس. انهي بابت شاسترن جا واقعا پوءِ پڙهيم. برهمچريا ۾ سرير، بڌي ۽ آتما جي رکيا آهي سو به پرتگيا ڪرڻ کانپوءِ روز بروز سکندو ويس، چو جو هن کانپوءِ برهمچريا مون لاءِ اگهور تپشا ڪانه هئي، پر اڳهين آنند دايڪ وستو هئي. آهستي آهستي سندس نت نيون خوبيون ڏسندو ويس.

تنهن ڪري ائين نه ڪير سمجهي ته ڪاٻه تڪليف درپيش نه آيم ۽ رڳو مزن جا پيالا پئي پيتم. اڄ ڇاونجاهه ورهين جو آهيان ته به ڪنناين مان ڇتو ڪين آهيان. ڏسان ٿو ته اهو ورت رکڻ تلوار جي ڌار مٿان هلڻ جهڙو آهي. پل پل سجاڳ رهڻو ٿو پوي.

برهمچريا پالڻ ڪرڻ لاءِ وات جي سواد تي روڪ رکڻ تي پوي. ڏٺم ته سواد جيتڻ کانپوءِ برهمچريا بنهه سولو ٿي ٿو پوي. انهي ڪري هن کانپوءِ منهنجا خوراڪ جا تجربا نه رڳو آن آهار جي درشٽي سان پر برهمچريا جي خيال سان به ٿيڻ لڳا. آزمودي مان ڏٺم ته خوراڪ واجبي، سادي، بنا مصالح ۽ اڻ رڌل کائڻ گهرجي. ڇهه سال کائي پڪ ڪيم ته برهمچريا جي خوراڪ وڻ پڪ ڦل آهي. جڏهن آءٌ وڻ پڪل تازي يا سڪل ڦل تي ئي گذران ڪندو هوس تڏهن جهڙو وڪار واسنا رهت هوس تهڙو خوراڪ بدلائڻ کانپوءِ ڪين ٿيس. ڦل آهار وقت برهمچريا سولو هو. کير آهار ڪري ڪنن تي پيو آهي. ڦل آهاريءَ مان ڪيئن کير آهاري ٿيس تنهن جو ذڪر وقت سر ڪندس. هت ايترو چوڻ بس آهي ته برهمچاريءَ لاءِ کير وگهن ڪاري آهي تنهن ۾ مون کي ذرو به شڪ نه آهي. تنهن مان ڪو ائين نه سمجهي ته برهمچاري کير پيئڻ ڇڏي ڏئي. خوراڪ جو برهمچريا سان ڪهڙو واسطو آهي تنهن بابت اڃا ڪئين تجربن جي ضرورت آهي. کير جهڙو ترت هضم ۽ پشتڪاري ڦل اڃا تائين هٿ ڪين آيو اٿم. نڪي ڪي ڪنهن ويج حڪيم ڊاڪٽر ڪو ڦل آن ڏسيو اٿم. تنهن ڪري کير کي وڪار وستو سمجهي به هن وقت ڪنهن کي کير ڇڏي ڏيڻ جي صلاح نٿو ڏيئي سگهان.

باهرين ساڌنن ۾ جهڙي طرح خوراڪ جي جنس ۽ انداز تي روڪ ضروري آهي اهڙي طرح اُپواس به سمجهڻ گهرجي. اِندريون اهڙيون زوراور آهن جو جيسين کين چئوطرفو چوڪنيون هيٺان مٿان ۽ ڏهن دشائن کان ڪين

گهيري وڃبو تيسين وس ۾ ڪين ايندڻيون. اها ته سيني کي خبر آهي ته خوراڪ بنا اندريون چري به نٿيون سگهن. انهي ۾ ڪوبه شڪ ڪونه اٿم ته جو ماڻهو اندريون وس آڻڻ جي مراد سان اپواس واري ٿو تنهن کي ڏاڍو لاڀ ٿئي ٿو. ڪيترا ماڻهو اُپواس ماڻ ڪي ڪين وٺيندا آهن. ڇو جو سڀ سگهي اپواس تي پاڙي وهندا آهن ۽ من ۾ چاونجاهه يوڄنن جا پيا چشڪا وٺندا آهن. اُپواس مهل به پيا من ۾ چوندا ته اڄهو هي کائيندا سين هُو پيئنداسين. پوءِ چي ته وات وس آيو نه ڪام وس آيو! سچو اُپواس اهو جنهن ۾ ماڻهوءَ جو من به مددگار ٿئي. تنهن ڪري من ۾ وشين لاءِ وئراڳ هئڻ گهرجي. وشين جو مول من اندر رهيل آهي. تنهن ڪري اپواس ۽ بيا ساڌن جيترو سمجهجن ٿا اوترو ڪارائتا نه آهن. چئي سگهجي ٿو ته ماڻهو اپواس رکندي به وشين ۾ ڦاٿل هجي. پر ايترو برابر آهي ته اُپواس بنا وشين کي پاڙان پٽڻ ڏکيو آهي. تنهن ڪري برهمچريا جي پالن ۾ اُپواس بنا چاڙهو ڪونهي.

ڪئين برهمچريا جا خواهان ڪامياب ڪين ٿيندا آهن ڇو جو هُو کاڌي پيتي وغيره ۾ سنجم نٿا وارين ۽ رواجي ماڻهن وانگر رهي برهمچريا جو پالن چاهين ٿا. انهن جا جتن اهڙا ويرٿ آهن جهڙوڪ گرميءَ جي موسم ۾ ڪو سياري جي سرد هوائن جي سڌ ڪري. سنجم ۽ عياشي، يوڳي ۽ تياڳيءَ جي وچ ۾ فرق ٿيڻو ئي آهي. ٻنهي جو پاڻ ۾ ڀيد سچو آهي، فقط ڏسڻ ۾ ساڳيا آهن. ٻنهي کي نيڻ آهن، پر برهمچاري نيڻ سان هريءَ جو درشن ڪري ٿو ۽ يوڳي رنگ رُوپ ڏسي ٿو. ٻنهي کي ڪن آهن، پر برهمچاري هريءَ جا ڀڄن ٻڌي گيان ٿو پراپت ڪري ۽ يوڳي راڳ ٻڌي مجرا ٿو ڪري. ٻئي راتيون جاڳن ٿا، پر هڪڙو سجاڳ ٿي من جي مندر ۾ رام ٿو جپي ۽ ٻيو ناچ تماشا طائفا ڪري پنهنجو پاڻُ ٿو پلجي. ٻئي کائين ٿا، پر هڪڙو سرير روپي تيرٿ استان کي چڱو جوکو رکڻ لاءِ ٿو کائي ۽ ٻيو وات جي چشڪي لاءِ ڪئين طعام ڳڙڪائي ديهه کي روڳي ٿو ڪري. اهڙي طرح ٻنهي جي آچار ويچار ۾ فرق آهي ۽ اهو فرق جيئن پوءِ تيئن وڌي ٿو گهٽجي نٿو.

برهمچريا يعني من وچن ۽ ڪايا سان سيني اندرين جو جنم. روزبروز ڏسندو ويس ته سنجم ڪاڻ اهڙو تياڳ ضروري آهي. ڏسان ٿو ته نه تياڳ کي حد آهي، نه برهمچريا جي مهما جو انت آهي. اهڙو برهمچريا هلڪي

شيءِ نہ آهي جا ستري هٿ اچي. ڪروڙن لاءِ اهو هميشه فقط آدرش روپ ئي رهندو پراپت ڪين ٿيندن. جو جو سچي برهنچريہ جو اڏ ڪاري پنهنجون خاميون هميشه ڏسي ٿو، پاڻ ۾ سڀ وڪار ڪنڊ ڪرچ مان ڦولي ڪڍي ٿو ۽ ڪين دفع ڪرڻ لاءِ ڏاڍا سعيا ڪري ٿو. جيسين تائين پنهنجن ويچارن تي اهڙو دخل نہ اٿس بنا پڇڻي هڪ بہ ويچار من ۾ نٿو اچيس تيسين تائين چئبو تہ سنپورن برهمچريا پراپت نہ ٿيو اٿس. پاڻمرادو ويچار بہ هڪ پرڪار جو من وڪار آهي. ويچار وس ڪرڻ معنيٰ من وس ڪرڻ ۽ من وس ڪرڻ تنهن کان وايو وس ڪرڻ سولو. پر جي هردي ۾ ايشور جو واسو آهي تہ من وس ڪرڻ بہ سولو آهي. مشڪلاتون درپيش آهن. تنهن ڪري اها ناشدني اهي سو ڪير نہ سمجهي.

پر سچو برهمچريا رڳو منش جي جتنن ڪري نٿو حاصل ٿئي، سو ديس اچي سڪيس. تيسين آءٌ جڻ پرميل هوس ۽ سمجهي وينو هوس تہ ڦل آهار ڪري من وڪار نابود ڪري سگهجن ٿا ۽ ايمان وچون پائيندو هوس تہ سورهان ئي سراڏ پورا ڪري وينو هوس.

پر انهن ويچارن جو پوءِ ذڪر ايندو. هت فقط ايترو چوڻ ضروري آهي تہ جو منش ايشور کي ساکيات ڏسڻ لاءِ سچو برهمچريا پالن ڪرڻ چاهي ٿو سو جيترو جتن ڪندو اوترو ايشور ۾ بہ وشواس رکندو تہ نراس نہ ٿيندو.

"ڦري دل ڪا منا کان جي، تسو ڪو جيءَ سان جوڻي،
مگر رسنا مٺائي جو پرم آتم پسي سوئي."

تنهن ڪري رام نام ۽ رام ڪرپا آتما جي درشن لاءِ مکيہ ساڌن آهي. انهي ستيہ جي پروڙمون کي هندوستان ۾ پيئي.

*

(9)

# سادگي

مؤجون ماڻڻ شروع ڪيون هيم، پر انهن خيالن گهڻو وقت جٽاءُ ڪين ڪيو. گهر جي ناهه نوهه به ڪئي هيم. پر مٿس موهت ڪين ٿي پيس. سو گهر ناهيندي ئي خيال پيم ته گهر جو خرچ گهٽائڻ کپي. ڌوٻيءَ جو خرچ به گهڻو لڳم. ٻيو ته وري ڌوٻي دير وجهي ۽ وقت تي ڪپڙا ڪين پهچائي، سو ٻه ٽي ڊزن خميسون ۽ ڪالر پورا نه پيا پون. ڀلا ڪالر روز لاهيان، خميس روز نه ته هڪ نه ٻئي ڏينهن ضرور لاهيان. ٻيڻو خرچ پئي ٿيو. اهو به چيم ته اجايو. سو ڌوئڻ جون سڀ شيون وٺي آيس. ڌوئجي ڪيئن تنهن تي هڪ ڪتاب به پڙهي ويس ۽ پاڻ سکي گهر سيکاريم. البت پورهيو وڌيو پر خوش هوس جو نئون ڪم سکيس.

پهرين ڌوتل ڪالر جو به قصو آهي. ڏاڍو مزو ٿيو. ڀلا نوَل، سو ڪلف سرس لڳي ويو ۽ استري به پوري گرم نه هئي. وري چوان ته متان ڪالر نه جلي وڃي، سو استري دٻيان به نه پيو. آخر ڪالر ٽاٽ بينو پر جان ڪٽي پايان ته ڪلف جا پرد پيا ڇڻن. سو سنيري آءُ به ڪورٽ ۾ پائي ويس. گهڻو ئي کلن ۽ چٿرون ڪن، پر آءُ تڏهن به کل پر ڊڄندو ڪين هوس. چيومان ته "بيلي د ر اج ئي ڌوئي ڏنو اٿم، سو ڀُل نه ٿيندي؟ نه ته به مون کي آنند آهي ۽ توهان لاءِ چِڱي وندر ٿي."

ڪنهن آکيم ته "ير ڪو ڪتين جو ڏڪر ته ڪين پيو آهي؟"

چيم ته "ڪٿي ته جهجها پر ايڏي ڏٺارٽي ڪير ڏئي؟ ڪالر جو ملهه اوتري ڌوئاٽي. سا به پرجي ۽ پوءِ به ڌوٻيءَ جي آڪڙ. پاڻ ڪيو جند ڇٽي، نه ڪس ڪا لينا نه ڪس ڪا دينا." پر پنهنجو ڪم پاڻ ڪرڻ جي ڳالهه ڪير ٿو ٻڌي.

آخر ته آءُ ڌوٻيءَ جي هنر ۾ جلد پڙ ٿي ويس ۽ گهر جو ڌوتل ڪپڙو

ڌوٻيءَ ڌوتل ڪان ذرو بہ ڪسو نہ هوندو هو. ڪالر بہ ساڳيو تات ۾ چلڪيدار.

جڏهن گوکلي ڏکڻ آفريڪا ۾ آيو تہ پاڻ سان هڪ گلابند ڪٺي آيو جو مهاديو گووند رئنڊيءَ سوکڙيءَ طور ڏنو هوس. اهو گلابند ڏاڍو سانديندو هو ۽ فقط خاص موقعن تي پائيندو هو. اهڙو هڪ موقعو جوهانسبرگ ۾ آيو. جتي سندس آجيان لاءِ هڪ مجلس ٿي. ڏکڻ آفريڪا ۾ انهيءَ موقعي تي عمدي ۾ عمدي تقرير ڏيڻي هيس، سو گلابند پائڻ تي دل هيس پر ويڙهڻ سيڙهڻ ڪري گلابند ۾ گهنج پئجي ويا هئا ۽ استريءَ بنا خراب ٿي لڳو. هاڻ هڪيو تڪيو ڌوٻي مون وٽ بہ ڪونہ وينو هو جو جهٽ پٽ ڪم ڪري ڏئيس. تڏهن عرض ڪيم تہ بندي کي پنهنجي هنر هلائڻ جو وجهہ ڏنو وڃي.

"ٻائي وڪيل جو ڪم هجي تہ ڪري ڏيانءِ، پر هٿ ڪپي ڌوٻي. ٻئي کي هٿ نہ لائڻ ڏيندس. داغ ٿئي. تونگ ٿئي تہ پوءِ؟ توکي ڪهڙي ڪل تہ هيءَ ڪهڙي شيءِ؟" پوءِ گد گد ٿي ٻڌائڻ وينو تہ ڪيئن کيس اها سوکڙي ملي هئي.

پر آءُ ڇڏيان ڇو ٿو. انجام ڏنومانس تہ ڪم خاطريءَ جهڙو ڪندس. نيٺ استري چاڙهڻ جي موکل مليم. هڪ واري وجهہ مليو تہ پوءِ هوشياريءَ جو سرٽيفڪيٽ ڪيئن نہ ملي؟ گوکلي جو سرٽيفڪيٽ مليم تہ جڳت جو ملي چڪم.

جهڙي طرح ڌوٻيءَ جي گهيءَ مان ڇٽس اهڙي طرح حجام مان بہ آجو ٿيس. منهن جي صفائي ونڻ سڀ ولايت مان سکي ايندا آهن پر وار ڪترپندو ڪنهن کي ڪين ڏنو اٿم. پريٽوريا ۾ هڪ ڏينهن آءُ ڪنهن انگريز حجام جي دڪان تي چڙهيس. پر هي گورو سو ڪاري کي هٿ ڇو ٿو لائي. نفرت بہ اهڙي ڏيکاريائين جو دل ۾ رنج ٿيم.امالڪ بزار ۾ وڃي وارن ڪترڻ لاءِ هڪ ڪئنچي ۽ سانچو ڳڌم. گهر اچي آرسي رکي وار جيئن تيئن لاٿم. پٺ جا وار سنوت نہ ڏين. ڪورٽ ۾ وڃان تہ ڪلڪرا پيا پون. لوڪ تماشو ٿي پيو.

"گانڌي ٽِپڙ کي ڇا ٿيو اٿيئي؟ مارا ڪوئن تہ گهٽ ئي ڪين ڪئي آهي."

"ويچارن ڪوئن کي ڏوهہ نہ ڏيو. مون پاڻ کي ڪتريو آهي. ڀلا اڇو حجام ڪاري مٿي کي نہ پيو ڇُهي. لاچار ڪُتريل تہ ڪُتريل ئي سهين."

پر ڳاهه ٻڌي ڪين ڪو عجب ڪين لڳو. حجام جو ڪهڙو ڏوهه. ويچارو ڪارڻ جا وار لاهي ته گورو ويجهو نه وڃيس. ذرا ويچاريو ته اسين ڇا ڪندا آهيون. اسين به ڪي پنهنجن حجامن کي اڇوتن کي ڇهڻ ڏيندا آهيون؟ هڪ هٽ سان ڏي ٻئي سان لوڙ. هتي جو بدلو مون ڪئين ڀيرا ڏکڻ آفريڪا ۾ لوڙيو آهي. سمجهندو آهيان ته جهڙي ڪرٽي تهڙي ڀرٽي ۽ هي اسان جي ڏوهه جي سزا آهي. انهيءَ ڪري ڪاوڙ ۾ ڪين ڀربو آهيان.

سادائي ۽ سٺاڏينتا لاءِ سڪ جيئن پوءِ تيئن زور وٺندي ويئي، اهو وقت تي ذڪر ڪندس. ٻج ته ڇٽجي ويو هو. ڦرڻ لاءِ فقط پاڻيءَ جي ضرورت هئي. سو به پاڻيهي اَچي رسيو.

*

(10)

# بوئر لڙائي

سن 1897ع کان 99ع تائين جيڪي تي گذريو سو ڇڏي هاڻ بوئر لڙائيءَ تي اچان ٿو. جڏهن لڙائي لڳي تڏهن منهنجو لاڙو فقط بوئرن ڏي هو. پر دل ۾ چيم تہ اهڙيءَ ڳالهہ ۾ پنهنجي من موجب ڪم ڪرڻ جو اجان حق نہ مليو هوم. ويچارن جي وڪوڙن جو "ڏکڻ آفريڪا ۾ ستياگرهہ جو اتهاس" نالي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو اٿم. هت ٻيهر اُپٽار ڪرڻ جو ضرور ڪونهي. جنهن کي شوق هجي سو پڙهي ڏسي. هت فقط ايترو چوڻ بس آهي تہ برطانيہ سلطنت لاءِ وفاداري مون کي بوئرن جي برخلاف ڇڪي تاڻي ويئي. چيم تہ جي برطانوي رعيت جي حيثيت ۾ مون حق ٿي گهريا تہ برطانيہ رعيت طريقي برطانيہ راج جي رکيا ڪرڻ منهنجو فرض آهي. تڏهن تہ اهو متو هوم تہ هندستان جي سنپورڻ اُن تي برطانيہ سلطنت اندر ٿي سگهي ٿي.

سو جيترا ساٿي مليا اوترا گڏ ڪري ۽ ڪئين سختيون سهي گهايلن جي خذمت لاءِ اسان هڪ ٽولي تيار ڪري ورتي. هيستائين انگريزن ۾ اڪثر ڪري اهو خيال هو تہ هندستاني خطري وارو ڪم ڪين ڪري جاٽن ۽ سوارٿ کانسواءِ ٻيو ڪين ڪي ڪين سمجهي. تنهن ڪري ڪيترن انگريز دوستن مون کي نااُميديءَ جون ئي صلاحون ڏنيون- هڪ ڊاڪٽر بُوٿ کانسواءِ. هن هڪدم اسان کي پنهنجو ڪم سيکاري ورتو.

جنگ ۾ مدد ڪرڻ جا لائق هئاسين تنهن جا بہ ضروري سرٽيفڪيٽ وني ڏنائين. مسٽر لاٽن ۽ مرحوم مسٽر ائسڪنبي کي بہ اسان جي ڳالهہ وڻي. آخر لڙائيءَ ۾ خذمت ڪرڻ جي منظوريءَ لاءِ اسان سرڪار کي عريضي ڪئي. جواب ۾ سرڪار اسان جا ٿورا مڃيا. پر ڄاڻايو تہ في الحال اسان جي مدد جي ضرورت ڪانہ هئي.

پر آءٌ "نہ" ٻڌي بس ڪري وهڻ جهڙو ڪين هوس. ڊاڪٽر بُوٿ کي ساڻ

وٺي آءُ نتال جي بشپ وٽ وڃي پهتس. اسان جي ٽوليءَ ۾ ڪي هندستاني ڪرستان به هئا. بشپ کي به ڳالهه وڻي ۽ مدد ڪرڻ جو انجام ڪيائين.

ايتري ۾ ڪارج پاڻيهي راس ٿيو. بوئر جهڙو سمجهي وينا هئا تنهن کان وڌيڪ تيار، بهادر ۽ پڪا نڪتا. سرڪار کي رنگروٽن جو کپ پيو ۽ آخر اسان جي گهر قبول ڪيائين.

اسان جي ٽوليءَ ۾ اٽڪل 1100 ڄڻا هئا، جن جا چاليهارو مهندار بڻيا. اٽڪل ٽي سوَ آزاد هندوستاني پرتيءَ ۾ داخل ٿيا، باقي سڀ گرمتيا هئا. ڊاڪٽر بُوٿ به اسان سان هو. ٽوليءَ جنگ جي مئدان کان ٻاهر بچاوَ جو ڪم ڪيو پر تہ به ڀاڻ ملهايو. هڪ وقت پيڙ ڪري جنگ جي مئدان اندر به ڪم ڪرڻو پيو. سرڪار جو قرار هو تہ جوکي جو ڪم ڪين ڏنو ويندو اهو شرط بہ سرڪار وڌو هو اسان ڪين گهريو هو. پر اسپيئان ڪوپ جي هار ڪانپوءِ حالتون ڦري ويون. جنرل بُلر ڄاڻايو تہ جيتوڻيڪ توهين جوکي جو ڪم ڪڻڻ لاءِ ٻڌل نہ آهيو تہ بہ جنگ جي ميدان مان گهايلن کي کڻي ويندا تہ سرڪار احسان مڃيندي. اسين تہ اهڙيءَ آچ لاءِ آتا هئاسين ۽ هڪدم جنگ جي ميدان اندر ڪم ڪرڻ لڳاسين.

انهن ڏينهن ۾ سيني کي روز ويهن پنجويهن ميلن جو ڪوچ ڪرڻو پوندو هو ۽ هڪ پيري تہ گهايلن کي ڏولين ۾ کڻي ايڏو مفاصلو پيرين پنڌ ڪرڻو پيو. گهايلن ۾ هڪ دفعي جنرل وڊگيٽ کي ائين کڻي وڃڻ نصيب ٿيوسين.

ڇهن هفتن ڪانپوءِ ٽوليءَ کي ٽڙي پکڙي وڃڻ جو حڪم مليو. اسپيئان ڪوپ ۽ والڪرانجهه جي هار ڪانپوءِ ليڊيسمٿ ۽ ٻين گهيرو ڪيل شهرن کي ترت ڇڏائڻ جو خيال برٽش سپهه سالار لاهي ڇڏيو ۽ انگلنڊ يا هندوستان مان وڌيڪ لشڪر گهرائي وٺڻ جو ارادو ڪيو.

اسان جي هن ٿوري شيوا جي تنهن وقت خوب ساک ٿي. هندستانين جي عزت وڌي. ماڻهو راڳ ناهڻ لڳا. ڇي نيٺ به وري سڀيئي ساڳئي سلطنت جا هم وارث آهيون. جنرل بلر اسان جي ٽوليءَ جي پنهنجي رپورٽ ۾ تعريف ڪئي. مهندارن کي سونا ٻلا مليا.

قوم جو وڏيڪ سنگتن ٿيو. آءُ بہ گرمتين جي پرسنگ ۾ وڏيڪ آيس. سيني ۾ جاگرتا پيدا ٿي ۽ هندو مسلمان، ڪرستان، مدراسي، گجراتي، سنڌي سڀ پاڻ کي هڪ ماتر ڀومي؛ جو سنتان سمجھڻ لڳا. سمجھيائون تہ هاڻ اجھو اسان جا ڏک سور دور ٿا ٿين. گورن جي هلت بہ اڳي کان گھڻو ڦريل هئي.

جنگ جي ميدان ۾ هزارها "ٽامين" سان ملياسين ۽ ساڻن گھايل مايل ٿي وياسين. اسان سان چڱي طرح هلندا هوا. ڇو جو خبر هين تہ اسين سندن شيوا لاءِ آيا هواسين.

تڪليف وقت منش جو سڀاءُ ڪهڙو ڪومل ٿي ٿو پوي تنهن جو هڪ يادگار اتم. چيولي چانوٽي ڏي ڪوچ هو. اتي لارڊ رابرٽس جي پٽ ليفٽننٽ رابرٽس کي قاتل گھاءُ ٿيو. سندس لاش کڻي وڃڻ جو مان اسان کي مليو هو. ڏينهن تتل هو ۽ ڪوچ ڪندي سيني کي اُڃ اچي ستايو. واٽ تي هڪ پاڻيءَ جو ننڍڙو جهرڻو آيو. ٻئي آتا، پر پهرين ڪير پيئن؟ اسين چئون تہ پهرين "ٽامي" پي وڃن. هو چون تہ پهرين توهين وارو ڪريو. پوءِ تہ ڪجھ وقت پئي پاڻ ۾ حب رهاڻيون هليون.

❋

(11)

# شهر جي صفائي ۽ ڏڪر لاءِ سهائتا

سماج جو ڪوبہ انگ جڏو ڏسي مون کي دک ٿيندو آهي. پرجا جون خاميون لئي متي ڪري چڏڻ يا ڪيڏڻ بنا حق چڪڻ، اهو بہ مون کان ڪين پُجندو آهي. ڏکڻ آفريڪا ۾ هندوستانين مٿان هڪ الزام هو تہ هندوستاني گهر پاڙو صفا نہ تا رکن ۽ گندا تا رهن. اهو الزام بنھ بي بنياد ڪين هو. انهيءَ جو تدارڪ ڪرڻ لاءِ قوم جا مکيہ ماڻهو پنهنجن گهرن جي صفائي ڪري رهيا هوا. پر گهر گهر وڃي ڏسڻ جو تڏهن وجھ مليو جڏهن ڊربن ۾ پليگ پيئي. انهيءَ ۾ ميونسپالٽيءَ اسان جي مدد گهري ۽ اهو ڪم اسان عملدارن جي صلاح وني ڪيو. تنهن ڪري سندن ڪم بہ هلڪو ٿيو ۽ اسان جي وطن ياين کي بہ اهنج گهٽ ٿيو. اڪثر ڪري ڏسبو آهي تہ پليگ وغيره بيمارين وقت عملدار ڪجھ اُره زوراوري ڪندا آهن ۽ سانستيءَ ۾ ڪم نہ ڪندا آهن. خوف وچون مرض ۾ ورتلن مٿان سختيون ڪندا آهن. پر بروقت اُپاءَ ونڻ ڪري قوم انهن سختين مان ڇٽي پيئي.

هن ڪم ۾ مون سان بہ ڪئين تعديون ٿيون. ڏٺم تہ سرڪار کان حق گهرڻ سولا ۽ انهيءَ ۾ قوم جي مدد ونڻ بہ سولي. پر قوم کان ڪم ونڻ ۽ ڪانئن سندن فرض ادا ڪرائڻ اهڙي سولي ڳالھ نہ هئي. ڪي بي عزتو ڪندا هئا، تہ ٻيا ليکيندا ڪين هئا. صفائي گهڻو ئي چڱي، پر تڪليف ڪير وني؟ پئسا خرچي صفائي ڪرائڻ سان ڳالھ ئي اجائي. تڏهن ڏٺم تہ هن ڪم ۾ جهجهو صبر کپي. سڌاري جي سڪ آهي تہ سڌارڪ کي ئي آهي، سماج کي ڪانهي. سڌارڪ سڌارا چاهي ٿو ۽ سماج وٽان فقط نندا، ترسڪار ۽ جيءَ جي جوکي جي آس رکي سگهي ٿو. سڌارڪ سڌارو سمجهي تنهن کي چو نہ سماج بگاڙو سمجهي؟ جي بگاڙو نہ سمجهي تہ بہ پاڻ چو پتوڙي؟

منهنجيءَ هڻ پيچاڙ ڪري ڪجھ مڙيوئي فائدو ٿيو ۽ ماڻهن گهر صفا

رکڻ جي ضرورت ٿوري گهٽي سمجهي. عملدارن وٽ بہ قدر شناسي ٿي. سمجهيائون تہ آءُ رڳو حق چڪڻ ۾ هوءِ هوءِ مچائڻ وارو نہ هوس. پر قوم کي سڌارڻ لاءِ بہ مستعد هوس.

پر قوم کي اڃان بئي هڪ پاسي بہ سجاڳ ڪرڻو هوم. بئنڪ واسين ۾ پارت پوميءَ لاءِ پريم اُتپن ڪرڻو هوم. جيم تہ اسان جو ديس مفلس آهي ۽ اسان جا ماڻهو پيٽ پارڻ لاءِ پرديس ٿا جهاڳين. فرض آهي تہ پنهنجي ڪمائيءَ جو حصو پارتواسين کي آپدا ويل سهائتا طور موڪليون. ڪم نصيبا سن 1897ع ۽ وري 1899ع ۾ سخت ڏڪر پيا. انهن ٻنهي ڏڪرن مهل ڏکڻ آفريڪا جي ديس پاين آزاريلن جي چڱي سهائتا ڪئي. پهرئين ڏڪر کان بئي ڏڪر لاءِ وڏي رقم وصول ٿي. اسان انگريزن کي بہ اپيل ڪئي ۽ اُنهن بہ چندا چاڙهيا. انهيءَ ۾ گرمٽيا بہ پنتي ڪين پيا.

ڏڪر مهل جيڪو رواج جاري ٿيو سو اڃان قائم آهي ۽ هندوستان ۾ سارو جنڪ سنڪٽ سمي ڏکڻ آفريڪا مان سهائتا لاءِ چڱي رقم ايندي آهي. اهڙي طرح ڏکڻ آفريڪا ۾ شيوا ڪندي آءُ ڪئين ڳالهيون سکي ويس. ڏنم تہ سچ هڪ وڏي درخت مثل آهي، جنهن جي جيتري تانتا اوترو ڦل. ٻنهي جي حد ڪانهي. کوجنا سان اَمل ماڻڪ ملن ٿا يعني شيوا جا انيڪ پرسنگ ملن ٿا.

*

(12)

# ديس ڏي موٽ

لڙائيءَ مان ڇٽس ۽ سمجهيم ته هاڻي منهنجو ڪم ديس ۾ نه ڏکڻ آفريڪا ۾ آهي. البت ڏکڻ آفريڪا ۾ وبني وبني ڪونه ڪو ڪم نڪري پوي ها. پر شڪ هوم ته متان مکيه ڪم وجي ڏوڪڙن ڪمائڻ جو ٿئي.

وطن مان يارن دوستن جون چٺيون به پيون اينديون هيون. ڇي هاڻ ديس ورو ۽ هتي اچي شيوا ڪريو. مون به پانيو ته اُتي وڌيڪ ڪارائتو ٿي سگهندس. نتال ۾ ته مسٽر خان ۽ منسکلال ناظر هئا ئي.

نيٺ ساٿين کان موڪل گهريم. پر ڇڏڻ جي نه پيا ڪن. آخر هٺندي ڏٺندي شرطي اجازت ملي. شرط اهو ته جي هڪ سال اندر قوم کي ضرورت پيئي ته اُمالڪ موٽ ڪائيندين. شرط ڏکيو پر پريم جي ڏور ۾ بڌل ڇا ڪري؟

ڪاچي ري تانتڻي مني هر جيئي بانڌي
جيم تاڻي تيم تيمني ري، مني لاڳي ڪٽاري پريم ني.

اهي ميران بائيءَ جا وچن ياد آيم، جو مون سان ڪجهه لاڳو هئا. پيو ته چوٽي آهي ته پئنچن ۾ پرميسر. مترن جو چوڻ آءُ موٽائي نٿي سگهيس. انجام ڏنم ۽ موڪل ورتيم.

هن ڀيري نتال واسين سان منهنجو گهرو رستو ٽي ويو هو. هنن چڻ مون کي پريم جي درياهه ۾ ڪٽي ڏياريون. هنڌ هنڌ مانپتر ڏيڻ لاءِ سپائون ٿي وييون ۽ قيمتي سوغاتن جو مينهن وسي ويو.

1896 ۾ جڏهن آءُ وطن وريس تڏهن به سوکڙيون مليون سي ڏسي وائڙو ٿي ويس. سون چاندي ڇا پر هيرا به اچي ويا هئا.

تڏهن ڇوان ته هي سب شيون وٺڻ جو مون کي ڪهڙو حق؟ هي سب وٺان ته ڪهڙي ليکي قوم جي شيوا ڪيم؟ سوکڙيون ڪي ته اصيلن ڏنيون هيم، پر من ۾ اصيلن ۽ ٻين جو ڪهڙو فرق رکان؟ مکيه اصيل رعيتي ڪم ۾ به خوب مدد ڏيندا هوا.

سوڪڙين ۾ هڪ سوڪڙي خاص ڪستور ٻائيءَ لاءِ هئي. پنجاهه گنين جو هيرن جو هار. پر اها به ڪيس منهنجيءَ شيوا جي ڪري تي مليل، سو اها به بين ڪان تاري جدا ڪيئن ڪريان؟

جنهن ڏينهن گهڻيون سوڪڙيون مليون هيم تنهن رات ننڊ ڦٽي پيم. اندر آنڌ مانڌ هيم ۽ ڪمري ۾ اچ وڃ پئي ڪيم. من جي مونجهه نه لهي. پلا سون جون سوڪڙيون ڪيئن موٽايان، پر رکي به ته نه سگهان.

فرض ڪجي ته اهو مال آءٌ صحيح سلامت رکي تي سگهيس. پرچيم ته ٻارن تي ڪهڙو اثر ٿيندو؟ زال جا ڪهڙا خيال ٿيندا؟ کين شيوا ڌرم جا پاٺ پاڙهيندو هوس. چوندو هوس ته شيوا سؤدو نه آهي ۽ شيوا جو عيوضو ونبو نه آهي. گهر ۾ قيمتي زيور رکندو ئي ڪين هوس. رهڻي به روز سادي پئي ٿي. پوءِ سونيون واچون ڪير پائي؟ سونيون زنجيرون ڪير لٽڪائي ۽ هيرن جون منڊيون واپرائي؟ زر زيور مان موهه ڪڍڻ لاءِ تڏهن به بين کي نصيحتون ڏيندو هوس. سو هيترا هيرا جواهر ڪريان سو ڪاڏي ڪريان؟

نيٺ پڪ ڪيم ته اهي شيون منهنجي ڪم جون ڪينهن. پوءِ رات جو ويهي هڪ امانت نامو ٺاهيم ۽ رستم جي ۽ بين کي امين بنايم. صبح جو چيم ته اُٺي زال ۽ ٻارن سان صلاح ڪندس ۽ من جو بار لاهي پاڻ هلڪو ڪندس.

ٻار ته هيتري ۾ سمجهي ويم. چون ته: "هي مٺيا اسين ڇا ڪريون؟ موٽائي ڏيو. اسان کي ڪتا ته پري ڪونهن. ڪري توهين ڳنهي ڏجو."

تنهن تي آءٌ خوش. پڇيومان ته: "پلا ماءُ کي به ڪي باز آڻيندا؟"

"بيشڪ. ضرور. اهو اسان تي ڇڏيو. امان کي وري ڪهڙا مٺيا پاتا آهن؟ پاڻ به ته اسان لاءِ ئي سانڍي رکندي. جي اسين پاڻ چئون ته نه کپن ته ڇا جي هوڏ ڪندي؟"

پر هنن کي ڪهڙي خبر؟ ڳالهه اهڙي سولي نه هئي.

چي" سمجهو ته توهان کي نه کپن. ٻارن کي ته پرواهه ئي ڪانهي. انهن کي ته جيئن چئبو تيئن ڪندا. مون کي ڪري ٻتو رکندا. پر منهنجون ننهون ڪين چوڙينديون؟ ڪين ڪين به ٻسو وهاريندا؟ پيو ته ڪير چوي ته سياڻي ڇا ٿيندو؟ هيڏيءَ حب سان مليو آهي سو موٽائبو ڪيئن؟" پوءِ ته زبان جي

وسڪاري سان ڳوڙهن جو وسڪارو بہ اچي مليو. پر ٻار ڪين مڙيا ۽ آءٌ تہ هنٽوئي نہ هوس.

چٽ ڪيم تہ: "ٻار برابر پرٽبا. پر اجان تہ ننڍا آهن. سياڻي ڪين شادي ڪندا. وڏا سامائجن پوءِ جيئن وڻين تيئن ڪن. ٻيو تہ اسان جهڙن کي شوقين ننهون ٿورو ئي ڳولڻيون آهن؟ پر جي ڪٽي ڪجهہ ڳنهڻو پيو تہ آءٌ ڪين وينو آهيان؟"

"سا بہ سڪ لٿيم. منهنجا مٺيا ڪنهن لهرايا؟ مون سک ماڻيا جو هاڻ منهنجون ننهون پائي جشن ڪنديون. پٽن کي هاڻي ئي ساڏورا پيا بنايو! هي شيون موتائيون نہ هن. ٻيو تہ هار ۾ توهان جو ڇا؟"

"ڀلا هار ڪيئن مليو- منهنجيءَ شيوا ڪري ڪين تنهنجيءَ ڪري؟"

"سو ڇا ٿيو؟ توهان جي ۽ منهنجي شيوا ۾ ورهايو ڪين آهي. ڏينهن رات نوڪرياڻيءَ جو ڪم ورتو اٿوَ پوءِ بہ شيوا توهان جي. آيو ويو منهنجي سر تي. روئي رڙي وهي آهيان, سو سڀ ڪاڏي ويو؟"

تير تکا هئا ۽ ڪي تہ تُز بہ لڳا. پر ڳهڻا موتائڻا هئا. سو ريگهريون ٻڏي نيٺ جهڙي تهڙي موڪل ورتيم. 1896 واريون ۽ تن سان گڏ 1901 واريون سوکڙيون سڀ موتائي ڏنم. امانت رکيم ۽ منهنجيءَ يا امينن جي مرضيءَ موجب لوڪ شيوا لاءِ بئنڪ ۾ ڏار رکيون ويون. ڪئين پيرا پئسن جي طلب ڪري اهي وڪڻڻ لاءِ تيار ٿيو هوندس. پر هٿ لائڻ بنا پئسا گڏ ٿي ويا هوندا. اڄ بہ اهي پئسا سهائتا فند وانگر موجود آهن ۽ روز بروز پيا وڌن.

هن قدم کڻڻ ڪري مون ڪڏهن بہ پڇتايو ڪونهي. آهستي آهستي تہ ڪستور ٻائيءَ کي بہ اها ڳالهہ آئڙڻ لڳي. سمجهيائين تہ انهيءَ ڪري اسين ڪئين لالچن کان بچي پياسين.

منهنجو پڪو خيال آهي تہ لوڪ شيوڪ کي ڪڏهن بہ قيمتي سوکڙيون وٺڻ نہ کپن.

*

(13)

# ديس ۾

هاڻي موڪلائي ديس ڏي روانو ٿيس. واٽ تي ماريشس آيو. اُتي جهاز گهڻو وقت بيٺو سو لهي شهر جي حالتن جي ڪجهه خبر وني آيس. هڪ رات گورنر سر چارلس بروُس جو مهمان هوس.

هندوستان پهچڻ ڪانپوءِ ٿورا ڏينهن گهمي ڦري واءُ ساءُ وٺڻ ۾ گذاريم. 1901 ۾ مها سڀا ڪلڪتي گڏجڻي هئي. مسٽر (هاڻي سر) دنشا ايدلجي واڇا سڀاپتي هو. مون کي به ته وڃڻو هو. مها سڀا جو اهو منهنجو پهريون آزمودو.

بمبئي کان جنهن گاڏيءَ ۾ سر فيروز شاهه نڪتو تنهن ۾ آءٌ به نڪتس. مون کي ساڻس ڏکڻ آفريڪا بابت ڳالهه ٻولهه ڪرڻي هئي. حڪم ٿيو ته واٽ تي هڪ فلاڻي سٽيشن تي اچي ملج. خاص سلون ۾ هو. سندس شاهي خرچ ۽ دٻدٻي کان آءٌ واقف هوس. نهرايل اسٽيشن آئي ته آءٌ وڃي حاضر ٿيس. ساڻس تنهن وقت دنشا واڇا ۽ چمنداس سيتلواد گڏ وينا هوا. پاڻ ۾ راڄنيتي ڳالهيون ويني ڪيائون. مون کي ڏسي سر فيروز شاهه چيو ته "گانڌي چوين ٿو سو نهراءُ پاس ڪرائي وٺنداسين. باقي ٻيو ڪهڙو ڪين ڪسندو. پنهنجي ديس ۾ وري اسان جا ڪهڙا حال آهن؟ جيسين هت اختياريون نه ملنديون تيسين پرديس ۾ به چاڙهيو نه ٿيندو.

آءٌ ته ماٺ ۾ پئجي ويس. پر سر چمنلال به ڪيس ونايو. سر دنشا کي البت ذک ٿيو ۽ همدردي ڏيکاريائين. ڪين جوش ڏيارڻ جي ٿوري ڪوشش ڪيم. پر بمبئي جي بي تاج بادشاه اڳيان مون جهڙن جي ڪهڙي هلي؟ مها سڀا ۾ نهراءُ پيش ڪرڻ ڏنائون تنهن ۾ ئي خوش ٿي ويس. موڪلائڻ مهل سر دنشا ڪجهه همٿايم ۽ چيائينم ته "گانڌي نهراءُ لکي مون کي ڏيکارج." مون سندس ٿورا مڃيا. ٻيءَ اسٽيشن تي گاڏي بيٺي ۽ آءٌ لهي وڃي پنهنجيءَ جڳهه تي وينس.

ڪلڪتي پهتس. سياپتي ۽ ٻين ڪي نگرواسي ڏوم ڏام سان آجيان ڪري وٺي ويا. مون هڪ سيم شيوڪ کان پڇا ڪئي ته ”ڪيڏانهن وڃان؟ مون کي رهڻ ڪاليج ۾ وٺي ويو. جتي ڪيترا ڊيليگيٽ لٿل هئا. خوش نصيب لوڪمانيه تلڪ به اُتي لٿل هو. شايد هڪ ڏينهن پوءِ اُتي آيو. پوءِ ته جتي تلڪ مهاراج اُتي ننڍي وڏي دربار ڪيئن نه لڳي؟ چترڪار هجان ته هينئر به سندس کٽ ۽ درٻارين جو چتر ڪڍي وٺان. ڪٿي وهندو هو ۽ ڪيئن وهندو هو سو چٽو ياد اٿم. ڪيئن ته ماڻهو ساڻس ملڻ ايندا هئا. پر سيني مان هڪ جو نالو ياد اٿم - ”امرت بزار پتريڪا“ جو موتي بابو. سندن ٽهڪڙا ۽ نوڪر شاهين جي ظلم جا قصا وسرڻا نه آهن.

هاڻي اچو مها سڀا جي بندوبست تي. سيم شيوڪ پيا هڪ ٻئي سان اٽڪن. ڪنهن کي ڪم ڏي ته ٽئي جو ٽو؟ چاڪرن پنهنجي پنيان چُڪر. جو هڪ کي ته سڏي ٻئي کي، اُهو ٽئين کي. ويچارو ڊيليگيٽ وينو ٻاٽون ڪائي.

ڪن سيم شيوڪن سان رستو تي ويم ۽ ذڪر آفريڪا جا ڪي آزمودا ٻڌايامان. ٻڌي ٿورڙي لڄ آين. کين شيوا جو مهتو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيم. ڪجهه لڳن. پر شيوا سندو ورک ٻن ڏينهن ۾ نتو اُسري. پهرئين ته شيوا ڪرڻ جي اڇا هجي، پوءِ شيوا ڪرڻ ۾ مهاوڙو گهرجي. ڪيترن ۾ شيوا جي اڇا جهجهي، پر آزمودو ۽ مهاوڙو جهت پٽ ڪٿان اچن؟ مها سڀا سال ۾ ٽن ڏهاڙڻ جو کيل. پوءِ هر ڪو وچي گهر سکي ٿئي. سال ۾ ٽن ڏينهن مان گهڻو کسندو؟

پر جهڙا سيم شيوڪ تهڙائي عيوضي. کين به ٽن ڏينهن جي تعليم. پنهنجن هٿن سان ڪم ئي نه پيو ورين. سارو ڏينهن حڪيم پيا هلن. ”والنٽيئر يه لائو ووه لائو“ پيئي پوي.

ڪي وري پيا هڪ ٻئي کان ڇپن ۽ پڃن. ٽامل رنڌٽوئي ڏار. هنن يارن کي ڪير ڪائيندو ڏسي ته به ڇپن! سندن لاءِ ڪاليج جي احاطي ۾ خاص تُوهن جو رنڌٽو ٻڌايو ويو. اندر گهڙ ته ماڻهو دونهي ۾ پيو ٻوساتجي. رڌڻ به اُتي، کائڻ به اُتي ته وهنجڻ به اُتي. رنڌٽو به جڳهه نه هئي، هڪ تجوڙي هجي. ورن آشرم کين هو پر چرچو. مها سڀا جا عيوضي به ائين پيا ڇپن ته سمجهو ته کين چونڊيندڙ کهڙا نه هوندا؟ حساب سولو پيو آهي، تنهن جو ويچار ڪري ڏاڍو نراس ٿيس.

گندگيءَ جو تہ نڪو ليکو نڪو چوکو. جيڏانهن نهار تيڏانهن ننديون. ڪاڪوس تورا ۽ بدبوءِ اهڙي جو هينئر بہ جڻ نڪ تو سڙي. سيم شيوڪن سان ڳالهہ ڪيم. روکڙو جواب مليو تہ: "ينگي جاٽن سندن ڪم جاٽي تنهن ۾ اسان جو ڇا؟" تنهن تي ڀهاري گهريم. ويچارا واٽڙا تي ويا. ڀهاري هٿ ڪري ڪاڪوس صفا ڪيم. اهو تہ پنهنجي لاءِ. ڪاڪوس تورا، پيڙ گهڻي، سو هر وقت صفائيءَ جي ضرورت. سو هٿ هڪ ڄڻي جي جاءِ نہ هئي. لاچار پنهنجي ڪاڻ صفائي ڪري ماٺ ڪيم. پر ٻين کي صفائي تہ آخر ۾ بہ ڪانہ هئي.

رڳو ايترو نہ رات جو ڪي تہ ڪوٺين جي ٻاهران، ورانڊن ۾ ويهي ايندا هئا. صبح جو سيم شيوڪن کي سڏي ڏيکاريم. پر ويجهو نہ پيا وڃن. صفائي ڪرڻ رڳو منهنجي نصيب ۾ لکيل هئي.

البت هاڻ ٻيا ڏينهن آهن ۽ گهڻو سڌارو ٿيو آهي تہ بہ ٻي خيال ڊيليگيٽ اچا مها سيا جي ڇانوٽيءَ اندر ڪن ڪندا آهن ۽ هرويرو سي سيم شيوڪ بہ شيوا لاءِ سندرو ٻڌي ڪونہ ٻيهندا آهن. پر اڳين حالتن ۾ جي مهاسڀا جي ڪارروائي بہ چار ٻيا بہ ڏينهن هلي ها تہ پڪ ڪونہ ڪو مرض ڦاٽ ڪائي نڪري ها.

❊

(14)

# ڪلارڪ ۽ ٻهرو

ڪانگريس ۾ اجان ڏينهن ٻه دير هئي. ويچار ڪيم تہ ڇو نہ ڪانگريس ۾ ڪم ڪريان ۽ آزمودو پرايان. سو جنهن ڏينهن پهتس تنهن ئي ڏينهن هٿ منهن ڌوئي ڪانگريس جي آفيس ۾ ويس. تڏهن بابو ڀوپيندر نات باسو ۽ گهوشل منتري هئا. ڀهرين ڀوپين بابوءَ وٽ ويس ۽ عرض ڪيم. هن صفا جواب ڏنو. چي "مون وٽ ڪم ڪونهي. گهوشل بابوءَ وٽ هجي تہ بلاشڪ وڃي ڪر." سو گهوشل بابوءَ وٽ ويس. هن منهن ۾ ڇتائي نهاريم ۽ مشڪي چيو تہ "مون وٽ بيو تہ ڪم ڪونهي. ڪلارڪ جو ڪم آهي. ڪريو تہ ڏيانو."

جواب تہ "ڇونہ ڪندس؟ وت کان ٻاهر نہ هوندو سو ڪم ضرور ڪندس."

"شاباس، ڪم ڪرڻ تہ ڀڇٽو وري ڪهڙو؟ ڪم ڪجي تہ انهيءَ ڀاونا سان ڪجي."

پاسي کان سيم شيوڪ گهيرو ڪري بيٺا هئا. تن ڏي نهاري چيائين تہ: "ڪي ٻڌو تہ هي جوان ڇا ٿو چوي؟"

پوءِ ڦري چيائنم تہ "يلا ڪم اُڪلايو. هي اٿو خطن جو سٿو ۽ هي اٿو ڪرسي ميز. ڏسو ٿا تہ مون وٽ سارو ڏينهن ماڻهن جي پيڙ لڳي پيئي آهي. تن کي منهن [illegible] ڏيان ڪين [illegible] خطن جا جواب ويهي ڏيان؟ ڪلارڪ ڪونہ ويٺا آهن جو نيڪال ڪن. هن ڍڳ ۾ ڪيترا خط تہ اجايا هوندا پر وري بہ توهين نظر مان ڪيجو. ڪن جي پهچ ڇاڻائجو ڪن جو جواب ڀڇي پوءِ ڏجو." هن جو مون ۾ ايمان ڏسي آءُ خوش ٿيس ۽ ڪم کي جنبي ويس.

مسٽر گهوشل منهنجو واقف نہ هو. نالو نيشان بہ پوءِ ورتائين. خطن جو نيڪال هيتري ۾ ڪري اُٿيس. ڏسي مسٽر گهوشل سرهو ٿيو. ڳاليهر هو ۽ ڳچ وقت ڀٽ شٽ ۾ وڃائيندو هو. منهنجي خبر پيس تہ مون کان ڪلارڪيءَ جو ڪم ونڻ ڪري لڄ آيس. پر مون کيس دلداري ڏني تہ:

”ڪيڏانهن آءٌ ۽ ڪيڏانهن توهين؟ توهين ڪانگريس جا جهونا جوڳي ۽ منهنجا مربي ۽ آءٌ نوجوان. هي ڪم ڏنو سائي مهرباني، ڇو جو مون کي مڙيوئي شيوا ڪرڻي. هن ڪم مان بہ ڪانگريس جي مانڊاڻي جي خبر پيم.“

گهوشل بابو ورندي ڏني تہ ”ڇئو ٿا سو سڀ سچ، پر هن زماني جا ڇوڪر ائين نہ ٿا سمجهن. آءٌ تہ ڪانگريس کي ڄائي ڄم کان سڃاڻان ٿو. هڪ ڪري جي مسٽر هيوم ڪانگريس برپا ڪئي، تہ آءٌ بہ ساڻس شامل هوس.“

پوءِ تہ اسين پاڻ ۾ گهرا ٿي وياسين. منجهند جي ماني پاڻ وٽ کارائيندو هو. ڪوٽ پائيندو هو تہ ڪوٽ جا بيڙا بہ ”بهرو“ ٻڌندو هوس. پوءِ تہ اهو ڪم بہ مون پاڻ تي کنيو. وٽندو هوم، ڇو جو پاڻ کان وڏن کي آدر ڏيندو هوس. آخر تہ اهڙو هري مري ويو جو بي ٿهل ٺڪور بہ ڪرڻ ڏيندو هوم. هڪڙي ڏينهن بيڙا وٺي پاتم تہ چوي تہ ”پوءِ بہ ماڻهن ليکي اسان کي ڪم ئي ڪونهي. اسان کي تہ پائي بيڙا پائڻ جي بہ فرصت ڪانهي. سڄو ڏينهن پيا ٿا ڳهون. ”تنهن تي ڪل چٽڪي ويم. اهڙيءَ شيوا کان مون ڪڏهن بہ منهن نہ موڙيو ۽ انهيءَ مان جيڪو لاڀ ٿيم تنهن جي مون کي ئي خبر آهي.

ٿورن ئي ڏينهن ۾ ڪانگريس جي سرشتي جي مون کي خبر پئجي ويئي. اڳواڻن سان واقف ٿيس. گوکلي ۽ سريندرناٿ جهڙن جوڌن کي ايندو ويندو ڏسي سندن ڪارپردازيءَ جي ڪل پيم. پر اهو بہ ڏٺم تہ هت وقت جو ملهہ ڪونهي. انگريزيءَ جو موهہ ڏاڍو ۽ سڀ ڪم انگريزيءَ ۾. ڏسي ارمان ٿيم. هوڏانهن وري ڪم هڪ جو تہ لڳل گهڻا، ڪم ضروري تہ ڪيرُ نہ نهاري. اهي نقص ڏسي من ۾ ٽيڪا ڪندو هوس. پر فراخدليءَ ڪري اجايون ويڪون ڪين ڪيندو هوس ۽ پاڻ کي سمجهائيندو هوس تہ شايد هنن حالتن هيٺ وڌيڪ سنو ڪم ٿي نٿو سگهي.

⁂

(15)

# ڪانگريس ۾

نيٺ ڪانگريس تي ۾ آءُ ويس. مانڊوي جو ڏيک، سيمر شيوڪن جون قطارون ۾ ٿلهي تي بزرگن جي جماعت ڏسي آءُ پهرين واٽڙو تي ويس. چيمر تہ هيڏيءَ سيا ۾ مون کي تہ ڪير پڇندو بہ ڪين. سو البت بي آرام هوس.

سياپتيءَ جي وياکياڻ نہ هئي، هڪ پستڪ هو. سڄو ڪير پڙهي ۾ ٻڏي سو ٽُڪر چونڊي پڙهيا ويا. پوءِ وشيہ سمتيءَ جي چونڊ تي. اُتي گوکلي ونئي ويمر. سو فيروز شاهہ مون وارو نهراءُ پيش ڪرڻ تہ قبول ڪيو هو پر دل ۾ چيمر تہ نهراءُ پيش ڪير ڪندو ۾ ڪڏهن ڪندو؟ هرهڪ نهراءَ پنيان لنبي چوڙي تقرير سا بہ انگريزيءَ ۾. نهراءَ پيش ڪندڙ ۾ ٽيڪو ڏيندڙ ناليرا ماڻهو. دهلن جي دس ۾ ويچاري توتاريءَ کي ڪير ٿو ٻڌي؟ رات پئجي وئي. منهنجو وارو ويجهو پوندو ويو تيئن دل ۾ دڪ دڪ شروع ٿي. پڇاڙيءَ وارا نهراءَ تہ اُڏائيندا ٿيا. سيني کي اڃي پڃڻ جي لڳي. تان جو رات جو يارهان لڳي ويا. گوکلي سان ڳالهہ ڪري چڏي هيمر ۾ نهراءُ نظر مان ڪڍيو هئائين. دير تي تڏهن چيومانس تہ: "ڏسو متان مون وارو نهراءُ رهجي وڃي."

جواب ڏنائين تہ: "وسري ڪونہ ويو اٿمر. پر ڏسين نٿو تہ هت هاڻ پيج پڃان لڳي پيئي آهي. پر تون سانت ڪر. آءُ ضرور پيش ڪندس."

آخر سر فيروز شاهہ چيو تہ "هاڻ ڪمر خلاص ٿيو."

تنهن تي گوکلي اُمالڪ ورجايس تہ: "سو وري ڪٿئن. اجان ڏکڻ آفريڪا وارو نهراءُ پيو آهي. گانڌي تہ اکيون پائي ويٺو آهي."

"پلا توهان نهراءُ ڏٺو آهي؟"

"هائو."

"ڪئن نيڪ آهي؟"

"نيڪ آهي."

”تڏهن پلا، گانڌي، جهٽ ڪر ۽ اُتي پڙهه.“

ڌڪندي ڌڪندي ٺهراءُ پڙهيم. گوکلي ٽيڪو ڏنو. تنهن تي سيني چيو ته ”يڪ راءِ بحال.“ واڇا چيم ته: ”سياڻي ڪانگريس ۾ پنج منٽ ملندءِ، وڏيڪ تقرير نه ڪج.“

وشيہ سمتيءَ جي ڪاروبار ڏسي آءٌ خوش ڪين ٿيس. ٺهراءُ نه سمجهڻ نه امجهڻ، تڙتڪڙ ۾ پاس ڪرڻ. پلا گوکلي ڏنو سو سيني ڏٺو هن سمجهيو سو بيين سمجهيو!

خيرن سان صبح ٿيو. مون کي ته تقرير جو اونو هو. پنجن منٽن ۾ چئي چا چئبو؟ تياري خوب، پر وات مان حرف نه پيو اُڪلي. چيم ته هڪيو تڪيو ڳالهائيندس، پر جڻ ڏکڻ آفريڪا ۾ ڳالهائڻ جي طرز وسري ويم.

نيٺ ٺهراءُ جو وقت آيو ۽ واڇا منهنجو نالو پڪاريو. آءٌ اُتي ته بيٺس، پر مغز چڪر کائڻ لڳو. جيئن تيئن ڪري ٺهراءُ پڙهي ويس. ڪنهن پرديس ڪمائڻ تي هڪ شعر لکيو هو. اهو شعر پڙهي ٻڌايم ۽ ڏکڻ آفريڪا جي ڏکن ڏنجهن جو قصو ڪڍيم، ته وٽ ٺڪ گهنڊڻي. پڪ هيم ته پنج منٽ ڪونه ٿيا هئا. پر مجاڻ اها گهنڊڻي مون کي بہ منٽ اڳ اطلاع ڏيڻ لاءِ هئي. گهنڊڻي وڳي ۽ اُمالڪ ويهي رهيس. شعر پڙهيم جو منهنجي عقل موجب شعر ۾ سر فيروز شاهہ کي جواب هو.

ٺهراءُ ڪيئن پاس ٿيو سو پڇو ئي نہ. تن ڏينهن ۾ جهڙا ڊيليگيٽ تهڙا ”وزٽر“. ٺهراءُ تي ٻئي گڏي سڏي هٿ کڻندا هئا. ٺهراءُ جي مخالفت چا جي؟ سڀ هٿ مٿي ۽ سڀ يڪ راءِ بحال. منهنجو ٺهراءُ بہ ائين پاس ٿيو. تنهن جو ڪهڙيو قدر ڪريان؟ چيم ته وري بہ شڪر. ڪانگريس بحال ڪيو. ڪانگريس جو ٺپو لڳو سو ديس قبول ڪيو.

*

(16)

# لارڊ ڪرزن جي دربار

ڪانگريس پوري ٿي. پر مون کي ڏکڻ آفريڪا جي ڪم لاءِ چيمبر آف ڪامرس ۽ ٻين منڊلين سان گڏجڻو هو. سو هڪ مهينو ڪلڪتي ۾ ترسي پيس. هن ڀيري هوٽل ۾ ڪين لٿس. پر ڪنهن جي معرفت "انڊيا ڪلب" ۾ رهڻ جو بندوبست ڪيم. ڪلب ۾ ڪي اڳواڻ به رهندا هوا ۽ چيم ته ڪانئن به رفته رفته پنهنجي ڪم لاءِ مدد وٺندس. اُتي گوکلي اڪثر ڪري بليرڊ ڪرڻ ايندو هو. جڏهن خبر پيس ته آءُ ڪلڪتي ۾ مهينو رهڻو هوس تڏهن پاڻ سان گڏ رهڻ لاءِ نينڊ ڏنائين. مون قبول ڪيو ۽ سندس ٿورا مڃيا. پر چيم ته ائين پاڻيهي وٽس ڪين ويندس. ڏينهن ٻه ترسيس. نيٺ اچي پاڻ سان وٺي ويم. منهنجو حجاب ڏسي چيائينم ته "گانڌي ڪم ڪرڻو اٿيئي ته لڄ ٻج ڇڏ. ماڻهن وٽ اچ وڃ ۽ ساڻن رستو رک. ڪانگريس جو ڪم به توکان وٺڻو اٿم."

گوکلي سان گڏ رهيس تنهن بابت لکڻ کان اڳ انڊيا ڪلب جي هڪ ٻه ڳالهه ٻڌائڻي اٿم. انهي وقت لارڊ ڪرزن جي دربار لڳڻي هئي. دربار ۾ وڃڻ وارا ڪي راجا مهاراجا به ڪلب ۾ لٿل هوا. ڪلب ۾ ڏسين ته نفيس ڌوتيون، پهرياڻ ۽ دشا پيا اٿن. پر دربار ڏينهن رنگ ٻيو ٿي پيو- خانساماني ڪوٽ، پتلوڻ، پڳڙي ۽ چلڪيدار بوٽ. ڏسي ارمان ٿيم ۽ پڇيم. چيائون ته: "پاڻي ٻيچ ٿي نه. دل جو سور دل ۾. پئسا گهڻا، لقب به چڱا، پر انهن لاءِ جيڪي نوڪرون ٿا ڪائون تن جي ٻين کي ڪهڙي خبر؟"

"پر هي سڀ خانساماني ويس ڇو ٿا پايو؟"

**"اسين به خانسامان ٿي آهيون. هي اسان جا خانسامان ۽ اسين لارڊ ڪرزن جا خانسامان. دربار مان غير حاضر ٿيون ته نتيجو پايون. دربار ۾ پنهنجاڪپڙا پهريون ته پاپ ڪريون. پوءِ به لارڊ ڪرزن سان گڏ ويهي**

ڪين ڳالهائيندا سين. مطلب تہ ستا سور نہ جاڳايو.“ ڳالهيون ٻڌي اُتن کهل اچي ويم.

اهڙي نموني جي ٻي هڪ دربار ياد ٿي اچيم. جڏهن ڪاشي وشو وديالیہ جو پايو لارڊ هارڊنج ٿي وڌو تڏهن بہ دربار لڳي. دربار لڳي ۾ درباري ڪيئن نہ هجن؟ پارت پوشڻ مالوي جيءَ مون کي خاص نيندڊ ڏني هئي. آءٌ ويس ۾ اُتي راجائن جا زنانا ويس ڏسي ارمان ٿيم. ريشمي سٿڻون ۾ اچڪن، هيرن موتين جون مالهائون، سونا ڪنگڻ ۾ پٽڪن ۾ لتڪڻ! ڪمر کان سونهري منين جون تلواريون. ڪنهن چيم تہ اهي سندن غلاميءَ جا سينگار خوش ٿي ڪين پائي ايندا هوا. پر دربار ۾ پائي اچڻ جو فرض هون. پوءِ ڏنم تہ ڪن کي پاٽتان بچان بہ پئي آئي ۾ لاچاريءَ ڪانسوءِ اهي ڳهہ ڳنا ڪڏهن بہ نہ پهريندا هئا.

جيڪي ٻڌم سو خبر نہ آهي تہ ڪيتري قدر سچ آهي. ٻين وقتن تي مٿيا پائيندا هجن يا نہ. پر وائسراءِ جي دربار ۾ يا ٻين موقعن تي زنانا زيور پائين سا نهايت دکدائڪ ڳالهہ. ڌن، مان ۾ مرتبو منش کان ڇا نہ پاپ ۾ انرٿ ٿا ڪرائين!

*

(17)

# گوکلي سان هڪ مهينو(1)

پهرئني ئي ڏينهن کان وني گوکلي مون کي پنهنجي گهر جو ياتي ڪري ڇڏيو. پنهنجو ننڍو ڀاءُ ڪري ليکيندو هو. منهنجون گُهرجون سڀ سمجهي ويو ۽ انهن لاءِ بندوبست ڪري ڇڏيائين. اهي هرويرو گهٽيون بہ ڪونہ هيون. پنهنجو ڪم اڪثري پنهنجن هٿن سان ڪندو هوس ۽ ٻئي جي ڪاڻ ڪانہ ڪيندو هوس. منهنجي صفائي، ادم، اورچائي ۽ سواڏينتا ڏسي خوش ٿيندو هو ۽ ساراهہ مان نہ پيو ڍاپندو هو.

مون کان جڙ ڪي ڪين ڳجهو رکندو هو. ڪوبہ وڏس ايندو هو تہ واقف ڪرائيندو هو. انهن سيني ۾ هن وقت ڊاڪٽر (هاڻي سر) پي. سي راءِ مون کي ياد ٿو پوي. پرسان رهندو هو سو روز پيو ايندو ويندو هو.

اجهو هيئن واقف ڪرائيائينم: ”هن پروفيسر کي اٺ سؤ روپيا ملن ٿا. تن مان چاليهن جي تنخواهہ ڪٽي باقي خير جي ڪم ۾ ڏيئي ڇڏي اجان ڪنوارو آهي ۽ شايد ڪنوارو ئي رهي.“

اڄ جي ڊاڪٽر رياءِ ۽ تڏهن جي پروفيسر راءِ وچ ۾ ڪو تر جوَ جو فرق هوندو. اڳي برابر مل جا ديسي ڪپڙا پائيندو هو ۽ هاڻي کادِيءَ جو عاشق آهي. پر تڏهن تہ کاڌِيءَ جو نالو بہ ڪونہ هو. گوکلي ۽ راءِ جون ڳالهيون ٻڌي آءُ ڍاپندو ئي ڪين هوس. سندن ڳالهيون بہ وري ڪهڙيون؟ ديس جي ئي چنتا هين. ڪڏهن تہ ارمان جهڙيون کهاڻيون ڪندا هوا ۽ اڳواڻن جي گهٽتاين تي افسوس ڪائيندا هوا. آءُ بہ جن کي پهرين پير ڪري پوڄيندو هوس تن کي پوءِ رواجي ماڻهو سمجهڻ لڳس.

گوکلي کي ڪم ڪندو ڏسي دل کي فرحت ايندي هيم. مون لاءِ سبق هو. هڪ کن بہ اجائي نہ وڃائيندو هو. ويهن ئي ننهن جو زور ديس جي شيوا ۾ لڳائيندو هو. اهوئي خفت هوس، اهوئي عشق هوس. سندس گفتگوءَ ۾ مون

ڪڏهن بہ ٻنپ يا ڪوڙ ڪين ڏٺو. ديس جي مفلسي ۽ غلامي کيس پل پل پيا چُپيندا هئا. ڪئين ماڻهو کيس ٻين ڪمن ڏي پيا تاڻيندا هئا. سيني کي پڪي ٻولي ٻڌائيندو هو. ”توهان جو ڪم توهين پاڻ ڪريو. مون کي پنهنجو ڪم ڪرڻ ڏيو. منهنجو ڪم آهي ديس کي آزاد ڪرڻ. ٻيهرين اهو ٻيو سڀ پوءِ. هن نوقت مون کي هڪ کن بہ وڌيڪ نہ آهي.“

رئنڊي لاءِ نهايت ادب ۽ عزت هيس. رئنڊي ڇيو سو ڇڻ شاستر ٻوليو ۽ اهو شاستر هر هر ٻوليندو هو. آءُ وٽس هوس تڏهن رئنڊي جي ورسي (ڪي، جينتي) لهائڻي هيس. پانيان ٿو تہ هميشه ملهائيندو هو. مون کان سواءِ گهر ۾ پروفيسر ڪاٿوَٽي ۽ هڪ سب جج بہ مهمان هئس. تنهي کي ورسي ملهائڻ لاءِ نمنترڻ ڏنائين ۽ تنهن مهل سندس ڪئين چيدا يادگار ٻڌايائين. رئنڊي، تلنگ ۽ منڊلڪ جون پاڻ ۾ ڀيٽون ڪيائين. پانيان ٿو تہ تلنگ جي خوش قلم ۽ منڊلڪ جي سماج سڌارن جي تعريف ڪيائين. منڊلڪ ڪيئن نہ اصيلن سان رهائيندو هو تنهنجو هڪ مثال ڏنائين. هڪ ڀيري گاڏي ڇٽي ويس تہ اُمالڪ اسپيشل ڪري وڃي پهتو ۽ اصيل جي ڪيس کي رسيو. پر هن ليکي رئنڊي سيني جو سرو مٽي هو، ڇو جو سروَ گٽي هو.

رئنڊي سڪٽو جج ڪين هو. تواريخ نويس هو. ارٿ شاستري هو سماج سڌارڪ هو. سرڪاري جج هو تہ بہ بي ٻيو ڪانگريس ۾ ملاقي ٿي ويندو هو. سياڻو بہ اهڙو هو جو پيا اکيون پوري سندس صلاح وٺندا هوا. مطلب تہ سندس گُڻ ڳائيندي مگهن ٿي ويندو هو.

گوڪلي گهوڙي گاڏي رکي هئي. سو هڪ ڏينهن ڪري ورجايومانس. پلا مون کي اندر جي حال جي ڪهڙي خبر؟ ”گاڏي ڇو رکي اٿو؟ توهين ترامن ۾ نٿا چڙهي سگهو؟ انهي ۾ اڳواڻن جو ڪي لهي ڪين ويندو؟

ڏک تيس ۽ کن رکي جواب ڏنائين تہ: ”تون بہ ٿو ائين چوين. مون کي ڪائونسل مان ملندو آهي سو پاڻ تي ڪين خرچيندو آهيان. توهان کي ترامن ۾ چڙهندو ڏسي مون کي تہ ريس پيئي ٿئي. پر پائي منهنجو وس نٿو هلي. تون بہ جڏهن ناليرو ٿيندين تڏهن ڪل پوندءِ. پوءِ هيئن عام جام ترامن ۾ ڪين چڙهي سگهندين. ائين نہ سمجهہ اڳواڻ جيڪي کن ٿا سو تن سک لاءِ ٿا ڪن. تون سادو آهين ۽ تنهنجي رهڻي مون کي وڻي ٿي. آءُ بہ

ڪوشش پيو ڪريان. پر ياد رکج تہ ڪجهہ خرچ مون جهڙن کي ڪرڻو ئي تو پوي.“

اهڙي طرح هن ڏورابي جو تہ پورو جواب ڏنائين. پر هڪ بيو بہ مهمُو ڏنومانس جنهنجو پورو جواب ڪين ڏيئي سگهيو. پڇيومانس تہ: ”توهين جو گهمڻ نٿا وڃو. پوءِ ڪيئن نہ بيمار ٿيندا؟ ديس شيوا ڪندي توهان کي اينري بہ فرصت نٿي ملي جو بت جي ورزش رني سگهو؟“

جواب ڏنائين تہ: ”پلا تون ئي ڪري چؤ تہ ڪم مان واندو بہ ڪي ڏنو اٿيئي؟“

مون کي گوکلي لاءِ اهڙو ادب هو جو ساڻس سوال جواب ڪين ڪندو هوس. جواب دل سان ڪين لڳم. پر ڪري ماٺ ڪيم. تڏهن بہ سمجهيم ۽ هاڻ بہ سمجهان ٿو تہ ڪيترو بہ ڪم هجي تہ بہ جيئن کاڌي پيتي لاءِ وقت ڪوئي سوئي ڪڍون ٿا تيئن ڪثرت لاءِ بہ کولي ڪڍڻ کپي. آءٌ نمرتا پاو سان چوان ٿو تہ تنهنڪري ديس شيوا وڌيڪ ڪري سگهبي گهٽ ڪين ٿيندي

*

(18)

## گوکلي سان هڪ مهينو (2)

گوڪلي وٽ رهي گھر ۾ لکي ڪين ويٺس. ڏکڻ آفريڪا جي ڪرستان دوستن کي چيو هوم تہ هندستان جي ڪرستانن سان گڏبس ۽ ڪين سندن دکي حالت مان واقف ڪندس. ڪاليچرن بئنرجيءَ جو نالو ٻڌو هوم. ڪانگريس ۾ ٻهرو ورنندو هو تنهن ڪري مون کي سندس لاءِ عزت هئي. رواجي ڪرستان ڪانگريس کان يا هندو مسلمان کان دور رهندا آهن. تنهن ڪري جيڪو اَوسواس انهن ۾ هوم اُهو ڪاليچرن ۾ نہ هوم. چيم تہ ساڻس ملان. گوڪلي سان صلاح ڪيم، چي "وٽس ڀلي وڃ، پر ورندو ڪي ڪين. ماڻهو ڀلو آهي، پر منجهانس تون ڪين وٺيندين. آءٌ چڱيءَ طرح سڃاڻانس. تون ڀلي گڏجينس."

مون کيس لکيو ۽ هن هڪدم ملڻ جو وقت ڏنو. آءٌ ويس تڏهن سندس استريءَ جا پويان پساهہ هئا. رهڻي سادي، ڪانگريس ۾ ڪوٽ پتلون پائي آيو هو پر گھر ۾ ڌوتي چولو ڏسي خوش ٿيس. جيتوڻيڪ آءٌ پاڻ پارسي ڪوٽ پتلون پائيندو هوس. پوءِ تہ کيس ڪوتي ڪرڻ بنا من جا مونجهارا ٻڌايم.

پڇيائين تہ: "ڀلا قبول ٿا ڪريو تہ اسين پاپ ڪري جنم ٿا وٺون؟"

جواب "هائو."

"تڏهن انهي مولُ پاپ جو ناس هندو ڌرم نٿو ڪري سگھي، ڪرستاني ڌرم ڪري سگھي ٿو. پاپ جو بدلو موت آهي. بائيبل موجب موت مان بچڻ جو هڪ ئي مارگ آهي- عيسيٰ جي سرن."

تنهن تي مون گيتا جو ڀڳتي مارگ بتايومانس. پر منهنجو چوڻ سڀ اجايو. سندس ٿورا مڃي موڪلايم. دل کي سنتوش ڪين آيم، پر ڪجھہ نہ ڪجھہ مڙوئي پرايم.

ساڳئي مهيني ۾ ڪلڪتي جي گلي ڪوچو ڦريس. گھڻو ڪري تہ پيرين پنڌ ستون پائيندو هوس. جسٽس مترَ ۽ گروداس بئنرجيءَ سان بہ گڏيس.

سندن سهائتا ڏکڻ آفريڪا لاءِ گهريم. راجا سر پياري موهن مڪرجيءَ سان بہ ملاقات ڪيم.

ڪاليچرن بئنرجيءَ مون سان ڪاليءَ جي مندر جي ڳالهہ ڪئي هئي. اهو مندر ڏسڻ جي خواهش هيم. ڪتابن ۾ ذڪر پڙهيو هوم، سو هڪ ڏينهن اوڏانهن ڪاهي ويس. جسٽس متر جو گهر بہ ساڳئي پاسي ۽ پاڙي ۾ هو. سوجنهن ڏينهن ساٽس گڏيس تنهن ڏينهن مندر ۾ بہ ويس. واٽ تي ٻلِ چاڙهڻ لاءِ رڍن جون قطارون پئي ويون. مندر واري گهٽيءَ ۾ گهڙڻ شرط فقيرن جون توليون ڏٺم سي پلا اهڙي هنڌ ڪيئن نہ هجن. آءُ تڏهن بہ تندرن منڊن ڪانسواءِ ٻين کي بنهہ ڪين ڏيندو هوس. فقير هڪدم ويڙهي ويم. هڪ ٻائو پاسي کان وينو هو. تنهن سڏي پڇيم تہ "ٻچا، ڪيڏانهن ٿو وڃين؟" ٻڌايومانس، تنهن تي مون کي ۽ منهنجي ساٿيءَ کي وهاريائين. پوءِ پڇيومانس تہ "هنن نردوش گهيٽن جي ٻلِ چاڙهڻ توهين ڌرم ٿا سمجهو؟"

"جيو هتيا کي ڌرم ڪير سمجهندو؟"

"تڏهن توهين ماڻهن کي پربوڌ ڇو نہ ٿا ڏيو؟"

"انهيءَ ۾ اسان جو ڇا؟ اسان جو ڪم ڀڳوان سان ۽ سندس ڀڳتيءَ سان."

"پر ڀڳتيءَ لاءِ توهان کي ٻي ڪا جڳهہ ڪٿي جو هت وينا آهيو؟"

"اسان کي مڙيو ئي آنند. ماڻهو آهن رڍون. جيئن ڪو ورائين تيئن ٿا ورن. تنهن ۾ اسان ساڌن جو ڇا؟"

مون ڳالهہ ڪين وڌائي. اُتي مندر ۾ وياسين. اڳيان رت جون نديون پئي وهيون. درسن ڇا پر بيهڻ بہ نٿي تيم. سهي نٿي سگهيس. ٻي چئن تي پيس. جيڪي ڏٺم سو وسري ڪين ويو اٿم. هڪ بنگالي مجلس ۾ ساڳئي وقت مون کي نينڊ هئي. اُتي هڪ بنگالي صاحب سان هن خوني پوڄا جي ڳالهہ ڪيم. جواب ڏنائين تہ "تنهن ۾ ڇا آهي. ٻلِ مهل نغارن دهلن جي ڌن ڪري مچائيندا آهن. اسين نٿا ڀانيون تہ انهيءَ گوڙ ڪري گهيٽن ۾ ڪو ايترو هوش رهي ٿو جو کهڻ مهل سور ٿئين."

اهڙي ڳالهہ ڪيئن تي آئڙي، سو پڇيومانس تہ "جي گهيٽن کي زبان هجي تہ ڪهڙي ٻولي ڪن؟" چوان تہ هي گهاتڪ رواج ڪيئن بہ بند ٿئي. ٻڌ ديو واري وارتا ياد آيم. پر ڏٺم تہ هيءُ ڪم منهنجي وت کان ٻاهر هو.

جيڪي تڏهن ٿي سجهيم سو هائي ب ٿو سُجهي. منهنجيءَ سمجهہ ۾ گهيٽي جي جان منش جان کان گهٽ قيمتي ڪانهي. ماڻهوءَ جي جان بچائڻ لاءِ آءٌ جيڪر گهيٽي جي جان ڪين وٺان. حيوان وڏيڪ آڏين آهن. تنهن ڪري ڪين ڪوس ڪان بچي ماڻهوءَ جو اجهو وٺڻ جو حق آهي. پر جيون ۽ مرن کي هر ڪو نٿو بچائي سگهي. انهي لاءِ ب لاتقي ڪبي. ايري شڌي ۽ تياڳ مون ۾ ب ڪنهن جو هنن جي رکيا ڪري سگهان. اجان ائين پيو پانيان ت اهڙي شڌيءَ ۽ تياڳ لاءِ واجهائيندي پران ڏيندس. سديوا هائي پرارٿنا اٿم ت ڪو اهڙو تيجسوي پرش يا تيجسوني ستي اُٿي جا مهاپاپ کان اسان کي بچائي. نردوش پراڻين کي جيئدان ڏي ۽ مندر کي پوتر ڪري عجب اهو اٿم ت ههڙو سياڻو بڌوان ۽ اُمنگي بنگال ڪيئن هي ڪوس ٿو ڪري.

❊

(١٧)

## گوکلي سان هڪ مهينو (3)

ڪالي ماتا جي بهاني هيڏو ڪوس ڏسي بنگالي رهت رهڻي ڏسڻ جي خواهش ٿيم. برهمو سماج بابت ته گهڻو ئي پڙهيو ٻڌو هوم. پرتاپ چندر مزمودر جي جيون چرتر جي ڪجهه خبر هيم. سندس وياکياڻيون به ٻڌي آيو هوس. ڪيشب چندرسين جو جيڪو جيون چرتر لکيو هئائين سو گهڻي چاهه سان پڙهي ويس. تڏهن ساڌارن ۽ آدي برهمو سماج جي ڀيد جي ٻوجهه پيم. پنڊت شوناٿ شاستريءَ جو درشن ڪيم. مهارشي ربيندرناٿ ٺاڳور وٽ به ڪاٿوٽيءَ سان گڏجي ويس. پر تنهن وقت هو ڪنهن سان گڏبو ڪين هو سو نراس ٿي موٽي آياسين. پر سندس مڪان تي برهمو سماج جو اُتسو ملهائڻو هو. اسان کي به نوتو مليو ۽ اسين نهايت منو بنگالي گانو ٻڌي آياسين. تڏهن کان وٺي بنگالي راڳ تي عاشق آهيان.

برهمو سماج جي خبر چار لهي سوامي وويڪانند جو درسن نه وٺان سو به ڪي ٿيڻ جو؟ ڏاڍيءَ سڪ مان پيرين پنڌ بيلور مٺ ويس. مٺ جي ايڪانت سانت وڻيم. پر چون ته سوامي جي ڪلڪتي ۾ بيمار پيو آهي ۽ ساڻس ملڻ مشڪل آهي. لاچار نااميد ٿي موٽيس. سسٽر نويدتا جو نالو نيشان ورتم. چورنگهيءَ جي هڪ عاليشان مڪان ۾ رهندي هئي. سندس ٺيڪو ٺومان ڏسي تپرس لڳم. ڳالهين ٻولهين ۾ به ساڻس ڪوڙو ڪين لڳو. گهر موٽي گوکلي سان ڳالهه ڪيم. ٻڌي چيائين ته "هيءَ زال سُفلي هلڪي آهي، سو عجب نه آهي ته توهان جو پاڻ ۾ ميل نه ٿيو."

وري پيهر پستنجي پادشاهه جي گهر ۾ گڏي پستنجيءَ جي ماءُ کي اُپديش ويني ڏنائين ته آءٌ به وڃي پهتس. سو سولو سندس ترجمان ٿي پيس. ڏٺم ته سندس خيال نرالا پر هندو ڌرم تان ٻلهار ٿي ويئي. ڪتاب لکيا اٿس سي ٻوءِ پڙهيم.

ڪلڪتي ۾ ڏينهن ٻن ڀاڱن ۾ ورهايم. صبح جو ڏکڻ آفريڪا بابت اڳواڻ سان ڳڻجڻ ۽ سانجهيءَ جو ڏرمي ۽ سماجڪ سنستائون ڏسڻ ويندو هوس. هڪڙي ڏينهن بوئر لڙائيءَ ۾ جيڪا اسان گهايلن جي خدمت ڪئي تنهن تي تقرير ڏنيم. ڊاڪٽر مَلڪ سپاپتي هو. انگلشمن جي سمپادڪ سان اڳئين واقفيت هاڻ ڪم آئي. مسٽر سئنڊرسن تنهن مهل بيمار پيو هو. پر اڳي وانگر مدد ڏيندو رهيو. تقرير ڏنيم سا گوکلي کي وڻي. ڊاڪٽر راءِ جي واتان ٻه ساراهه ٻڌي باقي خوش ٿيو.

مطلب ته گوکلي جي اجهي ۾ رهي منهنجو ڪم بنگال ۾ سولو ٿي پيو. بنگال جي خاندان ڪٽنبن ساڻ واقفيت ٿي ويئي ۽ بنگال سان لڳ لاڳاپو شروع ٿيو. انهيءَ پوتر مهيني جا ڪئين يادگار آهن. جي لاچار ڏيئي نٿو سگهان. برما ۾ ٻه ڦيرو ڏيئي آيس. برما جا ڦنگي (ٻانيڻ) ڏسي سندن آلس تي ارمان ٿيم. سوني پئگوڊا (مندر) جو درسن ڪيم. مندر اندر ڏسان ته اڪيچار ننڍڙيون موم بتيون ٻيئون ٻرن. ڪوئن جون ڊڪون ڊوڙون ڏسي سوامي ديانند جو موربيءَ ۾ آزمودو ياد آيم. پر برهم ديس (برما) جي استرين جي ستنترتا ۽ اُتساهه ڏسي من مُدت ٿيس. جهڙيون زالون ڦڙت اهڙا مرد سست. خبر پيم ته جهڙي طرح بمبئي هندوستان نه آهي، اهڙي طرح رنگون برما نه آهي. هندستان ۾ اسين انگريز واپارين جا گماشتا ۽ برما ۾ برما واسي اسان ۽ انگريزن جا گماشتا.

برما مان موٽڻ شرط مون گوکلي کان موڪلايو. کانئس جدائي مون کي ڏکي ٿي لڳي، پر منهنجو ڪلڪتي جو ڪم پورو ٿيو سو ويهي وقت ڪيئن وڃايان.

وڪالت ڪريان تنهن کان اڳ چيم ته هڪ وار ديس جو ٽرڊ ڪلاس ۾ چڪر هڻان ۽ ٽرڊ ڪلاس وارن جا اهنج ڏسان. سو گوکلي سان ڳالهه ڪيم. پهرين ته کل نڪري ويس. پوءِ جڏهن ڳالهه سمجهيائين تڏهن پاڻ همٿايائين. خيال هوم ته پهرين ڪاشيءَ وڃي بسنت ديويءَ جو درسن ڪريان. تڏهن ڪاشيءَ ۾ بيمار پيئي هئي.

هن سفر لاءِ سامان ٺي ٻيو ڪٺو پيم. پتل جو هڪ ٽفن دٻو گوکلي لڏن ۽ پورين سان ڀري ڏنم. هڪ ٻارهين آني واري ڪانوس جي ڳوٿري

ٻڌيم ۽ پوربندر جي اُن جو ڪوٽ سبايم. ٿيلهي ۾ ڪوٽ، پهرياڻ، ڌوتي ۽ توال وڌم. مٿان ڍڪڻ لاءِ هڪ ڪتو ڪنيم ۽ پاٿيءَ لاءِ لوٽو. اهو سامان سنباهي آءٌ ڪلڪتي مان اُسهيس.

گوکلي ۽ ڊاڪٽر راءِ اسٽيشن تي ڇڏڻ آيا. منع تہ گهٽيئي ڪئيمان، پر ڪين رهيا. گوکلي چوي تہ: "جي فرسٽ ڪلاس ۾ وڃين ها تہ شايد ڪين اچان ها. پر ٿرڊ ڪلاس ۾ ڪيئن نہ وهاري اچانءِ؟"

پليٽفارم تي وڃڻ کان گوکلي کي تہ ڪنهن ڪونہ روڪيو. ڌوتي، ڪوٽ ۽ ريشمي پگڙي پيل هيس. ڊاڪٽر راءِ کي بہ پنهنجي پوشاڪ پيل هئي. سو پهرين ٽڪيٽ ماستر روڪيس. تڏهن گوکلي پنهنجو دوست ڪري اندر وٺي ويس. آءٌ ٻنهي کان موڪلائي روانو ٿيس.

❊

(20)

# ڪاشيءَ ۾

ڪلڪتي کان راجڪوٽ وڃڻو هوم. وات تي بنارس، آگرو، جيپور، پالنپر ۽ راجڪوٽ ڏسڻ کان وڌيڪ وقت ڪون هوم. انهن شهرن ۾ هڪ هڪ ڏينهن لٿس ۽ پالنپور کانپوءِ ٻين هنڌ ياترين وانگر ڌرمسالائن ۾ يا پنڊن وٽ لٿس. مان نٿو ڀانيان ته سڄي مسافريءَ جو خرچ ڪو ٽيهن روپين کان مٿي ٿيو. ٿرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ، سا به ميل گاڏيءَ واسطي ڪين هئي. خبر هيم ته ميل جو ڀاڙو وڌيڪ ۽ پيهه به گهڻي.

ٿرڊ ڪلاس ۾ گندگي ۽ اهنج جيترو اڳي اوترو اڄ، ڪو تر جو فرق ٿيو هوندو. فرسٽ ۽ ٿرڊ ڪلاس ۾ فرق ڀاڙي جي فرق کان وڌيڪ آهي. هندوستان ۾ ٿرڊ ڪلاس يعني ڍورن جو ڪلاس ۽ سندن لاءِ سهنج سي به ڍورن لاءِ سهنج. يورپ ۾ مون رڳي ٿرڊ ڪلاس جي مسافري ڪئي. فرسٽ ڪلاس ڏسڻ لاءِ هڪ ڀيرو فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ ڳڌيم پر يورپ ۾ ڪلاسن جو هيترو فرق ڪونهي. ڏکڻ آفريڪا ۾ اڪثري حبشي ٿرڊ ڪلاس ۾ چڙهندا آهن. پر سندن لاءِ چڱا سهنج موجود آهن. ڪن هنڌ ته ٿرڊ ڪلاس ۾ گديلا ۽ سمهڻ لاءِ بندوبست به آهي. گاڏيءَ ۾ ڪيترن لاءِ جڳهه آهي سو فقط لکيل نه هوندو آهي، پر عمل ۾ ايندو آهي. پر هت ڪير ٿو ليکي. ڏسبو آهي ته ماڻهو هڪ ٻئي مٿان ڳاهٽ ٿيا ويٺا هوندا آهن.

سو به نهيو. وري مسافرن جون غليظ عادتون. ٿڪ ٿڪ ڪن، ڪچرو ڪن، ٻيڙيون ڇڪين، پان کائين، واڪا ڪن، ڪچ مڇين. پوءِ ڇئو ته ڏسڻي وائسڻي ماڻهوءَ کي ساڻن وهڻ ڪهڙو نه ڪنن آهي.

1902ع ۾ ۽ وري 1915-1919ع وچ ۾ ٿرڊ ڪلاس ۾ ڪر سڌارو ڪونه ڏٺم. هن اهنج جو هڪ ئي علاج سجهيم ته پڙهيل ٿرڊ ڪلاس ۾ چڙهي مسافرن جون عادتون سڌارين، اختياريَن وارن جو سڪ ڦتائين، پنهنجي سک لاءِ رشوت نه ڏين ۽ قاعدي جي انحرافي اصل برداشت نه ڪن.

اميد اٿم ته پوءِ گهڻو فائدو ٿيندو. افسوس جو 1920ع کانپوءِ ضعيفائيءَ

ڪري لاچار ٽرڊ ڪلاس جي مسافري بند ڪرڻي پيئي اٿم. سو بہ اهڙي وقت جڏهن سڌاري جا ڪي سعيا پئي ٿيا. ٽرڊ ڪلاس وارن جا اهنج لاهڻ، سندن عادتون سڌارڻ، پرديسين لاءِ خاص سهنج ڪرڻ. اهو هڪ وڏو سوال آهي. جنهن ڪي هڪ بہ برجستا اورچ سچڻ جنبي وجن تہ حل ٿي پوي.

هاڻي هيءَ ڳالهہ ڇڏي وري اچو ڪاشيءَ جي سفر تي. صبح جو پهتس. لهڻ ساڻ پنڊا ويڙهي ويم. منجهائن هڪڙو جو مانائتو ۽ صفا ٿي لڳم تنهن کي پسند ڪيم. خوش نصيبا چوندڙ چڱي نڪتي. بانيڻ جي گهر هڪ ڳئون بہ هئي. مون کي مٿي ماڙيءَ تي وهاريائين. مون کي تہ وڏ انوسار گنگا اسنان ۽ درسن ڪرڻو هو. سو اپواس ورايم. پنڊي سڀ تياريون ڪيون. تڏهن چتايومانس تہ مهاراج ذڪڻا سوا ربيو ڏينڊس: وڌيڪ جي آس نہ رکجو. تياريون بہ اهڙيون ئي ڪجو. چي ست وچن، وٺيو سو ڏجو. پوڄا تہ سيني لاءِ ساڳي آهي، باقي جهڙو يجمان اوتري ذڪڻا. پانيان ٿو تہ پوڄا ۾ ڪي گهٽ وڌ ڪين ڪيائين. اٽڪل ٻارهين بجي پوڄا ڪري ڪاشي وشوناٿ جيءَ جي درشن لاءِ ويس. ڏسي رسي کهي شرڌا بہ هلي ويم.

بمبئي ۾ 1891 ۾ جڏهن وڪالت ڪندو هوس تڏهن هڪ پيري پرارٿنا سماج ۾ "ڪاشيءَ جي ياترا" تي هڪ وياکياڻ ٻڌڻ ويس. اکيون تہ اڳيئي پٽيون هيم. پر نٿي پانيم تہ ڏٺي ڪانپوءِ تيهان نراس ٿيندس.

گهٽي سوڙهي ۽ چڪڻ. اندر گهمسان. مکيون اکيچار. ياترين جا واڪا ۽ دوڪاندارن جا هوڪا. ههڙي پوتر استان ۾ جتي منش سانت ۾ ايشور جو سمرن ڪري هت تہ اهو ڏيائي جو اندرون اندر پاڻ سمائي. ڪي پينر تہ بہ هيون جي آس پاس جو خيال ـ ـــري مکهہ نٿي وبيون هيون. پر انهيءَ ۾ مندر وارن جي ڪهڙي خوبي؟ انهن جو ڳڻ ڳائجي جڏهن مندر ۾ سانت، سڳنڌ، صفائي ۽ پاڪائيءَ جو وايو منڊل ـ ٻاهريون اندريون ـ اُتپن ڪن ۽ قائم رکن. سو تہ نهيو پر ڏس تہ ٻاهر لچن منائي وارن ۽ رانديڪن وارن جون پاچاريون وبنيون آهن.

مندر ۾ گهڙندي ئي دروازي وٽ سڙيل گلن جا ڍير پيا هئا. اندر سنگ مرمر جو لسو فرش، جنهن ۾ ڪنهن انڌ شرڌالوءَ کوٽي روپيا جڙايا هئا. هن ليکي سونهن، پر سچ پچ گند جون کڏون هيون. پوءِ "گيان واپي" کوهہ ڏي ويس. هت بہ ايشور جو درسن ڪئن. کوهہ وٽ بہ گند، سوڌ ڏو وينو هوس.

درسن ڪري هڪ پائي ڪيڏي اُداس رکيم. منهنجو رکڻ ۽ پوڇاريءَ جو اڇي تپڻ پائي کٽي اچلايائين. چي: "مرچوٺ اسان جو ايمان ڪندين تہ نرڳ ۾ ويندين." مون کي مڙيو ئي آنند. سو چيومانس تہ "جيڪا قسمت لکيل هوندو سو اوس ٿيندو. پر توهان جي منهن ۾ اهڙا وچن نٿا سونهن. هاڻي اُداس جي هيءَ پائي کپيو تہ ونو نہ تہ اها بہ ٿي موٽي کيسي ۾ وجي." تنهن تي باقي چيتو ٿيو. "هيءَ وٺ پنهنجي پائي. تو جهڙي جي پائي مون کي خير ٿي کپي." بس پوءِ رونگ ۾ بہ چار پيا بہ سخن پتيائين. آءُ بہ ماٺ ڪري، پائي کڻي رمندو رهيس ۽ پڪ سمجهيم تہ مهاراج پائي اجائي وڃائي ۽ مون بچائي. پر پائو بہ گهٽ پڪو ڪونہ هو. وري سڏيائينم: "چڱو پلا مون کي ڏي. آءُ تو جهڙو توروئي ٿيندس؟ نہ وٺان تہ پر لوڪ ويندءِ."

مون ڪڇڻ بنان پائي موٽائي ڏنيمانس ۽ ٿڏو ساهہ پري مندر مان نڪري ويس. بہ پيرا پوءِ بہ ڪاشي وشوناٿ جو درسن ڪيو اٿم. پر اهو "مهاتما" بڻجڻ کانپوءِ. سو 1902 جهڙو آزمودو وري ملڻ ڏکيو آهي. منهنجو "درسن" ڪندڙ مون کي مندر جو درسن ڪٿان ٿا ڪرڻ ڏين؟ مهاتمائن جي سورن جي مهاتمائن کي ئي خبر. باقي گندگي ۽ گوڙ تہ اڳي ڪان ئي اڳرا آهن.

ڀڳوان جي کميا ۾ ڪنهن کي شنڪا هجي تہ اهڙا تيرٿ استان ڏسي اچي. ڏسي تہ اهو مهايوگي پنهنجي نالي ۾ ڪيترو نہ پاکنڊ ۽ اڌرم ٿو سهن ڪري! چيو ڪين اٿس تہ:

"يي يٿا مام پر پدينتي تانس تٿيؤ ڀجام اهم"

ارٿات تہ جنهن ريت ماڻهو مون ڏي اچن ٿا تنهن ريت مان ڪين رسان ٿو. ڪرمن کي ڪير مٽيا ڪرڻ وارو آهي؟ پوءِ وري ڀڳوان جو وچ ۾ پوڻ جو ڪهڙو ضرور؟ هن پنهنجو قاعدو بڌائي پاڻ ڪيڏي ورتو آهي.

اهو آزمودو ونئي مسز بيسنٽ وٽ ويس. اجان بيماريءَ مان مس اُٿي هئي. پنهنجو نالو موڪليم ۽ اُمالڪ نڪري آئي. مون کي تہ فقط سندس درسن وٺو هو. سو چيومانس تہ: "مون کي توهان جي ناچاڪائيءَ جي خبر آهي. پر توهان جو درسن ڪرڻو هوم. ضعيف هوندي بہ توهين مليا تنهن لاءِ آءُ شڪرگذار آهيان. باقي توهان کي وڌيڪ ڪين ترسائيندس." ائين چئي نمسڪار ڪري اُٿيس.

*

(21)

## بمبئيءَ ۾ ٿهي ويٺس

گوکلي جي مرضي هئي تہ آءٌ بمبئي ۾ وڪالت ڪريان زور وٺي ساڻس راڄنيتي شيوا ۾ شامل ٿيان. تن ڏينهين راڄنيتي شيوا معنيٰ ڪانگريس جو ڪم. سندس اُتپن ڪيل سنستا ۾ مکيہ ڪم سنستا جو تنتر هلائڻو هو.

منهنجي بہ ساڳي مرضي هئي، پر شڪ هوم تہ متان ڏنڌي ۾ فتح نہ پايان. اڳيون آزمودو وسري ڪونہ ويو هوم. باقي وقت ڪي سلام ڪري ڪنهن جي خوشامند ڪرڻ سو مون لاءِ ڏکيو.

تنهن ڪري پهرين تہ راجڪوٽ ويس. اُتي منهنجو جهونو خيرخواهہ ۽ ولايت ڏي موڪليندڙ ڪيولرام ماوجي دَوي هو. هن اچڻ سان ئي ڪيس ڏنم. بہ اپيلون ڪانياواڙ جي جديشل اسسٽنٽ وٽ ۽ هڪ جامنگر ۾ ڪيس. ڪيس وڏو هو ۽ ڪٽڻ ڪان البت ڪؤ ڪاڏم. تنهن تي ڪيولرام دلداري ڏنيم تہ : "اُلڪو نہ ڪر. هارائيندا سين تہ بہ اسين .توهان ڪان پڇي سو ڪجو. لٿي پٽي آءٌ بہ ساڻ هوندس."

ڪيس ۾ مخالف ڌر جو وڪيل سرڳواسي مسٽر سمرٿ هو. محنت خوب ڪئي هيم. هتي جي قاعدي ۾ ڪچو هوس، پر ڪيولرام پاڙهي پڪو ڪيم. اڳي ٻڌو هوم تہ "سر فيروز شاهہ شاهديءَ جو قاعدو (Evedence Act) برزبان ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري مشهور ٿيو آهي. اها ڳالهہ مون بہ ڪري ڳنڍ ٻڌي هئي ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ ويندي شرط انهي قاعدي جو ٽيڪائن سوڌو اڀياس ڪيو هوم. تنهن ڪانسواءِ ڏکڻ افريڪا ۾ وڪالت جو آزمودو تہ هوم ئي.

ڪيس ڪٽيم. سو پاڻ ۾ ايمان ٻڌم. ٻنهي اَپيلن جو ڪوبہ اونو ڪونہ هوم. دل ۾ چيم تہ هاڻ جي بمبئي ويس تہ بہ پڇي ڪائيندس.

پر انهيءَ ڳالهہ تي اچان تنهن کان اڳ گوري عملدار جي بي خياليءَ ۽ اڄاڻائي جو هڪ نقطو ٿو ٻڌايانوَ. جديشل اسسٽنٽ کو هڪ هنڌ ويهي

ڪم ڪين هلائيندو هو. ڦرندو گشت ڪندو وتي ۽ جتي پاڻ تتي پنيانس وڪيل اصيل. ٻهراڙيءَ ۾ وڪيل جي فِي ٻـ آڪري. سو اصيل غريب جو ٻٽو خرچ. پر تنهن ۾ جج جو وڃي ڇو؟ منهنجي هڪ اپيل جي شنوائي ويراول ۾ هئي. ويراول ۾ تنهن وقت سخت پليگ. روز پنجن هزارن ماڻهن جي شهر ۾ ٻنجاهه ڪيس!شهر ڏس تہ ويران ٿيو پيو آهي. آءٌ ٻـ هڪ پرپانگ ڌرمسالي ۾ وڃي لٿس. ڌرمسالا شهر کان ڪجهه پرتي هئي، پرو ۽چارن اصيلن جو ڪهڙو حال؟ ڪيڏانهن وڃن ۽ ڪٿي لهن؟ بس غريبن جو هڪ ايشور.

مون کي وڪيل دوستن وٽان تار آئي هئي تہ صاحب کي منزل ڦيرائڻ لاءِ عرض ڪجي. عريضي پيش ڪندي صاحب ٿو چويم تہ ”توهان کي ڊپ لڳو آهي ڪيئن؟“

جواب ڏنومانس تہ: ”هت منهنجي ڊپ جو سوال ڪونهي. آءٌ پاڻ سنڀالي سگهان ٿو. پر ويچارن اصيلن جو ڪهڙو حال؟“

صاحب ”تنهنجو فڪر نہ ڪر. پليگ هاڻ هن ديس ۾ ديرو دمائي ويٺي آهي. ڊڄڻ اجايو آهي. ويراول جي عمدي آب هوا آهي. (صاحب شهر کان سمنڊ جي ڪناري تي، شاهي خيمي ۾ لٿل هو) ماڻهن کي مون وانگر کلي هوا ۾ رهڻ کپي.“

اهڙيءَ فيلسوفيءَ اڳيان ڪير ٿو بيهي سگهي؟ صاحب سرشتيدار کي سڏي چيو تہ: ”مسٽر گانڌي، جيڪي چوي ٿو سو ڌيان ۾ رکج. مون کي خبر ڏج تہ وڪيلن کي اهنج آهي ڪين اصيلن کي.“

صاحب حڪم ڪيو ۽ من آيس تيئن ڪيو. پر هن کي مفلس هندستان جي ڪهڙي خبر؟ هن کي اسان جي گهرجن، رواجن،عادتن جي ڪهڙي ڪل. گنين جو واپاري پاين جو ليکو ڪيئن ڪري؟ هاٿي ڪيئليءَ جي حال جو ويچار ڪري تهڙو صاحب هندوستانيءَ جون گهرجون سمجهي.

وري اچو پنهنجي قصي تي. ڪيس ڪنهن ڪانپورءِ بہ راجڪوٽ ۾ ڪي ڏينهن رهڻ جو خيال ڪيو هوم. ايتري ۾ هڪ ڏينهن ڪيولرام مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ: ”گانڌي توکي هت ڪين رهڻ ڏبو. تون بمبئيءَ ۾ وڃ.“

”پر اُتي بہ ڪو داءُ لڳي. ڪيس ڪير وٺي ڏيندم. خرچ توهين پرينداِ؟“

”تون بي فڪر رهہ. ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪم پهچائيندوسانءِ ۽ وجهه

مليو تہ هت وڏو بئرسٽر ڪري وني ايندوسانءِ. بئرسٽرن کي لاهڻ چاڙهڻ تہ اسان وڪيلن جو ئي ڪم آهي نہ؟ تنهنجي قابليت جي مون کي جامنگر ۽ ويراول ۾ خبر پيئي. هاڻ بي فڪر آهيان. تون راڄنيتي ڪم جو آهين، سو توکي هت ڪاٺياواڙ ۾ سنڌي ڪين آچار ڪنداسين. هاڻ ٻڌائي ڪر، ڪڏهن تيار ٿيندين؟"

"چڱو نتال مان ٿورا پئسا اچڻا اٿم، اچن تہ نڪران."

پئسا ٻن هفتن اندر اچي سهڙيا ۽ آءٌ بمبئي ڏي اسهيس. پين گلبرٽ ۽ سيانيءَ جي آفيس ۾ "چيمبرس" ورتم ۽ جڻ ٺهي ٺڪي ويٺس.

*

(22)

# ڌرم جي پريکيا

جيئن آفيس فورٽ ۾ ورتيم تيئن گهر گرگام ۾ ڪيم. پر ايشور اجان ٽائنيڪو ڪين ڇڏيم. ٿورا ڏينهن مس گذريا ته ايتري ۾ منهنجو ٻيو پٽ منيلال اچي سخت بيمار پيو. وڏو تپ سو به تپن جهڙو ٿيس. رات جو غشيءَ ۾ ايندو هو. نمونيا جي به لهس آئي هيس. هن بيماريءَ کان اڳ ٻالڪپڻ ۾ سيتلا لنگهائي هئائين.

ڊاڪٽر گهرايم. چي: "دوا مان ڪين چڙهندو. هن کي چڱي خورش ۽ سنڀال گهرجي. خاص ڪري بيضا ۽ مرغيءَ جو شروو مفيد ٿيندا." منيلال ڏهن ورهين جو ٻار. ٻار سان ڪهڙي صلاح ڪريان؟ فيصلو نيٺ به مون کي ڪرڻو هو. ڊاڪٽر هڪ نيڪ پارسي هو. چيومانس ته: "اسين سڀ ويشنو آهيون. ٻار کي اهي شيون کارائڻ نٿيون ٿين. پر ٻي ڪا شيءِ ڪانهي؟"

"توهان جي پٽ جي جان جوکي ۾ آهي. کير سان پاڻي ملائي ڏبس ته پوري طاقت ڪين ملنديس. آءٌ ٻين به هندن جي گهر ويندو آهيان. ڪين ڏسيندو آهيان سوئي ونندا آهن. توهين به جيڪر پنهنجي ڇوڪري سان ايتري سختي نه ڪريو ته چڱو."

"ڳالهه توهان جي به سچي. منهنجي جوابداري برابر ڳري آهي. ڇوڪر ساماڻل هجي ها ته ڪانئس پڇان ها, پر هاڻ ته مون کي ئي فيصلو ڪرڻو آهي. منهنجي خيال ۾ منش جي ڌرم جي ڪسوٽي سنڪٽ سمي ٿي ٿئي. ڪڙي ڪي ڪوٺي پر مون اهو ڌرم سئيڪار ڪيو آهي ته منش کي مانس وغيره نه ورتائڻ کپي. جياپي جي ساڌنن جي به حد آهي. جياپي لاءِ به ڪي ڳالهيون نه ڪرڻ کپن. منهنجو ڌرم مون کي پاڻ ۽ پنهنجن لاءِ اهڙي ويلي به مانس ورتائڻ کان روڪي ٿو. لاچار ٻار جي جان جو خطرو کڻڻ کان سواءِ مون کي ٻي ڪا واهه ڪانهي. پر توهان کي هڪ عرض آهي. ٻار جي ڇاتي ۽

نبض تپاسڻ مون کي ڪين ايندا. مون کي پاڻيءَ جي علاجن جي ڪجهه خبر آهي ۽ هاڻ اهي آزمائيندس. پر جي توهين وقت بہ وقت ليئو پائي ويندا ۽ منيلال جي بيماريءَ بابت خبر ڏيندا رهندا تہ عين مهرباني."

هن اشراف منهنجي مشڪلات سمجهي ۽ منهنجو عرض قبول ڪيو. جيتوڻيڪ منيلال پاڻ فيصلو نتي ڪري سگهيو تہ بہ مون ساڻس سربستي ڳالهہ ڪئي. چيائين تہ "بابا، توهان کي وڻي تيئن ڪريو. پلي پاڻيءَ جا علاج آزمايو. آءٌ بيضا، شروو ڪين وننڌس." اهو ٻڌي من هلڪو ٿيم. پر ائين بہ هو تہ جي چوانس ها تہ اهي بہ ڪائي ها.

مون کي ڪهني (kuhne) صاحب جي علاجن جي ڪجهہ خبر هئي ۽ ٿورو آزمودو بہ هوم. بيماريءَ وقت اُپواسن ۾ بہ ايمان هوم. ڪهني صاحب جي نسخي موجب منيلال کي ڪمر اسنان (Hip baths) ڪرايم. وقت تي ٽن منٽن کان مٿي ڏول ۾ ڪين وهاريندو هوسانس. ٽي ڏينهن يڪساهي نارنگيءَ جي رس ۽ پاڻيءَ تي گذر ڪيائين.

پر تپ ڪين ٽٽو ۽ 104 ڊگرين تي بيهي ويو. هڪ رات غشي چڙهيس ۽ آءٌ گهبرايس. دل ۾ چيم تہ "ڇا ٿو ڪرين؟ ٻار ويو تہ پاڻهين ڇا چوندو؟ لوڪ ڇا چوندو؟ منهنجي خفخانيءَ ڪري ٻار چو سهي؟ مائٽن جي خيالن ڪري ٻارن ڪهڙو گناهہ ڪيو؟ جي ڊاڪٽر نہ تہ چونہ ڪو طبيب ويج وٺي تو اچين؟"

بس من ۾ اهي ولورا پيا پون. جان کي جميعت نہ اچي. پر وري ائين بہ پيو چوان تہ: "هي جيو پاڻسان ڪرين سوئي پٽ سان ڪندين تہ ڪين پرميسر راضي ٿيندو؟ پاڻيءَ ۾ ايمان اٿيئي، دوائن ۾ نہ اٿيئي. ڊاڪٽر جيئندان نٿو ڏيئي سگهي. هو بہ تجربا ٿو ڪري. جيئڻ جي ڏوري تہ هڪ ايشور جي هٿ ۾ آهي. رام نام جپي، نالي جو اجهو وٺي، تون سڀ مٿس رک ۽ پنهنجو مارگ نہ ڇڏ."

انهن ولوڙن ڪري اندر ۾ آنڌ مانڌ هوندي هيم. منيلال جي پاسي کان سمهندو هوس. انهيءَ رات ويچار ڪيم تہ کيس آليءَ چادر ۾ ويڙهي سمهاريان. اُٿي چادر ڪنيم. ٿڌي پاڻيءَ ۾ ٻوڙيم- پوءِ نپوڙيم. پيرن کان ڳچيءَ تائين کيس ويڙهيم. مٿان بہ کتا وڌامانس ۽ مٿي تي پنل توال

رکيومانس. بت تپي باهہ ٿي ويو هوس، تہ بہ پگهر نہ نڪتو. هٿ لاءِ تہ سڪل جهڙو ڇوڏو.

ڏاڍو ٿڪ هوس. سو ماٽس کي وهاري ڇيم تہ اڌ ڪلاڪ چو پاتيءَ تان ٿڌي هوا ڪائي تازو ٿي اچان. رات جا ڏهہ کن لڳا هوندا. رستن تي آمدرفت گهٽ هئي، پر مون کي ڪي ڪين ٿي سُجهيو ۽ اُجهيو. ڏاڍو بي چئن ۽ پاڻ ۾ غلطان هوس. دل ۾ پرارٿنا ڪيم تہ هي يشورا منهنجي پئج رک. هن اهکيءَ مان اُڪار. رام نالو وني گهر موٽيس. دل ۾ دڪ دڪ. پر گهڙڻ سان منيلال ڇيم تہ "بابا. آيا".

"ها. پٽ"

"پلا هي تہ لاهيو. آءٌ تہ باهہ ۾ پيو جلان."

"پٽ پگهر آيو اٿيئي؟"

"پگهر! جنسي سنان وينو ڪريان."

نرڙ ڏسانس تہ پاڻيءَ جا ڦڙا بينا آهن. تپ تڪڙو لهندو پئي ويس. اُتي ئي ايشور جا ٿورا مڃيم.

"بابا هاڻ ڇتين. تپ جاڻ ويو. اجان بہ منت ترس تہ پيو بہ پگهر نڪري."

"هاڻ لاهيو. مان نٿو سهي سگهان. وري پوءِ رکجو."

پر اتڪل سان بہ چار ڳالهيون ڪري سانت ڪرائيمانس. ايتري ۾ منهن تان پگهر جا ريلا اچي وهيا. چادر لاٿيمانس. جهٽ ۾ بت اُگهي نوان ڪپڙا پهرائي سمهاريومانس. پوءِ پيءُ پٽ گڏ سمهي پياسين ۽ ٻنهي کي اُمالڪ گهري ننڊ کٽي ويئي.

صبح جو تپ گهٽو ڍرو هوس. کير، ڦل ۽ پاڻيءَ تي چاليهہ ڏينهن رهيو. اج سيني بارن ۾ منيلال جو بت چڱو آهي. ڪو چوندو تہ علاج بچايس. بيو تہ پرهيز بچايس. ٽيو تہ سنڀال بچايس. هرڪو پنهنجيءَ شرڌا موجب چوندو. منهنجي ليکي تہ ايشور لڄ رکي ۽ اج بہ ائين چوان.

*

(23)

# وري ڏکڻ آفريڪا

منيلال چاڪ ٿيو پر ڏنم تہ گرگام واري جاءِ سني نہ هئي. هڪڙي پوسل، ٻيو روشني گهٽ. سو ريواشنڪر ڀائيءَ سان صلاح ڪري بمبئي جي ڀھراڙيءَ ۾ رهڻ جو خيال ڪيم. ٻئنبرا. سئنتا ڪروز ۾ ٻيا هنڌ گهميس. پر ٻئنبرا ۾ ڪوس خانو گهاتڪو پر سمنڊ کان پري. سئنتا ڪروز ۾ هڪ عمدو بنگلوملي ويو. صحت جي خيال سان سنو هو.

چرچگيٽ اسٽيشن تائين هڪ فرسٽ ڪلاس سيزن ٽڪيٽ ٻڌيم. اڪثري اڪيلو وينو هوندو هوس ۽ فرحت سان گڏ ٿورو فخر بہ ٿيندو هوم. وقتي پنڌ ڪري ٻئنبرا ويندو هوس ۽ اُتان سڌو فاسٽ گاڏيءَ ۾ چرچگيٽ لهندو هوس.

ڌنڌو بہ زور وٺندو ويو ۽ ڪمائي خاصي هيم. ڏکڻ آفريڪا وارا اصيل ڪجھ نہ ڪجھ ٻيا مڪائيندا هئا. سو خرچ پڪو سولو نڪرندو هوم.

هاءِ ڪورٽ جو ڪم اجان هٿ نہ چڙهيو هوم. پر تڏهن "موٽ" ۾ بحث هلندو هو ۽ آءُ حاضر رهندو هوس. ڀھرو ونڻ جي همٿ نٿي ساريم. انهيءَ ۾ جميئترام نانا ڀائي پاڻ چڱو موڪيندو هو. هاءِ ڪورٽ ۾ ٻين نول ٻئرسٽرن وانگر آءُ بہ ويندو هوس. پر سچ پچ سمنڊ جون ٿڌيون هيرون ۽ جهوٽا کائڻ ويندو هوس. ٻيا بہ اهڙا، سو لج چو اچي؟ اسان ليکي اهو "فئشن" هو.

باقي هاءِ ڪورٽ جي پستڪاليہ مان ڪم ورتم ۽ ماڻهن سان سڃاڻپ وڌايم. سمجهيم تہ اج نہ تہ سڀان مون کي بہ هاءِ ڪورٽ جو ڪم ملندو. سو هيڏانهن بي اونو هوس.

هوڏانهن وري گوکلي جون مون ۾ اکيون. هفتي ۾ ٻہ ٽي ڀيرا چيمبر مان ليئو پائي ويندو هو. دوستن سان سڃاڻپ ڪرائيندو هو ۽ پنهنجي ڪم مان واقف ڪندو رهندو هو.

پر بندي جي من ۾ هڪڙي تہ صاحب جي من ۾ بي. اجان نهي نڪي وينس ۾ زور ونڻ لڳس تہ اوچتو هڪ ڏينهن ڏکڻ آفريڪا مان تار آئي. "چيمبرلين اچي ٿو مهرباني ڪري هڪدم موٽ ڪائو." منهنجو انجام مون کان ڪيئن وسري؟ جواب ڏنم تہ: "ڀاڙو خرچ موڪليو. اچڻ لاءِ تيار." هنن جا پئسا ڄاڻ آيا ۽ آءٌ آفيس کي تالو ماري نڪتس.

مون ڀانيون تہ ٻيو نہ تہ هڪ سال ضرور لڳندم. تنهن ڪري بنگلو رکيم ۽ ٻارن کي اتي ڇڏيم. تڏهن سمجهندو هوس تہ ساهس وارا جوان بي روزگار هجن تہ پرديس نڪري وڃن. ٻہ چار اهڙا جوان ساڻ وٺي ويس. انهن مان مگنلال گانڌي هڪ هو.

گانڌي ڪٽنب وڏو هو ۽ اڄ بہ وڏوئي آهي. جيڪي ديس ڇڏي پرديس نوان روزگار ڳولڻ لاءِ تيار هئا تن کي هٿ ڪيم. منهنجو پتا بہ سندن سار لهندو هو پر کين ڪنهن نہ ڪنهن رياست جي ڪم ۾ لڳائي ڇڏيندو هو. پر آءٌ کين ڪهڙيون نوڪريون وٺي ڏيان؟ هلندي هجيم ها تہ بہ نوڪري ڪين وٺي ڏيان ها. چوندو هوس تہ هرڪو سئاڏين ٿئي ۽ پنهنجي ٻانهين تري

جيئن منهنجا آدرش (منهنجي خيال موجب) وڌندا ويا تيئن کين پاڻ ڏانهن ڇڪيندو ويس. انهي ۾ آءٌ خاص ڪري منگلال گانڌيءَ سان سوڀارو ٿيس. هن ڳالهہ جو وڌيڪ ويچار پوءِ ڪرڻو آهي.

ٻارن کان جدائي، نهيل نڪيل گهر ڇڏڻ، پڪ مان شڪ ۾ پوڻ، اهو سڀ ذرا ڏکيو لڳو. پر مون پاڻ کي هيري ڇڏيو هو. جنهن جڳت ۾ ايشور بنا (ڪي سچ بنا) سڀ بي بقا آهي، اتي بقا جون ڳالهيون ڪرڻ ئي اجايون. چارو طرف ڏسجي ٿو تہ جو بڻي ٿو سو سڀ بي بقا آهي، مٿيا آهي. منجهس جيڪو هڪ پرم تتو استر وستو آهي تنهنجي بوجهہ پوي، تنهن تي شرڌا ٻجهي، تڏهين جيوت سار تڪ تي ٿئي. انهيءَ وستوءَ جي کوج ئي پرم پرشارٿ آهي.

ڊربن ۾ آءٌ جڻ هڪ ڏينهن بہ اڳيرو ڪين پهتس. ڪم تيار ٿيو رکيو هو. مسٽر چيمبرلين وٽ سفارت وڃڻ جي تاريخ بہ مقرر ٿي چڪي هئي. باقي مون کي عريضي ناهي سفارت سان گڏ وڃڻو هو.

** ڀاڱ ٽيون پورو ٿيو **

(1)

# ڪئي ڪمائي ڪت ؟

مسٽر چيمبرلين ڏکڻ آفريڪا کان ساڍن ٽن ڪروڙ پائونڊن جي پيٽا وٺڻ آيو هو. انگريزن ۽ وس پڄندي بوئرن جي دل وٺڻ آيو هو. سو هندوستاني عيوضين کي روڪ ٺوڪ جواب ڏنائين:

”جاڻو ٿا ته جوابدار بڻئڪن مٿان وڏيءَ سرڪار جي نالي ماتر اختياري آهي. توهان جا فرياد مون کي سچا لڳن ٿا. مون کان پڄندو سو ڪندس. پر توهان کي به جيئن تيئن ڪري هنن گورن سان پرچي سرچي گذر ڪرڻو آهي.“

ويچارا عيوضي جواب ٻڌي سراپجي ويا. آءٌ به نراس ٿي اُٿيس. سمجهيم ته جهڙا هئاسين تهڙا ئي رهياسين ۽ وري نئين سر کوڙا پيچٽا پيا. ساٿين کي به اها ڳالهه ذهن نشين ڪيم.

مسٽر چيمبرلين جي جواب ۾ ڪهڙي اوٽائي هئي؟

وائيءَ ۾ ور وجهڻ بدران سڌي سنواتي ڳالهه ڪيائين. ”ڏاڍي جي لٺ کي ٻه مٿا“ سو سبق مٺن ٻولن ۾ سيکاريائين.

پر اسان وٽ لٺ ڏکوا اچي ڪٿان؟ لٺ ته نهي پر لٺ جا ڌڪ سهڻ جي به سگهه مس هئي.

مسٽر چيمبرلين به چار هفتا رهڻ وارو هو. ڏکڻ آفريڪا ڪو ننڍڙو پرڳڻو ڪونهي، هڪ ديس آهي، کنڊ آهي. آفريڪا ۾ ڪئين ننڍڙا کنڊ سمايل آهن. ڪنيا ڪماريءَ (ڪيپ ڪامورن) کان سرينگر تائين جي 1900 ميل آهن ته ڊربن کان ڪيپ ٽائون تائين 1100 ميلن کان گهٽ ناهي. انهيءَ پيٽا کنڊ ۾ چيمبرلين کي واچوڙي وانگر گشت ڪرڻو هو. ناتال کان ٽرانسوال ويو. مون کي اُتي جي هندواسين جو به ڪيس تيار ڪري وٽس رجوع ڪرڻو هو. پر پهرئين پر توريا ڪيئن پهچان؟ وقت سر پهچان تنهن لاءِ ليسن گهرجي ۽ ليسن اسان (هندواسين) کي سولو نه ملي.

لڙائيءَ ڪانپوءِ ٽرانسوال ۾ ڪڪڙو ڪؤ لڳي پيئي هئي. نه جڙي ڪاڏو نه ملي پيتو نه ملن انگ لاءِ ڪپڙا. خالي ۽ بند دڪان سي جڏهن پرجن ۽ ڪلن. اهي به وقت گهرن. جيئن مال ايندو ويو تيئن ماڻهن کي موٽڻ جي موڪل ڏيندا ويا. تنهن ڪري هرهڪ ٽرانسوال واسيءَ کي پاس وٺڻي پيئي. گورا پاس گهرن ته اِجها آئي. اسين گهرون ته پاڻون وبنا ڪائون.

لڙائي لڳي ته هندوستان ۽ لنڪا کان ڪئين عملدار ۽ سپاهي ڏکڻ آفريڪا وچي نڪتا. منجهائن جيڪي رهڻ چاهين تن کي رهائڻ، انگريز سرڪار فرض ٿي سمجيو. نوان عملدار ڪين ڪنهن به صورت ۾ مقرر ڪرڻا هئا سو هي آزمودگار عملدار ته جڻ هڪيا تڪيا ملي وين. انهن عملدارن استادي ڪري هڪ نئون کاتو ڳولي ڪڍيو. پلا اهڙيون چالاڪيون ڪائڻ ڪو سکي. جي شيدين لاءِ ڏار کاتو آهي. ٿي، ايشيا واسين لاءِ به ڇو نه کولجي؟ دليل قبول پيو. آءٌ پهچان ٿي پهچان ته هي نئون کاتو نهي نڪي ساه ستيءَ ۾ پير کوڙي رهيو هو. جن عملدارن پٺجي ويلن کي پاسيون ٿي ڏنيون، تن سيني کي ٿي ڏنيون. پر هي ڇون ته ايشيا واسين جي ڪين ڪهڙي خبر؟ اسان جي سفارش تي ئي پاس ڪڍندا ته عملدرن جو خفو گهٽبو ۽ جيڪي سو ڪم گهٽبو. پر حقيقت ته اها هئي ته هن نئين کاتي کي ڪجهه ڪام ۽ ڪجهه دام جي ضرورت هئي. ڪم نه هجي ته نيٺ ضرورت به نه رهي ۽ کاتو ٽي ڪجي وڃي. سو هي ڪم ته من گهريو ملي وين.

هليون کاتي ڏي عريضيون. ويهي ويهي ماڻهو سڪي ويا جي ڪٽي جواب ملين. ٽرانسوال ڏي هندواسين جي پيڙ به هئي سو دلال نڪري پيا. بس پوءِ دلالن ۽ عملدارن ڏاڍا جاوا ڪيا ۽ جُٺُ تي ويچارن هندواسين کي نپوڙي وڌائون. هزارين روپيا لٽيائون. جي هلنديءَ بنا پروانو نٿو ملي ۽ هلنديءَ هوندي به وقتي ماڻهو ماڻهوءَ پنيان سؤ سؤ پائونڊ خرج ٿيو وڃن! هاڻي ٻڌايو ته آءٌ ڪيڏانهن وڃان؟

پوءِ ته پنهنجي جهوني دوست ڊربن جي پوليس سرپنٽينڊنٽ وٽ ڪاهي ويس. چيومانس ته "بيلي توهين پاس واري عملدار سان جاڻ ڪرايوم ۽ پروانو ڪڍائي ڏيوم. توهان کي خبر آهي ته آءٌ ٽرانسوال ۾ رهيو آهيان."

امالڪ توپلو مٿي تي وجهي مون سان گڏجي هليو ۽ پروانو ڪڍائي

ڏنائينم. گاڏيءَ تي پهچڻ لاءِ باقي هڪ ڪلاڪ مس هو. سامان وغيره اڳي ئي تيار ڪري رکيو هئم. سپرنٽينڊنٽ جو شڪرانو ادا ڪري آءٌ سڌو پرٽوريا ڏي اُسهيس.

مشڪلاتون دربيش هيون سي سڀ سجهيم پئي. پرٽريا پهتس، عريضي لکيم. ڊربن جي سفارت ۾ عيوضين جا نالا اڳوات پڇيا هائون يا نہ سو ياد نہ اٿم. هت تہ نئون تازو ڪاتو جاري هو. سو عيوضين جا نالا اڳوات پڇيائون مون کي موٽائڻ جو ئي مطلب هئن سا ٽيت هندواسين کي پئجي چڪي هئي.

پر انهيءَ ارمان جهڙي پر مزيدار قصي جو احوال اڳتي.

❊

(2)

# ايشيائي نواب شاهي

نئين کاتي جا عملدار واٽرا تي ويا تہ آءٌ ٽرانسوال ۾ آيس سو آيس ڪيئن؟ وٽن جي هندواسي ايندڙ ويندڙ هئا، تن کان پڇيائون. بر هنن ويچارن کي بہ کهڙي خبر. سو انومان ڪڍيائون تہ آيو آهي تہ اڳين سڃاڻپ جي زور تي بنا پرواني آيو آهي، تڏهن ڪرينس. باند.

وڏي لڙائيءَ کانپوءِ هميشه ٿوري وقت تائين آفيسرن کي ڪجهہ وڌيڪ اختياريون ڏنيون ويندڙ آهن. ڏکڻ آفريڪا ۾ بہ ائين ڪيو هئائون. هڪ صلح سانت رکڻ جو قاعدو پاس ٿيل هو. قاعدي جو قلم هو تہ جو شخص بنا پرواني ٽرانسوال ۾ گهڙي تنهن کي گرفتار ٿو ڪري سگهجي. انهيءَ قلم هيٺ مون کي گرفتار ڪرڻ لاءِ صلاحون مشورا هليا. پر مون کان پروانو گهرڻ جي همت نہ پيئي ٿئين.

عملدارن ڊربن ۾ تارون ڊوڙايون. خبر پيئن تہ مارا پروانو وٺي آيو آهي. تڏهن خفي ٿيا. پر نا اُميد تي هٿ ٻڌي ڪين وينا. جي نهيو اچي تہ وبو پر مسٽر چئمبرلين اڳيان حاضر ٿيڻ مور نہ ڏبس.

سو پهرين عيوضين جا نالا گهريائون. ڏکڻ آفريڪا ۾ رنگ پيد تہ جتي تتي هوئي هو. پر هت وري هندوستان جي گندي بوءِ آئي. ڏکڻ آفريڪا ۾ سب کاتا پرجا جي ڀلي لاءِ هلندا هئا، تنهن ڪري عملدارن ۾ هڪ نموني جي سرلتا ۽ نمرتا هئي. انهيءَ جو فائدو ٿورو ڪي گهڻو ڪارن پيلن کي بہ رونگ ۾ پئي مليو. هاڻي جڏهن هي نئون ايشيائي وايو منڊل داخل ٿيو. تڏهن وري ايشيائي کٽ پٽ ۽ 'جو حڪم' پڻ هليو. ڏکڻ آفريڪا ۾ هڪ قسم جي جوابدار سرڪار هئي، تہ هيءَ وري نواب شاهي پُرگهٽ ٿي. اتي رعيت کي اختياريءَ بدران. رعيت مٿان اختياري هئي. ڏکڻ آفريڪا ۾ پلا گورا گهر ڪري وينا هئا، سو اُتي جي گوري رعيت ٿي. انهيءَ ڪري عملدارن مٿان

روڪ هئي. انهي ملڪ ۾ ايشيا مان آيل خود مختيار عملدارن ٻڌي ڪري هند واسين جي حالت سوئري ۾ سوپاريءَ جهڙي ڪري وڌي.

مون کي ٻـ هن اختياريءَ جو نيڪ نيڪ آزمودو مليو. پهرئين تـ ڪاتي جي وڏي عملدار ڪونايم. اهو رئيس وري لنڪا مان اچي پيدا ٿيو هو. مون کي 'ڪونايو ويو' تنهن ۾ متان وڏاءُ نظر اچي، تنهن ڪري ڳالهه کولي ٿو لکان. مون کي ڪو خط ڪونـ لکيو ويو. پر اڳواڻ هندواسين کي وٽن هميشه ويڄڻو ٿي پوندو هو. انهن اڳواڻن ۾ مرحوم سيٺ طيب حاجي خان محمد بـ هو. تنهن کان هن صاحب پڇيو تـ، "هي گانڌي ڪير آهي؟ ڇا لاءِ آيو آهي؟"

سيٺ جواب ڏنس تـ "اسان جو صلاحڪار آهي. اسان کيس گهرايو آهي."

"تڏهن اسين سڀ ڇا لاءِ ويٺا آهيون؟ اسين توهان جي سار سنڀال نٿا وٺي سگهون؟ گانڌيءَ کي هتي جي حالتن جي ڪهڙي خبر؟"

طيب سيٺ جيئن تيئن منهن ڏيئي آيس. "توهين برابر ويٺا آهيو. پر گانڌي بـ اسان جو آهي ۽ اسان جي ٻولي ڄاڻي، اسان جا خيال ٿو سمجهي. توهين وري بـ عملدار ٿيا."

تنهن تي صاحب حڪم ڪڍيو تـ، "گانڌيءَ کي مون وٽ وٺي اچو." سو طيب سيٺ سان گڏجي ويس. ڪرسي وري ڇا جي؟ ٻئي بيٺا هئاسين.

مون ڏي نهاري "توهين هت ڪهڙي ڪم سان آيا آهيو؟"

جواب، "آءٌ ڀائرن جي سڏ تي کين صلاح مصلحت ڏيڻ لاءِ آيو آهيان."

"پر توهان کي هت اچڻ جو ڪهڙو حق آهي؟ توهان کي پروانو مليو آهي، پر ڀل کان مليو آهي. توهين هتي جا رهواسي ڪين آهيو. توهان کي موٽي ويڄڻو پوندو. مسٽر چئمبرلين اڳيان توهين ڪين وڃي سگهندا. هتي جي هندواسين جي پرداخت لاءِ تـ اسان جو هيڏو ڪاتو مقرر ڪيو ويو آهي. چڱو توهين هاڻي وڃو."

بس ايترو چئي صاحب مون کي رضا ڏني. جواب ڏيڻ بـ ڪين ڏنائين. ٻين ساٿين کي وهاري تڙي ڪڍيائين ۽ مون کي ٽرانسوال مان موٽائڻ جي صلاح ڏنائين. ڏجهندا خار کائيندا موٽيا. ڇي وري نئون آزار ٿيو.

*

(3)

# مِنيءَ مان تہ مُنيءَ بہ مان

بي عزتيءَ جو ڏاڍو ڏک ٿيم پر اهڙا اڳي بہ ڊِڪ پريا هئم سو سهي سهي روڙو ٿي ويو هئس. لاچار ٻوڙهو ٻُڌي، سانت ۾ ويهي، هن حالت ۾ ڇا ڪجي تنهن تي غور ڪيم.

مٿي ذڪر ڪيل عملدار جو ڪاغذ آيو ڇي مسٽر چئمبرلين مسٽر گانڌيءَ سان اڳي ئي ڊربن ۾ مليو آهي، تنهن ڪري سندس نالو عيوضين مان برطرف ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو آهي.

ساٿين کي اهو ڪين آئڙيو. ڇي اهڙي سفارت ئي گهوري. مون کين قوم جي درگتي سمجهائي: "جي توهين مسٽر چئمبرلين وٽ نہ ويندا تہ ڇاڻايو ويندو تہ هت توهان سان ڪابہ سختي ڪانهي. وري بہ جيڪي چوڻو آهي سو لکي پڙهڻو آهي. سي تيار آهي. هاڻ لکت آءٌ پڙهان يا ٻيو سا ڳي ڳالهہ آهي. مسٽر چئمبرلين ڪو سوال جواب ڪونہ ويهي ڪندو. البتہ منهنجي گهٽتائي تي پر اهو ٻوڙهو ڪيئن بہ ڪري ٻُڌي وڃڻو آهي."

مون بس ڪئي تہ سيٺ طيب وراڻيو "توهان جو اَپمان سو اسان جو نہ تہ وري ڪنهن جو؟ توهين بہ اسان جي ئي عيوضي تہ آهيو؟ سو ڪيئن ٿو وسري؟"

"اهو برابر، پر اهڙيون نوڪرون بہ قوم کي سَهڻيون پونديون. اسان وٽ ٻيلا ٻيو ڪهڙو علاج آهي؟"

"ڪاهڻي هجين سا ڪاهين. پر ڏنو وائنو ٻيهر اَپمان ڪين ڪرائبو. بچڙا تہ هونئن ئي پيا ٿيون. ڪهڙا حق ملي آبادي تسندي؟"

مڙس جو جوش ڏسي خوش ٿيس، پر ڇيم تہ انهيءَ جو وقت ڪونهي. قوم جي حالتن مان واقف هئس. سيني تي ٿڌو ڇنڊو وجهي، پنهنجي بدران مرحوم مسٽر جارج گاڊفري بئرسٽر کي موڪلڻ لاءِ چيومان.

مسٽر جارج گاڊفري سفارت وني ويو. جواب ۾ مسٽر چئمبرلين مون ڏي

اشارو ڪيو. ”ساڳئي شخص کي ٻڌڻ کان ٻئي کي ٻڌڻ واجبي آهي.“ وغيره چئي ڦٽ چٽائڻ جي ڪوشش ڪيائين.

هن ڪانپوءِ قوم جو ڪم وڌيو ئي، گهٽيو ڪين. وري الف بي بي کان ساڳيو ڪم شروع ڪرڻو پيو. اهڙا به هئا، جن مهڻا ڏنم ته، ”توهان جي چوڻ تي قوم لڙائيءَ ۾ شامل ٿي. تنهن مان ڪڙتيل به اهو ئي نڪتو؟“ پر مهڻن جو خيال ڪونه هئم. چيم ته، ”صلاح ڏينم تنهنجو پڇتاءُ هينئر به نٿو ڪريان. شامل ٿياسين سو چڱو ڪيوسين. اسان پنهنجو فرض ادا ڪيو. انهيءَ جو نتيجو پلي اسان کي نظر ۾ اچي، ته به شُپ ڪم جو ڦل شُپ ئي آهي، سو پڪو وشواس اٿم. پر وئي کي ڪيترو وچائبو. هاڻي چا ڪجي تنهن تي ويچار ڪرڻ بهتر آهي. انهيءَ تي سوچ ويچار ڪريو.“

اها ڳالهه بين به پسند ڪئي.

چيومان ته، ”جنهن ڪم لاءِ مون کي توهان گهرايو هو سو سچ پچ پورو ٿيو. پر منهنجي نظر ۾ موڪل ڏيندا ته به وس پڄندي آءٌ ٽرانسوال مان کسڪي ڪين ويندس. منهنجو ڪم هاڻي ناتال ۾ نه، پر هت ئي شروع ٿيڻ کپي. سال ڪانپوءِ ديس موٽڻ جو خيال لاهي، هت ئي وڪالت ڪرڻ جي سند وٺڻ کپيم. هن نئين کاتي سان چٽا پيٽي ڪائڻ جي مون کي جرئت آهي. جي منهن نه ڏينداسين ته قوم ڦربي ۽ وقتي هتان سندس تڏو کڻائيندا. قوم جي ڪمزوري روز وڌندي ويندي. مسٽر چئمبرلين مون سان ڪٽي نه مليو. فلاڻو عملدار مون سان ڪٽي گهٽ وڌ هلت هليو. پر قوم جي هاڃيءَ اڳيان انهن جو ڪو حساب ڪونهي. هت ڪتي وانگر رهي ٽڪر کائڻ اسان جي شان وٽان ناهي.“

بس ڳالهه کي ڪٽي چيڙيم. پر توريا ۽ جوهانسبرگ ۾ رهندڙ هندواسي اڳواڻن سان صلاح ڪري نيٺ جوهانسبرگ ۾ آفيس کولڻ جو خيال ڪيم.

ٽرانسوال ۾ وڪالت جي سند ملندي يا نه تنهن بابت به شڪ ته هئم پر وڪيلن جي منڊل منهنجي عريضيءَ تي اعتراض ڪين ورتو ۽ وڏيءَ عدالت عريضي منظور ڪئي.

هندواسيءَ کي شهر ۾ چڱي هنڌ آفيس ملي سا به مشڪل ڳالهه هئي. مسٽر رچ سان واقفيت هيم. تنهن واپاري منڊل ۾ ۽ دلال معرفت آفيس جي جاءِ سني هنڌ هٿ ڪري ڏني.

(4)

# قربانيءَ جي لهر

ٽرانسوال ۾ قومي حقن لاءِ ڪيئن لڙڻو پيو ۽ ايشيائي کاتي جي عملدارن سان ڪيئن پڄڻو پيو، تنهن جو ذڪر ڪرڻ کان اڳ پنهنجي جيون جي بين ڪن ڳالهين تي نظر ورائڻ جي ضرورت آهي.

هيستائين ڪجهه پئسو ميڙڻ تي دل هيم. پر مارت ۽ پراپڪار سان سؤارٿ ۽ خود غرضي به گڏيل سڏيل هئي.

بمبئيءَ ۾ جڏهن آفيس کولي هيم، تڏهن هڪ امريڪن ويمي جو دلال مون وٽ پيهي آيو. سهڻي شڪل، شيرين زبان، جيئن نه ڪو جهونو يار هجي، تيئن مون سان آئينده جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. "امريڪا ۾ تنهنجي درجي جا ماڻهو پنهنجو ويمو ضرور اُتارائين. توکي به ائين ڪري آئينده لاءِ بي اوني رهڻ کپي. حياتيءَ تي پروسو ڪونهي. امريڪا ۾ اسين ويمو اتارائڻ پنهنجو ڌرم ليکيندا آهيون. ڇا! هڪ ننڍو سنو ويمو ڪرائڻ ۾ مان توکي هر ڪائي ڪين سگهندس؟"

هيستائين ڏکڻ آفريڪا ۽ هندوستان ۾ گهڻن ئي دلالن کي موٽايو هئم. پائيندو هئس ته ويمو اُتارائڻ يعني اندر ۾ ڊپ ۽ ايشور ۾ اوشواس. پر هن ڀيري آءٌ ريبجي ويس. جيئن هي يار ڳالهيون پيو ڪري تيئن ٻارن ۽ زال جون مورتون منهنجي اکين اڳيان پيهيون ڦرن. ڇوان ته، "ڙي من، استريءَ جا مڙيو ئي زيور تو نيڪال ڪري ڇڏيا. سياڻي ڪجهه ٿي پوي ته زال ۽ ٻارن جو سڄو بوجو غريب ڀاءُ. جنهن پتا سمان پارڻ موکيو آهي، تنهن تي ڪين پوندو؟ اهو ڪي ڪر جو مينهن وسندي ڪم اچي." بس اهڙا دليل ڊوڙائيندي نيٺ ڏهن هزارن رپين جي پاليسي ڪڍي ڪيدايم.

پر ڏکڻ آفريڪا جي بدليل حالتن ۾ منهنجا ويچار به بدلجي ويا. ڏکڻ آفريڪا جي نين آپدائن جي منهن ۾ مون جيڪي جيڪي قدم کنيا، سي

ايشور کي ساکي جائي کنيم. هاڻي ڏکڻ آفريڪا ڪيترو وقت رهڻو پوندو تنهنجي ڪابہ ڪل ڪان هيم. پانيم تہ وري هندوستان ڇا جو؟ هاڻي ڪٽنب سان رهڻو پوندو. انهن جو وڇوڙو هاڻي نٿو نهي. سندن پڙهڻ پلجڻ بہ ڏکڻ آفريڪا ۾ ئي ٿيڻ گهرجي. اهي ويچار ڊوڙائيندي پاليسي پرڻ مون لاءِ ڏکي ٿي پيئي. دلال جي قندي ۾ ڦاٿس تنهن لاءِ لڄ آيم. "جو پاءُ پتا سمان آهي سو نندي پاءُ جي ودوا جو بوجو ڳرو سمجهندو؟ پلا. تون اول ئي مرندين سو ڇو؟ رکيا ڪندڙ ايشور آهي. نہ تون نہ تنهنجو پاءُ. ديمو اتاراڻي تو پنهنجن بالڪن کي پراڏين بنايو. ڇو نہ پنهنجي جنگهين اُتي بيهين؟ ڪئين غريبن جي بالڪن جو ڪهڙو وس وسيلو آهي؟ ڇو نہ کين سندن جهڙو ٿو ليکين؟"

بس اها ويچار جي لهر هلي. انهيءَ جو عمل امانڪ ڪين ڪيم. ياد اٿم تہ ويمي جي هڪ قسط ڏکڻ آفريڪا ۾ بہ پريم.

پر هن ويچار جي سلسلي کي باهريون زور مليو. ڏکڻ آفريڪا جي پهرين مسافريءَ ۾ آءٌ عيسائي وايو منڊل ۾ اچي ڌرم بابت سجاڳ ٿيس. هن پيري وري ٿياسافيءَ جي وايو منڊل ۾ آيس. مسٽر رچ ٿيانسٽ هو. سندس معرفت جوهانسبرگ جي سوسائٽيءَ سان سنبنڌ ٿيم. ميمبر ڪونہ ٿيس جو منهنجو ڪجهہ مت پيد هو. پر ساڻن روز ڌرم تي گيان گوشٽ هلندي هئي. سندن ڪتاب پڙهيم. سندن منڊل ۾ ڪڏهن بہ وچن بہ چوڻا پونم. ٿياسافيءَ ۾ پراتريءَ پاءُ اٿپن ڪرڻ ۽ وڌائڻ مکيہ وستو آهي. انهي وشيہ تي اسين خوب بحث ڪندا هئاسين ۽ جڏهن انهيءَ چوڻيءَ ۽ ڪرڻيءَ ۾ پيد ڏسندو هئس، تڏهن مٿن ٽيڪا ٽپڻو بہ ڪندو هئس. انهيءَ ٽيڪا جو اثر مون تي چڱو ٿيو جو آءٌ آتم نرک ۽ خود شناس ٿيندو ويس.

*

(5)

# آتم نرک جو قل

سنہ 1893ع ۾ جڏهن عيسائي پائرن جي ست سنگ ۾ آيس تڏهن آءٌ جڻ هڪ سيڪڙات هئس. بائيبل جو سنديشو ٻڌائڻ، سمجهائڻ ۽ مون کان سئيڪار ڪرائڻ ۾ پاڻ پتوڙيندا هئا. آءٌ سندن سکيا نمرتا ياو سان، بي ريا تي ٻڌي سمجهي رهيو هئس. انهيءَ سان گڏ مون هندو ڌرم جو وت آهر پئي اڀياس ڪيو ۽ ٻيا ڌرم سمجهڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي. پر هاڻي 1903ع ۾ حالت ڦريل هئي. ٿياسافسٽ پائرن مون کي سوسائٽيءَ ۾ ڇڪي نيو ٿي، پر هڪ هندوءَ کان لاڀ وٺڻ خاطر. سندن ڪتابن ۾ هندو ڌرم جو اثر پڌرو آهي، سو هنن ڪري ڳڻيءِ ٻڌي تہ آءٌ کين مدد ڏيئي سگهندس. چيو مان تہ ٻيلي، منهنجو سنسڪرت جو اڀياس تڇ آهي، مون هندن جا ڌرمي گرنٿ مول سنسڪرت ۾ ڪونہ ڏٺا آهن ۽ ترجما بہ ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ پڙهيا آهن. پر سنسڪار ۽ پورب جنم ۾ مڃتا هئڻ ڪري پانيائون تہ آءٌ ٿوري گهڻي مدد ڏيئي سگهندس. پلا وڻ ناهہ اتي ڪانڌيرو بہ درخت. ڪنسان سوامي وويڪا نند جو تہ ڪنسان وري مٽيلال نيو پائيءَ جو 'راج يوگ' پڙهڻ شروع ڪيم. هڪ سان تہ 'پاتنجليءَ جو يوگ درسن' پڙهڻو پيم. پر ڳچ جيترين سان گيتا جو اڀياس شروع ٿيو. هڪ ننڍڙو سنو "جگيا سو منڊل" برپا ڪيوسين ۽ نيم موجب اڀياس هليو. گيتا ۾ منهنجو پريم ۽ شرڌا تہ اڳي ئي هئي. پر هاڻي منجهس ڳوڙهو اُتريس. هڪ بہ ترجما هئم. جن جي مدد سان مول سلوڪ سمجهڻ جي ڪوشش ڪيم ۽ روز هڪ يا ٻہ سلوڪ ڪنٺ ڪرڻ جو نيم ڌاريم.

صبح جو ڏندڻ ۽ سنان جي وقت ياد ڪندو هئس. ڏندڻ تي پنڌرهن منٽ ۽ سنان تي ويهہ منٽ لڳندا هئم. ڏندڻ انگريزي نموني بيٺي بيٺي ڪندو هئس. سامهون پٽ تي گيتا جا سلوڪ لکي چنبڙائي پوءِ جڏهن

ضرورت پوندي هئي، تڏهن ڏسي ڏسي رٽيندو ويندو هئس. اهي رٽيل سلوڪ وري پوءِ سنان ڪندي پڪا ڪندو هئس. مطلب تہ انهيءَ وقت ۾ پويان چئي ويندو هئس. ۽ نوان ياد ڪري وٺندو هئس. ائين ڪندي يانيان ٿو تہ مڙئي ئي تيرهين اڌياءِ تائين ياد ڪيم. پوءِ تہ ڏنڊا وڌي پيا. چئجي تہ ستيا گره جنم ورتو ۽ انهي بالڪ کي نپائيندي، فرصت جو وقت مٿس ويچار ڪندي ويندو هوءِ اڄ پڻ ائين نبري رهيو آهي.

انهي گڏجاڻي گيتا پڙهڻ جو اثر ٻئي تي ڪهڙو ٿيو سو ٻاڻ ڄاڻن، پر مون لاءِ تہ اهو گرنٿ منهنجي رهڻيءَ لاءِ هڪ اڻ گس رهنما ٿي پيو. منهنجو جڻ هڪ ڌرمي ڪوش (ڊڪشنري) هو. جهڙي طرح ڏکين انگريزي لفظن جي معنيٰ لاءِ انگريزي ڊڪشنري ڏسندو هئس، اهڙي طرح رهڻيءَ بابت، مشڪل ڳالهين ۽ ڏکين مسئلن بابت گيتا جيءَ کان سهارو وٺندو هئس. 'اپرگره (سڀ ڪجهہ تياڳ ڪرڻ)، سمان ڀاو (سڀ کي هڪجهڙو سمجهڻ) ۽ ٻين شبدن يانءِ تہ من کي قيد ڪٽي ڪيو. سمان ڀاو ڪيئن اٿپن ڪجي ۽ ڪيئن قائم رکجي؟ بي مروت، ڦڏئي ۽ رشوت خور عملدارن ۽ اُپاڪري سڄڻن وچ ۾ سمان ڀاو رکڻ ۽ ڀيد نہ ڪرڻ تنهنجو مطلب؟ ۽ پورن نرڏن، يعني تہ؟ ديهہ اٿئون، سا ٿوري وٿ آهي؟ استري پٽر وغيره اهي بہ هڪ قسم جي مالي ناهن؟ ڪتابن جي ڍڳن سان ڀريل ڪٻٽ اهي ٻاري ڇڏيان؟ گهر ٻاري تيرٿ ڪريان؟ هائو. سڌو جواب آيو تہ گهر ٻارڻ بنا تيرٿ وري ڇاجو؟ انگريزي قاعدي بہ ٽيڪو ڏنو. اِسنيل صاحب واري سڌانتن جو ڪتاب ياد آيم. 'ترستي' لفظ جي معنيٰ گيتا جيءَ جي ابياس ڪري وڌيڪ چٽي سمجهيم. قاعدن جي شاستر لاءِ عزت وڌيم. قاعدن ۾ بہ ڌرم ڏٺم. ترستيءَ وٽ ڪروڙها روپيا هجن تہ بہ پائي حرام، تيئن سمجهيم تہ ممڪش يا جڳياسوءَ کي بہ رهڻ گهرجي. ڏياتيءَ وانگر ڏٺم تہ نرڏن ٿيڻ ۾ سمان ڀاو رکڻ ۾ سچي مراد ۽ شڌ هردو صروري آهن. ريواشنڪر ڀائيءَ کي لکي موڪليم تہ ويمي جي پاليسي هڪدم بند ڪجو. ڪجهہ موٽي ملي تہ واهہ، نہ تہ ويو سو ويو. ٻارن ۽ استريءَ جي پالنا اسان جو اُپائيندڙ ڪندو. مطلب تہ انهيءَ نموني هڪ خط ڪيس لکيم. پتا سمان ڀاءُ کي بہ لکي موڪليم تہ، "هيستائين جيڪي بچائي ٿي سگهيس سو توهن وٽ حاضر هو. پر هن ڪانپوءِ مون ۾ ڪا آس نہ رکجو. جيڪي ڪجهہ بچندو سو قوم جي چرنن ۾ ڀيٽا رکندس."

پر اها ڳالهہ ٻاءُ کي جهٽ ۾ نہ سمجهائي سگهيس. پهريائين تہ منهنجا فرض سمجهائڻ بابت هڪ سخت خط لکيائينم . جي، بابي کان وڏيڪ سياڻو ڪونہ آهين. جيئن بابي ڪٽنب جي سنڀال ٿي ورتي تيئن توکي بہ وٺڻ گهرجي. وغيره. مون وري وينتي ڪئي تہ جيڪي بابي ڪيو هو، سو ٿي ڪري رهيو آهيان. توهين ڪٽنب شبد جو ارٿ ذرا ڇنڊ ڪندا تہ منهنجو قدم سمجهي سگهندا.

ٻاءُ آس لاهي وينو ۽ لکپڙهہ بند ڪري ڇڏيائين. البت مون کي ڏک ٿيو پر جيڪي مون ڌرم ٿي سمجهيو سو ڇڏڻ ۾ مون کي وڌيڪ ڏک ٿي ٿيو. لاچار گهٽ ڏک سهڻ قبول ڪيم. تڏهن بہ ٻاءُ سان نرمل ۽ گهري محبت قائم هيم. ٻاءُ کي ڏک بہ پريم وچون ٿيو هو. پئسي جي ايتري درڪار نہ هيس جيترو ڪي ڪٽنب سان منهنجي سهڻي ورتاءَ جو اونو هئس.

آخر ٻاءُ جي دل بہ پني. مرڻ ويل جاڳايائين تہ منهنجو قدم ٿي سچو ۽ ڌرمي هو. سندس دل پڳهائيندڙ خط مون کي مليو. جي پيءُ پٽ کان معافي وٺي سگهي ٿو تہ ٻانيو هن مون کان معافي ورتي. چي منهنجا پٽ بہ پنهنجا سمجهي پاڻ وانگر نپائج. مون سان آخرين وقت ملڻ لاءِ بي صبر هو. تار ڪيائينم. مون بہ تار رستي جواب ڏنو تہ 'توهين ضرور اچو'. پر اسان جي گڏجاڻي نہ ٿيڻي هئي.

پٽن بابت سندس خواهش بہ پوري ڪين ٿي. ٻاءُ ديس اندر ديهہ تياڳي. چوڪرن تي اڳئين جيون جو اثر هو سو ورق ورائي ڪين سگهيا. نڪي آءٌ کين پاڻ ڏي ڇڪي سگهيس. انهيءَ ۾ ڪا سندن اوڻائي ڪانہ هئي. سڀاءُ ڪير ٿو مٽائي سگهي؟ زبردست سنسڪارن کي ڪير ٿو لئي متي ڪري سگهي؟ اسين جو ڀانيون ٿا تہ جيئن اسان ۾ ڦيرو اچي ٿو يا سين ڪُلون ٿا. تيئن اسان جي گهر جي ياتين ۾ يا ساٿين ۾ ٿيڻ کپي سو اجايو پرم آهي.

ماءُ پيءُ جي ڪيڏي ڳري جوابداري آهي، سو هن مثال مان ڪجهہ محسوس ڪري سگهجي ٿو.

*

(6)

## ويشنو ڀوڄن لاءِ قرباني

حياتيءَ ۾ جيئن تياڳ وڌندو ويو ۽ سادگي ۽ ڌرم جاڳرتا وڌي تيئن ويشنو ڀوڄن جو ۽ انهيءَ پرچار ڪرڻ جو شوق وڌيو. ڪنهن به ڪم جو پرچار مون کي هڪ ئي نمونو سمجهيو آهي. پاڻ ڪرڻ ۽ تنهن سان گڏ ٻين کوجنا ڪندڙن کان حال احوال وٺڻ.

جوهانسبرگ ۾ هڪ ويشنو ڀوڄن گهر هو. اهو هڪ جرمن، جو ڪيوني (Kuhni) جي جل علاج ۾ مڃيندڙ هو، سو هلائيندو هو. اُتي وڃڻ شروع ڪيم ۽ ٻيا جيترا انگريز دوست پاڻ سان ڪاهي سگهندو هوس سي وٺي ويندو هيس پر ڏٺم ته هي 'گهر' گهڻو وقت جٽاءُ ڪين ڪندو. پئسي جي کوٽ ته لڳي ئي بيٺي هيس. جيڪا مون کان پُڄي اوتري مون مدد ڪئي. ڪجهه پئسا به وڃايم. نيٺ اهو گهر بند ٿي ويو. گهڻي ئي ٿياسافسٽ ويشنو ڀوڄن وٺندا آهن. ڪي پورو ته ڪي اڌوُرو. انهيءَ سوسائٽيءَ جي هڪ استري ڏاڍي برجستي هئي. وڏو سنو ويشنو ڀوڄنالو کوليائين. ڪلا جو به شوق هئس. خرچ جي پرواهه ڪانه ۽ حساب جو خيال ڇا جوءِ دوستي به چڱن خاصن سان هئس. پهريائين ڪم ننڍي ڪڙيءَ تي ڪيائين. پر پوءِ وڌائڻ ۽ وڏي جڳهه وٺڻ جو خيال ڪيائين. تنهن ۾ مون کان مدد گهريائين. تڏهن مون کي سندس حساب ڪتاب جي ڪابه ٿيٺ ڪانه هئي. ڀانيم ته ليکو ٺيڪ هوندو. آءٌ به سهنجائيءَ سان مدد ڏيئي سگهيس ٿي. ڪيترن اصيلن جا پئسا مون وٽ رهندا هئا. تن مان هڪ جي موڪل وٺي سندس امانت مان اٽڪل هڪ هزار پائونڊ ڪيڍي ڪٽي ڏنم. اهو اصيل وڏيءَ دل وارو ۽ وشواسي هو. گرمٽيو (Indentured labourer) تي هت آيو هو. چوي ته "ڀائي، جيئن توهان جي دل ۾ اچي تيئن پئسا ڪيڍي ڏيو. مون کي ڪهڙي خبر، آءٌ ته توهان کي ئي سڃاڻان ٿو." نالو بدري هئس. ستياگرهه ۾ پاڻ چڱو موکيو

هئائين. جيل بہ ڪاٽي آيو هو. انهيءَ موڪل ڪانپوءِ مون پئسا اُڌارا ڪيڍي ڏنا. ٻن ٽن مهينن اندر خبر پئجي ويم تہ پئسا ٻڏا. موٽي ڪين ملندا. ايڏيءَ رقم تان آهو ڪٽڻ جي طاقت ڪان هيم. ايترن پئسن جي گهرج ٻين ڪمن لاءِ بہ هيم. پئسا موٽي ڪين مليا. پر ڇيم تہ بدريءَ جا پئسا ڪيئن ويندا؟ هن تہ ايمان رکي مون کي ڏسي ڏنا هئا. اهي پئسا مون ڪيس پاڻ پري ڏنا.

هڪ اصيل دوست سان انهن پئسن جي اوڏر پاڏر جي ڳالهہ ڪيم. هن مون کي منو نپڪو ڏيئي سجاڳ ڪيو: "ڀائي، (ڏکڻ آفريڪا ۾ آءُ 'مهاتما' ڪونہ بڻيو هئس، 'باپوُ' بہ ڪونہ ٿيو هئس. اصيل دوست مون کي 'ڀائي' سڏيندا هئا) هي ڪم تنهنجو ناهي. اسين تہ تنهنجي آڌار تي ٻيا هلون. اهي پئسا توکي موٽي نہ ملڻا آهن. بدريءَ کي تہ پنهنجا وچائي پورا ڪري ڏيندين. پر اهڙن سڌارڪ ڪمن ۾ سيني اصيلن جون رقمون ڪيڍي ڏيندين تہ اصيل تباهہ ٿي ويندا ۽ توهين اگر تگر ڇٽ ڪري اڇي گهر وني ويهندا. تنهن ۾ توهان جو راج نيتي ڪم رلي ويندو."

خوش قسمتيءَ سان اهو اصيل اڃا حيات آهي. ڏکن آفريڪا ۾ يا ٻئي هنڌ مون کي اهڙو پوتر آتما ڪونہ گڏيو آهي. ڪنهن بابت گمان پيس ۽ پوءِ دور ٿيس تہ امالڪ انهي ماڻهوءَ کان معافي وني دل صفا ڪندو هو. مون کي هن اصيل خبردار ڪيو سو نيڪ هو. بدريءَ جا پئسا تہ آءُ ڏيئي ڇڙهيس، پر ٻيا بہ هڪ هزار پائونڊ ائين پوُ ڏکڻا ڪري وهان ها تہ پري ڏيڻ جي پٽيءَ طاقت نہ ساريان ها ۽ قرض ۾ غرق ٿي وڃان ها. قرض مون سڄي حياتيءَ م ڪين ڪنيو آهي ۽ انهيءَ کان ڏاڍو ڪؤ ڪائيندو آهيان. ڏنم تہ سڌارن ڪرڻ لاءِ بہ پنهنجي وت کان ٻاهر نہ وڃڻ کپي. ائين بہ ڏنم تہ هن ڏيتي ليتيءَ ۾ مون گيتا جو نرپک نشڪام ڪرم بابت مکيہ پاٺ جو اَنادر ڪيو هو. اها ڀُل مون لاءِ روشن مُنار مثل ٿي پيئي.

ويشنو پوجن جي پرچار خاطر اهڙي قرباني ڪرڻ منهنجي خيال ۾ ئي ڪين هئي. مون لاءِ تہ اهو زوريءَ ٻيج ٻُڄي پيو.

*

(7)

# مٽيءَ ۽ پاڻيءَ جا علاج

جيون سادو ٿيندو ويو تيئن بيمارين لاءِ دوائن جو اصلوڪو وروڌ وڌندو ويو. جڏهن ڊربن ۾ وڪالت ڪندو هئس تڏهن ڪمزور رهندو هئس ۽ ڪڏهن وائي سور پوندو هئم. ڊاڪٽر پران جيون مهتا جو مون سان گڏجڻ آيو هو تنهن دوا ڪئي ۽ آرام آيم. انهيءَ ڪانپوءِ ديس موٽي وبس تيستائين ڪا اهڙي بيماري ڪانه ٿيم جا نوٽ ڪريان.

پر جوهانسبرگ ۾ قبضي ۽ وقت به وقت مٿي ۾ سور پوندو هئم. جلاب ڦڪيون وني پيو تڳندو هئس. خوراڪ جو سنجم ته هميشه ڪان هئو پر تنهن ڪري ڪو بنهه تندرست ڪين ٿيس. پيو چوان ته ڪيئن به ڪري جلابن ڦڪين کان پاڻ ڇڏايان.

مئنچيسٽر ۾ "No break fast Association" جاري ٿيڻ بابت پڙهيم. سبب اهو ڏنل هو ته انگريز گهڻو تا ڪائين. رات جو ٻارهين بجي تائين ڪائيندا ۽ پوءِ ڊاڪٽر ڳوليندا وتن. وات اڌ حڪيم آهي ۽ انهيءَ دردشا مان ڇُٽڻو هجين ته صبح جي 'بريڪفاسٽ' ڇڏي ڏين. اهو دليل جيتوڻيڪ مون سان پورو لاڳو ڪونه هو پر چيم ڪجهه مڙبو ئي لاڳو آهي. آءُ ٽي وقت پيٽ پري ڪائيندو هئس ۽ ٻپهرن جي چانهه به چاڙهيندو هئس. ٿور ڪائو ته ڪڏهن به ڪونه هئس. ويشنو پوجن وننديءَ مصالحن بنا، جيڪي سواد ڇهرون وني سگهندو هئس سي وننڊو هئس. صبح جو ڇهين ستين ڪان اڳ ورلي اُٿندو هئس. تنهن ڪري سمجهيم ته آءُ به جي صبح جو ڪاڌو ڇڏيان ته مٿي جي سور کان اَوس ڇٽي پوان، سو صبح جو ڪاڌو ڇڏيم. ٿورا ڏينهن ڏکيو ته لڳو پر مٿي جو سور ڇڏي ويو. تنهن مان ڄاتم ته گهرج کان وڌيڪ ڪائيندو هئس.

پر قبضيت جي تڪليف انهيءَ قيرقار ڪري ڪين لٿي. ڪيونن جا ڪمر سنان (hip baths) ورتم تن ٿورو فائدو ڪيو. پر دل گهريو علاج

ڪونه ٿيو. ابتري ۾ انهيءَ جرمن ويسيءَ واري يا ڪنهن ٻئي دوست جسٽ جو "قدرتي علاج" (Return to Nature) نالي ڪتاب مون کي ڏنو. تنهن ۾ مٽيءَ جي علاج بابت پڙهيم. سڪل ۽ تازو ڦل ئي ماڻهوءَ جي قدرتي خوراڪ آهي، انهيءَ تي به ليکڪ گهڻو زور ڏنو هو. رڳو ڦل اهار تي رهڻ جو تجربو مون تنهن وقت ڪين ڪيو، پر مٽيءَ جو علاج اٽلڪ شروع ڪيم. انهيءَ ته عجب رنگ ڪري ڏيکاريو. صفا زمين مان ڪوٺيل ڳاڙهي يا ڪاري مٽي کڻي، تنهن ۾ وزن موجب ٿڌو پاڻي وجهي، صفا سنهي نپوڙيل ڪپڙي ۾ ويڙهي، پيٽ مٿان پوٽيس وانگر رکي، پٽي سان ٻڌي ڇڏجي. اها ليڙي رات جو سمهڻ وقت ٻڌندو هئس ۽ صبح جو يا رات جو جاڳڻ مهل لاهي ڇڏيندو هئس. انهي اُپچار منهنجي قبضيت جو ٻڌ پٽي ڪڍيو. مٽيءَ جا علاج پوءِ مون پاڻ تي ۽ ڪئين دوستن تي ڪيا ۽ اڪثري اثرائتا ٿيا.

وطن ۾ اچڻ بعد آءٌ اهڙن اُپچارن بابت وشواس جڻ ڪوهي ويٺو آهيان. تجربن ڪرڻ لاءِ هڪ هنڌ ٽانئيڪو ٽي وهڻ جو وجهه به ڪونه مليو اٿم. تنهن هوندي به پاڻيءَ ۽ مٽيءَ جي علاج بابت منهنجو يقينو گهڻو ڪري اهو ئي آهي. هن وقت به ٻنڌنن ۾ رهندي مٽيءَ جو علاج نه رڳو پاڻ تي ڪندو آهيان پر ٻين کي به وقت سر صلاح ڏيندو آهيان. حياتيءَ ۾ ٻه ڀيرا سخت بيماريءَ مان ڇڙهي اُٿيو آهيان، تنهن هوندي به مڃان ٿو ته منش کي دوا وٺڻ جي ضرورت ورلي ٿئي ٿي. خوراڪ، پاڻي، ۽ مٽي وغيره جا گهرو علاج ڪري، هزار مان نوَ سؤ نوانوي ڪيس ڇُٽائي سگهجن ٿا.

هر گهڙيءَ ويج، حڪيم ۽ ڊاڪٽر پنيان ڊوڙون پائيندي ۽ بت ۾ ڪئين ٻوٽن ۽ رساين وسٽن جون دوائون نوسيندي ماڻهو پنهنجي حياتي گهٽائي ٿو. رڳو ايترو نه پر من مٿان قبضو وڃائي، منشتا ڪوهي وهي ٿو ۽ بت جو مالڪ ٿڻجڻ بدران غلام ٿي پوي ٿو.

جو نه بيمار جي هنڌ تان هي لکان ٿو تنهن ڪري هنن ويچارن جي ڪو گهٽتائي نه ڪري. پنهنجي بيماريءَ جا سبب مون کي سُجهن ٿا. پنهنجي ئي افعالن ڪري بيمار پيو آهيان تنهن جو مون کي پورو پورو ڀانُ آهي. انهيءَ جاڻ هئڻ ڪري آءٌ بي صبر نٿو ٿيان. هن بيماريءَ کي مون ايشور جي ڪرپا سمجهيو آهي ۽ دوائن جي موه کان پري رهيو آهيان خبر اٿم ته

ضد ڪرڻ ڪري ڪيترن دوست ڊاڪٽرن ڪي ٻُڙ ڪندو آهيان. پر اهو اُدار دل سان منهنجو هٺ سهي وينداآهن ۽ سون کي ڇڏي ڪين ويندا آهن.

پر پنهنجي هاٿوڪيءَ حالت جو قصو وڌائڻ نہ گهرجيم. تنهن ڪري هائي 1904ع سال ڏي موٽ ٿا ڪائون.

اڳتي وڌڻ کان پهريائين پڙهندڙن کي هڪ چتاءُ ڪرڻ جي ضرورت آهي. هي پڙهي پوءِ جيڪو 'جسٽ' جو ڪتاب پڙهي تنهن کي سڀ ڪجهہ ويد واڻيءَ وانگر سچ نہ سمجهڻ گهرجي. سيني ليکن ۾ لکندڙن جي اڪثري هڪ طرفي نظر ٿيندي ئي آهي. پر هر ڪا شيءِ گهٽ ۾ گهٽ ستن درشتين کان ڏسي سگهبي آهي، ۽ هرهڪ درشٽيءَ سان اها شيءِ برابر ڏسبي آهي. پر ساڳئي وقت ۽ ساڳئي پرسنگ ۾ سڀ درشٽيون سچيون نٿيون ٿي سگهن. وري ڪيترن ڪتابن ۾ گراهڪن هٿ ڪرڻ ۽ نالو ڪيڍڻ جي لالچ ڪري بہ خاميون هونديون آهن. يعني تہ جيڪو مٿيون پسنتڪ پڙهي سو وبچائي پڙهي ۽ ڪوبہ تجربو ڪري تہ ڪنهن آزمودگار جي صلاح وٺي يا تہ ڏيرج ڌري اهڙين شين جو البت اڀياس ڪري پوءِ تجربا ڪري.

※

(8)

# هڪ چتاءُ

هلندڙ قصو اجا ايندڙ فصل تائين مهمل ڪرڻو پوي ٿو. اڳئين فصل ۾ مٽيءَ جي تجربن بابت جيڪي لکيو اٿم، تهڙا منهنجا خوراڪ بابت به تجربا هئا. تنهن ڪري انهيءَ وشيه جو هن هنڌ ڪجهه ذڪر ڪرڻ واجب آهي. انهن ڏي هيٺ به ڪئين اشارا ايندا.

خوراڪ بابت تجربا ۽ تن بابت ويچارن جو هت وستار نٿو ڪري سگهان. انهيءَ وشيه تي ”تندرستيءَ جو رهبر“ (A Guide to Health) نالي پستڪ جو ڏکڻ آفريڪا ۾ ’انڊين اوپينين‘ اخبار لاءِ لکيو هئم، تنهن ۾ ڪولي لکيو اٿم. منهنجن ننڍن ڪتابن ۾ هيءُ ڪتاب ولايت توڙي وطن ۾ سيني ڪان وڌيڪ مشهور آهي. انهي جو سبب آءُ اج تائين ڪين سمجهي سگهيو آهيان. اهو ڪتاب فقط ’انڊين اوپنين‘ جي پڙهندڙن لاءِ لکيو ويو هو. پر انهيءَ جي آڌار تي ڪيترن ڀائرن ڀينرن پنهنجي جيوت ۾ ڦيرڦارون ڪيون آهن ۽ مون سان لکپڙهه پڻ هلائي آهي. تنهن ڪري انهي بابت هت ڪجهه لکڻ جي ضرورت ٿي ٿئي.

ڇو جو جيتوڻيڪ ڪتاب ۾ لکيل ويچارن ۾ ڦيرڦار ڪرڻ جي ضرورت ڪانه سمجهي اٿم، تڏهن به پنهنجي رهڻيءَ ۾ مون وڏيون ڦيرڦاريون ڪيون آهن، جن جي ڪتاب پڙهندڙن کي خبر ڪانهي. ڪين انهن جي جلد خبر پوي سو ضروري آهي.

هي ڪتاب يا بيا ڪتاب مون فقط ڌرمي ڀاونا سان لکيا آهن ۽ انهيءَ ڀاونا سان ئي آءُ هرهڪ ڪم اج تائين ڪندو رهيو آهيان. انهيءَ ڪري ڪي ڪتاب ۾ ظاهر ڪيل ويچار آءُ هن وقت عمل ۾ نٿو آڻي سگهان تنهن لاءِ ڏکي ۽ لڄي آهيان.

منهنجو پڪو نشچو آهي ته منش کي ماتا جي ٿڃ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن

کير جي ضرورت ڪانهي. منش جي خوراڪ وڻ پڪل ڦل، سڪل يا تازي کانسواءِ ٻي ڪانهي. بادامين ۽ ٻين مغزات. ڊاک ۽ ٻين ميون مان سندس سرير ۽ ٻڌيءَ لاءِ پوري ڦوت ملي سگهي ٿي. جي انهيءَ خوراڪ تي گذر ڪري سگهن ٿا تن لاءِ برهمچريہ ۽ ٻيا سنجم بالڪل سولا ٿي پون ٿا. چيو اٿن تہ جهڙو اَن تهڙو من. ماڻهو جهڙو کائي ٿو تهڙو ٿئي ٿو. انهيءَ چوڻيءَ جو سچ مون ۽ منهنجن ساٿين آزمودي مان ڏٺو آهي. انهن ويچارن جو وستار صحت واري ڪتاب ۾ چڱيءَ طرح ڪيل آهي.

پر پنهنجا تجربا هندوستان ۾ پورا ڪامياب ڪرڻ منهنجي نصيب ۾ نہ هو. کيڙا ضلع ۾ لشڪر جي ڀرتي ڪندي ڪندي، پنهنجيءَ ڀل ڪان آءٌ مرڻ ڪنڌيءَ وڃي پهتس. کير بنان جيئڻ لاءِ ڏاڍو ڦٿڪيس. جن ويڄن، ڊاڪٽرن وگيانين (Scientists) کي سڃاڻندو هئس، تن جي مدد ورتيم. ڪنهن منگن جو پاڻي، ڪنهن مهُئي جو تيل ڪنهن بادامين جو کير ڏسيو... اهي سڀيئي شيون آزمائيندي مون سرير کي جهوري وڌو پر بسترو ڇڏي ڪين سگهيس.

ويجن مون کي 'چڪر' ۽ ٻين مان سلوڪ پڙهي ٻڌايا تہ بيماري دور ڪرڻ لاءِ کاڌي بابت ٻنڌن تي نٿو سگهي ۽ لاچار گوشت وغيره بہ ڀلي ورتائجي. اهڙا ويج مون کي کير ڇڏڻ ۾ پڪو ڪن سو تہ ٿيڻ جو نہ هو. جي 'بيف ٽي' ۽ برئنڊي ڏيڻ کان نٿا ٽرن، سي کير ڇڏڻ ۾ ڪهڙو ڏڍ ڏيندا؟ ڳانءِ مينهن جو کير تہ آءُ مور نہ وٺان. اهو مون ورت رکيو هو. ورت جي مراد تہ ٻنهي کير ڇڏڻ جي هئي. پر ورت رکڻ مهل منهنجي من ۾ فقط ڳانءِ ۽ مينهن جو کير هو. انهيءَ ڪري ۽ جيئڻ جي آس هوندي مون پنهنجي من کي ڪٽي ڦسلايو. ورت جو لفظي پالن ڪيم ۽ ٻڪريءَ جو کير پيئڻ قبول ڪيم. ٻڪري ماتا جو کير پيئندي کير جو ورت سچ پچ پڇي چڪس سو تڏهن ئي جاتم.

پر مون کي 'رؤلٽ ائڪٽ' سان جُڌ جوٽڻي هئي ۽ اهو موهہ گهيري ويو هئم. جيئڻ جي خواهش ڪري حياتيءَ جو وڏو تجربو ڇڏڻو پيم.

کائڻ پيئڻ جو آتما سان سُنبنڌ ڪونهي، آتما نہ کائي ٿي، نہ پيئي ٿي، جيڪي اندر وڃي ٿو سو نہ. پر جيڪي (وچن) اندران ٻاهر نڪري ٿو سو ئي ڀلو برو ڪري ٿو وغيره دليل ٻڌا اٿم. انهن ۾ ڪجهہ وجود آهي. پر دليل سيپ

ڇڏي منهنجو بڪو نشچو آهي تہ جو جگيا سو ايشور جي ڊپ ۾ هلڻ چاهي ٿو ۽ جو ايشور جي ساکيات درشن جو ڪانکي آهي تنهن لاءِ خوراڪ جي، سنيال چا کائجي چا نہ کائجي. اهڙي ئي ضروري آهي. جهڙوڪ ويچار ۽ وائيءَ تي روڪ. ڇا تياڳ ڪجي ۽ ڇا سئيڪار ڪجي. ضروري آهي.

پر جنهن ڳالهہ ماڇي پيو آهيان تنهن بابت ٻين کي منهنجي آڌار تي قدم کڻڻ لاءِ نہ رڳو صلاح نٿو ڏيان پر کين خبردار ٿو ڪريان. صحت تي ڪتاب پڙهندڙ ۽ پيروي ڪندڙ پائرن پيٽرن کي آءٌ ساوڌان ڪرڻ ٿو چاهيان. کير ڇڏڻ هرطرح مفيد هجي يا آزمودگار ڊاڪٽر ويج جي صلاح هجي تنهن کان سواءِ رڳو منهنجي ڪتاب تي آڌار رکي کير ڪير نہ ڇڏي. هتي جو آزمودو هيل تائين مون کي ائين ٿو ڏسي تہ جنهن جو هاضمو ڪمزور آهي ۽ جو بستري داخل آهي. تنهن لاءِ کير جهڙي ٻي هلڪي ۽ قوّت واري خورش ئي ڪانهي. ڪتاب پڙهندڙن کي منهنجي وينتي آهي تہ ڪتاب ۾ جيڪا کير بابت گهٽتائي ڏيکاريل آهي تنهن تي ضد نہ ڪري ويهن.

هن فصل جو پڙهندڙ ڪو ويج، حڪيم، ڊاڪٽر يا ٻيو ڪو آزمودگار، کير جي بدران ٻي ڪا اهڙي طراوتي ۽ هاضمي واري جڙ ٻوٽي، رڳو ڪتابن ۾ لکيل نہ پر آزمودي مان ڄاڻندو هجي، تہ مون کي پلائي ڪري ڄاڻائي.

*

(9)

# ڏاڍي سان مقابلو

هاڻي وري ايشيائي عملدارن جو قصو ڪٿون. انهن جو وڏي ۾ وڏو مرڪز جوهانسبرگ ۾ هو. ڏنم ويني ته انهيءَ هنڌ هند واسين ۽ چيناين جي رکيا لاءِ نه پر کين بک ڪرڻ لاءِ وينا هئا. روز ڪانه ڪا دانهن اچي. چي: "حقدار ڏڪا پيا کائين ۽ غير حقدار سؤ سؤ پائونڊ چيري ميري ڏيئي داخل پيا ٿين. هن ظلم کي توهين بُنجو نه ڏيندا ته ڪير ڏيندو؟" آءٌ به اکيئين وينو ڏسان. چوان ته جي هي انڌير بند نه ٿيو ته منهنجو ٽرانسوال ۾ رهڻ ڪهڙي ڪم جو؟

آءٌ ثابتيون گڏ ڪرڻ ۾ لڳي ويس. جڏهن چڱيون هٿ آيم تڏهن پوليس ڪمشنر وٽ ويس. ڏنم ته منجهس ديا ۽ نياءَ جو انگ هو. مون کي ٽارڻ بدران, ڌيرج سان ٻڌي ثابتيون پيش ڪرڻ لاءِ چيائين. شايد پاڻ نپاسيائين تڏهن خاطري ٿيس. پر جيئن مون جاتو ٿي تيئن پاڻ به جاتائين ٿي ته ڏکڻ آفريڪا ۾ گورا پنچ (Jury) گورن گنهگارن کي مشڪل سزا ڏيندا. "اسين محنت ته ڪريون. متان جُوري ڇڏي ڏئين. تنهن ڪري اهڙا گنهگار گرفتار نه ڪجن سو به واجبي ناهي. کين پڪڙائڻ ۾ آءٌ وسان ڪين گهٽتائيندس, اها خاطري ڏيڻ لاءِ تيار آهيان."

مون کي خاطري ڏيڻ جو ضرور ڪونه هئس. ٻين عملدارن ۾ به شڪ ته هئم, پر تن جي ثابتي مون وٽ پوري نه هئي. باقي ٻن بابت بنهه پڪ هئي. سو ٻن تي وارنٽ نڪتا.

مون جيڪا سرجوشي ڪئي هئي سا ڪا لڪڻ ڇپڻ جي نه هئي. ڪليو ڪلايو آءٌ عام جام پوليس ڪمشنر وٽ ويندو هئس. انهن عملدارن وٽ ننڍا وڏا جاسوس بيٺا هئا. ڏسان ته اهي منهنجي آفيس ٻاهران پهرو بيٺا ڏين ۽ اچڻ وڃڻ جي عملدارن کي خبر پيا ڪن. پر انهن عملدارن اهڙا ڪندا پوکيا هئا جو کين جاسوس به سولا نه پيا ملن. هند واسين ۽ چيناين جي مون کي مدد نه ملي ها ته ڪين پڪڙجن ها.

ٻن مان هڪڙو تہ گم ٿي ويو. پوليس ڪمشنر وارنٽ ڪڍائي ڪيس ٻاهران گرفتار ڪرائي آندو. ڪيس هليو. ثابتيون پڪيون جبريون هيون. منجهائن هڪ پڳو هو تنهن هوندي بہ جوُريءَ ٻنهي کي ڇڏي ڏنو.

آءٌ نااميد ٿي موٽيس، پوليس ڪمشنر کي ڏک ٿيو پر آءٌ تہ وڪالت جي ڌنڌي مان ئي ڪنو ٿي پيس. عقل هجي پر عقل گناهہ لڪائڻ ۾ ڪم اچي اهو ڏسي عقل کان ڪؤ پئي ڪاڏم.

پر ٻنهي عملدارن جو گناهہ اهڙو چٽو جو چٽڻ ڪانپوءِ سرڪار کين رکي نٿي سگهي. ٻنهي کي سرڪار برطرف ڪيو ۽ ايشيائي ڪاتو ڪجهہ نهيو. تڏهن ڪجهہ ملڪ نريو ۽ اسين وري بود ۾ آياسين.

منهنجي عزت وڌي ۽ ڌنڌي بہ زور ورتو. قوم جا سوين رپيا در مهيني رشوت ۾ ڪرومرو ٿيندا هئا، تن مان گهڻا ئي بچي پيا. سڀ بچيا سو ڪيئن چئجي؟ چو جو بي ايمان تہ پوءِ بہ ڪائوئي رهيا. پر چئجي تہ ايماندار پنهنجي ايمانداريءَ تي رهي ٿي سگهيا.

اهي ٻہ عملدار اهڙا نيچ هئا تہ بہ منهنجو ڪو ساٺن شخصي وير ڪونہ هو. انهيءَ منهنجي سياءَ جي کين خبر هئي، ۽ جڏهن مفلس هئا ۽ منهنجي سهائتا جي گهرج پين تڏهن سندن سهائتا بہ ڪيم. جوهانسبرگ ميونسپالٽيءَ ۾ جي آءٌ برخلاف نہ وجان تہ کين نوڪري ملڻ جي اميد هئي. سندن هڪ دوست مون سان مليو ۽ کين نوڪري وني ڏيڻ ۾ مدد جو انجام ڪيم ۽ نوڪري ملين.

انهيءَ قدم جو اهو اثر ٿيو جو جن گورن جي سُنبنڌ ۾ آيس سي مون بابت بي فڪر رهيا، ۽ جيتونيڪ سندن کاتي سان مون کي ڪئين پيرا چٽاپيٽيون ڪاٽيون پونديون هيون، سخت نقط چيني ڪرٽي پوندي هئي، تہ بہ مون سان محبت جو رستو هئن. انهيءَ نموني جو ورتاءُ ڪرڻ اصل منهنجي سياءَ ۾ هو. تنهنجي مون کي تنهن وقت برابر خبر ڪانہ هئي. پوءِ سمجهڻ لڳس تہ اهڙي ورتاءَ ۾ ستيا گره جي پاڙ لڳل آهي ۽ اهو اهنسا جو مکيہ انگ آهي.

ماڻهو ۽ سندس ڪم اهي ٻہ جدا وستو آهي. چڱي ڪم جو قدر ۽ بڇڙي جي بي قدري ڪرڻ ئي کپي. پر چڱي بڇڙي ڪم ڪندڙ جو هميشه

آدر يا مٿس ديا ڪرڻ ڪپي. اها ڳالهہ سمجهڻ بنهہ سولي آهي پر عمل ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٿي اچي. انهيءَ ڪري جڳت ۾ زهر ڦهلجي ٿو.

ستيہ ڪوجنا جي پاڙ اهڙي اهنسا ۾ پيل آهي. جيسين اها هٿ نٿي اچي، تيسين ستيہ بہ هٿ نٿو اچي، سو آءٌ ڪن ڪن ڏسي رهيو آهيان. ڪنهن سرشتي تي حملو ڪرڻ سونهين ٿو پر سرشتو هلائيندڙ تي حملو سو پاڻ تي حملو ڪرڻ برابر آهي. ڇو جو اسين سڀ ساڳئي رنگ سان رنگيل آهيون؛ هڪ ئي برهما جي پرجا آهيون. سرشتي هلائيندڙ ۾ انيڪ شڪتي سمايل آهي. انهي جو انادر ترسڪار ڪندي منجهس شڪتيءَ جو انادر ٿئي ٿو ۽ تنهن مان سرشتي هلائيندڙ توڙي جڳت کي نقصان رسي ٿو.

❊

(10)

## هڪ پوتر يادگار ۽ پڇناءُ

منهنجي جيون ۾ اهڙا بناءَ بڻيا آهن، جنهن ڪري آءٌ ڪئين ڌرم وارن ۽ ڪئين جات وارن سان چڱيءَ طرح رلي ملي سگهيو آهيان. انهن سڀني جي آزمودي مان چئي سگهان ٿو ته مون، پنهنجن پراون، ديسي پرديسي، گورن ڪارن، هندن مسلمانن، يا پارسي عيسائين ۽ يهودين جي وچ ۾ ڀيد ڪين رکيو آهي. چئجي ته منهنجو هردو اهڙو ڀيد جاڻي ئي نٿو سگهي. انهيءَ ۾ ڪو آءٌ پاڻ بابت گڻ نٿو ليکيان، ڇو جو جهڙي طرح اهنسا، برهمچريه، اپرگهه (نرڌنتا) وغيره مکيه خاصيتن لاءِ جتن ڪرڻ جو ۽ ڪندو رهڻ جو مون کي ياد آهي، اهڙي طرح اڀيد حاصل ڪرڻ لاءِ مون ڪا خاص ڪوشش ڪئي هجي سو مون کي ياد ناهي.

جڏهن آءٌ ڏربن ۾ وڪالت ڪندو هئس، تڏهن اڪثري منهنجا منشي مون سان گڏ رهندا هئا. منجهن هندو ۽ عيسائي، پرانت موجب گجراتي ۽ مدراسي هئا. انهن بابت ڪڏهن به ڪو ڀيد پاو پيدا ٿيو هجيم سو ياد نه اٿم. کين آءٌ گهر جا ڀاتي ڪري ليکيندو هئس ۽ جي استريءَ طرفان ڪوبه وگهن پوندو هو ته سانس ڇڪري ڪائيندو هئس. هڪ منشي ڪرستان هو. سندس مائٽ پڇنم (اڇوت) هئا. گهر جي اڏاوت انگريزي نموني جي هئي. انهن جي ڪمرن ۾ ڪسي ڪانه ٿئي. نڪي هئڻ ڪپي. سو هرهڪ ڪمري اندر ڪسيءَ بدران پيشاب لاءِ خاص ٿانو هوندو آهي. اهي ٿانو ڪڻ جو ڪم نوڪر جو نه هو پر اسان گهر ڌڻي ۽ ڌياڻيءَ بنهي جو هو. منشي جيڪي گهرجا ڀاتي ٿي وڃن سي ته پنهنجو ٿانو پاڻيهي صفا ڪن. هي اڇوت ڪل جو منشي نئون آيو هو. سندس ٿانو اسان کي ئي کڻڻو ٿي پيو. ٻيا ته ڪستور بائي کڻي ويندي هئي پر هن جو کڻڻ' حد تي ڇڪي. پاڻ ۾ تڪرياسين. مون کي صفا ڪرڻ نه ڏئي ۽ پاڻ کڻي صفا ڪري سو ڏکيو. هٿ ۾ ٿانو کڻي اکين مان موتيءَ

بوندون وهائيندي ۽ لعل اکين سان تاب ڏيندي ڏاڪڻ تان لهندي. ڪستور بائيءَ جو نقش هن وقت بہ چٽي سگهان ٿو. پر آءٌ جهڙو پريمي تهڙو ئي ڦهري پتي هئس. پاڻ کي سندس ماستر ڪري سمجهندو هئس. تنهن ڪري پنهنجي انڌي پيار جي وس ٿي کيس دکي ڪندو هئس.

پر ائين ٿانو ڪٽي وچ تنهن تي راضي ڪين ٿيس. اهو ڪلندي مشڪندي ڪٽي وجي تڏهن خوش ٿيان. سو واڪو ڪري جهڻڪيو مانس. "هيءَ ڪٽ ڦٽ منهنجي گهر اندر ڪين هلندي."

اهي لفظ تير وانگر چڀي ويس. تپي تپ ڏيئي آئي. "اهڙو گهر وجي پاڻ وٽ رک. آءٌ وڃان ٿي."

آءٌ تہ ايشور کي وساري ويٺو هئس. ديا جو قطرو بہ ڪين رهيو هئم. ڏاڪڻ جي سامهون ئي ٻاهر نڪرڻ جو دروازو هو. ٻئي هٿ جهلي هن آڏر ابلا کي دروازي وٽ گهلي ويس. دروازي جو هڪ طاق کوليم. اکين مان گنگا جمنا وهي رهيون هيون. تڏهن ڪستور بائيءَ چيم تہ "توکي تہ لڄ ڪانهي. مون کي آهي. ذرو بہ شرم نٿو اچي ئي. آءٌ ٻاهر نڪري ڪيڏانهن وينديس؟ هت ڪو ماءُ پيءُ ڪونہ ويٺو اٿم. زال ٿيس تنهن جي ڪري مون کي تنهنجا ڏڪ بجا ڪاٽڻا پيا. هاڻي لڄي ٿي دروازو ٻور. ڪو ڏسندو تہ ٻنهي مان هڪ بہ منهن مٿي ڪري ڪين سگهندو."

مون منهن تہ ڪٽي سُجايو هو پر شرمائجي ويو هئس. دروازو بند ڪيم. جي استري مون کي ڇڏي نہ وڃڻ واري هئي تہ آءٌ وري کيس ڇڏي ڪيڏانهن ڀڄڻ وارو هئس؟ اسان جون پاڻ ۾ گهڻي ئي گهيبون ٿيون آهن. پر آخر مڙيو ئي خير ٿيو آهي. استريءَ پنهنجي عجيب سهڻ شڪتيءَ سان ڪٽيو آهي.

هيءَ وارتا آءٌ اڄ طرفداريءَ ڇڏي ٻڌائي سگهان ٿو سبب جو اهڙا بناو اسان جي گذر ئي جڳ جا آهن. اڄ آءٌ موهہ ۾ انڌو پتي ناهيان، ماستر ناهيان. چاهي تہ ڪستور بائي مون کي اڄ ڌمڪائي سگهي ٿي. هاڻي اسين آزمايل دوست آهيون. هڪ ٻئي سان وڪار بنا رهون ٿا. منهنجن بيمارين ۾ ڪنهن بہ بدلي بنا اها شيوڪا منهنجي چاڪري ڪندي آهي.

مٿيون قصو سال 1898ع ۾ ٿيو. تڏهن برهمچريہ جي پالن جي مون کي ڪابہ خبر ڪانہ هئي. استري مرد جي ٻانهن ٻيلڻ ۽ سک دک ۾ ساٿي آهي،

تنهنجي مون کي انهيءَ وقت بوجهہ ڪانہ هئي. استري وشيہ يوڳ لاءِ آهي، ڇا بہ ٿئي تہ پتيءَ جي آڳيا انگيڪار ڪرڻ لاءِ اُپايل آهي، ائين ڄاڻي هلت هلندو هئس.

سال 1900ع کان وٺي منهنجن ويچارن ۾ ڦرو ڦيرو آيو. 1906ع ۾ انهيءَ جو نتيجو ظاهر ٿيو. پر انهيءَ نتيجي جو پوري هنڌ ذڪر ڪبو. هت ايترو چوڻ بس آهي تہ جيئن جيئن آءٌ نروڪار ٿيندو ويس تيئن تيئن منهنجو گهر سنسار سانتيڪو سکي ۽ نرمل ٿيندو ويو ۽ اجا ٿيندو وڃي ٿو.

هن پوتر سمرن کانپوءِ ڪو ائين نہ سمجهي تہ اسان جو جوڙو آدرشي آهي، يا تہ منهنجي ڌرم پتنيءَ ۾ ڪوئي دوش ناهي، يا ڪي اسان جا آدرش ساڳيا ٿي ويا آهن. ڪستور بائيءَ کي ڪي پنهنجا سئتنتر آدرش آهن يا نہ سو تہ ويچاري شايد پاڻ بہ نہ ڄاڻندي هجي. ممڪن آهي تہ منهنجا ڪئين ڪم ڪيس هن وقت بہ پسند نہ هجن. تنهنجي بابت اسين پاڻ ۾ واد وواد ڪونہ ڪندا آهيون، ڪرڻ مان ڪجهہ ورڻو ناهي. نہ ڪيس مائٽن سکيا ڏني، نہ وقت هو تڏهن مون ڪيس سکيا ڏني. پر منجهس هڪڙو گڻ آهي جو ٻين گهڻين هندو استرين ۾ ٿورو ڪي گهڻو هوندو آهي. وڻيس نہ وڻيس، سمجهي نہ سمجهي، منهنجي ڪِڍ وٺي اچڻ ۾ هن پنهنجو ڀلو سمجهيو آهي، ۽ جيون پوتر ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مون کي ڪڏهن بہ آڏو ڪانہ آئي آهي. تنهن ڪري جيتوڻيڪ اسان جي ٻُڌي شڪتيءَ وچ ۾ گهڻو فرق آهي تہ بہ آءٌ ڀانيان ٿو تہ اسان جو جيون سنتوشي، سکي ۽ سڌرندڙ آهي.

✻

(11)

# انگريزن سان رلڻ ملڻ

هيءَ فصل لکندي اهڙو موقعو آيو آهي جو ستيہ جي پريوگن جي ڪٿا کهڙيءَ ريت لکجي رهي آهي، سو مون کي پڙهندڙن کي ڄاڻائڻ گهرجي. جڏهن قصو لکڻ شروع ڪيم تڏهن مون وٽ ڪوبہ مال تيار ڪونہ هو. پاسي کان ڪي ڪتاب، يا روزناما، يا ٻيا ڪي ڪاغذ رکي آءٌ هي فصل ڪونہ وينو لکان. چئجي تہ لکڻ جي ڏينهن جيئن مون کي انترياميءَ بتائي تو تيئن لکان ٿو. جيڪي آءٌ ڄاڻي ٻُجهي ڪريان ٿو سو انترياميءَ ٿو ڪرائي يا نہ سو آءٌ پڪ سان چئي نٿو سگهان. پر ڪيترن سالن کان وٺي جنهن نموني مون پنهنجا ڳري ۾ ڳرا کي هلڪي ۾ هلڪا ڪم ڪيا آهن سي جاچيندي، ائين چوڻ تہ اهي انترياميءَ جي پريرڻا کان ڪيل آهن، مون کي اڻ سهائيندڙ نٿو لڳي.

انترياميءَ مون ڏٺو ڪونهي، ڄاتو ڪونهي. جڳت جي ايشور بابت شرڌا مون سئيڪار ڪئي آهي. اها شرڌا ڪنهن بہ نموني مٽجڻ جي ناهي، تنهن ڪري انهي کي شرڌا بدلي مون انيڀؤ روپ ڪري ڄاتو آهي. پر انهيءَ کي ائين انيڀؤ روپ ڄاڻائڻ سو بہ ستيہ تي هڪ قسم جو داغ آهي، تنهن ڪري ائين چوڻ تہ مون وٽ ايشور ۾ پنهنجي شرڌا ڄاڻائڻ لاءِ ڪو شبد ڪونهي شايد وڌيڪ واجب ٿيندو.

مان ڀانيان ٿو تہ انهيءَ اڻ ڏٺي انترياميءَ جي وس ٿي هيءَ ڪٿا لکي رهيو آهيان. اڳيون فصل جڏهن مون لکڻ شروع ڪيو تڏهن مٿان ”انگرزن سان رلڻ ملڻ“ لکيو هئم. پر فصل لکندي ڏٺم تہ انهي کان اڳ ’پوتر سمرن‘ بابت لکڻ جي ضرورت هئي. سو اهو فصل لکيم ۽ لکڻ کانپوءِ فصل جو پهريون لکيل سرو بدلائڻو پيم.

هاڻي هي فصل لکندي وري نئون ڌرم سنڪٽ اٿين ٿيو آهي. انگريزن

سان واقفيت بابت لکندي چا لکان ڇا نہ لکان. اهو ڳرو سوال ٿي پيو آهي. جيڪي تعلق رکندڙ ڳالهيون هجن سي نہ لکجن تہ سچ کي صدمو رسي. پر قصو لکندي پانيان تہ شايد قصو لکڻ ٿي واجب نہ آهي تہ پوءِ تعلق رکندڙ ۽ نہ رکندڙ جو پاڻ ۾ فيصلو ڪرڻ بہ سولي ڳالهہ نہ آهي.

پڙهيو هئم تہ آتم ڪٿا اتهاس جي نظر سان لکڻ مشڪل آهي. تنهنجو مطلب اڄ وڌيڪ چڱو ٿو سمجهان. هن آتم ڪٿا ۾ جيڪي ياد اٿم سو سڀ ڪين ويندو لکان. ستيہ ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪيترو لکڻ گهرجي تنهنجي ڪنهن کي خبر؟ يا تہ ڇڪجي تہ هڪ طرفي اڌوري ثابتيءَ جي ڪورٽ ۾ ڪهڙي قيمت؟ ڪو واندو وڪيل منهنجي آڏي تپاس ڪرڻ وهي تہ هنن فصلن تي ڪيتري نہ وڌيڪ روشني وجهي سگهي؟ ۽ جي ورِ ڪٺي تيڪا تپٽي جي نظر سان تپاس ڪري تہ ڪهڙا نہ قول قولهي دنيا کي کلائي.

اهي خيال ڊوڙائيندي ائين پيو پانيان تہ تنهن کان چو نہ هي فصل لکڻ ئي ڪٽي بند ڪريان؟ پر جيسين انترياميءَ جي روڪ ناهي تيسين هي فصل لکڻ کپن ۽ جيسين آرنڀ ڪيل ڪم نيتيءَ جي بنهہ ورڌ ناهي تيسين ڇڏڻ نہ گهرجي، اهو يقين اٿم.

هي قصو تيڪا ڪندڙن کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪونہ ٿو لکجي. ستيہ جي پريوگن مان هيءَ بہ هڪ پريوگ آهي. وري ساٿين کي منجهانس ڪجهہ آٿت ملندو سو بہ خيال اٿم. اهو شروع بہ ڪين راضي ڪرڻ لاءِ ڪيم. سوامي آنند ۽ جيرامداس منهنجي پنيان نہ پون ها تہ شايد شروع ئي ڪين ڪريان ها. سو جيڪڏهن هي لکڻ ۾ ڪو دوش ٿيندو هوندو تہ انهيءَ ۾ اهي بہ ڀاڱي ڀائي آهن.

هاڻي اڇو قصي تي. جهڙي طرح مون هند واسي منشين ۽ بين کي گهر ۾ گهر جي ڀاتين وانگر رکيو اهڙي طرح ئي انگريزن کي رکڻ لڳس. منهنجي اها هلت مون سان گڏ رهندڙن مان سيني کي پسند ڪانہ هئي. پر آءٌ ضد ڪري بہ ڪين رکندو هئس. سڀي ئي جيڪي رهايم تن کي رهائڻ ۾ سياڻپ ڏيکاريم، ائين نٿو چوان. ڪئين واقفيتون ترش نڪري پيون. پر اهڙا آزمودا ديسين پرديسين بنهي نسبت ٿيا. ڪڙن آزمودن ڪري مون کو پڇتاءُ ڪونہ ڪيو. ڪڙن آزمودن هوندي، دوستن کي اهنج ڏيندي، خفي ڪندي بہ

مون پنهنجي عادت ڪين مٽائي ۽ دوستن به وڏي دل ڪري سٺو. نون نون ماڻهن سان سنبنڌ رکڻ ڪري تڪليف سمجهي اُتن تڏهن ڪين ڇينپڻ ڪان آءُ هٽيو ڪين آهيان. منهنجي اها مڃتا آهي ته آستڪ منش، جي ٻين اندر پاڻ جهڙو ايشور پسڻ چاهين ٿا تن ۾ سڀني سان گڏ، پر نيارو ٿي رهڻ جي شڪتي هئڻ کپي. ۽ ائين رهي سگهڻ جي شڪتي ڪو اهڙو موقعو اچي ته تنهن کان ٿهڻ ڪري نٿي ٿئي، پر نون نون سنبنڌن ۾ اچي ڪري، منجهن راڳ دئيش بنا رهڻ ڪري، اتپن ٿي ٿئي.

سو جڏهن بوئر لڙائي شروع ٿي، تڏهن منهنجو گهر سٽيل هو. تڏهن به به جوهانسبرگ مان آيل انگريز پاڻ سان رهايم. ٻئي ٿياسافسٽ. هڪ جو نالو 'ڪچن' هو. جنهن بابت ذڪر هيٺ به ڪرڻو پوندو. انهن ٻن ڄڻن ڪري به ته گهر ڏياڻيءَ کي رتڻو پتڻو پيو. منهنجي ڪري سندس نصيب ۾ اهڙن پتڻن جا ڪئين موقعا آيا آهن. اهڙيءَ گهاتيءَ صحبت ۾، ڪنهن پردي بنا، انگريزن کي گهر ۾ رهائڻ جو منهنجو اهو پهريون آزمودو هو. انگلنڊ ۾ برابر آءُ سندن گهرن ۾ رهيو هئس. تڏهن آءُ سندن رهڻيءَ جي نموني جي وس هئس ۽ اهو رهڻ چئجي ته وبسيءَ ۾ رهڻ جهڙو هو. هت انهي جي ابتڙ. دوست گهر جا ڀاتي ٿيا. انهن گهڻي قدر هندوستاني نمونو اختيار ڪيو. گهر ۾ ٻاهريون ٺاٺ جيتوڻيڪ انگريزي ڍنگ جو هو. پر اندر جي رهڻي ۽ خوراڪ وغيره خاص ڪري هندوستاني هئي. ڪين پاڻ سان رهائڻ ڪري گهڻيون مشڪلاتون ٿيون، تڏهن به ائين اوس چوندس ٻئي ڄڻا گهر جي ٻين ڀاتين سان هري مري ويا. جوهانسبرگ ۾ اهي سنبنڌ ڊربن کان وڌيڪ گهرا ٿيا.

❊

(12)

# انگريزن سان واقفيت

جوهانسبرگ ۾ ڪنهن وقت مون وٽ چار هندوستاني منشي اچي ٿيا. تن کي منشي ڪري سڏيان يا پٽ سو چئي نٿو سگهان. پر چئن هوندي به سڀ ڪم نه پيو اُڪلي. ٽائيپنگ بنا ڪٿان ٿي سري؟ ٽائيپنگ ٿوري گهڻي ايندي هئي ته مون کي ايندي هئي. چئن جوانن مان ٻن کي ٽائيپنگ سيکاريم. پر انگريزي ڪچي ڄاڻڻ ڪري سندن ٽائيپنگ ڪڏهن به پسنديءَ جهڙي ڪين ٿي. وري منجهائن هڪ کي حساب رکڻ لاءِ تيار ڪرڻو هئم. خواهش موجب ناتال مان ڪنهن کي گهرائي نٿي سگهيس, ڇو جو پرواني بغير ڪوبه هندوستاني گهري نٿي سگهيو. ۽ پنهنجي سهوليت لاءِ عملدارن جو ٿورو کڻڻ به نٿي ٿيم.

مُنجهي پيس. ڪم ائين وڌندو ويو جو ڪيتري به ڪٺي محنت ڪريان ته به هڪ پاسي وڪالت ۽ ٻئي پاسي راجنيتي ڪم کي پڄي نه پيو سگهان. ڇيم ته انگريز منشي يا منشياڻي ملي ته واهه. پر 'ڪارن' هينيان 'گورا'، نوڪري ڪندا؟ اهو پڪ هئم. پر ڇو نه ڪوشش ڪري ڏسان؟ هڪ ٽائيپ رائيٽنگ ايجنٽ کي سڃاڻندو هئس, تنهن وٽ لنگهي ويس ۽ ڇيو مانس ته جنهن کي 'ڪاري' هيٺان نوڪري ڪرڻ ۾ اعتراض نه هجي اهڙو ٽائيپسٽ ڀائي يا ڀائي ڳولي ڏي. ڏکڻ آفريڪا ۾ شارٽ هئنڊ لکندڙ ۽ ٽائيپ ڪندڙ اڪثري زالون ئي ٿينديون آهن. ايجنٽ اهڙو ماڻهو ڳولا ڪري ڪيڏي ڏيڻ جو انجام ڏنو. هڪ مس ڊِڪ نالي اسڪاچ ڪماري هٿ لڳس. اها زال تازي اسڪاٽ لينڊ مان آئي هئي ۽ ڪيس ڪنهن وٽ به ايمانداريءَ سان نوڪري ڪرڻ ۾ اعتراض نه هو. ڪم به جلد ڪپندو هئس. ايجنٽ انهيءَ زال کي امالڪ مون ڏي روانو ڪيو. ڪيس ڏسندي ئي منهنجون اکيون ٺڏيون ٿيون. پڇيومانس ته "توهان کي هندوستانيءَ هيٺ ڪم ڪرڻ ۾ اعتراض ڪونهي؟"

دليون ورايائين تہ، ”بنھہ نہ.“

”گھڻو پگھار وٺندينءَ؟“

”ساڍا سترهن پائونڊ توهان کي گھڻا تہ ڪين لڳندا؟“

”آس اٿم اهڙو ڪم ڪريو تہ ايترو پگھار گھڻو ڪين سمجھندس. ڪم تي ڪڏهن چڙهي سگھندينءَ؟“

”چئو تہ هن گھڙيءَ.“

آءٌ خوش ڪيس اُنهيءَ ويل وهاري خط پٽ لکايم.

جلدئي منشياڻي چا جي، پر چوندس تہ سڀَيءَ ڏيءَ يا پيڻ جي جڳھہ والاري وينئي. ڪڏهن بہ واڪو ڪري ڪيس چوڻو ڪونہ پيم. ڪم مان ڪو ورلي ڀُل ڪيڏي هونديم. هزارن پائونڊن جو حساب ڪتاب بہ ڪنهن وقت سندس هٿ ۾ هوءِ وَهيون بنديون بہ پاڻ رکندي هئي. هن ۾ تہ منهنجو پورن ويساهہ ٻڌي ويو پر وڏي ڳالھہ هوءَ وري پنهنجون ڳجھيون ڀاونائون وشواس رکي مون کان جاڻائيندي هئي. پنهنجو گھوٽ پسند ڪرڻ ۾ بہ هن منهنجي صلاح ورتي. ڪنيادان جو سڀاڳ بہ مون کي ئي نصيب ٿيو. مس ڊِڪ جڏهن مسز مئڪڊونلڊ ٿي تڏهن مون کان لاچار جدا ٿيڻو پيس. پر ڪم جي پيڙ مهل شاديءَ کانپوءِ بہ کانئس ڪم وٺندو هئس.

آفيس ۾ هڪ ٻئي شارٽ هئنڊ ٽائيپسٽ جي تہ ضرورت ئي هئي. خوش قسمتيءَ سان ٻي ملي ويم. هن جو نالو مس شليشن هو. کيس مسٽر ڪيلنبيڪ (Kallenbach) وٺي آيو. جنهن سان پڙهندڙ هيٺ واقف ٿي ويندا. اها زال هاڻي هڪ هاءِ اسڪول ۾ ماسترياڻي ٿي آهي. مون وٽ آئي تڏهن سندس عمر سترهن ورهين جي هئي.

هوءَ ڪا نوڪري ڪرڻ ڪانہ آئي هئي. آزمودو پرائڻ نڪتي هئي. سندس رڳن ۾ رنگ ڀيد جو نالو بہ ڪونہ هو. ڪنهن جي پرواهہ ڪين ڪري ڪنهن جي بہ پڳ لاهڻ کان ڪين ترڪي ۽ من ۾ جيڪي سمجھي سو نوڪي وجائي ڏئيس. انهي ڪري ڪيترا پيرا مون کي مُنجهائي وجھندي هئي، پر سندس نرمل سڀاءَ ڪري سڀ مشڪلاتون دور ٿي وينديون هيون. هن جي انگريزيءَ جي وديا آءٌ هميشہ پاڻ کان سرس سمجھندو هئس. تنهن ڪري ۽ سندس وفاداريءَ ۾ پورو وشواس هئڻ ڪري ٽائيپ ٿيل گھڻا ڪاغذ آءٌ جاچڻ بنا صحيح ڪندو هئس.

سندس تياڳ ورتيءَ جي بہ حد ڪانہ هئي. ڪيترو وقت مون ڪان در مهيني رڳا ڇهہ پائونڊ وٺندي آئي ۽ آخر تائين ڏهن پائونڊن کان وڌيڪ وٺڻ جو بنهہ انڪار ڪيائين. جي آءٌ ڪري زور ڪندو هئومانس تہ مون کي ڏمڪائيندي هئي تہ ”آءٌ ڪو پڳهار لاءِ توهان وٽ ڪانہ رهي آهيان. توهان سان گڏ ڪم ڪرڻ وٽيم ٿوءِ توهان جا آدرش پسند اٿم تنهن ڪري رهان ٿي.“

هڪ ڀيري مون کان ڇاليهہ پائونڊ وٺڻ جي گهرج ٿيس، پر اهي اڌارا ورتائين. گذريل سال سڀ پئسا واپس ڪيائين.

جهڙي تياڳ ورتي تهڙي ئي سندس همٿ جبري هئي. جن استرين سان ملڻ جي خوش قسمتي ٿي اٿم تن مان هڪڙي هيءَ آهي جا ڪنهن جهڙي نرمل ۽ ڪتريءَ جهڙي وير هئي.

اج تہ هوءَ وڏي ۽ گنڀير زال آهي. اج آءٌ سندس من ورتيءَ کان واقف ناهيان، پر منهنجن آزمودن ۾ هن ڪماريءَ سان سُنبنڌ مون لاءِ سديو پوتر سمرن رهندو. تنهن ڪري ايترو نہ لکان تہ سچ جو دوهي بڻجان.

ڪم ڪرڻ وبل هن نہ سجاتو ڏينهن نہ سجاتي رات. آڌيءَ ڪاريءَ رات ڪيڏانهن بہ وڃڻو هجي تہ بي ڌڙڪ هلي وڃي ۽ جي ڪو ساٿس گڏي ڏيڻ جو اشارو ڪريان تہ اک ڏيکاريم. هزارين ڏاڙهين وارا هندواسي ڪيس عزت ڏيندا هئا ۽ سندس آڻ مڃيندا هئا. جڏهن سڀ جيل اندر هئاسين، ۽ ڪو جوابدار ماڻهو ٻاهر نہ رهيو تڏهن هوءَ يڪ سري لڙائيءَ جو سڄو ڪم سنڀالي رهي هئي. لکن جا حساب سندس هٿن ۾، سڀ لکپڙهہ سندس هٿن ۾، ’انڊين اوپينين‘ بہ سندس هٿن ۾ پر پاڻ ڪين هٿي.

مس شليشن بابت لکندي مون کي ڏؤ نٿو ٿئي. پر گوکلي جي سفارش ڏيئي هي فصل پورو ٿو ڪريان. گوکلي منهنجن سڀني ساٿين سان واقف ٿيو هو. واقف ٿي ڪيس ڪيترن بابت خوشي ٿي هئي. سڀني جو ملهہ ڪٿڻ ۾ مزو ايندو هئس. سڀني هند واسين توڙي يورپين ساٿين مان مس شليشن کي هن پرڏان پد ڏنو. ”ايترو تياڳ، ايتري پوترتا، ايتري نرڀيتا، ۽ ايتري قابليت مون ٿورن ۾ ڏٺي آهي. منهنجيءَ نظر ۾ مس شليشن منهنجن ساٿين ۾ پهريون نمبر آهي.“

*

(13)

# 'انڊين اوپينين'

اجان ٻين يوروپين سان گهاٽي واقفيت بابت لکڻو اٿم، پر تنهن کان اڳ ٻن ٽن مکيه ڳالهين جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. هڪ واقفيت ته اتي ئي ٿو ڪرايان. مس ڊڪ کي ونڻ ڪانپوءِ ٻه منهنجو ڪم پورو نٿي ٿيو. مسٽر رچ بابت اڳي ئي لکيو اٿم. ساڻس منهنجي چڱي واقفيت اڳي ئي هئي. هڪ واپاري پيڍيءَ ۾ مئنيجر هو. سا نوڪري ڇڏي منهنجي هيٺان آرٽيڪل ڪلارڪ ٿيڻ جي صلاح ڏني مانس. ڳالهه قبول پيس ۽ آفيس ۾ اچي شامل ٿيو. منهنجي سر تان ٻه بوجو گهٽيو.

انهيءَ عرصي ۾ سريجت مدنجيت 'انڊين اوپينين' اخبار ڪيڻ جو ويچار ڪيو. مون کان صلاح ورتائين ۽ مدد گهريائين. آءٌ ساڻس شامل راءِ ٿيس. اخبار 1904ع ۾ نڪتي ۽ منسکلال ناجر سمپادڪ ٿيو. پر ايڊيٽر جو سچو بوجو وري ٻه مون تي پيو. پري کان ويهي اخبار هلائڻ جو ڪم گهڻو ڪري منهنجي نصيب ٿيو آهي. ائين نه هو ته ڪو منسکلال ناجر اخبار پاڻ نٿي سنڀالي سگهيو. هندوستان ۾ هن گهڻن ئي اخبارن لاءِ چڱا ليک لکيا هئا. پر ڏکڻ آفريڪا جي منجهيل ۽ ڳوڙهن سوالن تي منهنجي هوندي پنهنجي منهن سر ليک لکڻ جي همٿ نٿي ڏاريائين. منهنجي تميز ۽ ويچار شڪتيءَ ۾ هن جو پورو ايمان هو. تنهن ڪري جن مضمونن بابت لکڻو هوندو هو تن جو بوجو مون تي ڍوئيندو هو.

اخبار هاڻي وانگر اڳي ٻه هفتيوار هئي. شروع ۾ گجراتي، هندي، تامل ۽ انگريزيءَ ۾ نڪرندي هئي، پر ڏٺم ته تامل ۽ هندي ڀاڱا نالي ماتر هئا. تن مان ڪو قوم کي فائدو ڪونه ٿي رسيو. اهو ٻوٽو رکڻ مون کي ڪوڙو ڪم لڳو. تنهن ڪري ٻئي ڀاڱا بند ڪري خوش ٿيس.

ائين ڪونه ڄاتم ته اخبار ۾ ڪي پئسا لڳائڻا پوندم. پر جلدئي ڏٺم ته

پئسي جي مدد بنا اخبار جتاءِ ڪين ڪندي. اخبار جو آءٌ ايڊيٽر ڪونہ هئس. پر هندواسي توڙي گورا سمجهي ويا هئا تہ ليڪن لاءِ آءٌ ئي جوابدار هئس. اخبار نڪري ئي نہ ها تہ الڪو ڪونہ ٿئي ها. پر هاڻي بند ڪرڻ ۾ سمجهيم تہ قوم جي گهٽتائي ۽ هاڃي بہ ٿيندي. آءٌ پوءِ مٿس پئسا اوتيندو تنگ پريندو ويس ۽ نيٺ چئجي تہ جيڪا بچت ٿيندي هئي سا اوڏانهن ويندي هئي. اهڙو وقت بہ آيو جڏهن مون کي در مهيني 75 پائونڊ بہ موڪلڻا پوندا هئا. پر هيترن سالن کانپوءِ آءٌ چئي سگهان ٿو تہ اخبار قوم جي چڱي خدمت ڪئي. منجهانس نفعي ڪيڏڻ جو مطلب تہ شروع کان ڪنهن کي ڪونہ هو.

منهنجي هٿ هيٺ هئي تڏهن منجهس ڦيرڦاريون سي منهنجي جيون ۾ ڦيرڦارين جي مورت هئا. جهڙي طرح هاڻي 'ينگ انڊيا' ۽ 'نوجيون'، منهنجي جيون جي ڪنهن حصي جي آرسي آهن، اهڙي طرح 'انڊين اوپينين' اڳ ۾ هو. تنهن ۾ هفتيوار آءٌ پنهنجو پاڻ کٽي اوتيندو هئس ۽ جنهن کي ستياگرهہ جو روپ سمجهندو هئس سو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو هئس. جيل جي وقت کانسواءِ سڄا سارا ڏهہ سال يعني 1914ع تائين 'انڊين اوپينين' جو اهڙو پرچو ڪونہ هوندو جنهن ۾ ڪجهہ بہ نہ لکيو هوندم. منجهس ڪوبہ لفظ وچائڻ بنا، ڳڻ ڳوت بنا، يا ڪنهن کي فقط خوش ڪرڻ لاءِ لکيو هجيم، يا ڄاڻي ٻجهي وڌاءُ ڪيو هجيم، سو ياد نہ اٿم. اخبار پاڻ تي روڪ ۾ تعليم ٿي پيم، ۽ دوستن کي پنهنجا ويچار ڄاڻائڻ لاءِ مُک پتر ٿي پيم. ٽيڪا ڪار کي بہ منجهانس ٽيڪا ڪرڻ لاءِ ڪجهہ ورلي ٿي ور چڙهيو. خبر اٿم تہ منهنجا ليک ٽيڪا ڪار جي قلم تي بہ هڪ ضابطو رکندا هئا. انهيءَ اخبار بنا ستياگرهہ جي لڙائي بہ ڪين هلي سگهي ها. پڙهندڙ اخبار پنهنجي ڄاڻي منجهانس لڙائيءَ جو احوال ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ هندواسين جي سچي حالت معلوم ڪندا هئا.

اخبار رستي قسمين قسمين ماڻهن جي سُڀائن ڄاڻڻ جو وجهہ مليم. ايڊيٽر ۽ گراهڪ وچ ۾ هڪ ويجهو ۽ نرمل سنبنڌ ٻڌڻ جي اڇا هئڻ ڪري مون وٽ روح رچندڙ خطن جا ڍير ايندا هئا. منجهن چِٽا، ڪڙا، مٺا، مطلب تہ جنسن جنسن جا ليک لکيل هوندا هئا. سي پڙهي، ويچاري، سنڀالي جواب ڏيڻ مون لاءِ هڪ اُتم سکيا ٿي پيئي. جڻ تہ انهي معرفت آءٌ قوم جا ويچار ۽

هلندڙ ڳالهيون ٻڌي تي سگهيس. ايڊيٽر جي جوابداري چڱيءَ ريت محسوس ڪرڻ لڳس ۽ قوم مٿان جيڪو مون ڪي ضابطو مليو سو ايندڙ لڙائي هلائڻ ۾ زور وٺائڻ ۾ ڪارائتو ٿيو.

اخبارون شيوا ڀاو سان هلائڻ گهرجن سو آءُ 'انڊين اوپينين' هلائيندي پهرئين مهيني اندر ئي سکي ويس. اخبار هڪ وڏي شڪتي آهي. پر جهڙي طرح بنا روڪ پاڻيءَ جي ٻوڏ ٻوٽن جا ڳوٺ چٽ ڪري ٿي ۽ فصل ٻوڙي ٿي، اهڙي طرح لغام بنا قلم جي اڇل بہ قهر ڪري ٿي. اهو لغام جي ٻاهريون آهي تہ پوءِ لغام نہ هئڻ کان وڌيڪ قاتل ٿئي ٿو. اندرين پاڻمرادي روڪ ئي ڪارائتي ٿي سگهي ٿي.

جيڪڏهن اهو منطق سچو آهي تہ دنيا جون گهڻيون اخبارون انهيءَ اڳيان بيهي سگهنديون؟ پر نِڪمين کي بند ڪير ڪري؟ ڪير ڪنهن کي نڪمو چوي؟ ڪمائتيون ۽ نڪميون ٻئي گڏوگڏ پيون هلنديون. ماڻهن کي منجهائن ڳولي پسند ڪرڻو آهي.

*

(14)

# ’ڪولي لوڪيشن‘ يعني ڍيڍ وارو

هندوستان ۾ سماج جي وڏي ۾ وڏي خدمت ڪندڙ ڍيڍ، ڀنگي وغيره جن کي اسين اڇوت ٿا سمجهون تن کي ڳوٺ کان ٻاهر ڌار ٿا رکون. گجراتيءَ ۾ سندن رهڻ جي هنڌ کي ’ڍيڍوارو‘ ٿا سڏيون. جو نالو وٺندي منجهانس نفرت ٿي اچيئون. ساڳيءَ طرح ڪنهن زماني ۾ عيسائي يورپ ۾ يهودين کي اڇوت سمجهندا هئا ۽ جنهن ڍيڍ واري ۾ هو رهندا هئا تنهن کي ’گهيٽو‘ سڏيندا هئا. اهو نالو نياڳو سمجهبو هو. انهيءَ ريت ڏکڻ آفريڪا ۾ اسين هندواسي اتي جا ڍيڍ بڻيا آهيون. ڏسجي ته ائنڊريوز جي قربانيءَ ڪري ۽ شاستريءَ جي جادوگريءَ ڪري اسين شڌ ٿيون، ۽ ڍيڍ ٿري سڀيه ليکجون ٿا يا نه.

يهودين پاڻ کي ايشور جا پيارا ۽ ٻين کي ايشور جا ڌڪيل ڄاڻي گناهه جي اڻ ڏني ۽ اڻ سهائيندڙ سزا پاتي. ساڳيءَ طرح هندوستانين به پاڻ کي سنسڪرت يا آريه ڄاڻي پنهنجي ئي هڪ انگ کي پراڪرت، اناريه يا ڍيڍ سمجهيو آهي. پنهنجي پاپ جو ڦل به عجب ۽ بريءَ طرح ڏکڻ آفريڪا ۽ ٻين ٻئنڪن ۾ ڀوڳي رهيا آهيون. تنهن ۾ سندن پاڙيسري پارسي مسلمان جي ساڳئي رنگ ۽ ديس جا آهن سي به شامل آهن.

جوهانسبرگ جي ’لوڪيشن‘ بابت هي فصل لکان ٿو تنهنجو مطلب هاڻ پڙهندڙن ڪجهه سمجهيو هوندو. اسين ڏکڻ آفريڪا ۾ ’ڪولي‘ ڪري سڏبا آهيون.

هت ’ڪولي‘ معنيٰ مزدور، پر ڏکڻ آفريڪا ۾ ’ڪولي‘ معنيٰ ڍيڍ، پنچم وغيره. مطلب ته ڪولي ڌڪار جو لفظ هو. جيڪو هنڌ ڪين رهڻ لاءِ ڏنو ويو تنهن کي ’ڪولي لوڪيشن‘ ڪري چوندا هئا. اهڙو هڪ لوڪيشن جوهانسبرگ ۾ هو. ٻين سيني هنڌن ۾ جتي ڪولين لاءِ ’لوڪيشن‘ رکيو ويو هو يا آهي، تتي هندواسين کي مالڪي حق نه ڏنو ويو. پر جوهانسبرگ

جي لوڪيشن ۾ زمين جو پٽو نوانوي سالن تائين هئن. منجهس هندوستانين جون جڳهيون جهنجهيل هيون. بستي وڌندي وڃي پر لوڪيشن ڪيئن وڌي؟ سندن ڪاڪوس جهڙا تهڙا صفا ٿيندا هئا. پر انهيءَ ڪانسواءِ ميونسپالٽي ٻي ڪا بہ سنڀال نہ ونندي هئي. رستا ڇا جا، بتيون ڇا جون؟ پلا جتي ماڻهن جي شؤچ وغيره بابت ڪنهن کي پرواهہ ڪانہ هئي تتي ٻي صفائي وري ڇا جي؟ جيڪي هندوستاني رهندا هئا سي بہ ڪي شهر سڌارڪ، صحت پسند، پڙهيل قابل آدرشي ڪونہ هئا. جن کي ميونسپالٽيءَ جي مدد يا نظرداريءَ جي ضرورت ڪانہ هئي. جهنگل مان منگل يا ڌوڙ مان ڌن ڪرڻ جهڙا اُديمي هجن ها تہ سندن تاريخ نرالي ٿئي ها. پر دنيا ۾ اهڙن برجستن ماڻهن جي بئنڪ ورلي پرديس وسائيندي آهي. رواجي طور ماڻهو ڌن ۽ ڌنڌي لاءِ پرديس جهاڳيندا آهن. هندوستان مان تہ گهڻو ڪري اڻ پڙهيل، غريب، ڏکي مزورن جا ڏنبلا ويا. انهن کي تپي تپي تي سنڀال جي ضرورت هئي. سندن پنيان جيڪي واپاري ۽ پڙهيل آزاد هندوستاني ويا سي مٺ ڀر مس هئا.

مطلب تہ صحت، ڪاتي جي بيحد غفلت ڪري ۽ هندوستاني رهواسين جي اڻ ڄاڻائيءَ ڪري لوڪيشن جي حالت بلڪل خراب هئي. سڌارڻ لاءِ ڪاتي ذري بہ ڪوشش ڪانہ ڪئي. اٽلو پنهنجي غفلت ڪري ٿيل خرابين جو سبب ڏيئي صحت ڪاتي لوڪيشن لڏائڻ جا سعايا ڪيا، ۽ انهيءَ زمين جو قبضو وٺڻ لاءِ ڪائونسل کان اختياري ورتي. جڏهن آءٌ جوهانسبرگ ۾ وڃي رهيس تڏهن اها حالت هئي.

رهندڙ زمين جا مالڪ هئا تنهن ڪري کين بدلي ۾ ڪا رقم تہ ملڻي ئي هئي. ٻن ڌرين جي رقم ٺهرائڻ لاءِ خاص ڪورٽ ويني. جا رقم ميونسپالٽي ٺهرائي سا ڌڻي قبول نہ ڪري تہ ڪورٽ جي ٺهرايل رقم ملي. جي ميونسپالٽيءَ کان ڪورٽ جي رقم وڌيڪ هجي تہ مالڪ جي وڪيل جو خرچ قاعدي موجب ميونسپالٽيءَ تي پريو.

تنهن تي گهڻي ئي دعوائون هليون جن ۾ آءٌ وڪيل هئس. مون کي انهي مان ٻئسن ڪمائڻ جي خواهش ڪانہ هئي. کين چيو هئم تہ، ”جي توهان کٽيو تہ جيترو خرچ ميونسپالٽي پريندي اوترو مون لاءِ ڪافي ٿيندو. توهين هارايو يا کٽيو تہ مون کي پٽي پٽي تي ڏهہ ڏهہ پائونڊ في ڏجو.“ اٿين بہ ڄاڻائي

ڇڏيو مان تہ فيءَ مان بہ اڌ رقم غريبن لاءِ اسپتال نهرائڻ يا اهڙي ڪنهن ٻئي عام ڀلي جي ڪم لاءِ جدا ڪري رکندس. سياويڪ هو تہ تنهن ڪري سڀ راضي ٿيا.

اٽڪل ستر ڪيسن مان هڪ هارايم. سو فيءَ جي رقم چڱي خاصي ٿي بيٺي. پر تنهن وقت 'انڊين اوپينين' جي چڪ سر تي بيٺي هئي ۽ ۽ پانيان ٿو تہ اٽڪل 1600 پائونڊن جو چيڪ تہ اوڏانهن ويو.

انهن دعوائن پنيان منهنجي خيال موجب مون گهڻي محنت ڪئي. اصيل تہ مون وٽ ڳاهٽ اچي تيندا هئا. منجهائن گهڻا اتر هندوستان مان بهار پاسي جا ۽ ڏکڻ مان تامل، تيليگو هئا جي پهرئين گرمٽيا ٿي آيا ۽ پوءِ آزاد ٿي پنهنجو ڌنڌو ڌوري ڪڍي ويٺا.

پنهنجا خاص دک متائڻ لاءِ، انهن، هندوستاني واپارين کان جدا هڪ پنهنجو منڊل رچيو. منجهن ڪيترا چڱيءَ دل جا، اُدارا ڀاونا وارا، ۽ سٺي چال جا هئا. منڊل جي سيا پتيءَ جو نالو سريجت جيترام سنگ ۽ جي سيا پتي نہ تہ سندس جهڙو ئي مان وارو سريجت بدري هو. سريجت بدريءَ سان منهنجي چڱي واقفيت ٿي ويئي ۽ هن ستياگرهہ ۾ چڱو چوکو ڀهرو ورتو. سندن ۽ ٻين جي معرفت آءُ اُتر ۽ ڏکڻ هندوستان جي ڪيترن ماڻهن جي سُنبنڌ ۾ آيس ۽ سندن وڪيل نہ پر ڀاءُ ٿي رهيس ۽ سندن ٽنهي پرڪارن جي دکن ۾ ساٿي ٿيس.

سيٺ عبدالله مون کي 'گانڌي' ڪري سڏڻ کان انڪار ڪيو 'صاحب'، ڪير چئيم، ڪير سڏيم؟ هن هڪ نهايت پريہ نالو ڳولي ڪڍيو. مون کي هو 'ڀائي' ڪري سڏڻ لڳو. اهو نالو توڙ تائين ڏکڻ آفريڪا ۾ قائم رهيو. پر گرمٽ مان ڇٽل هندوستاني جڏهن مون کي 'ڀائي' چئي سڏيندا هئا تڏهن مون کي انهي مان خاص سواد ايندو هو.

❊

(15)

# پليگ (1)

لوڪيشن جي زمين خريد ڪرڻ کانپوءِ ميونسپالٽي هندوستانين کي اتان جلد اٿاري ڪين ويئي. ڪين بيو سهنجو هنڌ ڏيڻ جي ڳالهه هلي پئي، پر کهڙو هنڌ ڏجي سان پڪ ڪانه هئي. تنهن ڪري ويچارا انهيءَ ئي ’گندي‘ لوڪيشن ۾ وينا رهيا. ٻه ڦيرڦاريون ٿيون. هندوستاني مالڪن مان ڦري مسواڙي ٿيا ۽ گندگي وڌي اڳي ته مالڪ ليکبا هئا تنهن ڪري پاڻمرادو نه ته ڊپ وچون ڪجهه نه ڪجهه صفائي رکندا هئا. هاڻي ميونسپالٽيءَ کي ڪنهن جو ڀؤ؟ جاين ۾ مسواڙي وڌيا ۽ تن ڪري گندگي ۽ بي انتظامي وڌي.

ائين وقت پئي گذريو ۽ هندوستاني خفي هئا ته ايتري ۾ ڦيڦسي (Pneumonic) پليگ اچي ڪڙڪي. بيماري قاتل. ماڻهوءَ جا ڦڦڙ ونجي ويندا هئا ۽ ڳنر جي پليگ کان هيءَ ڦڦڙن جي وڌيڪ خطرناڪ هئي.

قسمت سان بيماري پهرئين لوڪيشن ۾ ڪين پر گهٽ ٿي. جوهانسبرگ جي آس پاس هڪ سون کاڻ ۾ ظاهر ٿي. کاڻ ۾ گهڻو ڪري شيدي ڪم ڪندا هئا. سندن صفائيءَ جي جوابداري گورن مالڪن جي سر مٿان هئي. ڪيترا هندوستاني به ڪم ڪندا هئا. تن مان ٽيويهن جڻن ۾ هڪدم مرض وچڙي ويو ۽ اهي هڪ ڏينهن سانجهيءَ جو پليگ جا بک ٿي لوڪيشن ۾ گهر موٽيا.

تنهن وقت ڀائي مدن جيت ’انڊين اوپنين‘ لاءِ گراهڪ هٿ ڪرڻ ۽ چندا اُڳاڙڻ لاءِ اتي آيو هو سو لوڪيشن ۾ پئي ڦريو. سياءَ جو بيدپو. مريضن کي ڏسندي ئي هن جي دل درد ۾ پرجي ويئي. ڪيسي مان پينسل ڪڍي مون کي هڪ چٺي لکي موڪليائين ته، ”هت اوچتو پليگ ڪڙڪي آهي. توهين هڪدم اچي ڪجهه نه ڪريو نه ته حالت خطرناڪ ٿيندي. هڪدم اچجو.“

پوءِ ڪنهن به ڊپ بنا هڪ خالي گهر جو قلف ڀڃي مدن جيت سيني مريضن کي هڪ هنڌ ڪٺي رکيو. آءُ به پنهنجي سائيڪل تي هيٽري ۾ اچي پهتس. اتان ٽائون ڪلارڪ کي حقيقت لکي موڪليم ۽ ڪهڙين حالتن هيٺ مڪان جو قبضو ورتو هئوسين سو ڄاڻايم.

ڊاڪٽر وليم گاڊ فري جوهانسبرگ ۾ ڊاڪٽري ڪندو هو. سو بہ خبر ملندي ڊوڙندو آيو ۽ بيمارن جو ڊاڪٽر ۽ نرس ٿيو. پر ٿيوبهن ڄڻن کي اسين ٿي ڄڻا ڪيئن پهچون؟

آزمودي مان پڪ ٿي ويئي اتم تہ جتي دل صفا هوندي آهي، اتي آفت کي منهن ڏيڻ لاءِ شيوڪ ۽ ساڌن سڀ اچي حاضر ٿيندا آهن. منهنجي آفيس ۾ ڪلياڻ داس، مائڪ لال ۽ بہ بيا هندوستاني هئا. پويون ٻن جا نالا مون کي هن وقت ياد نٿا پون. ڪلياڻ داس جي پتا مون کي پنهنجو پٽ ڪڍي ڏنو. هن جهڙو رحم دل ۽ آگياوان سمجهيو شيوڪ مون اتي ڪو ورلي ڏٺو. ڪلياڻ داس شڪر جو تڏهن ڪنوارو هو. تنهن ڪري ڪيس ڪهڙو بہ جوکائتو ڪم ڏيڻ کان آءٌ هبڪيس ڪين. مائڪ لال جوهانسبرگ ۾ هٿ لڳو هئم. اهو بہ ياتيان ٿو تہ ڪنوارو هو. چئني، منشين چئو، ساٿين چئو، پٽن چئو پاڻ قربان ڪرڻ لاءِ سندرو بڌو. ڪلياڻ داس کان تہ پڇڻ بہ ڇا جو؟ ٻين کان پڇيم ۽ هو تيار ٿيا. ”جتي توهين اتي اسين“ اهو سندن تز ۽ منو جواب.

مسٽر رچ کي وڏو عيال هو. هو پاڻ تہ ٽپي پوڻ لاءِ تيار هو. پر مون کيس روڪيو. کيس جوکائتي ڪم ۾ لڳائڻ لاءِ آءٌ اصل تيار نہ هئس. همٿ نٿي ٿيم. پر ٻاهريون ڪم سڀ پاڻ ڪيائين.

جاڳي ٿهل ڪرڻ جي اها رات ڀيانڪ هئي. مون بہ گهڻن ئي بيمارن جي خدمت اڳ ۾ ڪئي هئي. پر پليگ ۾ ورتلن جي سنڀال وٺڻ جو اهو پهريون وجهہ مليم. ڊاڪٽر گاڊ فري جي همٿ ڏسي اسين خود بي ڊپا ٿي پياسين. بيمارن جي خدمت بہ ڪهڙي ڪري سگهون؟ دوا ڏيڻ، پاڻي يا ٻي شيءِ ڏيڻ، گند ڪچرو ۽ آٿت ڏيڻ، انهي کان سواءِ ٻيو وڌيڪ ڪي ڪين ڪرڻو هو.

چئن جوانن کي بيڌپو ٿي تن توڙ محنت ڪندو ڏسي آءٌ خوشيءَ ۾ نہ ٿي پيو ماپان. ڊاڪٽر گاڊ فري جي همٿ سمجهي سگهجي ٿي، مدن جيت جي سمجهي سگهجي ٿي. پر هي جوان؟ رات جيئن تيئن نبري يا اتم تہ انهيءَ رات سيني مريضن کي تڳايوسين.

پر اهو موقعو جهڙو درد وند تهڙو ئي وڻندڙ ۽ منهنجي خيال موجب پوتر آهي. تنهن ڪري انهي پنيان اڃا ٻيا بہ فصل ڏيڻ جڳائن.

*

(16)

## پليگ (2)

حالتن هيٺ مڪان ۾ بيمارن جي چارج وٺڻ لاءِ ٽائون ڪلارڪ منهنجا ٿورا مڃيا ۽ ڪليو ڪلايو باسيو ته. "اسان وٽ انهيءَ حالت ڪي پنهنجي سر هڪدم منهن ڏيڻ جو اپاءُ ڪونهي. توهان ڪي جيڪا مدد گهرجي سا گهرجو ۽ ٽي سگهيو ته ٽائون ڪائونسل ڏيندي" هڪ وار خبردار ٿيڻ ڪانپوءِ ميونسپالٽيءَ پورو بندوبست رکڻ ۾ ۽ حالتن ڪي منهن ڏيڻ ۾ دير ڪين ڪئي.

ٻئي ڏينهن هڪ خالي گدام ۾ سڀ بيمار وني وڃڻ لاءِ چيائون. گدام صفا ڪرائڻ جو بوجو به ميونسپالٽيءَ پاڻ تي ڪين رکيو. مڪان گندو ۽ غليظ اسان پاڻ وڃي صفا ڪيو. ڪنولا وغيره سخي دل هندوستانين جي مدد سان هٿ ڪياسين، ۽ ترت ڪام چلائو اسپتال ڪڙي ڪئي سون. ميونسپالٽيءَ هڪ نرس ۽ ساٿس گڏ برئنڊي جي بوتل ۽ ٻيون بيمارن لاءِ دوائون موڪليون. ڊاڪٽر گاڊ فري جي چارج قائم رهي.

نرس ڪي اسين ورلي بيمار ڇهڻ ڏيندا هئاسين. چڱي سياءَ جي ۽ پاڻ ته ڇهڻ لاءِ تيار هئي. پر ڪيس هرويرو خطري ۾ وجهڻ جي ضرورت نه سمجهيس.

بيمارن ڪي وقت به وقت برئنڊي ڏيٺي هئي. پاڻ بچائڻ لاءِ نرس اسان ڪي به برئنڊي وٺڻ جي صلاح ڏيندي هئي ۽ خود وٺندي هئي. پر اسان مان ڪير به وٺڻ وارو نه هو. مون ڪي ته بيمارن ڪي به برئنڊي ڏيڻ ۾ ايمان ڪونه هو. ڊاڪٽر گاڊ فري جي موڪل سان ٽي بيمار جي برئنڊي نه وٺڻ لاءِ تيار هئا سي مٽيءَ جو علاج ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. تن ڪي مٽي يا ڇاتيءَ تي جتي سور هون اُتي مٽيءَ جي ليپي لڳائڻ جو مون علاج ڪيو. انهن ٽن بيمارن مان به ٻُڃتي پيا. باقي ٻين سڀني جو ديهانت ٿيو . ويهه بيمار هن گدام ۾ ٿي موڪلائي هليا.

ميونسپالٽيءَ جون ٻيون تياريون پئي هليون. جوهانسبرگ کان ست ميل پري هڪ 'ليزريٽو' يعني وچڙندڙ مرضن لاءِ اسپتال هئي. اتي تنبو

لڳائي هنن ٽن بيمارن کي ڪٽائي ويا ۽ ٻيا جهلجن ته ڪين ٻه اوڏانهن موڪلڻ جو بندوبست ڪيو ويو. اسين ٻوءِ هن ڪم مان ڇُٽاسين. ٿورن ڏينهن بعد ٻڌوسين ته ويچاري نرس پليگ ۾ ونجي ديهانت ڪري ويئي. بيمارن جو بچڻ ۽ اسان جو نه ونجڻ ڪهڙي سبب ڪري ٿيو سو ڪير چئي سگهندو. پر هن ڪانپوءِ مٽيءَ جي علاج ۾ منهنجو ايمان وڌيو ۽ دوا خاطر دارونءَ جي علاج مان ايمان نڪري ويو. آءٌ ڄاڻان ٿو ته اهو ايمان رکڻ ۽ ايمان وڃائڻ ٻئي بنا سبب ليکبا. پر مون تي تنهن وقت جيڪ اثر ٿيو ۽ جو اڄ تائين هلندو آيو آهي سو آءٌ مٽائي نٿو سگهان. تنهن ڪري انهيءَ ڳالهه جو هن هنڌ ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان.

پليگ پيئي ۽ امالڪ اخبار ۾ لوڪيشن خريد ڪرڻ بعد ميونسپالٽيءَ جي وڏيڪ بي انتظامي ۽ پليگ بابت جوابداريءَ تي هڪ سخت ليک لکيم. انهيءَ ليک مون سان مسٽر هينري پولڪ ملايو ۽ ساڳئي ليک مرحوم جوزف ڊوڪ سان دوستي ڳنڍي.

اڳئين فصل ۾ ڄاڻائي آيو آهيان ته هڪ ويشنو ويسيءَ ۾ ڪائڻ ويندو هئس. اتي مسٽر آلبرٽ ويسٽ سان واقفيت ٿي هيم. روز سانجهيءَ جو گڏ ڪاڏو ڪائي گهمڻ ويندا هئاسين. ويسٽ هڪ ننڍڙي ڇاپخاني ۾ ڀائيوار هو. هن اخبار ۾ پليگ بابت منهنجو ليک پڙهيو ۽ ڪاڏي وقت مون کي ويسيءَ ۾ نه ڏسي گهبرايو.

مون ۽ ٻين شيوڪن پليگ ڪانپوءِ پنهنجي خوراڪ گهٽائي ڇڏي هئي. گهٽن ڏينهن کان اهو نيم ڪري ڇڏيو هئم ته پليگ ۽ ٻين وچڙندڙ مرضن پوڻ وقت ٿورو ڪائجي تيئن چڱو. تنهن ڪري سانجهيءَ جو ڪائڻ ڪٽي بند ڪيم. متان ڪنهن کي مون مان ڊپ ٿئي تنهن ڪري؟ ٻيهرن جو. جنهن مهل ڪوبه ويسيءَ ۾ ڪونه هوندو هو تنهن مهل آءٌ وڃي ڪاڏو ڪائي ونندو هئس. ويسيءَ واري سان ته منهنجو گهاٽو ناتو هو. تنهن سان ڳالهه ڪري ڇڏي هيم ته پليگ ۾ ورتلن جي شيوا ڪرڻ ڪري ٻين سان ڇوپ نٿي چاهيم.

بس ويسيءَ ۾ نه ملڻ ڪري ٻئين يا ٽئين ئي ڏينهن صبح جي وقت اڃا آءٌ ٻاهر نڪرڻ جي تياريءَ ۾ هئس ته ايتري ۾ ويسٽ اچي در ڪڙڪايو. دروازو کوليم ۽ ويسٽ چيم ته، "توهان کي ويسيءَ ۾ نه ڏسي آءٌ ته گهبرائجي

ويس. پيو چوان تہ متان توهان کي تہ ڪجھ ڪين ٿيو؟ هن وقت ئي توهان سان گڏبس ائين سمجهي آيو آهيان مون کان بہ ڪا مدد گهرجي تہ ڳالھ ڪجو. آءٌ بيمارن جي سنڀال ونڻ لاءِ بہ تيار آهيان. توهان کي خبر آهي تہ پنهنجو پيٽ پرڻ کانسواءِ مون تي ٻي ڪا جوابداري ڪانهي. "

سندس ٿورا مڃيم ۽ هڪ منٽ بہ ويچار ڪرڻ بنا چيم تہ، "توهان کي نرس ڪري تہ اصل ڪين وٺندس. جي ٻيا بيمار نہ پيا تہ اسان جو ڪم هڪ ٻن ڏينهن اندر خلاص ٿيندو. پر هڪ ڪم بيشڪ آهي. "

'سو ڪهڙو؟'

"توهين ڊربن وڃي 'انڊين اوپينين' ڇاپخاني جي سنڀال وٺندا؟ مدن جيت تہ هت ڪم ۾ روڪجي پيو آهي. اتي ڪنهن جي ضرورت آهي. توهين ويندا تہ منهنجي انهيءَ پاسي جي ڳڻتي لهي ويندي "

"خبر اٿو تہ مون کي بہ ڇاپخانو آهي. گهڻو ڪري وڃي سگهندس. پر آخرين جواب سانجهيءَ جو ڏيان تہ حرڪت ڪانهي؟ گهمڻ نڪري سگهندا تہ اوڏي مهل ڳالھ ڪندس. "

مون قبول ڪيو. ساڳئي ڏينهن سانجهيءَ جو ڳالھ ٻولھ هلي. ڏر مهيني ڏھ پائونڊ پگهار ۽ ڇاپخاني ۾ ڪجھ نفعي ٿئي تہ نفعي جو ڪجھ حصو ويسٽ قبول ڪيو. ڪيس ڪا پگهار جا تمنا ڪانہ هئي، سو پگهار جو تہ سوال ئي ڪونہ اٿيو. ٻئي ڏينهن رات جو ميل ۾ ويسٽ پنهنجي 'اُڳراٽي' مون کي سؤنپي پاڻ ڊربن ڏي روانو ٿيو. تنهن کان وٺي ويندي جڏهن مون ڏکڻ آفريڪا ڇڏيو تيسين ويسٽ مون سان سک ڏک ۾ ساٿي هو. هو ولايت جي هڪ پرڳڻي ۾ لائوٿ ڳوٺ جي آبادگار ڪٽنب جو هو. اسڪول ۾ رواجي طور پڙهيو پر بازن جو پورهيو ڪري آزمودي جي اسڪول ۾ پڙهيو ڳريو هو. مون کيس هميشه هڪ پوتر، سنجمي، خدا پرست، همٿ وارو پر اُپڪاري انگريز ڪري ڄاتو آهي. سندس ۽ سندس ڪٽنب جو ذڪر اڃا ايندڙ فصلن ۾ وڌيڪ ڪرڻو آهي.

⁂

(17)

# لوڪيشن جي هولي

جيتوڻيڪ بيمارن جي سار سنڀال جي ڪم مان آءٌ ۽ منهنجا ساٿي ڇُٽاسين تہ بہ پليگ ڪري وري بيا ڪم سر مٿان ڪڙا ٿي بيٺا.

لوڪيشن جي تندرستيءَ بابت ميونسپالٽي ڀلي بي پرواهہ ٿئي پر گورن شهر واسين بابت تہ چوويهہ ئي ڪلاڪ سجاڳ هئي. انهن جي صحت خاطر خرچ ڪرڻ ۾ ڪوبہ صرفو ڪونہ ڪندي هئي. هن وقت پليگ کي روڪڻ لاءِ پاڻيءَ وانگر پئسا اوتيا ويا. ميونسپالٽيءَ جون هندوستانين بابت ڪئين اوڻايون ڏٺيون هيم. تڏهن بہ گورن لاءِ ايترو منتظر ڏسي آءٌ سندس گڻ ڳائڻ لڳس، ۽ هن ڀلي ڪم ۾ جيڪا مدد پنهنجي سا ڏنيم. ڀانيان ٿو تہ مدد نہ ڏيان ها تہ ميونسپالٽيءَ کي مشڪلات درپيش اچي ها ۽ وقتي گولي مار ڪري ها، ڪرڻ کان نہ هٻڪي ها.

پر سو سڀ ٿري ويو. هندوستانين جي هلت تي ميونسپالٽيءَ جا عملدار خوش ٿيا ۽ اڳتي جو هيترو ڪم سولو ٿي پيو. ميونسپالٽيءَ جي گھُرن موجب هلڻ لاءِ هندوستانين تي جيتري هلندي هيم اوتري هلايم. سو سڀ ڪرڻ سندن لاءِ ڪٺن هو پر ڪنهن بہ منهنجي چئي کي ڏند ڏنو هجي سو ياد نہ اٿم.

لوڪيشن جي آس پاس پهرو ٻيهاريو ويو ۽ اجازت بنا ڪوبہ اندر ٻاهر نہ ٿي وڃي سگهيو. مون کي ۽ منهنجن ساٿين کي اچڻ وڃڻ لاءِ پاسون ڏنيون ويون. ميونسپالٽيءَ جو ارادو هو تہ لوڪيشن ۾ سڀني رهندڙن کي ٽن هفتن تائين جوهانسبرگ کان تيرهن ميل پري کلي ميدان ۾ هڪ ڪئمپ ۾ رهائجي ۽ لوڪيشن ساڙي ڇڏجي. تنبن ۾ ئي سهين پر نئون ڳوٺ ٻڌڻ ۾ اتي کاڌو وغيره ڪٽي وڃڻ سٿرو نہ هوءِ ڪي ڏينهن لڳي ويا. تنهن وچ ۾ اهو پهرو رکيو ويو.

ماڻهو ويچارا مُنجهي پيا. پر آءٌ سندن پر ۾ هئس تنهن ڪري آٿت آين.

منجهن ڪيترن غريبن پنهنجي ميڙي چونڊي گهر اندر زمين ۾ ڏٽي ڇڏي هئي. هاڻي اهو پوريل ڏن ڪڍيو پيين. پر جمع ڪٿي ڪن! بئنڪ جي ڪين کهڙي خبر؟ آءُ سندن بئنڪ بڻيس. مون وٽ پئسن جو ڍير اچي گڏ ٿيو. اهڙي وقت آءُ پنهنجي پورهئي جو ڪائڻ ڇا وٺان؟ ڏکيو سکيو ڪم اڪلائي ورتم. بئنڪ جو مئنيجر چڱو واقف هئم. چتايومانس ته وٽس گهڻائي پئسا رکڻا هئم. بئنڪون سون چانديءَ جو ناڻو وٺڻ لاءِ تيار ڪونه ٿينديون آهن. وري پليگ جي هنڌان نڪتل پئسا منشي ڇُهڻ کان گوٺنائي ڪن سو به ممڪن هو. پر مئنيجر مون کي سڀ سهوليت ڪري ڏني. پئسا دوا پيل پاڻيءَ ۾ ٻوڙي پوءِ بئنڪ ۾ موڪلڻ جي صلاح ٿي. پانيان ٿو ته مڙيوئي سائيڪو هزار پائونڊ بئنڪ ۾ جمع ڪيا ويا. جن اصيلن وٽ وڏيون رقمون هيون تن کي بئنڪ ۾ وڏي مدت لاءِ رقم رکڻ جي صلاح ڏنيم. تن اصيلن جي نالي تي ڪيترا پئسا امانت رکيا ويا. انهيءَ جو اهو نتيجو نڪتو جو منجهائن ڪيترن ۾ بئنڪ ۾ پئسا رکڻ جي عادت پئجي ويئي. لوڪيشن واسين کي ڪلِپسپروُٽ فارم نالي جوهانسبرگ وٽ هڪ هنڌ اسپيشل ٽرين ۾ وٺي ويا. اتي کين کاڌو پيتو ميونسپالٽي پنهنجي خرچ تي ڏنو. اهو تنبن جي ڳوٺ جو نماءُ سپاهين جي چانوٽيءَ جهڙو هو. ماڻهن کي اهڙي طرح رهڻ جي اڳي عادت ڪانه هئي تنهن ڪري سڀ نئون پئي لڳو ۽ پاڻ کي ڏکي پئي سمجهيائون. پر ڪا خاص تڪليف ڪانه هين. آءُ روز سائيڪل تي چڙهي هڪ چڪر لڳائي ايندو هئس. ٽي هفتا کليءَ هوا ۾ رهڻ ڪري سندن صحت ضرور سڌريو ۽ دل جو خيال سو به چوويهن ڪلاڪن ڪانپوءِ وسري ويبن. پوءِ ته آنند ۾ مگهن ٿي رهندا هئا ۽ جڏهن وجان تڏهن پجڻ ڪيرتن. راند روند وينا ڪن.

پانيان ٿو ته اسين خالي ڪري نڪتاسين تنهنجي بئي ٽئي ڏينهن لوڪيشن جي هولي ڪئي. منجهانس هڪ به سيءِ بچائڻ جي ميونسپالٽيءَ طمع نه ڪئي. ساڳئي وقت ۽ ساڳئي سبب پنهنجي مارڪيٽ ۾ رکيل ڪاٺ سڀ ٻاري ڀسم ڪري ڇڏيائين ۽ اٽڪل ڏهن هزارن پائونڊن جو نقصان سنائين. مارڪيٽ مان مُئل ڪوئا نڪتا هئا تنهن ڪري اهو زبردست اپاءُ وٺڻ ۾ آيو. گهرا خرچ ٿيا. پر نتيجو اهو نڪتو جو پليگ جو مرض وڌي ڪين سگهيو ۽ شهرواسي بي فڪر ٿي رهيا.

*

(18)

# هڪ ڪتاب جو جادوگري اثر

انهيءَ پليگ منهنجو غريب هندوستانين تي قبضو منهنجو ڏنڊو ۽ منهنجي جوابداري سپ وڌايا. هوڏانهن يوروپين سان اهڙي گهاٽي واقفيت ٿيم جو انهيءَ ڪري منهنجي نيتڪ جوابداري وڌي.

جهڙي طرح ويسٽ سان ويشنو ويسيءَ ۾ واقفيت ٿيم، اهڙي طرح پولڪ سان به ٿيم. هڪڙي ڏينهن جنهن ميز تي وينو هئس تنهن کان ڪجهه پرڀرو هڪ نوجوان ٻي ميز تي وينو هو. گڏجڻ جي خيال سان هن مون ڏي پنهنجو ڪارڊ ڏياري موڪليو. مون کيس پنهنجيءَ ميز تي نوتو ڏنو ۽ هو آيو.

"آءُ 'ڪرٽڪ' اخبار جو اُپ سمپادڪ آهيان. توهان جو پليگ بابت ليک پڙهي توهان سان گڏجڻ تي ڏاڍي دل ٿيم. اڄ اهو وجهه مليو اٿم."

مسٽر پولڪ جي صفا دل مون کي پاڻ ڏي تاڻيو. ساڳيءَ رات هڪ ٻئي سان سڃاڻپ ٿي ويئي ۽ ڏٺوسين ته زندگيءَ جي سوالن تي اسان جا ويچار گهڻي قدر ملي ٿي آيا. سادگي کيس به پسند هئي. ڪا ڳالهه عقل قبول ڪري ته اها امالڪ عمل ۾ آڻڻ جي شڪتي حيرت انگيز هيس ۽ پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڪيترين ڦيرقارين هن هڪدم ڪيون هيون.

'انڊين اوپينين' جو خرچ چوٽ چڙهندو پئي ويو. ويسٽ جي پهرئين رپورٽ مون کي چرڪائڻ جهڙي هئي. لکيائين ته، "توهين سمجهي وينا هئا اهڙو نفعو هن ڪم ۾ بنهه ڪونهي. آءُ ته الٽو کوٽ ٿو ڏسان. حساب ڪتاب هيٺ مٿي ٿيل آهي. وصولي جهجهي ٽيٽي آهي پر تنهنجو نڪو اُنڌ نه ڪو منڌ. ڪيترين ڦيرقارين ڪرڻيون پونديون. پر رپورٽ پڙهي توهين گهبرائجو نه. انتظام ڪرڻ ۾ آءُ گهٽتائيندس ڪين. نفعو ڪونهي تنهن ڪري هي ڪم آءُ ڇڏڻ وارو ناهيان."

نفعي نه هئڻ ڪري ويسٽ ڪم ڇڏي ٿي ها ته کيس آءُ ڪوبه ڏوهه نه

ڏيئي سگهان ها. ايترو نہ پر الل حساب نفعي جو دلاسو ڏيڻ ڪري مون کي ڏوهہ ڏئي ها تہ حق هئس. تنهن هوندي بہ هن مون کي اکر بہ ڪين ڪڇيو. پر آءٌ سمجهان ٿو تہ انهيءَ خبر ڪانپوءِ ويسٽ جي نظر ۾ آءٌ ويساهہ وسوڙو لڳس. مدن جيت جي ڳالهہ تپاسڻ بنا، مٿس اعتبار ڪري مون ويسٽ سان نفعي جي ڳالهہ ڪٿي ڪئي. آءٌ سمجهان ٿو تہ پبلڪ ڪم ڪندڙ کي اهڙو اعتبار نہ رکي پر جاچي جوچي پوءِ ڳالهہ ڪرڻ کپي. سچ جي پوڄاريءَ کي گهڻو ساوڌان رهڻ گهرجي. پوري خاطري بنا ڪنهن جي من تي اجايو اثر وجهڻ سچ تي پردو چاڙهڻ آهي. ڏک اٿم تہ ائين ڄاڻندي بہ تر تڪڙ ۾ سوواش رکي ڪم وٺڻ جو سياءُ آءٌ صفا متائي ڪين سگهيو آهيان. تنهن ۾ وت ڪان ٻاهر پاڻ تي ڪم ڪڻڻ جو عيب ڏسان ٿو. انهي طمعي ڪري نہ رڳو آءٌ پر مون ڪان وڌيڪ منهنجا ساٿي رنج رهن ٿا.

ويسٽ جو اهڙو خط ملڻ ڪانپوءِ آءٌ ناتال وڃڻ لاءِ سنپريس. پولڪ تہ منهنجن سيني ڳالهين مان واقف ٿي ويو هو. مون کي اسٽيشن تي ڇڏڻ آيو ۽ 'هي ڪتاب رستي ۾ پڙهڻ جهڙو اٿو. پڙهي ڏسجو. ضرور وڻندوَ' ائين چئي رسڪن جو 'اَنٽُ دَلاسٽ' (Un to the Last) مون کي هٿ ۾ ڪٿي ڏنائين.

بس ڪتاب کولڻ ڪانپوءِ آءٌ وري ڇڏي ڪين سگهيس. جڻ مون کي سوگهو ڪٿي ڪيائين. جوهانسبرگ کان ناتال چوويهن ڪلاڪن جي مسافري آهي. گاڏي سانجهيءَ جو ڊربن تي پهتي. پهچڻ ڪانپوءِ ساري رات مون کي ننڊ ڪين آئي. ڪتاب ۾ لکيل ويچار عمل ۾ آڻڻ جو ارادو ڪيم.

هن کان اڳ رسڪن جو هڪ بہ ڪتاب ڪونہ ڏٺو هئم. ڪاليج جي وقت درسي ڪتابن کان سواءِ ٻيو جڻ ڪي ڪين پڙهيو هئم. ڪرم يوميءَ ۾ گهڙڻ ڪانپوءِ پڙهڻ لاءِ وقت ڪٿي ٿو بچي؟ تنهن ڪري اڄ تائين چئجي تہ منهنجو ڪتابن جو گيان بلڪل ٿورو آهي. پر آءٌ پانيان ٿو تہ از خود يا لاچار نہ پڙهڻ ڪري مون ڪي وڃايو ڪونهي. چئجي تہ جيڪي ٿورا ڪتاب پڙهيا اٿم سي پوريءَ طرح هضم ڪيا اٿم. جن ڪتابن منهنجي وجود جو ورق واري ڇڏيو تن ۾ اهو ئي ڪتاب آهي. اهو مون پوءِ گجراتيءَ ۾ 'سَرِ وديہ' (سيني جو ڀلو) نالي سان ترجمو ڪري ڇپايو.

منهنجي مڃتا آهي تہ جنهن شيءِ سان آءٌ پريل هئس تنهنجو چٽو

نقشو مون رسڪن جي هن گرنٿ رتن ۾ ڏٺو ۽ تنهن ڪري انهيءَ جو مون تي راڄ جمائي ويو ۽ انهيءَ مون کان انهن وچارن جو عمل ڪرايو. اسان ۾ جيڪي اُتم ڀاونائون سُتل آهن تن کي سجاڳ ڪرڻ جي جنهن ۾ شڪتي آهي سو ڪوي آهي. سڀني شاعرن جو سڀني تي ساڳيو اثر نٿو ٿئي، ڇو جو سڀني ۾ سڀ سٺيون ڀاونائون هڪ جهڙيون نٿيون ٿين.

'سروديه' جا سڌانت مون هيئين ريت سمجهيا:

(1) سڀني جي ڀلي ۾ اسان جو ڀلو به سمايل آهي.

(2) وڪيل توڙي ڀنگيءَ ٻنهي جي ڪم جي ساڳي قيمت ڪٿڻ گهرجي، ڇو جو آجيوڪا جو حق ٻنهي کي ساڳيو آهي.

(3) مزدور هاريءَ جو سادو جيون سوئي سچو جيون آهن.

پهرئين سڌانت مان واقف هئس. ٻيو جهڪو ڏسندو هئس. ٽئين جو خيال به ڪونه ڪيو هئم. پهرئين ۾ ٻيا ٻئي سمايل هئا سو مون کي ڪتاب روشن ڪري ڏيکاريو. صبح ٿيڻ سان انهن جي عمل لاءِ سندرو ٻڌم.

*

(19)

# فينڪس فارم

صبح جو پهرين تہ ويسٽ سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. ڪتاب جيڪو مون تي اثر ڪيو هو سو ٻڌايومانس ۽ چيم تہ 'انڊين اوپينين' هڪ بنيءَ تي ڪٽي وڃڻ گهرجي. اتي سڀ ساڳيو ڪاڏي جو خرچ وٺن. سڀ هٿن سان بني کيڙين ۽ باقي وقت اندر 'انڊين اوپينين' جو ڪم ڪن. ويسٽ کي منهنجي سوچنا پسند پيئي. حساب ڪيوسين تہ هرهڪ جو پيٽ خرچ در مهيني گهٽ ۾ گهٽ ٽي پائونڊ ٿي ٿيو. تنهن ۾ ڪاري ۽ گوري جو ڀيد ڪو ڪونہ رکيوسين.

پر پريس ۾ ڏهاڪو ڄڻا ڪم ڪندا هئا. سڀني کي جهنگ ۾ وڃي رهڻ سهنجو ٿيندو يا نہ ۽ سڀ هڪ جيترو ڪاڏي پيٽي واسطي ڪڍڻ لاءِ تيار ٿيندا يا نہ؟ اسان ٻنهي تہ اها پڪ ڪئي تہ جو انهيءَ سنستا ۾ شامل نہ ٿي سگهي. سو پنهنجو پگهار ڪٽي، آدرش هو هو تہ آهستي آهستي سڀ منڊل جا ميمبر ٿي رهندا.

انهيءَ خيال سان ڪم ڪندڙن اڳيان رٿ پيش ڪيم. مدن جيت کي ڳالهہ آئڙي ئي نہ پيئي. کيس پؤ هو تہ جنهن شيءِ پنيان پنهنجو پاڻ ڳاريو هئائين سا منهنجي مورکتا ڪري هڪ مهيني اندر ڌوڙ ڌاٽيون ٿي وينديءَ 'انڊين اوپينين' هلي ڪين سگهنديءَ پريس بيهي ويندي ۽ ڪم ڪندڙ ٽڙي پکڙي ويندا.

منهنجو پائٽيو ڇگنلال گانڌي انهيءَ پريس ۾ ڪم ڪندو هو. جيئن ويسٽ سان تيئن ساڻس بہ ڳالهہ ڪئي هيم. مٿس ڪٽنب جو بوجو هو. پر ٻالڪپڻ کان وٺي هن منهنجي هيٺان تعليم وٺڻ ۽ ڪم ڪرڻ پسند ڪيو هو. مون ۾ سندس ڏاڍو وشواس هو. تنهن ڪري بحث ڪرڻ بنا هو تہ اچي شامل ٿيو ۽ اڄ ڏينهن تائين مون سان آهي.

ٽيون گووند سوامي نالي هڪ مشين هلائيندڙ سو بہ شامل ٿيو. ٻيا جيتوڻيڪ منڊل جا ميمبر نہ ٿيا پر جتي پريس کڻي وڃان اتي هلي ڪم ڪرڻ لاءِ راضي ٿيا

انهيءَ ريت ڪم ڪندڙن سان صلاح مصلحت ڪرڻ ۾ مان نئون پانيان تہ ٻن ڏينهن کان وڌيڪ لڳا. اخبار ۾ ڊربن جي ويجهو ڪنهن بہ اسٽيشن وٽ زمين ٽڪر لاءِ جلدئي پڌرنامو وجهايم. جواب ۾ فينڪس جي آڇ ٿي. ويسٽ ۽ آءٌ گڏجي ڏسڻ وياسين ۽ ستن ڏينهن اندر ويهہ ايڪڙ خريد ڪياسين. ٻنهيءَ ۾ هڪ ننڍڙو پاڻيءَ جو چشمو هو ۽ ڪيترا نارنگين ۽ انبن جا وڻ هئا. ڀرسان هڪ اسي ايڪڙن جو ٻيو بہ ٽڪر هو. تنهن ۾ ڪئين ميون جا وڻ ۽ هڪ جهوپڙي هئي. سو بہ ٿورن ڏينهن کانپوءِ ڳڌوسين. ٻنهي پلاٽن تي مڙيو ئي هڪ هزار پائونڊ لڳا.

سيٺ رستمجي اهڙن ساهسي ڪمن ۾ مون سان ڀائيوارهوندو ئي هو. هيءَ رٿ ڪيس وڻي. هڪ شاهي گدام جا پترا وغيره وٽس پيا هئا جي هن مفت ڪيڏي ڏنا. تن سان اڏاوت جو ڪم شروع ڪيوسين. ڪي هندوستاني واڍا ۽ سلاوٽا جي لڙائيءَ وقت مون سان هئا سي ڪارائتا ٿيم. سندن مدد سان ڪارخانو اڏڻ جو ڪم شروع ٿي ويو. هڪ مهيني اندر مڪان تيار. 75 فوٽ ڊگهو ۽ 50 فوٽ ويڪرو. ويسٽ ۽ ٻيا جوکو کڻي بہ واڍن ۽ راضن سان گڏ ٻنيءَ تي رهيا. فينڪس ۾ گاهہ گهاٽو هو ۽ وسنؤ اصل ڪان نہ هئي. تنهن ڪري نانگن جو خوف. پهرئين تہ سڀ تنبو ڪوري منجهن رهيا. مکيہ مڪان تيار ٿيو ۽ هڪ هفتي اندر گهڻو ڪري سڀ سامان ڏڳي گاڏيءَ ۾ ڍوئي فينڪس کڻي وياسين. ڊربن کان فينڪس تيرهن ميل ۽ اسٽيشن کان اڍائي ميل پري. 'انڊين اوپينين' فقط هڪڙي هفتي 'مرڪيوري' پريس ۾ ڇپائڻي پيئي.

مون سان گڏ جيڪي منهنجا عزيز آيا ۽ واپار ۾ لڳي ويا هئا، تن ڪي پاڻ سان شامل ڪرڻ ۽ فينڪس ۾ داخل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. اهي سڀ ڏڪڻ آفريڪا ۾ ڏوڪڙ ڪمائڻ لاءِ آيا هئا. تن ڪي سمجهائڻ جو ڪم ڏکيو. پر ڪن سمجهيو. انهن سڀني مان هن وقت مگنلال گانڌيءَ جو نالو آءٌ تاري ڪيان ٿو. ٻيو جو ٻيا جيڪي آيا سي ٿورو گهڻو وقت رهي وري پئسي ميڙڻ ڪي لڳي ويا. مگن لال گانڌي پنهنجو ڌنڌو ويڙهي سيڙهي مون سان شامل ٿيو تڏهن کان وني مون سان ئي آهي. ۽ ٻڌي ٻل سان، تياڳ شڪتيءَ سان ۽ ايڪاگر ڀڳتيءَ سان منهنجن آتم شڌيءَ لاءِ تجربن ۾ مکيہ ساٿين

منجهہ اج پرڏان پد ماٺي تو. منهنجيءَ نظر ۾ پاٽيهي پارڻ سکيل ڪاريگر منجهن ٻيو ڪو اهڙو ڪونهي.

انهيءَ ريت 1904ع ۾ فينڪس برپا ٿي ۽ اتڪن هوندي بہ فينڪس سنستا ۾ 'انڊين اوپينين' ٻنهي اج تائين جتاءُ ڪيو آهي. پر انهيءَ سنستا جي آرنڀ ۾ ڪهڙيون تڪليفون درپيش آيون، ڪهڙيون اميدون نااميدون ٿيون تن جو ڪجهہ ذڪر واجبي آهي. اهو ٻئي فصل ۾.

*

(20)

# پهرين رات

فينڪس ۾ پهريون پرچو ڪڍڻ ۾ رولوتي پيو جي آءٌ به خبرداريون نه وٺان ها ته اهو پرچو هڪ هفتو ڪين نڪري ها يا ته دير سان نڪري ها. اهڙيءَ سنستا ۾ انجڻ سان پريس هلائڻ مون کي سهڻو نٿي لڳو. من ۾ چيم ته جتي کيتي به هٿ سان اتي پريس به هٿ سان هلائڻ گهرجي. تنهن مهل ائين ڪرڻ ڏکيو لڳم تنهن ڪري هڪ آئل انجڻ ڪٺي ويو هئس. جي اها دغا ڏئي ته ويست کي بيو ڪو ڪام چلائو بندوبست ڪرڻ لاءِ چئي ڇڏيو هئم. سو هٿ سان هلائڻ جو هڪ چڪر هن وني رکيو هو ۽ چڪر سان پريس هلائڻ جي رمز رکي هئائين. اخبار روزاني اخبارن جيڏي هئي. وڏي مشين بيهي وڃي ته ترت مرمت ڪرڻ جو هٿ بندوبست ڪونه هو. انهيءَ ڪري به اخبار نه نڪري سگهي. اهي اٽڪون دور ڪرڻ لاءِ اخبار جو قد گهٽائي هفتيوار اخبار جيڏو ڪيوسين. جنهن ڪري ارچن پوي ته ننڍي مشين پيرن سان هلائي به ٿورا پرچا ڇپي ڪڍون.

اوائل ۾ ’انڊين اوپينين‘ نڪرڻ جي اڳينءَ رات جو سيني کي ٿورو گهڻو اوجاڳو ڪرڻو پوندو هو. پنا موڙي ناهڻ ۾ ننڍا وڏا سڀ لڳي ويندا هئا ۽ ڪم رات جو ڏهين کان بارهين بجي تائين مس پورو ٿيندو هو. پر پهرئين رات ته وسرڻ جي نه آهي. ڇاپڻ جو فارم تيار. پر انجڻ جواب ڏيئي بيٺي! انجڻ ناهي ۽ هلائي ڏيڻ لاءِ هڪ انجنيئر گهرايو هئوسين. انجنئر ۽ ويست گڏجي ڏاڍا متا ماريا پر انجڻ چو تي چُري؟ سڀيئي ڳڻتيءَ ۾. نيٺ ويست نراس ٿي رئڻ هارڪو منهن ڪري مون وٽ آيو. چي، ”اج انجڻ پڙ ڪڍي بيٺي آهي ۽ هن هفتي وقت سِر اخبار ڪين ڪڍي سگهبي.“

”جي ائين آهي ته لاچار آهيون. پر تنهن تي ڳوڙها ڇو ٿو ڳاڙين؟ اجا به جيڪي پڄندو سو ڪنداسين. هوءَ هٿ واري مشن ڇو نه هلايون؟“ ائين چئي کيس دلداري ڏنم.

”هٿ جي مشين لاءِ ماڻهو ڪٿان اچن؟ اسان کان ڪين هلندي اها مشين هلائڻ لاءِ واري ڦيريءَ تي چار چار ڄڻا کپن. اسين ته سڀ ٿڪا ٽنا پيا آهيون.“

پر واڍڪو ڪم اجا پئي هليو تنهن ڪري واڍا ڇاپخاني ۾ سمهيا پيا

هئا. انهن ڏي اشارو ڪري چيم ته. ”هي سڀ مستري آهن سي؟ اڄ ڪري سڄي رات اَکيئين گذاريندا سين. اسان لاءِ باقي اها ڊيوٽي رهي.“

”مسترين کي اٿارڻ جي مون کي همٿ نٿي ٿئي. اسان جا ماٺهو به ٿڪا پيا آهن. تن کي ڪير چوي؟“

”اهو منهنجو ڪم؟“

”جي ائين ته ڪم کي اڃا پڇي ويندا سين.“ مون مسترين کي اٿاري ڪاٺڻ مدد گهري گهڙو چوڙوئي ڪونه پيم. چي ”اهڙي وقت سڏئين سڏ نه ڏنوسين ته ڪهڙي ڪم جا ٿياسين؟ توهين وڃي آرامي ٿيو. اسين مشين هلائي ڇڏينداسين. سمجهجو ته اسان کي محنت لڳائيندي ئي ڪين.“ ڇاپخاني وارا ماٺهو ته تيار هئا ئي.

وبسٽ خوش. ڪم پيو ڪري ۽ راڳ پيو ڳائي. مشين هلائڻ ۾ مسترين جي سامهون ٿي بينس ۽ بيا واري ڦيريءَ تي بينا. ڪم اُڪلڻ لڳو.

صبح جا ست ڪن ٿيا آهن. ڏسان وينو ته ڪم اڃا ڳچ پيو آهي. وبسٽ کي چيم ته. ”هاڻي انجنير ڪين اٿندو؟ ڏينهن جي سوجهري ۾ وري هٿ هڻي ڏسي. شايد مشين باز اچي وڃي. پوءِ ڪم وقت سر اڪلي ويندو.“

وبسٽ وڃي انجنيئر کي اٿاريو. اُتي سڌو انجڻ جي ڪونيءَ ۾ ويو. ڇهڻ سان انجڻ هلي وئي!پوءِ ته پريس ۾ ٺهڪڙا پئجي ويا. چي، ”ڏس رنگيءَ جا رنگ! رات جو هيترو پارڻ پتوڙيوسين ته ڪي ڪين ڪٿو ۽ هينئر ڇوُ ڪرڻ سان هلي وئي؟“

”انهيءَ جو ڪير جواب ڏئي؟ ڪلُون به ڪڏهن بيهي ٿيون وڃن. جڻ ته ڪين اسان وانگر آرام جي گهرج ٿي پوي.“

مون ته انجڻ جو نه هلڻ اسان لاءِ هڪ آزمائش ڪري سمجهيو ۽ گهُنيل وقت هلڻ سو به پگهر جي پورهئي جو ڦل ڪري ڄاتو.

اخبار پوري وقت تي اسٽيشن تي پهتي ۽ سڀيئي بي اونا ٿيا. انهيءَ اوائل جي ڪوشش ڪري اخبار پوري وقت ڪڍڻ جي ضرورت سمجهي وئي ۽ فينڪس ۾ هٿن جي پورهئي جو وايو منڊل زور ورتو. انهيءَ سنستا ۾ اهڙو به وقت آيو جڏهن انجڻ پاڻيهي بيهاري سندرو بڌي هٿ جي مشين کي لڳي وياسين. اهو منهنجي خيال موجب فينڪس جو اونچي ۾ اونچو ۽ آدرشي وقت هو.

❊

(21)

# پولڪ جو گهري پوڻ

ڏک اِتم تہ فينڪس جهڙي سنستا برپا ڪري آءُ اُتي بلڪل ٿورو وقت رهي سگهيس. تڏهن تہ اهو خيال هئم تہ پاڻ رهي پنهنجي بازن جي ڪمائي ڪري، آهستي آهستي وڪالت ڇڏي، فينڪس ۾ جيڪا شيوا پچنديم سا ڪندس. فينڪس جي سڦلتا ۾ پنهنجي سڦلتا ٿي سمجهيم، پر ائين ٿيڻو ئي نہ هو. ڪئين ڀيرا ڏٺو اٿم تہ بندي جي من ۾ هڪڙي تہ خاوند جي من ۾ بي. ائين پڻ ڏٺو اٿم تہ جتي ستيہ جي ساڌنا ۽ اُپاسنا آهي اتي پنهنجون آسون پوريون نہ ڪٽي ٿين تہ بہ نتيجو بڇڙو نہ ٿو نڪري ۽ ڪئين ڀيرا اميدن کان وڌيڪ چڱو ٿئي ٿو. ايتري پڪ اٿم تہ فينڪس ۾ جي اوڙ نتيجا نڪتا ۽ فينڪس جو نرالو نمونو ورتو سو خراب ڪين هو. بهتر هو يا نہ سو پڪ سان چئي نٿو سگهان.

بازن جو پورهيو ڪري گذران ڪرڻ لاءِ پريس جي آس پاس ۾ هر هڪ نواسيءَ کي ٽن ٽن ايڪڙن جو ٽڪر ڏنو ويو. هڪ ٽڪر مون لاءِ بہ ماپيو ويو. سيني پلاٽن تي لاچار اسان پٽرن جا گهر ٻڌا. دل ۾ هو تہ هارين جهڙا ڪکن، مٽيءَ سان سرن جا جهوپڙا اڏيون. پر ائين ٿي ڪين سگهيو. تنهن ۾ پئسي جو وڌيڪ خرچ ٿي ٿيو ۽ وڌيڪ وقت تي لڳو. سيئي چون تہ جهٽ گهر ناهي، ڪم کي جنبي وڃون.

سمپادڪ تہ اجا منسک لال ناظر هو. پاڻ منڊل جو ميمبر نہ ٿيو. ڊربن ۾ رهندو هو ۽ ڊربن ۾ 'انڊين اوپينين' جي هڪ ننڍي شاخ پڻ هئي. ٽائيپ پرڻ لاءِ پگهاردار ڪمپازيٽر هئا. پر خيال هو تہ سڀ منڊل جا ميمبر ٽائيپ پرڻ جو ڪم بہ سکي پوءِ پاڻ ڪن. تنهن ڪري جي نہ ڄاڻندا هئا، سي بہ تيار ٿيا. انهيءَ ڪم ۾ آءُ مڏ جو مڏ رهيس ۽ مگن لال گانڌي سيني ۾ ٽڪو نڪتو. ڇاپخاني جو ڪم اڳي ڪڏهن ڪونہ ڪيو هئائين، تہ بہ ڪمپازيٽر جو

ڪم هيتري ۾ سکي ويو ۽ نہ رڳو انهيءَ ڪم ۾ ماهر هو پر جلدئي پريس جي بين ڪمن مان بہ چڱو واقف ٿي ويو! مون هميشه ائين سمجهيو آهي تہ ڪيس پنهنجي لياقت جي ٻوجھ بہ ڪانہ هئي.

ڪم اجا ڪنهن ڪڙيءَ تي مس آيو جڳهيون تيار مس ٿيون، تہ ايتري ۾ نئون اڏيل آڪيرو ڇڏي جوهانسبرگ پهتو پيم. اتي جو ڪم آءُ گهٽيءَ مدت تائين ڇڏي نٿي سگهيس.

جوهانسبرگ ۾ موتي پولڪ سان هن ڳريءَ ڦيرقار جي ڳالھ ڪيم. هڪ ڪتاب جو ايڏو اثر ڏسي گد گد ٿيو ۽ پڇي پيو تہ "پلا هن ڪم ۾ ڪنهن نموني آءُ نٿو شامل ٿي سگهان؟"

"چو نہ ٿا شامل ٿي سگهو. مرضي هجيوَ تہ منڊل جا ميمبر ڪٽي ٿيو."

"وننڊا تہ آءُ تيار آهيان."

هن جي محڪمتا تي آءُ موهت ٿي پيس. 'ڪرٽڪ' اخبار مان ڇٽڻ لاءِ مالڪ کي مهيني جو نوٽيس ڏنائين ۽ مدي پوري ٿيڻ تي فينڪس تي نڪاءُ اچي ڪيائين. هرڪنهن سان رلي ملي سيني جون دليون پاڻ ڏي ڇڪي ورتائين. ڇڻ ڪٽنب جو ڀاتي ٿي ويو. سادگي تہ سندس رڳ رڳ ۾ هئي، تنهن ڪري فينڪس جي رهڻي نہ رڳو کيس نرالي يا ڏکي نہ لڳي پر اٽلو سياويڪ ۽ وڻندڙ لڳي.

مگر آءُ پاڻ کيس اتي گهڻو وقت رکي نہ سگهيس. مسٽر رچ ولايت وڃي قاعدي جو ابياس پورو ڪرڻ جو خيال ڪيو. يڪ سرو آفيس جي ڪم سان پُڄي نٿي سگهيس. تنهن ڪري پولڪ کي آفيس ۾ رهڻ ۽ وڪيل ٿيڻ لاءِ صلاح ڏنيم. دل ۾ هئم تہ وڪيل ٿيڻ کانپوءِ آخر گڏجي وڃي فينڪس ۾ ٺي رهنداسين.

اهي سپ خيال اجايا نڪتا. پر پولاڪ جو سڀاءُ اهڙو سرل آهي جو جنهن ۾ هڪ واري ايمان جمي وڃيس، انهي سان واد وِواد ڪرڻ بنا سندس پيت تي هلڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. لکي موڪليائين تہ. "هي جيون مون کي پسند آهي ۽ هت سکيو ويٺو آهيان هن سنستا کي اسين زور وٺائي سگهون ٿا. پر جي توهين سمجهو تہ منهنجي اتي اچڻ ڪري اسان جا آدرش جلد سڦل ٿيندا تہ اچڻ لاءِ تيار آهيان." آءُ پڙهي خوش ٿيس. پولاڪ

فينڪس ڇڏي جوهانسبرگ آيو ۽ منهنجي آفيس ۾ وڪالت سکڻ لاءِ منشي اچي ٿيو.

ساڳئي وقت هڪ اسڪاچ ٿياسافسٽ جنهن کي آءٌ وڪالت جي امتحان ڏيڻ لاءِ مدد ڏيندو هئس. تنهن کي بہ پولاڪ جهڙي صلاح ڏنيم ۽ هو بہ اچي آفيس ۾ شامل ٿيو. سندس نالو ميڪنتاير هو.

مطلب تہ فينڪس جي آدرش کي جهٽ پهچڻ جي شڌ ارادي سان آءٌ پانءِ تہ تنهن کان الٽي جيون ۾ وڌيڪ اونهو اترندو ويس. ۽ جي ايشور جو پاڻو بيءَ طرح نہ هجي ها تہ سادي جيون جي بهاني پنهنجي پکيڙيل موهہ جار ۾ ڦاسي پوان ها.

ڪيئن پاڻمرادو منهنجي ۽ منهنجي آدرش جي رکيا ٿي اهو احوال ڏيڻ کان اڳ ڪيترا فصل لکڻا پوندا.

٭

(22)

# ’جنهن کي رام رکي‘

جلدي ديس موٽڻ يا اُتي وڃي نهي وهڻ جي آس مون هاڻي لاهي ڇڏي. پنهنجي استريءَ کي هڪ سال کانپوءِ موٽڻ جو آٿت ڏيئي ڏکڻ آفريڪا ۾ آيو هئس سال گذريو ۽ منهنجو موٽڻ نہ ٿيو. تنهن ڪري چيم تہ ڪٽنب کي پاڻ وٽ گهرائي وٺان.

ٻار آيا. منجهن منهنجو ٽيون پٽ رامداس بہ هو واٽ تي هو ڪپتان سان ڏاڍو هري مري ويو ۽ ساڻس راند روند ڪندي سندس ٻانهن ڀڃي پيئي هئي. ڪپتان سندس سنڀال خوب ورتي ۽ جڏهن جوهانسبرگ پهتو تڏهن هن جي ٻانهن لڪڙيءَ جي پٽن ۾ ٻڌل، گلي کان رومال ۾ لٽڪيل هئي. جهاز جي ڊاڪٽر خبردار ڪيو ها تہ زخم جو علاج ڪنهن ڊاڪٽر کان ڪرايو وڃي.

پر منهنجو اهو وقت تہ ڏما ڏم مٽيءَ پاٽيءَ جي تجربن جو هو. جن اصيلن کي مون نيم طبيب ۾ ايمان هو تن کان بہ مٽي پاٽيءَ جا تجربا ڪرائيندو هئس. هاڻي رامداس لاءِ ڪي ٻيو ٿيڻو هو؟ 8 ورهيہ عمر. ڇوڪرو پڇومانس تہ ”آءٌ علاج ڪريان تہ ڊجندين تہ ڪين؟“ هن تہ کلي موڪل ڏني. جيتوڻيڪ انهيءَ اوستا ۾ سچ ڪوڙ جي خبر نٿي پوي تہ بہ طبيب ۽ نيم طبيب ۾ فرق جي ڪيس پوري خبر هئي. منهنجن گهرو علاجن مان واقف هو ۽ مون ۾ ايمان هئڻ ڪري ڊپ ڪونہ ٿيس.

ڊڄي ڪنبي سندس پٽو کوليم. زخم صفا ڪري، صفا مٽيءَ جي ليپري رکي، جيئن پهرئين پٽو ٻڌل هو تيئن وري ٻڌي ڇڏيم. اهڙي طرح روز زخم صفا ڪري پٽو ٻڌي ڇڏيندو هئس. مهيني ماس اندر زخمي مُڙي ويو. ڪنهن ڏينهن بہ خراب ڪونہ ٿيو ۽ روز بروز ڇٽندو ويو. جهاز جي ڊاڪٽر بہ چيو هو تہ ڊاڪٽر اتڪل ايترو ئي وقت وٺندو.

هن کانپوءِ گهرو علاجن ۾ منهنجو ايمان باقي وڌي ويو ۽ انهن جو عمل

ڪرڻ ۾ وڏيڪ همت ٿيم. قسمين قسمين جا تجربا ڪيم. زخم، تپ، بدهاضمي، سهائي وغيره بيمارين لاءِ پاڻي، مٽي ۽ اُپواس جا تجربا ننڍين وڏن، زالن مردن تي ڪيم ۽ ڪيترائي سڦل ٿيا. تنهن هوندي به جيڪا همت ڏکڻ آفريڪا ۾ هيم، سا هت ڪانه اٿم ۽ آزمودي مان ائين به ڏٺو اٿم ته انهن تجربن ۾ خطرا ته آهن ئي آهن.

انهن تجربن بابت لکڻ جو مطلب تجربن جي ڪاميابي ڏيکارڻ ناهي. هرهڪ تجربو هرطرح ڪامياب ٿيو اهڙي دعويٰ آءٌ ڪري نٿو سگهان. نڪي ڪي ڊاڪٽر اهڙي دعويٰ ڪري ٿا سگهن. پر مطلب اهو ئي آهي ته جن کي نوان اڻ ڏٺا تجربا ڪرڻا آهن، تن کي پهرين پاڻ سان شروع ڪرڻ کپن. ائين سچ ڪوڙ هيتري ۾ ثابت ٿو ٿئي ۽ اهڙي تجربي ڪندڙ سان ايشور سهاءِ ٿو ٿئي.

مٽيءَ وغيره جي تجربن ۾ جي خطرا هئا، سي ئي يوروپين سان ويجهي لڙهه وچڙ رکڻ ۾ هئا. فرق فقط نموني جو هو. پر انهن خطرن جو مون کي ته خواب خيال به ڪونه هو.

پولاڪ کي نينڊ ڏنم ۽ اسين ڀئي گڏ رهي هڪ ڀئي جو هڏ رت ٿي وياسين. ڪيترن سالن کان مڱيو ويٺو هو ۽ ٻنهي جڻن سٺائي وقت تي شادي ڪرڻ جي پڪ ڪئي هئي. پر پانيان ٿو ته پولاڪ ڪجهه پئسن ميڙڻ جا سعيا پئي ڪئي. رسڪن جو سندس اڀياس مون کان ته گهڻو وڏيڪ گهرو هو پر مغربي وايو منڊل ۾ رسڪن جي ويچارن کي ڪيئن عمل ۾ آڻجي سو نٿي سُجهيس. مون دليل ڪيو ته، ”جنهن سان دل جو ناتو ٻوجهي ويو آهي، تنهن کان فقط پئسي نه هئڻ ڪري ڌار رهڻ واجب ناهي. توهان جي حساب ته ڪو غريب ويچارو پرڻجي ئي نٿو سگهي، توهين هاڻي مون سان گڏ ٿا رهو. سو گهر جي خرچ جو ڇو ٿا اونو ڪريو؟ مان پانيان ته توهين جيڪر جلدي شادي ڪريو.“

پولاڪ کي ڪڏهن به ٻهر چوڻو نه پيو اٿم. هن دليل ۾ وزن ڏٺو. مسز پولاڪ ولايت ۾ هئي تنهن سان لکپڙهه ڪيائين. هوءَ خوش ٿي ۽ ٿورن ئي مهينن اندر شادي ڪرڻ لاءِ جوهانسبرگ اچي پهتي.

شاديءَ تي خرچ ته ڪجهه به ڪونه ڪيو ويو. شاديءَ لاءِ ڪو خاص

وڳو بہ ڪونہ نهرايو ويو. ڪيس ڌرمي وِڌيءَ جي بہ غرض ڪانہ هئي. مسز پولاڪ عيسائي ۽ پولاڪ يهودي جنم جو هو. ٻنهي جو ڌرم ساڳيو نيتي ڌرم هو.

پر هن وهانءَ جو هڪ مزي جو ٽوٽڪو آهي. ٽرانسوال ۾ گورن جون شاديون رجسٽر ڪرڻ وارو عملدار ڪارن جون شاديون رجسٽر ڪين ڪري. هن شاديءَ ۾ ائنر (Best-man) آءٌ هئس. گورو دوست بہ هٿ ڪري سگهياسين ٿي، پر اها ڳالهہ پولاڪ ڇو ٿو ٻڌي؟ سو تيئي ڄڻا عملدار وٽ حاضر ٿياسين. ٻن گورن جي وچ ۾ شاديءَ جو سچ پچ آءٌ ائنر هئس اهڙي عملدار کي خاطري ڪيئن ٿئي! تپاس ڪرڻ لاءِ ڳالهہ مهمل ڪيائين. ٻئي ڏينهن آرتوار. ٽئين ڏينهن نئين سال جو ڏينهن. گهوڙيءَ تي چڙهيل گهوٽ ڪنوار جي وهانوَ جي تاريخ هيئن ڪوڙي بهاني تي ڦيري ڇڏي، سو اسان کان ڪيئن سنو ٿئي؟ وڏي مئجسٽريٽ کي سڃاڻندو هئس. اهو هن کاتي مٿان هو. آءٌ گهوٽ ڪنوار کي وٺي ونئي ويس. هن کلي مون کي هڪ چٺي لکي ڏني. انهيءَ دم شادي رجسٽر ٿي.

هيستائين ٿورو ڪي گهڻو مگر واقف گورا مون سان گڏ رهيا هئا. هاڻي هڪ غير واقف انگريز استري ڪٽنب ۾ آئي. منهنجي ڪنهن بہ ڏينهن هن جوڙي سان ذري بہ ترشي ٿي هجي، سو مون کي ياد ناهي. پر جتي ڪئين ذاتين ۽ سڀاون جا هندوستاني پيا ايندا ويندا هئا، جتي منهنجي استريءَ کي اڃا اهڙا آزمودا ٿورا هئا، اتي ٻنهي زالن جي وچ ۾ ڪٿي ڪنهن مهل ذري ڪٿ ڪٿ جو موقعو آيو بہ هجي پر پنهنجي ڪٽنب اندر جيترا ناسازيءَ جا موقعا ايندا آهن تن کان وڌيڪ هن گاڏڙ ساڏڙ ڪٽنب ۾ ڪين آيا. بلڪ جيڪي مون کي ياد آهن سي ڪين جهڙا آهن . پنهنجا ۽ پراوا اهو من جو مخول آهي. اسين سڀ هڪ ئي ڪٽنب جا آهيون.

ويسٽ جي شادي بہ اڳو پوءِ ملهائي ٿو ڇڏيان. تنهن وقت منهنجا ٻهمچريہ بابت ويچار اڃا پڪا ڪونہ ٿيا هئا. تنهن ڪري دوستن کي پرنائڻ جو ڌنڌو ڪٽي اختيار ڪيو هئم. جڏهن ويسٽ پنهنجي ڳوٺ جو تيرٿ ڪرڻ ويو تڏهن چئي ڇڏيومانس تہ ٿي سگهي ئي تہ پرڻجي موٽج. فينڪس اسان سڀني جو گهر ٿي پيو هو ۽ سڀ آبادگار ٿي وينا هئا. تنهن ڪري شاديءَ ڪرڻ يا ٻارن ڄڻڻ کان پؤ ڪونہ هو.

ويست ليسٽر شهر جي هڪ سندر ڪنيا سان پرڻجي موٽيو. ليسٽر ۾ جتين جوڙڻ جو وڏو ڪارخانو هو تنهن ۾ هن زال جا مائٽ ڪم ڪندا هئا. مسز ويسٽ پاڻ به ڪجهه وقت جتين جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪيو هو. ڪيس مون سندر سڏيو آهي ڇو جو سندس گڻن تي آءُ موهت هئس ۽ سچي سندرتا تہ گڻوان ٿيڻ ۾ ئي آهي. ويسٽ سس ڪي بہ ساڻ وٺي آيو. اها نيڪ پيرسن اجا حيات آهي. سندس اُدم ڏسي ۽ ڪيس کلمک ڏسي اسين لجي ٿيندا هئاسين.

جهڙي طرح هنن گورن يارن کي پرڻايم اهڙي طرح هندوستاني مترن کي پنهنجا ٻار گهرائڻ لاءِ همٿايم. سو فينڪس هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو ٿي پيو جتي پنج ست ڪٽنب رهي وڏڻ ويجهڻ لڳا.

※

(23)

# ٻالڪن جي سکيا ۽ گهر ۾ ڦيرڦاريون

ڊربن ۾ جيڪو گهر رکيو هئم، تنهن ۾ تبديليون ڪيون هئم. وڏي خرچ هوندي به لاڙو سادگيءَ ڏي هئم. پر جوهانسبرگ ۾ رسڪن جي ويچارن وڏيڪ ڦيرڦاريون ڪرايون.

ٻئريسٽر جي گهر ۾ جيتري سادگي آڻي سگهجي اوتري آندم. تنهن هوندي به ڪجهه سامان سڙي جي ضرورت هئي. سچي سادگي جا من جي آهي، سا وڌي. هٿن سان ڪم ڪرڻ جو شوق وڌيم ۽ تنهن ۾ ٻالڪن کي به هيرڻ شروع ڪيم.

بازاري روٽي وٺڻ بدران گهر ۾ خمير بنا ڪيوُن جي نسخي موجب روٽي ناهڻ لڳاسين. انهيءَ لاءِ ڪل جو اٽو ڪنهن ڪم جو. وري ڪلَ جي پيٺل اٽي کان هٿ جي پيٺل ۾ سادگي، صحت ۽ ڪفايت سمجهيسين. سو هٿ سان هلائڻ واري جانڊه ستن پائونڊن ۾ ڳڌيم. انهي جا پُڙَ ڳؤرا هئا. ٻه ڄڻا سولائيءَ سان هلائي سگهن، هڪ کي ڏکيائي ٿي ٿئي. جنڊ پيهڻ تي پولاڪ، آءٌ ۽ ٻار گهڻو ڪري هوندا هئاسين. ڪنهن ڪنهن مهل ڪستور بائي به اچي هٿ وٺائيندي هئي. البت اهو وقت سندس رسوئي ناهڻ جو به هوندو هو. مسز پولاڪ آئي ته اها به اچي پيڙي ٿي. هيءَ ڪثرت ٻالڪن لاءِ اڪثير هئي. کائڻن اهو يا ٻيو ڪوبه ڪم ڪڏهن زوريءَ ڪين ڪرايم، پر هو پاڻمرادو واند سمجهيم. جنڊ پيهڻ لاءِ هليا ايندا هئا. ٿڪجن ته ڇڏي ڏيڻ جي ڪين ڇوٽ موڪل هئي. پر ڪهڙي به سبب ڪري اهي يا ٻيا ٻار، جن سان اسين اجهو ئي واقف ٿينداسين، مون کي ته هميشه ڪم ڪري ڏيندا هئا. هڏن وينل ٻالڪ نصيب ۾ هئا ئي هئا، پر گهڻا ته ڏنل ڪم هميشه پورو ڪري ڏيندا هئا. 'ٿڪل آهيان' ائين چئي منهن موڙڻ وارا مون کي ياد ڪونهن.

گهر صفا ڪرڻ لاءِ هڪ نوڪر هو. اهو گهر جو ڀاتي ٿي ويو ۽ کيس ڪم

۾ ٻار پورو ونائيندا هئا. ڪاڪوس صفا ڪرڻ لاءِ ميونسپالٽيءَ جو ماڻهو ايندو هو پر ڪاڪوس ۾ وِهڪ ڏوئي صفا ڪرڻ جو ڪم ڪانئس نہ ڪرائبو هو نہ اميد رکبي هئي. اهو ڪم اسين پاڻ ڪندا هئاسين ۽ تنهن ۾ بہ ٻارن کي تعليم ملندي هئي. نتيجو اهو نڪتو جو تڏهانڪر منهنجن ٻارن مان هڪ کي بہ ڪاڪوس صفا ڪرڻ کان نفرت ڪانہ اچي. ۽ صحت جا رواجي نيم بہ هو سولا سکي ويا آهن. جوهانسبرگ ۾ بيمار تہ ڪو ورلي پوندو هو. پر ڪو ڪٿي پوندو هو تہ ٻار ٽهل ٽڪور ڪندا هئا، بلڪ اهو ڪم خوش ٿي ڪندا هئا.

ائين ڪين چوندس تہ سندن ڪتابي سکيا جي پرواهہ ڪانہ ڪيم، پر انهيءَ تان آهو ڪٽڻ کان ڊنو ڪين آهيان. انهيءَ اوڻائيءَ ڪري منهنجن ٻارن کي مون تي دانهن ڪرڻ جو سبب مليو آهي ۽ ڪٿين پيرا ڏکيا ڏوراپا ڏنا اٿن. تنهن ۾ مون کي پنهنجو ڏوهہ قدرتي قبول ڪرڻ گهرجي. کيس ڪتابي وديا ڏيڻ جي خواهش گهڻي هيم، ڪوشش بہ ڪيم، پر انهيءَ ڪارج ۾ هميشه ڪونہ ڪو وگهن پئجي ويندو هو. گهر ۾ خاص وديا لاءِ سندن بندوبست ڪونہ ڪيو هئم، تنهن ڪري کين ساڻ آفيس ۾ وٺي ويندو هئس. آفيس اڍائي ميل پري، سو صبح ۽ سانجهيءَ جو مڙيوئي پنجن ميلن ڪرڻ جي ڪثرت کين ۽ مون کي ملندي هئي. رستي تي ڪجهہ سيکارڻ جي ڪوشش ڪندو هئس، پر سو تڏهن جڏهن مون سان گڏ ٻيو ڪير ڪونہ هوندو هو. آفيس ۾ اصيلن منشين سان رِلندا ملندا هئا، ڪجهہ پڙهڻ لاءِ ملندو هئن تہ پڙهندا هئا، چڪر ڏيندا هئا، بازار ۾ خريداري ڪرڻ ويندا هئا. وڏي هري لال کان سواءِ ٻين سڀني ٻارن کي انهيءَ ريت پاليم. هري لال ديس ۾ رهي پيو هو. سندن ڪتابي وديا لاءِ جي آءٌ هڪ ڪلاڪ نيم موجب بچائي سگهان ها تہ منهنجي سمجهہ موجب کين آدرشي سکيا ملي ها. اهڙي ڪوشش مون ڪان ڪئي. تنهن جو ڏک مون کي ۽ کين رهجي ويو آهي. وڏي پٽ تہ ڪئين دفعا منهنجي اڳيان يا ظاهر ظهور پنهنجا پنيا آهن. ٻين دل جي اُدارتا ڏيکاري منهنجي ڏوهہ کي اڻ تر سمجهي در گذر ڪيو آهي. انهيءَ اوڻائيءَ ڪري آءٌ پڇتايان نٿو جي پڇتايان ٿو تہ ايترو ئي جو آءٌ آدرشي پيءُ ڪين ٿي سگهيس. منهنجي سمجهہ موجب سندن ڪتابي وديا جي قرباني، ڀلي غلطي ڪري پر سچي ڀاو سان قوم جي شيوا لاءِ ڪيم. ايترو چوندس تہ

سندن چرتر ناهڻ لاءِ جيڪي ڪجھ ڪرڻ گهرجي سو ڪرڻ ۾ مون ڪڏهن بہ گهٽايو ڪين، ۽ هرهڪ ماءُ پيءُ جو اهو نِتُ فرض ئي آهي. منهنجي محنت هوندي بہ منهنجن ٻارن جي چرتر ۾ ڪا خامي ڏسڻ ۾ اچي تہ پڪ سمجهجو تہ اها اسان زال مڙس جي خامين جي آرسي آهي.

ٻارن کي جيئن مائٽن جي شڪل شبيھ جو ورثو ملي ٿو، تيئن سندن گڻ اوگڻ جو ورثو بہ ملي ٿو. تنهن ۾ آس پاس جي واتاورڻ ڪري ڪئين پرڪارن جي واڌ ٿئي ٿي، پر مول موڙي تہ ابي ڏاڏي جي ڏنل ئي آهي. ڏٺو اٿم تہ اهڙين خامين جي ورثي مان ڪيترا ٻار پاڻ بچائي ويندا آهن. اهو تہ آتما جو اصلوڪو سڀاءُ آهي، آتما جي پوترتا آهي.

پولاڪ ۽ منهنجي وچ ۾ ڪيترا ڀيرا سخت بحث هلندو هو تہ هنن ٻارن کي انگريزي تعليم ڏجي يا نہ؟ مون هميشه ائين سمجهيو آهي تہ جي مائٽ پنهنجن ٻارن کي ننڍپڻ کان وٺي ئي انگريزيءَ ۾ خيال ڪرڻ ۽ ڳالهائڻ سيکارين ٿا، سي ساڻن ۽ ديس سان ڌوهہ ڪن ٿا. مون ائين بہ سمجهيو آهي تہ انهيءَ ڪري ٻار پنهنجي ديس جي ڌرمي ۽ سماجي موڙيءَ کان نراس رهن ٿا، ۽ اوتري قدر ديس ۽ دنيا جي شيوا ڪرڻ لاءِ گهٽ لائق ٿين ٿا. انهن ويچارن ڪري آءٌ سدائين ٻارن سان جاڻي ٻجهي بہ گجراتيءَ ۾ ڳالهائيندو هئس. پولاڪ کي اها ڳالھ پسند نہ هئي. چي توهين ٻارن جو ڀَوِشيہ ٿا چٽ ڪريو. ڏاڍي پريم ۽ جوش سان مون کي پيو سمجهائي تہ انگريزيءَ جهڙي چالو ۽ وياپڪ ٻولي ٻار ننڍپڻ ۾ سکي وٺن تہ دنيا جي هلندڙ مقابلي ۾ هو ٽپ ڏيئي جيڪر گهڻن کي شھ ڏيئي وڃن. پر مون کي اهو دليل آئڙيو ئي نٿي. هاڻي ياد نٿو پويم تہ نيٺ منهنجو جواب کيس آئڙيو يا مون کي هوڏي سمجهي بس ڪٽي ڪيائين. انهيءَ بحث کي اٽڪل ويهارو ورهيہ ٿيا. پر اهي منهنجا ويچار آزمودي کانپوءِ وڌيڪ پڪا ٿيا آهن ۽ جيتوڻيڪ منهنجا پٽ ڪتابي وديا ۾ ڪچا رهجي ويا آهن، تڏهن بہ مادري زبان جي سکيا سهج سڀاءُ ملڻ ڪري کين ۽ ديس کي فائدو ئي رسيو آهي ۽ اڄ هو ديس اندر پرديسين وانگر ڪين ٿا رهن. بہ ٻوليون سوليون سکيا، ڇو جو هيترن انگريز دوستن جي سنگت ڪري ۽ جنهن ديس اندر گهڻو ڪري انگريزي هلي تنهن ۾ رهڻ ڪري رواجي انگريزي ڳالهائڻ ۽ لکڻ کين سهنجي اچي ويئي.

❊

(24)

# زولو بلوو

گهر ناهي جوڙي وينس پر ٽائينڪو ٽي وهڻ منهنجي قسمت ۾ ئي نہ هو. جوهانسبرگ ۾ اچا ساهہ ٽي پٽيم تہ اوچتو هڪ بناءُ بنيو. ناتال ۾ زولو 'بلوي' ٿيڻ جو سماچار پڙهيم. منهنجو ڪو زولو ماڻهن سان وير وروڌ ڪونہ هو. نہ ڪنهن هندوستانيءَ کي نقصان رسايو هئائون. 'بلوي' بابت پڻ شڪ هئم. پر انگريز سلطنت کي آءُ تنهن وقت جڳت جي ڀلي لاءِ سلطنت سمجهندو هئس. منهنجي وفاداري دلي هئي. انهيءَ سلطنت جو زبون ٿيڻ نٿي چاهيم. تنهن ڪري بلوو بند ڪرائڻ نيتيءَ موجب هو يا نہ تنهنجو خيال ڪونہ ڪيم. ناتال جي بچاوءَ لاءِ هڪ والنٽيئرن جو لشڪر هو ۽ گهرج وقت تنهن ۾ ڀرتي ٿي ويندي هئي. پڙهيم تہ بلوو بند ڪرڻ لاءِ والنٽيئرن جو لشڪر لڙائيءَ جي ميدان ۾ نڪتو هو.

آءُ پاڻ کي ناتال واسي سمجهندو هئس, ۽ ناتال ساڻ منهنجو گهاٽو ناتو هو. سو گورنر کي خط لکيم تہ ضرور هجي تہ زخميلن جي سار سنڀال لاءِ هڪ هندوستاني ٽولي وٺي نڪرڻ لاءِ تيار آهيان. گورنر هڪدم آنهہ ڪئي. مون ڪونہ ڀانيو تہ سولو جواب ايندو يا هيتري ۾ ايندو. تنهن هوندي بہ اڳواٽ سڀ بندوبست ڪري ڇڏيو هئم. فيصلو هو تہ جي گورنر آچ قبولي تہ جوهانسبرگ جو گهر ڦٽائي, مسٽر پولاڪ ٻيو هڪ ننڍو گهر وٺي وهي ۽ ڪستور بائي فينڪس وڃي رهي. انهي بندوبست ۾ ڪستور بہ شريڪ هئي. اهڙن قدمن کڻڻ ۾ ول سندس طرفان ڪڏهن بہ اٽڪاءُ ڪونہ پيم. گورنر جو جواب ملندي ئي مون جڳهہ جي مالڪ کي رواج موجب مهيني جو نوٽيس ڏنو. ڪجهہ سامان فينڪس ويو. باقي مسٽر پولاڪ وٽ رهيو.

ڊربن ۾ پهچندي ماڻهن لاءِ گهر ڪيم. وڏي ٽوليءَ جي ضرورت ڪانہ هئي. چوويهہ ڄڻا تيار ٿيا. تن ۾ مون کان سواءِ چار گجراتي, باقي مدراس علائقي جا گرمٽ کان ڇٽل ۽ هڪ پٺاڻ.

عزت ڏيڻ لاءِ. ڪم وڏيڪ سهوليت سان ٿئي تنهن لاءِ ۽ رواج موجب. ميڊيڪل ڪاتي جي وڏي آفيسر مون کي 'سارجنٽ ميجر' جو مدتي عهدو ڏنو ۽ منهنجن پسند ڪيل اهڙن ٻين ٽن ڄڻن کي 'سارجنٽ' جو ۽ هڪ کي 'ڪارپورل' جو عهدو ڏنو. پوشاڪ بہ سرڪار ڏني. اها ٽولي ڇهہ هفتا جنگ جي ميدان ۾ رهي.

'بلوي' جي سر زمين تي پهچندي ڏٺم تہ بلوو بلوو ڇا جو! ڪو سامهون تي ٿيو سو بہ ڏسڻ ۾ ڪين آيو. بلوو سمجهڻ جو سبب اهو هو جو هڪ زولو سردار زولو ماڻهن کي نئين ڍل نہ ڀرڻ لاءِ صلاح ڏني هئي ۽ ڍل اڳاڙيندڙ هڪ سارجنٽ کي ماري وڌو هو. ڪجهہ بہ هو پر منهنجي دل زولن طرف هئي. فوجي مرڪز تي پهچندي جڏهن اسان جي نصيب گهڻو ڪري زولو زخمي سنڀال لاءِ آيا تڏهن ڏاڍو خوش ٿيس. ڊاڪٽر بہ اسان کي ڏسي خوش ٿيو. چي، "ڪوبہ گورو هنن زخميلن جي سنڀال لهڻ لاءِ تيار ناهي. آءٌ يڪ سرو ڪنهن کي رسان؟ ويچارن جا ڦٽ ورڳي ويا آهن. هاڻي توهين آيا آهيو تہ ائين ٿو ڀانيان تہ هنن بيگناهہ ماڻهن تي ايشور ديا جي درشٽي ڪئي آهي." ائين چئي مون کي پٽيون ۽ دوائون ڏيئي زخميلن وٽ وٺي هليو. زخميل بہ اسان کي ڏسي گد گد ٿيا. گورا سولجر لوهہ جي شيخن اندران ليئا پائي زولن جا ڦٽ صفا ڪرڻ کان اسان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. پر جي نہ ٻڌون تہ غصو ڪري زولن بابت ڪجهہ مٿين، جو ٻڌي اسان جا ڪن نڪاءِ ڇڏيندا هئا.

آهستي آهستي انهن سولجرن سان بہ واقف ٿي ويس ۽ پوءِ مون کي ڪين جهليندا هئا. هن لشڪر اندر بہ ڄڻا ڪرنل اسپارڪس ۽ ڪرنل وائلي هئا جي 1896ع ۾ منهنجي سخت برخلاف هئا. منهنجي هن قدم تي هو وائڙا ٿي ويا. مون کي پاڻ وٽ گهرائي ٿورا مڃيائون. جنرل مئڪنزيءَ وٽ بہ وٺي هليم ۽ ساڻس واقفيت ڪرايائون. پڙهندڙ ائين نہ سمجهن تہ هنن جو ڌنڌو سپاهيگيريءَ جو هو. ڪرنل وايلي مشهور وڪيل هو. ڪرنل اسپارڪس هڪ ڪوس خاني جو مشهور مالڪ هو. جنرل مئڪنزي ناتال جو مشهور زميندار هو. سڀ والنٽيئر هئا ۽ سويم شيوڪن طريقي هنن فوجي تعليم ۽ آزمودو حاصل ڪيو هو.

جيڪي گھايل اسان کي سنڀال لاءِ ڏنا ويا تن کي ڪوبہ لڙائيءَ ۾ گھايل نہ سمجھي. منجھائن هڪ ڀاڱو شڪ ڪري گرفتار ڪيل قيدين جو هو. جنرل کين ڦٽڪن کائڻ جي سزا ڏني هئي. ڦٽڪن جا ڦٽ سنڀال نہ وڻڻ ڪري ورڳي ويا هئا. ٻيو ڀاڱو زولو 'دوستن' جو هو. انهن زولو دوستن کي زولو دشمنن کان ڌار ڪرڻ واسطي پهرڻ لاءِ خاص نشانيون ڏنيون ويون هيون. تہ بہ ڀُل کان سولجرن کين ڦٽي وڌو هو.

انهيءَ کان سواءِ گورن کي دوائون ملائي ناهي ڏيڻ جو ڪم مون کي ڏنو ويو. ڊاڪٽر بوٿ جي ننڍڙيءَ اسپتال ۾ جيڪا تعليم ورتي هيم سا ڪارائتي ٿي. انهي ڪم ڪري آءٌ ڪيترن گورن سان چڱو واقف ٿي ويس.

پر لڙائيءَ وارو لشڪر ڪو هڪ هنڌ ڪين ويهي رهندو آهي. جتان ڊپ جي خبر اچي, اوڏانهن ڊوڙي وڃي. گھڻا تہ گھوڙي سوار هئا. اسان جي ڇانوڻي صدر مڪان کان نڪتي ۽ اسان کي انهيءَ جي پٺيان ڏوليون (Stretchers) ڪلهن تي کڻي هلڻيون هيون. بہ ٽي ڀيرا تہ ڏينهن ۾ چاليهارو ميلن جو ڪُوچ ڪرڻو پيو. هت بہ اسان کي اهو ئي ايشور جو ڪم مليو. زولو 'دوست' جي ڀل ڪري ڦٽيا هئا تن کي ڏولين تي کڻي وڃي ڇانوڻيءَ ۾ پهچائڻو ۽ دوا پٽي ڪرڻي هئي.

*

(25)

# من ۾ مانڌاٽي

زولن جي بلوي وقت مون ڪئين آزمودا پرايا ڪئين ويچار پچايا. بوئر لڙائيءَ ۾ لڙائيءَ جا ڪلور مون اهڙا چٽا نہ ڏٺا جهڙا هت ڏٺم. هيءَ تہ ڪا لڙائي ڪانہ هئي پر ماڻهن جو شڪار هو. ائين رڳو مون ڪي نئي لڳو پر ڪيترن انگريزن جن سان ڳالهہ نڪرندي هئي تن بہ ئي سمجهيو. صبح جي وقت لشڪر ڳوٺن ۾ وڃي نڪا نوڪي ڪندو هو ۽ بندوق بازيءَ جو آواز اسان کي پريان ٻڌڻ ۾ ايندو هو. اهي آواز ٻڌندي اتي رهڻ مون کي ڏاڍو ڏکيو لڳندو هو. پر زهر جو پيالو پي ويندو هئس ۽ مون وٽ ڪم آيو سو بہ زولن جي شيوا ڪرڻ جو آيو. صفا ڏٺم تہ جي اسين نہ شامل ٿيون ها تہ ٻيو ڪير سندن سنڀال ڪين وٺي ها. ائين جاڻي پنهنجي اندر واري کي شانت ڪرائيندو هئس.

هن هنڌ وسنؤ بلڪل ٿوري هئي. ٽڪرن ۽ ماٿرين ۾ پالن پولن، سادن ۽ 'جهنگلي' سمجهيل زولن جي جهوپڙن جهوپڙن ڪان سواءِ ٻيو ڪي ڪين هو. تنهن ڪري چارو طرف سُنَ لڳي پيئي هئي. ميلن جا ميل زخميل کڻيا ائين ئي هن سج مان پنڌ ڪندي آءٌ ويچار ڪندي تبيءَ ۾ پئجي ويندو هئس.

هت منهنجا برهمچريہ بابت ويچار پڪا ٿيا. پنهنجن ساٿين سان بہ ڪيترا بحث ڪيم. ايشور جو درسن پرايت ڪرڻ لاءِ برهمچريہ ضروري آهي سو مون اجا ڪونہ محسوس ڪيو هو. پر شيوا ڌرم لاءِ ضروري هو سو چٽو ڏسي سگهيس. چيم تہ اهڙي نموني جي شيوا مون کي وڌيڪ نصيب ٿيندي ويندي ۽ آءٌ عيش عشرت ۾، عيال وڌائڻ ۾، ۽ ٻارن نپائڻ ۾ ڦاسي پوندس تہ مون کان پوري شيوا ڪٿان پڄي سگهندي؟ بہ گدرا هٿ نہ ابندا. سمجهہ تہ هن وقت منهنجي استري گرڀڻي هجي ها تہ شيوا ڪرڻ لاءِ آءٌ هيئن بي اوني ٿي ڪيئن ٽپي سگهان ها؟ برهمچريہ بنا عيال جي پالنا،

سماج جي پلي جي ورڌ تي پوي ٿي. پر شادي ڪيل هوندي بہ برهمچريہ پالن ڪجي تہ پوءِ ڪٽنب شيوا ۽ سماج شيوا وچ ۾ وروڌ نٿو ٿئي. اهڙن ويچارن جي وڪڙن ۾ پئجي، پرتگيا ڪرڻ لاءِ ڪجھ بي صبر ٿي پيس. ويچار ڊوڙائيندي من ۾ هڪ قسم جو آنند آيم ۽ اُتساھ وڌيم. ڪلپنا ڪندي پنهنجي شيوا ڌرم جي حد ئي ڪانہ ڏٺيم.

اهي ويچار من ۾ ڊوڙائي رهيو هئس ۽ جيءَ کي جفا ڏيئي رهيو هئس تہ افواھ اٿيو تہ بلوو بند ٿيڻ تي آهي ۽ جلد سيني کي موڪل ملڻي آهي. ڏينهن بہ پوءِ اسان کي سج پڇ گهر موٽڻ جي اجازت ملي ۽ جلدئي سڀ پنهنجي پنهنجي گهر ڏي روانا ٿيا. ٿوري وقت کانپوءِ گورنر مٿيئن شيوا لاءِ ٿورا مڃڻ لاءِ خاص ڪاغذ لکي موڪليو.

فينڪس ۾ پهچندي ئي برهمچريہ جي پرتگيا بابت ڏاڍي اتساھ سان ڇگن لال، مگن لال، ويسٽ ۽ ٻين سان ڳالھ ڪيم. سيني کي ڳالھ وڻي. سيني انهيءَ جي ضرورت قبول ڪئي، ۽ پالن ڪرڻ جون ڳريون مشڪلاتون درپيش ڏنيون. ڪن ڪوشش ڪرڻ جي همٿ بہ ڌاري ۽ پانيان ٿو تہ تن مان ڪي سوڀارا بہ ٿيا.

مون تہ پرن ڪيو تہ اج کان وٺي جيون پرينت برهمچريہ پالن ڪندس. انهيءَ پرن جي مهما ۽ پالن ڪرڻ ۾ ڪٺنايون آءٌ تنهن وقت پوري طرح محسوس ڪري ڪين سگهيس. انهي جي ڪٺنتا جو انيؤ اج تائين ڪريان وٺو. انهيءَ جي مهما ڏينهون ڏينهن وڌيڪ وڌيڪ ڏسان وٺو. پسون سپاويڪ طور بنا روڪ آهن. ماڻهوءَ جو ماٺهپو پاڻيهي پاڻ تي روڪ رکڻ ۾ آهي برهمچريہ جي واڪاڻ جا ڌرمي گرنٿن ۾ ڪيل آهي تنهن ۾ اڳي وڌاءُ لڳندو هئم، پر هاڻي روز بروز چٽو ڏسان ٿو تہ اها اُسٽتي واجبي ۽ انيو موجب آهي.

جنهن برهمچريہ جي اهڙي مهما سو برهمچريہ ڪا سولي شيءِ ناهي ۽ برهمچريہ فقط سرير جو ناهي. سرير تي روڪ رکڻ برهمچاريہ جو پهريون پڌ آهي. پر شد برهماچريہ ۾ تہ ويچار جي بہ ملينتا نہ هئڻ کپي. اٿين سمجهڻ گهرجي تہ سنپورڻ برهمچاريءَ کي سپني ۾ بہ خراب خيال نٿا اچن ۽ جيسين تائين وڪاري سپنا ممڪن آهن تيستائين برهمچريہ اڻپورو آهي.

مون کي سرير جو برهمچريہ پالن ڪرڻ ۾ بہ مها ڪشٽ سهڻو پيو

آهي. هن وقت ايترو چئي سگهان ٿو تہ انهي بابت بي ڊپو ٿيو آهيان، پر پنهنجن ويچارن مٿان جو ضابطو مون کي هئڻ کپي. سو اڃا تائين اختيار نہ ڪري سگهيو آهيان. منهنجي جتن ۾ ڪجهہ خامي هجي سو بہ نٿو سمجهان. پر ڪٿان ۽ ڪهڙي نموني اِڃا بنا ويچار اسان تي حملو ڪن ٿا سو اڄ اڃا سمجهي ڪين سگهيو آهيان. مون کي ذرو بہ شڪ ڪونهي تہ ويچارن تي قبضو رکڻ جي ڪنجي بہ منش جي هٿ وس آهي. پر هرهڪ کي پنهنجي لاءِ پنهنجي نموني اها ڪنجي هٿ ڪرڻ کپي. مهاپرش جيڪي انيڱ اسان کي ڇاڏائي ويا آهن، اهي بہ مارگ بتائيندڙ آهن، سنپورن ناهن. سنپورنتا تہ فقط پربوءَ جي ڪرپا سان ٿئي ٿي ۽ تنهن ڪري ڀڳت جن پنهنجي تپ ڪري پاون ۽ اسان کي پوتر ڪندڙ رام نام وغيره منتر اچارڻ لاءِ ڏيئي ويا آهن. سنپورن ايشور ارپڻ ڪانسواءِ ويچارن مٿان پوري سوڀ ملٽي ئي نہ آهي. اهو وچن مون سڀني ڌرمي گرنٿن ۾ پڙهيو آهي ۽ تنهن جو سچ اڄ پورن برهمچريہ پالن ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ڏسي رهيو آهيان.

پر منهنجن جتنن جو ٿورو گهڻو ذڪر هينين فصلن ۾ اچڻو ئي آهي. هن فصل جي آخر ۾ ايترو چئي ڇڏيان ٿو تہ پنهنجي اتساهہ ۾ پهرئين تہ پرتگيا پالن ڪرڻ سولي نظر آيم. هڪ قيرقار پرتگيا ڪندي ئي ڪيم. استريءَ ساڻ هم بستري ٽيڻ يا خانگيءَ ۾ وهڻ بنهہ ڇڏي ڏنم. انهيءَ ريت جو برهمچريہ وٽي نہ وٽي، 1900ع کان وني آءُ پالن ڪندو آيو هئس، سو 1906ع جي وچ کانپوءِ پرن ڪري پالن ڪندو آيو آهيان.

*

(26)

# ستياگرهہ جو جنم

جوهانسبرگ ۾ اهڙا واقعا اچي بڻيا جو پانءِ تہ منهنجي آتم شڌي ستياگرهہ لاءِ تياري هئي. هاڻي ڏسان ٿو جيسين برهمچريہ جو ورت ورتم تيسين منهنجي زندگي جا سڀ مکيہ موقعا مون کي لڪل طرح انهي لاءِ ئي تيار ڪري رهيا هئا.

ستياگرهہ شبد جو جنم ٿيو تنهن کان اڳ انهيءَ وستو جو جنم ٿيو. جنم وقت تہ آءٌ پاڻ جاڻي ڪين سگهيس تہ اها ڪهڙي وستو آهي. گجراتيءَ ۾ اها وستو 'پئسو ريزسٽنس' (Passive Resistance) جي نالي سان جاڻائي ويئي. جڏهن هڪ گورن جي ميٽنگ ۾ ڏٺم تہ 'پئسو ريزسٽنس' شبد جو اڻپورو ارٿ ڪيو ٿو وڃي. انهيءَ کي ضعيفن جو هٿيار سمجهيو ٿو وڃي. منجهس ديش پاوتي سگهي ٿو ۽ آخر اهو هنسا جو سروپ ڌاري سگهي ٿو. تڏهن مون کي انهي جي برخلاف وڙهڻو پيو ۽ هندوستانين جي لڙائيءَ جو سچو سروپ سمجهائڻو پيو. تڏهن هندوستانين کي پنهنجي لڙائيءَ جاڻائڻ لاءِ هڪ نئون لفظ گهڙڻ جي ضرورت ٿي.

پر چا بہ ڪريان مون کي نئون لفظ سُجهي ئي نہ پيو. سو انهيءَ لاءِ 'انڊين اوپينين' جي پڙهندڙن وچ ۾ هڪ انعامي مقابلو ڪرايوسين. اهو انعام کٽڻ لاءِ مگن لال گانڌي سد-آگرهہ گڏي 'سدا گرهہ' شبد لکي موڪليو. کيس انعام مليو. پر 'سدا گرهہ' شبد وڌيڪ صفا ڪرڻ لاءِ مون 'ي' اکر وچ ۾ گڏي 'ستياگرهہ' شبد ناهيو ۽ انهيءَ نالي سان اها لڙائي گجراتيءَ ۾ جاڻائي ويئي.

چئجي ڪٿي تہ انهيءَ لڙائيءَ جو اِتهاس سو منهنجي ڏکڻ آفريڪا ۾ جيون جو ۽ خاص ڪري منهنجي ستيہ جي پريوگن (تجربن) جو اتهاس آهي. اهو اتهاس مون گهڻو ڪري يروِدا جيل اندر لکي ورتو هو ۽ باقي رهيل

ٻاهر اچي پورو ڪيم. سو سڄو 'نوجيون' ۾ پرڪاشت ٿيو ۽ پوءِ 'ڏکڻ آفريڪا جي ستياگرهہ جو اتهاس' انهيءَ نالي سان ڪتاب پڻ ڇپجي تيار ٿيو آهي. انهيءَ جو انگريزي ترجمو سريجت والجي گووند جي ديسائي 'ڪرينٽ ٿاٽ' نالي اخبار واسطي ڪيو ۽ هاڻي اهو انگريزي ڪتاب جي روپ ۾ جلد ڇپرو ڪرڻ لاءِ تجويز ڪري رهيو آهيان. جن کي ڏکڻ آفريڪا ۾ منهنجن وڏن ۾ وڏن تجربن سمجهڻ جي خواهش هجي سي اهو ڪتاب پڙهي ڏسن. جن پڙهندڙن انهي ستياگرهہ جو اتهاس نہ پڙهيو آهي، تن کي منهنجي صلاح آهي تہ اهو ڪتاب پڙهي وٺن. جيڪي انهيءَ ۾ لکيو اٿم سو ٻيهر هت ڪين لکندس پر ٿورن فصلن ۾ منهنجي جيون مان باقي رهيل جيڪي واقعا آهن، تن جو ذڪر ڪندس. اهي پورا ڪري هندوستان ۾ پنهنجن تجربن مان پڙهندڙن کي واقف ڪرائيندس. تنهن ڪري جنهن پڙهندڙ کي منهنجن تجربن جو پيرائتو احوال ڄاڻڻو هجي، تنهن کي 'ڏکڻ آفريڪا جي اتهاس' جا اهي فصل پنهنجي اڳيان رکڻ کپن.

*

(27)

# خوراڪ بابت وڌيڪ تجربا

من، وچن ۽ ڪايا سان برهمچريہ جو پالن ڪيئن ڪريان، اهو هڪ فڪر، ۽ ستياگرهہ يڌ لاءِ گهٽي ۾ گهٽو وقت ڪيئن بچائي سگهان ۽ پاڻ شڌ ٿيان اهو ٻيو فڪر هئم. انهن ٻن خيالن مون کي خوراڪ ۾ وڌيڪ سنجم ۽ ڦيرڦاريون ڪرڻ ڏي تاڻيو. هوڏانهن وري جي ڦيرڦاريون اڳي خاص ڪري صحت جي نظر سان ڪندو هئس، سي هاڻي ڌرمي درشتيءَ سان ڪرڻ لڳس.

تنهن ۾ اُپواس رکڻ ۽ ٿورو کائڻ تي وڌيڪ زور هو. جنم وشيہ واسنا زور آهي تن ۾ وات جو سواد بہ خوب زور هوندو آهي. مون سان بہ ساڳي ويڌن هئي. ڪام اندرين ۽ سواد اندرين تي ضابطو رکڻ ۾ مون کي ڪئين تڪليفون آڏو آيون آهن ۽ اج بہ انهن ٻنهي تي مون کي پورو دخل آهي. اهڙي هام نٿو هڻي سگهان. مون پاڻ کي ٿورکائو ڪين سمجهيو آهي. جنهن کي دوستن سنجم سمجهيو آهي تنهن کي مون پاڻ ڪڏهن بہ سنجم ڪين ڪري سمجهيو آهي. جيڪا روڪ پاڻ تي رکڻ سکيس سا بہ نہ رکي سگهان ها تہ آءُ پسوءَ کان بہ پري وڃان ها ۽ ڪڏهاڪو چٽ ٿي وڃان ها. پنهنجون خاميون پوري طرح سان ڄاڻڻ ڪري مون کين دفعا ڪرڻ لاءِ پاڻ ولوڙيو آهي. تنهن ڪري آءُ هن سرير کي هيترا سال سانڍي سگهيو آهيان ۽ ڪائنس ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪم وٺي سگهيو آهيان.

ائين ڄاڻي ۽ خوش نصيبا من گهري سنگت ملڻ ڪري ايڪادشيءَ ڏينهن ڦلاهار يا اپواس رکڻ شروع ڪيم. جنما شٽمي ۽ ٻيون تٿيون وارڻ پڻ شروع ڪيم. پر سنجم جي نظر سان آءُ ان آهار ۽ ڦل آهار جي وچ ۾ گهٽو فرق ڪين ڏسي سگهيس. ڏنم تہ جيڪو سواد اَن مان ونون ٿا سو ئي سواد ڦل مان ملي ٿو ۽ عادت پوڻ ڪانپوءِ پاڻ وڌيڪ سواد اچي ٿو. تنهن ڪري تٿ ڏينهن صفا اپواس يا هڪ ويلو کائڻ وڌيڪ ضروري سمجهيم. وري پڇتاءَ وغيره ڪرڻ جو سبب ملي وڃي تہ بہ هڪ ويلو لنگهڻ ڪيندو هئس.

آزمودي مان ڏنم تہ سرير وڌيڪ تندرست ھئڻ ڪري سواد وڏيو بک وڌي ۽ اُپواس وغيره جيتري قدر سنجم وغيره جا ساڌن آھن اوتري قدر لذت وٺڻ جا پڻ ٿي سگھن ٿا. ٻين جا ۽ منھنجا پويان آزمودا بہ ساڳي ڳالھہ ثابت ڪن ٿا. مون کي پنھنجو سرير وڌيڪ ناھٺو ۽ مضبوط ڪرڻو ھو پر جنھن صورت ۾ منھنجو مکيہ مطلب سنجم پالڻ ۽ سواد جيتڻ ھو تنھن صورت ۾ آءٌ خوراڪ جي شين ۽ انھن جي وزن ۾ ڦيرڦاريون ڪرڻ لڳس. پر جا بہ ڪريان لذت تہ پنيان لڳي ئي بيٺي ھئي. ھڪ شيءِ ڇڏي ٻي کان تہ منجھانس نئين ۽ وڌيڪ لذت پيئي اچي.

انھن تجربن ۾ منھنجا ڪيترا ساٿي شامل ھئا. تن ۾ ھر من ڪيلنبيڪ مُکيہ ھو. سنديس واقفيت 'ڏکڻ آفريڪا جي ستياگرھہ جي اتھاس' ۾ ڪرائڻ ڪانپوءِ وري ھنن فصلن ۾ ڪرائڻ نٿو چاھيان. ھو مون سان ھرھڪ اپواس ۾، ھڪ ويلي کائڻ ۾، ۽ ساڳيءَ ريت ٻين ڦيرڦارين ۾ شامل ھو. اسين ٻئي انھن بابت بحث ڪندا ھئاسين، ۽ نين ڦيرڦارين مان اڳين کان وڌيڪ مزو چکيندا ھئاسين، تنھن وقت اھي بحث وڻندا بہ پيا ھئا، ۽ منجھن ڪجھہ بہ اڻ سھائيندڙ ڪين نظر ايندو ھو. آزمودي مان پرايم تہ ڪاڏي جي سواد جون ڳالھيون ڪرڻ بہ واجب نہ آھي. ڇو جو ماڻھو سواد لاءِ نٿو کائي، پر سرير جي پالنا لاءِ ئي ٿو کائي. ھرھڪ اِندري جڏھن فقط سرير لاءِ ۽ سرير رستي آتما درسن لاءِ ئي ڪم ڪري ٿي، تڏھن منجھائن ايندڙ چشڪو ناس ٿو ٿئي ۽ تڏھن ئي چئجي تہ اھي سياويڪ طور واپرجن ٿيون.

اھڙي اِندرين جي سياويڪتا حاصل ڪرڻ لاءِ جيترا تجربا ڪرڻ پون اوترا ٿورڙا آھن، ۽ ائين ڪندي انيڪ سريرن جي آھوتي ڪرڻي پوي تہ اھا پڻ تڇ سمجھڻ گھرجي. ھن وقت تہ گنگا الٽي وھي رھي آھي. ناسونت سرير سينگارڻ لاءِ ۽ سندس آيوُ وڌائڻ لاءِ اسين ٻي انت پراڻين کي قرباني ڪريون ٿا؛ ائين ڪندي بہ سرير ۽ آتما ٻئي ناس ٿين ٿا. ھڪ مرض جو علاج ڪندي سوين نوان مرض پيدا ڪريون ٿا ؛ اندرين جا ڀوڳ ڀوڳڻ لاءِ مٿا ھڻندي اخر ڀوڳ ڀوڳڻ جي شڪتي بہ کوھي وھون ٿا. اھو سڀ حال اکئين ڏسون ويٺا، پر تہ بہ اکيون ٻوٽي ڪجھہ ڪريون نٿا.

خوراڪ جي تجربن جي مراد ۽ انھن پنيان رھيل ويچار مالھا جو ورنن ڪري ھاڻي انھن جو ڪجھہ وڌيڪ بيان ڪندس.

❊

(28)
## ڪستور بائيءَ جي دردِتا

ڪستور بائيءَ کي ٽي دفعا موتمار بيماريون ٿيون آهن ۽ ٽيئي ڀيرا گهرو علاجن ڪري بچي ويئي آهي. جڏهن ستياگرهه جي يڌ هلي رهي هئي، تڏهن پهريون ڀيرو بيمار ٿي. ڪيس وَر وَر ڏيئي رت ايندو (Hocmorrhage) هو. هڪ ڊاڪٽر دوست آپريشن ڪرائڻ جي صلاح ڏني. ڪيترو نٽائڻ کانپوءِ آپريشن ڪرائڻ ڪستور بائي قبول ڪيو. بت تہ بنهہ جهنجهٽو ٿي پيو هئس. ڊاڪٽر ڪلورو فارم بنا آپريشن ڪئي. سور ڏاڍو ٿيس، پر جنهن ڌيرج سان ڪستور بائيءَ سور سنو سو ڏسي آءٌ تپرس ۾ پئجي ويس. آپريشن ۾ وگهن ڪونہ پيو. ڊاڪٽر ۽ سندس استريءَ ڪستور بائيءَ جي چڱي خدمت ڪئي.

اهو بناءُ ڊربن ۾ بڻيو. ٻن يا ٽن ڏينهن بعد ٻي اوني تي جوهانسبرگ وڃڻ لاءِ ڊاڪٽر موڪل ڏنيم. آءٌ ويس. پر جلدئي خبر آيم تہ ڪستور بائي پاڻ نتي کٽي ۽ بستري داخل آهي. هڪ ڀيرو بي هوش بہ ٿي ويئي هئي. ڊاڪٽر کي ڪل هئي تہ مون کان پڇئي بنا ڪستور بائيءَ کي دارون، مانس، خوراڪ طريقي يا دوا ڪري ڏيڻا نہ هئا. ڊاڪٽر مون کي جوهانسبرگ ۾ ٽيليفون ڪيو: ”توهان جي استريءَ کي آءٌ گوشت جو شُروو يا بيف ٽي ڏيڻ جي ضرورت سمجهان ٿو. توهين اجازت ڏيو.“

جواب ڏنم تہ ”آءٌ اها اجازت نٿو ڏيئي سگهان. پر ڪستور بائي پاڻ مالڪ آهي. جي هوش ۾ هجي تہ کانئس پڇو. وڻي تہ بلاشڪ ڏيوس.“

”بيمار کان اهڙيون ڳالهيون پڇڻ نٿو چاهيان. تڏهن توهان جو پاڻ هت اچڻ ضروري آهي. وٺيم سو ڪارائڻ جي موڪل نٿا ڏيو تہ بيمار لاءِ آءٌ جوابدار ناهيان.“

انهيءَ ئي ڏينهن ڊربن ڏي روانو ٿيس. ڊربن پهتس. ڊاڪٽر خبر ڏني تہ ”ڪيس شروو ڏيئي پوءِ توهان کي ٽيليفون ڪيو هئم!“

”تڏهن توهان مون کي دغا ڏني آهي.“

”دوا ڪرڻ وقت آءٌ دغا بغا ڪين ڄاڻان. اسين ڊاڪٽر ماڻهو اهڙي وقت بيمار يا سندس عزيزن کي ٺڳڻ ثواب ٿا سمجهون. اسان جو ڌرم بيمار کي ڪيئن به ڪري بچائڻ جو آهي!“

ٻُڌي ڏاڍو ڏک ٿيم. پر سانت ڪيم. ڊاڪٽر چڱو مڙس ۽ دوست ماڻهو هو. سندس ۽ سندس استريءَ ٻنهي جا مون تي ٿورا ڪيل هئا. پر هيترو سهڻ ڪرڻ لاءِ آءٌ تيار ڪين هئس.

چيومانس ته، ’هاڻي فيصلو ڪريو، ڇا ٿا ڪرڻ چاهيو؟ استريءَ کي آءٌ ڪڏهن به سندس اڇا بنا گوشت ونڻ ڪين ڏيندس. انهيءَ ڪري مري وڃي ته اهو به سهڻ لاءِ تيار آهيان.‘

’توهان جي فيلسوفي مون وٽ ڪين هلندي. آءٌ توهان کي صفا چوان ٿو ته جيسين پنهنجي استريءَ کي منهنجي گهر ڇڏيندا، تيسين گوشت يا ٻيءَ ڪنهن به شيءِ جو ضرور سمجهندس سا ڏيندس. جي اها ڳالهه قبول نه اٿو ته ڪيس هتان ڪڍائي وڃو. پنهنجي گهر ۾ائين رهائي آءٌ ڪيس ماريندس ڪين.‘

”تڏهن ائين ٿا چئو ڇا ته آءٌ پنهنجيءَ استريءَ کي هن گهڙيءَ ڪڍائي وڃان؟“

’آءٌ نٿو چوان ته وٺي وڃوس. آءٌ ته فقط ائين ٿو چوان ته منهنجي مٿان ڪا روڪ نه وجهو. پوءِ اسين ٻئي وس پڄندي خذمت ڪنداسين ۽ توهين پلي موٽي وڃو. جي اهڙي سڌي سنواٽي ڳالهه نٿا سمجهي سگهو ته لاچار چوندس ته پنهنجيءَ زال کي منهنجي گهر مان ڪڍائي وڃو.‘

آءٌ ڀانيان ٿو ته تنهن وقت منهنجو هڪ ڇوڪرو مون سان گڏ هو. کانئس پڇيم. انهيءَ به چيو ته، ”توهين سچ ٿا چئو. امان کي گوشت ڪيئن کارائبو؟“

پوءِ آءٌ ڪستور بائيءَ وٽ ويس. بلڪل جهول پئجي ويئي هئي. کانئس ڪجهه به پڇڻ ڪيس هلاڪ ڪرڻو هو. پر فرض سمجهي ٿوري ۾ ڳالهه ٻڌائي مانس. هن درديا سان جواب ڏنو ته، ”مون کي گوشت جو شوروو بنهه ڪين وٺڻو آهي. منش ديهه وارون وار نٿي ملي. تنهن کان ته چونه آءٌ توهان جي گود ۾ ساهه ڏيان، پر هيءَ ديهه آءٌ پليت ڪين ڪنديس.‘

مون ڪيس وري سمجهايو تہ. ’تون منهنجن ويچارن سان ٻڌل ڪين آهين.‘ اهو بہ ڄاڻايومانس تہ فلاڻن فلاڻن گوشت ۽ شراب دوا ڪري ورتو هو. پر هوءَ اصل پهڻ تي بيٺي ۽ چوي تہ. ’مون کي هتان هڪدم ڪڍائي هلو.‘

آءُ ڏاڍو خوش ٿيس. ڪڍائي وڃڻ تي گهبرايم. پر پڪ ڪيم. ڊاڪٽر کي استريءَ جو فيصلو ٻڌايم. ڊاڪٽر کي چڙ وٺي ويئي ۽ چيائين تہ. ”توهين تہ ڪهڙي مرد ٿا ڏسجو. ههڙيءَ بيماريءَ ۾ هن ويچاريءَ سان اها ڳالهہ ڪندي توهان کي شرم بہ ڪين آيو؟ آءُ توهان کي چتايان ٿو تہ توهان جي زال هتان ڪڍائي وڃڻ جهڙي ناهي. سندس سرير ذرو بہ جهوبو ڪين سهي سگهندو. واٽ تي ئي پران تياڳي تہ ڪو عجب ڪونهي. تہ بہ توهين ضد تان ڪين لهندا سو توهين مرضيءَ جا مالڪ آهيو. پر جي ڪيس شروو ڪائڻ نہ ڏيندا تہ آءُ هڪ رات بہ رهائڻ جي جوابداري کڻڻ لاءِ تيار نہ آهيان.“

ٻاهر ڦُڙ ڦُڙ مينهن پئي وسيو. اسٽيشن پر پري هئي. ڊربن کان فينڪس اسٽيشن تائين ريل ۽ پوءِ اٽڪل اڍائي ميل هڪ پيچرو هو. کٽي وڃڻ ۾ خطرو تہ هئو پر چيم تہ ايشور سهاءِ ٿيندو. هڪ ماڻهو فينڪس ۾ چتائڻ لاءِ اڳيرو موڪليم. فينڪس ۾ اسان وٽ هڪ ’هئمڪ‘ يعني ڄاريءَ جي ڪپڙي جي جهولي يا لڏڻو هو. پچڙيون بانس جي لٺين ۾ ٻڌيون هيون: تنهن ڪري بيمار منجهس آرام سان ليٽي تي سگهيو. اهو هئمڪ، هڪ بوتل گرم کير جي، ۽ هڪ بوتل گرم پاڻيءَ جي ۽ ڇهہ ماڻهو. اهي سڀ شيون فينڪس اسٽيشن تي آڻڻ لاءِ ويسٽ کي چوائي موڪليم.

ٻي ٽرين اچڻ جو وقت ٿيو ۽ مون هڪ رڪشا گهرائي، رڪشا ۾ استريءَ کي انهيءَ خطرناڪ حالت ۾ ڪڍائي روانو ٿيس.

کيس همٿائڻ جي ضرورت ڪانہ هئي: الٽو مون کي آٿت ڏيڻ لڳي:

”مون کي ڪي ڪين ٿيندو. توهين ڪو خيال ڪونہ ڪريو.“

انهيءَ هڏن جي پڃري جي تور گهٽي؟ خوراڪ کي ڏينهن ڪانہ کاڌي هئائين. گاڏي تائين پهچڻ لاءِ هيڏو سارو پليٽفارم لتاڙڻو هو. اتان رڪشا ڪيئن هلي؟ آءُ کيس هنج ۾ کڻي گاڏي تائين ويس. فينڪس اسٽيشن تي جهولي حاضر هئي. تنهن ۾ بيمار کي آرام سان کڻائي وياسين. اتي فقط پاڻيءَ جا علاج ڪندي بدن آهستي آهستي ٺهندو ويس.

فينڪس ۾ پهچڻ ڪانپوءِ ٻن ٽن ڏينهن اندر هڪ سوامي پڌرايو. هو اسان جي ’ضد‘ جي ڳالهہ ٻڌي، ديا آٽي، اسان ٻنهي کي سمجهائڻ لاءِ آيو هو. پانيان ٿو تہ جنهن وقت سوامي آيو تنهن مٿي لال ۽ رامداس بہ حاضر هئا. سوامي جي اچي پلٽيو. چي مانس ورتائڻ ۾ دوش ڪونهي. منوسمرتيءَ جا سلوڪ پڙهي ٻڌايائين. ڪستور بائيءَ جي اڳيان ڳالهہ ڪيائين سو مون کي ڪين وڻيو. پر آدر ڀاءُ جي خيال سانڻ مون کيس ڪين ڪڇيو. گوشت کائڻ کي ٽيڪو ڏيڻ لاءِ منو سمرتيءَ جي گُهرج ڪانہ هئي. انهن سلوڪن جي مون کي خبر هئي ۽ ڪن جي ليکي اهي پوءِ اتڪايل آهن سا بہ خبر هيم. پوءِ گڏيل هجن يا اڳ پر اَن اَهار بابت منهنجا ويچار گهڙجي چڪا هئا. ۽ ڪستور بائيءَ جي شرڌا بہ اچل هئي. هيءَ ويچاري شاسترن جي دليلن مان ڇا ڄاڻي؟ هن لاءِ لوڪا چار ڪُل آچار سوئي ڌرم هو. ٻالڪن کي پيءُ جي ڌرم وسواس هو، سو هو سوامي سان کل چرچو ڪرڻ لڳا. آءُ ڪستور بائي انهيءَ گفتگو کي هيٺن ٻنجو ڏنو. ”سوامي جي، توهين ڇا بہ ڪٽي ڇئو پر مون کي گوشت شروو ڪائي جيئٽو نہ آهي. هاٽي وڌيڪ مٿو نہ کپايو پنهنجي پڪ ڏنيم، باقي ڇوڪرن جي پيءُ سان اُهي ڳالهيون ڪرٽيون هجنو تہ ڀلي ٻئي پيري اچي ڪجو.“

❋

(29)

# گهر ۾ ستياگرهه

جيل جي پهرين آزمودو مون کي 1908ع ۾ ٿيو. تڏهن ڏٺم ته جيل جا ڪي نيم جي سنجمي يا برهمچاريءَ لاءِ هئا. مثلاً قيدين کي سج لٿي کان اڳ پنجين بجي کائڻو هو. هندوستاني ۽ حبشي قيدين کي چانهه يا ڪافي نه ملندي هئي ۽ لوڻ کپي ته جدا ملندو هو. رڳو سواد لاءِ ڪجهه به نٿي مليو. جڏهن مون جيل جي ڊاڪٽر کان هندوستانين لاءِ 'ڪڙهي پائوڊر' گهريو ۽ چيم ته لوڻ رڌڻ مهل وڌو وڃي، تڏهن چيائين ته، "جيل ۾ توهين چشڪا وٺڻ ڪين آيا آهيو. صحت جي نظر سان ڪڙهي پائوڊر جي ڪابه ضرورت ڪانهي. صحت ڪان لوڻ پهرين وجهجي يا پوءِ ٻنهه ساڳي ڳالهه آهي.

گهڻيءَ هڻ پڇاڙ ڪانپوءِ اسان اهي ڦيرڦاريون ڪرائي ورتيون. پر سنجم جي درشتيءَ سان ٻنڌن واجبي هئا. البت زوريءَ ٻڌل نيم نڪما آهن، ۽ جي خوشيءَ سان پالن ڪجن تا سي ئي ڪامياب تا ٿين. تنهن ڪري ڇُٽڻ ڪانپوءِ اهي ٻئي ڦيرڦاريون مون هڪدم ڪيون. پڇي سگهيو اوتري قدر چانهه پيئڻ بند ڪيم ۽ سنجهي وير کائڻ جي عادت ڏاريم، جا هاڻي سياويڪ ٿي ويئي آهي.

پر هڪ اهڙو واقعو ٿيو جو لوڻ کائڻ به ڇڏڻو پيو ۽ اهو نيم اتڪل ڏهن ورهين تائين يڪو قائم رهيو. خوراڪ بابت ڪتاب اُتلائيندي ڏٺم ته ماڻهوءَ کي لوڻ کائڻ جي ضرورت نه آهي ۽ نه کائڻ ڪري سندس صحت سڌري ٿي. تڏهن چيم ته برهمچاريءَ کي به انهي ڪري لاڀ ٿيندو هوندو ائين به پڙهيو ۽ آزمودي مان ڏٺو هئم. ضعيف ماڻهن کي دال نه کائڻ کپي. اهي ٻئي شيون مون کي وڻنديون هيون.

آپريشن ڪانپوءِ ڪستور بائيءَ کي رت اچڻ ٿوري وقت تائين بند ٿي ويو پر وري پڙڪو ڏيئي آيو. گهڻو به ڪيوسين پر بند نه ٿيو. پاڻيءَ جي علاج مان به ڪي ڪين وريو. ڪستور بائيءَ کي جيتوڻيڪ منهنجن علاجن تي

هرويرو ايمان ڪونہ هو تہ بہ ڪائڻ ڇرڪي نٿي. نڪي ڪي ٻيون دوائون ڪرڻ لاءِ زور ٿي رکيائين. سو جڏهن ٻين علاج مان ڪي ڪين وريو تڏهن لوڻ ۽ دال ڇڏڻ لاءِ ليلايومانس. گهڻو ئي سمجهايانس ۽ ڪتاب پڙهي ٻڌايانس. پر مڃي ئي نہ. نيٺ چيائين تہ. "دال ۽ لوڻ ڇڏڻ لاءِ ڪو توهان کي چوي تہ توهين جيڪر مڃو؟" مون کي هڪ ڪري ڏک ٿيو پر خوشي بہ ٿي. پنهنجو پيار ڏيکارڻ لاءِ وجهہ مليو سو کلي هڪدم جواب ڏنم تہ. "اهو تنهنجو خيال اجايو آهي. آءُ بيمار پوان ۽ ڊاڪٽر کهڙي بہ شيءِ ڇڏڻ لاءِ چوبم تہ جيڪر امالڪ ڇڏي ڏيان. پر وٺ. مون اڄ کان وٺي لوڻ ۽ دال هڪ سال لاءِ ڇڏيا. تون ڇڏين يا نہ سو تون ڄاڻ."

واٺڙي تي وبئي ۽ ذک ٿيس. چي. "معاف ڪريو. توهان جي سڀاءُ ڄاڻي بہ منهنجي واتان نڪري ويو. هن کانپوءِ لوڻ ۽ دال جو نالو بہ ڪين ڳنهنديس. پر توهين تہ پنهنجو چيو موٽائي وٺو."

"تو ڇڏيو سو تہ ڏاڍو چڱو. پڪ اٿم تہ فائدو ٿيندءِ. پر مون چيو سو چيو. مون کي بہ فائدو ئي ٿيندو. کهڙي بہ سبب ڪري ماڻهو سنجم ڪندو تہ لاڀ پائيندو. تنهن ڪري مون کي وڌيڪ نہ چئُ. هن ۾ منهنجي پريکيا ٿيندي ۽ انجام تي قائم رهڻ لاءِ توکي بہ آٿت ملندو." هن کانپوءِ مون سان مٿو هڻڻ اجايو هو. "توهين شُدي جا آهيو. ڪنهن جي ٻڌندا بہ آهيو؟ اوٽيو پاڻ موڪيو پاڻ." ائين چئي ڳوڙهن جو ٻڪ وهائي ماٺ ڪري ويني.

انهي کي آءُ ستياگرهہ ليکيان ٿو ۽ اهو واقعو زندگيءَ جي سندر يادگارن مان هڪ اٿم.

هن کانپوءِ ڪستور بائيءَ جي طبيعت درست ٿيڻ لڳي. پوءِ انهيءَ جو سبب دال ۽ لوڻ ڇڏڻ هو يا انهيءَ ڪري خوراڪ ۾ ٻيون ننڍيون وڏيون ڦيرڦاريون هو، يا صحت جا ٻيا نيم پالڻ ڪرڻ ۾ منهنجي مٿانس چوڪسي هئي، يا مٿئين واقعي ڪري دل جي اندرين خوشي هئي، سو آءُ چئي نٿو سگهان. پر ڪستور بائيءَ جو ڪِريل سرير وري چڙهڻ لڳو. رت اچڻ بند ٿي ويو ۽ مون 'نيم طبيب' جو ڪجهہ نالو ڳائڻ ۾ آيو.

مون تي انهن ٻنهي نيمن جو چڱو اثر ٿيو. ڇڏڻ کانپوءِ ايڏانهن دل ئي ڪين ويم. سال تہ هيتري ۾ نبري ويو. اِندريون وڌيڪ شانت ٿيون ۽ سنجم

ڏي من زور سان ڊوڙڻ لڳو. سال پورو ٿيڻ کانپوءِ دال ۽ لوڻ جو تياڳ ويندي وطن ۾ ورڻ تائين قائم رهيو. فقط هڪ وقت ولايت ۾ 1914ع ۾ بئي کاڌم. پر اهو قصو ۽ ديس ۾ ۽ موٽي کاڌم سو پوءِ ڪبو.

دال ۽ لوڻ ڇڏڻ جو تجربو مون ٻين ساٿين تي بہ چڱيءَ طرح آزمايو ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ انهي جا چڱا نتيجا نڪتا. طبابت جي نظر سان اهي ٻئي شيون ڇڏڻ بابت مت ڀيد هجي، پر سنجم جي درشتيءَ سان نسورو فائدو آهي. تنهن ۾ مون کي ذرو بہ شڪ ناهي. ڀوڳيءَ ۽ جوڳيءَ ۽ مارگ ٻيا ۽ خوراڪ بہ ٻي هئڻ کپي. برهمچاري ڀوڳي وانگر رهي ڪيترا پيرا پيرا برهمچريہ مشڪل ۽ اڪثري ناشد. ڪيو ڇڏين.

※

(30)

# وڏيڪ سنجم

خوراڪ ۾ جيڪي ڦيرڦاريون ڪستور بائيءَ جي بيماريءَ ڪري ٿيون سي اڳئين فصل ۾ چئي آيس. پر هاڻي تہ روز بروز برهمچريہ جي درشٽيءَ سان ڦيرڦاريون ٿينديون ويون.

تنهن ۾ پهرئين ڦيرڦار کير ڇڏڻ جي هئي. تہ کير اندرين ۾ وڪار پئدا ڪندڙ وستو آهي، سو آءٌ رائچندر ڀائيءَ کان سکيس. اَن آهار تي انگريزي ڪتاب پڙهندي وڌيڪ يقين ٿيم. پر جيسين برهمچريہ جي پرتگيا نہ ڪئي هيم تيسين کير ڇڏڻ جو ارادو نہ ڪري سگهيو هئس. سرير جي پالنا لاءِ کير جي ضرورت ڪانهي سو تہ ڪڏهانڪر سمجهي چڪو هئس. پر اها شيءِ ائين ڇڏي ڏيڻ سؤڪي نہ هئي.جنهن وقت اندرين جي روڪ لاءِ کير ڇڏڻ جي ضرورت خوب سمجهيم تنهن وقت ڪلڪتي ۾ چؤپائي مال تي گوالن جا ڦهر منهنجي ڪن تي پيا. انهن ليکڪن جو مون تي عجيب اثر ٿيو ۽ انهي بابت مسٽر ڪيلنبيڪ سان ڳالهہ ٻولهہ ڪيم.

جيتوڻيڪ مسٽر ڪيلنبيڪ سان سڃاڻپ ستياگرهہ جي اتهاس ۾ ڪرائي چڪو آهيان ۽ هڪ اڳئين فصل ۾ بہ ڏانهنس اشارو ڪيو اٿم، تہ بہ هن هنڌ بہ لفظ چوڻ جي ضرورت ٿو سمجهان. ساڻس ملڻ سهج سڀاءُ ٿيو. مسٽر خان جو دوست هو. منجهس ڳجهي ۽ گهري وئراڳ ورتي ڏسي مسٽر خان ساڻس گڏايم. جڏهن واقفيت ٿيم تڏهن سندس شوق بازي ۽ خرچ ڏسي وائڙو تي ويس. پر پهرئين ئي ڀيري مون کان ڪي ڏرمي سوال پڇيائين. ٻڌ ڀڳوان جي تياڳ جي ڳالهہ اچي نڪتي. انهيءَ ڪانپوءِ اسان جي سنگت گهري ٿيندي ويئي. سو ايتري قدر جو آءٌ ڪريان سو هو بہ ڪري. تڏهن ڇڙو ڇانڊ هو. رڳو ڀاڙ تي مسواڙ ڪانسواءِ مهيني ۾ اٽڪل 1200 رپيا خرچ ڪندو هو! سو ڪُٽر ڪندي نيٺ ايستائين آيو جو در مهيني خرچ 120 رپين تي

اچي بيٺو. پھرئين جيل ڪانپوءِ پنھنجو گھر ڦٽائي مون سان اچي رھيو. تن ڏينھن ۾ اسان جي رھڻي البت سخت ھئي.

جڏھن ٻئي گڏجي رھندا ھئاسين تڏھن کير بابت پاڻ ۾ ڳالھ ٻولھ ھلي. مسٽر ڪيلنبيڪ سوچنا ڪئي تہ کير بابت اسين ور ور ڏيئي ڳالھيون ڪريون ٿا. تنھن کان اڳو ڀوءِ ڇو نہ کير پيئڻ ئي ڇڏي ڏيون؟ کير جي اسان کي ڪھڙي تانگھہ آھي؟" آءُ عجب ۾ پئجي خوش ٿيس. سوچنا سئيڪار ڪيم ۽ ٻنھي ٽالسٽاءِ فارم ۾ انھيءَ دم کير پيئڻ ڇڏي ڏنو. اھو واقعو 1912ع ۾ ٿيو.

پر ايتري تياڳ ۾ سک نہ آيو. کير ڇڏئي ڪانپوءِ جلدئي ڦل آھار ڪرڻ جو خيال ڪيم. ڦل آھار ۾ تہ سھانگي ۾ سھانگي ڦل تي گذر ڪرڻ جو ارادو ھو. ٻنھي ڇيو تہ جيئن غريب ۾ غريب رھن ٿا تيئن رھنداسين. ڦل آھار ۾ جي سھنج آھن سي سڀ ڏناسين. ڇا جي باھہ دڪائڻ, ڇا جي چلھہ تپائڻ. اڻ پڳل ٻوھي ڇٽا. ڦريون, ڪجور, ليما ۽ زيتونن جو تيل. اھا اسان جي روزاني خوراڪ.

برھمچريہ پالن ڪندڙ کي ھت ھڪ ھدايت ڪرڻ جي ضرورت آھي. جيتوڻيڪ مون برھمچريہ سان خوراڪ ۽ اپواس جو گھرو سُنبنڌ ٻڌايو آھي, تنھن ھوندي بہ ايتري پڪ اٿم تہ انھي جو مکيہ آڌار من تي آھي. ملين من اُپواس ڪري شڌ نٿو ٿئي. خوراڪ جو مٿس اثر نٿو ٿئي. من جو ميل ويچار سان, ايشور ڌيائڻ سان ۽ انت ۾ ايشور جي پرسنتا سان دور ٿئي ٿو. پر من جو سرير سان ويجھو ناتو آھي, ۽ وِڪاري من وڪاري خوراڪ ڳولي ٿو. وڪاري من انيڪ پرڪار جا سواد ۽ ڀوڳ طلبي ٿو. ڀوءِ تہ خوراڪ ۽ ڀوڳ جو اثر من مٿان ٿئي ٿو, تنھن ڪري ايتري قدر خوراڪ مٿان روڪ جي ۽ اُپواس جي ضرورت اوس ٿئي ٿي. وڪاري من سرير مٿان, اندرين مٿان قبضو رکڻ بدران سرير ۽ اندرين جي ور چڙھي ٿو. تنھن ڪري ٻڻ سرير لاءِ شڌ ۽ وڪار بنا خوراڪ جي ۽ وقت بہ وقت اُپواس جي ضرورت آھي. جي ائين چون ٿا تہ سنجميءَ کي خوراڪ جي روڪ جي. يا اُپواس جي درڪار ناھي. سي اھڙي ئي ڀُل ٿا ڪن. جھڙي اُھي جي خوراڪ ۽ اُپواس کي سڀ ڪجھہ ٿا سمجھن. منھنجو انڀوَ مون کي ائين ٿو سيکاري تہ جنھن جو من سنجم ڏي ڊوڙي رھيو آھي, تنھن کي وات رک ۽ اُپواس گھڻي مدد ڪن ٿا. انھيءَ مدد کانسواءِ من کي ٻنھ وڪار رھت ڪرڻ ڏکيو آھي.

*

(31)

# اُپواس

ڪير ۽ ان ڇڏي ڦل آهار جو تجربو شروع ڪيوم. تنهن عرصي ۾ ٠ نجم جي خيال سان اُپواس رکڻ بہ شروع ڪيم. انهيءَ ۾ بہ مسٽر ڪيلنبيڪ شامل هو اڳي اُپواس ڪندو هئس پر فقط صحت جي نظر سان. تہ اندرين جي روڪ لاءِ اُپواس جي ضرورت آهي سو هڪ دوست کان سکيس. ويشنو ڪٽنب ۾ جنم وٺڻ ڪري ۽ ماتا جي ڪٺن وِرتن رکڻ ڪري ايڪادشي ۽ ٻيا ورت ديس ۾ ئي رکيل هئم. پر اهي ٻاهريئين ڏيک لاءِ يا ماءُ پيءُ کي خوش ڪرڻ لاءِ. اهڙن ورتن رکڻ ڪري ڪجهہ لاڀ ٿئي ٿو تنهنجي ٻوجهہ ڪانہ هيم، اهڙو خيال بہ ڪونہ هئم، پر دوست کي اُپواس مان فائدو ڏسي ۽ برهمچريہ پالن ڪرڻ جي خواهش رکي مون بہ اُپواس وارڻ شروع ڪيو. ايڪادشيءَ ڏينهن ٻيا ماٺهو کير ۽ ڦل ونندا آهن. پر ڦل آهار تہ مون هميشه لاءِ اختيار ڪيو هو. تنهن ڪري ايڪادشيءَ تي رڳو پاڻي پيئندو هئس.

اُپواس شروع ڪرڻ مهل ساوڻ جو مهينو ٿي آيو. تنهن سال ساوڻ ۽ رمضان جو مهينو ٻئي گڏوگڏ هئا. گانڌي ڪٽنب ۾ ويشنو ورتن ساڻ شِوَ جا ورت پڻ واريندا هئا. گهر جا ماڻهو جيئن ناڪر دئارن ۾ تيئن شوالن ۾ بہ ويندا هئا. ڪي پاتي سانوڻ مهيني ۾ پردوش جو ورت رکندا ئي هئا. تنهن ڪري مون بہ رمضان ڪٽي واريو.

اهو مکيہ پريوگ ٽالسٽاءِ فارم ۾ شروع ڪيم. اتي ستيا گرهي قيدين جي ڪٽنبن سان ڪيلنبيڪ ۽ آءُ رهندا هئاسين. تن ۾ بار ۽ جوان بہ هئا. انهن لاءِ هڪ اسڪول جاري هو. جوانن ۾ چار پنج مسلمان بہ هئا. ڪين اسلامي نيم پالن ۾ همٿائيندو هئس ۽ تاڪيد ڪندو هئس. نماز وغيره لاءِ سهوليت ڏيندو هئس. آشرم ۾ پارسي ۽ عيسائي بہ هئا. انهن سڀني کي پنهنجي پنهنجي ڌرم موجب رهڻي رهڻ لاءِ اُتساهڪ ڪندو هئس. سو

مسلمانن کي روزا رکڻ لاءِ تاڪيد ڪيم. مون کي تہ پردوش وارٽوئي هو. پر هندن، پارسين، ۽ عيسائين کي بہ مسلمان جوانن سان شامل ٿيڻ لاءِ چيم. سمجهايو مانِ تہ سنجم خاطر ٻين سان شامل ٿيڻ تحسين جوڳو آهي. ڪيترن آشرم واسين منهنجي ڳالهہ سئيڪار ڪئي. هندو ۽ پارسي هرويرو مسلمانن وانگر ڪين ڪندا هئا، نڪا ڪا ضرورت ئي هئي. مسلمان سج لهڻ لاءِ اڪيون پائي وهندا هئا. تيسين ٻيا ڪائي اتن ۽ مسلمانن کي وهاري ڪارائڻ لاءِ تياريون ڪن. پوءِ ڪين سوادي شيون تيار ڪري ڏيندا هئا. وري مسلمان پريات جو اُٿي آسر ڪندا هئا تہ ٻيا ساڻن تنهن ۾ شامل ڪين ٿيندا هئا. مسلمان ڏينهن جو پاڻي بہ ڪين ڇُهندا هئا، پر ٻيا چوٽ پيا پيئندا هئا.

انهيءَ تجربي جو هڪ نتيجو اهو نڪتو جو اُپواس ۽ هڪ ويلي ڪائڻ جو فائدو سڀ سمجهڻ لڳا. هڪ ٻئي ڏانهن اُدارتا ۽ پريم پاو وڌين. آشرم ۾ اَن آهار جو نيم هو. اهو نيم منهنجي ڀاونا کي آدر ڏيڻ لاءِ سئيڪار ڪيو ويو هو. تنهن لاءِ آءُ هن هنڌ سندن ٿورا ٿو مڃان. روزن جي ڏينهن ۾ گوشت نہ ڪائڻ مسلمانن کي ڏکيو لڳو هوندو، پر نوجوانن مان ڪنهن بہ مون کي ائين ڪين ڄاڻايو. هر اَن آهار سواد سان آنند ۾ ڪندا هئا. هندو ٻار آشرم کين ٻيون سوادي شيون ناهي ڪارائيندا هئا.

اُپواس جي ڳالهہ ڪندي مون پاڻهي هي وستار ڪيو آهي، ڇو جو انهي سندر يادگار جو ٻئي ڪهڙي هنڌ ذڪر ڪري سگهندس؟ اهو ذڪر ڪندي مون پنهنجي هڪ عادت بہ ظاهر ڪئي آهي. سا هيءَ تہ جو ڪم آءُ ڪندو آهيان ۽ مون کي چڱو نظر ۾ ايندو آهي سو ڪم ٻين کان بہ ڪرائڻ جي آءُ هميشه ڪوشش ڪندو آهيان. اُپواس ۽ هڪ ويلو ڪائڻ مون لاءِ هڪ نئين ڳالهہ هئي، پر پردوش ۽ رمضان جو وجهہ وني مون سيني کي ايڏانهن تاڻيو.

اهڙي طرح آشرم ۾ سنجمي وايو منڊل سهج ڇانئجي ويو. ٻين اُپواس ۽ هڪ ٽاڻو ڪائڻ ۾ بہ آشرم واسي شامل ٿيڻ لڳا. منهنجي نظر ۾ انهيءَ جو چڱو نتيجو نڪتو. سنجم جو اثر سيني جي دلين تي ڪيترو ٿيو وڪار وس ڪرڻ ۾ اُپواس وغيره ڪيتري مدد ڪئي، سو آءُ پڪ سان نٿو چئي سگهان. پر مون تي تہ صحت ۽ وڪار روڪ جي نظر سان ڏاڍو چڱو اثر ٿيو. اپواس وغيره جو سيني تي اهو اثر ٿيندو اهڙو ڪو اڻ ٽر نيم ڪونهي.

اندرين کي روڪڻ جي مطلب سان ئي رکيل اُپواس وڪار روڪي سگھن ٿا. ڪن دوستن جو اهو بہ آزمودو آهي تہ اُپواس ڪانپوءِ ڪامنا ۾ چشڪو پاڻ تيز ٿين ٿا. تنهن ڪري اُپواس رکندي وشيہ روڪڻ ۾ سواد وس ڪرڻ جي نت ياونا هئڻ ڪري ئي اپواس جو شيپ ڦل پراپت ٿئي ٿو. ائين سمجهڻ تہ مطلب بنا، ۾ ويچار بنا رکيل سارِيرڪ اُپواس وشيون روڪي سگھندو سا ڳري پيل آهي. گيتاجيءَ جي ٻئين اڌياءَ جو 59 سلوڪ هن هنڌ ڏيان ۾ آڻڻ جھڙو آهي:

"ڦري دل ڪامنا ڪان جي، تسو ڪوجيءَ سان جوڻي،
مگر رسنا مٿائي سو پرم آتم پسي جوئي."

مطلب تہ اُپواس وغيره سنجميءَ جي مارگ ۾ هڪ ساڌن روپ ضروري وستو آهي. پر تنهن ۾ سڀ ڪجهہ ڪين اچي ويو ۾ جي سرير جي اُپواس سان من جو بہ اُپواس نٿو ڪجي تہ اهو ڊنڀ ٿو ٿئي ۾ نقصان ٿو ڪري.

*

(32)

# ماستر صاحب

جيڪي ’ستياگرهه جي اتهاس‘ ۾ نه لکي سگهيو آهيان يا مختصر لکيو اٿم سو ئي هنن فصلن ۾ لکان ٿو. اها ڳالهه پڙهندڙ ياد رکندو ته هنن فصلن جو سلسلو سمجهي سگهندو.

ٽالسٽاءِ فارم ۾ ڇوڪرن ڇوڪرين جي سکيا لاءِ ڪنهن انتظام جي ضرورت هئي. مون وٽ هندو مسلمان، پارسي ۽ عيسائي جوان هئا ۽ ٿوريون هندو ڇوڪريون به هيون. خاص ماستر رکڻ مشڪل هو ۽ نڪي ڪي مون کي ضرور ڏسڻ ۾ آيو. مشڪل هو ڇو جو لائق ماسترن جو ڏڪر هو ۽ جي ڪٿي ملن ته به وڏن پگهارن بنا ڊربن مان 21 ميل ڪهي ڪير اچن؟ مون وٽ ڪا پئسن جي گنگا ڪانه ٿي وهي. ٻاهران ماستر آڻڻ جو ضرور به ڪين ٿي سمجهيم. ڇو جو چالو سکيا جو طريقو مون کي پسند ڪين هو. نيڪ رستو ڪهڙو هو سو به مون آزمودي مان ڪين پرايو هو. ايترو سمجهيم ٿي ته آدرشي حالت ۾ سچي سکيا فقط ماءُ پيءُ ڏيئي سگهن ٿا. آدرشي حالت ۾ ٻاهرين مدد جي ضرورت ٿوري ۾ ٿوري هئڻ کپي. ته ٽالسٽاءِ آشرم هڪ ڪٽنب آهي. تنهن ۾ پتا سمان آءٌ آهيان، تنهن ڪري هنن جوانن کي گهڙيءَ ناهڻ جي جوابداري وٽ آهر مون کي ئي کڻڻ گهرجي. ائين سمجهيو هئم.

تنهن ۾ گهڻي ئي اُوڻايون هيون. جوان مون سان ڪو جائي جم ڪان وٺي ڪونه رهيا هئا. سڀ پنهنجي پنهنجي وايو منڊل اندر نپنا هئا. سڀ هڪ ڌرم جا به ڪين هئا. اهڙيءَ حالت ۾ مون سان رهيل ٻالڪن جو پتا بڻجي سار سنڀال ڪيئن ونان؟

پر مون دل جي سکيا کي يعني چرتر ناهڻ کي هميشه اول درجو ڏنو آهي. منهنجي ليکي اها سکيا سيني کي ڏيئي سگهجي ٿي، چاهي ڪهڙي به عمر جا هجن يا ڪهڙي به وايو منڊل ۾ نپنا هجن. تنهن ڪري آءٌ هنن

ٻالڪن سان رات ڏينهن پتا سمان تي رهڻ لڳس. چرتر ٺاهڻ مون سندن سکيا جو پايو ڪري ڄاتو. اهو پايو مضبوط ٿيو تہ ٻالڪ وجهہ ملئي مدد وٺي يا پاڻمرادو ٻيو سڀ ڪجهہ سکي وٺن ٿا.

تڏهن بہ ڪتابي سکيا ٿوري ڪي گهڻي ڏيڻ ضروري هئي. تنهن ڪري ڪلاس کوليم ۽ پاڙهڻ ۾ مسٽر ڪيلنبيڪ ۽ پراگجي ديسائي جي مدد وٺندو هئس. بدني ورزش جي ضرورت تہ سمجهندو هئس. پر اها سکيا کين سهج ئي ملي رهي هئي. آشرم ۾ نوڪر جو نالو ڪونہ هو. ڪاڪوس صفا ڪرڻ کان وٺي ويندي رنڌڻي جو سڀ ڪم آشرم واسي ڪندا هئا. ميوي جا درخت گهڻي ئي هئا, ٻيا لڳائڻا هئا. مسٽر ڪيلنبيڪ کي باغائيءَ جو شوق هو ۽ پاڻ سرڪاري باغ ۾ ٿورو وقت سکي آيو هو. روز ننهرايل وقت ننڍيا وڏا جي رڌڻ جي ڪم نہ لڳل هئا تن کي باغ ۾ ڪم ڪرڻو پوندو هو. تنهن ۾ بار تہ وڏڻ جا نہ هئا. وڏيون کڏون کوٽيندو, وڻ ڪپيندي, بار کڻندي, وغيره ڪمن ۾ سندن بت رشت پشت ٿي پيا. تنهن ۾ کين مزو پيو ايندو هو ۽ تنهن ڪري ٻيءَ ڪنهن ڪثرت يا راند روند جي کين ضرورت ڪانہ ٿيندي هئي. ڪم ڪرڻ مهل منجهائن ڪي يا وقتي سيئي نخرا ڪندا هئا. يا گوٿناتي ڪندا هئا. ڪئين ڀيرا آءٌ پاڻ چشم پوشي ڪندو هئس. وقتي وري سخت ٿي ڪم وٺندو هئس. سختي ڪندو هئس تہ ڏسندو هئس تہ ڪم مان ڪڪ ٿي پيا. پر سختيءَ ڪري ڪو سامهون ٻيو هجي سو ياد نہ اٿم. سختي ڪندو هئس تہ کين ڪي وري سمجهائيندو بہ هئس ۽ ڪائنن قبول ڪرائيندو هئس تہ ڪم مهل ڪم ۽ راند مهل راند ڪرڻ گهرجي. انهيءَ گهڙيءَ سمجهندا هئا, وري اتي ئي وساري ڇڏيندا هئا. مطلب تہ گاڏو هلندو رهيو ۽ سندن بت ٺهندو ويو.

آشرم ۾ بيمار ڪو ورلي پوندو هو. البت گهڻي قدر اهو آب هوا جو ۽ نيم موجب رهڻ جو نتيجو هو. بدني سکيا جي ڳالهہ ڪندي بہ اکر ڪاريگري ڏنڌن سيکارڻ بابت بہ ٿو چوان. ارادو هو تہ سيني کي ڪونہ ڪو ڪارگر ڏنڌو سيکارڻ کپي. سو مسٽر ڪيلنبيڪ ٽرپسٽ مٺ ۾ موچڪو ڪم سکي آيو. مان ڪانئس سکيس, مون وري ٻين کي سيکاريو. مسٽر ڪيلنبيڪ کي ڪجهہ واڍڪو ڪم بہ ايندو هو ۽ آشرم ۾ واڍڪو ڪم

چاٽنڊڙ هڪ ساٿي هو. سو اهو ڪم به ڪجهه نه ڪجهه سيکاريو ويو. رڌڻ جو ڪم ته گهڻو ڪري سڀ ٻار سکي ويا هئا. اهي سڀ ڪم ٻارن کي نوان پئي لڳا. کين ته اهي ڪم سکڻ سپني ۾ به ڪين هئا. ڀلا ڏکڻ آفريڪا ۾ هندوستاني ٻالڪ فقط مختصر ڪتابي سکيا پائيندا هئا. ٽالسٽاءِ فارم تي شروعات کان وٺي اهو نيم ڪيو هئوسين ته جو ڪم ماستر پاڻ نه ڪري سو ٻارن کان نه ڪرائي ۽ هميشه ڪم ڪرڻ مهل ساڻن ماستر گڏوگڏ هجي. تنهن ڪري ٻار ڪم خوشيءَ سان سکندا هئا. هاڻي چرتر بنائڻ ۽ ڪتابي سکيا تي اچان ٿو.

*

(33)

# ڪتابي وديا

بدني سکيا ۽ ساڻس گڏ هٿ جو ڪم ڪهڙيءَ طرح ٽالسٽاءِ آشرم ۾ شروع ٿيو سو اڳئين فصل ۾ ٻڌايم. جيتوڻيڪ اهو ڪم دل گهريو ڪونه ٿي ٿيو تڏهن بہ انهيءَ ۾ ٿوري گهڻي ڪاميابي ٿي. پر پاڙهڻ جو ڪم ڏکيو لڳو. مون وٽ تنهن لاءِ پورو بندوبست ڪونه هو. نہ پورو وقت هوم نہ انهي ڪم لاءِ تيار ٿيل هئس. سارو ڏينهن ڪم ڪندي ٿڪجي پوندو هئس، ۽ جنهن مهل آرام ڪرڻ تي دل ٿيندي هيم تنهن مهل ڪلاس وٺڻو پوندو هئم. تازو توانو رهڻ تہ نهيو پر زوريءَ مس سجاڳ رهي سگهندو هئس. صبح ڪيتيءَ ۽ گهر جي ڪم ڪار ۾ ويندو هو. تنهن ڪري ٻيهرن وقت ڪاڏي ڪانپوءِ هڪدم اسڪول ڪلندو هو. ٻيو ڪو وقت سهنجو ڪونہ ٿي لڳو.

پاڙهڻ لاءِ گهڻي ۾ گهڻو ٽي ڪلاڪ رکيل هئا. ڪلاس ۾ هندي، تامل، گجراتي ۽ اُردو ٻوليون سيکاريبيون هيون. سکيا ڪوشش ڪري ٻار جي مادري زبان معرفت ڏني وبندي هئي. انگريزي بہ سيني کي سيکاري هئي. گجراتي هندو ٻارن کيٰ تنهن کان سواءِ سنسڪرت ۽ سيني کي ڪجهہ نہ ڪجهہ هندي، اتهاس، ڀوگول ۽ انگي حساب سيکاريا هئا. تامل ۽ اردو سيکارڻ جو ڪم مون تي رکيل هو.

منهنجي تامل جي تعليم جهاز جي مسافرين ۾ ۽ جيل اندر مليل هئي. تنهن ۾ بہ آءٌ پوپ جي عمدي ڪتاب 'تامل پاڻيهي سکڻ' کان وڌيڪ ڪين پڙهي سگهيو هئس. اردو اکر بہ جيڪي جهاز ۾ سکيس. فارسي عربي جيتري مسلمان دوستن کان گفتگوءَ ۾ سکيو هئس! سنسڪرت ۽ گجراتي هاءِ اسڪول ۾ سکيو هئس.

ايڏڙي موڙيءَ سان پاڙهڻ جو ڪم ڪرڻو هئم. منهنجا ساٿي وري مون کان ئي پريا پرديسي ٻولين سان محبت، سيکاري سگهڻ لاءِ پاڻ ۾ ايمان، پڙهندڙ پاڻ ڪورا ۽ باقي سندن مهرباني، انهن سيني ڳالهين ڪري ڪم هلندو رهيو.

تامل وديارٿي ڏکڻ آفريڪا ۾ ئي جاول هئا، تنهن ڪري تامل گهٽ ڄاڻندا هئا. لِپي تہ اصل ڪانہ ٿي آين. سو لپي ۽ وياڪرڻ جا مکيہ روُل سيکاريم. اهو ڪم سولو. خبر هين تہ تامل ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو ڪهڙو تيز هئم. تامل ڄاڻندڙ مون سان گڏجڻ ايندا هئا تہ اهي ڇوڪرا ترجمان ٿي سمجهائيندا هئم! چرخو پئي هليو ڇو جو ڇوڪرن کان مون ڪڏهن بہ پنهنجي اڻ ڄاڻپ لڪائڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي. جهڙو هئس تهڙو ئي ڄاڻي ويا هئم. تنهن ڪري سندن ٻولي نہ ڄاڻندي بہ سندن پيار ۽ ادب ڪڏهن ڪين کوهيم.

مسلمان ٻارن کي اُردو سيکارڻ وڌيڪ سولو ڪم. کين لپي ايندي هئي. منجهن پڙهڻ جو شوق تيز ڪرڻ ۽ اکر سڌارڻ ايترو ئي منهنجو ڪم هو. گهڻو ڪري اهي ٻار اسڪول ۾ پڙهيل ڪين هئا. سيکاريندي سيکاريندي ڏٺم تہ مون کي گهڻو ڪين سيکارڻو هو. آلس لاهڻ، پاڻيهي پڙهڻ سيکارڻ، پڙهڻ مٿان نظرداري ڪرڻ. خاص ڪري اهو ئي ڪم هئم. آءُ ايتري ۾ راضي هئس. تنهن ڪري ننڍي وڏي عمر جي ٻارن کي ساڳيءَ ڪوٺيءَ ۾ وهاري ٻيا ٻيا ڪم پاڙهي سگهيس. ٿي.

درسي ڪتاب جن جي پٺيان اسڪولن ۾ هيڏي هو. هوءَ ٿيندي آهي تن جي مون کي ڪڏهن بہ درڪار ڪانہ ٿي. جي ڪتاب هئا سي بہ هرويرو ڪم ڪين ٿي آيا. سڀ ڪنهن ٻار کي گهڻا ڪتاب هٿ ۾ ڏيڻ جي مون ضرورت ڪانہ ڏٺي. منهنجي نظر ۾ شاگرد جو درسي ڪتاب ماستر ئي آهي. ماسترن مون کي ڪتابن مان سيکاريو تنهن مان ڪجهہ ٿورڙو ياد اٿم. پر جيڪي ٻاڻ مون کي سيکاريائون سو اڃا چٽو ياد اٿم. ٻار اکين سان سکي ٿو تنهن کان ڪنن سان وڌيڪ جلد ۽ چڱي طرح سکي ٿو. مان نٿو ٻانيان تہ ٻارن کي هڪ بہ ڪتاب پاڙهي پورو ڪيم.

پر ڪيترن ڪتابن مان جيڪي پڙهيو هئم سو کين پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ چٿي ٻڌائيندو هئس. اهو شايد اڄ تائين ياد هجين. پاڙهيل ياد ڪرڻ ڏکيو لڳندو هئن، پر جيڪي کين ٻڌائيندو هئس سو انهيءَ دم وري ٻڌائيندا هئم. پڙهڻ ۾ ڪڪ ٿيندا هئا. جي آءُ ٿاڪ ٿڪ يا ٻئي ڪنهن سبب ڪري موڳو ۽ نراس نہ هوندو هئس تہ ٻڌندي کين مزو ايندو هو. سوال جواب ڪندي سندن سمجهہ جي پروُڙ پوندي هيم.

*

(34)

# ڏرمي سکيا

ساريرڪ ۽ مانسڪ سکيا ڏيڻ کان ڏرمي سکيا ڏيڻ ۾ مون کي گهڻي وڏيڪ تڪليف ٿي. آتما جي وڪاس لاءِ مون ڏرمي ڪتابن تي گهڻو ڪونہ ياڙيو. ايترو چوندو هئس تہ هرهڪ وديارٿيءَ کي پنهنجي پنهنجي ڏرم جا مؤل اصول ڄاڻائڻ کپن ۽ ڏرمي گرنٿن جي واجبي ڄاڻ هئڻ کپي. ايتري سکيا ڏيڻ لاءِ مون پڄنديءَ آهر سندن لاءِ بندوبست ڪيو هو. پر اهڙي سکيا آءٌ دماغي سکيا جو انگ ڪري سمجهان ٿو. تہ ڏرمي سکيا نرالي وستو آهي. سو ٽالسٽاءِ آشرم ۾ سيکارڻ وينس تنهن کان اڳ سمجهي ورتو هئم. آتما جو وڪاس ڪرڻ يعني چرتر ناهڻ، ايشور جو گيان حاصل ڪرڻ، آتم گيان پراپرت ڪرڻ. منهنجي خيال موجب اهڙي سکيا ٻارن لاءِ ضروري سکيا آهي ۽ انهيءَ سکيا کانسواءِ ٻي سڀ سکيا اجائي آهي، نقصان ڪار بہ ٿي پوي.

آتم گيان جيون جي چوٿينءَ آشرم ۾ ئي ملي ٿو انهي وهم جي خبر اٿم. پر جي چوٿينءَ آشرم تائين هن املهہ وستوءَ کي مهل ڪن ٿا سي آتم گيان ڪين ٿا حاصل ڪن. پر ٻڍائي ۾ جڻ ٻهرار مان جهڙيءَ ٻالڪپڻ ۾ اچن ٿا ۽ پرتوي مٿان هڪ اجايو بوجو ٿي پون ٿا. هي ويچار هن نموني 12-1911ع جي سال ۾ شايد ڪين ظاهر ڪريان ها، پر ياد اٿم تہ اهڙي قسم جا ويچار آءٌ تڏهن بہ ڪندو هئس.

هاڻي آتمڪ سکيا ڪيئن ڏجي؟ ٻارن کان ڀڄن ڳارائيندو هئس، نيتيءَ تي ڪتاب پڙهي ٻڌائيندو هئس، پر ايتري ۾ راضي نہ ٿيس. جيئن جيئن سندن پرسنگ ايندو ويس تيئن تيئن ڏٺم تہ هي گيان ڪتابي نہ آهي، سرير جي سکيا سرير جي ڪثرت سان ڏجي ٿي، دماغ جي دماغ جي استعمال سان ڏجي ٿي، ساڳيءَ ريت آتما جي بہ آتما جي ورزش سان ڏجي

تي. آتمڪ سکيا سکيارينڊڙ جي رهڻيءَ مان ئي ڏيئي سگھجي ٿي. تنهن ڪري ٻار حاضر هجن يا نه تڏهن به سيکارينڊڙ کي ساوڌان ٿي رهڻ گهرجي. لنڪا ۾ ويٺل سيکارينڊڙ پنهنجي رهڻي رهڻ سان شش کي هت آتمڪ سکيا ڏيئي سگهي ٿو. پاڻ ڪوڙو ۽ ٻار کي سچ سيکاريندو اهو مڙيو ئي ملمو آهي. پاڻ ٻڇڙو ٻار کي ڪهڙو وير ڪندو؟ پاڻ ويچاري ٻار کي ڪهڙو سنجم سيکاريندو؟ سو ڏنم ته هت مون کي پنهنجن ٻارن اڳيان پدارٿ پاٺ مثل ٿي رهڻو پوندو. منهنجا شاگرد ٿري منهنجا سيکارينڊڙ ٿي پيا. چيم ته پنهنجي لاءِ نه ته سندن لاءِ مون کي چڱو ٿيڻ ۽ چڱو ٿي رهڻ کپي. ٽالسٽاءِ آشرم ۾ منهنجو گهڻو سنجم چئجي ته انهن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ڪري ٿيو.

آشرم ۾ هڪ ڇوڪرو ڏاڍو حرڪتي، ۽ ڪوڙو هو. نه ڪنهن جي ٻڌي نه ڪري. هر ڪنهن سان پيو وڙهي. هڪڙي ڏينهن حد ڪري ڇڪو. پاڻيءَ کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائينم. ٻالڪن کي ڪڏهن به سزا نه ڏيندو هئس پر هن پيري ڪاوڙ چڙهي ويم. سمجهايومانس. پر ڇوڪر باز نه اچي. اُلٽو دلبا ڏيڻ وينو. پاسي کان رول رکيو هئم سو کڻندي ئي ٻانهن تي نڪا ڪرايومانس. ڏڪ هنيم ۽ ذرا ڏرن ڏکيم. ڏنائين. اهڙي سزا اڳ ڪنهن کي به ڪين ڏني هيم. روئڻ ۾ اچي ڇنڪيو ۽ معافي ورتائين. هن کو مار ملڻ ڪري ڪين رنو جي سامهون ٿئي ها ته مون سان پڄي ڪائي سگهي ها. سترهن ورهين جو جوان مڙس ۽ ٻت جو به ڏاڍو. پر چڙهي ڪڻ ڪري منهنجي اندر ۾ جو ڪهڪاءُ ٿيو سو هن سمجهي ورتو ۽ وري ڪڏهن به منهنجي سامهون نه پيو. پر لڪڻ هڻڻ ڪري آءٌ اڄ تائين پيو پڇتايان. ڇو جو ٻپ اٿم ته مون کيس مار ڏيئي پنهنجو آتمڪ ٻل نه پر پسون ٻل ڏيکاريو.

ٻارن کي مار ڏيئي سيکارڻ جي آءٌ هميشه برخلاف رهيو آهيان. هڪڙو ئي واقعو ياد اٿم جڏهن مون پنهنجي پٽ کي مار ڏني. رول هڻڻ واجب هو يا نه تنهنجو اڄ تائين فيصلو نه ڪري سگهيو آهيان. انهيءَ مار ڏيڻ بابت شڪ اٿم. ڇو جو سزا اندر ڪاوڙ جو ۽ سزا جو ٻنهي جو انگ هو. جي منجهس فقط پنهنجو دک ئي ظاهر ڪريان ها ته اها سزا ڏيڻ واجب سمجهان ها. پر سزا ۾ به ياونائون گڏيل سڏيل هيون. انهي پرسنگ ڪانپوءِ ته ڇوڪرن کي سڌارڻ لاءِ وڌيڪ سٺو نمونو سکيس. اهو هنر متئين واقعي تي هلايان ها

تہ ڪهڙو ڪڙتيل نڪري ها سو چئي نٿو سگهان. ڇوڪر ڪان تہ ڳالهہ هيتري ۾ وسري ويئي. ڪو سڌري نهي پيو سو چئي نٿو سگهان. پر انهي پرسنگ ڪانپوءِ سيڪاريندڙ جو سڪندڙ ڏانهن ذرم تي وڌيڪ غور ڪرڻ لڳس. پوءِ بہ شاگردن جون حرڪتون هلنديون آيون. پر مون سزا ڏيڻ جي نيتي ڪين ورتي. انهيءَ ريت آتمڪ گيان ڏيڻ جي ڪوشش ڪندي آءٌ پاڻ آتما جا گڻ وڌيڪ سمجهڻ لڳس.

※

(35)

# سڪلن گڏ آلا

تالستاءِ آشرم ۾ مسٽر ڪيلنبيڪ هڪ سوال منهنجي اڳيان ڪڙو ڪيو. تنهن کان اڳ مون انهيءَ ڳالهه تي ڪڏهن ويچار ڪونه ڪيو هو. آشرم ۾ ڪيترا ڇوڪرا ڪريل نبريل هئا، ڪي نچ لوفر به هئا. انهن سان گڏ منهنجا ٽي پٽ تي رهيا. ساڳيءَ ريت منهنجن ٻارن جهڙا نپنل ٻين جا ٻار به آشرم ۾ هئا. مسٽر ڪيلنبيڪ منهنجو ڌيان انهن لوفر ڇوڪرن ۽ منهنجن پٽن جو ساٿن گڏ رهڻ ڏي ڇڪايو. هڪ ڏينهن چيائينم ته، "توهان جو اهو نمونو مون کي اصل نٿو وڻي! اهڙن ڇوڪرن سان توهان جا پٽ رلندا ملندا ته انهيءَ جو هڪ ئي نتيجو نڪرندو: انهن لوفر ڇوڪرن جي لهس ايندبن ۽ بگڙي پوندا. سنگ تهڙو رنگ." مون ماٺ ڪري ٻڌو. ڪن پر به عجب ۾ پيس يا نه سو مون کي ياد ناهي، پر جيڪو جواب ڏنم سو ياد اٿم. "پنهنجن ٻارن ۽ ٻين جي لوفر پٽن جي وچ ۾ آءٌ ڪهڙو ڀيد رکان؟ هن وقت آءٌ ٻنهي لاءِ ساڳيءَ طرح جوابدار آهيان. هو به منهنجي سڏ تي هت آيا آهن. جي ڪين پئسا ڏيان ته اج ئي جوهانسبرگ وڃي اڳي وانگر رهندا. عجب ناهي ته هت اچڻ ڪري پاڻ ۽ سندن مائٽ سمجهن ٿا ته مون تي ڪجهه مهرباني ڪئي اٿن. خبر اٿئون ته هت رهڻ ڪري ڪين اهنج ٿو ٿئي. پر منهنجو فرض صفا پيو آهي. مون کي ڪين هت ئي رهائڻو آهي. يعني ته منهنجا ٻار به ساٿن ئي گڏ رهندا. آءٌ ڪيئن پنهنجن ٻارن ۾ اها ٻوجهه وجهان ته توهين ٻين کان مٿي آهيو؟ اهڙو ويچار سندن مغز ۾ وجهڻ ڪين اونڌي رستي هلائڻو آهي. هنن حالت ۾ رهي ڪري نهي پوندا ۽ چڱي ٻچڙي جي جاڻ پاڻيهي ڪرڻ سگهندا. ڇو نه ائين سمجهون ته سندن سنگ ڪري ڪسنگي به تري پوندا؟ پر ڇا به ٿئي مون کي ته هنن کي هت ئي رکڻو آهي ۽ ائين ڪرڻ ڪري ڪو جوکو کڻڻو آهي ته کڻڻو ئي پوندو." مسٽر ڪيلنبيڪ ٻڌي، مٿو ڌوڻي، بس ڪئي ڪئي.

انهي تجربي جو نتيو يانيان تہ ڪو بچڙا انگور نڪتا. منهنجي ٻارن کي ڪا لهس رسي سو ٻہ نہ. لاپ تين سو ڏنم. منجهن وڏپ جو ڪو ذرو هو تہ اهو بنھ نڪري ويو. هو سيني سان هِرڻ مِرڻ لڳا. آزمائش ڪانپوءِ پڪا ٿيا.

انهيءَ ۽ ٻين اهڙن آزمودن ڪانپوءِ ڏنو اٿم تہ ماءُ پيءُ جي نظرداري پوري آهي تہ ڀلي چڱا ٻچڙن ڇوڪرن سان گڏ رهن ۽ پڙهن. تنهن ۾ چڱن جي هاڃي ڪانهي. پنهنجن ڇوڪرن کي تجوڙيءَ ۾ سانڍي رکڻ ڪري هو سپاتر ٿي رهندا ۽ ٻهر ڪڍڻ ڪري بگڙندا، اهڙو ڪو قاعدو ڪونهي. البت، ايترو برابر آهي تہ جتي جنس جنس جون ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا گڏ رهن ٿا، پڙهن ٿا اتي مائٽن ۽ ماسترن جي سچي ڪسوٽي ٿئي ٿي، ۽ کين خبردار ٿي رهڻو پوي ٿو.

*

(36)

# پڇتاءَ لاءِ اُپواس

چوڪرن ۽ ڇوڪرين کي پالڻ ۽ سٺين رستي تي هلائڻ ۾ ڪيتريون ۽ ڪهڙيون نہ تڪليفون ٿين ٿيون اهي ڏينهون ڏينهن محسوس ڪندو ويس. سيڪاريندڙ ۽ سنڀاليندڙ طريقي مون کي سندن دليون ونڻيون هيون: سندن سک دک ۾ ساٿي ٿيڻو هئم: سندن حياتيءَ جا مسئلا حل ڪرڻا هئا: سندن ڦوهہ جوانيءَ جي ترنگن کي سڌي رستي تي آڻڻو هو.

ستياگرهين جي جيل مان ڇُٽڻ ڪانپوءِ ٽالسٽاءِ آشرم ۾ باقي ٿورا ماڻهو وڃي بچيا. اهي گهڻو ڪري فينڪس ۾ رهندڙ هئا. سو آشرم واسي فينڪس کڻي ويس. فينڪس ۾ منهنجي سخت آزمائش ٿي. ٽالسٽاءِ آشرم ۾ باقي رهيل ماڻهو فينڪس اماڻي آءٌ جوهانسبرگ روانو ٿيس. جوهانسبرگ، ٿورا ڏينهن مس رهيو هئس تہ آشرم ۾ ٻن ڄڻن جي سَت وڃڻ جي دردناڪ خبر آيم. ستياگرهہ جي لڙائيءَ م ڪٿي هار ڏسي مون کي اهڙو صدمو نہ رسي ها: پر هيءُ حادثو مون تي ڄڻ وڄ وانگر اچي ڪڙڪيو. منهنجي دل ۾ گهاءُ ٿي پيو. ساڳئي ڏينهن گاڏيءَ ۾ چڙهي فينڪس روانو ٿيس. مسٽر ڪيلنبيڪ بہ ساڻ هلڻ لاءِ زور ڪيو. هو منهنجي دکدائڪ حالت ڏسي رهيو هو ۽ مون کي اڪيلو وڃڻ ڪين ڏنائين. اها خبر بہ پاڻ ئي آندي هئائين.

واٽ تي مون پنهنجو فرض ڇٽو جاتو. سمجهيم تہ منهنجي سنڀال هيٺ رهندڙ جي پَتن لاءِ سنڀاليندڙ يا سيڪاريندڙ بہ ٿورو گهڻو جوابدار آهي. هن حادثي ۾ پنهنجي جوابداري چٽي ڏٺيم. منهنجي استريءَ مون کي بروقت چتايو هو پر ويساهي سڀاءُ هئڻ ڪري مون سندس چتاءَ کي ڪين ليکيو هو. ائين بہ لڳم تہ هنن جي ڪِرڻ ڪري آءٌ پراڃت ڪندس تڏهن ئي ٻئي ڄڻا منهنجو دک هيئين سان هنڊائي سگهندا، پنهنجو گناهہ محسوس ڪندا ۽ ڪِپاٽ ڪلندن. تنهن ڪري مون هفتي جو اُپواس واريو ۽ ساڍا چار مهينا

هڪ ويلو ڪائڻ جو ورت رکيو. مسٽر ڪيلنبيڪ مون کي هٽائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، پر سڀ اجايو. پراچت واجب هو سو نيٺ هن پاڻ قبول ڪيو ۽ مون سان گڏ ساڳيو ورت رکڻ جو زور رکيو. سندس نرمل پريم کي آءٌ روڪي ڪين سگهيس. بس اها پڪ ڪيم ۽ منهنجي دل هلڪي ٿي، اندر ۾ سانت آيم، گنهگارن تان ڪروڌ ٺري ويو ۽ مٿن دیا آئم.

انهيءَ طرح ٽربن ۾ ئي من هلڪو ڪري آءٌ فينڪس ۾ پهتس. وڌيڪ سڌ سماءَ وٺڻو هئم سو ورتم. البت منهنجي اُپواس ڪري سڀني کي ڪشٽ ته ٿيو پر تنهن ڪري آشرم جو واتاورڻ شڌ ٿيو. پاپ جي ڀيانڪتا سڀني کي دل ۾ چڀي ويئي ۽ وديارٿين سان منهنجو سُنبنڌ وڌيڪ گهاٽو ۽ سرل ٿيو.

هن بناوَ کان ٿورو ئي پوءِ به هفتا اُپواس وارڻ جو مون لاءِ موقعي بڻيو. منهنجي خيال موجب انهي جو نتيجو اميد کان به وڌيڪ چڱو نڪتو.

مٿئين بناوَ مان اهو ثابت ڪرڻ جو مطلب نه اٿم ته سکندڙن جي هر ڪنهن خاميءَ لاءِ سيڪاريندڙ کي اُپواس رکڻ کپي. پر آءٌ ايترو سمجهان ٿو ته ڪيترن موقعن تي اهڙا ٻجتاءَ روپي اُپواس ضروري آهن. پر اهي رکڻ لاءِ وويڪ ۽ اڌڪار گهرجي. جتي استاد، شاگرد وچ ۾ شڌ پريم جو ناتو ناهي، جتي استاد کي پنهنجي شاگرد جي گناهه ڪري صدمو نه رسيو آهي، جتي شاگرد کي استاد لاءِ آدر ناهي، اُتي اُپواس اجايو آهي ۽ شايد نقصانڪار به ٿئي. پر اهڙن لنگهڻن ۽ هڪ ويلو ڪائڻ بابت ڀلي شڪ هجن، پر استاد شاگرد جي خامين لاءِ قدرتي جوابدار آهي انهيءَ باري، ۾ مون کي تر ماتر به شڪ ڪونهي.

ستن ڏينهن جو ورت ۽ هڪ ويلو ڪائڻ اسان مان ڪنهن به ڪين لکايو. تنهن وچ ۾ منهنجو ڪجهه به ڪم اٽڪيو يا بند ڪين ٿيو. تڏهن آءٌ فقط ڦل آهاري هئس. پر چوڏهن ڏينهن جو اُپواس مون کي پوين ڏينهن ۾ گهڻو ڏکيو لڳو هو. تڏهن اجان رام نام منتر اُچارڻ جو جادو ڪونه سمجهيو هئم. تنهن ڪري تڪليف سهڻ جي شڪتي گهٽ هيم. اُپواس ۾ پاڻي خوب پيئڻ کپي، سو به ڪونه سکيو هئس. بيو ته پهريون اُپواس سهج ئي نباهيو هئم. تنهن ڪري هن بابت بي فڪر رهيس. پهرئين اپواس پيري روز ڪيوُني جا چيلهه سنان وٺندو هئس. ٻئين اپواس مهل ٻن ڪي ٽن ڏينهن

ڪانپوءِ اهي ڇڏي ڏنم. پاڻي ڏنو نتي وٺيو ۽ پيئندي اُبتا تي آيم. تنهن ڪري بلڪل تورو تي پيتم سو گلو سڪي ويو ۽ بيهي ويو. پوين ڏينهن ۾ فقط پُٽڪن ۾ ڳالهائي سگهندو هئس. تنهن هوندي بہ لکائڻ جو ضروري ڪم آخر تائين ڪري سگهيس، رامايڻ جو پاٺ توڙ تائين ٻڌي سگهيس. ڪن ضروري سوالن جا جواب بہ ڏيئي سگهندو هئس.

❊

(37)

# گوکلي سان گڏجاڻي

ذڪر آفريڪا جا ڪيترا يادگار هتي ڇڏڻا پون ٿا.

سن 1914ع ۾ جڏهن ستياگرهه جي لڙائي پوري ٿي، تڏهن گوکلي جي چوڻ موجب مون کي انگلنڊ مان ٿي ديس موٽڻو هو. سو جولاءِ مهيني ۾ ڪستور بائي، مسٽر ڪيلنبيڪ ۽ آءٌ ٽيئي گڏجي ولايت ڏي روانا ٿياسين. ستياگرهه جي لڙائيءَ وچ ۾ مون ٽرڊ ڪلاس ۾ مسافري ڪرڻ شروع ڪئي هئي: سو سمنڊ رستي به ٽئين ڪلاس جي ٽڪيٽ ورتي هيم. پر هن ٽرڊ ڪلاس ۽ اسان جي ٽرڊ ڪلاس ۾ گهڻو فرق آهي. پر هن ٽرڊ ڪلاس ۽ اسان جي ٽرڊ ڪلاس ۾ گهڻو فرق آهي. اسان واري ٽرڊ ڪلاس م سمهڻ وهڻ جي جڳهه به مشڪل ملندي آهي. صفائيءَ جو نالو ڪير ڳنهي؟ پر هن ۾ جڳهه پوري هئي ۽ صفائي به چڱي رکيل هئي. ڪمپنيءَ وارن اسان لاءِ وڌيڪ سهوليت به ڪري ڏني. ڪا هلاڪي نه ٿئي تنهن لاءِ هڪ ڪاڪوس کي خاص قلف لڳائي اسان کي ڪنجي سؤنپي ويئي. ٽيئي ڦل آهاري سو اسان کي چڱيءَ طرح سڪل تازو ميوو ڏيڻ لاءِ جهاز جي خانسامان کي تاڪيد ڪيو ويو هو. رواجي طور ٽرڊ ڪلاس جي مسافرن کي ميوو ٿورو ڏنو ويندو آهي، ۽ سڪل ميوو ته بنهه نه انهن سهوليتن ڪري اسان جي مسافريءَ جا ارڙهان ڏينهن سکيا سهنجا نبريا.

هن مسافريءَ جا ڪي يادگار ٻڌائڻ وٽان آهن. مسٽر ڪيلنبيڪ کي دوُر بينين جو ڏاڍو شوق هوندو هو. هڪ ٻه قيمتي دوربينيون وٽس رکيل هيون. تن بابت اسان جو روز پاڻ ۾ بحث هلندو هو. آءٌ چوان ته اسان جي سادگيءَ جي آدرش موجب اهي قيمتي شيون رکڻ نٿيون جڳائين هڪ ڏينهن ته پاڻ ۾ جنسي چٽا پيٽي اچي لڳي. ٻئي ڄڻا ڪيبن جي گول دريءَ وٽ بيٺا هئاسين. مون چيو ته "هي جو روز اسان جي وچ ۾ تڪرار پيو ٿئي تنهن کان ڇو نه هڪ واريءَ اهي دوربينيون سرن درياهه ڪٽي ڪجن ۽ گهڻي لاهي ڇڏجي؟"

”نيڪ آهي. اهي گهپيءَ کاڌيون شيون ڦٽيون ڪٽي ڪر.“

”هيڏانهن ڪر. آءٌ ضرور ڦٽيون ڪندس.“

امالڪ جواب ڏنائين ته. ”آءٌ به چوانءِ ٿو ته ڦٽيون ڪٽي ڪر.“

مون دوربينيون ڪٽي سمنڊ ۾ ڦٽيون ڪيون. اٽڪل ستن پائونڊن جون هيون. پر سندن قيمت پائونڊن ڪري نه پر مسٽر ڪيلنبيڪ جي موهه ڪري هئي. تنهن هوندي به مسٽر ڪيلنبيڪ ڪڏهن افسوس ڪين ڪيو. اسان ٻنهي جي وچ ۾ اهڙا ته ڪئين رنگ ٿيندا هئا جن مان فقط هڪ ٿوڙڪو نموني طور اڳيان رکيو اٿم.

انهيءَ سنبنڌ ڪري روز ڪجهه نه ڪجهه پراڻو پوندو هو ڇو جو ٻئي ستيه جي پيروي ڪرڻ لاءِ پاڻ ولوڙيندا هئاسين. ستيه جي پيروي ڪندي ڪروڌ. سوارٿ. دئيش وغيره سهج دفعا ٿيندا هئا ۽ جي نه دفعا ٿيندا هئا ته ستيه نه پراپت ٿيندو هو. راگ دئيش سان پريل منش ڀلي سچي ارادي جو هجي، سچي ٻاٽيءَ جو هجي، پر ڪيس شڌ ستيه هٿ ڪين ايندو. شڌ ستيه جي کوج ڪرڻ يعني راگ دئيش وغيره دتيا پاو کان آجو ٿيڻ.

اسان مسافري شروع ڪئي، تڏهن مون کي اُپواس ڇڏئي گهڻا ڏينهن ڪونه ٿيا هئا. ٻت ۾ اجان پوري سگهه ڪانه ائي هيم. جهاز ۾ روز ٻک ۽ هاضمي لاءِ ڊيڪ تي پنڌ ڪندو هئس. پر ٽيئن ٽنگن جي پنين ۾ سور وڌندو ويو. ولايت پهچندي مهل گهٽو سور هئم. ولايت ۾ ڊاڪٽر جيوراج مهتا سان واقفي ٿي هيم. کيس اُپواس ۽ سور جي ساري حقيقت ٻڌايم. چيائين ته. ”جي ٿورا ڏينهن ٻنهه آرام نه ونندا ته توهان جون ٽنگون شايد هميشه لاءِ وبهي وجن.“ تڏهن خبر پيم ته وڏو اُپواس رکندڙ کي پنهنجي طاقت جهٽ حاصل ڪرڻ يا پيٽ ڀري کائڻ جو طمع نه رکڻ کپي. اُپواس رکڻ کان اپواس ٽوڙڻ بعد وڌيڪ خبردار رهڻو پوي ٿو ۽ ڪڏهن ته تنهن ۾ وڌيڪ وقت ٿو لڳي.

مديريا ۾ سماچار مليو ته مهاياري لڙائي هن گهڙيءَ پڙڪو ڏيئي شروع ٿيڻ واري آهي. انگلش ڪاريءَ ۾ پهچندي شرط ڀڪي خبر ملي ۽ اسان کي روڪي ڇڏيائون. هنڌ هنڌ پاڻيءَ اندر باروت جون ڪاٽيون لڳل هيون. انهن مان سلامتيءَ سان نڪري سائوديمپٽن پهچڻ ۾ هڪ يا ٻن ڏينهن جي دير ٿي. لڙائي 4 آگسٽ ظاهر ٿي ۽ اسين 6 تاريخ ولايت پهتاسين.

*

(38)

# لڙائيءَ ۾ ڀرو

ولايت پهچندي خبر پيم ته گوکلي پئرس ۾ رهجي ويو آهي. پئرس سان آمد رفت بند ٿي ويئي هئي، ۽ ڪيرچئي سگهي ته ڪڏهن اچي سگهندو؟ تندرستيءَ جي خيال سان فرانس ويو هو پر لڙائيءَ ڪري اتي ئي باند ٿي پيو. ساڻس ملڻ کان سواءِ مون کي ديس نه موٽڻو هو. پر ڪڏهن اچي سگهندو سو ڪير ٿي چئي سگهيو.

تيسين ڇا ويهي ڪريان؟ لڙائيءَ بنسبت منهنجو فرض ڪهڙو؟ منهنجو جيل جو ساٿي ۽ ستيا گرهي سهرابجي اڊا جڻيا ولايت ۾ بئريسٽري پڙهي رهيو هو. اول درجي جو ستيا گرهي هو. تنهن ڪري پهرئين ڪيس انگلنڊ ۾ بئريسٽري پاس ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو ۽ پوءِ موٽي ڏکڻ آفريڪا ۾ منهنجي جڳهه پرڻي هيس. سندس خرچ ڊاڪٽر پرانجيونداس مهتا پريندو هو. ساڻس ۽ سندس معرفت ڊاڪٽر جيوراج ۽ ٻين هندوستاني شاگردن سان صلاح مصلحت ڪيم. سندن هڪ ميٽنگ ڪوٺائي ويئي ۽ تنهن اڳيان منهنجا ويچار پيش ڪيا ويا. منهنجي خيال موجب ولايت ۾ رهندڙن هندواسين کي لڙائيءَ ۾ ڀرو وٺڻ گهرجي. انگريز شاگردن خدمت ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو هو. منهنجي ليکي هندوستاني ڪائڻ ڇو پٺتي پون؟ انهن دليلن جي برخلاف ٻيا دليل ڪڙا ڪيا ويا. چي اسان جي ۽ انگريزن جي حالتن وچ ۾ زمين آسمان جو تفاوت آهي. هڪڙا غلام ٻيا مالڪ. اهڙيءَ حالت ۾ غلام مالڪ جو اوکي ويل خوشيءَ سان ڪيئن همراهه ٿيندو؟ غلاميءَ مان ڇٽڻ لاءِ غلام جو فرض اُتلو اهو ڪين آهي ته مالڪ جي مصيبت ڇٽڻ جي مهل سمجهي؟ اهو دليل تنهن سمي مون کي ڪين آئڙيو. جيتوڻيڪ ٻنهي جي حالتن جي ٻوجهه برابر هئم، ته به مون کي اسان جي حالت ٻنهه غلاميءَ جي نٿي لڳي. مون ته ائين ٿي سمجهيو ته "انگريزي سرشتي ۾ خلل آهي

تنهن ڪان انگريز عملدارن جو ڏوهه وڏيڪ آهي ۽ اهو دوش اسين پريم سان دور ڪري سگهون ٿا. جي انگريزن جي معرفت ۽ سندن سهائتا سان اسين پنهنجي حالت سڌارڻ ٿا چاهيون تہ مشڪلات وقت سندن ٻانهن ٻيلي ٿي اسان کي پنهنجي حالت سڌارڻ گهرجي.“ راڄ جو سرشتو خامين ڀريل هوندي بہ جهڙو اڄ ٻچڙو ٿو لڳيم تهڙو تڏهن نٿي لڳم.“

پر جنهن سرشتي مان اڄ منهنجو ايمان ايتري قدر نڪري ويو آهي جو انگريز حڪومت کي مدد ڪين ڪريان، تنهن سرشتي کي اُهي ڪهڙي مدد ڪن جن جو نہ رڳو سرشتي پر سرشتي جي هلائيندڙن مان بہ ايمان نڪري ويو هو؟

هنن تہ اهي ئي وجهہ پيئي ڳوليا تہ ههڙيءَ ويل رعيت جا حق ڪهڙيءَ زبردست طرح ظاهر ڪري هٿ ڪريون. آءٌ چوان تہ نہ. انگريزن جي مصيبت جو وقت ڪائڻ گهرون ڪرڻ جو نہ آهي ۽ لڙائيءَ ويل حقن جي طلب مهمل ڪرڻ ۾ سيپتا ۽ سياڻپ آهي. تنهن ڪري آءٌ پنهنجيءَ ڳالهہ تي قائم رهيس ۽ عرض ڪيم تہ جن کي ڀرتيءَ ۾ نالو ڏيڻو هجي سي نالو لکائين. نالا چڱي تعداد ۾ آيا. ياداشت ۾ گهڻو ڪري سيني پرانتن ۽ مذهبن جا نالا هئا.

لارڊ ڪروُ کي انهيءَ بابت خط لکيم ۽ ڄاڻايم تہ زخميلن جي خدمت خاطر تعليم وٺڻ جي ضرورت ٿي تہ ٽولي تعليم وٺڻ لاءِ بہ تيار آهي. صلاح مصلحت ڪرڻ ڪانپوءِ لارڊ ڪروُ اسان جي عرض اُنايو ۽ سلطنت سان اهنجي وقت ٻانهن ٻيلي ٿيڻ لاءِ شڪر ادائي ڪئي.

ٽوليءَ زخميلن جي سار سنڀال وٺڻ لاءِ مشهور ڊاڪٽر ڪئنٽلي هيٺ مختصر تعليم ورتي. ڇهن هفتن جو ننڍڙو ابياس ڪرم (Course) هو پر تنهن اندر زخميلن کي ترت مدد ڏيڻ جي سڀ تعليم ڏني ويئي. اٽڪل 80 ڄڻا انهي خاص ڪلاس ۾ هئاسين. ڇهن هفتن ڪانپوءِ امتحان ورتو ويو جنهن ۾ فقط هڪ ڄڻو ناپاس ٿيو. جي پاس ٿيا تن کي قواعد وغيره سيکارڻ جو سرڪار بندوبست ڪيو. ڪرنل بيڪر اسان جي ٽوليءَ جو سردار ۽ قواعد سيکارڻ جو ڪم مٿس هو.

تنهن وقت ولايت جو رنگ ڏسڻ وٽان هو. ماڻهو گهبرائجي ڪين ويا پر سڀ لڙائيءَ ۾ پڄنديءَ آهر مدد ڪرڻ لڳا. جوان مڙس لڙائيءَ لاءِ ڊرل وغيره

سڪيا، پر ضعيف، ٻڍا، زالون ۽ ٻيا سڀ هٿ ٻڌي بس ڪري ڪين ويٺا. انهن لاءِ بہ ڪم ڪوڙ هو. تن گهايلن لاءِ ڪپڙا ڪترڻ ۽ سبڻ جو ڪم ڪنيو. لئسيم نالي هڪ استرين جي ڪلب فوج لاءِ ڪپڙا ٺاهي تيار ڪرڻ لڳي، سروجني ديوي ڪلب جي ميمبر هئي. هن بہ ڪم ۾ پورو ڀرو ورتو. منهنجي سڃاڻپ تڏهن ٿي. ڪتريل ڪپڙن جا ڍير سبڻ يا سبائڻ جو ڪم مون تي رکيو ويو. مون بہ فرسٽ ايڊ سکندي جيترا ڪپڙا سبي يا سبائي سگهيس اوترا ڪيس تيار ڪري ڏنا.

❊

(39)

# ڏرمي مونجهارو

جنگ ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ اسان مان ڪيترن گڏجي سرڪار کي نالن جي ياداشت موڪلي. اها خبر ڏکڻ آفريڪا ۾ پهتي ۽ ٻه تارون آيم. هڪ پولڪ وٽان جي. "اهو ڪم اهنسا جي سدانت جي ورتڌ نه آهي؟"

سمجهيو هئم ته اهڙي ڪا تار مڙيو ئي ايندي. چو جو انهيءَ ڳالهه جو 'هند سوراج' ۾ ذڪر ڪيو هئم ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ دوستن ساڻ انهيءَ تي بحث ڪندو ئي هو. جنگ جو ڪنياءُ اسين سڀ قبول ڪندا هئاسين. جي ٻئي تي حملا ڪندڙ ني دانهن ڪرڻ لاءِ تيار نه هئس، ته ٻن حڪومتن وچ ۾ ڪهڙي ڳالهه غلط صحيح جاڻڻ بنا، وچ ۾ ڪيئن ٽپي ٽي پيس؟ جيتوڻيڪ ... تي ... هئي نه آءُ بوئر لڙائيءَ ۾ شامل ٿيو هئس، تڏهن به هنن ... ... بعد پنهنجا ويچار ڦيرايا هئم.

حقيقت ۾ جنهن منطق ڪري آءُ بوئر يڌ ۾ ٽپي پيو هئس، تنهن ساڳئي منطق موجب هن ڀيري به گهڙي پيس. سمجهيم ٿي ته جنگ ۾ ڀرو وٺڻ اهنسا جي منا سان ڀورو ٺهڪي نٿي آيو. پر پنهنجو فرض هميشه ڏياتيءَ وانگر چٽو ڪين ڏسبو آهي. ستيه جي پوڄاريءَ کي ڪيئين دفعا غوطا کائڻا پوندا آهن.

اهنسا وياپڪ رستو آهي. هنسا جي ٻرندڙ مچ ۾ اسين نيچ پراڻي وڪوڙجي ويا آهيون 'جيو جو جيو تي گذر آهي' اها اجائي چوڻي ناهي ماڻهو هڪ گهڙي به هنسا بنا جي نٿو سگهي. کائيندي پيئندي اٿندي وهندي سيني ڪمن ۾، وڻيس نه وڻيس، ڪجهه نه ڪجهه هنسا ڪندو وتي ٿو. انهيءَ هنسا مان ڇٽڻ لاءِ مها جتن ڪندي، ڪيول ديالو ياونا رکي، ننڍي ۾ ننڍي جيت کي ناس نه ڪري، بلڪ وس پڄندي انهي کي به بچائي. اهو اهنسا جو پوڄاري آهي. اهڙي منش جي سياءَ ۾ هميشه سنجم وڌندو ويندو ۽

دنيا وڏندي ويندي پر ڪوبہ ديھ ڏاري ٻاهرئين هنسا کان بنھ آجو ٿي نٿو سگهي. وري اهنسا جي اندر اَدئيت ڀاونا رکيل آهي ۽ جي پرانين جو پاڻ ۾ ميلاپ آهي تہ هڪ جيءُ جي پاپ جو اثر ٻئي تي اَوَس ٿئي ٿو. انهي ڪري بہ منش هنسا کان آجو نٿو رهي سگهي ٿو. سماج ۾ رهندڙ منش سماج جي هنسا ۾ اِڇا بنا بہ ڀاڱي ڀائي بڻجي ٿو. جڏهن ٻن رعيتن وچ ۾ جنگ لڳي ٿي، تڏهن اهنسا واديءَ جو ڌرم جنگ روڪڻ آهي. جو اهو ڌرم پالن نٿو ڪري سگهي، جنهن ۾ آڏو اچڻ جي شڪتي ناهي، جنهن ورڌ ڪرڻ جو اڌڪار پراپت نہ ڪيو آهي، سو جنگ جي ڪم ۾ ڀلي شامل ٿئي ۽ شامل ٿيندي بہ پاڻ کي پنهنجي ديس کي ۽ ساري دنيا کي تنهن مان بچائڻ جي دلي ڪوشش ڪري.

مون کي انگريزي راڄ معرفت پنهنجي ۽ پنهنجي ديس جي حالت سڌارڻي هئي. انگلنڊ ۾ رهي انگلنڊ جي درياهي فوج جو بچاءُ ماڻيم ٿي. انهيءَ فوجي طاقت جو فائدو وٺي منجهس رهيل هنسا ۾ سڌيءَ طرح ڀاڱيدار ٿي. تنهن ڪري جي آخر انهيءَ راڄ سان وهنوار رکي سندس جهنڊي هيٺ رهڻو هئم تہ يا تہ لڙائيءَ جي کُليو کلايو برخلاف ٿي جيسين راڄ جي جنگي نيتي نہ ڦري، تيسين ستياگرهہ جو هٿيار هلائي سندس بهشڪار ڪريان. يا تہ پيچڻ جهڙا قاعدا ڀڃي سول نافرماني ڪري جيل جو رستو ڳوليان، يا تہ ساڻس جنگ لڙڻ ۾ شامل ٿي راڄ ۾ هنسا جي سامهون ٿيڻ لاءِ طاقت ۽ حق حاصل ڪريان. اهڙي طاقت مون ۾ نہ هئي، تنهن ڪري جنگ ۾ ڀرو وٺڻ جو رستو ئي کليل سمجهيم.

لڙائيءَ ۾ وڙهندڙن ۽ سندن مددگارن جي وچ ۾ اهنسا جي نظر سان مون کي ڪو تفاوت ڪونہ ٿي سُجهيو. جو شخص ڦورن لوٽن جي ٽوليءَ ۾ سندن خذمت ڪري ٿو، سندن بار بوجو کڻي ٿو لٽ مهل سندن لاءِ پهرو ڏئي ٿو ڦٽجن تہ سندن سنڀال وٺي ٿو سو لٽ بنسبت لوٽن جهڙو ئي ڏوهي آهي. انهيءَ ريت ويچار ڪندي فوج ۾ گهايلن جي سنڀال وٺندڙ جنگ جي گناھ کان آجو نٿو رهي سگهي.

اهي سڀ ويچار مون پولاڪ جي تار پهچڻ کان اڳ ئي ڪري ڇڏيا هئا. تار پهچڻ کانپوءِ مون انهي تي ڪن دوستن سان ڳالھ ڪئي. جنگ ۾ ڀرو وٺڻ مون پنهنجو فرض سمجهيو. ۽ اڄ بہ ويچار ٿو ڪريان تہ مون کي

متئين منطق ۾ ڪا خامي نظر نٿي اچي. برٽش سلطنت بابت جيڪي منهنجا خيال تڏهن هئا، تن موجب مون بهرو ورتو تنهن ڪري هن وقت بہ پڇتاءُ نٿو ڪريان.

سمجهان ٿو تہ مٿيان ويچار تڏهن بہ دوستن اڳيان رجوع ڪندي آءٌ پاڻ کي صحيح ثابت نہ ڪري سگهيس. هي باريڪ ۽ سوکيم سوال آهي. انهيءَ بابت مت ڀيد ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري ئي اهنسا وادين ۽ سوکيم ريت ان جو پالن ڪندڙن اڳيان پنهنجو مطلب وت آهر صفا پيش ڪيو اٿم. ستيہ جو آگرهي ريت رواج کي چنبڙي ڪوبہ ڪم نٿو ڪري. پنهنجي ويچار تي رڏ ڪڏائي نٿو بيهي. سمجهي ٿو تہ ويچار ۾ پل ٿي سگهي ٿي ۽ پل ڏسي چا بہ ٿي پوي، تہ اها قبول ڪري ٿو ۽ پڇتائي ٿو.

*

(40)

# ستياگرهہ جي ڇوٽي تصوير

فرض سمجهي جنگ ۾ ٽپي تہ پيس. پر منجهس پورو ڀرو ونڻ قسمت ۾ نہ هئم. نہ رڳو ايترو پر اهڙي نازڪ وقت بہ ستياگرهہ ڪرڻو پيو.

جڏهن اسان جا نالا منظور ٿي نوٽ ڪيا ويا، تڏهن پورو قواعد سيکارڻ لاءِ هڪ عملدار مقرر ٿيو. سڀ ائين سمجهي ويٺا تہ اهو عملدار فقط جنگي سکيا ڏيڻ لاءِ هو ۽ باقي ڳالهين بابت ٽوليءَ جو آءُ سردار هئس. پنهنجن ساٿين لاءِ آءُ جوابدار هئس ۽ هو مون ڏانهن جوابدار هئا. يعني تہ پانويسين تہ سڀ ڪم عملدار کي منهنجي معرفت وٺڻو پوندو. پر پُٽ ڪُپَت پينگهي ۾ پڌرو ۽ عملدار جو نمونو اسان پهرئين ڏينهن کان وني ڦريل ڏٺو. سورابجي ترينا ڪ ماڻهو هو. چي، 'ڀائي، هوشيار رهج. هي شخص اسان جي ڪنڌ تي چڙهڻ ٿو چاهي. اسان کي سندس حڪم نٿا آئڙن. اسان جو سيکاريندڙ برابر آهي. پر آءُ ڏسان ٿو تہ هو ڪاليجي جوان بہ اسان تي طبل هلائڻ لاءِ آيا آهن.' اهي آڪسفورڊ جا شاگرد بہ اسان کي سيکارڻ لاءِ آيا هئا ۽ وڏي عملدار کين اسان مٿان پيٽا (ننڍا) عملدار ڪري رکيو هو. سورابجيءَ چيم سو آءُ بہ سمجهي ويس. کيس دلداري ڏنم ۽ چيومانس تہ بي فڪر رهہ. پر ايتري ۾ هن کي آٿت چو ٿو اچي. کلي چيائين تہ "توهين ويساهي آهيو. هي شخص مٺ مٺ ڪري نيٺ ڏوڪو ڏيندو. جڏهن اک پٽيندا تڏهن توهان جو هٿيار تہ آهي ئي آهي. هلو هلي ستياگرهہ ڪريو. مرڳو خراب خوار ٿينداسين." "سو تہ برابر. منهنجي سنگ ۾ خواريءَ بنا ٻيو ڇا وٺيندا؟ ڏوڪا کائڻ تہ ستياگرهيءَ جو .. اڪ آهي. صاحب کي وٺي ٽيئن ڪري مون توهان کي گهڻا دفعا چيو آهي تہ نيٺ ڏوکي باز ئي ڏوڪو کائيندو؟" تنهن تي سورابجي ٺهڪ ڏيئي چيو تہ "نهيو تڏهن ڏوڪا کائيندا وتو. ڪنهن ڏينهن ستياگرهہ ڪندي مرندا، ۽ پنهنجي پنيان اسان جهڙن غريبن کي گيندا اڙيندا ويندا."

اهي لفظ ياد ڪندي مرحوم مس ها بهائوس جا قطع تعلقات جي وقت جا لکيل وچن ياد ٿا اچن: ”ستيہ خاطر ڪنهن ڏينهن توهان کي ڦاسيءَ تي لٽڪڻو پوي تہ عجب ڪونهي. شل ايشور توهان کي سنئين رستي هلائي ۽ رکي وٺي.“

عملدار دٻائڻ لڳو تنهن کان ٿورو ئي پوءِ مٿين گفتگو سورابجيءَ سان ٿي. جلدئي عملدار ۽ اسان جي وچ ۾ هڪ نازڪ حالت پيدا ٿي. چوڏهن ڏينهن جي لنگهڻ ڪانپوءِ منهنجو ٻت اجا بود ۾ نہ آيو هو پر قواعد ۾ آءٌ چڱي طرح شامل ٿيندو هئس ۽ ڪيترا پيرا گهر کان قواعد ونڻ جي هنڌ تائين گهٽ ۾ گهٽ ٻہ ميل پنڌ ڪري ويندو هئس. تنهن ڪري انهيءَ وقت مون کي سخت ڦڦڙن جي پردي جو سور ٿي پيو (Pleurisy) ۽ لاچار بستري داخل ٿيس. تنهن وقت اسان کي ڪئمپ ۾ ويهڻو هو. ٻيا تہ اُتي رهندا هئا، پر آءٌ سانجهيءَ جو گهر موٽي ايندو هئس. اتي ستياگرهہ جو موقعو ٻڻجي آيو.

عملدار جمائڻ لڳو. چي سيني ڳالهين نسبت آءٌ اختياريءَ وارو آهيان. پنهنجي اختياريءَ جا ٻہ چار چيده سبق بہ پاڙهيائين. سورابجي ڊوڙندو آيو. هو اها نادر شاهي چو ٿو برداشت ڪري. چيائين تہ ”سڀ حڪم اسان کي توهان جي معرفت ملڻ گهرجن. چانوٽيءَ ۾ هرڪنهن ڳالهہ بابت بيهوده حڪم پيا نڪرن. هنن جوانن ۽ اسان جي وچ ۾ بہ ڪيترين ڳالهين بابت ٻيا ئي رکي ٿي وڃي. سو اسان کان سنو ڪين ٿيندو. صفائي جلد ٿيڻ کپي نہ تہ ڪم بگڙي ويندو. جي شامل ٿيا آهن. سي اهي بيهودا حڪم مڃڻ لاءِ بنهہ تيار نہ آهن. عزت لاءِ ڪنيل ڪم ۾ آبرو ڏوئي ڪين ايندا سين.“

آءٌ عملدار وٽ ويس ۽ آيل فرياد ڪيس ٻڌايم. چي سڀ پني تي لکي ڏي تنهن سان گڏ پنهنجي اختياريءَ جي ڳالهہ ڪديائين. ”فرياد توهان جي معرفت نٿا ٿي سگهن. اهي تہ ننڍن عملدارن معرفت سڌا مون وٽ اچڻ کپن.“

جواب ڏنم تہ ”مون کي اختياري ماڻڻ جي تانگهہ ڪانهي. فوجي طريقي آءٌ رواجي سپاهي ليکبس. پر ٽوليءَ جو مکي هئڻ ڪري مون کي سندن عيوضي طور قبول ڪرڻ کپيوَ.“ اهو بہ ٻڌايومانس تہ ”ننڍا عملدار اسان جي ٽوليءَ کان پڇئي بنا ٿاڦيا ويا آهن ۽ انهن بابت گهڻو ناراضپو

آهي: تنهن ڪري انهن کي اتان ڪڍي ٽوليءَ کي پنهنجا نوان عملدار چونڊڻ جو حق ملڻ گهرجي.“

اها ڳالهه ڪيس وڌيڪ ٿي لڳي. ڇو ته ٽوليءَ پنهنجا عملدار چونڊي سو فوجي انتظام جي خلاف آهي ۽ جي هن مهل انهن کي هٽائبو ته حڪم بجاوڻ جو نالو نشان نه رهندو.

اسان ميٽنگ ڪئي ۽ ستياگرهه ڪرڻ جا ڪهڙا بُرا نتيجا نڪرندا، تن تي ويچار ڪيو. گهڻو ڪري سڀني ستياگرهه ڪرڻ جو وعدو ڪيو. ٺهراءُ پاس ٿيو ته هاڻوڪا عملدار نه هٽايا ويندا ۽ ٽوليءَ کي نوان چونڊڻ جو حق نه ڏنو ويندو ته اسان جي ٽولي قواعد ڪرڻ ۽ ڪئمپ ۾ رهڻ کان نابري واريندي.

عملدار کي ڪاغذ لکي پنهنجو سخت ناراضپو ظاهر ڪيم. لکيم ته مون کي اختياريءَ سان دل ڪانه آهي، مون کي ته خدمت ڪرڻي آهي ۽ هي ڪم دلچسپيءَ سان پُڄائڻو آهي. ڏس ڏنومانس ته بوئر لڙائيءَ ۾ مون ڪا اختياري ڪانه ماڻي، تنهن هوندي به ڪرنل گيلوي ۽ اسان جي ٽوليءَ وچ ۾ ڪڏهن به تڪرار جو موقعو ڪونه آيو ۽ عملدار منهنجي ٽوليءَ جي خواهش منهنجي معرفت ڄاڻي سڀ ڪم ڪار هلائيندو هو. ڪاغذ سان گڏ پاس ڪيل ٺهراءُ جو نقل به موڪليم. عملدار تي انهيءَ جو تر ماتر به اثر ڪونه ٿيو. هن جي ليکي ميٽنگ ڪوٺائي ٺهراءُ پاس ڪرڻ سا ئي فوجي فرمانبرداريءَ جي سخت انحرافي هئي.

تنهن تي مون هند وزير کي هڪ ڪاغذ لکي ساري حقيقت مان واقف ڪيو ۽ ميٽنگ جي ٺهراءَ جو نقل به موڪليو. جواب آيم ته ڏکڻ آفريڪا جون حالتون نراليون هيون: هت ٽوليءَ جي وڏي عملدار کي ننڍن عملدارن مقرر ڪرڻ جو حق آهي، تنهن هوندي به آئينده عملدار توهان جي سفارش ڌيان ۾ رکندو. پوءِ ته خوب لکپڙهه هلي. پر ڪؤڙا آزمودا لکي فصل ڊگهيرڻ نٿو چاهيان. ايترو چوڻ بنا رهي نٿو سگهان ته اهي آزمودا اهڙا هئا، جهڙا هت هندوستان ۾ اسان کي روز ٿيندا آهن. عملدار ڪجهه ڇٽ سان ڪجهه ڌمڪيءَ سان اسان ۾ ڏڦيڙ پيدا ڪيو. ستياگرهه جو جن قسم کنيو هو تن مان ڪي ڦِري ويا. ايتري ۾ نيٽلي اسپتال ۾ اوچتو ڪيئين گهايل سپاهي اچي رسيا: ۽ سندن سنڀال ونڻ لاءِ اسان جي سڄيءَ ٽوليءَ جي ضرورت ٿي.

عملدار جن کي ريهي ريبي سگهيو سي تہ نيتلي وچي پهتا. پر بيا جو نہ ويا. سا ڳالهہ انڊيا آفيس کي ڪين وڻي. آءُ بستري داخل تہ بہ ٽوليءَ جي ماڻهن سان ملندو ڪندو هئس. مسٽر رابرٽس هند جي نائب وزير سان چڱي واقفيت ٿي هئم. هو مون سان گڏيو ۽ باقي رهيلن کي بہ اسپتال ۾ موڪلڻ لاءِ زور ڪيائين. سندن جدا ٽولي ناهي موڪلڻ جي صلاح ڏنائين. نيتلي اسپتال ۾ تہ ٽوليءَ کي اُتي جي عملدار هيٺ ڪم ڪرڻو هو تنهن ڪري عزت رهجي ٿي آئي. سرڪار بہ سندن وڃڻ ڪري خوش هئي ۽ گهايلن جي وڏي جٿي جي خدمت ٿي ٿئي. مون کي ۽ منهنجن ساٿين کي اها صلاح پسند آئي ۽ باقي رهيل شاگرد نيتلي ويا. هڪڙو آءُ خار کائيندو هنڌ ۾ پيو هئس.

*

(41)

# گوکليءَ جي رحم دلي

ولايت ۾ ڦڦڙن جي پردي جو سور پيم تنهن بابت لکي چڪو آهيان. بيماريءَ وقت گوکلي به انگلنڊ اچي پهتو. ونس ڪيلنبيڪ ۽ آءٌ هميشه ويندا هئاسين. گهڻو ڪري جنگ بابت ڳالهيون نڪرنديون هيون. ڪيلنبيڪ کي جرمني جي جاگرافي جڻ آڱرين تي ياد هئي ۽ يورپ جي خوب مسافري ڪئي هئائين، تنهن ڪري نقشو کولي گوکلي کي لڙائيءَ جا هنڌ ڏيکاريندو هو.

جڏهن بيمار پيس تڏهن انهيءَ تي به ڳالهه ٻولهه هلندي هئي. منهنجا خوراڪ جا تجربا چالو هئا. تڏهن منهنجي خوراڪ ٻوهي چڻا، ڪچون ۽ پڪل ڦريون، ليما، زيتونن جو تيل، ٽماٽا، ڊاک وغيره هئي. کير، ان ، دال اصل نه وٺندو هئس. ڊاڪٽر جيوراج مهتا منهنجي دوا درمل ڪندو هو. هن کير ۽ ان کائڻ لاءِ ڏاڍا مٿا هنيا. تان جو گوکلي تائين دانهن ويئي. ڦل آهار بابت منهنجن دليلن جو وٽس قدر ڪونه هو. هو به چوي ته تندرستيءَ جي نعمت لاءِ ڊاڪٽر ڏئي سو ونجي.

گوکلي جي چئي کي ڪسو ڪرڻ مون لاءِ ڏکيو هو. جڏهن ٻنهه گهڻو زور رکيائين تڏهن چوويهه ڪلاڪ ويچار ڪرڻ لاءِ مُهلت گهريم. ڪيلنبيڪ ۽ آءٌ گهر موٽياسين. واٽ تي ڪانئس پڇيم ته منهنجو ڌرم ڪهڙو آهي؟ منهنجي تجربي ۾ هو مون سان شامل هو. کيس تجربو پسند هو پر ڏٺم ته تندرستيءَ خاطر جي آءٌ ڍر ڪريان ته کيس به ڳالهه پسند هئي. سو هاڻي مون کي پنهنجي سر اندر جي منتيءَ موجب قدم کڻڻو هو.

سڄي رات ويچار ڪندي ڪاٽيم، جي سڄو تجربو ڇڏي ٿي ڏنم ته انهيءَ بابت يقينن کي به ڇڏڻو ٿي پيم. پنهنجن ويچارن ۾ مون کي ڪابه ڀل نظر نٿي آئي. گوکلي جي پريم وس ڪيستائين وڃان ۽ سرير جي رکيا لاءِ

اهڙا تجربا ڪيتري قدر چڱي ڏيان اهي به سوال اڳيان هئم. تنهن ڪري انهن تجربن ۾ جيڪي ڌرم جي درشٽيءَ سان ڪيو هئم سو قائم رکي، باقي ڳالهيون ڊاڪٽر تي ڇڏي ڏيڻ جي پڪ ڪيم. ڪير تياڳ ڪرڻ ۾ ڌرم پاونا زور هئي. ڪلڪتي ۾ ڳاين مينهن سان نرديا منهنجي اکين اڳيان چٽي هئي. جهڙي طرح گوشت اهڙي طرح کير ماڻهوءَ جي خوراڪ ناهي اهو سڏانت مون نشچي ڪيو هو. تنهن ڪري کير ڇڏڻ جي پڪ ڪري آءٌ صبح جو اٿيس. پڪ ڪرڻ ڪانپوءِ من هلڪو ٿيو. گوکلي جو ڊپ هئم، پر دل کي تڪيو ڏنم ته هو منهنجي نشچي کي مان ڏيندو.

سانجهيءَ جو نيشنل لبرل ڪلب ۾ ساڻس گڏجڻ وياسين. گهڙندي ئي پڇيائين ته، "ڪيئن خبر ڪر، آخر ڊاڪٽر جو چيو مڃينديون يا نه؟" نرمائي سان جواب ڏنم ته، "ٻيو سڀ ڪندس، پر هڪ ڳالهه لاءِ زور نه ڪندا. کير يا کير مان ٺهيل شيون ۽ گوشت وغيره آءٌ ڪين وٺندس. منهنجي دل چوي ٿي ته اهي شيون نه وٺندي بت ڇٽي پوي ته ڇٽي پوڻ ۾ ثواب آهي."

"اهو توهان جو آخرين فيصلو آهي؟"

"ٻيو ڪو جواب آءٌ توهان کي ڏيئي نٿو سگهان. سمجهان ٿو ته ڏک ٿيندوَ. پر ڪميا ڪندا."

گوکلي ڪجهه ڏک مان پر گهڻي پريم وچون چيو ته، "توهان جو فيصلو مون کي پسند ناهي. هن ڳالهه ۾ آءٌ ڌرم نٿو ڏسان. پر وڌيڪ زور ڪين رکندس." ائين چئي جيو راج ڏي ڦري چيائين ته، "ڊاڪٽر صاحب وري نه ستائجوس. انهيءَ حد اندر جيڪي ڏيئي سگهو سو ڏيوس."

ڊاڪٽر به ناراض پر ڇا ڪري؟ مڱن جي دال جو پاڻي، تنهن ۾ هنگ جي چپٽي وجهڻ لاءِ چيائين. اهو قبول ڪيم. هڪ به ڏينهن ورتيم. پر تڪليف اُٽلو وڌي ويئي. اها خورش مون کي موافق نه لڳي. وري ڦل آهار تي آيس. ڊاڪٽر ٻاهريان علاج ته ڪيا ئي پئي. تن مان ٿورو آرام ايندو هئم. پر منهنجيءَ رکيل حد تي ڏاڍو خفي ٿيندو هو. بالفعل گوکلي لنڊن ۾ آڪٽوبر ۽ نومبر جو ڌونهون وغيره نه سهي سگهڻ ڪري وطن ڏي وريو.

❊

(42)

# بيماريءَ جو علاج

بيماري نئي لئي تنهن ڪري اونو هئم. ايتري خبر هئم تہ دوائن ڪري نہ پر خوراڪ ڦيرائڻ ۽ باهرئين علاج ڪري ئي فائدو ٿيندو.

سن 1890ع ۾ آءٌ ڊاڪٽر ائلنسن سان گڏيو هئس، جو اَن آهار ۽ خوراڪ ۾ ڦيرڦار ڪرائڻ سان شفا ڏيندو هو. کيس ڪوتايم ۽ کير بابت ٻڌايم. انهيءَ دم دلاسو ڏنائين تہ، "کير جي ضرورت ئي ڪانهي، ۽ ٿورا ڏينهن توهان کي ڪابہ چربي نہ ڏيڻي اٿم." پوءِ پهرئين ڦل، سڪل روٽي ۽ ڪچي ڀاڄي تي رکيائينم. ڀاڄين ۾ سائي ڀاڄي، موري، بصر، ۽ ميون ۾ خاص ڪري نارنگي ونندو هئس. ڀاڄيون رڌي نہ پر ڪُتر ڪري چٻي چٿي کائٽيون هيون. ٽي ڏينهن ائين کاڌيم، پر ڪچيون ڀاڄون ياءِ ڪين پيون. انهيءَ خوراڪ ۾ نہ پورو ايمان هئم ۽ نہ انهيءَ لاءِ ٻت تيار هو. پر انهي ڪانسواءِ ڏينهن رات دريون کولي ڇڏڻ، روز ننهن سوسڙي پاڻيءَ ۾ سنان ڪرڻ، ڇاتيءَ جي مالش ڪرائڻ ۽ پاءُ يا اڌ ڪلاڪ کليل هوا ۾ پنڌ ڪرڻ لاءِ چيو هئائين. سو سڀ پسند هئم. گهر ۾ فرينچ نمونې جون دريون هيون. سڀيون کولڻ سان مينهن جو پاڻي اندر ٿي آيو. درن مٿان ڪمانون کلي نٿي سگهيون. سو سندن شيشا ڀڃائي منجهائن هوا اچڻ جي اٽڪل ڪيم. فرينچ دريون بہ اندر برسات نہ اچي اوتريون کولي ڇڏيم.

اهو سڀ ڪرڻ ڪري طبيعت ڪجهہ سڌري، پر بلڪل درست ڪين ٿي. وقت بہ وقت ليڊي سيسيليا رابرٽس مون کي ڏسڻ ايندي هئي. هن جو مون کي کير پيئارڻ تي زور هو. پر خبر هئس تہ کير آءٌ ڇهندس بہ ڪين، سو کير جي بدلي کير جهڙيون مفيد شيون ڳولڻ لڳي. ڪنهن دوست کيس 'مالٽيڊ ملڪ' جو ڏس ڏنو ۽ ڏڪي تي ڪٽي ڇيائينس تہ منجهس کير جو جزو ڪونهي تہ بہ کير جو تاثير اٿس. خبر هئم تہ ليڊي رابرٽس کي منهنجي ڌرمي

ياونا لاءِ گهڻو آدر هو. سو مون به پاڻيءَ ۾ ملائي پيالو ڪٽي پيتو. پيتم ته مون کي جنسي ڪير جهڙو سواد آيو. پاڻي پي پوءِ تي ذات پڇيم. ٻاڻليءَ مٿان چنڪي پڙهندي معلوم ٿيم ته مارا هي ته ڪير مان ئي نهيل شئي آهي. سو اهو پيرو پيتم سو پيتم. ليڊي رابرٽس کي به خبر ڏنيم ۽ لکيم ته فڪر ڪونهي. ڪو خيال نه ڪج. تڪڙي سهڪندي مون وٽ آئي ۽ پنهنجي دلگيري ظاهر ڪيائين. سندس دوست ٻاڻليءَ مٿان چهنيل چنڪي پڙهي ڪين هئي. مون هن نيڪ عورت کي آٿت ڏنو ۽ تڪليف ونّي جا شئي ڳولي آئي سا نه کائڻ ڪري معافي گهري. ته پُل ۾ ڪير پيتم تنهن لاءِ نه پڇتاءُ نه پراچت ڪرڻو هئم سو به جاڻايومانس.

ليڊي رابرٽس بابت ٻيا ڪيترا سندر يادگار آهن جي لاچار هت ڇڏڻا ٿا پونم. اهڙا يادگار ڪيترن جا اتم جن تڪليفن ۽ نااميدن وقت منهنجي سهائتا ڪئي آهي. شرڌالو ماڻهو انهن مٺن يادگارن ۾ ڏسي ٿو ته ايشور جي ڏک روپي سُتي پٽاري ٿو ته انهي سان گڏ مترتا جو منو امبرت به ڏئي ٿو.

ڊاڪٽر ائلنسن ٻيءَ ملاقات تي ڪاڏي پيتي جي وڌيڪ ڇوٽ ڏني، ۽ گهه جي بدران بوهيچڻ يا ٻيءَ مغزات جو تيل يا زيتونن جو تيل کائڻ جي موڪل ڏني. ڪچيون ڀاڄيون نه وني سگهان ته رڌي ڇانورن سان گڏ کائڻ لاءِ چيائين. اهو سڌارو مون کي وڌيڪ پانءِ پيو. پر مرض گهر ڪري وينو ۽ صفا ڇڏي ڪين ويو. سنيال جي ضرورت اجا هئي ۽ ڪٿولي داخل هئس. ڊاڪٽر مهتا به رکي رکي ڏسي ويندو هو. "منهنجي دوا ڪريو ته هن گهڙيءَ چاڪ ڪري ڇڏيانو." سو ته هميشه مک ۾ هئس.

بس ائين اينگهايم پئي ته هڪڙي ڏينهن مسٽر رابرٽس مون وٽ لنگهي آيو ۽ مون کي وطن ڏي ورڻ لاءِ زور ڪيائين: هن حالت ۾ توهين نيٽلي ڪين وڃي سگهندا. اجا ته سخت سيارو اڳتي آهي. منهنجي صلاح ونو. وطن موٽندا ته چاڪ ٿي پوندا. پوءِ به جي لڙائي چالو هوندي ته مدد ڪرڻ جا گهڻي ئي وجهه ملندو. ٻيو ته توهين جيڪي هت ڪري چڪا آهيو سو گهٽ ڪينهي. مون صلاح وني ديس موٽڻ لاءِ تياري ڪئي.

❋

(43)

# وطن ڏي

مسٽر ڪيلنبيڪ به مون سان گڏجي هندوستان ۾ هلڻ لاءِ نڪتو هو. ولايت ۾ گڏ رهندا هئاسين. پر لڙائيءَ ڪري جرمن قوم مٿان سخت پابندي هئي ۽ ڪيلنبيڪ گڏ هلي سگهندو تنهن بابت شڪ هئم. سندس پاس وٺڻ لاءِ مون ڏاڍي ڪوشش ڪئي. مسٽر رابرٽس جو پاس ڪڍائي ڏيڻ لاءِ منتظر هو. تنهن سڄي حقيقت تار رستي وائسراءِ کي سٽائي. پر لارڊ هارڊنج جو سڌو ۽ روڪ ٽوڪ جواب آيو ته، "مون کي ارمان آهي، پر هن وقت ڪو به جوکو کڻڻ لاءِ تيار نه آهيان." اهو اسان لاءِ قطعي جواب هو. ڪيلنبيڪ کان وڇڙڻ جو ڏک هئم، پر ڏٺم ته مون کان وڌيڪ کيس ٿيو. جي هندوستان ۾ اچي ها ته اڄ هڪ سندر ۽ سادي جيون وارو آبادگار ۽ ڪوري هجي ها. هاڻي هو ڏکڻ آفريڪا ۾ اڳي وانگر زندگي ڪاٽي رهيو آهي ۽ معمار جو ڌنڌو ڌما ڌم هلائي ويٺو.

اسان ٿرڊ ڪلاس ٽڪيٽ وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پي ۽ او ڪمپنيءَ ۾ ٿرڊ ڪلاس نه هو. سو سيڪنڊ ڪلاس جي ورتيسين. ڏکڻ آفريڪا مان سڪل ميوو پاڻ سان آندو هئم سو کنيوسين. جو اهو جهاز ۾ نٿي مليو. باقي تازو ميوو سولائيءَ سان مليو ٿي.

ڊاڪٽر مهتا منهنجي پاسري پلستر سان ٻڌي ڇڏي ۽ اهو پلستر نه لاهڻ لاءِ تاڪيد ڪيو هئائين. پر ڏينهن مون به سنو ۽ ڪين ڪڇيو پر وڌيڪ ڪين رکي سگهيس. سو ڪيتري تڪليف سان ڇڪي تاڻي لاٿم ۽ سنان ڪرڻ لاءِ واڪو ٿيس. کاڌو ته خاص ڪري سڪل ۽ تازو ميوو هو. طبيعت روز بروز نهندي ويئي، ۽ سوئيز ڪئنال تائين پهتاسين تيسين بلڪل درست ٿي ويئي. بت اڃا ڏٻل، پر خوف کان ٻاهر. آءٌ به روز وڌيڪ ڪثرت وڌندو ويس. پاڻيان ٿو ته اهو فائدو فقط صفا ۽ پوري ٿڌي گرم هوا ڪري ٿيو.

اڳئين آزمودي ڪري يا ٻئي ڪنهن سبب ڪري، پر ڏٺم ته انگريز مسافرن ۽ اسان جي وچ ۾ جيڪو هن رستي ويڇو هو سو ڏکڻ آفريڪا کان ايندي ڪونه ڏٺو هئم. اتي به هڪ ٻئي کان غيرت بيشڪ هئي، پر هيءَ مون کي اوڙ نموني جي نظر آئي. ڪنهن ڪنهن انگريز سان ڪٿي ڳالهائبو هو پر اهو 'صاحب سلام' جيترو ئي ٿيو پيو. دلي رهاڻ ڪانه ٿي. ڏکڻ آفريڪا جي جهازن ۾، ڪي ڏکڻ آفريڪا ۾ روح رهاڻيون ٿي سگهنديون هيون. انهيءَ جو سبب اهو ٿو سُجهيم ته جهاز ۾ انگريز پاڻ کي حاڪم ۽ هندوستاني زبردست سمجهندا هئا. اهو خيال سندن من ۾ ازخود پئي هليو.

انهيءَ گهٽڪا ڏيندڙ وايو منڊل کان ڇُٽڻ لاءِ واجهايم پئي. عدن پهچندي پانيم ته اجهو گهر پهتاسين. ايڊن وارا سان اسان جي واقفيت ڏکڻ آفريڪا ۾ ئي ٿي وئي هئي. ڀائي ڪئڪباد ڪاواسجي ڊنشا ڊربن آيو هو ۽ ساڻس ۽ سندس استريءَ سان اُتي سڃاڻپ ٿي هئي. جلدئي بمبئيءَ پهتاسين. جنهن وطن ڏي 1905ع ۾ موٽڻ جي آس رکي ويو هئس تنهن ۾ ڏهن ورهين ڪانپوءِ پير پاتم. روح ريلو پئي ڏٺو. بمبئي ۾ گوکلي مرحبا لاءِ ڪجهه تڪسات ڪيو هو. تندرستي نازڪ هوندي به بمبئي ڪهي آيو. ساڻس ملي، پاڻ کي منجهس لئي لين ڪري، پاڻ تان بار لاهڻ جي مراد سان آءُ بمبئي پهتو هئس. پر قسمت گهات ئي ٻيو گهڙي رکيو هو.

(44)

# وڪالت جا ڪي يادگار

هندوستان ۾ اچڻ بعد جيون جو ڪهڙو نمونو اختيار ڪيم، تنهن جو ذڪر ڪرڻ کان اڳ ڏکڻ آفريڪا جا ڪي رهيل آزمودا تن جو ورنن ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو. ڪن وڪيل دوستن وڪالت جي ڏينهن جي يادگارن بابت پڇيو اٿم. اهي ايترا آهن جو لکڻ وهان ته هڪ ڪتاب ٿهي وڃي ۽ قصو مقرر حد کان ٻاهر لنگهي وڃي. پر جي سچ جي ڳولا سان لاڳو آهن تن جو ذڪر شايد اڻ واجبي نه ٿيندو.

شايد اڳي ئي ڄاڻايو اٿم ته ڌنڌي ۾ مون ڪڏهن به ڪوڙ ڪين ڪيو ۽ وڪالت گهڻو ڪري ٻين جي شيوا لاءِ ڪندو هئس، جنهن لاءِ ڪيسي خرچ کان مٿي ڪين وٺندو هئس، ڪيترا دفعا ته خرچ به پاڻ ڀريندو هئس. مون پانيو ته پنهنجي ڌنڌي بابت ايترو ظاهر ڪرڻ بس ٿيندو. پر دوست ٻيو به ٿا پڇن. هو پائين ٿا ته جن موقعن تي مون سچ جو پالن ڪيو تن جو آءٌ مثاچرو به ڪٿي ذڪر ڪندس ته وڪيلن کي لاڀ ٿيندو.

شاگرد هئس تڏهن ئي ٻڌندو هئس ته وڪالت جي ڌنڌي ۾ ڪوڙ بنا پٽيءَ نٿي سري. پر مون کي ته ڪوڙ ڪري نه پئسا ڪمائڻا هئا ۽ نه ڪو ماڻ مرتبو هٿ ڪرڻو هو. تنهن ڪري انهن ڳالهين جو مون تي اثر ڪونه ٿيو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ منهنجيءَ پرتگيا جي ڪسوٽي ڪئين ڀيرا ٿي. ڏسان وينو ته مخالف ڌر جا شاهد پاڙهيل سيکاريل آهن، ۽ آءٌ پنهنجي اصيل يا شاهد کي ڪوڙ ٻولڻ لاءِ رڳو اشارو ڪريان. ته ڪيس کٽان. پر انهيءَ لالچ کان هميشه پري رهيو آهيان. هڪ ئي ڪيس جي يادگيري اٿم جو کٽڻ کان پوءِ ڪل پيم ته اصيل ڌوڪو ڏنو هئم. آءٌ اندر ۾ به ائين ئي چوندو هئس ته ڪيس سچو هجي ته کٽان، پر جي ڪوڙو هجي ته ڀلي هارايان. في به هار جيت تي ڪڏهن ڪين ٻڌندو هئس. اصيل کٽي يا هارائي، آءٌ پورهئي لاءِ

ناڻو گھرندو هئس. پوءِ ڪري ڪٽندو هئس ته به وڏيڪ طمع ڪين رکندو هئس. اصيل کي شروع ۾ چتائيندو هئس ته. ”ڪيس ڪوڙو هجي ته مهرباني ڪري مون وٽ نه آڻجو. شاهد کي سبق پاڙهڻ جي اميد مون ۾ نه رکجو.“ نيٺ اها ڳالهه اهڙي عالم آشڪار ٿي ويئي جو ڪوڙا ڪيس مون وٽ ايندا ئي ڪين هئا. اهڙا به اصيل هئم جي سچا ڪيس مون وٽ کڻي ايندا هئا، ۽ منجهن ڪو ذرو به حساب هوندو هو ته ٻين وڪيلن وٽ کڻي ويندا هئا.

هڪ موقعو اهڙو آيو جو منهنجي سخت آزمائش ٿي. ڪيس چڱن مان چڱي اصيل جو هئم. منجهس حساب ڪتاب جا ڏاڍا مونجهارا ۽ پيچ هئا. ڪم اينگهجي پيو هو. ڪيترين ڪورٽن اڳيان ڪيس جا ٽڪر رجوع ٿيا هئا. آخر حسابي پاڱو ڪورٽ جي مقرر ڪيل حساب ڄاڻندڙ امين ڏي موڪليو ويو. امين جي فيصلي موجب منهنجي اصيل جي پوري سوڀ هئي. پر سندس حساب ۾ هڪ ننڍڙي پر ڳري ڀل ٿي ويئي. هڪ داخلا جمعي جي بدران واصل ۾ اچي ويئي هئي. خلاف ڌر جي وڪيل امين جي ٺهراءَ رد ڪرائڻ لاءِ عريضي ڪئي. پنهنجي اصيل جو آءٌ ننڍو وڪيل هئس. وڏي وڪيل امين جي ڀل ڏٺي. پر سندس راءِ هئي ته امين جي ڀل ظاهر ڪرڻ لاءِ اصيل ٻڌل نه آهي. پنهنجي برخلاف حقيقت پڌري ڪرڻ لاءِ ڪو وڪيل ٻڌل نه آهي. آءٌ چوان ته. ”حساب ۾ رهيل چڪ قبول ڪرڻ ئي گهرجي.“

هو چوي ته ”ائين ڪبو ته امين جي سڄي فيصلي رد ٿي وڃڻ جو خطرو آهي. ۽ ڪوبه ڄاڻو وڪيل پنهنجي اصيل کي خوف ۾ ڪين وجهندو. آءٌ اهو جوکو کڻڻ لاءِ بنهه تيار ناهيان. جي وري ڪيس نئين سر هلي ته اصيل مٿان ڪيڏو نه خرچ مڙهجي ويندو ۽ نيٺ ڇا وتبو؟“ انهيءَ گفتگو مهل اصيل پاڻ حاضر هو.

مون چيو ته. ”منهنجي خيال موجب اصيل ۽ اسان کي اهو جوکو کڻڻ گهرجي. اسين کڻي قبول نه ڪريون ته به ڪهڙي خاطري آهي ته چوڪ ڄاڻي ڪورٽ چڪ وارو حساب بحال ڪندي؟ ۽ چڪ سڌاريندي اصيل کي نقصان سهڻو پوي ته ڪهڙي حرڪت آهي؟“

”پر جي اسين چڪ ظاهر ئي نه ڪريون ته؟“

”جي اسين ظاهر نه ڪريون ته ڪورٽ کي ڪل ڪان پوندي يا سامهون ڌر کي ڪين سُجهندي تنهنجي به ڪهڙي خاطري؟“

”تڏهن پلا هي ڪيس توهين هلايو. چوڪ ظاهر ڪرڻ جي شرط تي آءُ حاضر ٿيڻ لاءِ تيار نہ آهيان.“

مون نمرتا ڀاو سان جواب ڏنو تہ، ”جي توهين نہ هلائيندا ۽ اصيل چاهي تہ آءُ هلائڻ لاءِ تيار آهيان. پر جي چوڪ ظاهر نہ ڪندا تہ مون لاءِ هن ڪيس ۾ وڌيڪ ڪم ڪرڻ ڏکيو آهي.“

ايترو چئي مون اصيل ڏي نهاريو. اصيل بہ البت ڏولائي ۾ هو. ڪيس ۾ آءُ شروعات کان وٺي هئس. اصيل جو مون ۾ پورو ايمان هو. منهنجي سڀاءُ مان بہ پورو پورو واقف هو. جواب ڏنائين تہ، ”چڱو تڏهن توهين ڪورٽ ۾ ڪيس هلائجو ۽ چوڪ ظاهر ڪجو. نصيب ۾ هوندو تہ هارائبو. سچ جو ٻيو نہ تہ ايشور حامي آهي.“

آءُ خوش ٿيس. مون بہ اهڙي جواب جي ئي اميد رکي هئي. وڏي وڪيل مون کي وري بہ خبردار ڪيو. منهنجي ’هوڏ‘ تي رحم کاڌائين پر مون کي مبارڪون بہ ڏنائين.

ڪورٽ ۾ ڇا ٿيو سو هاڻي ٻڌو.

٭

(45)

# چالبازي؟

پنهنجي صلاح بنسبت مون کي رتيءَ جو بہ شڪ ڪونہ هو. پر ڪيس ڪي پڇي سگهندس. تنهن بابت گهڻو شڪ هئم. اهڙي ڏکئي ڪيس تي بحث وڏي عدالت اڳيان ڪرڻ مون کي جوکائتو ڪم لڳو. سو من ۾ ڊجندي ڪنبندي آءٌ ججن اڳيان اٿي بيٺس. ايا چوڪ ظاهر مس ڪيم تہ هڪ جج اٿي ئي چيو تہ، ”مسٽر گانڌي، اها چالبازي نہ چئبي تہ بيو ڇا چئبو؟“

اهو ٻڌندي رت ٽهڪڻ لڳم. جتي چالبازي جي بوءِ بہ ڪانہ هئي اُتي چالبازيءَ جي تهمت لڳائڻ. مون ڪان سنو نٿي ٿيو. دل ۾ چيم تہ، ”پيلي جت پهريائين ڪان ونئي جج جي دل تي اهڙو وهم وينو آهي اتي هي ڏکيو ڪيس ڪيئن کٽبو؟“

پر پنهنجو پتو ماري، صبر سان جواب ڏنم تہ ”مون کي نهايت تعجب آهي تہ توهين پوري طرح حقيقت ٻڌڻ کان اڳ چالبازيءَ جو الزام ٿا لڳايو.“

”آءٌ الزام نٿو لڳايان. فقط پنهنجو شڪ ٿو ظاهر ڪريان.“

”توهان جو شڪ مون کي تہ الزام جهڙو نظر ۾ اچي ٿو. آءٌ ساري حقيقت پيش ڪريان، پوءِ جي شڪ آڻڻ جو سبب هجي تہ پلي آڻجو.“

”مون کي معاف ڪندا جو مون توهان کي وچ ۾ روڪيو. توهين هاڻي ڪولي سمجهاڻي ڏيو.“ مون وٽ سمجهاڻيءَ لاءِ تہ پورو مصالحو موجود هو. هيٺري ۾ جج جو شڪ دفعا ٿي ويو ۽ جج جو ڌيان آءٌ پاڻ ڏي پوري طرح ڇڪي سگهيس. تنهن تي مون بہ همٿ جهلي، سارو قصو تفصيل وار ٻڌايومانس. ججن ڌيان ڏيئي ٻڌو ۽ سمجهيائون تہ چڪ الغرضائي ڪري ئي ٿي هئي. قبول ڪيائون تہ هيڏيءَ تڪليف سان تيار ڪيل حساب انهيءَ ڪري رد نہ ڪرڻ گهرجي.

سامهون ڌر جي وڪيل کي خاطري هئي تہ پل قبول ڪرڻ کان پوءِ

ڪيس پنهنجي فائدي ۾ گهڻو ڪونہ ڳالهائڻو پوندو. پر جج بہ هن ننڍڙيءَ ۾ صفا ڳُل ڪري امين جو نهراءُ سترو رد ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. وڪيل ڏاڍو پاڻ پتوڙيو پر جنهن جج پهرئين شڪ آندو هو سو ئي منهنجو مددگار ٿي بيٺو.

چي، "مسٽر گانڌي ڳل قبول نہ ڪري ها تہ توهين ڇا ڪريو ها؟ حساب تپاسڻ لاءِ جيڪو آڊيٽر اسان مقرر ڪيو تنهن کان وڌيڪ هوشيار ۽ ايماندار آڊيٽر ٻيو ڪٿان آڻيون ها؟

"ڪورٽ موجب توهين پنهنجي ڪيس مان پوري طرح واقف آهيو. اهڙي خسيس ڳُل ڪنهن بہ حساب جاڻوءَ کان ٿي سگهي ٿي. جي انهيءَ ڳل ڪانسواءِ توهين ٻي ڪا ڳُل نٿا ڏيکاري سگهو تہ ذري ڳالهہ واسطي ٻنهي طرفن تي نئين سر حساب ڪرائڻ جو خرچ ڪورٽ مڙهڻ لاءِ تيار ناهي. اهو ڪيس ايتري لاءِ نئين سر ٻڌڻ بہ ڪورٽ کي واجب نٿو لڳي."

اهڙا دليل ڪندي ڪنڌي نيٺ وڪيل کي ماٺ ڪرائي ويئي ۽ ڳل ناهي نهراءُ منظور ٿيو ڪي آڊيٽر ڏي ڳُل سڌارڻ لاءِ موڪلي پوءِ نهراءُ منظور ڪيو ويو پورو ياد نہ اٿم. آءٌ تہ ڪپڙن ۾ نہ پئي ماپيس. اصيل بہ خوش تہ وڏو وڪيل بہ خوش. اهو عقيدو مضبوط ٿيم تہ وڪالت ۾ بہ سچ جو پالن ڪري سگهجي ٿو.

پر پڙهندڙ اهو ياد رکن تہ هن ڌنڌي جي پاڙ ۾ جا خامي رهيل آهي، سا سچ جي پالنا بہ پٽي نٿي سگهي.

*

(46)

# اصيل قري ساٿي ٿيا

ناتال ۽ ٽرانسوال جي وڪالت ۾ اهو فرق هو تہ ناتال ۾ ائڊووڪيٽ ۽ اٽارني هئا، پر بمبئي سيني ڪورٽن ۾ ساڳيءَ طرح وڪالت ڪري سگهيا ٿي. پر ٽرانسوال ۾ بمبئيءَ وانگر اصيل جو سڄو ڪم ائڊووڪيٽ فقط اٽارنيءَ معرفت ڪري ٿي سگهيو. بئريسٽر ٿيڻ کان پوءِ وٽيس ائڊووڪيٽ ونيس اٽارنيءَ جي سند وٺي ۽ پوءِ اهوئي ڌنڌو ڪري. ناتال ۾ مون ائڊووڪيٽ جو سرٽيفڪيٽ ورتو هو ۽ ٽرانسوال ۾ اٽارنيءَ جو ورتم. ائڊووڪيٽ ٿيان تہ هندوستاني اصيلن سان سڌو سنبنڌ ٿي نٿي سگهيو ۽ گورا اٽارني مون کي ڪيس هلائڻ لاءِ ڏين اهڙو وايو منڊل ڏکڻ آفريڪا ۾ نہ هو.

ٽرانسوال ۾ ائين وڪالت ڪندي مئجسٽريٽ جي ڪورٽ ۾ آءٌ ڪئين پيرا وڃي سگهندو هئس. هڪڙي ڏينهن اهڙو واقعي بڻيو جو ڪيس هلندي ڏٺم تہ منهنجي اصيل مون کي ڌوڪو ڏنو آهي. ڪيس ڪوڙو هو ۽ پڇري ۾ پچا ڪندي ٿٽي پيو. بس مون مئجسٽريٽ کي عرض ڪيو تہ پلي منهنجي اصيل جي برخلاف فتويٰ ڏني وڃي. مون کي ٻيو ڪي ڪين چوڻو هو ۽ ويهي رهيس. خلاف ڌر جي وڪيل جا ڏند چپن سان لڳي ويا. مئجسٽريٽ خوش ٿيو. اصيل کي مون تڙي ڪڍي خبر هيس تہ آءٌ ڪوڙا ڪيس ڪين ڪٽندو هئس. پايان ٿو تہ مئجسٽريٽ کان خلاف فتويٰ گهرڻ ڪري مون تي ڪاوڙ ڪانہ ڪيائين. ڪيئن بہ هجي پر منهنجي هلت جو اثر منهنجي ڌنڌي تي خراب ڪونہ ٿيو ۽ ڪورٽ ۾ منهنجو ڪم اڳتي لاءِ سڌو سنواٽو ٿي پيو. ائين بہ ڏٺم تہ انهيءَ ستيہ جي آراڌنا لاءِ وڪيل منڊل ۾ بہ منهنجي عزت وڌي ۽ ٽراليين حالتن هوندي بہ ڪيترن جي محبت هٿ ڪري سگهيس.

وڪالت ڪندي اها بہ عادت ٿي ويئي هيم جو پنهنجي اڄاڻپ نہ اصيلن کان نہ وڪيلن کان لڪائيندو هئس. ڪڏهن ڪيس جو پتو ڪونہ

پوندو هئم ته اصيل کي بيو وڪيل ڪرڻ لاءِ يا جي مون کي به رکي ته وڏيڪ آزمودگار وڪيل جي صلاح وني ڪم ڪرڻ لاءِ چوندو هئس. انهيءَ دل جي صفائيءَ ڪري اصيلن جو مون ۾ بيحد ايمان هو ۽ مون سان ڏاڍي محبت هوندي هين. وڏي وڪيل ڪرڻ ڪري وڏيڪ فِي پرڻي پوندي هين ته خوشيءَ سان پريندا هئا.

انهي ايمان ۽ محبت جو پورو پورو فائدو مون کي پبلڪ ڪم ۾ مليو. اڳي جاڻائي آيو آهيان ته ڏکڻ آفريڪا ۾ وڪالت مون فقط لوڪ شيوا جي مطلب سان ڪئي هئي. انهيءَ شيوا لاءِ ساٿين جو ايمان پاڻ ۾ جماڻو هئم. في ونندي به اُدار دل هندواسين منهنجو ڪم شيوا ڪري ليکيو ۽ جڏهن حقن لاءِ تڪليفون سهي جيل وڃڻ جي کين صلاح ڏنيم تڏهن ڪيترن ڳڻي ڳوتي نه پر مون ۾ شرڌا رکي ۽ پريم وس ٿي صلاح قبول ڪئي.

اهو لکندي وڪالت جا اهڙا ڪئين مٺا يادگار من ۾ تا اچن. سوين اصيل ڦري دوست بڻيا، پبلڪ ڪم ۾ سچا ساٿي ٿيا ۽ منهنجي ڪٺن زندگي مني ڪيائون.

⁂

(47)

# ڪيئن اصيل جيل کان بچي ويو

پارسي رستمجيءَ جي نالي مان آتم ڪٿا جا پڙهندڙ چڱي طرح واقف آهن. پارسي رستمجي ساڳئي وقت اصيل ۽ ساٿي ٿيو بلڪ ائين چوڻ روا آهي تہ هو پهرئين ساٿي پوءِ اصيل ٿيو. هن جو مون ۾ ايمان ايتري قدر ٻُڌجهي ويو جو گهر جي خانگي ڳالهين بابت بہ مون کان صلاح وٺندو هو. بيمار پوندو هو تہ بہ مون کان پڇندو هو ۽ جيتوڻيڪ اسان جي رهڻيءَ وچ ۾ گهڻو تفاوت هو تہ بہ منهنجا علاج پاڻ تي آزمائيندو هو.

انهي ساٿيءَ مٿان هڪ ڀيري هڪ آفت اچي ڪڙڪي. مون سان واپاري ڳالهيون خوب ڪندو هو تہ بہ هڪ ڳالهہ مون کان لڪائي ڇڏي هئائين. بمبئي ڪلڪتي مان ڪيترو مال گهرائيندو هو ۽ ڪيترا ڀيرا ڪجهہ مال چنگيءَ جي چوري ڪري گهرائيندو هو. پلا سيني عملدارن سان جُٽ، سو مٿس شڪ ڪير آڻي؟ جيڪو بيجڪ ڏيکاريندو هو تنهن تي محصول ڀڏبو هو. ڪي اهڙا بہ عملدار هئا جي چنگيءَ جي چوري ڏٺي اڻ ڏٺي ڪري ڇڏيندا هئا. پر چيو ڪين اٿن تہ پاپ جي مايا پراڇت ڪايا.

رستمجيءَ جي چوري پڪڙي ۽ مون وٽ ڊوڙي آيو. اکين مان لڙڪ ڳاڙيندي چيائين تہ "ڀائي، مون توهان کي ٺڳيو آهي. اج منهنجو پاپ پڌرو ٿيو آهي. مون چوريءَ مال گهرايو. هاڻي قسمت ۾ جيل لکيل آهي. منهنجو خانو خراب ٿي ويندو. هن مصيبت مان فقط توهين ئي بچائي سگهو ٿا. آءٌ توهان کان ڪي ڪين لڪائيندو هئس. پر واپار ۾ چوريءَ بابت چيم تہ توهان سان ڪهڙيون ڳالهيون ڪريان. مگر هاڻي هٿ تو هڻان."

مون ڌيرج ڏيئي چيومانس تہ "منهنجي نموني جي توهان کي خبر آهي. ڇڏڻ نہ ڇڏڻ سو تہ ايشور جي وس آهي. گناهہ باسي ڇڏڻ چاهيو تہ ڪوشش ڪريان."

تنهن تي هن چڱي مڙس جو منهن لهي ويو. ”پر توهان اڳيان گناهه باسيم ايترو بس ڪين آهي؟“

”گناهه ڪيو سرڪار جو. مون وٽ باسيو ته ڇا ٿيو؟“

”نيٺ چوندا تيئن ٿي ڪندس، پر منهنجي جهوني وڪيل سان صلاح ڪين ڪندا؟ دوست به آهي.“

ڪاغذ تپاس ڪندي ظاهر ٿيو ته چنگيءَ جي چوري ڳچ مدت کان هلندي ٿي آئي. چوري پڪڙي ته ڪنهن خسيس شيءِ تي هئي. جهوني وڪيل وٽ وياسين. هن ڪيس ٻڌي چيو ته. ”هي ڪيس جوُريءَ اڳيان ويندو ۽ هتي جي جوُري هندوستانيءَ کي ڪٿان ٿي ڇڏي؟ پر اميد ڪين وڃائبي.“

هن وڪيل سان منهنجي گهڻي واقفيت ڪانه هئي. رستمجيءَ چيس ته. ”آءٌ توهان جو شڪر گذار آهيان. پر هن ڪيس ۾ مون کي مسٽر گانڌيءَ جي صلاح تي هلڻو آهي. هو مون کي وڏيڪ سڃاڻي ٿو. البت توهان سان صلاح ڪرڻي هونديس ته ڏيندا رهندس.“ انهيءَ ريت ڳالهه ٻيءَ ۾ رکي سيٺي جي دڪان تي وياسين.

سمجهايومانس ته. ”منهنجي خيال موجب هي ڪيس ڪورٽ تائين وڃڻ ئي نه گهرجي. ڪيس داخل ڪرڻ يا نه ڪرڻ ڪسٽمس عملدار جي هٿ ۾ آهي. هن کي به سرڪاري وڏي وڪيل جي صلاح موجب هلڻو پوندو. آءٌ ٻنهي سان ملڻ لاءِ تيار آهيان. گناهه وٽن باسڻو پوندو ۽ ائين به ڇئبو ته جو ڏنڊ وجهندا سو ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. گهڻو ڪري اها ڳالهه قبول ڪندا. پر جي نه ته لاچار توهان کي جيل وڃڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. آءٌ ته ائين ٿو سمجهان ته لڄ جيل وڃڻ ۾ ناهي پر چوري ڪرڻ ۾ آهي. لڄ جو ڪم ته ٿي چڪو ۾ جيل وڃڻ اهو پراچت ڪري سمجهجو. سچو پڇتاءُ اهو ٿيندو جو وري چوري ڪرڻ کان بان ڪري پري ڇڏيو.“

اهو سڀ رستمجي سيٺ جي مغز ۾ وينو يا نه سو نٿو چئي سگهان. مڙس ماڻهو هو پر هن ڀيري ڏرڪي ويو. عزت آبروءَ جو خيال هئس ۽ ڏپ هئس ته هي سچو ماندڙاڻو جو مون محنت ڪري منديو آهي. تنهن جو ڪهڙو حال ٿيندو؟

چي، ”هاڻي منهنجو مٿو توهان جي جهوليءَ ۾. وڻيو تيئن ڪريو.“

مون بہ هن ڪيس ۾ عملدارن کي ريجهائڻ ۽ سرچائڻ کان گهڻايو ڪين. چوريءَ جي سچي حقيقت سندن اڳيان نروار ڪري رکيم. بنديون ڪتاب ڏيکارڻ بہ قبول ڪيم. ۽ رستمجيءَ جي ڇوٽڪاري جي ڳالهہ ڪيم. عملدار چيو تہ، "اهو جهونو پارسي مون کي وڻندو آهي. بيوقوفيءَ جو ڪم ڪيو اٿس. پر منهنجو فرض صفا پيو آهي. جيئن وڏو وڪيل چوندو تيئن ڪرڻو پوندم. سو سمجهائڻ ريجهائڻ جو ڪم هاڻي هن سان ڪرڻو اٿوَ."

چيم تہ "رستمجيءَ کي هروڀرو ڪورٽ ۾ نہ گهليندا تہ بہ آءٌ راضي ٿيندس."

هن عملدار وٽان تسلي وٺي سرڪاري وڪيل سان لکپڙهہ هلايم. ساڻس گڏيس. خوشي اٿم تہ هن منهنجي سچائي ڏٺي. مون بہ ثابت ڪري ڏيکاريو تہ کانئس ڪي ڪين لڪايو ويو هو. الائي هن يا ٻئي ڪنهن ڪيس ۾ هن منهنجي اها تعريف ڪئي تہ "آءٌ ڏسان ٿو تہ توهين 'نہ' جو جواب ٻڌڻ وارا نہ آهيو."

رستمجيءَ تي ڪيس داخل نہ ڪيو ويو. جُنگيءَ جي چوري قبول ڪئي هئائين تنهنجي ٻيڻي رقم ڀرڻ لاءِ مٿس حڪم نڪتو. رستمجيءَ پنهنجي چوريءَ جو قصو لکي شيشو چاڙهي پنهنجي آفيس ۾ اولاد ۽ ٻين واپارين جي چتاءَ لاءِ ٽنگي ڇڏيو.

سيٺ جي واپاري دوستن اچي چيم تہ، "هن جو کهڙو وئراڳ. مسائي ۾ وئراڳ ايندو آهي سو ئي وئراڳ لڳو اٿس." ڳالهہ ڪيتري قدر سچي هئي سو آءٌ چئي نٿو سگهان، پر جڏهن ساڳي ڳالهہ رستمجيءَ سان ڪيم تہ جواب ڏنائين، "ڀائي، توکي بہ ڌلبو ڏيندس تہ کهڙا حال ٿيندم؟"

*

(1)
# ڦيرين آزمودو

آءُ وطن پهتس تنهن کان اڳ فينڪس واري ٽولي پهچي چڪي هئي. فيصلي موجب ڦيرين مون کي پهچڻو هو پر لڙائيءَ ڪري لنڊن ۾ ترسي پيو هئس. تنهن ڪري فينڪس واسي ڪٿي رهن سو ٻه هڪ سوال هو. دل ۾ هئم ته سڀ گڏ گذارين ۽ آشرم جو جيون رهن. ڪنهن ٻه آشرم هلائيندڙ سان واقفيت ڪانه هئم جو سندن بندوبست ڪٿي ڪريان. ائنڊروز سان گڏجڻ ۽ سندس صلاح موجب هلڻ لاءِ لکيو مان.

سو ڦيرين ڪانگڙي گروڪل ڏي روانا ٿيا. جتي سرڳواسي سوامي شرڌانند جيءَ کين پُٽن وانگر پاليو. پوءِ شانتي نڪيتن ڏي، جتي گرُوءَ ۽ سندس ساٿين ساڳيو پريم مٿن ورسايو. ٻنهي هنڌن جو آزمودو مليو سو کين ۽ مون کي ڏاڍو ڪمائتو ٿيو.

گروي رابندرناٿ، سوامي شرڌانند جي ۽ پرنسيپال رُدر کي آءُ ائنڊروز جي ترمورتي ليکيندو هئس. ڏکڻ آفريڪا ۾ سندن تعريف ڪندي ڍاپندو نه کين هو ۽ اتي جي ڪيترن سنيهه سميلن ۾ ياد اٿم ته ڪيئن تنهي مهاپرشن جو نالو مک ۾ هوندو ئي هئس. سشيل ردر وٽ ٻه منهنجن ٻارن کي موڪليو هئائين. ردر کي آشرم ڪانه هئي، پنهنجو گهر هئس. پر گهر ئي منهنجن ٻارن کي ڪٽي ڏنائين، ۽ سندس ٻار ساڻن اهڙو رلي ملي ويا جو جڻ فينڪس وسري وين.

آءُ بمبئي پهتس تڏهن خبر پيم ته اهو ڪٽنب شانتي نڪيتن ۾ هو. چيم ته گوکلي سان گڏجي سڌو اوڏانهن ويندس.

بمبئيءَ ۾ سواگت ملڻ وقت ئي هڪ ننڍڙو ستياگره ڪرڻو پيم. مسٽر جهانگير پيٽٽ جي مڪان تي پارٽي ملي، پر اتي گجراتيءَ ۾ جواب ڏيڻ جي همت نٿي ٿيم. هن ڀڪندڙ چمڪندڙ محل اندر آءُ گرميٽن جو يار

پاڻ کي هڪ دهقاني پئي لڳس. اڄ جيڪي پهريان ٿو تنهن کان تن ڏينهن جي ڪانياواڙي انگرکي، ڦينٽي ۾ چٽجي تہ وڏيڪ آبرودار ۽ سڌريل ٿي نظر آيس. تہ بہ هن ٽيپ ٽاپ واري جماعت ۾ آءٌ عجيب انسان هئس. جيئن تيئن ڪري ڪارج پنوءِ مون فيروز شاهہ مهتا جي ڪنڌ ۾ ڪٽي اڇهو ورتو.

پر گجراتين بہ گڏجاڻيءَ لاءِ ڪونيو. سرڳواسي اتم لال ترويديءَ بندوبست ڪيو هو. پارٽيءَ ۾ چا ٽيندو سو مون اڳ ئي جاڻي ڇڏيو. مسٽر جناح گجراتي، سو اهو بہ حاضر هو. سيا پتي يا مکيہ ڳالهائيندڙ طور سو ياد نہ اٿم. هن نزاڪت سان هڪ دلچسپ تقرير انگريزيءَ ۾ ڪئي. پانيان ٿو تہ ٻيون تقريرون بہ انگريزيءَ ۾ ٿيون. جڏهن منهنجو وارو آيو تڏهن جواب انگريزيءَ ۾ ڏنم ۽ گجراتيءَ هندوستانيءَ جي فائدي ۾ بہ چار لفظ ڳالهايم. چيم تہ گجراتي ميٽنگن ۾ انگريزيءَ جو استعمال نہ ڪرڻ ڪپي وغيره. اوڏي مهل ائين ڪندي هبڪيس بہ پئي. چيم تہ ايامن کان پوءِ پرديس مان آيل هڪ بي آزمودگار ماڻهو دستور جي خلاف وجي تہ انهيءَ ۾ متان گستاخي نہ سمجهن. پر گجراتيءَ ۾ جواب ڏيڻ جو ساهس ڪيم سو ڪنهن کي بہ بُرو ڪين لڳو. نہ رڳو ايترو پر ڏسي خوش ٿيس تہ سيني کي منهنجي ڳالهہ دل سان لڳي آئي. تنهن مان سمجهيم تہ شايد پنهنجا پيا نرالا ويچار ظاهر ڪرڻ ۾ بہ اٽڪ ڪانہ پوندي.

بمبئي ۾ ڏينهن بہ رهي، پهريان آزمودا وٺي گوکلي جي آگيا موجب ساڻس پوني گڏجڻ ويس.

*

(2)

# پوني ۾ گوکلي سان

بمبئي ۾ پهچندي گوکلي چوائي موڪليم تہ ”گورنر جي توهان سان گڏجڻ تي مرضي آهي، ۽ چڱو ٿيندو تہ پوني ۾ اچڻ کان اڳ ساڻس ملي ايندا.“ ملاقات تي ويس. ڳالهيون ڪندي چيائين تہ ”توهان کان آءٌ هڪ انجام ٿو گهران. سرڪار بنسبت ڪو بہ قدم کڻڻو هجيوَ تہ بهتر ٿيندو تہ پهرئين مون سان گڏبا ۽ ڳالهہ ڪندا.“

مون چيس تہ ”اهو انجام آءٌ توهان کي سولائيءَ سان ڏيئي سگهان ٿو، ڇو جو نيم اٿم تہ ڪنهن جي خلاف ڪو قدم کڻجي تہ پهرئين هن جي نقط نظر سان ڳالهہ سمجهجي ۽ تي سگهي اوترو شامل ٿجي. ڏکڻ آفريڪا ۾ مون انهي نيم جو پالڻ ڪيو ۽ هت بہ ائين ڪندس.“

لارڊ ولنگڊن منهنجا ٿورا مڃيا ۽ چيائين تہ ”توهان کي جڏهن وڻي تڏهن مون سان گڏجي سگهو ٿا ۽ ڏسندا تہ سرڪار هر ويرو ابتا پير کڻڻ نٿي چاهي.“

”انهيءَ ئي ايمان تي آءٌ ٽڪيان پيو.“

پوني پهتس. انهيءَ وقت جا سڀ يادگار هت ڏيئي نٿو سگهان. گوکلي ۽ سوسائٽيءَ جي ميمبرن جي پريم ۾ مون جنسي سنان تي ڪيو. پانيان ٿو تہ هن سڀني ميمبرن کي پوني ۾ ڪوٺايو هو. سڀني سان ڪيترين ڳالهين بابت مون دل کولي گفتگو ڪئي. گوکلي جي ڏاڍي مرضي تہ آءٌ بہ سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيان. منهنجي بہ دل هئي. پر ميمبرن ڏٺو تہ سوسائٽيءَ جا آدرش ۽ سندن ڪم ڪرڻ جا نمونا مون کان نرالا هئا. تنهن ڪري کين بہ شڪ هو تہ آءٌ سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيان يا نہ. گوکلي پانيو ٿي تہ جي پنهنجن آدرشن کي ڇُهڻي رهڻ جو آگرهہ هئم تہ بين جي آدرش کي آدر ڏيئي ساڻن گڏجي ڪم ڪرڻ جو بہ سڀاءُ هئم.

”پر سوسائٽيءَ جا ميمبر اڃا ائين نٿا سمجهن تہ توهان جو سڀاءُ بين سان نهي هلڻ جو آهي. هو پنهنجي آدرش تي پورا آهن ۽ آزاد ۽ محڪم ويچار جا

آهن. تڏهن بہ اميد ضرور اٿم تہ توهان کي قبول ڪندا. پر جي انڪار ڪن تہ نہ سمجهجو تہ توهان لاءِ آدر يا توهان سان پريم گهٽ اٿن. اهو پريم جو ناتو هميشه قائم رهي، تنهن ڪري ڪوبہ جوکو کڻڻ نٿا چاهين. پر توهين سوسائٽيءَ جا قاعدي سر ميمبر ٿيو يا نہ، آءٌ تہ توهان کي ميمبر ئي سمجهندس."

مون کيس پنهنجي مراد ٻڌائي. سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيان ڪي نہ ٿيان، مون کي هڪ آشرم ڪيڏي فينڪس وارن ساٿين سان گڏجي رهڻو هو. گجراتي ٿي گجرات معرفت شيوا ڪرڻ مون لاءِ وڌيڪ سولو ڪم ٿيندو تنهن ڪري چيم تہ گجرات ۾ ڪٿي آشرم کولجي. گوکلي کي بہ اها ڳالهہ پسند هئي، سو جواب ڏنائين تہ، "بيشڪ ائين ڪريو. ميمبرن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ کان پوءِ ڪي بہ ٿئي، پر آشرم جي خرچ لاءِ آءٌ پاڻ جوابدار رهندس. اها آشرم آءٌ پنهنجي ڪري سمجهندس."

دل خوشيءَ ۾ نڙي پيئي. چيم تہ شڪر، پئسن اُڳاڙڻ جي جهنجهٽ کان ڇٽس ۽ هاڻي ڪم فقط پنهنجي جوابداريءَ تي ڪرڻو ڪين پوندم ۽ مونجهاري مهل ڪو رهنما هوندو. اهو دل کي تڪيو ڏنم. پانيم تہ سر تان هڪ ڳرو بوجو لٿو.

گوکلي سرڳواسي ڊاڪٽر ديو کي سڏي چيو تہ، "گانڌيءَ جو ڏار کاتو کوليو ۽ کيس آشرم لاءِ يا پبلڪ ڪم لاءِ جيڪو خرچ گهرجي سو مهرباني ڪري ڏجوس."

هاڻي پوني مان شانتي نڪيتن وڃڻ جون تياريون هيون. پوئين رات دوست گهرائي گوکلي هڪ پارٽي مون کي ڏني. پارٽيءَ ۾ منهنجيءَ دل وٽان سڪل ۽ تازو ميوو حاضر ڪيائين. پارٽي سندس ڪوٺيءَ کان ٿورا قدم پري ويني، ڇو جو اچي شامل ٿيڻ جي منجهس طاقت ڪانہ هئي. پر سندس پريم کي ڪير روڪي؟ هرويرو بہ آيو. پر اچڻ سان بيهوش ٿي ويو ۽ موٽي وڃڻو پيس. ائين تہ ٿيندو ئي هئس تنهن ڪري چوائي موڪليائين تہ منهنجو ڪو اونو نہ ڪجو. پارٽي يعني سوسائٽيءَ جي مهمان خاني ٻاهران ميدان ۾ فرش وڇائي ويهي بوهي ڇڏا. کجور وغيره کائڻ ۽ مٺ محبت ۾ ڳالهيون ڪري، هڪ ٻئي جي دلين جا راز ظاهر ڪرڻ.

پر اهو بيهوش ٿيڻ منهنجي جيون لاءِ ڪا اهڙي جهڙي ڳالهہ نہ ٻڌجڻي هئي.

*

(3)

## ڌمڪي هئي؟

بمبئي کان راجڪوٽ ۽ اُتان پور بندر ڏي ياءُ جي وڏوا ۽ بين عزيزن سان گڏجڻ لاءِ ويس. ڏکڻ آفريڪا ۾ ستياگرهہ ڪرڻ وقت پنهنجو لباس تي سگهيو اوترو گرمٽين جهڙو ڪري ڇڏيو هئم. ولائت ۾ بہ گهر اندر ساڳي پوشاڪ پهريندو هئس. وطن ۾ موتي ڪانياواڙي نمونو اختيار ڪرڻو هئم ۽ اهي ڪپڙا مون وٽ ڏکڻ آفريڪا ۾ بہ رکيا هئا. تنهن ڪري اها پوشاڪ پائي آءٌ بمبئيءَ ۾ لٿس.. يعني پهرياڻ، انگرکو ڌوتي ۽ اڇي ڦيٽي. اهي سڀ ڪپڙا ديسي هئا. بمبئي کان ڪانياواڙ ٽرڊ ڪلاس ۾ ئي ويٺو هئم. واٽ تي چيم تہ ڦيٽو ۽ انگرکو ڪير تو پائي. سو فقط پهرياڻ، ڌوتي ۽ انين ڏهين آني واري ڪشميري ٽوپي پيئي هيم. اهڙي پوشاڪ وارو ماڻهو بيشڪ غريبن جي ڳاڻاتي ۾ تو اچي سگهي. تنهن وقت پليگ پوڻ ڪري ورمگام يا وَڌواڻ ۾ ٽرڊ ڪلاس مسافرن جي تپاس ٿيندي هئي. مون کي تپ ذرو هو. تپاس ڪندڙ عملدار بت گرم ڏسي نالو نوٽ ڪيو ۽ راجڪوٽ جي ڊاڪٽر وٽ حاضر ٿيڻ لاءِ حڪم ڪيو.

بمبئي مان شايد ڪنهن تار موڪلي هئي، سو وڌواڻ اسٽيشن تي اتي جو مکيہ ڪم ڪندڙ هرجي موتي لال مون سان اچي مليو. هن مون سان ڪسٽمس کاتي جي گهپي ۽ آزار جي ڳالهہ ڪئي. آءٌ تپ ڪري وياڪل هئس، تنهن ڪري ڪيس وڌيڪ منهن نہ ڏنم. ٿوري ۾ ئي جواب ڏنومانس تہ "توهين جيل ۾ وڃڻ لاءِ تيار آهيو؟"

پانيم تہ موتي لال بہ بين جوشيلن جوانن وانگر بنا ويچار جواب ڏيندو. پر هن ڏاڍي مضبوطيءَ سان چيم تہ "بيشڪ جيل ۾ ويندا سين. پر شرط تہ توهين اڳواڻي ڪندا. ڪانياواڙين جو توهان تي پهريون حق آهي. هيئنر تہ اسين توهان کي روڪي نٿا سگهون. پر موٽندي وڌواڻ ۾ ضرور لهندا. هتي جي جوانن جو اتساهہ ۽ ڪم ڏسي توهان جي دل بهار ٿيندي. جڏهن توهان جي فوج مر گهرج ٿيندي تڏهن سندن پرتي ڪري سگهندا."

موتي لال جي منهن ۾ مون چٽائي نهاريو. سنڌس ٻين ساٿين تعريف ڪندي چيم ته "هي ڀاءُ آهي سو درزي پر پنهنجي ڌنڌي ۾ ٻرڪ آهي. روز ڪلاڪ ڪن ڪم ڪري ماهانو پندرهن رپيا ڪمائي ٻيٽ پيو پالي. باقي سارو وقت سارو جنڪ شيوا ۾ ارپڻ ڪري ٿو. اسان سڀني پڙهيلن جي ڪم ڏي تائي ۾ شرمائي ٿو."

پوءِ ته آءُ ڀائي موتي لال جي پرسنگ ۾ چڱي طرح آيس. ۽ ڏٺم ته سنڌس تعريف ۾ ذرو به وڌاءُ نه هو. ستياگرهه آشرم برپا ٿيو تڏهن در مهيني ٿورا گهڻا ڏينهن حاضري ڀري ويندو هو. ٻارن کي سبڻ سيکاريندو ۽ آشرم جي سبڻ جو ڪجهه ڪم به ڪري ويندو هو. ويرمگام جي درد جا داستان ته روز مون سان اوريندو هو. مسافرن سان آزار ڪانئس سنا نٿي ٿيا. ويچار کي ڦوهه جوانيءَ ۾ بيماري وڪوڙي نيئي ويئي ۽ وڍواڻ ڪانئس پوءِ پريانگ پئي لڳو.

راجڪوٽ پهچندي ئي ڏينهن آءُ حڪم موجب اسپتال ۾ وڃي حاضر ٿيس. اتي ڪو آءُ ڏاريو ڪونه هئس. ڊاڪٽر کي لڄ آئي ۽ تپاس ڪندڙ عملدار تي غصو ڏيکارڻ لڳو. پر غصي ڪرڻ جو سبب ئي ڪونه هو. عملدار پنهنجو فرض ادا ڪيو. مون کي سڃاڻندو ڪونه هو. پر جي سڃاڻي ها ته به ان حڪم ڪيڏو سنڌس فرض ئي هو. ليڪن راجڪوٽ جو معتبر ماڻهو هو ۽ پاڻ تپاسائڻ وڃان تنهنجي بدران مون وٽ تپاسڻ لاءِ ماڻهو ايندو هو.

ٿرڊ ڪلاس مسافرن جي اهڙي تپاس ڪرڻ ضروري آهي. 'معتبر'، ماڻهو جي ٿرڊ ڪلاس ۾ وهن ته کين به غريبن سان لاڳو رول خوشيءَ سان قبول ڪرڻ کپن ۽ عملدارن کي سندن پاسخاطري نه ڪرڻ کپي. پر آزمودو اٿم ته عملدار ٿرڊ ڪلاس جي مسافرن کي ماڻهو نه پر حيوان ٿا ليکين. نفرت سان ڳالهائين ٿا. مجال ڪو مسافر سندو جواب ڏئي يا دليل ڪري. هلت اهڙي جڻ مسافر نه پر سندن نفر آهن. ڌڪ ڌُجو هڻن. ڦُرمار ڪن. ٽڪيٽ ڏيڻ ۾ سيڙائين. ۽ وقتي ٽرين ڪان گسائين ته کين پڇڻ وارو ڪونهي. اهو سڀ مون اکئين ڏٺو آهي. انهيءَ حالت ۾ ٿرڊ ڪلاس تڏهن سڌرندو. جڏهن ڪئين پڙهيل ۽ پئسي وارا، غريب تي ٿرڊ ڪلاس ۾ مسافر ڪري، ڪابه خاص سهوليت نه وٺي. ڪوبه اهنج، ظلم ۽ زور برداشت نه ڪري، سامهون پئي داد فرياد ڪندا.

ڪانياواڙ ۾ آءُ جتي جتي ويس اُتي ورمگام جي ڪسٽمس ڪاتي جي ڊيوٽيءَ بابت آزار جون دانهون ٻڌيم. تنهن ڪري لارڊ ولنگڊن جو مون کي

دائمي نوتو ڏنو هو تنهن جو فائدو ورتم. هن سوال بابت جيڪي ڪاغذ پٽ هٽ آيم سي پڙهي ڏٺم ته دانهن گهٽي قدر واجبي هئي. بمبئي سرڪار سان لکپڙهه شروع ڪيم. سيڪريٽريءَ سان گڏيس، لارڊ ولنگڊن سان به گڏيس. هن پنهنجي همدردي ظاهر ڪئي، پر بوجو لاهي هند سرڪار تي هنيائين. "جي اسان جي وس هجي ها ته اسين ڪڏهانڪو اها ڍيوٽي رد ڪري ڇڏيون ها. توهين هند سرڪار وٽ وڃو."

سو هند سرڪار سان لکپڙهه ڪوليم. پر خط جي پهچ ڏيڻ بنا ٻيو ڪجهه نه ٿيو. جڏهن لارڊ چيمسفورڊ سان ملڻ جو موقعو مليم تڏهن، يعني اٽڪل ٻن سالن جي لکپڙهه بعد، داد ٿيو. لارڊ چيمسفورڊ کي هال ٻڌايم ته عجب کاڌائين. ورمگام بابت ڪابه خبر ڪانه هيس. ڌيان ڏيئي ٻڌائين، ۽ امالڪ ٽيليفون ڪري ورمگام بابت ڪاغذ گهرايائين. انجام ڏنائين ته جي منهنجين حقيقتن جي برخلاف عملدارن کي ڪجهه چوڻو نه هوندو ته ڍيوٽي رد ڪئي ويندي. انهيءَ ملاقات کان ٿورو پوءِ اخبارن ۾ ڍيوٽي رد ٿيڻ جو سماچار پڙهيم.

مون انهيءَ سوڀ کي ستياگرهه جو پايو ڪري سمجهيو ڇو جو ورمگام بابت ڳالهيون ڪندي بمبئي سرڪار جي سيڪريٽريءَ منهنجيءَ بگسرا ۾ ڪيل تقرير ڏي اشارو ڪيو. تنهن ۾ جيڪي ستياگرهه بابت چيو هئم، تنهن تي ناراضپو ظاهر ڪيائين. "توهين اها ڌمڪي نٿا سمجهو؟ ۽ انهيءَ طرح سمجهو ٿا ته هيءَ زبردست سرڪار ڌمڪيءَ پر هيسجي ويندي؟" "اها ڌمڪي ناهي. اهو ماڻهن کي سجاڳ ڪرڻو آهي. پنهنجا اهنج دور ڪرڻ لاءِ جيڪي واجبي علاج آهن، تن مان واقف ڪرڻ مون جهڙن جو فرض آهي. جا رعيت آزادگي پائي ته تنهن وٽ پنهنجي بچاءَ لاءِ آخرين علاج هئڻ گهرجي. عام طور اهي علاج زور زبر جا ٿين ٿا. ستياگرهه جو شستر شڌ اهنسڪ شستر آهي. اهو هٿيار ڪيئن ڪم آڻجي ۽ سندس ڪهڙيون حدون آهن. اهي ٻڌائڻ منهنجو فرض آهي. انگريز سرڪار زور آور آهي تنهن ۾ شڪ ئي ڪونهي. پر ستياگرهه هر مرض جو عين علاج آهي تنهن ۾ به شڪ ڪونه اٿم."

سيڪريٽري تريناڪ ماڻهو هو. تنهن ڪنڌ ڌوڻي چيو ته. "سو ڏسنداسين."

※

(4)

# شانتي نڪيتن

راجڪوٽ کان آءُ شانتي نڪيتن ويس. اتي ماسترن ۽ شاگردن مون کي ڏاڍو قرب ڏيکاريو ۽ جيڪا سواگت ڪيائون، تنهن ۾ سادگي، ڪلا ۽ پريم ٿيئي مليل هئا. ڪاڪا صاحب ڪاليلڪر سان پهرئين ملاقات اتي ٿيم.

ڪاليلڪر 'ڪاڪا صاحب' ڇو ڪونبو هو، تنهن جي تڏهن خبر ڪانه هيم. پوءِ معلوم ٿيم ته ڪيشو راءِ پانڊي جو ساڳئي وقت مون سان ولايت ۾ هو ۽ جنهن سان پوءِ منهنجي چڱي واقفيت ٿي ويئي، تنهن برودي راڄ ۾ 'گنگنات وديالي' کوليو هو. سندس ڪيترين ڀاونائن مان هڪڙي هيءَ هئي ته وديالي ۾ ڪٽنبي ڀاوُ هئڻ کپي. سو سيني ماسترن تي نالا رکيائين. ڪاليلڪر کي 'ڪاڪا' جو نالو مليو. ڦڊڪي 'ماما' ٿيو هريهر شرما 'انا' (ڀاءُ) بڻيو ۽ ٻين کي به اهڙا نالا ڏنا ويا. ڪاڪا جو دوست آنندانند (سوامي) ۽ ماما جو دوست پٽور ڌن (آپا) ٿورو پوءِ انهي ڪٽنب جا ڀاتي اچي ٿيا. ديشپنڊي کي 'صاحب' ڪري ڪونيندا هئا. صاحب جو وديالو بند ٿيو ۽ هي ڪٽنب ڪک پن ٿي ويو، پر هنن جو پاڻ ۾ آتمڪ سُنبنڌ ڪين ٽٽو. ڪاڪا صاحب ٻيا ٻيا آزمودا ونڻ نڪتو ۽ اهي ونڻ لاءِ هن وقت شانتي نڪيتن ۾ هو. ساڳيءَ منڊليءَ جو هڪ ٻيو ڄڻو چنتا مڻي شاستري به اتي هو ۽ اهي ٻئي ڄڻا سنسڪرت سيکارڻ جو ڪم ڪندا هئا.

شانتي نڪيتن ۾ منهنجيءَ ٽوليءَ کي ڌار جڳهه ڏني ويئي هئي. مگن لال گانڌي ٽوليءَ جي سنڀال وني رهيو هو ۽ فينڪس وارا نيم نه فقط پاڻ پر ٻين کان به پالن ڪرائيندو هو. ڏٺم ته شانتي نڪيتن ۾ محبت، محنت ۽ هوشياريءَ ڪري پنهنجي خوشبوءِ آشرم ۾ پکيڙي ڇڏي هئائين. پيرسن به هو. جگدانند بابو نيپال بابو سنتوش بابو ڪتموهن بابو نگين بابو شرد بابو ۽ ڪايا بابو ساڻ منهنجو چڱو سُنبنڌ ٿيو.

پنهنجي سياءُ موجب آءٌ ماسترن ۽ وديارٿين سان هيٺري ۾ ملي وبس ۽ پنهنجي هٿن سان ڪم ڪرڻ جي ڳالهه سائن جوڙيم. چيم تہ پگهاردار راڌائن بدران ماستر ۽ شاگرد گڏجي رڌڻ جو ڪم ڪن تہ بهتر ٿيندو. شاگردن جي بدني صحت ۽ نيتي اُنتيءَ جي خيال سان رڌڻي تي ماسترن جي نظرداري ٿيندي ۽ شاگرد نہ رڳو هٿن سان رڌڻ جو سبق سکندا پر پاڻيرو ٿيندا. اها ڳالهه مون ماسترن اڳيان رکي. هڪ ٻن ڪنڌ ڌوڻيو پر ڪيترن کي اهو تجربو پسند پيو. ٻارن کي ته نئين ڳالهه ضرور وڻي. تجربو شروع ٿيو. جڏهن ڪوي رابندرناٿ کان پڇيو ويو. تڏهن چياتين تہ جي ماسترن کي پسند آهي تہ مون کي بہ ضرور پسند آهي. ود ٿين کي سڌي چياتين تہ "هن ۾ سؤراج جي ڪنجي رکيل آهي."

پيرسن تجربو ڪامياب ڪرڻ لاءِ پاڻ خوب پتوڙيو. ڪيس ڳالهه ڏاڍي وڻي. پوءِ تہ هڪ ڀاڄيون وڍڻ جي ٽولي نهي. بي ان صفا ڪرڻ جي ٽولي نهي. نگين بابو ۽ ٻين رڌڻي ۽ آسپاس جي پوري صفائي رکڻ جو ڪم ڪنيو. ڪين ڪوڏر ڪٽي ڪم ڪندو ڏسي منهنجي دل بهار تي ٿئي.

پر اهو بازن جو پورهيو سوا سئو وديارٿي ۽ ماستر هڪدم خوش ٿي ڪن سو ڏکيو هو. سو روز بحث مباحثو هلندو هو. ڪيترا ٿڪجي پوندا هئا. پر پيرسن هٿجڻ جو نہ هو. کلندي مشڪندي رڌڻي جو ڪونہ ڪو ڪم ڪم وبنو ڪندو هو. وڏا برتن صفا ڪرڻ جو ڪم پاڻ تي رکيائين. ڪي باسڻ وبنا مليندا هئا تہ پيا وري ستار وڄائي سندن ٿڪ ڀڄندا هئا. هر ڪو ڪم وديارٿين پوري اتساهہ سان پاڻ تي کنيو ۽ سڄو شانتي نڪيتن مڏ مکين جي مانارِي وانگر ڀوُن ڀوُن ڪرڻ لڳو.

اهڙي قسم جو قيرقار هڪ وار شروع ٿيندو آهي تہ ڳالهه اتي ئي ڪين بيهي رهندي آهي. فينڪس رڌڻي ۾ بہ پاڻ رڌيندا هئا سون ۽ تنهن ۾ سادي روٽي تيار ٿيندي هئي. مصالحن جو نالو ڪونہ هو. ڪُڪرُ ۾ ٻاڦ تي ساڳئي وقت دال، چانور، ڀاڄي ۽ ڪٽڪ جي ماني تيار ٿيندا هئا. بنگالي خوراڪ سڌارڻ لاءِ هڪ انهيءَ نموني جو خاص رڌڻو کڍيو ويو. تنهن ۾ هڪ بہ ماستر ۽ ٿورا شاگرد شامل ٿيا. اهي تجربا ڪندي آخر سيني لاءِ ساڳيو رڌڻو کولڻ جو تجربو شروع ٿي سگهيو.

پر نيٺ کن سببن ڪري اهو رڏٽو بند ڪيو ويو. آءٌ سمجهان ٿو تہ اهڙيءَ مشهور سنسٿا اهو تجربو ٿوري مدت تائين بہ ڪري ڪجهہ ڪين وڃايو. بلڪ ڪي اهڙا آزمودا مليا جن مان ڪجهہ نہ ڪجهہ پرايو ويو.

مون کي شانتي نڪيتن ۾ وڌيڪ وقت رهڻ جو ارادو هو. پر قسمت ٻئي پاسي تاڻي ويئي. هفتو کن مس رهيس تہ ايتري ۾ پوني مان گوکلي جي ديهانت جي تار آئي. شانتي نڪيتن ڄڻ شوڪ جي ساگر ۾ غرق ٿي ويو. سڀ آشرم واسي مون سان اعزاز پرسي ڪرڻ آيا. مندر ۾ خاص ميڙ ٿيو. اهو دکدائڪ نظارو عجيب گنڀير هو. آءٌ ساڳئي ڏينهن پوني روانو ٿيس. ساڻ فقط ڪستور بائي ۽ مگن لال هئم. ٻين کي شانتي نڪيتن ڇڏي ويس.

ائنڊ روز بردوان تائين گڏجي هليو. واٽ تي پڇيائينم تہ، "توهين ڀانيو ٿا تہ هندوستان ۾ ستياگرهہ ڪرڻ جو موقعو ايندو؟ جي ايندو تہ ڪڏهن ايندو؟"

"انهيءَ جو جواب ڏيڻ ڏکيو آهي. هڪ سال تائين مون کي تہ ڪي ڪين ڪرڻو آهي. گوکلي انجام ورتو اٿم ۽ پهريون سال هندوستان گهمي ڦري ڏسندس ۽ ڪنهن بہ پبلڪ ڪم بابت نہ فيصلو ڪندس، نہ راءِ ڏيندس. اهو انجام آءٌ جنسي پاڙيندس. پوءِ جي ڪنهن سوال تي راءِ ڏيڻ ضروري ٿيندم تہ راءِ ڏيندس. تنهن ڪري نٿو ڀايان تہ پنجن ورهين اندر ستياگرهہ جو موقعو ايندو."

هتي ايترو چوڻ مناسب آهي تہ 'هند سوراج' ۾ مون جيڪي ويچار ظاهر ڪيا هئا تن تي گوکلي کلي چوندو هو نہ، "هڪ سال هندوستان ۾ رهندا تہ توهان جا ويچار پاڻيهي ٺيڪ ٿي پوندا."

*

(5)

# ٽرڊ ڪلاس جا سور

بردوان ۾ اسان کي ٽرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ وٺڻي هئي. پر ٽڪيٽ وٺڻ ۾ وڏي جٺ هئي. چي 'ٽرڊ ڪلاس وارن کي ٽڪيٽ ترسي ملندي' اسٽيشن ماسٽر ڏي ڊوڙيس. پر وٽس وڃان سو ڪيئن وڃان. ڪنهن مهرباني ڪري اسٽيشن ماسٽر ڏيکاريم. ويس ته هن ۾ ساڳيو ڪتو جواب ڏنو. ٽڪيٽ واري دري کلي تڏهن ٽڪيٽ وٺڻ ويس. پر وٺان سو ڪيئن وٺان. هتان هُتان مسافر زوريءَ ڌوڪيندا اچن ۽ مون جهڙن کي ٺيلهيندا ٻاهر ڪيندا وڃن. نيٺ ٽڪيٽ ملي.

گاڏي آئي ته اوڏي مهل ۾ جاننا جبرا اندر گهڙي ويا. پوءِ هليو گارگند. ۽ ڌڪا ڌوڪي. پر آءٌ گهڙان سو ڪٿي گهڙان؟ ٺيئي جٽا هيڏانهن ڊوڙي هوڏانهن ڊوڙون. سڀ چون ته، "هت جڳهه ڪانهي." گارڊ ڏي ويس. هي وري چوي ته، "جڳهه مليو ته وهو نه ته ٻي گاڏيءَ ۾ اچجو."

چيم ته، "ضروري ڪم اٿم." پر گارڊ کي وقت هجي تڏهن نه ٻڌي موٽي آيس. مگن لال کي چيم ته جتي جڳهه ملي اتي سوڙهو سنڪورو وڃي ويهه. استريءَ کي وٺي آءٌ 'انٽر' ڪلاس ۾ گهڙي پيس. گارڊ اندر پهندو ڏٺم.

آسنسول اسٽيشن تي گارڊ وڌيڪ ڀاڙو وٺڻ آيو. چيم ته "جڳهه پيدا ڪري ڏيڻ توهان جو فرض آهي. ٽرڊ ڪلاس ۾ جڳهه نه مليم تڏهن ته گهڙيس. اتي جڳهه وٺي ڏيو ته هينئر هلي وهان." جواب ته "بحث نه ڪريو. جڳهه مون وٽ ڪانهي. پئسا نه ڀريندا ته ٽرين مان اترڻو پوندو."

مون کي ته ڪيئن ۾ ڪري پوني پهچڻو هو سو گارڊ سان چڪري ڪائڻ تي دل نٿي ٿيم. پئسا ڏنم. هن ۾ پڙي پوني تائين وڌيل ڀاڙو ورتو. اندر ۾ سور پي ويس.

صبح جو مگلسراءِ آئي. مگن لال ٽرڊ ڪلاس ۾ هٿي هنڌ ڪيو هو. مگلسراءِ ۾ مون ۾ وڃي ٽرڊ ڪلاس ۾ جڳهه لڌي ٽڪيٽ ڪليڪٽر کي

ساري حقيقت ٻڌايم ۽ ٽرڊ ڪلاس ۾ موٽي وڃڻ جو سرٽيفڪيٽ گهريم.
هن صفا انڪار ڪيو. مون وڌيڪ ڀاڙي جا پئسا موٽي ملڻ لاءِ ريلوي اختياريءَ کي درخواست ڪئي. جواب آيو ته "سرٽيفڪيٽ بنا پئسا موٽائڻ اسان جو دستور ناهي. پر توهان جي ڪيس ۾ اسين موٽائي ڏيون ٿا. مگر برڊوان کان مغلسراءِ تائين وڌيڪ ڀاڙو موٽائي نٿو سگهجي."

تنهن کان پوءِ منهنجا ٽرڊ ڪلاس ۾ مسافريءَ جا آزمودا ايترا آهن, جو هڪ ڪتاب نهي پوي. پر هت مختصر بيان ڪانسواءِ وڌيڪ لکڻ جي جڳهه ڪانهي. بت جي ڪمزوريءَ ڪري جو مون ٽرڊ ڪلاس جي مسافري بند ڪئي آهي سا ڳالهه مون کي هميشه من ۾ کُٽڪي پيئي, کٽڪندي رهندي. ٽرڊ ڪلاس جي مسافريءَ ۾ اختياري وارن جي حڪما حڪميءَ جو آزار ته آهي ئي آهي. پر ٽرڊ ڪلاس ۾ ڪيترن مسافرن جي ڪڌائي, گندگي, مورڪتا ۽ خود غرضيءَ جو آزار به گهٽ ڪونهي. ارمان اهو ئي آهي ته ڪڏهن به کين ڪل ڪانه ٿي پوي ته اسين ڪُڌائي ڪريون ٿا, گندگي وڌايون ٿا ۽ خود غرضي ئي ڳوليون ٿا. جيڪي ڪن ٿا سو کين بنهه سچاويڪ پيو لڳي. سبب جو اسان سڌريلن سندن ڪابه سار ڪانه لڌي آهي.

ڪلياڻ جنڪشن تي تڪجي ٽُنجي پهتاسين. سنان ڪري وڃڻ جي تياري ڪيم. مگن لال ۽ مون ته نل تي ڪري ورتو. پر ڪستور بائيءَ لاءِ ڪا تجويز من ۾ ڳولي رهيو هئس ته ايتري ۾ سرونٽس آف انڊيا سوسائٽيءَ جي ميمبر سريجت ڪؤل اسان کي سڃاتو. هو به پوني ٿي ويو. ڪستور بائيءَ کي سيڪنڊ ڪلاس جي ڪوٺيءَ ۾ وٺي وڃي سنان ڪرائڻ لاءِ چيائينم. ڳالهه قبول ڪندي البت دل ۾ هٻڪ ٿيم. چيم ته ڪيس سيڪنڊ ڪلاس جي ڪوٺيءَ جو سهنج وٺڻ جو حق ڪونه آهي. پر مون چشم پوشي ڪٽي ڪئي. ستيه جي پوڄاريءَ کي ائين ڪرڻ نٿو جڳائي. استريءَ اوڏانهن وڃڻ لاءِ ڪو زور ڪونه ڪيو پر پتيءَ جي موهه روپي سوني پردي ستيه ڍڪي ڇڏيو.

*

(6)

## ميمبريءَ لاءِ ڪوشش

پوني ۾ شراڌ جي ڪريا کان پوءِ سوال اُٿيو تہ سوسائٽيءَ کي ڪيئن مضبوط ڪجي ۽ آءٌ ميمبر طور ورتو وڃان يا نہ. منهنجي مٿان جڻ ڳرو بوجو اچي پيو. گوکلي جي جيئري سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ لاءِ اُلڪو ئي ڪونہ هئم. فقط گوکلي جي آگيا ۽ اچا انوسار ڪرڻو هئم. مون کي وٽيو بہ ائين ٿي. وطن جي طوفاني سمنڊ ۾ گهڙڻ مهل مون کي سکانيءَ جي ضرورت هئي ۽ گوکلي جهڙي سکانيءَ هوندي پاڻ کي سلامت ٿي سمجهيم.

هاڻي پانيم تہ مون کي ميمبر ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ کپي. جو ائين ٿي گوکلي جي آتما پرسن ٿيندي. ڪنهن بہ هٻڪ بنا ۽ دل ٻڌي ڪوشش ڪيم. انهيءَ مهل پانيان ٿو تہ سوسائٽيءَ جا ست ميمبر پوني ۾ هئا. سو ڪين سرچائڻ ۽ مون بابت ڪنڪو دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. پر ڏٺم تہ ميمبرن وچ ۾ مت ڀيد هو. هڪ طرف مون کي وٺڻ جي فائدي ۾ تہ ٻيو برخلاف. ٻنهي طرفن جو مون ڏانهن پريم پاو ظاهر هو. پر انهي پريم کان وڌيڪ نہ تہ بہ اوتري ئي سوسائٽيءَ سان وفاداري هين.

تنهن ڪري ڳالهيون هليون تن ۾ ذري بہ ترشيءَ کانسواءِ رڳو سڌانتن ڏي نظر هئي. بيءَ ڌر ائين پانيو تہ ڪيترن مکيہ سوالن بابت منهنجن ۽ سندن ويچارن جي وچ ۾ زمين آسمان جو فرق هو. خطرو هئن تہ جن مقصدن لاءِ گوکلي سوسائٽي رچي ويٺي هئي سي ئي مقصد منهنجي ڪري جوکي ۾ نہ پون. ۽ اهو ڪائن سنو نٿي ٿيو. ڳالهيون ڪري اٿياسين ۽ آخرين فيصلو بيءَ ميٽنگ تائين مهمل ڪيو ويو.

گهر ويس تہ آءٌ بہ تبيءَ ۾ پئجي ويس. پاڻ کان پڇيم تہ غلبي راءِ ميمبر ٿيڻ سهڻو لڳندو؟ ائين ميمبر ٿيڻ منهنجي گوکلي سان وفاداري ليکبي؟ جي بي ڌر هارائي ۽ آءٌ ميمبر ٿيان تہ سوسائٽي منهنجي ڪري ڪين ولوڙي

۾ پئجي ويندي؟ چئو ڏنم تہ منهنجي ميمبر ٿيڻ بابت جيسين ميمبرن جي وچ ۾ مت ڀيد آهي تيسين مون کي ميمبر ٿيڻ لاءِ زور نہ ڪرڻ گهرجي ۽ ٻيءَ ڏر کي هڪ نازڪ حالت مان بچائڻ گهرجي. انهيءَ ۾ ئي سوسائٽيءَ ۾ گوکلي سان وفاداري هئي. اندر ۾ اهو فيصلو تري آيم. انهيءَ دم سريجت شاستريءَ کي لکيم تہ منهنجي داخل ٿيڻ بابت ميٽنگ ڪوٺائڻ جو ضرور ڪونهي. ٻئي طرف کي اهو فيصلو وڻيو. هو هڪ ڌرم سنڪٽ مان ڇٽي پيا. اسان جي وچ ۾ پريم جي ڳنڍ وڌيڪ مضبوط ٿي ۽ سوسائٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ عريضي واپس وٺ آءٌ سوسائٽيءَ جو سچو ميمبر ٿيس.

آز مودي مان ڏسان ٿو تہ چڱو ٿيو جو آءٌ قانوني طور سوسائٽيءَ جو ميمبر نہ ٿيس، ۽ جي ميمبر منهنجي داخل ٿيڻ جي برخلاف هئا سي صحيح هئا. هاڻي ڏسان ٿو تہ منهنجن ۽ هنن جي سڌانتن وچ ۾ برابر ڦير هو. پر مت ڀيد ڄاڻندي بہ اسان جي وچ ۾ ڪڏهن ترشي ۽ دل اندر غيرت پيدا نہ ٿي آهي. مت ڀيد هوندي بہ اسين مترن ۽ ڀائرن وانگر رهيا آهيون سوسائٽيءَ جو مڪان مون لاءِ تيرٿ آستان آهي. لوڪن جي خيال موجب آءٌ برابر ميمبر نہ آهيان، پر اڌياتمڪ درشٽيءَ سان آءٌ ميمبر ٿي ئي رهيو آهيان ۽ ٻاهرئين سُنبنڌ کان اندريون سُنبنڌ وڌيڪ قيمتي آهي. اندر جي ناتي بنان ٻاهريون ناتو ساهہ بنان سرير جهڙو آهي.

*

(7)

# ڪنڀ جو ميلو

هاڻي ڊاڪٽر پرانجيونداس مهتا سان گڏجڻ لاءِ رنگون ويٺو هئم. واٽ تي ڪلڪتي ۾ سرڳواسي ڀوپيندر ناٿ بسوءَ وٽ رهڻ جي دعوت ملي هئم. بس بينگالي مهمان نوازيءَ حد ڪري ڇڏي. تڏهن آءٌ ڦل آهار ڪندو هئس. منهنجو پٽ رامداس به ساڻ هئم. اسان ٻن ڄڻن لاءِ جيڪو تازو ۽ سڪل ميوو ڪلڪتي ۾ موجود هو سو ڪٺي ڍڳ ڪيائون. گهر جون زالون رات جو جاڳي پستا باداميون پسائي ڇلي ڏينديون هيون. تازا ميوا به ڇلي وڏي ناهي تيار ڪري ڏينديون هيون. منهنجن ساٿين لاءِ قسمين قسمين جا طعام نهندا هئا. سندن محبت ۽ مهمان نوازي جهجهي، پر ٻن ٽن ڄڻن لاءِ سڄو گهر سارو ڏينهن اُلڪي ۾ رهي سو سَٺو نٿي ٿيم. هوڏانهن سندن اونو ڪيئن لاهيان سو به سُجهيم نٿي.

رنگون ويندي جهاز ۾ آءٌ ڊيڪ جو مسافر هئس. جي سريجت بوسءَ وٽ گهڻي الڪي ڪري دکي هئس ته هت ذرو به الڪو نه هئڻ ڪري دُکي هئس. ڊيڪ جي مسافرن سان جيڪي وئل وهندا آهن سي سپ سنم. سنان جي جاءِ ۾ اهڙو گند جو بيهي ڪير سگهي، ڪاڪوس ته جنسي نرڳ. مٽ ۽ ڪن ڪان پاسو ڪري يا مٿان ٽپا ڏيئي ڪاڪوس وڃبو هو! مون لاءِ اهي اهنج ڳرا. ڪپتان وٽ ويس، پر جي ٻڌي مسافرن گند ڪري ڊيڪ غليظ ڪري ڇڏيو هو. وهڻ جي جاءِ وٽ ٿڪون. ڪاڏي جي جوٺ. واٽ مان تماڪ جون پچڪاريون: گور گنبوڙ جي حد ڪانه هئي. هرڪو پنهنجي لاءِ وڃي وڌيڪ جڳهه والاريندو. ڪير ٿو ٻئي جي سهنج جو خيال ڪري. پاڻ جاءِ والارين تنهن کان وڌيڪ سامان جاءِ والاري. مطلب ته اهي ٻئي ڏينهن ڏاڍو وياڪل هئس.

رنگون پهچندي ايجنٽ کي ساري حقيقت لکي موڪليم. موٽندي به ڊيڪ تي آيس. پر انهيءَ خط ڪري ۽ ڊاڪٽر مهتا جي تجويز ڪري ڇٽبو ته سهنجو موٽيس.

منهنجي ڦل آهار جي ڪتراڳ ڪري هت بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ تڪليف ٿي. پر ڊاڪٽر مهتا سان اهڙو رستو هئم جو پنهنجو گهر سمجهي، ميون جي جنسن تي ڪجهہ روڪ رکي سگهيس. پر ڪيتريون جنسون اڄڻ سو مقرر ڪيون هو. تنهن ڪري ٻيا ٻيا ميوا پيا ايندا هئا تہ ڪُجهي ڪيون سگهندو هئس. البت قسمين قسمين جو ميوو هوندو هو تہ اکين کي وڻندو ۽ سوادي بہ ٿيندو هو. نڪي ڪي کائڻ جو وقت مقرر هو. مون کي جو سويل کائڻ وڻندو هو، تنهن ڪري گهڻي دير ڪانہ پوندي هئي، پر رات جو ست ٻجا تہ لڳي ٿي ويندا هئا.

انهي (1915ع) سال هردوار ۾ ڪنڀ ميلو لڳو هو. ميلو ڏسڻ تي هرويرو دل ڪانہ هيم. پر مهاتما منشيرام جٽي جو درشن ڪرڻو هئم. ميلي تي گوکلي جي سوسائٽيءَ هڪ ٽولي سريجت هردينات ڪنزروءَ هيٺ شيوا لاءِ موڪلي هئي. سرگواسي ڊاڪٽر ديو بہ منجهس هو. نهراءُ ٿيو هو تہ فينڪس واري ٽولي بہ ميلي تي وڃي. مگن لال گانڌي شانتي نڪيتن مان ٽولي وٺي مون کان ئي اڳ هردوار وڃي پهتو. آءٌ رنگون کان موٽي سائنس وڃي گڏيس.

ڪلڪتي کان هردوار وڃڻ ۾ سخت تڪليف ٿي. گاڏن ۾ وقتي بتيون نہ نهن. سهارنپور کان ٻوءِ مسافرن کي مال ۽ ڍورن جي گاڏن ۾ ڪٽي وڌائون. اگهاڙن گاڏن ۾ ڏينهن جو مٿان سج ۽ هيٺان تتل لوهہ. جڻ ڪُوري ۾ پئي پڪا. پڪا هندو اڄ ٻيا مرن پر 'مسلمان' پاڻي ڪير پيئي؟ 'هندو' پاڻيءَ جو آواز ٻڌن تڏهن پاڻي پيئن. انهن ساڳين هندن کي ڊاڪٽر دوا ۾ دارون وجهي ڏئي. مسلمان يا عيسائي ڪمپائونڊر پاڻي وجهي ڏئي. گوشت جو ست گڏي ڏئي تہ ڪُجهي بہ ڪين

اسان شانتي نڪيتن ۾ ئي ڏٺو هو تہ هندوستان ۾ ڀنگيءَ جو ڌنڌو گهڻي قدر اسان کي ئي اختيار ڪرڻو پوندو. شيوڪن لاءِ ڪنهن ڌرمسالا ۾ تنبو تاڻيا ويا هئا. ڪاڪوسن لاءِ ڊاڪٽر ديو کڏون کوٽايون هيون. پر اهي کڏون پرڻ لاءِ ڊاڪٽر ديو ڪي ٿورا پگهاردار ڀنگي هٿ ڪري سگهيو هو. سو فينڪس جي پارٽيءَ لاءِ هيڪو تڪيو ڪم حاضر هو. ڊاڪٽر ديو کي عرض ڪيم تہ ڪرڻيءَ سان پريل کڏون مٽيءَ سان ڍڪي ڇڏڻ يا ٻئي

ڪنهن ممولي صفائي رکڻ جو ڪم اسان کي ڏنو ويجي. اهو گهر هن خوشيءَ سان قبول ڪئي. گهر مون ڪئي پر ڪم جو بوجو مگن لال گانڌيءَ تي پيو.

تنبوءَ ۾ ويٺي 'درسن' ڏيڻ سو سون لاءِ ڏنڊو نڪري پيو. ڪئين ياتري آيا. تن سان ڏرمي ۽ بين سوالن تي ڳالهيون ويٺي ڪيم. درسن ڏيندي ڏيندي ڪڪ ٿي پيس. هڪ منٽ به اڪيلو نٿي ڇڏيائون. وهنجڻ وڃان ته به درسن جا پياسي پٺ نه ڇڏين. ڦلاهار ڪريان ته به سانت ۾ کائڻ ڪين ڏين. تنبوءَ ۾ هڪ گهڙي به اڪيلو وهڻ نٿي ڏنائون. ڏکڻ آفريڪا ۾ جيڪا ڪجهه شيوا ڪري سگهيو هئس تنهن جو پارت کنڊ ۾ ايڏو اونهو اثر ٿيو هو سو مون هردوار ۾ ڏٺو.

آءٌ ته چڻ جنڊ جي ٻن پڙن وچ ۾ اچي ڦاٿس. نه سڃاڻن اتي ٽرڊ ڪلاس جا سور سهڻا ٿي پيم ۽ ڪٿي لهان ته درشن جا پياسي پريم وچون وبڙهي وجنم. انهن ٻنهي درگتين مان ڪهڙيءَ تي وڌيڪ رحم آڻجي سو چوڻ ڏکيو آهي. درسن ڪندڙن جو انڌو پريم ڏسي گهڻا ڀيرا ڪاوڙ چڙهي اتم ۽ اندر ۾ هيڪاري وڌيڪ رنج ٿيو آهيان. ٽرڊ ڪلاس جي سورن ڪري تڪليف ٿي اتم. پر ڪاوڙ ڪا ورلي ڪئي هونديم. ۽ تنهن ۾ پنهنجو پلوئي ڏنو اتم.

تن ڏينهين مون ۾ گهمڻ ڦرڻ جي پوري سگهه هئي. تنهن ڪري خوب پنڌڪندو هئس. نڪي ڪي اهڙو نانو چڙهيو هئس جو رستي تي گهمڻ به ڏکيو ٿي پويم. اهي سئر ڪندي ياترين ۾ ڌرم ياوَ ڪان وڌيڪ پاکنڊ پڻو بي پرواهي، بي خيالي ڏٺم. سادو ته جڻ ماڪوڙن وانگر اچي مڙيا هئا. ائين پئي پانيو ته فقط سيرا مالپڙا، ۽ کير پيئڻ لاءِ جاوا هئا. هت مون هڪ پنج ٽنگي گانءِ ڏٺي. البت عجب لڳم. پر تيت پيم. اها پنج ٽنگي ڳئون لوپين جي ڦهر جي نشاني هئي. جيئري گابي جي ٽنگ ڪپي، گانءِ جي ڪنڌ جي چمڙي لاهي. تنهن ۾ سبي ويئي هئي. انهيءَ ٻني ڦهر ڪري مورک ماڻهو نڳيا ويندا هئا. پلا پنج ٽنگي گانءِ جو ڪهڙو هندو درسن نه ڪندو؟ هنن ليکي درسن لاءِ جيترو دان ڪجي اوترو ٿورو.

ڪنڀ جو ڏينهن آيو. مون لاءِ اها ڌن گهڙي هئي. آءٌ جاتريءَ جي پاونا سان هردوار ڪونه ويو هئس. تيرٿ آستانن ۾ وڃي پوترتا ڳولڻ جو پرم ڪڏهن ڪونه ٿيو هئم. پر ڇيم ته ستر لک ئي ماڻهو پاکنڊي ڪين هوندا.

منجهن ڪئين ماڻهو پيچ ڪمائڻ لاءِ، شڌ ٿيڻ لاءِ آيا هوندا. اهڙي قسم جي شرڌا ڪيتري قدر آتما جو اڌار ڪري ٿي اهو چوڻ ناشدني ناهي تہ مشڪل ضرور آهي.

رات جو هنڌ ۾ ليٽڙيون پائيندي، آءٌ ويچار جي ساگر ۾ ٽبيون هڻڻ لڳس. سمجهيم تہ چارو طرف ڦهلايل پاکنڊ ۾ ڪي پوتر آتمائون آهن. اهي ايشور جي دربار م گنهگار ڪين ليکبيون. جي ههڙي وقت هر دوار ۾ اچڻ پاپ هجي تہ ظاهري وروڌ ڪري مون کي ڪنب جي ڏينهن هر دوار چڙڻ وڃڻ کپي. پر جي پاپ نہ هجي تہ مون کي ڪونہ ڪو سخت ورت رکي چالو پاپ جو پراچت ڪرڻ کپي، آتم شڌي ڪرڻ کپي. منهنجو جيون ورتن رکڻ تي بڌل آهي. تنهن ڪري ڪو ڪنن ورت رکڻ جو ارادو ڪيم. ڪلڪتي ۽ رنگون ۾ منهنجي ڪري ميزبانن کي هرويرو تڪليف ٿي سو ياد آيم. تنهن ڪري خوراڪ جي شين جي حد رکيم ۽ سانجهيءَ جو اوندهہ کان اڳ کائي وٺڻ جو نيم ڪيم. ڏٺم تہ جي اها حد نہ رکندس تہ ميزبانن کي تڪليف ڏيندس ۽ شيوا ڪرڻ جي بدران سڀ ڪنهن هنڌ بين کي پنهنجي شيوا ۾ اڙائيندس. ورت رکيم تہ چوويهن ڪلاڪن اندر پنجن جنسن کان مٿي ڪين کائيندس ۽ رات جو اصل نہ کائيندس. بنهي ڪنناين تي پهرين پورو ويچار ڪيم ۽ انهن ورتن ۾ ڪوبہ منهن ڪرڻ جو پاڻ کي وجهہ نہ ڏٺم. بيماريءَ ۾ دوا طريقي وڏيڪ شيون ونان نہ ونان. دوا کي بہ هڪ شيءِ ليکيان نہ ليکيان، انهن ڳالهين تي ويچار ڪري پڪ ڪيم تہ ڪهڙين بہ پنجن شين کان مٿي ڪين کائيندس. اهي بہ ورت رکندي تيرهن سال ٿيا اٿم ۽ بنهي منهنجي چڱي پريکيا ورتي آهي. پر جهڙي پريکيا ورتي اٿن اهڙوبگ ئي ڍال ٿي منهنجي رکيا ڪئي اٿن. مان سمجهان ٿو تہ انهن ورتن منهنجي عمر وڌائي آهي. انهيءَ ڪري ئي آءٌ ڪئين دفع بيمارين مان اٿي کڙو ٿيو آهيان.

*

(8)

## لڇمڻ جھولا

جڏھن گروڪل ڏسڻ ويس تڏھن ڏاڍو آنند آيم. اتي مھاتما منشيرام جئي سان گڏيس. جبل جھڙو مڙس ھو. ھوڏانھن ھر دوار جو غوغاءُ. ھيڏانھن گروڪل جي سانت. مھاتما ڏاڍي قرب سان گڏيو ۽ برھمچاري منھنجو پاسو ئي نہ ڇڏين. آچاريہ رامديو جئي سان بہ تڏھن ملاقات ٿيم ۽ منجھس جيڪا شڪتي ھئي سا پرکيم. پاڻ ۾ ڪئين مت ڀيد ٿيا. پر تنھن ھوندي بہ محبت جو ناتو ٻڌو گروڪل ۾ ھنري سکيا داخل ڪرڻ لاءِ رامديو جي ۽ ٻين ماسترن سان ڳالھيون ٻولھيون ٿيون. مون کي گروڪل جلد ڇڏڻ ئي نٿي ٿيو.

لڇمڻ جھولا جي گھڻي ساک ٻڌي ھيم. ڪيترن جي صلاح ھئي تہ ھردوار اچي ھر شيڪيش بہ ڏسي وڃان، سو پنڌ ڪري ويس. ھڪ منزل ھرشيڪيش تائين ۽ ٻي لڇمڻ جھولا تائين ھئي.

ھرشيڪيش ۾ ڪيترا سنياسي گڏجڻ آيا. تن مان ھڪ جٽي کي منھنجي جيون ٻڌڻ مان ڏاڍو رس آيو. فينڪس واري ٽولي مون سان گڏ ھئي. سيني کي ڏسي گھڻي ئي سوال پڇائين. ڌرمي سوالن بابت ڳالھيون ھليون ۽ سمجھيائين تہ مون ۾ ڌرمي ڀاونا تکي ھئي. گنگا جيءَ ۾ ٽٻي ڏيئي ٽي مونيس تنھن ڪري بت اگھاڙو ھئم. نہ مٿي تي چوٽي ۽ نہ بت تي جٽيو. ڏسي ڏک ٿيس ۽ پڇيائين تہ "شرڌالو ھندو ٿي چوٽي جٽيو نہ رکندا تہ اسان جھڙن کي ارمان نہ ٿيندو؟ اھي ٻئي ھندو ڌرم جون ٻاھريون نشانيون آھن ۽ اھي ھرھڪ ھندوءَ کي ڌارڻ گھرجن."

پور بندر ۾ ڏھن ورھين جي عمر جو ھوندو ھئس تہ ٻانيٽن کي جٽيو پائيندو ڏسي ۽ جٽئي جي ڪنڌ ۾ ڪنجين جو ڇڳو جھڻ جھڻ ڪندو ٻڌي مون کي بہ حرص ٿيندو ھو. دل ۾ چوندو ھئس تہ آءٌ بہ جٽيو پائي ڪنجين جو ڇڳو ٻڌي گھمان ڦران تہ ڏاو مزو. ڪانياواڙ ۾ وئش ڪٽنبن ۾ جٽئي پھرڻ جو رواج تڏھن ڪونہ ھو. پر پھرين ٽن ورنن کي جٽيو پائڻ کپي اھڙو نئون پرچار ٿي رھيو ھو. تنھن ڪري گانڌي ڪٽنب اندر بہ ڪي جٽيو پائڻ لڳا ھئا. جو ٻانيڻ اسان ٻن ٽن ڀارن کي رام رکيا جو پاٺ ڪرڻ سيکاريندو ھو

تنهن ٿي اسان کي جٽيو پاتو. ڪنجين رکڻ جو ضرور ته ڪونه هو پر مون ب
چار هٿ ڪري ڪٽي لٽڪايون هيون. پائيندي پائيندي جٽيو ڇڄي پيو پر
وري بيو ڪونه پاتم. شايد منجهانس موهه نڪري ويو هئم.

عمر جو وڏو ٿيس ته بين مون کي هندوستان ۾ ڏکن آفريڪا ۾ جٽيو
پهرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سندن دليلن منهنجي دل تي ڪو اثر ڪونه
ڪونه ڪيو. آءٌ چوان ته جي سودر جٽيو نٿا پائي سگهن ته ٻيا ڇو پائين؟ جنهن
نشانيءَ جو رواج اسان جي ڪٽنب ۾ هئو ٿي ڪونه سو داخل ڪرڻ لاءِ مون کي
هڪ به قوي سبب نظر ڪين آيو. جٽئي تي اعتراض نه هئم، پر سبب بنان پهرڻ
تي اعتراض هئم. وشنو تي ڪري ڪنٺي ب پائيندو هئس. چوٽي ته وڏن جي
چوڻ موجب اسين رکندا هئاسين. ولايت تي ويس تڏهن پانيم ته متو اگهاڙو
ڪبو ته گورا ڏسي کلندا ۽ مون کي جهنگلي سمجهندا. انهي شرم وچون
ڪترائي ڇڏيم. ڏکڻ آفريڪا ۾ منهنجو پائٽيو ڇگن لال گانڌي مون سان
گڏ رهندو هو ۽ ڌرمي ڀاونا سان چوٽي رکندو هو. انهيءَ ڀرم کان ته متان
چوٽي رکڻ ڪري پبلڪ ڪم ۾ اٽڪ پويس، سندس من دکائي ب چوٽي
ڪترائي ڇڏيمانس. چوٽي رکڻ کان اجهو ائين ونؤ ويندو هئس.

سواميءَ کي مٿين حقيقت ٻڌائي چيومانس ته "جٽيو آءٌ ٻنهه ڪين
پائيندس. جي اَڪيچار هندو پهرڻ بنان ب هندو ليکجن ٿا ته منهنجي پهرڻ جي
آءٌ ضرورت نٿو ڏسان. وري جٽيو پهرڻ معنيٰ نئون جنم وٺڻ. ارادو ڪري شڌ ٿيڻ،
اتم مارگ وٺڻ. هن وقت هندو سماج ۽ هندوستان پائمال آهي، تنهن ۾ جٽيو
پهرڻ جو اسان کي ڪهڙو اڌڪار آهي؟ هندو سماج اڇوتپڻي جو مل ڌوئي، اوچ
نيچ جو ڀيد پلجي ٻيا دوش گهر مان تري ڪڍي چارو طرف ڦهلايل اڌرم پاڪنڊ
دور ڪري، تڏهن ٿي جٽيو پهرڻ جو اڌڪار حاصل ڪري. سو جٽئي پهرڻ جي
ڳالهه تي اوس ويچار
ڪندس. سا رکندو ب هئس ۽ رڳو لڄ ۽ ڊپ ڪري ڪترائي ڇڏي هئم. آءٌ
سمجهان ٿو ته اها مون کي رکڻ کپي. ساٿين سان ب اها ڳالهه ڪندس."

سواميءَ کي جٽئيءَ بابت منهنجا دليل ڪين آئڙيا. جن سببن ڪري
مون چيو ٿي ته جٽيو نه ڌارڻ کپي تن ساڳين سببن ڪري هن چيو ٿي ته
پهرڻ ٿي کپي. پر جٽئي بابت جيڪو هر شيڪيش ۾ خيال هئم سو اڄ ب

قائم آهي. جيسين جدا جدا ڌرم آهن تيسين هر هڪ لاءِ ڪانه ڪا ٻاهرين نشاني ڌارڻ جي ضرورت رهندي. پر جڏهن ٻاهرين نشاني فقط هڪ آڏنبر ٿي پوي ٿي، يا پنهنجو ڌرم ٻئي ڌرم کان اُتم ڏيکارڻ ۾ ڪم اچي ٿي، تڏهن اها تياڳ ڪرڻ جهڙي ٿئي ٿي. آءٌ نٿو ڀانيان ته هن وقت جٽيو پهرڻ هندو ڌرم جي آڌار جو ساڌن آهي. تنهن ڪري انهيءَ بابت آءٌ بي پرواهه آهيان. چوٽي ته لڄ وچون ڪترائي هئم، سو ساٿين سان صلاح ڪري وري رکيم.

پر هاڻي اسان کي لڇمڻ جهولا ڏي قدم وڌائڻ گهرجي. غير شيڪيش ۾ لڇمڻ جهولا جو قدرتي نظارو نهايت سندر هو. اسان جي وڏن کي قدرتي نظارا وڻندا هئا. ۽ سونهن کي ڌرمي سروپ ڏيڻ ۾ دور انديشي ڏيکاري هئائون. سو ڏسي سندن لاءِ دل ۾ گهڻو مان ٿيم. پر ماڻهن جا افعال ڏسي چت چڪنا چور ٿيو. جهڙي طرح هردوار ۾ اهڙي طرح هرشيڪيش ۾ ماڻهن رستا ۽ گنگا جيءَ جو سندر ڪنٺ غليظ ڪري ڇڏيو هو. گنگا جيءَ جو نرمل نير گندو ڪندي ڌرو به ڪين حجاب نٿي ٿيو. ضروري ڪم لاءِ به پير پري پري نٿي ويا. پر جتي ماڻهن جي آمدرفت، اتي ئي ويهي ويندا هئا. اهو ڏسي دل کي سخت صدمو رسيو.

لڇمڻ جهولا ويندي لوهه جي لڏندڙ پل ڏٺم. ٻڌم ته اها پل پهرين ته رسين جي ۽ ڏاڍي مضبوط هئي، سا پڇي هڪ سخي دل مارواڙيءَ ڳچ پئسا خرچ ڪري لوهه جي پل ٺهرائي ۽ ان جي ڪنجي سرڪار جي هٿ ۾ ڏني! رسين جي پل خبر نه آهي ڪيئن ٿي لڳي، پر لوهه جي پل قدرتي نظاري ۾ هڪ داغ هئي ۽ اصل نٿي نهي. جاترين جي رستي جي ڪنجي ناهي نڪي سرڪار جي هٿ ۾ ڏيڻ، سا ڳالهه مون کي تن ڏينهن جي وفاداريءَ ۾ به نٿي آئڙي.

تنهن کان وڌيڪ دکدائڪ نظارو سرگ آشرم ۾ ڏٺم. جست جي پترن مان نهيل ڪوٺين کي 'سرگ اشرم' جو نالو ڏنو ويو هو؛ چيائون ته اهي ڪوٺيون ساڌڪن لاءِ ٺهرايل هيون. پر منجهن ڪو ساڌڪ مون کي ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آيو. انهيءَ سان لاڳو مکيه مڪان ۾ جيڪي رهيا ٿي تن کي به سڏي منهنجي دل تي ڪو چڱو اثر ڪونه ويئو.

پر هر دوار جا آزمودا مون لاءِ اَملهه هئا. آءٌ ڪٿي ٻئنڪ ڪريان ۽ ڇا ڪريان تن جو فيصلو ڪرڻ ۾ ڪارائتا ٿيم.

*

(9)
# آشرم جي استاپنا

ڪنڀ جي ياترا مهل هر دوار ۾ ٻيو ڀيرو ويو هئس. ستياگرهه آشرم 1915ع سال جي 25 مئي برپا ٿيو. شرڌانند جي مرضي هئي ته آءٌ هر دوار وسايان. ڪن وري راجڪوٽ وسائڻ لاءِ زور ڪيو.

پر جڏهن احمدآباد مان لنگهيس تڏهن ڪن احمدآباد لاءِ چيو ۽ آشرم جو خرچ ڪڍڻ لاءِ به تيار ٿيا. جڳهه ڳولڻ جو ڪم ٻاڻ تي رکيائون. احمدآباد تي به مون نظر ڦيرائي هئي. چيو ته گجراتي ٿي ڪري آءٌ گجراتي ٻوليءَ معرفت ديس جي گهڻي ۾ گهڻي شيوا ڪري سگهندس. من ۾ اهو به هئو ته احمدآباد اڳي هٿ جي آڌاٽن جو مکيه هنڌ هئڻ ڪري چرخي جو ڪم به هٿ سولو ٿي سگهندو گجرات جو مکيه شهر هئڻ ڪري هتي جي شاهوڪار ماڻهن وٽان پئسي جي مدد ملڻ جي آس به هئو.

احمدآباد جي دوستن سان اڇوتپڻي جي سوال بابت ڳالهه ٻولهه نڪتي. مون صاف صاف چيو ته جي ڪو لائق اڇوت ڀاءُ آشرم ۾ داخل ٿيڻ چاهيندو ته آءٌ ضرور کيس وٺندس.

”پر اهڙا دل گهريا اڇوت هت ڪي پٿرن پترن وانگر پيا آهن ڇا؟“ ائين چئي هڪ ويشنو متر ڪٿي ٻاڻ پرچايو. سو نيٺ احمدآباد ۾ رهڻ جي پڪ ڪيم.

مڪان جي بندوبست ڪرڻ ۾ سريجنت جيون لال بئرسٽر مدد ڪئي. هن جو هڪ مڪان ڪوچرب ۾ خالي پيو هو ۽ اهو اسان مسواڙ تي ورتو.

آشرم تي ڪهڙو نالو رکجي سو به هڪ سوال هو. ٻاڻ ۾ صلاح مصلحت تي ۽ ڪئين نالا ڳڌا ويا. شيوا آشرم، تپو بن وغيره. شيوا آشرم نالو چڱو هو پر نالي ۾ شيوا جي قسم ڏي اشارو نه هو. تپو بن نالو قبول ڪين پيو ڇو جو تپسيا پياري هوندي به اهو نالو اسان کي وڏپ جو لڳو. اسين ته

ستيہ جا پوڄاري، ستيہ جا ڳولائو ۽ تنهنجوئي آگره هئوسين. جو رستو ڏکڻ آفريڪا ۾ ورتو هئوسين سوئي هندوستان ۾ پڌرو ڪرڻو هو ۽ انهيءَ هٿيار جي شڪتي ڪيستائين پڄي سگهي ٿي سو آزمائڻو هو. تنهن ڪري مون ۽ منهنجن ساٿين آخر ستياگرهہ آشرم نالو پسند ڪيو. انهيءَ نالي ۾ شيوا ڏي ۽ شيوا جي رستي ڏي اشارو سهج اچي ٿي ويو.

آشرم هلائڻ لاءِ هڪ نيماوليءَ جي ضرورت هئي. سو هڪ ناهي ٻين ڏي راين لاءِ موڪليم. ڪيترن مان هڪ سرگروداس بئنرجيءَ جو رايو ياد رهجي ويو اٿم. ڪيس نيماولي وٽي، پرسوچنا ڪيائين تہ ٻين ورتن ۾ نئڙت جو ورت بہ داخل ڪريو. خط ۾ سندس اهوئي سرهو تہ اسان جي جوانن ۾ نمرتا ياو جي گهٽي ڪوتاهي آهي. جيتوڻيڪ مون کي اها ڪوتاهي جتي ڪٿي نظر ايندي هئي، تہ بہ ڊپ هئم تہ نمرتا نمرتا ئي نہ رهندي جي ورت طور داخل ڪبي. نمرتا جو پورو ارٿ تہ پاڻ تيچ ڪرڻ آهي. پاڻ مارڻ لاءِ ٻيا ورت رکجن ٿا. پاڻ مارڻ سو آهي. موک پراپت ڪرڻ. ممڪش يا شيوڪ جي هرهڪ ڪارج ۾ نمرتا. نر ايماني نہ آهي تہ نہ هو ممڪش آهي نہ شيوڪ. هو اهنڪاري، سوارٿي آهي.

آشرم ۾ تنهن وقت اٽڪل 13 تامل هئا. ڏکڻ آفريڪا مان مون سان گڏ پنج تامل ٻار آيا هئا. ٻيا هت مليا. سي گڏي مڙيوئي زالون مرد پنجويهہ ڄڻان شروعات ۾ هئاسين. سڀ هڪ رڌڻي ۾ کائيندا ۽ گڏيل ڪٽنب وانگر رهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

*

(10)

# ڪسوٽيءَ تي چڙهيس

آشرم جي هستيءَ کي اجا تورا ڏينهن مس ٿيا ته جنهن ڪسوٽيءَ جي مون کي آس ڪانه هئي سا ئي ڪسوٽي تي. ڀائي امرتلال ٺڪر وٽان خط آيو ته "هڪ غريب ۽ لائق اڇوت ڪٽنب آشرم ۾ رهڻ لاءِ تيار آهي. توهين ونندس؟"

آءٌ بيشڪ ڇرڪيس. ٺڪر بابا جهڙي ماڻهوءَ جي سفارش تي هڪ اڇوت ڪٽنب هيترو جلد آشرم ۾ ايندو، تنهن جي ذري به اميد ڪانه هيم. ساٿين کي خط پاڙهيم. هنن کي قبول هو. ڀائي امرت لال ٺڪر کي ڄاڻايم ته جي اهو ڪٽنب آشرم جا نيم پالڻ ڪرڻ لاءِ تيار آهي ته اسين به وٺڻ لاءِ تيار آهيون.

دوُدا ڀائي، سندس استري داني ٻيڻ پنهنجو ڌائڪ لاڏلو بار لڇمي وٺي

دوُدا ڀائي بمبئي ۾ ماستر هو. آشرم جا نيم پالڻ ڪرڻ لاءِ تيار هو ۽ به آشرم ۾ ورتس.

بس سهائتا ڪندڙ دوستن ۾ مانڌاٽي اچي پيئي. بنگلي ۾ کوهه مٿان سڪان جي مالڪ جو به دخل هو سو انهي کوهه مان پاڻي ڀرڻ جي تڪليف تي. کوهه تي 'ڪوس' هلائيندڙ مٿان اسان جي پاڻيءَ جا ڇنڊا پون ته پيو ڇيڇي. سو هن گار گند ۽ دوُدا ڀائي کي ستائڻ شروع ڪيو. سڀني کي سمجهايم ته گاريون سانت ۾ سهندا اچو ۽ پاڻي به ضرور ڀريندا اچو. گاريون ماٺ ۾ سهندو ڏسي، ڪوس واري کي نيٺ لڄ آئي ۽ ڏيڻ ڇڏي ڏنائين. پر پئسن جي مدد بند. جنهن ڀاءُ کي شروعات ڪان وٺي شڪ هو ته آشرم جا نيم پالڻ وارو اڇوت نڪرندو ئي ڪونه تنهن ته آشرم ۾ اڇوت داخل ڪرڻ جي آس به ڪانه هئي. پئسن جي مدد بند ٿيڻ سان سماجڪ بهشڪار ٿيڻ جا به افواهه پڌم. ساٿين سان گڏ مون پڪ ڪري ڇڏي هئي ته "جي اسان جو بهشڪار ٿيندو ۽ ڪا مدد نه ملي ته به احمدآباد مور نه ڇڏبي. اڇوتن جي پاڙي ۾ رهي، مزوريءَ مان يا ٻيءَ طرح ڪمائي گذران ڪنداسين."

نيٺ هڪ ڏينهن مگن لال نوٽيس ڏنو تہ، "ايندڙ مهيني آشرم جي خرچ لاءِ پائي ڪانهي." جواب ڏنم تہ، "هلي اڇوتن جي پاڙي ۾ رهنداسين."

اهڙي آزمائش ڪا پهريون دفعو ڪانہ ٿي هئي. پر سڀ ڪنهن پيري پوئين گهڙيءَ ايشور اچي سهاءِ ٿيندو هو. مگن لال اهو نوٽيس ڏنم تنهن کان جلدئي پوءِ هڪ ڏينهن صبح جو ڪنهن ٻار اچي چيم تہ، "ٻاهر موٽر بيٺي آهي ۽ هڪڙو سيٺ سڏيوَ ٿو." آءٌ موٽر ڏي ويس. سيٺ پڇيم تہ، "آشرم کي ڪجهہ مدد ڪرڻي اٿم. سئيڪار ڪندا؟" جواب ڏنم تہ، "ڪجهہ بہ ڏيندا آءٌ ضرور قبول ڪندس. ڪلي ٿو ٻڌايانوَ تہ هن وقت پئسي جي تنگي اٿئون." "سڀاڻي هن وقت اچان تہ آشرم ۾ وينا هوندا؟" مون هائو چيو ۽ سيٺ هليو ويو. ٻئي ڏينهن پوري وقت موٽر جو آواز ٻڌم ۽ ٻارن اچي خبر ڏنيم. سيٺ اندر ڪين آيو ۽ آءٌ ساڻس گڏجڻ ويس. منهنجي هٿن ۾ تيرهن هزار رپين جا نوٽ ڏئي رمندو رهيو.

اهڙي مدد منهنجي خواب خيال ۾ بہ ڪانہ هئي. مدد ڪرڻ جو نمونو بہ اوڙ. آشرم ۾ سيٺ ڪڏهن پير بہ ڪين پاتو هو. پايان ٿو تہ هڪ دفعي ڪٿي گڏيو هو. نہ آشرم ۾ آيو نہ ڪي پڇيائين. ٻاهرو ٻاهران اچي، پئسا ڏيئي واٽ وٺي ويل. اهڙو آزمودو مون لاءِ بہ عجيب هو. مدد کان پوءِ اڇوت پاڙي ۾ وڃڻ جو خيال لاٿوسين. سال کن جو سمر ساڻ موجود هو.

پر جهڙي طرح ٻاهر گوڙ ٿيو اهڙي طرح آشرم اندر بہ ولوڙو پيو. جيتوڻيڪ ڏکڻ آفريڪا ۾ مون وٽ اڇوت ايندا ويندا، رهندا هئا، پر آشرم ۾ اڇتو ڪٽنب جو اچي رهڻ منهنجي استريءَ ۽ ٻين زالن کي ڪين وڻيو. داني ڀيڻ سان ناخوش نہ هيون تہ بہ ڪيس منهن نہ ڏينديون هيون. اهو ڪڏهن ڏسندو هئس يا ويندي ٻڌي وٺندو هئس. پئسي جي تنگيءَ ڪري ذري بہ ڳڻتي ڪانہ هيم. پر هي اندر جو رولو مون لاءِ ڏکيو ٿي پيو. داني ڀيڻ رواجي زال هئي، دوُدا ڀائي ٿورو پڙهيل، پر سمجهو هو ۽ سندس ڌيرج ڏسي آءٌ خوش ٿيندو هئس. وقتي غصو اچي ويندو هئس. پر سڀ ڳالهيون سارينديَ سندس صبر جو منهنجي دل تي چڱو اثر ٿيو. ذريون ذريون ڳالهيون سهڻ لاءِ کيس سمجهائيندو هئس. پاڻ سمجهي داني ڀيڻ کي سهي وڃڻ لاءِ چوندو هو.

انهيءَ ڪٽنب کي آشرم ۾ رکڻ ڪري آشرم گهڻا سبق سکيو آهي.

شروعات ڪان وٺي صفا ڏيکاريو ويو تہ آشرم ۾ اڇوتپڻي جو بنياد ڪونہ هو. انهيءَ ڪري آشرم جي ڪم جو ملهہ وڌيو ۽ انهيءَ طرف ڪم پوءِ سولو ٿي پيو. ائين ڪندي بہ آشرم جو روز بہ روز وڌندڙ خرچ اڪثري پڪن ڏرمشٽ هندن پريو آهي، تنهن مان صفا پڌرو آهي تہ اڇوتپڻي جي پاڙ گهڻي قدر پٽجي ويئي آهي. انهيءَ جون بيون بہ ڪيتريون ثابتيون آهن پر جنهن آشرم اندر اڇوتن سان گڏجي کائجي ٿو تنهن آشرم کي سناتني هندو مدد ڪن اها ڪا ٿوري ڳالهہ نہ آهي.

هن سوال سان لاڳيتن بين ڪن ڳالهين جو فيصلو انهي مان اُٿندڙ نازڪ سوالن جو نيڪال، ڪن اوچتن اهنجن جو سهڻ، ۽ ڪي سچ جي کوج ڪري تجربا انهن سيني جو مکيہ سوال سان واسطو هئڻ ڪري بہ آءٌ ذڪر نٿو ڪري سگهان. جنهن لاءِ معافي طلب آهيان. هاڻي جيڪي فصل ايندا تن سيني ۾ اها خامي رهندي ايندي. ڪي ضروري حقيقتون بہ مون کي ڇڏي ڏيڻيون پونديون، ڇو جو تن ۾ بهرو وٺندڙ اڃا حيات آهن ۽ سندن موڪل بنان سندن نالا ۽ لاڳو حقيقتون ڇوٽ سان ظاهر ڪرڻ مناسب نٿو سمجهان. سيني کان وقت بہ وقت موڪل وٺڻ يا لاڳو حقيقتون لکي وٺن درستيءَ لاءِ موڪلڻ سو بہ ڏکيو آهي. اهو نمونو آتم ڪٿا لکڻ جي حدن جو اُلنگهن ڪرڻ ٿيندو. تنهن ڪري ڊپ اٿم تہ هن کان پوءِ قصو جيتوڻيڪ منهنجي نظر ۾ ستيہ جي ڳولا لاءِ ڪارائتو ٿيندو تہ بہ اڻ پورو ڏنو ويندو. تنهن هوندي بہ پڳوان ڪندو تہ هي قصو اسهڪار جي ڏينهن تائين آڻي پورو ڪندس.

❊

(11)

# گرمٽيا ٻاهر موڪلڻ بند

في الحال هن نئين وسايل ۾ نازين، اندرين ٻاهرين، تڪليفن کان ڇٽل آشرم کي ڇڏي هڪ ٻيءَ ڳالهه تي اچو، جنهن منهنجو تنهن وقت ڌيان ڇڪيو. گرمٽيا يعني مزور جي پنجن يا گهٽ سالن لاءِ اقرارنامي تي صحيح ڪري هندوستان کان ٻاهر مزوري ڪمائڻ ويندا هئا. اهڙن ناتال جي گرمٽين تان 1914ع ۾ سالياني ٽن پائونڊن جي ڍل رد ڪئي ويئي، پر گرمٽ جو رواج اڃان جاري هو. سن 1916ع ۾ پارت ڀوشن پنڊت مدن موهن مالوي اهو سوال وڏيءَ قانوني سڀا ۾ اُٿاريو ۽ لارڊ هارڊنج سندس نهراءُ قبول ڪندي ظاهر ڪيو ته "اهو رواج وقت سر بند ڪرڻ لاءِ مون کي شاهي سرڪار وٽان انجام مليو آهي." پر مون کي ته صاف ائين ٿي لڳو ته هڪدم بند ٿيڻ گهرجي. اهو رواج هندوستان پنهنجي الغرضائيءَ ڪري هيترا ڏينهن اينگهڻ ڏنو هو ۽ ڏنم ته ماڻهن ۾ به اينتري جاڳرتا هئي پر هڪدم بند ڪرائي سگهجي. ڪيترن اڳواڻن سان گڏيس، ڪجهه اخبارن ۾ سوال ڏنيم، ۽ سهي ڪيم ته لوڪ مت به رواج نابود ڪرڻ جي فائدي ۾ هئي. دل ۾ سوچيم ته هن سوال تي ستياگرهه تي سگهي ٿو؟ ستياگرهه بابت من ۾ ذرو به شڪ ڪونه اٿم، پر ڪهڙي طرح شروع ٿيندو سو نٿي سمجهيم.

درميان وائسراءِ 'وقت سر' لفظن جو مطلب وجهه وني سمجهايو. ظاهر ڪيائين ته 'وقت سر معني ٻيو ڪو بندوبست ڪرڻ ۾ جيترو وقت لڳندو اوتري وقت کان پوءِ' اهو رواج بند ڪيو ويندو. تنهن تي 1917ع جي فبروري مهيني ۾ پنڊت مدن موهن مالويءَ گرمٽ جو رواج هڪدم نابود ڪرڻ لاءِ وڏي قانوني سڀا ۾ هڪ قاعدي پيش ڪرڻ لاءِ موڪل گهري، جا درخواست وائسراءِ نامنظور ڪئي.

هندوستان جي گشت تي نڪرڻ کان اڳ نامدار وائسراءِ سان پهرين

گڏجڻ واجب سمجهيم. گڏجڻ لاءِ هن هڪدم ڏينهن مقرر ڪيو. تنهن وقت مسٽر ميفي (هاڻي سرجان ميفي) سندس سيڪريٽري هو. مسٽر ميفي سان چڱو رستو ٿي ويم. لارڊ چيمسفورڊ سان دلاسي جهڙيون ڳالهيون ٿيون. پڪ ته ڪنهن به قسم جي ڪانه ملي پر مدد ڪرڻ جي اميد ڏنائين.

ديس جو گشت بمبئي کان شروع ڪيم. بمبئي ۾ مسٽر جهانگير پيٽٽ ميٽنگ ڪوٺائڻ جو ذمو پاڻ تي کنيو. امپيرئل سٽيزنشپ ايسوسيئيشن جي سهاري هيٺ ميٽنگ ڪوٺائي ويئي. تنهن اڳيان نهراءُ پيش ڪرڻ لاءِ ڪاروباري ڪاميٽي گڏ ٿي. ڪاميٽيءَ ۾ ڊاڪٽر ريڊ، سر للوڀائي ساملداس، مسٽر نٽراجن ۽ ٻيا هئا. مسٽر پيٽٽ ته هئو ئي. نهراءَ ۾ گرمٽ جو رواج بند ڪرڻ لاءِ استدعا هئي. پر ڪڏهن بند ڪجي سو سوال ڪٺو ٿيو. ٽي رايا هئا: 'جيترو جلد ٿي سگهي'، '31 جولاءِ اندر'، هڪدم'. منهنجي صلاح '31 جولاءِ اندر' جي هئي. مون کي ڪنهن مقرر تاريخ جي ضرورت هئي، جنهن ڪري انهي عرصي اندر ڪجهه نه ٿئي ته ويچار ڪجي ته ڪهڙا قدم کڻجن يا کڻي ٿا سگهجن. سر للوڀائي ساملداس جي صلاح هئي ته رواج 'هڪدم' بند ڪيو وڃي. چيائين ته "'31 جولاءِ' کان 'هڪدم' لفظ وڌيڪ جلد رواج بند ڪرڻ ڏي اشارو ڪري ٿو." مون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته عام ماڻهو 'هڪدم' جي معنيٰ نه سمجهي سگهندا. ماڻهن کان ڪجهه به ڪم وٺڻو هجي ته سندن اڳيان صاف صاف لفظ رکڻ گهرجن. 'هڪدم' جو مطلب هرڪو پنهنجي پنهنجي نموني ڪندو. سرڪار هڪ سمجهندي، ماڻهو ٻيءَ طرح سمجهندا. '31 جولاءِ' جي هڪ ئي معني ٿي سگهي ٿي، ۽ جي انهي تاريخ اندر ڪو چوٽڪارو نه ٿيو ته وڌيڪ قدم کڻڻ بابت صلاح ڪنداسين. اهو دليل ڊاڪٽر ريڊ جي من ۾ وينو. آخر للوڀائيءَ کي به 31 تاريخ قبول پيئي ۽ نهراءَ اندر اها تاريخ رکي ويئي. کلي ميٽنگ ۾ نهراءُ پيش ٿيو ۽ ڪئين ميٽنگن ۾ پاس ڪيو ويو.

بمبئي ۾ شريمتي جئجي پيٽٽ جي گهڻي سرجوشيءَ سان استرين جي هڪ سفارت وائسراءِ وٽ ويئي. تنهن ۾ ليڊي تاتا، مرحوم دلشاد بيگم ۽ ٻيون هيون. سڀني ڀينرن جا نالا ته ياد ڪونه اٿم. پر سفارت جو ڏاڍو چڱو اثر ٿيو ۽ نامدار وائسراءِ کين اميدن ڀريو جواب ڏنو.

ڪراچي، ڪلڪتي ۽ ٻين شهرن ۾ به وڃي نڪاءُ ڪيم. سيني هنڌ شاهي ميٽنگون ٿيون ۽ ماڻهن ۾ ڏاڍو تاءُ اُڀريو. جڏهن ڪم شروع ڪيم تڏهن اهڙين ميٽنگن جي ماڻهن جو ايتري تعداد ۾ اچڻ جي مون کي اميد ڪانه هئي.

انهن ڏينهن ۾ اڪيلو مسافري ڪندو هئس. تنهن ڪري آزمودا به عجيب ٿيندا هئم. ڇيڇي پوليس پٺ نه ڇڏي. پر ساڻن تڪرار ڪرڻ جو سبب ئي ڪونه هو. مون کي ڪجهه به لڪائڻو ڪين هو سو نه هو منهنجي ڪونئس ڪندا هئا ۽ نه آءُ ڪين ستائيندو هئس. قسمت سان تڏهن مون تي اجا 'مهاتما' جي مهر ڪانه لڳي هئي، ته به جتي سڃاڻندا هئا اتي ائين پيا پڪاريندا هئا. هڪڙي ڀيري مسافري ڪندي ريلوي ڊٽيڪٽو اسٽيشن تي منهنجي ٽڪيٽ تپاسڻ آيا. نمبر لکڻ آيا. مون کان سوال پڇڻ ۽ امالڪ ڪين جواب ڪٽي ڏيان. پاسيوارن مسافرن ڀانيو ته آءُ ڪو سادو سوڌو يا فقير تن هئس. ٻن ٽئن اسٽيشنن تي ڊٽيڪٽو ور ور ڏيئي آيا تنهن تي هي يار خفي ٿيا ۽ ڊٽيڪٽو کي ٽڙي ڏنائون. "هڪ غريب ساڌوءَ کي ڇو ٿا ناحق تنگ ڪريو؟" ۽ مون ڏي نهاري چون ته، "هنن بدمعاشن کي توهين ٽڪيٽ ڇو ٿا ڏيکاريو؟"

مون ٺڏي سيني ڪين جواب ڏنو ته، "منهنجي ٽڪيٽ ٿا جاچين تنهن ۾ منهنجو ڪي وڃي ڪين ٿو. هو پنهنجو فرض ادا ڪن ٿا. تنهن تي آءُ ڇو خفي ٿيان؟" مسافرن کي اها ڳالهه نه وڻي، مون تي قياس آين ۽ پاڻ ۾ سر پر ڪري ڇوڙ لڳا ته "ههڙن نردوش ماڻهن کي هي ڪمبخت ڇو ٿا هلاڪ ڪن؟"

ڊٽيڪٽو ڪاتي وارن جي تڪليف مون ڪين لڪائي. پر گاڏيءَ ۾ گڙديءَ جي ڪري تڪليف جهڙي لاهور مان دهلي ويندي ٿيم، اهڙي ٻيهر ڪانه ٿي اتم. ڪراچيءَ کان ڪلڪتي لاهور جي رستي وڃڻو هئم. لاهور ۾ گاڏي بدلڻي هئي. پر ٽرين ۾ ڪٿي ڀير پايان سا ڪل ڪانه ٿي پيم. ٻيا مسافر ته زوريءَ هٽي هنڌ ڪري وڃي ويٺا. دروازو بند ته دريءَ مان ٽپي ٽي پيا. مون کي ڪلڪتي ۾ مقرر ڪيل وقت تي پهچڻو ئي هو. جي هيءَ ٽرين گسايان ته وقت سر نه پهچي سگهان. بس جڳهه ملڻ جي اميد لاهي ويٺو هئس. ڪوبه گاڏي ۾ گهڙڻ نه پيو ڏئيم. نيٺ هڪ مزور دلاسو ڏنم ته، "ٻارهن آنا ڏيو ته

جڳهه وني ڏيائو“ چيم تہ ”جڳهه وني ڏي تہ ٻارهن آنا ريءَ جهڙا.“ ويچارو مزور مسافرن کي گهڻو ئي ليلائي پر مون کي ڪير بہ پير پائڻ نہ ڏئي. ترين ڇٽڻ جو وقت پرجي آيو. هڪ گاڏي جي مسافرن چيس تہ 'گاڏي ۾ جڳهه ڪانهي پر جي اندر اچلائي سگهين تہ ڪٽي اچلائينس. پر بيهڻو پوندس'. مزور پڇيم تہ ”ڇا ٿا چئو؟“ مون هائو ڪئي. سو وجهندي ٻک ڪٽي دريءَ مان اندر اچلايائينم. آءٌ اندر ٿيس ۽ مزور ٻارهن آنا ڪمايا.

سڄي رات ڏکي ڪٽي. ٻيا مسافر بہ ڏکيا سکيا وينا هئا. آءٌ مٿئين بينچ جي زنجير جهلي اٽڪل بہ ڪلاڪ بيٺو هئس. درميان ٻيا مسافر ورجائين پيا تہ ”اجا ويهي ڇونہ ٿا وڃو؟“ گهڻو ئي سمجهايومان تہ جڳهہ ڪانهي. ڪٽي وهاڻ. پر مون کي بيٺو ڏسي سهي نٿي سگهيا. چو جو پاڻ مٿئين بينچ تي آرام سان ننڊ ڪوڙي سمهيا پيا هئا. ورچ ور پيا چون. پر جيئن خفي ڪن تيئن آءٌ کين سانت ۾ پيو جواب ڏيان. نيٺ سرچي ويا ۽ منهنجو نام نام پڇيائون. جڏهن نالو ٻڌايومان تڏهن البت لڄ آين. معافي وني پاسي کان جڳهہ ڪري ڏنائون. ”کم کمندن کٽيو“ اها چوڻي ياد آيم. آءٌ بہ ٿڪل ٽنل ۽ مٿو چڪر کائي ويو هئم. وهڻ جي جڳهہ لاءِ آتو هئس تڏهن ايشور ترت ڏني.

نيٺ بيزار ٿي ڪلڪتي پوري وقت تي پهتس. مهاراجا قاسمبزار وٽ رهڻ جو نوتو هئم. ڪلڪتي جي ميٽنگ جو سيا پتي هو. ڪراچيءَ تيئن ڪلڪتي ۾ ماڻهن ۾ ڏاڍو جوش هو. ميٽنگ ۾ انگريز بہ حاضر هئا.

31 جولاءِ کان اڳ گرمٽ جو رواج بند ٿيڻ بابت نهراءُ ظاهر ٿيو. 1894ع ۾ انهيءَ رواج بند ڪرڻ لاءِ پهرين درخواست لکي هئم ۽ اها اميد رکي هئم تہ ڪنهن ڏينهن هيءَ 'اڌ غلامي' نابود ٿيندي. 1894ع کان وني انهيءَ ڪوشش ۾ ڪيترا شامل ٿيا. پر رواج هائي بند ٿيو جو پنيان شڌ ستياگرهہ هو. ايترو ضرور چوندس.

هن ۾ ڪن ٻهرو ورتو ۽ سارو تفصيل وارو قصو 'ڏکڻ آمريڪا ۾ ستياگرهہ جي اتهاس' ۾ پڙهندڙن کي ملندو.

*

(12)

# نيل جو ڦهر

چمپارن راجا جنڪ جي راڄ ڀومي آهي. چمپارن ۾ جيئن انبن جا باغ تيئن 1917ع ۾ نيل جون بنيون هيون. هر ڪو هاري پنهنجي ٻنيءَ جي ويهن حصن مان ٽن حصن ۾ قاعدي موجب نيل پوکڻ لاءِ ٻڌل هو. انهي کي 'تين ڪٺيا' پوک ڪري چوندا هئا. چو جو ويهن ڪٺن جي ايڪڙ مان ٽي ڪٺا نيل جا پوکڻا هئا. چمپارن ويس تنهن کان اڳ چمپارن جو نالو به ڪونه ٻڌو هئم. نيل جي پوک ٿئي ٿي تنهن جي به لک ڪانه هيم. نيل جون چڪيون ڏٺيون هيم. پر اهي چمپارن ۾ تيار ٿينديون هيون ۽ انهن تيار ڪرڻ ۾ هزارن هارين کي ڪشٽ سهڻو پوندو هو تنهن جي ڪابه ڪل ڪانه هئم.

راجڪمار شڪل نالي چمپارن جو هڪ هاري ڏاڍو پيڙيل ۽ ستايل هو. اهو آزار هو سهي نٿي سگهيو. پر پنهنجو دک سهنديءَ هن جي من ۾ سيني تان نيل جي پوک جو ڦهر لاهڻ لاءِ جر لڳي ويئي هئي. لکنوءَ جي ڪانگريس ۾ ويس ته اتي هن هاريءَ مون کي ڪٽي ڏنو. "موڪيل بابو آپ ڪو سب حال بتاوينگي" ائين چوندو وڃي ۽ چمپارن ڏي هلڻ لاءِ زور ڪندو وڃي. وڪيل بابو هو منهنجو چمپارن جو پيارو ساٿي. بهار جي شيوا جيون جو پران. برجڪشور بابو. کيس راجڪمار شڪل منهنجي تنبوءَ ۾ وني آيو. ڪاري ايلپاڪي جو اچڪن (ڏگهو ڪوٽ) ۽ پتلون پيئي هئس. پهرئين پيري ڏسندي مون تي ڪو چڱو اثر ڪونه ٿيو. سمجهيم ته ڀالن پولن هارين کي ڦريندڙ وڪيلن مان هڪ هوندو.

چمپارن جو قصو مون کانئس ٿورو ٻڌو ۽ دستور موجب چيو ته "اکين سان ڏسڻ بنان هن ڳالهه بابت آءٌ ڪابه راءِ ڏيئي نٿو سگهان. توهين ڪانگريس ۾ انهي تي ڳالهائجو. في الحال مون کي موڪل ڏيندا". راجڪمار شڪل کي ڪانگريس جي مدد گهربي ئي هئي. چمپارن بابت ڪانگريس ۾ برجڪشور بابوءَ ڳالهايو ۽ همدرديءَ جو ٺهراءُ پاس ڪرايو.

راجڪمار شڪل راضي ٿيو پر ايتري ۾ خوش ٿي وهڻ وارو نه هو. هو ته مون کي چمپارن جي هارين جو دک اکئين ڏيکارڻ لاءِ منتظر هو. چيومانس

تہ "گشت ڪندي چمپارن ۾ بہ ايندس ۽ هڪ بہ ڏينهن لهندس." چوي تہ "ايڪ دن ڪافي هوگا، نظر سي ديکيئي تو سهي."

لکنوءَ کان ڪانپور ويس، تہ اتي بہ راجڪمار شڪل وينو آهي. "هتان چمپارن بلڪل ويجهو آهي، هڪڙو ڏينهن ڪٽي ڏيو." "هن ڀيري معاف ڪريو پر انجام ٿو ڏيان تہ ايندس ضرور." ائين چئي پاڻ کي وڏيڪ قابو ٻڌم.

آشرم ۾ موٽيس تہ وٽ اُتي بہ وينو آهي! "هاڻي ڀلا ڏينهن مقرر ڪريو." "هينئر چڙهيو آءُ فلاڻي تاريخ ڪلڪتي وڃڻو آهيان. اتي اچي ساڻ گڏ وٺي هلجو." ڪيڏانهن وڃڻو ڇا ڪرڻو ڇا ڏسڻو تنهنجي ذري بہ ٿيت ڪانہ هئم.

ڪلڪتي ۾ آءُ ڀوپين بابوءَ وٽ پهچان ٿي پهچان تہ مون کان اڳ ٿي هي گهر ڪري وينو آهي. بس هن اڻ پڙهيل، اڻ گهڙيل پر اڻ ٽر هاريءَ مون کان کٽيو.

1917ع جي شروعات ۾ ڪلڪتي کان ٻئي ڄڻا نڪتاسين ٻنهي جي پوري جوڙي، ٻئي ڏسڻيءَ هاري جنهن گاڏيءَ ۾ وٺي هليو تنهن ۾ وڃي وينس. صبح جو پاٽنا لٿاسين پاٽنا جي هيءَ منهنجي پهرين مسافري هئي. اهڙو ڪو واقف ڪونہ هئم جنهن وٽ وڃي لهان. ڀانيم تہ راجڪمار شڪل اڻ گهڙيل هاريءَ هوندي بہ هلنديءَ وارو هوندو. ٽرين ۾ ڪجهہ وڌيڪ خبر پيم. پاٽنا ۾ تپڙ ظاهر ٿيا. راجڪمار شڪل هڪ غريب سادو سودو ماڻهو هو. جن کي دوست سمجهيو هئائين، سي وڪيل ڪيس دوست ڪري نہ پر ڪو نوڪر ڪري سمجهندا هئا. ڀلا ڪٿي هاري اصيل ۽ ڪٿي پڙهيل وڪيل! ٻنهي وچ ۾ سانوڻيءَ جي درياهہ جيتري وڇوٽي هئي.

راجيندر بابوءَ جي گهر هلي لٿو. راجيندر بابو جگر ناٿ پريءَ يا ٻئي ڪنهن پاسي نڪري ويو هو. بنگلي تي هڪ بہ نوڪر وينا هئا. ڪائڻ لاءِ ڪجهہ ساڻ هئم. ٿوري کجور گهربي هئم جا راجڪمار بازار مان ڳنهي آيو.

پر بهار ۾ تہ ڇوت ڇات جو سخت آزار هو. منهنجي ڏول جي پاڻيءَ جا ڇنڊا نوڪر کي لڳن تہ ڀيو ڀڄي. ڀلا نوڪر کي ڪهڙي خبر تہ آءُ ڪير ۽ ڪهڙي ذات؟ راجڪمار چوي تہ اندريون ڪاڪوس ڀلي ڪم آڻيو پر نوڪر ٻاهرئين ڏي ڀيو اشارا ڪري. انهيءَ ۾ مون کي ڪا چڙ ڪانہ ٿي لڳي، نڪي ڪي منجهي ٿي ٻينس. اهڙا آزمودا وٺي روڙو ٿي ڀيو هئس. نوڪر تہ پنهنجي ڊيوٽي ٿي ڪئي، ۽ راجيندر بابوءَ بابت فرض ٿي ادا ڪيائين. اهڙن لذتي آزمودن کان پوءِ راجڪمار شڪل بابت جيئن منهنجو مان وڌيو تيئن سندس نسبت اک کلي. بس پاٽنا ۾ لغام وٺي هٿ ۾ ڪيم.

*

(13)

# ٻهاري سرلتا

مؤلانا مظهر الحق ۽ آءٌ ساڳئي وقت لنڊن ۾ پڙهندا هئاسين. تنهن کان پوءِ وري بمبئي ۾ 1915ع جي ڪانگريس ۾ گڏياسين. تنهن سال هو مسلم ليگ جو صدر هو. اڳينءَ واقفيت ڪري پاٽنا جي دعوت ڏيئي چڏي هئائين. انهيءَ دعوت جي زور تي ڪيس چنني لکي پنهنجو بهار ۾ ڪم جاڻايم. هڪدم موٽر وني آيو ۽ پاڻ وٽ رهڻ جو زور ڪيائين. مون سندس شڪرانا ميچيا ۽ جنهن پاسي وڃڻو هئم، تنهن پاسي پهرينءَ ٽرين ۾ روانو ڪرڻ لاءِ چيو. انهي پاسي جي ريلوي گائيڊ مان مون کي ڪا خبر ئي نٿي پيئي. هن راجڪمار شڪل سان ڳالهه ڪئي ۽ پهرين مظفر پور وڃڻ جي صلاح ڏني. ساڳئي ڏينهن سانجهيءَ واريءَ گاڏيءَ ۾ مظفر پور روانو ڪيائين. مظفر پور ۾ تن ڏينهين آچاريہ ڪرپالاڻي هوندو هو. ڪيس آءٌ سڃاڻندو هئس. حيدرآباد (سنڌ) ويو هئس، تڏهن ڊاڪٽر چوئٿرام جي مڪان سندس جيون جي، سندس تياڳ جي، ۽ سندس سهائتا سان هلندڙ آشرم جي ڳالهه ٻڌي هئم. مظفر پور ڪاليج ۾ پروفيسر ۽ آءٌ ويس تڏهن ڪاليج ڇڏي وينو هو. ڪيس تار ڪيم. گاڏي اڌ رات جو پهتي. هو پنهنجا ڪي شاگرد وني گڏجڻ آيو. پر پنهنجو گهر بار ڪونہ هئس سو پروفيسر ملڪاڻيءَ وٽ رهندو هو. مون کي بہ وٽس وني ويو. ملڪاڻي ڪاليج ۾ پروفيسر هو ۽ تن ڏينهن جي وايو منڊل ۾ سرڪاري ڪاليج جو پروفيسر بہ مون کي پاڻ وٽ رهائي سا رواجي ڳالهه نہ هئي.

ڪرپالاڻيءَ بهار ۽ تنهن ۾ خاص ڪري ترهوت ڊويزن جي درگتيءَ جو قصو سڻايو ۽ ڪم جي ڪٺنائيءَ جي بوجهه وڌي. بهارين سان نيڪ رلي ملي ويو هو ۽ منهنجي ڪم بابت ساڻ ڳالهه ڪري ڇڏي هئائين. صبح جو وڪيلن جي هڪ ننڍڙي جماعت آئي، جن مان رامنومي پرساد مون کي چٽو ياد رهجي ويو آهي. هن جي اتساهہ منهنجو ڌيان ڇڪيو. ”توهين جو ڪم

ڪرڻ آيا آهيو. سو هت نہ ٿي سگهندو. توهان کي تہ مون جهڙن وٽ رهڻ گهرجي. گيا بابو هتي جو مشهور وڪيل آهي. سندس پاران وٽس لهڻ لاءِ توهان کي وينتي ڪريان ٿو. اسين سڀ سرڪار کان ڊڄون برابر ٿا. پر جيتري پهچندي اوتري مدد ڏينداسين. راجڪمار شڪل جون ڳچ ڳالهيون سچيون آهن. افسوس جو اج اسان جا اڳواڻ هت ڪونهن. بابو برجڪشور پرساد ۽ بابو راجيندر پرساد کي مون تارون ڪيون آهن. بئي هيتري ۾ اچي نڪاءُ ڪندا. مهرباني ڪري توهين گيا بابوءَ وٽ هلي رهو."اهڙو عرض آءٌ ڪيئن نہ ٻڌان؟ پر من ۾ هبڪيس تہ متان منهنجي رهڻ ڪري گيا بابو ٻن باهين وچ ۾ پوي. پر گيا بابوءَ مون کي ٻي اونو ڪيو ۽ آءٌ وٽس ويس. هن ۽ سندس ڪٽنب مون کي ڏاڍو قرب ڏيکاريو.

برجڪشور بابو دربنگا کان ۽ راجيندر بابو پريءَ کان آيا. هت لکنوءَ وارو نہ پر ٻيو برجڪشور بابو ڏٺم. منجهس بهار جي نئڙت، سادگي، ڀلمانسائي ۽ گهڻي شرڌا ڏسي، منهنجي دل خوشيءَ سان ڀرجي آئي. بهاري وڪيلن جو برجڪشور بابوءَ لاءِ مان ڏسي مون کي عجب لڳو ۽ آنند آيو.

هن وڪيل منڊل ۽ منهنجي وچ ۾ هاڻ جنم جي ڳنڍ ٻڌي. برجڪشور بابوءَ مون کي سڀني حقيقتن کان واقف ڪيو. غريب هارين جا ڪيس کڻندو هو ۽ اهڙا بہ ڪيس هلندڙ هئا. اهڙا ڪيس کٽي هو پاڻ کي آٿت ڏيندو هو تہ غريبن لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪريان پيو. وقتي ڪيس هارائيندو بہ هو. هنن ڀالن ڀولن هارين کان فِي تہ وٺندو ئي هو. تياڳي هوندي بہ برجڪشور بابو ۽ راجيندر بابو فِي ڪين ڇڏيندا هئا. چي ڏنڌي اندر فِي نہ وٺون تہ گهر جو چرخو ڇا مان هلايون ۽ ماڻهن کي مدد ڇا مان ڪريون؟ سندن فين جون رقمون ٻڌي منهنجا ڏند ڇپن سان لڳي ويا. چي 'فلاڻي صاحب کي فقط صلاح ڏيڻ لاءِ ڏهہ هزار روپيہ ڏنم...' هزارن کانسواءِ ٻي ڳالهہ ئي ڪانہ هئي هنن وڪيل دوستن مهڻو ماٺ ڪري ٻڌو ۽ ڪا غلط فهمي ڪانہ پيد اٿي.

ڪيس ٻڌي چيم تہ "منهنجي هيءَ راءِ آهي تہ اهي ڪيس هلائڻ هاڻي بند ڪريون. انهن ڪيسن مان گهڻو ڪين ورندو. جا رعيت اهڙي پيڙبل آهي ۽ جتي سڀ ڏر ۾ رهن ٿا. اتي ڪورٽون ڇا ڪنديون؟ ماڻهن مان ڊپ تڙي ڪيڻ. انهيءَ ۾ ئي سندن شفا آهي. جيسين هيءَ 'تين ڪٺئي' جو

دستور نہ ويندو، تيسين اسين مات ڪري نہ وهنداسين. آءٌ ٻن ڏينهن لاءِ آيو هئس. پر هاڻي ڏسان ٿو تہ هي انڪانيو ڪم ٻہ سال ٻہ ڪاٺي وڃي. پر ايترو وقت بہ آءٌ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. هيءَ ڪم ڪيئن ڪرڻ کپي سو مون کي سُجهي ٿو. پر تنهن ۾ توهان جي مدد گهرجي."

ڏنم تہ برجڪشور بابو ڏاڍو ٿڌي سيني وارو ماڻهو هو. هن جواب ڏنم تہ "جيڪا پڇندي سا مدد توهان کي ڏينداسين. پر مدد ڪهڙي قسم جي کپندو؟" ڳالهيون ڪندي رات گذري ويئي. چيم تہ "هن ڪم ۾ وڪالت جي قابليت جي گهڻي گهرج ڪانہ ٿيندي. توهان جهڙن کان آءٌ منشيءَ ۽ ترجمان جو ڪم وٺندس. هن ۾ جيل بہ وڃڻو پوي. تيار هجو تہ اهڙي ٻي ڳالهہ ڪانهي. جي نہ تہ مرضيءَ جا مالڪ آهيو. پر وڪالت ڇڏي منشي ٿيڻ ۽ ڏنڏو اللحساب ويڙهي رکڻ ڪا گهٽ قرباني نہ آهي. بهراڙيءَ جي هندي آءٌ سمجهي نٿو سگهان. ڪٿيءَ يا اردو ۾ لکيل ڪاغذ پٽ بہ آءٌ پڙهي ڪين جاڻان. اهي پڙهي ترجمو ڪري ٻڌائڻ سو بہ توهان جو ڪم. سو پئسا ڏئي ڪرائڻ جو نہ آهي. هي سڀ شيرا پاو ۽ ٻن پئسي ٿيڻو آهي."

برجڪشور بابوءَ ڳالهہ سمجهي، پر هن منهنجي ۽ پنهنجي ساٿين جي آڏي تپاس هلائي. چيم تنهن مان ڪهڙا نتيجا ٿي نڪتا. ڪيترو وقت وڪيلن جي مدد گهربي، ڪيترا ڄڻا گهربا. ٿورا ٿورا ڄڻا واري وٺيءَ تي اچن تہ ڪم ڪين هلندو ڇا ۽ ٻيا سوال پڇيائين. وڪيلن ۾ ڪيتري تياڳ شڪتي هئي سو ڪائن پڇيائين.

نيٺ پڪ ڪري جواب ڏنائين تہ "اسان مان هيترا ڄڻا جيڪو ڪم چوندا سو ڪرڻ لاءِ تيار آهن. تن مان جيترا چوندا، سي تنهن وقت توهان سان هوندا. جيل وڃڻ جي ڳالهہ نئين آهي تنهن لاءِ پاڻ پڪو ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين."

❊

(14)

# اهنسا ديويءَ جو ساکيات درسن

مون کي هارين جي حالت جاچڻي هئي، نيل جي مالڪن بابت دانهون تپاسڻيون هيون. تنهن لاءِ هزارن هارين سان ملڻو هئم. پر تنهن کان اڳ نيل جي مالڪن کان حال ٻڌڻ ۽ ڪمشنر سان گڏجڻ ضروري سمجهيم. ٻنهي ڏي خط لکيم.

پلئنٽرس ايسوسيئيشن جي سيڪريٽري روڪ نوڪ جواب ڏنم ته 'توهين ڌاريا ماڻهو. توهان کي اسان جي وچ ۾ نه پوڻ گهرجي. پر جي ڪجهه چوڻو هجيوَ ته لکي موڪلجو.' مون سيڪريٽريءَ کي لحاظ سان چٺو جواب ڏنو ته "آءٌ پاڻ کي ڌاريو نٿو سمجهان. ۽ هارين جي ڪوٺ تي سندن حالت تپاسڻ جو مون کي پورو حق آهي." ڪمشنر سان گڏيس. هن ته ڌمڪائڻ هڪدم شروع ڪيو ۽ صلاح ڏني ته اڳتي وڌڻ بنان ترهوت ڇڏي هليو وڃ.

مون ساري حقيقت ساٿين کي ٻڌائي ۽ چيم ته تپاس ڪرڻ کان شايد سرڪار روڪي ۽ پانيم تنهن کان اڳ ترنگ جو تيرٽ ڪرڻو پوي. پر جي پاڻ پڪڙائڻو هئم ته چيم ته موتي هاري ۽ تنهن کان بهتر بيتيا ۾ پڪڙائڻ چڱو ٿيندو. سو جيترو تي سگهيوَ اوترو جلد اُتي پهچڻ لاءِ تياري ڪيو.

چمپارن ترهت ڊويزن جو ضلعو ۽ موتي هاري تنهن ۾ مکيه شهر. بيتيا جي پرسان راجڪمار شڪل جو گهر هو ۽ بيتيا ۾ هارين جي دردناڪ حالت هئي. هو به سندن دردشا ڏيکارڻ لاءِ آتو ۽ آءٌ ڏسڻ لاءِ منتظر هئس.

سو ساٿي وني آءٌ تنهن ئي ڏينهن موتيهاريءَ لاءِ نڪتس. موتيهاريءَ ۾ گورک بابو پاڻ وٽ رهايو ۽ سندس گهر هڪ ڌرمسالا ٿي پيو. اسين هيترا ڄڻا پر سوڙها سڪوڙا رهي پياسين. پهتاسين تنهن ئي ڏينهن ٻڌو سين ته موتيهاريءَ کان پنج کن ميل پري هڪ هاريءَ تي اَتياچار ٿيو آهي. سو پڪ ڪيم ته صبح جو ڌرينڌر بابوءَ سان گڏجي سر زمين تي جاچ لاءِ وڃبو. صبح ٿيو ته هاٿيءَ

تي سوار ٿي اوڏانهن هلياسين. چمپارن ۾ هاٿيءَ جي سواري اهڙي، جهڙي گجرات ۾ ڏيڏگي گاڏيءَ ۾. اڃا رستي تي مس پهتاسين ته پوليس سپرنٽينڊنٽ جي ماڻهوءَ اچي چيو ته "توهان کي سپرنٽينڊنٽ صاحب سلام ڏنا آهن." مون مطلب سمجهيو. ڌرينڌر بابوءَ کي جاچ لاءِ اڳتي موڪليم. آءُ جاسوس سان گڏ ڀاڙي ڪيل گاڏيءَ ۾ چڙهي ويس. هن مون کي چمپارن ڇڏي وڃڻ جو نوٽيس ڏنو ۽ گهر وٺي هلي ڪاغذ تيّ صحيح گهري. مون جواب لکي موڪليو ته مون کي چمپارن ڇڏي نه وڃڻو آهي ۽ اڳتي وڌي جاچ ڪرڻي اٿم. تنهن تي نه ڇڏي وڃڻ ڪري ٻئي ڏينهن ڪورٽ ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ سمن مليم.

سڄي رات جاڳي جيڪي خط پٽ لکڻا هئم سي لکيم، ۽ جيڪي صلاحون برجڪشور بابوءَ کي ڏيڻيون هيم سي ڏنيم. سمن جي خبر باهه وانگر پکڙجي ويئي، ۽ ٻڌم ته موتي هاريءَ ۾ نظارو ڏسڻ وٽان هو. گورک بابوءَ جي گهر ۽ ڪورٽ ۾ ماڻهو ڳاهٽ اچي ٿيا. شڪر جو رات جو ويهي لکپڙهه وغيره جو ڪم لاهي ڇڏيو هئم. تنهن ڪري هن ڀيهه کي منهن ڏيئي سگهيس. ساٿين جو قدر پورو پورو ٿيم. هُو ماڻهن جي حشامن کي سانت ڪرائڻ ۾ لڳي ويا. ڪورٽ ۾ جيڏانهن چران تيڏانهن ماڻهن جا انبوهه پٽ نه ڇڏين. مئجسٽريٽ، ڪليڪٽر ۽ سپرنٽينڊنٽ سان به هڪ قسم جو رستو ٿي ويم. سرڪاري نوٽيسن وغيره تي قاعدي سر اعتراض اٿاريان ها ته اٿاري سگهان ها. پر الٽو سندن نوٽيس وٺڻ ڪري، ۽ عملدارن سان ميناج ۽ شخصي مروت ڏيکارڻ ڪري هو سمجهي ويا ته منهنجو ساڻن وير ڀاءُ ڪونه هو پر فقط سندن حڪم جي سول نافرماني ڪرڻي هئي. تنهن ڪري هو به هڪ ڪري بي اونو ٿيا ۽ مون کي ستائڻ جي بدران مون سان ۽ منهنجن ساٿين سان خوشيءَ سان گڏجي ماڻهن کي سانت ڪرائڻ لڳا. ايترو به اکئين ڏنائون ته اڄ کان پوءِ سندن اختياري لڏي ويئي. ماڻهو کن ساعت سزا جو ڀؤ ڇڏي پنهنجي نئين مليل دوست جي پريم ۾ مگهن ٿي ويا. ياد رهي ته چمپارن ۾ مون کي ڪو ڪونه سڃاڻندو هو. هاري ماڻهو بنهه اڻ پڙهيل هئا. چمپارڻ گنگا جي هن پر، بنهه هماليه جي تري ۾ نيپال جي نزديڪ يعني مون لاءِ نئين دنيا هئي. هت ڪانگريس جو نالو ڇا جو ميمبر ڇا جو. جن نالو ٻڌو هو سي نالو وٺندي يا ميمبر ٿيندي ڪنبيا ٿي. اڄ پاڻ ته ڪانگريس جي

نالي ونڻ بنان، ڪانگريس جي شيوڪن پير پاتو ۽ ڪانگريس کي زور ونايو.

ساٿين سان صلاح ڪري پڪ ڪئي هئم تہ ڪانگريس جو نالو وٺي ڪم نہ ڪبو. نالي سان نہ پر ڪم سان واسطو هو. روئنلو ٿڦڻ سان نہ، پر ڪائڻ سان ڪم آهي. هت ڪانگريس جو نالو بہ هڪ ڀوت هو. ڪانگريس معنيٰ وڪيلن جا جهڳڙا ۽ قاعدي جي چرن مان سرڪي پڄڻ. ڪانگريس معنيٰ بم گولا. ڪانگريس معني هڪڙي چوٽي ٻي ڪرٽي. اها معنيٰ سرڪار ۽ سرڪار جي سرڪار نيل جي مالڪن تي ڪئي. پر ڪانگريس ٻي ڪا وستو آهي، سو اسان کي ثابت ڪري ڏيکارڻو هو. تنهن ڪري اسان پڪو ارادو ڪيو تہ نہ ڪانگريس جو نالو ڳنهبو نہ ماڻهن کي ڪانگريس جي ٻاهرين خبر ڏبي. پر جي ڪانگريس جو نالو جاڻڻ بنان سندس آتما کي جاڻن ۽ انهي موجب هلن تہ اسان لاءِ ڪافي هو نيڪ هو.

تنهن ڪري ڪانگريس جي طرفان لڪل يا ظاهر قاصد ملڪ کي تيار ڪرڻ لاءِ ڪونہ موڪليا ويا. راجڪمار شڪل ۾ هزارن هارين کي سجاڳ ڪرڻ جي شڪتي ڪانہ هئي. منجهس هيستائين ڪنهن بہ راجنيتي ڪم ڪونہ ڪيو هو. چمپارن کان ٻاهر دنيا جي ڪين ذري بہ بوجهہ ڪانہ هئي. تنهن هوندي بہ مون سان ائين مليا جڻ تہ ڪو جهونا دوست هئاسين. تنهن ڪري ائين چوڻ تہ مون ايشور جو اهنسا جو ستيہ جو ساڪيات درسن ڪيو تنهن ۾ ذرو بہ وڌاءُ ڪونهي. بلڪ اهو نسورو سچ آهي. انهي ساڪيات درسن جو مون کي ڪهڙو اڌڪار هو سو تپاسيان ٿو تہ مون کي لوڪن سان پريم بنان ٻيو ڪي ڪين ٿو ڏسڻ ۾ اچي. اهو پريم تنهن پريم يعني اهنسا ۾ منهنجي اچل شرڌا جو روپ هو.

چمپارن جو اهو ڏينهن مون کان وسرڻ جو نہ آهي. مون لاءِ ۽ هارين لاءِ هڪ اُتسو جو ڏينهن هو. قاعدي موجب مون تي، پر سچ پچ سرڪار تي مقدمو هلڻو هو. جا چار ڪمشنر مون لاءِ پڪيڙي هئي، تنهن ۾ الٽو سرڪار ڦاسي پيئي.

*

(15)

# ڪيس ڪڍايو ويو

ڪيس هليو. سرڪاري وڪيل، مئجسٽريٽ وغيره مُنجهي پيا هئا. ڇا ڪجي نہ ڪجي سا خبر ڪانہ ٿي پين. سرڪاري وڪيل شنوائي مهمل ڪرڻ جي گهر ڪري رهيو هو. مون وچ ۾ پئي عرض ڪيو تہ، "ڪيس مهمل ڪرڻ جي اصل ضرورت ڪانہ آهي، ڇو جو چمپارن ڇڏي وڃڻ جو نوٽيس نہ مڃڻ جو گناهہ آءٌ قبول ٿو ڪريان." ائين چئي مون هڪ ننڍڙو لکيل بيان پڙهي ٻڌايو. اهو هيءُ هو:

"ڪرمينل پروسيجر ڪوڊ جي 144 قلم هيٺ نڪتل حڪم نہ مڃڻ جو ڳرو قدم مون ڪيو، ڇو ڪٽڻو پيو تنهن بابت ٿورو بيان عدالت جي اجازت سان پيش ڪرڻ چاهيان ٿو. عرض آهي تہ هت حڪم نہ مڃڻ جو سوال ڪونهي، پر مڪاني سرڪار ۽ منهنجي وچ ۾ مت ڀيد جو سوال آهي. هن پرانت ۾ آءٌ لوڪ شيوا جي مراد سان آيو آهيان. رعيت ساڻ نيل ڪوٺين جا صاحب(پلئنٽرس) ظلم ڪن ٿا، تنهن ڪري سندن طرفان هت اچڻ لاءِ مون تي زور رکيو ويو ۽ مون کي اچڻو پيو. پر سوال جي پوري دريافت ڪانسواءِ آءٌ کين ڪهڙي مدد ڏيئي ٿو سگهان؟ تنهن ڪري جاچ ڪرڻ لاءِ ٿي سگهي تہ سرڪار ۽ نيل ڪوٺين جي صاحب جي مدد سان جاچ ڪرڻ لاءِ آيو آهيان. منهنجي ٻي ڪا مراد ڪانهي. ۽ منهنجي اچڻ ڪري صلح ۾ وگوڙ پوندو يا خونريزي ٿيندي اها ناشدني آهي. منهنجي دعوي آهي تہ اهڙين ڳالهين جو مون کي خاص آزمودو آهي پر سرڪار جي راءِ نرالي آهي. سرڪار جي مشڪلات آءٌ محسوس ڪريان ٿو ۽ ايترو بہ قبول ڪريان ٿو تہ عملدارن مليل حقيقتن موجب قدم کنيو آهي. قاعدي کي مان ڏيندڙ تي ڪري حڪم مڃڻ مون لاءِ سياويڪ هو ۽ من ۾ هئم. پر پانيم تہ ائين ڪرڻ ڪري جن لاءِ هت آيو آهيان، تن ڏانهن فرض ادائي نہ ڪندس. منهنجي خيال موجب

سندن شيوا اچ مون کان سندن وچ ۾ رهڻ ڪري ئي تي سگهي ٿي. تنهن ڪري پاٽمرادو چمپارن ڇڏي نٿو سگهان. اهڙي ڌرم سنڪٽ ۾ چمپارن مان هٽائڻ جو جو بوجو سرڪار مٿان وجهڻو پيم.

"سمجهان ٿو ته هندوستان جي لوڪ جيون ۾ مون جهڙي ماڻهوءَ کي ڪوبه قدم کڻي مثال ڏيکارڻ ۾ بلڪل خبردار ٿيڻ گهرجي. پر منهنجو پڪو نشچو آهي ته جنهن اَٽپٽي حالت ۾ اسين پيل آهيون ۽ جو واقعو مون لاءِ بڻيو آهي، تنهن ۾ مون جهڙي عزت پسند ماڻهوءَ لاءِ ٻيو ڪوبه سلامتيءَ ۽ عزت جو رستو ڪونهي. سواءِ انهيءَ جي ته آءٌ حڪم جي آڻ نه مڃي جا سزا ملي سا مڃي ڪري پوڳيان.

جا سزا ڏيو سا گهٽائڻ جي مراد سان هي بيان پيش نٿو ڪريان، پر اهو ڄاڻائڻ لاءِ ته حڪم جي نافرماني قاعدي موجب قائم ڪيل اختياريءَ جي بي عزتي ڪرڻ لاءِ نه، پر پنهنجي اندر ۾ وڏو قاعدو يعني اندر جو آواز تنهنجي پيروي ڪرڻ جي مراد سان اها نافرماني ڪئي اٿم."

هن کان پوءِ ڪيس جي شنوائي مهمل ڪرڻ جو سبب ئي ڪونه رهيو. پر مئجسٽريٽ توڙي وڪيل کي ٺيٺ ڪانه هئي ته هيئن قصو بڻيو. سو سزا ڏيڻ لاءِ ڪورٽ ڪيس مهمل ڪيو. مون وائسراءِ کي سيني حقيقتن جي خبر تار رستي موڪلي ڇڏي هئي، پاٽنا به تار ڪئي هيم. پنڊت مالويءَ کي به چتايو هئم. سزا ملڻ جي ڏينهن کان اڳ مئجسٽريٽ خبر ڏنم ته گورنر صاحب جي حڪم موجب ڪيس ڪڍايو ويجي ٿو. ڪليڪٽر خط لکيم ته جاچ ڪرڻي هجيو ۽ جاچ ۾ عملدارن جي مدد گهربي هجيو ته ڏينداسين. اهڙي جلد ۽ چڱي نتيجي جي ڪنهن کي به اميد ڪانه هئي.

آءٌ مسٽر هيڪاڪ ڪليڪٽر سان گڏيس. ڏسڻ ۾ نيڪ مرد لڳو ۽ ياڻ ته انصاف پسند هو. چي جيڪي ڪاغذ پٽ گهرجن سي گهري ونجو ۽ گڏجڻو هجيو ته ملجو اچي. هوڏانهن ساري ديس کي ستياگرهه يعني سول نافرمانيءَ جو ديس اندر پدارٿ پاٺ ملي ويو. اخبارن ڳالهه وٺي ڪنئين ۽ چمپارن ۾ منهنجي جاچ جي ڳالهه عالم آشڪار ٿي ويئي.

منهنجي جاچ لاءِ سرڪار طرفان بي طرفداريءَ جي ضرورت هئي. نڪي ڪي جاچ لاءِ اخبارن ۾ ليکن ۽ خاطن جي خطن جي ضرورت هئي. نه

رڳو ايترو پر خطرو هو تہ سخت نقط چينيءَ ڪري يا وڏاءَ ڪري ڪم ڪي هاجي رسي. تنهن ڪري مڪيہ اخبار نويسن کي عرض ڪيم تہ مون وٽ خاطن موڪلڻ جو خرچ نہ ڪن. جيترو ڇپڻ جي ضرورت ٿيندي سو آءٌ پاڻمرادو کين موڪليندو رهندس ۽ وقت بہ وقت خبر ڏيندو رهندس.

خبر هيم تہ چمپارن جا پلئنٽر صاحب ڪاميا ڏاڍا ويٺا هئا. ۽ سمجهيم تہ عملدار بہ ٿريا ڪونہ ويٺا هوندا. اخبارن ۾ سچيون ڪوڙيون خبرون پون تہ وڌيڪ بگڙندا. ۽ سندن ڏمر مون تي نہ، پر غريبن تي قهر ڪندو ۽ جي ائين ٿيو تہ سچين حقيقتن ملڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي. نيل جي صاحبن طرفان اڳ ئي زهريلي هلچل شروع ٿي ويئي هئي. مون بابت ۽ منهنجن ساٿين بابت جيئرا ڪوڙ ڇوڙ لڳا، پر بلڪل خبردار رهڻ ڪري ۽ هلڪي ۾ هلڪي ڳالهہ ۾ سچ کي ڇهڻي رهڻ ڪري سندن تير بي اثر ٿيا.

راجڪشو بابوءَ جي هرطرح گلا ڪرڻ ۾ نيل وارن صاحبن حد ڪري ڇڏي پر جيئن سندس گلا ڪندا رهن تيئن سندس عزت وڌندي وڃي.

اهڙين نازڪ حالتن ۾ نہ رڳو خاطو پر ٻاهريان اڳواڻ گهرائڻ بہ مون واجب ڪين سمجهيو. مالوي جيءَ چوائي مڪو هئم تہ ”وٽيو تڏهن گهرائجو. آءٌ تيار آهيان.“ پر کيس بہ تڪليف ڪانہ ڏنم. هن لڙائيءَ کي راجنيش سروپ وٺڻ ئي نہ ڏنم. جيڪي ٿيندو هو تنهنجي رپورٽ وقت بہ وقت مڪيہ اخبارن کي موڪليندو رهندو هئس. گهڻي آزمودي مان صحيح ڪيو هئم تہ جتي راجنيتي ڪم ڪرڻو آهي، پر جتي سوال راجنيتي نہ آهي، اتي سوال کي راجنيتي رنگ ڏيڻ ڪري ڳالهہ الٽو بگڙي ٿي ۽ سوال غير راجنيتي ڪرڻ ڪري راس ٿئي ٿو تہ شڏ لوڪ شيوا ۾ سڌيءَ طرح نہ تہ اڻ سڌيءَ ريت راجنيتي ڪم بہ سڌ ٿئي ٿو سو چمپارن جي لڙائيءَ ثابت ڪري ڏيکاريو.

❊

(16)

# ڪم جو ڍنگ

چمپارن جي جاچ جو احوال ڏيڻ سو چمپارن جي هارين جو احوال ڏيڻ جهڙو آهي. پر اهڙو بيان فصلن ۾ ڏيئي ڪين سگهبو. وري چمپارن جي جاچ يعني اهنسا ۽ سچ لاءِ وڏو تجربو. انهيءَ سان تعلق رکندڙ حقيقتون جي هفتيوار ياد اچن ٿيون، سي هت لکان ٿو. پيرائتي قصي لاءِ پڙهندڙن کي بابو راجيندر پرساد جو هنديءَ ۾ لکيل ڪتاب ڏسڻ گهرجي.

هاڻي هن فصل جي ڳالهہ تي اچو. گورک بابوءَ جي گهر ۾ جاچ هلايون تہ گروک بابوءَ کي گهر خالي ڪرڻو ٿي پيو. موتهاريءَ ۾ ماڻهو اجا اهڙا بي ڊپا نہ ٿيا هئا جو جهٽ مڪان خالي ڪري مسواڙ تي ڏين. پر بابو برجڪشور پرساد اٽڪل ڪري هڪ وڏي پَٽَ واري جڳهہ مسواڙ تي هٿ ڪئي.

جاچ جو ڪم خرچ بنان هلائڻ ڏکيو هو. هيستائين رعيت جو ڪم رعيت کان پئسا وٺي ڪرڻ جو دستور ڪونہ هو. برجڪشور بابوءَ جي منڊلي گهڻو ڪري وڪيلن جي منڊلي هئي. سو اهڙو ڪو خرچ ڪرڻو پوندو هو تہ کيسي مان ڪڍي ڏيندا هئا. يا تہ يارن دوستن کان وٺندا هئا. جي اسين پاڻ سکيا ماڻهو سو رعيت کان ڪهڙي منهن سان پنون؟ مون بہ پڪ ڪئي تہ چمپارن جي رعيت کان هڪ ڪوڏي نہ اڳاڙبي، جيئن غلط فهمي نہ ٿئي. جاچ لاءِ هندوستان ۾ چندي لاءِ اپيل نہ ڪجي سا بہ پڪ ڪئي سين، متان جاچ قومي ۽ راجنيتي رنگ وٺي. بمبئي جي دوستن پندرهن هزار رپين جي آڇ ڪئي، پر اها بہ ٿورا مڃي انڪار ڪيم. نيٺ انهيءَ تي بيناسين تہ برجڪشور بابو ۽ دوست چمپارن جي ٻاهر پر بهار ۾ دوستن کان مدد وٺندا ۽ باقي کوٽ آءٌ ڊاڪٽر پران جيون داس مهتا کان وٺندس. ڊاڪٽر مهتا لکيو تہ جيتري مدد گهرجي اوتري ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. سو پئسي جي مدد بابت بي اونا ٿياسين. غريب تي گهٽ ۾ گهٽ خرچ ڪري لڙڻو هو تنهن ڪري گهڻن

پئسن جي گهرج هئي بہ ڪانہ ۽ تي بہ ڪانہ. پانيان ٿو تہ مڙيوئي بہ ٽي هزار رپيہ مس خرچ ٿيو. شڪ نہ آهي تہ جيڪي گڏ ڪيوسين تنهن مان 500 يا 1000 رپيا پوءِ بہ بچي پيا.

ٻهرين جنهن نموني رهندا هئاسين سو عجب نمونو ۽ مون کي تہ روز انهيءَ بابت مسخري ڪرڻ جو وجهہ ملندو هو. وڪيلن مان هرهڪ کي ڌار راڌائو نوڪر. هرهڪ جو کاڌو ڌار ڌار تيار ۽ وقتي رات جو ٻارهين بجي کائين! برابر خرچ پنهنجو ڪندا هئا. پر اهڙي رهڻي مون کي ڪين آئڙندي هئي. منهنجي هنن دوستن سان پريم جي ڳنڍ اهڙي پڪي ٻڌجهي ويئي جو اسان جي وچ ۾ غلط فهمي ٿيڻ جو امڪان ڪونہ هو. منهنجون ٺٺوليون ڪل خوشيءَ ۾ ٻڌندا هئا. آخر فيصلو ٿيو تہ نوڪرن کي موڪل ڏجي، سڀ گڏجي کائون ۽ نيم تي کائون. سڀ ڀاڄي خور ڪونہ هئا ۽ بہ رڌڻا هلائڻ ۾ خرچ ٿي وڌيو. سو هڪڙوئي ويشنو کاڌي لاءِ رڌنو هلائڻ جو ارادو ڪيوسين. کاڌو بہ سادو مقرر ڪيوسين. سو سڀ ڪارج سڌ ٿيا. خرچ گهڻو گهٽيو وقت بچيو ۽ ڪم ڪرڻ جي طاقت وڌي.

وڌيڪ طاقت جمع ڪرڻ جي سخت ضرورت هئي. ڇو جو هارين جون پاچاريون ٻيان لکائڻ لاءِ اچڻ لڳيون ۽ هرهڪ لکائيندڙ ڳوٺ جو لشڪر بہ ساڻ ڪاهي ايندو هو. سو جڳهہ ٻاهران باغ تڪر ماڻهن سان ٽمٽار ٿيو پيو هوندو هو. درسن پياسين جي تڙ پيڙ کان مون کي بچائڻ جي ساٿين ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ٻچي نٿي سگهيا. نهرايل وقت تي درسن ڏيڻ لاءِ مون کي ٻاهر ڪڍندا هئا. تڏهن ڇٽبو هو. ٻيان لکندڙ پنج ست ڄڻا هميشه هجن تہ بہ زبانيون ڪٽن ئي نہ. هرويرو سيني جي زبانين جي ضرورت بہ ڪانہ هئي، پر لکائيندي ماڻهن جون من ٺرندو هو ۽ مون کي سندن دلين جي پروڙ پوندي هئي.

زبانون وٺندڙن کي ڪن نيمن موجب هلڻو هو. هرهڪ هاريءَ جي ٻهرين آڏي پڇا ڪندا هئا. نهيم ۾ ڪو ٽُٽي پوي تہ سندس زباني ڪين وٺندا هئا. جنهن جي ڳالهہ بي بنياد سا وٺڻ ئي اجائي. البت انهيءَ ڪري وقت وڌيڪ خرچ ٿيندو هو پر زبانيون وڌيڪ اعتبار جوڳيون ۽ ثابتيءَ جهڙيون هيون.

زبانون وٺڻ مهل ڇپي پوليس جو ڪونہ ڪو عملدار پيو ڦرندو هو. عملدار کي اسين روڪي سگهياسين ٿي، پر اسان نہ رڳو کيس ڪين روڪيو پر ساڻس

لحاظ سان هلندا هئاسين ۽ خبر ڏيئي سگهبي هئي تہ اها بہ ڏيندا هئاسين. سندس ٻڌندي ۽ سندس ڏسندي زبانون ورتيون وبنديون هيون. فائدو اهو ٿيو جو مائٽهو وڏيڪ بي ڊپا ٿيا. ڇپي پوليس جو ڏر هون. سو هليو وين ۽ سندن حاضريءَ ۾ ڏنل زبانيين ۾ وڌاءُ جو گهٽ امڪان رهندو هو. متان ڪوڙ ڪرڻ ڪري عملدار پوءِ ڪين ڦاسائي وجهن تنهن ڊپ کان خبردار ٿي لکائيندا هئا.

مون کي ڪوٺين جي صاحبن کي خار ڪونہ ڏيارٽا هئا. پر ڪين نرمائي سان باز آڻو هئم: تنهن ڪري جنهن صاحب جي برخلاف وڏيڪ دانهون اينديون هئم تنهن کي خط لکندو هئس ۽ سائس گڏجڻ جي ڪوشش ڪندو هئس. سندن پلئنٽرس ايسوسيئيشن جي بہ ملاقات ورتيم ۽ رعيت جون دانهون پيش رکي کائنئن حقيقتون ٻڌيم. منجهائن ڪن کي ڪروڌ هو ڪي بي پرواهہ هئا. پر ڪن فضيت بہ ڏيکاري.

*

(17)

# منهنجا ساٿي

برجڪشور بابو ۽ راجيندر بابو هڪ ٻي مثل جوڙو هو. سنڌن پريم جڻ مون کي اهڙو لؤلو بنائي ڇڏيو جو هڪ ٻه قدم ڪانئن پڇڻ کان سواءِ ڪين ڪٽندو هئس. سنڌن شش چئو ڪي ساٿي ڇئو. سنڀو بابو، انگرهه بابو، ڌرڻي بابو ۽ رامنومي بابو. اهي وڪيل گهڻو ڪري سڀ وقت ساڻ هوندا هئا. ونڌيا بابو ۽ جنڪ بابو وقت ٻه وقت پيا ايندا ويندا هئا. اها سڄي بهارين جي جماعت هئي ۽ انهن جو ڪم ماڻهن جون زبانيون وٺڻ جوئي هو.

پروفيسر ڪرپالاڻي ٻه ضرور اسان سان گڏ ٿي هو. سنڌ جو پر بهار ۾ پڪو بهاري ٿي ويو. اهڙا جزوي شيوڪ ڏٺا اٿم جي جنهن پرانت ۾ وڃن تنهن ۾ پوري طرح هري مري وڃن ۽ ٻئي ڪنهن پرانت جا آهن سا ڪنهن کي سڌ نه ڏين. ڪرپالاڻي اهڙن مان هڪ آهي. چمپارن ۾ سندس مکيه ڏنڊو دربان جو هو. تنهن وقت ائين ڪٿي سمجهيائين ته سندس ڪم مون کي درسن جي پياسين کان بچائڻ جوئي هو. ڪن کي مسخري ڪندي روڪيندو هو ته ڪن کي اهنسڪ ڌمڪيون ڏيندو هو. رات ٿئي ته پروفيسري شروع ڪندو هو ۽ سيني کي کلائيندو وندرائيندو هو ۽ جي ڪو ڏڄڻو اچي ته کيس جوش ڏياريندو هو.

مولانا مظهر الحق منهنجن مددگارن جي ياداشت ۾ پاڻ کي رجسٽر ڪرائي ڇڏيو هو ۽ مهيني ۾ هڪ ٻه پيرا مٿيو ٿي ليئو پائي ويندو هو. تن ڏينهن سندس ٺاهريون ٺاٺ طومان ۽ اڄ سندس سادگيءَ وچ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. اسان وٽ اچي پنهنجي اوتي ويندو هو. پر ٺاهرين صاحبي رکڻ ڪري ڌارين کي اسان کان نرالو ڏسڻ ۾ ايندو هو.

جيئن آزمودو ملندو ويم تيئن ڏٺم ته جي چمپارن م سچو پچو ڪم ڪرڻو آهي ته ڳوٺڙن ۾ واهڻن ۾ سکيا ڏيڻ گهرجي. ماڻهن جو جاهلپڻو

دردناڪ هو. ٻوناٽن جا ٻار رليا پنيا پئي, يا تہ سندن مائٽ ڪين ٻن ٽن ڏوڪڙن لاءِ نيل جي پوک ۾ سارو ڏينهن وهائيندا هئا. تڏهن مڙدن جي مزوري ڏهہ پئسا مس, زالن جي ڇهہ ۽ ٻارن جي ٽي پئسا هوندي هئي. چار آنا روز ڪمائي سو مزور نصيب وارو سمجهبو هو.

ساٿين سان صلاح ڪري پهرين ڇهن ٻوٺن ۾ ٻاراڻا اسڪول کولڻ جو ارادو ڪيوسين. شرط اهو تہ هرهڪ ٻوٺ جو وڏيرو مڪان ۽ ماستر جو کاڌو ڏيندو ۽ ٻاقي خرچ اسين پرينداسين. هنن ٻوٺن ۾ پئسن جا ريلا ڪوتا تي وهيا پر اناج وغيره ڏيئي سگهيا ٿي. سو ڪچو ان ڏيٽو ڪيائون.

پر ماستر ڪٿان پيدا ڪجن سو ٻرو سوال هو. ٻهار ۾ مختصر پگهار تي يا بنا پگهار ماستر ملڻ ڏکيا. مون ڇيو تہ رواجي ماسترن جي هٿ ۾ ٻار سونپڻ نہ کپن. ماستر جي ڪتابي لياقت ڀلي گهٽ هجي پر سندس چرتر چڱو هئڻ کپي. تنهن ڪري انهيءَ ڪم لاءِ مون اپيل ڪئي. اپيل تي گنگا ڌر راو ديشپنڊي بہ جڻا موڪليا. بابا صاحب سومن ۽ پنڊليڪ. بمبئي مان اونتيڪا ٻائي گوکلي آئي. مهاراشٽرا مان آنندي ٻائي آئي. مون وري ڇوٽا لال, سريندر ناٿ ۽ پنهنجي پٽ ديوبداس کي گهرايو. تنهن وقت مهاديو ڍيسائي ۽ نرهري پرک بہ مون سان اچي شامل ٿيا هئا. مهاديو جي استري درگا ڀيڻ ۽ نرهريءَ جي استري مڻي ڀيڻ سي بہ آيون. ڪستور ٻائيءَ کي بہ گهرايو هئم. ماسترن ۽ ماستريائڻين جي ايڏي ٽولي ڪافي هئي. شريمتي اونتيڪا ٻائي ۽ آنندي ٻائي ٻئي پڙهيلن جي قطار ۾ ليکبيون, پر مڻي ڀيڻ ۽ درگا ڀيڻ کي تہ گجراتي مس تي آئي. ڪستور ٻائيءَ کي پاڻ ۽ تہ اوتري بہ ڪانہ ٿي آئي. ڀلا اهي گجراتي ڀينرن ٻارن کي هندي ڪيئن پاڙهين؟

ڪين سمجهايم تہ ٻارن کي وياڪرڻ ڪونہ سيکارڻو هئن, پر اٿڻ ويهڻ سيکارڻو هئن ۽ لکڻ پڙهڻ کان صفائي صحت جا نيم وڌيڪ سيکارڻا هئن. تہ هندي, گجراتي ۽ مرهٽيءَ ٻولين وچ ۾ گهڻو تفاوت ڪونهي ۽ پهرين درجي ۾ فقط ڪ ک ۽ انگ سيکارڻ ۾ ڪابہ ڏکيائي ڪانہ ٿيندي ڏنوسين تہ هنن ڀينرن جا ڪلاس ڏاڍي مزي ۾ هليا. ڪين پاڻ ۾ ايمان آيو ۽ ڪم مان رس بہ آين. اونتيڪا ٻائيءَ جو اسڪول آدرشي اسڪول بڻيو. هن بہ اسڪول کي پنهنجا پراڻ ڪٽي ڏنا. البت جاڻندي بہ گهڻو ئي هئي انهن ڀينرن جي معرفت ٻوناٽن جي استرين ۾ بہ سرجوشي پيدا ٿي.

پر مون کي فقط سکيا تي زور ڪين ڏيڻو هو. ڳوٺن ۾ گندگيءَ جي حد ڪانہ هئي. گهٽين ۾ ڪچرو ڪوهن وٽ گپ ۽ بدبوءِ، گهرن جا اڱڻ بيهي ڏسڻ جهڙا نہ هئا. وڏن کي بہ صفائي جي سکيا جي ضرورت هئي. ماڻهن ۾ ڪي بيماريون پکڙيل هيون. اسان جو خيال هو تہ جيترو ٿي سگهي اوترو سڌارو ڪجي ۽ انهيءَ نموني ماڻهن جي جيون جي هرهڪ ڀاڱي ۾ گهري مدد ڪجي.

اهڙي ڪم ۾ ڊاڪٽر جي ضرورت هئي. سو گوکلي جي سوسائٽيءَ کان ڊاڪٽر ديو جي ٻانهن گهريم. هن سان پريم جو ناتو تہ اڳي ئي ٻڌجهي ويو هئم. ڇهن مهينن لاءِ سندس شيوا جو لاڀ مليو. سندس نظرداريءَ هيٺ ماسترن ۽ ماسترياڻين کي ڪم ڪرڻو هو.

سڀني کي سمجهايو ويو هو تہ ڪوبہ نيل ڪوٺين جي صاحبن خلاف فرياد ٻڌڻ ڏي ڌيان نہ ڏئي، راڄنيتي ڪم ۾ نہ اٽڪي پوي ۽ فرياد ڪندڙ کي سڌو مون ڏي روانو ڪري. ڪنهن بہ پنهنجي حد کان ٻاهر هڪ قدم ڪين کنيو. چمپارن جي ساٿين اهو نيم عجيب نموني پالن ڪيو. مون کي اهڙو هڪ بہ موقعو ياد ناهي جنهن ۾ ڪنهن بہ مليل حڪم جو اُلنگهن ڪيو.

⁂

(18)

# ڳوٺن ۾ گهڙي پوڻ

گهڻو ڪري هر هڪ اسڪول ۾ هڪ ماستر ۽ هڪ ماسترياڻي رکيا ويا هئا. انهن جي معرفت ئي دوائون ڏيڻ ۽ ٻيو سداري جو ڪم ڪرڻو هو. ماسترياڻين معرفت استرين کي سجاڳ ڪرڻو هو. دوائون ڏيڻ جو ڪم بلڪل سولو ڪري ڇڏيو هئوسين. ارنڊيءَ جو تيل، ڪوئينن ۽ ملم، بس اهي ئي دوائون اسڪولن ۾ رکيون وييون. جيڀ خراب هجي ۽ قبضيءَ جي دانهن ڪري ته ارنڊيءَ جو جلاب. تپ ٿئي ته ڪوئينن ۽ ڦرڙي ڦٽ هجي ته صفا ڪري ملم پٽي ٻڌي ڇڏيندا هئا. دوا يا ملم ڪنهن کي وري گهر کڻي وڃڻ لاءِ ڏبو هو. ڪنهن کي ڪو وڏو مرض هجي ته ڊاڪٽر ديو کي ڏيکارڻ لاءِ ترسندا هئا. ڊاڪٽر مقرر ڪيل ڏينهن تي ٻيو ڳوٺن ۾ چڪر هڻندو هو. انهيءَ معمولي بندوبست جو به ماڻهو چڱيءَ طرح فائدو وٺندا هئا. عام مرض ٿورائي آهن ۽ تن جي علاج لاءِ برک ڊاڪٽرن جي ضرورت نٿي ٿئي. اها ڳالهه پڙهندڙ ياد رکندا ته مٿيون بندوبست هرو ڀرو ڪل جهڙو ڪين لڳندن. ماڻهن کي ته ڪل جهڙو اصل ڪين لڳو.

باقي سداري جو ڪم ڪٺن هو. ماڻهو گندگي دور ڪرڻ لاءِ پاڻ تيار نه هئا. جي ٻني کيڙيندا هئا. سي به پنهنجي ڪرتي هٿن سان ڪٺي صفائي ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. پر ڊاڪٽر ديو مات ڪري وهڻ جهڙو نه هو. هن پاڻ شيوڪن سان گڏجي هڪ ڳوٺ جو رستو صفا ڪيو. گهرن جي اڱڻن مان ڪچرو ڪڍيو. کوهه جي آس پاس ۾ کڏون پريون ۽ کوهه مان گپ چڪ ڪڍي ۽ ڳوٺ جي ماڻهن کي صفائي جي ڪم لاءِ شيوڪن جي منڊلي ناهڻ لاءِ سمجهايو. ڪيترن هنڌن ماڻهو نيٺ لڄ تي ڪم ڪرڻ لڳا، ۽ ڪن هنڌن منهنجي موٽر جي لنگهڻ لاءِ پنهنجن هٿن سان رستا مرمت ڪيا. اهڙين مٺين رهاڻين سان ماڻهن جي بي پرواهيءَ جا ڪُورا آزمودا به ٿيندا هئا. سداري جي ڳالهه ٻڌي ڪن ڪن هنڌ ماڻهو ناراض ٿيا سو به ياد اٿم.

هڪڙو آزمودو جو مون ڪيترين زالن جي ميٽنگن ۾ ٻڌايو آهي تنهن جو هت ٻه ذڪر ٿو ڪريان پيتي هروا نالي ڳوٺ ۾ سان ٻيو هڪ ننڍڙو واهڻ آهي. اتي ڏٺم ته ڪيترن پيٽرن جا ڪپڙا بلڪل ميرا هئا. سو ڪستور بائيءَ کي پڇڻ لاءِ موڪليم ته ڇو نه ٿي ڪپڙا ڌوٽي بدلايائون. تنهن تي هڪڙي جٽي ڪيس پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ وٺي وڃي ۽ ڇيائينس ته "تون ڏس هت ڪو ڪپڙن لاءِ ڪٻٽ پيٽي ڪانهي. مون وٽ اها جيڪا ٻت تي ساڙهي ڏسين ٿي سائي آهي. هاڻ ٻڌاءِ ته اها لاهي ڪيئن ڌوئان؟ مهاتما کي چئو ته مون کي هڪ ساڙهي ڏيار ته روز آءٌ سنان ڪريان ۽ ڪپڙو به بدلايان." اهڙيون جهوپڙيون هندوستان ۾ جزوي ڪونهن. اڪيچار ماڻهن جي جهوپڙين ۾ نه پيتي ڪٻٽ نه ڪپڙو لٽو ليندو ۽ اهي فقط هڪڙو وڳو ڍڪي گذر ڪن ٿا.

هڪ ٻيو به آزمودو لکڻ جهڙو آهي. چمپارن ۾ بانس جي لڪڙي ۽ گاهه جي کوٽ ڪانهي. ماڻهن پيتي هروا ۾ جيڪا اسڪول جي جڳهه ناهي هئي سا به بانس ۽ گاهه جي نهيل هئي. ڪنهن شخص رات جو باهه ڏيئي جڳهه ساڙي ڇڏي ماڻهن جو آس پاس نيل ڪوٺين جي صاحبن جي چاڙتن ۾ گمان هو. وري بانس ۽ گاهه جي جڳهه ناهڻ مناسب نه سمجهيائون. اهو اسڪول سريجت سومڻ ۽ ڪستور بائيءَ جي هٿ ۾ هو. سريجت سومڻ پڪين سرن جو مڪان ناهڻ جو ارادو ڪيو پاڻ هٿن سان ڪم شروع ڪيائين ته ٻين کي به جوش آيو ۽ هيتري ۾ سرن جو پڪو مڪان تيار ٿي ويو ۽ وري باهه لڳڻ جو ڊپ ڪين رهيو.

انهيءَ طرح اسڪولن، دوائن ۽ سڌاري جي ڪمن ڪري ماڻهن جو سيم شيوڪن ۾ ايمان ٻڌو ۽ عزت وڌي سيني تي چڱو اثر ٿيو.

پر مون کي دلگير ٿي چوڻو ٿو پوي ته انهن ڳوٺن جو ڪم قائم ڪرڻ جي مراد پوري نه ٿي. سيم شيوڪ جي آيا هئا سي ڪنهن نه ڪنهن عرصي لاءِ آيا هئا. ٻيا نوان ملڻ مشڪل ڪم هو ۽ ٻهار ۾ ڳوٺن لاءِ دائمي ڪم ڪندڙ پٺيهه نٿي مليا. منهنجو به چمپارن جو ڪم پورو ٿيڻ تي هو ته ايتري ۾ ٻيو ڪم منهن ڪڍي بيٺو ۽ گهلي ويم. تنهن هوندي به اٽڪل ڇهن مهينن جو ڪيل ڪم اهڙو زور وٺي ويو جو هڪ نه ٻئي روپ ۾ سندس اثر اڃا ظاهر رهندو اچي.

※

(19)

# روشن پاسو

هڪڙي پاسي سماج شيوا جو ڪم تي رهيو هو تہ ٻئي پاسي دردن جا داستان درج ٿي رهيا هئا. هزارن جون ڪهاڻيون لکيون ويون. تنهن جو بہ ڪيئن نہ اثر ٿئي؟ منهنجي اوطاق ۾ جيئن جيئن ماڻهن جي آمدرفت وڌي تيئن تيئن ڪوٺين جي صاحبن کي غصو چڙهندو ويو. منهنجي جاچ جلد بند ڪرائڻ لاءِ ڪين گهٽايائون.

هڪڙي ڏينهن مون وٽ بهار جي سرڪار وٽان ڪاغذ آيو. مطلب هي هو تہ "توهان جي جاچ گهڻي وقت کان هلي رهي آهي ۽ هاڻي توهان کي جلد ڪم بند ڪري بهار ڇڏي وڃڻ گهرجي." ڪاغذ مروت سان لکيل هو پر مطلب صفا پيو هو. مون جواب ڏنو تہ جاچ البت وقت وٺندي، ۽ پوءِ بہ جيسين ماڻهن جي ڏک جو بلو نہ ٿيندو تيسين بهار ڇڏڻ جو خيال ڪونہ هئم. ائين بہ ڏيکاريم تہ جاچ جو ڪم هڪدم بند ڪرڻ لاءِ هڪ ئي تدبير هئي تہ سرڪار ماڻهن جون دانهون سچيون سمجهي داد ڪري، يا تہ دانهن کي وزن ڏيئي هڪ جاچ ڪاميٽي مقرر ڪري. گورنر سر ايڊورڊ گيٽ مون کي سڏايو ۽ جاچ ڪاميٽي مقرر ڪرڻ جو ارادو ٻڌايو ۽ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ لاءِ مون کي عرض ڪيو. ڪاميٽيءَ جا ٻيا ميمبر ڏسي، ساٿين سان صلاح ڪري ميمبر ٿيڻ مون هن شرط تي قبول ڪيو تہ جاچ مهل ٻين سان صلاح ڪرڻ جي مون کي ڇوٽ اجازت رهندي، تہ ميمبر هوندي بہ آءٌ هارين جو حمايتي رهندس. ۽ جاچ ٿيڻ کان پوءِ بہ آءٌ راضي نہ ٿيس تہ هارين جو ڀلو ڪرڻ لاءِ ۽ سندن رهبري ڪرڻ لاءِ ڇٽل رهندس.

سر ايڊورڊ گيٽ اهي شرط واجب سمجهي قبول ڪيا. مرحوم سر فرئنڪ سلاءِ ڪاميٽيءَ جو پرمک مقرر ڪيو ويو. جاچ ڪاميٽيءَ هارين جا سڀ فرياد سچا سمجهيا. ڪوٺين جي صاحبن غير واجبي طرح کائن پئسا

اڳاڙيا هئا تن جو ڪجهه حصو واپس ڪرڻ لاءِ ۽ تين ڪنبا جو قاعدو رد ڪرڻ لاءِ سفارش ڪئي.

اها رپورٽ پيڪراءِ ٿيڻ لاءِ ۽ آخر قاعدو پاس ڪرڻ لاءِ سر ايڊورڊ گيٽ گهڻي جفا ڪشي ڪئي. جي پاڻ مضبوط نہ رهي ها يا چترائي نہ ڏيکاري ها تہ رپورٽ پيڪراءِ پيش نہ ٿئي ها ۽ آخر اهو قاعدو بہ پاس نہ ٿئي ها. ڪونيءَ وارن صاحبن جي ڏاڍي هلندي هئي. رپورٽ ٿيڻ کان پوءِ بہ منجهائن ڪيترن بل تي سخت اعتراض ورتا. پر سر ايڊورڊ گيٽ توڙ تائين محڪم رهيو ۽ ڪاميٽيءَ جون سفارشون پوريون تعميل ڪيون.

انهيءَ ريت هڪ سؤ ورهين کان چالو تين ڪنيا جو قاعدو ٽٽو ۽ تنهن سان گڏ ڪونيءَ وارن صاحبن جي ايامڪاري پوري ٿي. جا رعيت دبيل پيڙيل هئي. تنهن کي پنهنجي شڪتيءَ جو ڪجهه خيال آيو ۽ اهو وهم تہ نيل جو داغ ڌوپڻ جو نہ آهي لهڻ جو ناهي سو دور ٿيو.

دل هيم تہ چمپارن ۾ شروع ڪيل ڪم ڪي سال جاري رکان، اسڪول کوليان ۽ ڳوٺڙن ۾ وڌيڪ پير کوڙيان. بني تيار هئي. پر بندي جي من ۾ هڪڙي، ايشور جي من ۾ بي. دل ۾ هڪ ڳالهه سوچي هيم پر وڌائا ٻئي ڪم ڏي تاڻي ويم.

*

(20)

# مزورن سان سنبنڌ

اجا چمپارڻ جي ڪاميٽيءَ جو ڪم آءٌ سماپت ڪري رهيو هئس ته ايتري ۾ کيڊا (گجرات) مان موهن لال پانڊيا ۽ شنڪر لال پرڪ وٽان خط آيا ته کيڊا ضلعي ۾ فصل نه ٿيڻ ڪري آبادگار زمين جي ڍل ڀري نٿا سگهن ان ڪري اتي وڃي مانهن جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ مون تي زور ڪيائون. پر ڪنهن بلڪي اکئين جاچ ڪرڻ کانسواءِ صلاح ڏيڻ نه ٿي چاهيم. نه تي همٿ ٿيم.

ٻئي طرفان وري شريمتي انسويا ڀيڻ وٽان خط سندس مزور منڊل (يونين) بابت پهتم. مزورن جي ڪمائي گهٽ هئي. پگهار وڌائڻ لاءِ هنن ڪيتري وقت کان ڌنيو هو ۽ سندن رهبري ڪرڻ جي به مرضي هئم. پر ننڍو ڪم به پري کان ويٺي هلائڻ نٿي آيم. سو پهريون وجهه وٺي آءٌ احمدآباد ويس. من ۾ هئم ته ٻنهي ڳالهين جي پڇا ڪري جلدئي چمپارڻ موٽندس، ۽ اتي جي رچيل ڪم جي ديک ريک ڪندس.

پر احمدآباد پهچندي اهڙا ڪم نڪري پيا جو ڪيتري مدت تائين آءٌ چمپارڻ موٽي ڪين سگهيس ۽ جي شالائون هلنديون هيون، سي هڪ ٻئي پٺيان بند ٿينديون ويون. مون ۽ منهنجن ساٿين ڪيترا هوائي قلعا اڏيا هئا، پر في الحال ته اهي غائب ٿي ويا.

چمپارڻ جي ڳوٺن ۾ اسڪولن ۽ سڌارن کان سواءِ گئو رڪشا جو ڪم به هٿ ۾ ڪنيو هئم. ديس اندر سفر ڪندي ڏٺو اٿم ته گئو شالائن ۽ هنديءَ جي پرچار جو جڻ مارواڙين اجارو ڪري ڇڏيو آهي. ٻيتيا ۾ هڪ مارواڙي گرهست پنهنجي ڌرمشالا ۾ مون کي اچهو ڏنو هو. ٻيتيا جي مارواڙي گرهستن پنهنجي گئو شالا ڏي منهنجو ڌيان ڇڪايو. گئو رڪشا بابت جيڪي هاڻي خيال اٿم سي تڏهن به گهڻي پڪا ٿي چڪا هئم. منهنجي ليکي گئو رڪشا معني گانءِ جي اولاد جو واڌارو سڌارو، ٻيل کان وٺ آهر پورو ڪم

ونڻو. گئوشالا کي عمدو دوڌ آليہ (Dairy) بنائڻو وغيره. اهڙي ڪم ۾ مارواڙين پوري مدد ڏيڻ جو انجام ڏنو هئم. پر آءُ جو چمپارڻ ۾ هڪ تڪ رهي نہ سگهيس. سو هيءُ ڪم اڌورو رهجي ويو. بيتيا ۾ اڄ بہ هڪ گئو شالا آهي، پر اها آدرشي دوڌ آليہ اڃا ڪانہ ٿي آهي. چمپارڻ جو بيل اڃا تائين گهڻي پيو. نالي جا هندو بيلن کي نردئي ٿي آزارين ٿا ۽ پنهنجو ڌرم کوهين ٿا. اهو کٽڪو هميشه لاءِ منهنجي من ۾ رهجي ويو آهي ۽ جڏهن جڏهن چمپارڻ ويندو آهيان، تڏهن هي ضروري ڪم اڌورو رهجي وڃڻ ڪري ٿڌا ساهہ پريندو آهيان ۽ انهيءَ ڪري مارواڙي پائرن ۽ بهارين جا منا مهاڻا ٻڌندو آهيان.

اسڪولن جو ڪم هڪ نہ ٻئي نموني ٻين هنڌ هلي پيو. پر گئوشالا جي ڪم اڃا پير ڪونہ کوڙيو هو. تنهن ڪري ان کي پوري رستي تي چالو ٿيڻ جو زور ڪونہ مليو.

احمدآباد ۾ کيڊا ضلعي جي ڪم بابت صلاح مصلحت هلي رهي هئي تہ درميان مون مزورن جي ڪم ۾ هٿ ڪٽي وڌو. منهنجي نهايت نازڪ حالت هئي. مزورن جو ڪيس مون کي بلڪل زبردست نظر آيو. شريمتي انسويا ٻيڻ کي پنهنجي سڳي ڀاءُ سان لڙڻو ٿي پيو. ڇو جو مالڪن طرفان سريجت امبالال ساريا ڀائي مکيہ ڀهرو ورتو هو. ڪارخانن جي مالڪن سان منهنجو مٺو سنٻنڌ هو ۽ ساڻن ڇڪري ڪائڻ سولي ڳالهہ نہ هئي. صلاحون ڪري امين مقرر ڪرڻ لاءِ کين وينتي ڪيم، پر مالڪ چون تہ مزورن ۽ پنهنجي وچ ۾ ڏارين کي دست اندازي ڪرڻ نہ ڏيندا سين، لاچار هڙتال ڪرڻ جي صلاح ڏنم. اها صلاح ڏيڻ کان اڳ مزورن ۽ سندن اڳواڻن جي پرسنگ ۾ چڱي طرح آيس. کين هڙتال ڪرڻ جا شرط ذهن نشين ڪيم:

(1) شانتيءَ جو ڀنگ نہ ڪرڻو.

(2) جي ڪم تي وڃي چڙهن تن کي هلاڪ نہ ڪرڻو.

(3) پني اَنُ نہ کائڻو.

(4) هڙتال ڪيستائين بہ هلي تہ مضبوط رهڻو ۽ ڪانہ ڪا مزوري ڪري پيٽ پالڻو.

اهي شرط اڳواڻن سمجهيا ۽ قبول ڪيا. مزورن جي ميٽنگ تي ۽ تنهن

۾ نهراءُ ڪيائون تہ جيسين گهرون قبول نہ پونديون يا جاچ لاءِ بئنچ مقرر نہ ٿيندا، تيسين ڪم تي نہ چڙهنداسين. انهيءَ هڙتال وقت سريجت ولڀ ڀائي ۽ سريجت شنڪر لال بئنڪر سان پوريءَ طرح سڃاڻپ ٿيم. شريمتي انسويا ڀيڻ سان اڳ ۾ ئي چڱي واقفيت ٿي وئي هيم.

هڙتال ڪندڙن جي ميٽنگ روز نديءَ جي ڪناري تي هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ ٿيندي هئي، ميٽنگ ۾ سوين ايندا هئا. پرتگيا بابت بہ روز کين يادگيري ڏياريندو هئس، شانتي رکڻ ۽ سؤمان سنڀالڻ لاءِ کين تاڪيد ڪندو هئس. روز پنهنجو 'ايڪ ٽيڪ' (پرتگيا تي قائم) جو جهنڊو کڻي بازار مان سانت ۾ سرگس ڪڍي ميٽنگ ۾ ايندا هئا.

هڙتال ايڪويهہ ڏينهن هليو. تنهن وچ ۾ وقت بہ وقت آءٌ مالڪن سان صلاح ڪندو رهيس ۽ انصاف ڪرڻ لاءِ کين وينتي ڪندو هئس. پر جواب ڏين تہ "اسان جي بہ پرتگيا آهي. اسان ۽ اسان جي مزورن وچ ۾ پيءُ پٽ جو ناتو. اسان جي وچ ۾ ڏاريو ٽپي پوندو سو ڪيئن سنو ٿيندو؟ پيءُ پٽ وچ ۾ بہ ڪو پئنچ ويهي سگهندو؟"

❊

(21)

# آشرم ۾ ليئو

مزورن جي هڙتال جو وڌيڪ ذڪر ڪرڻ کان اڳ آشرم ڏي ورڻ جي ضرورت آهي. چمپارن ۾ هوندي بہ آشرم آءُ ڀُلجي ڪونہ ويو هئس. ٿوري گهڻي ڏينهين ليئو پائي ويندو هئس.

احمدآباد پرسان ڪوچرب هڪ ڳوٺڙو آهي ۽ آشرم جو مڪان انهيءَ ڳوٺڙي ۾ هو. ڪوچرب ۾ پليگ منهن ڏيکاريو. بالڪن کي تنهن ڪري اتي سلامت نتي سمجهم. صفائيءَ جا نيم ڪهڙي بہ خبرداريءَ سان اسين ڪٽي پالن ڪريون تہ بہ آس پاس جي گندگيءَ کان آشرم کي بچائڻ ناشدني هو. ڳوٺ وارن کان صفائي جا نيم پالن ڪرائڻ يا اهڙيءَ ويل وچي شيوا ڪرڻ جي اسان ۾ طاقت ڪانہ هئي. اسان جو آدرش اهو هو تہ آشرم شهر توڙي ڳوٺ کان ٻاهر رکجي، پر ايترو پري بہ نہ جو اتي پهچڻ مشڪل ٿئي. دل م سوچيو هئوسين تہ ڪنهن ڏينهن آشرم زور وٺندي تنهن کان اڳ پنهنجي زمين تي کلي هوا ۾ رهنداسين.

پليگ جو پوڙ مون ڪوچرب ڇڏڻ لاءِ نوٽيس ڪري سمجهيو. سريت پونجا ڀائي هيراچند جو آشرم سان گهاٽو ناتو هو ۽ آشرم جي ٿوري گهڻي شيوا شدّ ۽ نِرِ اَيمان ڀاو سان ڪندو هو. هن کي احمدآباد جي گهڻي واقفيت هئي. ۽ آشرم لاءِ زمين جلد ڳولڻ جو ڪم پاڻ تي کنيائين. ڪوچرب جي اتر ڏکڻ طرف ٻئي جڻا ڦرياسين. نيٺ چيم تہ اتر پاسي تي چار ميل پري ٽڪر ملي تہ بہ حرڪت ڪانهي. سو جنهن زمين تي هاڻي آهيون سا ڳولي آيو. جيل ويجهو هو سا خاص خوبي مون کي نڌ آئي. منهنجي سچ سوجب ستيا گرهين جي نصيب ۾ جيل ئي لکيل آهي تنهن ڪري جيل سو پاڙو وڻيم. اها بہ خبر هئم تہ جيل جو هنڌ هميشه سٺو ۽ صفائي وارو ڳوليو ويندو آهي.

انن ڏهن ڏينهن اندر زمين جو سؤدو بحال ٿيو. زمين تي ڪابہ اڏاوت ڪانہ هئي، هڪ بہ وڻ لڳل نہ هو. نديءَ جو ڪنارو ۽ ايڪانت اهي بہ وڏيون سفارشون اسان پهرين تنبن ۾ رهڻ جو ارادو ڪيو. رڌڻي لاءِ في الحال ڪام چلائو پترن جو ڇپر ڪري ڪڙو ڪيوسين. چيوسين تہ مڪان وغيره اڏائڻ جو ڪم ڏيري ڏيري شروع ٿي ويندو. آشرم واسين جو تعداد بہ وڏندڙ هو. اٽڪل چاليهہ ننڍا وڏا ڄڻا هئا. سڀ گڏجي هڪ رڌڻي ۾ کائن ٿنهن لاءِ بندوبست هو. اها رٿ ناهي مون پر عمل ۾ آڻڻ جو اوجو دستور موجب سرڳواسي مگن لال تي پيو.

جيسين پڪو مڪان اڏجي تيار ٿئي، تيسين اهنجن جي ڪمي ڪانہ هئي. چؤماسي جي مند آئي ڪي آئي. سامان سڄو سڀ چار ميل پري شهر مان لڏائي آڻبو هو. هن اڻ وسيل زمين ۾ نانگ بلائون بہ ڇون پيا سُرن ٿنهن ڪري ٻالڪن جي سلامتيءَ جو اونو بہ البت هو. مارينداڪين هئاسين. پر سندن ڏر کان نڪو آجو هو نڪو آهي.

زهردار جيون کي نہ مارڻ جو نيم فينڪس، ٽالسٽاءِ فارم ۽ سابرمتيءَ ۾ پڻا شڪتيءَ پالن ڪندا هئاسين ٿنهي هنڌن سُجيون جڳهون وسائيون بيبيون ۽ نانگن وغيره جي خوف کي منهن ڏيڻو پيو. ٿنهن هوندي بہ هيستائين هڪ حياتي ڪين وڃائي اٿئون. ٿنهن ۾ مون جهڙو شرڌا وَ نہ ايشور جو هٿ ۽ سندس ڪرپائي پسي ٿو. تہ ايشور بي ريا آهي، ماڻهوءَ جي روزمرهہ جي ڪمن ڪارين ۾ دست اندازي ڪرڻ لاءِ واندو ڪونہ وينو آهي. اهڙا اجايا شڪ شبهہ ڪو ڪونہ اٿاري. اهڙي وستو ۽ اهڙو انيو مون کي ٻئي ڪنهن نموني لکڻ ڏانءُ نٿو اچي. رواجي طور ايشور جي ڪرتيءَ جو وستار ڪندي برابر چئبو آهي تہ اها اڪٿ آهي، ورنن کان ٻاهر آهي. پر جي ڪو پاپي پرش ورنن ڪٿي ڪري تہ وٽس سندس توتلي ٻولي آهي ئي آهي. رواج موجب جا جماعت نانگ نہ مارڻ ڪري پنجويهہ ورهيہ بچي رهي، ٿنهن کي خوش قسمتيءَ بدران ايشور جي ڪرپا مڃي، سو ڪٿي وهم هجي تہ بہ اهو وهم چڱو آهي.

جڏهن مزورن جي هڙتال تي تڏهن آشرم جي پيڙهہ پئي ڪچي. آشرم اندر مکيہ ڪم اُڻڻ جو هو. ڪتڻ اجا جاري نہ ٿي سگهيو هو. سو پهرين آڏاڻن لاءِ جڳهہ اڏڻ جو خيال ڪيوسين.

❊

(22)
# اُپواس

مزورن پهريان ٻہ هفتا خوب همٿ ڪئي، سانت ۾ رهيا. روز ميٽنگ ۾ انبوهہ ايندا هئا. روز وعدي بابت کين تاڪيد ڪندو هئس. هو بہ روز واڪو ڪري جواب ڏيندا هئم تہ. ”مرندي مرنداسين پر پنهنجي ’هڪ ٽي ٽيڪ‘ نہ ڇڏينداسين.“

مگر ڍرڪڻ لڳا ۽ ڪمزور ماڻهو جيئن حرڪت بنا ڪين رهندو آهي، تيئن ڪمزور ٿيڻ ڪري هي بہ جي ڪم تي چڙهندا هئا تن سان زيادتون ڪرڻ لڳا. ڊپ هئم تہ وقتي ساڻن زبردستي بہ ڪن. ميٽنگ ۾ حاضري روز گهٽبي ويئي. جي ايندا هئا تن جا بہ اداس ۽ لٿل منهن هوندا هئا. نيٺ ٻيم تہ هاڻي لوڏو ٿا کائن. آءٌ منجهي ٻيٺس. اهڙيءَ ويل منهنجو ڪهڙو ڌرم هو. اهو سوال ڪڙو ٿي ٻيٺو. ڏکڻ آفريڪا ۾ مزورن جي هڙتال جو آزمودو هئم. پر هي نيارو هو. جا پرتگيا منهنجي چوڻ تي ڪئي هئائون، جنهن جو آءٌ روز ساکي هوندو هئس، سا پرتگيا ڪيئن ٽٽندي؟ اهو ويچار ٻوءِ پلي ايمان وچون چئو. مزورن سان محبت ڪري چئو سچ سان پريت ڪري چئو.

صُبح جو پهر ۽ آءٌ ميٽنگ ۾ وينو آهيان. ڇا ڪريان تنهنجي ڪل ڪان ٿي پيم. پر چوندي چئي ويٺس تہ. ”جي مزور وري مضبوط نہ ٿيندا ۽ جيسين فيصلو ٿيندو تيسين هڙتال تي قائم نہ رهندا تہ تيسين آءٌ اُپواس واريندس.“ ٻڌندي حاضر مزورن کي هيبت وني ويئي. انسويا ڀيڻ جي اکين مان جنسي لُڙڪن جي لاٽ وهڻ لڳي. مزورن جواب ڏنم تہ. ”توهين نہ. پر اسين اُپواس رکنداسين. توهين وري ڪيئن رکندا؟ گناهہ اسان جو معاف ڪريو. واعدو پاڙينداسين.“

”توهان کي اُپواس ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. توهين پنهنجي پرتگيا جو پالن ڪريو ايترو بس آهي. اسان وٽ پئسا موجود ڪونهن.

مزورن کي پڻ جو ان ڪارائي هڙتال ڪين هلائڻو آهي. توهين مزوري ڪري پيٽ پاليو پوءِ هڙتال جيسين هليو تيسين بي اونو رهندا. منهنجو اپواس فيصلي ڪان اڳ نہ ڇٽندو.“

ولڀ ڀائي سندن لاءِ ميونسپالٽيءَ ۾ ڪم پئي ڳوليو مگر ڪم ليپي تڏهن ڏئي. پر آشرم جي اُٽاٽ شالا ۾ ريتي پرٽي هئي، تنهن ۾ ڪئين مزورن کي لڳائڻ لاءِ مگن لال صلاح ڏني. مزور تہ ڪم لاءِ تيار هئا. پهرين ريتيءَ جي ٽوڪري انسويا ڀيڻ مٿي تي ڍوئي، پوءِ تہ مزورن جي قطار ڪم کي جُنبي ويئي. اهو نظارو ڏسڻ وٽان هو. منجهن نئين جان ڦوڪجي ويئي. سانجهيءَ جو مزوري ڏيندي، ڏيندڙ ٿڪجي پوندو هو.

هن اپواس ۾ هڪ خامي هئي. مالڪن سان منو سنبنڌ هئم سو آءٌ ڄاڻائي چڪو آهيان. سو منهنجو اپواس مٿن ڪيئن نہ اثر ڪري؟ ستيا گرهي ٿي ڪري سندن برخلاف آءٌ اپواس ڪري نٿي سگهيس، سا خبر هئم. مٿن جي ڪو اثر وجهڻو هو تہ مزورن جي هڙتال جو اثر وجهڻو هو. منهنجو پراڇت سندن ڏوهہ ڪري نہ، پر مزورن جي دوش ڪري هو. آءٌ مزورن جو عيوضي هئس. تنهن ڪري سندن گناهہ ۾ گنهگار ٿيس. مالڪن کي آءٌ فقط وينتي ڪري سگهيس ٿي، ۽ جي سندن خلاف اپواس ڪريان تہ هڇيا ڪريان. پر اهو بہ ڄاتم ٿي تہ منهنجي اپواس جو اثر مٿن پوڻو ئي هو ۽ سچ پچ پيو. ليڪن آءٌ پنهنجو اپواس رڪڻ روڪي نٿي سگهيس. اهڙو اپواس رکڻ جو ڌرم مون چٽو ڏٺو.

مالڪن کي سمجهايم تہ ”منهنجي اپواس ڪري توهان کي پنهنجو رستو ڇڏڻ جي ڪابہ ضرورت ڪانهي.“ هنن مون کي تکا منا مهٽا ڏنا. مهٽا ڏيڻ جو برابر سبب هئن. محڪم رهي هڙتال پڇڻ لاءِ سيٺ امبالال مالڪن جو اڳواڻ هو. سندس درڍ ارادو ۽ دل جي صفائي عجيب. ساڻس چڪري ڪائڻ ۾ مزو ٿي آيم. جنهن ڌر جو اهڙو شخص اڳواڻ تنهن تي منهنجو اپواس آڏيءَ طرح زور آڻي سا ڳالهہ مون کي نٿي آئڙي. هوڏانهن وري سندس استري سرلا ديويءَ جو مون سان سڳي ڀيڻ جو پيار. منهنجي اپواس ڪري هن کي وياڪل ٿيندو بہ آءٌ ڏسي نٿي سگهيس.

پهرين ڏينهن اپواس ۾ انوسيا ڀيڻ ۽ ٻيا ڪيترا دوست ۽ مزور مون سان شامل ٿيا. مٿا هٽندي نيٺ وڏيڪ اپواس رکڻ کان باز آندو مان. اهڙي طرح

چارو طرف وايو منڊل پريم ميہ ٿي پيو. مالڪ ديا آڻي ناهہ جا رستا ڳولڻ لڳا. انوسيا پيڻ وٽ صلاحون ٿيڻ لڳيون. سريجت آنند شنڪر ڊرؤ بہ وچ ۾ پيو. نيٺ هو امين مقرر ٿيو ۽ هڙتال بند ڪيو ويو. مون کي فقط ٽي ڏينهن اپواس ڪرڻو پيو. مالڪن پوءِ مزورن ۾ مٺائيءَ جا کومچا ڪٽي ورهايا. ايڪويهين ڏينهن ناهہ ٿيو. ناهہ جي ميٽنگ ٿي تنهن ۾ مالڪ ۽ ڪمشنر حاضر هئا. ڪمشنر مزورن کي صلاح ڏني تہ "توهان کي هميشه مسٽر گانڌي چوي تيئن ڪرڻ کپي." انهي ساڳئي ڪمشنر جي سامهون هن واقعي کان پوءِ جلد مون کي جنگ جوٽڻي پيئي. البت سمو ڦريو تہ ماڻهو بہ ڦري ويو ۽ کيڊا جي پاٽيدارن کي منهنجي برخلاف خبردار ڪرڻ لڳو.

هڪ مزيدار ۽ ارمان جهڙو بناءُ نوٽ ڪري فصل پورو ڪندس. مالڪ مٺائيءَ جا ٿالهہ خوب پرائي آيا هئا. پر اها هزارن مزورن ۾ ڪيئن ورهائجي؟ بي ڪابہ کُلي خلاصي جڳهہ. جنهن ۾ هزارين مزور هڪ هنڌ مڙي سگهن. نہ ملڻ ڪري، جنهن ميدان ۾ درخت هيٺا مزورن پرتگيا ڪئي هئي تنهن ميدان ۾ مٺائي ورهائڻ جو ارادو ڪيو ويو. آءُ اهڙو پوررو جو پانيم تہ جي مزور ايڪويهہ ڏينهن نيم موجب سانت ۾ رهيا، سي ضرور پاڻمرادو قطار ٻڌي هڪ ٻئي پنيان اچي مٺائي وٺي ويندا ۽ اُبهرا ٿي مٺائي مٿان ڪين آجهرندا. ميدان ۾ مٺائي ورهائڻ جا ٻہ ٽي نمونا ستياسين، پر ڪي ڪين وريو. ٻہ چار منٽ سانت ۾ وٺن پوءِ وري اچيو ڳاهٽ ٿين. مزورن جي مُکين بہ گهڻو ئي متا ڪٽ ڪئي پر ڪير ٿو ٻڌين؟ آخر پيهہ. شور ۽ ڌِڪَ اهڙي ٿي جو ڪيتري مٺائي لتاڙجي ڪرؤ مرؤ ٿي. لاچار ميدان ۾ ورهائڻ بند ڪرڻو پيو ۽ باقي بچيل مٺائي جيئن تيئن ڪڍي سيٺ امبالال جي مرزا پور واري بنگلي ڏي اماڻيسين. ساڳي مٺائي ٻئي ڏينهن مزي ۾ بنگلي جي ميدان م ورهائي ويئي.

ڳالهہ جو مزو اهو هو پر ارمان هن ڪري ٿيو. پوءِ خبر پيئي سين تہ احمدآباد جي فقيرن کي خبر پئجي ويئي تہ ميدان ۾ مٺائي ورهائڻي آهي ۽ قطارون پيجي مٺائيءَ تي اُلر انهن ٿي ڪئي.

هيءُ ديس بک وگهي اهڙو آٿر آهي جو فقيرن جو تعداد وڌندو ٿو وڃي. ۽ هو پيٽ ٽڪر لاءِ نرلجا ٿيو پون. پئسي وارا بي خيالا ٿي اهڙن فقيرن لاءِ ڪو ڪم نٿا ڳولي ڪڍن، پر تنهنجي بدران ڪين بکيا ڏين ٿا.

❊

(23)

# کيدا ۾ ستياگرهہ

مزورن جي هڙتال پوري ٿيڻ بعد اجا دم ئي ڪين پٽيم تہ کيدا ضلع جي ستياگرهہ ۾ هٿ ڳنڍڻو پيم. کيدا ضلعي ۾ ڏڪار جهڙين حالتن هيٺ ڪري پاٽيدار زمين جي ڍل جي معافيءَ لاءِ پاڻ ولوڙي رهيا هئا. انهيءَ بابت سريجت امر تلال نڪر جاچ ڪري رپورٽ ڪئي هئي. آءٌ نيڪ صلاح ڏيان تنهن کان اڳ ڪمشنر سان گڏيس. سريجت موهن لال پانديا ۽ سريجت شنڪر لال پارک جفا ڪشي ڪري رهيا هئا. سرڳواسي گوڪلداس کهانداس پارک ۽ سريجت ونل ڀائي پٽيل جي معرفت بمبئي ڪائونسل ۾ بہ ڳالهہ چوري هئائون ۽ سرڪار وٽ سفارتون ويئون هيون.

تنهن وقت آءٌ "گجرات سڀا" جو پرمک هئس. سڀا گورنر ۽ ڪمشنر کي عريضون ڪيون، تارون موڪليون، ۽ وتائن نوڪرون کاڌيون. سندن ڌمڪيون سڀا برداشت ڪري ويئي. تنهن وقت جيڪا عملدارن جي روش هئي تنهن تي اج کل پيئي اچي. سندن اهڙي هلڪائي ۽ خسيسائي خيال ۾ نہ پيئي اچي.

ماڻهن جي گُهر اهڙي چٽي ۽ واجبي جو وڙهڻ جي ضرورت ئي ڪانہ هئي. قاعدو هو تہ جي فصل چار آنا يا گهٽ ٿئي تہ ڍل جي وصوليءَ سال لاءِ مهمل ڪئي وڃي. دانہ بندي ڪري عملدار چون تہ فصل چئن آنن کان مٿي ٿيو آهي. ماڻهن ثابتي ڏيئي ڏيکاريو تہ فصل چئن آنن کان گهٽ هو. پر سرڪار مڃي چو تي؟ تنهن تي ماڻهن امينن جي گُهر ڪئي، سرڪار گُهر جو انڪار ڪيو. عريضين نيزارين بعد ۽ ساٿين سان صلاح مصلحتن بعد ستياگرهہ شروع ڪرڻ جي مون صلاح ڏني.

ساٿين ۾ کيدا ضلعي جي شيوڪن کان سواءِ خاص ڪري سريجت ولڀ ڀائي پٽيل، سريجت شنڪر لال بئنڪر، شريمتي انوسيا ڀيڻ، سريجت

اندر لال ڪنهي لال يا جنڪ، سريجت مهاديو ديساءِ وغيره هئا. ولڀ ڀائي پنهنجي وڏي ۽ زور ڪمائي چڙهي آيو هو. هن ڪان پوءِ وري نهي نڪي وڪالت ڪرڻ سندس نصيب نه هو.

اسان نڊياڊ جي اناٿ آشرم ۾ وچي ديرو لڳايو. انهيءَ جو ٻيو سبب ڪونه هو پر هيٺرن جڙن لاءِ ٻيو ڪو وائڪو مڪان واندو ڪونه هو. پوءِ هيٺين پرتگيا ناهي تيار ڪري مٿس صحيحيون ورتيون ويون:

"اسان جي ڳوٺ جو فصل چئن آنن کان گهٽ ٿيو آهي. انهي ڪري هن سال ڍل جي وصولي بند ڪرڻ لاءِ اسان سرڪار کي عريضي ڪئي، پر سرڪار ڪو ڌيان نه ڏنو. تنهن ڪري اسين هيٺيان صحيح ڪندڙ پرتگيا ٿا ڪريون ته هن سال جي سموري يا باقي ڍل اسين ڪين ڀيئاريندا سين. وصوليءَ لاءِ سرڪار کي قاعدي موجب جيڪي وهائڻو هجي سو ڀلي وهائي. پر اسين نقصان بر سر ڪنداسون. زمين ضبط ٿيڻ ڏينداسين، پر هٿ سان ڍل ڀري ڪوڙا ٿي پنهنجو شان نه وڃائينداسين. پر جي نامدار سرڪار ٻي قسط جي وصولي سيني هنڌن ۾ مهمل ڪندي ته اسان ۾ پڄنديءَ وارا سڄي يا باقي ڍل ڀرڻ لاءِ تيار ٿيندا. پڄنديءَ وارا ڍل هن ڪري نٿا ڀرين ته متان سندن ڪري آڻ هوند وارا لاچار ٿي گهر جون شيون وڪڻي يا قرض کڻي ڪيئن به ڪري ڍل ڀرين ۽ تڪليف ڏسن. اهڙيءَ حالت مان غريبن کي بچائڻ پڄنديءَ وارن جو فرض آهي، اهو اسان جو يقين آهي."

هن لڙائيءَ تي آءٌ وڌيڪ فصل نٿو لکي سگهان. تنهن ڪري ڪيترا مٺا يادگار ڇڏي ڏيڻا ٿا پونم. جن کي هن قصي جو چڱو اڀياس ڪرڻو هجي سي سريجت شنڪر لال پاريک جو تفصيل وار ۽ ڀيرائتو احوال پڙهن.

*

(24)

# ’بصر چور‘

چمپارڻ هندوستان جي اهڙيءَ ڪنڊ ۾ هو ۽ اخبار جي خاطر کي ائين ٻاهر رکي سگهيا هئاسين جو ٻاهريان ماڻهو ڏسڻ لاءِ ڪين ايندا هئا. ڪيڊا جي لڙائي ته اخبارن جي وَرِ چڙهي ويئي. گجراتين کي هن نئين قسم جي لڙائيءَ مان مزو پيو آيو. هو ته پئسا گهورڻ لاءِ تيار وينا هئا. ته ستياگره جي لڙائي پئسي تي منحصر نه آهي، بلڪ پئسي جي توري ۾ توري تانگهه ٿي رهي سا ڳالهه جهٽ سمجهي نٿي سگهيا. منع ڪندي به بمبئيءَ جي سيٺين وٽان جهجهو پئسو اچي جمع ٿيو ۽ لڙائي ختم ٿي ته ڪا رقم مڙيوئي بچي پيئي.

ٻئي طرف وري ستيا گرهي سپاهين کي سادگي جو نئون پاٺ پاڙهڻو هو. اهو سبق پورو سکيا سو ته چئي نٿو سگهان: پر پنهنجي رهڻي گهڻي قدر سادي ڪري ڇڏيائون.

پاٽيدارن لاءِ به هيءَ نئين قسم جي ڀُڏ هئي. ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي ڀُڏ جو ڳجهه کين سمجهائڻو ٿي پيو. عملدار رعيت جا مالڪ نه پر خدمتگار آهن، رعيت جي پئسن مان پگهار کڻن ٿا سو مغز ۾ وهاري سندن ڊپ دفعي ڪرڻو هو. پر بي ڊپو ٿي به نئرت ڏيکارڻ سو کين سمجهائڻ ڇئجي نه ناشدني ٿي پيو. ڊپ لٿي کان پوءِ سَٺ جو مَٺُ ڏيڻ لاءِ ڪنهن کي چِڪ نٿي ٿئي؟ پر جي ستيا گرهي سرڪشي ٿو ڪري ته ڇڻ کير ۾ زهر قطرو ٿو وجهي. پوءِ ڏنم ته نمرتا جو پاٺ جيترو مون سمجهيو هو اوترو ڪين سکيا هئا. انيڀُ مان ڏسان ٿو ته نمرتا ۽ وِنيه ستياگره جو ڏکئي ۾ ڏکيو انگ آهي. ونيه جي معني رڳو ٻاهرين ٻوليءَ جي فضيلت نه آهي. ونيه معني دشمن لاءِ من ۾ آدر، سرل ڀاو، سندس ڀلي لاءِ اِڇا ۽ انهيءَ ريت ساڻس هلت.

پهرين ڏينهن ۾ ماڻهن ۾ خوب همٿ نظر آئي ۽ سرڪار جي ڪارروائي به ڍري هئي. پر جيئن ماڻهن جي مضبوطي وڌندي ويئي تيئن

سرڪار بہ زبردست قدم کڻندي ويئي. ضبطي ڪندڙن ماڻهن جا ڍور وڃي وڪيا ۽ گهر اندران جو وٺين سو سامان ڪڍي ويا. ڪن تي ڏنڊن جا نوٽيس نڪتا ۽ ڪن ڳوٺن جو سارو فصل ضبط ڪيو ويو. ماڻهو البت گهٻرايا. ڪن وڃي ڍل ڀري. ٻين دل ۾ سٽيو تہ عملدار ڍور ڍڳو ضبط ڪري ڍل پيچائي نہ چڪتي پوندا سين. پر ڪ تہ سِرُ سهسائڻ لاءِ بہ سنپريل هئا.

ايتري ۾ شنڪر لال پاريک جو هڪ آبادگار ڍل ڀري آيو. تنهن تي هاهاڪار ٿي. شنڪر لال پاريک پنهنجي ماڻهوءَ جي گناهہ لاءِ پڇتاءُ ڪيو ۽ اهو زمين تڪر ديس شيوا لاءِ ڪٽي ڏنو. سندس مانُ وڌيو ۽ ٻين تي چڱو اثر ٿيو.

هڪ ٻنيءَ تي بصر جو بيٺل فصل غير واجبي طرح ضبط ڪيو ويو هو. ماڻهن جي دل پرڻ لاءِ مون موهن لال پانڊيا کي اهو فصل لٽي ڪٽي اچڻ جي لاءِ اجازت ڏني. منهنجي نظر ۾ اها قاعدي جي انحرافي نہ هئي، پر جي ڪٽي هئي تہ بہ ذري محصول لاءِ سڄي فصل جي ضبطي ڪرڻ نيتيءَ جي وِرُدّ ۽ سراسر لُٽ هئي. جيمر تہ اهڙي ضبطيءَ کي ٽارڻ اسان جو فرض آهي. ماڻهن کي چتايو هئم تہ ائين ڪرڻ ڪري جيل پوڳڻو ۽ ڏنڊ ڀرڻو پوندو. موهن لال پانڊيا کي تہ کپندو ئي اهو ڪم هو. ستياگرهہ جي اصولن موجب، جيل وڃڻ بنا، لڙائي ختم ٿي وڃي سا ڳالهہ کيس دل سان نٿي لڳي. فصل لٽڻ جو ڪم هن پاڻ تي کنيو ۽ ست اٺ ساٿي ساڻ ونئي نڪتو.

سرڪار بہ کيس ڪيئن نہ پڪڙي؟ موهن لال ۽ سندس ٽولي گرفتار ٿي ۽ ماڻهن ۾ جوش آيو. جڏهن ماڻهو جيل وغيره کان ڊڄن نٿا، تڏهن سزائون ۽ دٻائڻ بدران ماڻهن ۾ وڌيڪ جوش جاڳائين ٿيون. ڪورٽ ۾ ماڻهن جا انبوهہ وڃي مڙيا. پانڊيا ۽ ٻين کي ٿوري سزا ملي. منهنجي خيال موجب ڪورٽ جو فيصلو غلط هو. بصر لٽي ڪٽي وڃڻ 'چوريءَ' جي قلم هيٺ اچي نٿي سگهيو. پر ڪو بچاءُ يا اپيل ڪانہ ڪرڻي هئي.

قيدين جي عزت لاءِ سرگس نڪتي ۽ تڏهانڪر موهن لال پانڊيا کي "ڏونگري چور" جو مانائتو لقب مليو آهي جو اڄ تائين ماڻي ٿو.

انهيءَ لڙائيءَ جو ڪهڙو ۽ ڪهڙي ريت خاتمو ٿيو انهي جو احوال ڏيئي کيڊا بابت فصل پورا ڪندس.

*

(25)

# ڪيڏا جي ستياگرهہ جي پڄاڻي

هن لڙائيءَ جي پڄاڻي عجب طرح ٿي. ماڻهو ڏرڪي ويا سو پڌرو هو ۽ جيڪي مضبوط رهيا تن جو اگر تگر چٽ ڪرڻ کان مون بہ ڪڏ ٿي کاڌو. اڪيون پائي وينو هئس تہ ستيا گرهين لاءِ ڪو سهڻو رستو ملي تہ اهو ونجي. اهڙو سبب اوچتو ملي ويو. نڊياد جي مملتدار چوائي موڪليم تہ جي پڄنديءَ وارا پاٽيدار ڏل ڀريندا تہ غريبن کان وصولي مهمل ڪئي ويندي مملتدار تہ فقط پنهنجي تعلقي لاءِ جوابدار ٿي سگهي ٿو مگر سڄي ضلعي جي جوابداري ڪليڪٽر تي آهي، سو ڪليڪٽر کان لکي پڇيم. جواب ڏنائين تہ مملتدار چوي ٿو اهڙو حڪم تہ اڳي ئي نڪري چڪو آهي. مون کي اهڙي خبر ڪانہ هئي، پر جي نڪتو هو تہ چئبو تہ ماڻهن جي پرتگيا جو پالن ٿيو. انهيءَ ۾ بہ ساڳي ڳالهہ هئي، تنهن ڪري حڪم تي راضي ٿيس.

پر تنهن هوندي بہ پڇاڙي سرهي نہ ٿي، ستياگرهہ جي پڌ جي انت ۾ هڪ قسم جو لطف رهندو آهي سو هن ۾ نہ هو. ڪليڪٽر ائين هليو ڄاڻ تہ ڪجهہ بہ نئون ڪين ٿيو هو. غريبن سان رعايت ڪرڻي هئي، پر سچ پچ ڪن ٿورن سان ڪئي ويئي. غريب ڪير هو انهيءَ فيصلي ڪرڻ جو حق رعيت جمائي ڪين سگهي. رعيت ۾ ايترو ٻل نہ هو تنهن جو ارمان هئم. سو پُڌ جي پڄاڻيءَ جو اُتسو ملهايوسين تہ سهين پر مون کي ککو وکو لڳو. ستياگرهہ جي سچي پڄاڻي اها چئبي جڏهن آرنڀ کان انت تائين پرجا جو تيج ۽ شڪتي وڌيڪ ڏسڻ ۾ اچي. اها آءٌ نہ ڏسي سگهيس.

تنهن هوندي بہ پُڌ مان جيڪي اڻ ڏاريا نتيجا نڪتا تن جو فائدو اڄ ڏسي سگهجي ٿو بلڪ انهن جو فائدو وٺي رهيا آهيون. کيڏا جي لڙائيءَ کان پوءِ گجرات جي آبادگارن ۾ جاڳرتا ٿي ۽ سندن راڄنيتي سکيا شروع ٿي.

ڊاڪٽر بيسنت جي 'هوم رول' واري ڀيڪيدار هلچل ڪري برابر ڪين

بہ لھس رسي هئي، پر پڙهيلن ۽ والنٽيئرن هن يُڌ ۾ ئي آبادگارن جي جيون تي اثر ڪيو. اهي شيوڪ پاٽيدارن جي جيون ۾ اوت پروت ٿي ويا. پنهنجي شيوا جي کيتر جي هن يڌ ۾ گمَ ٿيڻ ۽ شيوا لاءِ تياڳ شڪتي وڌين. ولي ڀائي پنهنجو پاڻ هن يُڌ ۾ سچاتو سو بہ جهڙو تهڙو ڦل نہ هو. اهو اسين گذريل سال (1927ع) ٻوڏ سهائتا وقت ۽ هن سال باردولي ستياگره ۾ سمجهي سگهيا آهيون. گجرات جي پرجا جيون ۾ نئون تيج آيو. نئون اتساهہ پريو. آبادگارن کي پنهنجي طاقت جي پَروُڙ پيئي سا وري ڪين پليا. سڀني ڄاتو تہ رعيت جو ڇوٽڪارو رعيت تي ئي منحصر آهي، سندن قربانيءَ تي آڌار ٿو رکي. کيڊا معرفت ستياگره جي گجرات ۾ پاڙ پيئي. سو جيتوڻيڪ يڌ جي پڇاڙي سٺائي نہ ٿي تہ بہ کيڊا جي رعيت خوش هئي جو قربانيءَ موافق ڦل مليو هئن ۽ آئينده لاءِ راجنيتي فريادن جو علاج ملي ويو. انهيءَ ڄاڻ ڪري خوش ٿيا سو واجب هو.

پر کيڊا جي پرجا ستياگره جو سروپ پورو نہ سمجهي سگهي هئي، تنهن ڪري ڪهڙا سخت آزمودا ٿيس تن جو احوال پوءِ پڙهنداسين.

*

(26)
# ايڪتا لاءِ واجهائڻ

ڪيڊا جي ستياگرهه وقت يورپ ۾ مها يُڌ هلندڙ هئي. انهيءَ متعلق وائسراءِ دهليءَ ۾ اڳواڻن کي ڪوٺايو هو. مون کي به حاضر ٿيڻ لاءِ زور ڪيو ويو. اڳ ڄاڻائي آيو آهيان ته لارڊ چيمسفورڊ سان منهنجو قرباڻتو رستو هو.

ڪوٺ مون قبول ڪئي ۽ دهليءَ ويس. پر اهڙيءَ ڪانفرنس ۾ ٻهرو ونڃ بابت اعتراض هئم. مکيه سبب اهو هو جو ڪانفرنس ۾ علي ڀائر، لوڪمانيه تلڪ ڪوٺايا نه ويا هئا. تنهن وقت علي ڀائر جيل اندر هئا. ساڻن هڪ ٻه دفعو مس گڏيو هئس. پر سندن باري ۾ گهڻو ئي ٻڌو ڪيو هئم. سندن خدمت ۽ بهادريءَ جي سڀ تعريف ڪندا هئا. حڪيم اجمل خان صاحب سان به اجا ڪونه گڏيو هئس. سندس تعريف وري سرگواسي آچاريه رُدِر ۽ دين بندو انئنڊ روز جي واتان خوب ٻڌي هئم. ڪلڪتي واري مسلم ليگ جي بئنڪ ۾ شعيب قريشي ۽ بئرسٽر خواجا سان مليو هئس. ڊاڪٽر انصاري ۽ ڊاڪٽر عبدالرحمان سان رستو ٿي ويو هئم. چڱن خاص مسلمانن جي صحبت لاءِ واجهائيندو هئس. دل ۾ اها تيز خواهش هئم ته جي نيڪ مرد ۽ حب الوطني سمجهن ٿا تن سان ناتو ٻڌي آءٌ سندن من جون ڀاوناڻون ڄاڻان. تنهن ڪري جنهن مجلس يا جماعت ۾ وني ويندا هئم اتي چڪ تاڻ بنا گڏجي ويندو هئس.

هندو مسلمانن وچ ۾ دلي دوستي ڪانه هئي سو ته آءٌ ڏکڻ آفريڪا ۾ سمجهي ويو هئس. پر ٻنهي جي وچ ۾ تُرشي گهٽجي تنهن لاءِ هرڪو اپاءَ وٺندو هئس. لندي خوشامد ڪري يا بيمانو ٿي ڪين يا ڪنهن کي به پرچائڻ منهنجي سڀاءَ ۾ نه آهي. پر اُتي ئي سمجهي ويس ته منهنجي اهنسا جي ڪسوٽي ۽ تنهن جو پورو تجربو انهيءَ ايڪتا آڏو بابت ٿيندو. اج به اهو رايو اٿم. منهنجي آزمائش ايوشر دم بدم وني رهيو آهي. منهنجو تجربو اجا چالو آهي.

اهڙن ويچارن سان آءٌ بمبئي جي بندر تي لٿو هئس. تنهن ڪري مٿين پائرن سان ميلاپ دل کي پسند هو. اسان جو پاڻ ۾ نينهن وڌندو ويو. سچاٽپ کان پوءِ جلدئي علي پائرن کي سرڪار قابو ڪٽي ڪيو. مولانا محمد علي کي جڏهن اجازت ملندي هئي، تڏهن لنبا خط بيتُل يا چند واڊا جيل مان لکندو هئم. ساڻن گڏجڻ لاءِ مون سرڪار کي گهُر ڪئي پر قبول نہ پئي.

علي پائرن جي گرفتارين کان پوءِ مسلمان مون کي ڪلڪتي جي مسلم ليگ واري مجلس ۾ وٺي ويا. اتي ڳالهائڻ لاءِ چيائون ۽ علي پائرن کي آزاد ڪرڻ جو فرض ڪين سمجهايم. تنهن کان پوءِ وري عليگڙهہ ڪاليج ۾ وٺي ويم. اتي ديس خاطر فقير ٿيڻ لاءِ ڪين صلاح ڏنم.

علي پائرن کي آزاد ڪرڻ لاءِ مون سرڪار سان لکپڙهہ هلائي. انهيءَ لاءِ پائرن جا خلافت بابت رايا پڙهيم. مسلمانن سان بہ بحث مباحثا ڪيم. مون کي نظر آيو تہ جي مسلمانن جو سچو دوست ٿيڻ تي چاهيم تہ علي پائرن جي آزادي ۽ خلافت جي انصاف موجب فيصلي لاءِ مون کي پوري پوري مدد ڪرڻ گهرجي. خلافت جو سوال مون لاءِ سولو هو. انهي جو سچو گڻ دوش مون کي ويچارڻو ئي ڪونہ هو. منهنجي خيال موجب جي مسلمانن جي گهر نيتيءَ جي وِرُڌ نہ هئي تہ ڪين مدد ڪرڻ گهرجي. مذهبي ڳالهين ۾ اعتقاد مکيہ ڳالهہ آهي. سڀني جي شرڌا هڪ ئي وستوءَ بابت هڪ سمان ٿئي تہ جڳت ۾ هڪ ئي ڌرم هجي. خلافت بابت سندن گهُر مون کي نيتيءَ جي ورڌ نظر نہ آئي. رڳو ايترو نہ پر ساڳي گهر برٽش وزيراعظم لائڊ جارج قبول ڪئي هئي. سو ڪيس واعدي تي قابو رکڻ لاءِ مون کي ڪافي ڪوشش ڪرڻي هئي. سندس انجام بہ اهڙن چٽن لفظن ۾ ڪيل هو جو سوال جو گڻ دوش تپاسڻ مون فقط پنهنجي انتر آتما کي پرسن ڪرڻ لاءِ ڪيو.

خلافت بابت مسلمانن سان بانهن بيلي ٿيس. تنهن نسبت دوستن ۽ ٻين مون تي خوب نقط چيني ڪئي آهي. انهن تي غور ڪرڻ کان پوءِ بہ جو فيصلو مون ڪيو ۽ جا مدد ڏني ۽ ڏياري هئم. تنهن لاءِ آءٌ پڇتايان نٿو ڪي پڳو درست ڪين ڪرڻو اٿم. اڄ بہ اهڙو سوال اٿي تہ پانيان ٿو تہ ساڳي روش وٺان.

اهڙن ويچارن سان پرجي آءٌ دهليءَ ڪانفرنس ۾ ويس. مسلمانن جي مصيبت جو وائسراءِ وٽ ذڪر ڪرڻو هئم. پر خلافت جي سوال اڃا اهو رنگ نہ ورتو هو جو پوءِ ورتائين.

دهليءَ پهچندي ائنڊروز هڪ نيتيءَ جو سوال ڪڙو ڪيو. انهي عرصي اندر اِنليءَ ۽ انگلنڊ وچ ۾ جيڪو ڳجهو قرارنامو ٿيو هو تنهن بابت گريزي اخبارن ۾ چڱي پچو هلي رهي هئي. ائنڊ روز چيم ته "جي هن نموني انگلنڊ بين اختياريبن سان لڪل قرارناما ڪندو وتندو ته توهين هن ڪانفرنس ۾ ڪيئن شامل ٿي سگهندا؟" مون کي ته انهن بابت ڪابه ثيث ڪانه هئي. ائنڊروز جو چوڻ مون لاءِ بس هو. انهيءَ سبب ڪري ڪانفرنس ۾ بهرو نه وٺڻ لاءِ لارڊ چيمسفورڊ کي خط لکيم. ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ هن ڪونايم. سائس ۽ سندس سيڪريٽري مسٽر ميفيءَ سان لنبي گفتگو هلي. آخر ڪانفرنس ۾ بهرو وٺڻ قبول ڪيم. وائسراءِ جو دليل مختصر طور هن ريت هو: "توهين ائين نه ٿا سمجهو ته جيڪي برٽش وزرات ڪري ٿي تنهنجي وائسراءِ کي خبر پوي ٿي؟ برٽش سرڪار ڪڏهن به خطا ڪنه ڪندي اهڙي هام آءٌ نٿو هڻان، ۽ ڪوبه نٿو هڻي. پر جي توهين قبول ٿا ڪريو ته سندس هستي دنيا لاءِ فائديمند آهي، ۽ جي سندس شغل ڪري هن ديس کي مڙيو ئي فائدو رسيو آهي. ته ايترو به ڪيئن نه قبول ڪندا ته هن مصيبت جي وقت هرهڪ رهواسيءَ جو فرض آهي ته کيس مدد ڪري؟ لڪل قرار بابت جيڪي اخبارن ۾ توهان پڙهيو آهي مون به اوترو ئي پڙهيو آهي. آءٌ توهان کي خاطري ٿو ڏيان ته انهي کان وڌيڪ مون کي خبر ڪانهي. اخبارن ۾ کهڙا لغڙ اڏائيندا آهن. سا توهان کي خبر آهي. ههڙي گهُٽيل وقت اخبار جي رپورٽ تي توهين سلطنت کي مدد جو هٿ ڪيئن نه ڏگهيريندا؟ هڪ وار جنگ پوري ٿئي پوءِ نيتيءَ جا جيترا سوال اٿارڻا هجنو اوترا ڀلا اٿارجو ۽ جيڪي چڪريون ڪاٽيون هجنوَ سي ڪائجو."

اهو دليل ڪو نئون نه هو. مگر جنهن موقعي تي ۽جنهن نموني ڏنو ويو سو مون کي نئون لڳو ۽ مون ڪانفرنس ۾ بهرو وٺڻ قبول ڪيو. خلافت بابت وائسراءِ کي خط لکي موڪلڻ جو فيصلو ڪيو هئم.

*

(27)

## رنگروٽن جي ڀرتي

ڪانفرنس ۾ آءٌ حاضر ٿيس. وائسراءِ جي ڏاڍي مرضي هئي ته فوج ۾ ڀرتيءَ بابت ٺهراءَ کي ٽيڪو ڏيان. مون هندوستانيءَ ۾ ڳالهائڻ جي موڪل گهري. وائسراءِ قبول ڪيو پر وري انگريزيءَ ۾ ڇوڙڻ لاءِ اشارو ڏنائين. مون کي تقرير ته ڏيڻي ئي ڪانه هئي. بس ايترو چيم ته، "آءٌ پنهنجي جوابداري پوري طرح سمجهي ڪري هن ٺهراءَ کي ٽيڪو ڏيان ٿو."

هندوستانيءَ ۾ ڳالهائڻ ڪري ڪيترن مون کي واڌايون اچي ڏنيون. چي اسان جي يادگيريءَ ۾ وائسراءِ جي ڪانفرنس ۾ هندوستاني ڳالهائڻ جو اڄ پهريون ئي مثال ٿيو آهي. انهيءَ مبارڪبادي ۽ پهرئين مثال تي مون کي ڏک ٿيو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪيم. اسان جي ديس اندر، ديس جي ڪم لاءِ ميٽنگن ۾ ديس جي ٻوليءَ جو بهشڪار يا گهٽتائي ڪهڙي نه ارمان جي ڳالهه آهي! ۽ مون جهڙو سِٽَ ٻه هندوستانيءَ ۾ ڪڍي ڇوي ته مبارڪون ڇاجون؟ اهڙا موقعا اسان جي درگتي ۽ پائمالي ڇٽيءَ ريت ظاهر ٿا ڪن. ڪانفرنس ۾ جيڪي چيم سو مون لاءِ ته ڳري ڳالهه هو. هيءَ ڪانفرنس يا منهنجو ٽيڪو آءٌ غفلت ۾ وساري ڪين ويٺس. پنهنجي هڪ جوابداري ته دهليءَ ۾ ئي ڪٽڻي هئم. وائسراءِ کي خط لکڻ جي ڳالهه سولي نه لڳم. ڪانفرنس ۾ ڪيئن ۽ ڇا لاءِ ويس، رعيت جون آئينده ۾ اميدون وغيره سي سڀ ڳالهيون رعيت ۽ سرڪار لاءِ کولي لکڻ جي ضرورت سمجهيم.

جيڪو خط لکيم تنهن ۾ لوڪمانيه تلڪ، علي ڀائرن ۽ ٻين اڳواڻن جي غير حاضر هئڻ ڪري ارمان ڏيکاريم، رعيت جي راڄنيتي گهُرن جو ۽ لڙائيءَ سان لاڳيتين مسلمانن جي گهُرن جو ذڪر ڪيم. اهو خط پڌرو ڪرڻ جي وائسراءِ کان اجازت ورتم جا هن خوشيءَ سان ڏني.

خط سملي موڪلڻو هئم، ڇو جو ڪانفرنس پوري ٿيڻ بعد وائسراءِ

هڪدم سملي هليو ويو. ٽپال رستي خط روانو ڪرڻ ۾ ڪجهه ڍر ٿي پيئي. منهنجي ليکي خط گهٽي وزن جو هو. وقت بچائڻ ضروري هو. پر جهڙي تهڙي قاصد هٿان خط نه موڪلڻو هئم. چيم ته ڪنهن نيڪ مرد هٿان خط موڪليان ته چڱو ٿيندو. دين بنڌو ۽ سُشيل رُدر ريورنڊ آئرلنڊ جو نالو ٻڌايو. هن به چيو ته خط پڙهي پسند آيم ته وڃي پهچائيندس. خط ڪو خانگي ڪونه هو. هن پڙهيو. وٽيس ۽ پهچائڻ قبول ڪيائين. سيڪنڊ ڪلاس پاڙي جي آچ ڪئي مانس هن انڪار ڪيو ۽ رات جي مسافريءَ هوندي به انٽر ڪلاس ۾ ويو. سندس سادگي، سرلتا ۽ سڌائيءَ تي آءُ خوش ٿيس. پوتر هٿان موڪليل خط جو نتيجو منهنجي نظر ۾ چڱو ئي نڪتو. مون کي سانت آئي ۽ منهنجو رستو کليو.

منهنجي ٻي جوابداري رنگروٽن جي پرتيءَ بابت هئي. انهن لاءِ پڻ ڪيڏا ضلعي ۾ نه ڪريان ته ٻيو ڪٿي وڃي ڪريان؟ پنهنجي ساٿين کي نه للڪاريان ته ٻيو ڪنهن کي للڪاريان؟ ڪيڏا پهچڻ شرط ولڀ ڀائي ۽ ٻين سان صلاح ڪيم. ڪيترن ڪان اها سُتي ڳيتي نٿي. وري جن کي ڳالهه وٽي تن کي ڪم ۾ فتح بابت شڪ پيدا ٿيو. جنهن درجي جي ماڻهن کي پرتيءَ لاءِ چوڻو هو تنهن درجي کي سرڪار لاءِ ذري به حب ڪانه هئي. جن کي سرڪاري عملدارن جا هٿ لڳا هئا تن کي ايتري ۾ سور وسري ڪونه ويا هئا.

تنهن هوندي به ڪم ۾ هٿ ڳنڍڻ لاءِ سڀ شامل ٿيا. ڪم شروع ٿيو ۽ امالڪ اک پٽيم. منهنجو آشيرواد به ڪجهه ڍرو ٿيو. ستياگرهه وقت ماڻهو بيل گاڏيون مفت ڪيڏي ڏيندا هئا. هڪ شيوڪ جي گهرج هوندي هئي ته ٽي چار ملي پوندا هئا. هاڻي پئسن تي گاڏي ملڻ ڏکي. پر نراس ٿي وهڻ اسان جو ڪم نه هو. گاڏي نه ملي ته پيرين پنڌ نڪتاسين ٿي. روز ويهن ميلن جون منزلون مقرر ڪيوسين. جتي گاڏي نه ملي اتي کاڌي ملڻ جي ڪهڙي اميد رکون؟ گهُري کائڻ سو به مناسب نه هو. سو هر هڪ شيوڪ پنهنجو روزانو پتو ڦوٽڙيءَ ۾ ساڻ کڻي نڪرندو هو. اونهاري جي مند. سو رات لاءِ ڪپڙي جي ضرورت ڪانه هئي.

جنهن ڳوٺ ۾ ويندا هئاسين، اتي ميٽنگ گڏ ٿيندي هئي. ماڻهو اچي مڙن پر پرتيءَ لاءِ ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ نالو ڏئي. "توهين اهنسا وادي ٿي ڪري

ڪيئن اسان کي هٿيار کڻڻ لاءِ تا چئو؟" "سرڪار هندوستان کي کهڙي پڳ پهرائي آهي جو مدد ڪرڻ لاءِ تا چئو." بس انهي نموني جا ڪئين آڏا اُبتا سوال پيش ٿيندا هئا.

تنهن هوندي بہ ڪم ڏُئڻ ڪري ماڻهن تي اسان جو اثر پوڻ لڳو. نالا واجبي انداز ۾ ڏيڻ لڳا ۽ اسان سمجهيو تہ جي پهرين ٽولي نڪري نروار ٿيندي تہ ٻين جي اچڻ لاءِ رستو کلي پوندو. ڪمشنر سان ڳالهہ ٻولهہ چوري هئم تہ رنگروٽن کي ڪٿي رکيو ويندو وغيره. ڪمشنر بہ جهڙي ريت دهليءَ ۾ ڪانفرنس ٿي هئي، انهيءَ نموني هرهنڌ ڪانفرنسون ڪوٺائڻ لڳا هئا. گجرات ۾ ڪانفرنس ٿي تنهن ۾ مون کي ۽ منهنجن ساٿين کي ڪوٺ ٿي. آءٌ حاضر ٿيس. پر جي دهليءَ ۾ آءٌ نٿي سونهيس تہ هت تہ بنهہ نٿي نهيس. 'جو حڪم' 'ها جي ها' جي وايو منڊل ۾ ڪهڙو مزو؟ هت البت وڌيڪ ڳالهايو هئم. جيڪي چيم تنهن ۾ خوشامد بشامد تہ نهي، مرڳو بہ چار مهڻا ئي هئا.

رنگروٽن جي ڀرتيءَ لاءِ مون هڪ پترو ڪڍيو تنهن ۾ ڀرتي ڪرڻ لاءِ هڪ دليل ڏنو هئم جو ڪمشنر کي ڪين آئڙيو. مطلب هي هو تہ ""برٽش راڄجي ڪڪرمن ۾ سڄي رعيت کي بي هٿيار ڪرڻ جو قاعدو تاريخ ۾ ڪاري ۾ ڪارو ڪم ليکيو ويندو. اهو قاعدو رد ڪرائڻو ۽ هٿيار هلائڻ جو هنر سکڻو هجي تہ هي سونو وجهہ نہ وڃائڻ کپي. سلطنت کي جوکي وقت وچولو درجو پاڻمرادو مدد ڪندو تہ بي اعتباري دور ٿيندي ۽ هٿيار کڻڻ تان منع لهي ويندي."

انهيءَ ليک جو ڏس ڏيئي ڪمشنر کي چوڻو پيو تہ. "اسان جي وچ ۾ مت ڀيد هوندي بہ توهان جي ڪانفرنس ۾ حاضر ٿيڻ مونکي پسند آهي." مون بہ انهيءَ جو جيترو بچاءُ ٿي سگهيم اوترو مٺن لفظن ۾ ڪيو.

مٿي ذڪر ڪيل وائسراءِ ڏي خط جو هيٺيون مضمون هو

جنگي ڪانفرنس ۾ حاضر ٿيڻ ۾ مون کي اعتراض هو ۾ ترڪن سان ملڻ کان پوءِ اهو لٿو. انهيءَ جو هڪ سبب بيشڪ اهو هو تہ مون کي توهان لاءِ گهڻي عزت آهي. ڪانفرنس ۾ نہ شامل ٿيڻ جو مکيہ سبب اهو هو تہ لوڪمانيہ تلڪ، مسز بيسنت ۽ علي ڀائرن کي ڪوٺ ڪانہ هئي. انهن کي

آءُ رعيت جا سگهارا سردار سمجهان ٿو. منهنجي خيال موجب انهن کي نہ گهرائڻ ڪري سرڪار ڳري ڀُل ڪئي آهي ۽ مان اجا بہ انهيءَ راءِ جو آهيان تہ جيڪي پرانتڪ ڪانفرنسون ٿينديون تن ۾ ڪونيا وڃن. آءُ نمرتا سان عرض ٿو ڪريان تہ اهڙن گنڀير ۽ ڳرن اڳواڻن سان سرڪار جو ڪٽي ڪهڙو بہ مت ڀيد هجي تہ بہ ڪين ريتي نٿي سگهي. انهن حالتن ڪري آءُ ڪانفرنس جي ڪاميٽين ۾ حاضر نہ رهي سگهيس، ۽ ڪانفرنس ۾ ٺهراءَ کي ٽيڪو ڏيئي راضي رهيس. جا آڇ آءُ ڏار خط ۾ لکي سرڪار وٽ پيش ٿو ڪريان، سا قبول پوڻ شرط آءُ پنهنجي ٽيڪي ڏنل ٺهراءَ کي عمل ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪندس.

جنهن سلطنت ۾ آئينده اسين پورا ڀائيوار ٿيڻ جي اميد رکون ٿا. تنهن کي مصيبت وقت پوري مدد ڏيڻ اسان جو فرض آهي، پر ايترو ضرور چوندس تہ انهيءَ سان گڏ اها بہ اميد اٿئون تہ انهيءَ مدد ڏيڻ ڪري اسين پنهنجي مقصد کي جلد پهچي وينداسين. تنهن ڪري رعيت کي ائين سمجهڻ جو حق آهي تہ توهان جي تقرير ۾ جلد سڌارا ڏيڻ جي جيڪا اميد ڏيکاري آهي سي سڌارا ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي مکيہ گهُرن موجب هوندا. مون کان ٿي سگهي تہ هوند هن ويل هِمر وطنين کي 'هوم رول' وغيره پڪارڻ کان روڪيان، ۽ اوکيءَ وقت سڀني سگهارن هندواسين کي سلطنت جي بچاءَ لاءِ قربان ڪريان. تڏهن ئي اسين سلطنت اندر وڏي ۾ وڏا ۽ آبرودار حصيدار ٿينداسين ۽ رنگ ڀيد توڙي ديس ڀيد مٽجي ويندو.

پر پڙهيل درجي اهڙو اثرائتو رستو نہ اختيار ڪيو آهي. رعيت ۾ انهن جي گهڻي هلندي آهي. جڏهن کان آءُ هندوستان ۾ موٽيو آهيان تڏهن کان وني آءُ رعيت سان گهاٽي سُنبنڌ ۾ رهندو آيو آهيان ۽ آءُ توهان کي ڄاڻائڻ ٿو چاهيان تہ هوم رول جي جر ڪين بہ لڳي ويئي آهي. هوم رول بنا ڪڏهن بہ راضپو ٿيڻو ناهي. ۽ سمجهن ٿا تہ هوم رول هٿ ڪرڻ لاءِ جيتري قرباني ڪجي، اوتري ٿوري آهي. تنهن ڪري جيتوڻيڪ راڄ جي بچاءَ لاءِ جيترا سپاهي ڏيئي سگهجن اوترا ڏيڻ گهرجن، پر پئسي جي مدد بنسبت آءُ ائين نٿو سمجهان. ماڻهن جي حالت ڄاڻي ڪري آءُ چئي سگهان ٿو تہ هندوستان هيستائين جيتري اها مدد ڏيئي چڪو آهي سا بہ پڄنديءَ کان ٻاهر ڏني اٿس.

منهنجي خيال موجب ڪانفرنس ۾ جن نهراءَ کي ٽيڪو ڏنو تن مُئي تائين مدد ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو آهي. پر اسان جي حالت ته ڏولائي جهڙي آهي. اسين اجا هڪ ڪونيءَ جا پائيوار نه آهيون. اسان جي مدد جي پيڙهه آئينده جي اميد تي بڌل آهي ۽ اها ڪهڙي اميد آهي سو دوا ڳولهي بڌائڻ جو ضرور آهي. آءٌ سودو ڪرڻ نٿو چاهيان، پر ايترو چئي ٿو ڇڏيان ته جي نااميدي ٿي ته سلطنت لاءِ آدر هڪ خواب وانگر غائب ٿي ويندو.

توهان صلاح ڏني ته هن وقت گهر اندر جهڳڙا نه ڪرڻ گهرجن. انهيءَ جي اها معني هجي ته عملدارن جا ظلم ۽ ڪڪرم ماٺ ڪري سهو ته اهو ناشدني آهي. ظلمي سرشتي جي سامهون ٽيڻ لاءِ ويهن ٿي ننهن جو زور لڳائڻ آءٌ پنهنجو فرض سمجهان ٿو. تنهن ڪري جڳائي ته توهين عملدارن کي تاڪيد ڪريو ته ڪنهن کي به نه ستائين ۽ جا اڳي نٿي ليکيائون تنهن لوڪ مت کي مانُ ڏين. چمپارڻ ۾ صدين جي ظلم کي منهن ڏيئي برٽس انصاف جي مهما مون ثابت ڪري ڏيکاري. کيڊا جي رعيت به ڏٺو آهي ته جڏهن سچ خاطر منجهن دک سهڻ جي شڪتي اچي ٿي، تڏهن سچي اختياري سا سرڪار جي نه پر رعيت جي اختياري آهي. تنهن ڪري جنهن راڄ کي رعيت پٽيندي هئي، تنهن ڏانهن دشمني گهٽي اٿس. اها به خاطري ٿي اٿس ته جنهن سرڪاري سرشتي سِوِل نافرماني برداشت ڪئي سو سرشتو لوڪ مت جو بنهه انڪار ڪين ڪندو. انهيءَ ڪري آءٌ ائين ٿو سمجهان ته چمپارڻ ۽ کيڊا ۾ جيڪو مون ڪم ڪيو آهي سو هن مها لڙائيءَ ۾ خدمت طور ليکيو وڃي. اهڙي قسم جو ڪم بند ڪرڻ لاءِ مون کي چئو ته آءٌ پائيندس ته مون کي پنهنجو ساهه بند ڪرڻ لاءِ ٿا چئو. جي آتم بل يعني پريم بل ماڻهن ۾ سشتر بل بدران پيارو ڪرڻ ۾ سوپارو ٿيان ته پڪ اٿم ته اهڙو هندوستان تيار ڪري ڏيان جو ساري دنيا سان مقابلو ڪري سگهي. تنهن ڪري هر وقت اهو دک سهڻ جو سناتن سڌانت پنهنجي جيون ۾ ثابت ڪرڻ لاءِ آءٌ پاڻ کي پتوڙيندو رهندس ۽ اهو سڌانت سئيڪار ڪرڻ لاءِ ٻين کي چڪيندو رهندس. جي آءٌ ٻئي ڪنهن ڪم ۾ ٻهرو ونان ٿو ته انهيءَ جي مراد به فقط اها ئي آهي ته انهي سڌانت جي آنوپ اوچائي ثابت ڪري سگهان.

آخر ۾ آءٌ توهان کي وينتي ٿو ڪريان ته برٽش وزارت کي صلاح ڏيو ته

مسلمان حڪومتن بابت پوري خاطري ڏين. توهان کي معلوم هوندو تہ انهي نسبت هرهڪ مسلمان کي انتظار آهي. هندو تي ڪري آءٌ سنڌن دلين جي پاونائن بابت بي پرواهہ رهي نٿو سگهان سنڌن دک ۾ اسين بہ دکي آهيون. مسلمان حڪومتن جي حق شناسيءَ ۾، سنڌن زيارت جي جڳهين بابت دليون نہ ڏکوئڻ ۾، ۽ هندوستان جون هوم رول بابت گهرون قبول ڪرڻ ۾ ئي راج جي سلامتي ۽ بهبودي آهي. هي خط مون هن ڪري لکيو آهي جو انگريزن سان منهنجي دل آهي، ۽ اها خواهش اٿم تہ جهڙي وفاداري انگريزن منجهہ آهي تهڙي ئي هرهڪ هندواسيءَ ۾ پيدا ٿئي.

٭

(38)

# مرڻ ڪنڌيءَ تي

رنگروٽن لاءِ پرتي ڪنڌي بت ڪان سخت ڪم ورتم. تن ڏينهين منهنجي خوراڪ خاص ڪري پڳل ۽ پيئل بوهي چٽا ڳُٽر ۾ ملائي، ڪيلا وغيره ڦل ۽ ٻن ٽن ليمن جي رس هئي. خبر ٻه هئم ته جي بوهي چٽا گهڻا کائبا ته نقصان ڪندا، تنهن هوندي ٻه ڀؤ ڪري کائي ويندو هئس. سو ٿوري پيچش ٿيم. آءٌ جلد جلد آشرم ڏي پيو موٽندو هئس پر پيچش کي ليکيم ئي ڪين. رات جو آشرم ۾ ويس پر تڏهن دوائن جي ويجهو ڪين ويندو هئس. ڀانيم ته هڪ ويلو نه کائيندس ته ڇٽي پوندس. ٻئي ڏينهن صبح جو نه کاڌم، ۽ تڪليف ذري گهٽ ٿيم. سمجهيم ٻه پئي ته وڏيڪ لنگهڻ ڪڍڻ گهرجيم، يا جي کاڌو کان ته فقط ميون جي رس وٺان.

پر تنهن ڏينهن ڪو وڏو ڏينهن هو. ياد اٿم ته ٻه پهرن جو ٻه نه کائڻ لاءِ ڪستور ٻائيءَ کي چتائي ڇڏيو هئم. پر هن دل سرڪايم ۽ آءٌ هرکي ويس. تڏهن ڪنهن ٻه جانور جو کير ڪين پيئندو هئس، سو گِهَ ۽ ڇاڇ ٻه ڇا جي؟ تنهن ڪري منهنجي لاءِ تيل ۾ رڌل ڪڻڪ جي لپي ۽ سڄن مڱن جو ڪٽورو خاص ناهي ڪٽي آئي. اهي شيون وڻنديون هئم ۽ آءٌ سواد جي وس هيٺو ٿي ويس. مُڙيس برابر پر چيم ته ڪستور ٻائيءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ ٿورو کٽي کائيندس. سواد ٻه وٺندس ۽ بت کي حرڪت ڪانه رسندي پر جڻ شيطان وجهه وٺڻ لاءِ لڪو ويٺو هو. کائڻ ويٺس سهين، پر ذري بدران پيٽ ڌلهي اٿيس. چشڪو نه ورتم پر جم مهاراج کي ٻه نوتو موڪليم. ڪلاڪ مس گذريو ۽ سخت سوري اچي ٿيم.

سانجهيءَ جو وري ندياد موٽڻو هئم. سابرمتي اسٽيشن تائين پنڌ ڪري ويس، پر سوا ميل جڻ ڪٽي ئي نه. احمدآباد اسٽيشن تي ولپ ڀائي گڏجڻو هئم. هن منهنجي تڪليف ڏٺي، پر ڪيتري تڪليف هئم تنهن بابت ڪنهن کي خبر ڪانه ڏنم.

نڊياد پهتاسين. اناٿ آشرم اسٽيشن کان اڌ ميل بہ ڪين ٿيندي. پر جڻ ڏهاڪو ميل ڪيم. گهٽي ڪشٽ سان گهر پيڙو وڃي ٿيس، پر پيچش وڌندي ويم. پاءُ پاءُ ڪلاڪ کان پوءِ ڪاڪوس وڃان. آخر مون هارايو ۽ پيٽ اندر ويڏن سليم. هاڻي بستري داخل ٿيس ۽ ڪوٺيءَ ۾ ڪموڊ گهرائي رکيم. لڄ پيئي اڇيم پر لاچار هئس. ڦلچند باپجي ڪموڊ اک چنب ۾ ڪٽائي آيو. سڀ ساٿي انتظار ۾ مون کي ويڙهي ويا. حفاظت ڪرڻ لاءِ ٻلهار ٻيا وڃن. پر منهنجو سور ۾ ويچار ڇا ڪري سگهن؟ آءُ دت دتائي وينس. چوڻ ڊاڪٽر گهرايون، آءُ چوان 'نہ'. چوڻ دوا پيءُ آءُ چوان 'نہ' پلي پُلَ جي سزا پايان. سو ويچارن کي هيبت وٺي ويئي. چوويهن ڪلاڪن اندر ٽيهہ چاليهہ پيرا پيٽ آيو هوندم. ڪاڏو پيٽو بند ۽ ٻهرين ڏينهن ۾ تہ ڦل جي رَسُ بہ ڪين وٺندو هئس. نڪي ڪي وٺڻ تي دل ئي ٿي ٿيم. جو بت اڄ ڏينهن تائين آءُ پهڻ جيترو پختو سمجهندو هئس سو گاري وانگر ڍيري ٿي پيو. سڀ ست ٻل هليو ويو. ڊاڪٽر ڪانوگا آيو دوا پيئڻ لاءِ آزي نيزاري ڪيائين. مان ننو اڪر واري وينس. ڇي سئي هڻانو؟ جواب 'نہ'. سئي هڻائڻ بابت جيڪا من ۾ مورکتا هيم سا کل جهڙي هئي. مون ڀانيو تہ سئيءَ واري دوا ٽُڪن جي دوا وانگر ڪن جيوڙن مان نهيل آهي. پوءِ کل پيم تہ اها دوا وَنسپتين مان نهيل تي ٿئي. پر جڏهن کل پيم تڏهن سئي هڻائڻ جو وقت تہ گذري ويو هو. پيچش ڪري پيٽ جي اڃا تڪليف هئم. پاڻ پتوڙڻ ڪري تپ آيم ۽ تپ ۾ غشي چڙهي ويم. دوست گهبرائجي ويا. هڪڙا ڊاڪٽر ويا تہ ٻيا پئي آيا. پر جي بيمار باز ئي نہ اچي تہ ڊاڪٽر ڪهڙي ڪوڏر هڻن؟

سيٺ امبالال ۽ سندس ڌرم پتني نڊياد آيا. صلاح ڪري مون کي سنيالي پاڻ وٽ مرزاپور جي بنگلي ۾ ڪٽائي هليا. هن بيماريءَ ۾ جيتري نرمل، نشڪام شيوا منهنجي تي تنهن کان وڌيڪ ڪا ورلي تي هوندي. سنهي تپ ڪائو نہ ڪاڏو ۽ سرير ڳرندو سڙندو ويو. ڏنم تہ بيماري اينگهجي پوندي ۽ شايد آءُ وري بسترو ڇڏي نہ سگهندس. امبالال سيٺ جي بنگلي ۾ هيتري پيار ۽ قرب هوندي بہ آنڊ مانڊ هيم ۽ آشرم ۾ وڃي هلڻ لاءِ ڪيس نيزاري ڪيم. منهنجي سخت اڃا ڏسي هو آشرم ۾ وٺي ويم.

آشرم ۾ پوڳيم ويني تہ ايتري ۾ ولپ پائي خبر آندي تہ جرمنيءَ جي

هار تي آهي ۽ ڪمشنر چئي مُڪو آهي تہ رنگروٽن جي ڀرتيءَ جي ضرورت ڪانهي. سو ڀرتي جي ڳڻتيءَ کان ڇٽس ۽ من هلڪو ٿيم.

هاڻي پاڻيءَ جو علاج ڪندو هئس ۽ پيو تڳندو هئس. بيماري لهي ويئي، پر بت زور اصل نٿي پريو. ويج ڊاڪٽر تہ ڪئين صلاحون ڏيندا هئا، پر دوا پيئڻ کان مون صفا انڪار ڪيو. ٻن ٽن چيم تہ جي کير نٿا وٺو تہ گوشت جو سوپ کڻي وٺو ۽ آيُرويد مان ڪڍي ڏيکاريائون تہ گوشت وغيره دوا طريقي پلي ونجي. هڪ وري بيضا کائڻ جي صلاح ڏنم. پر مون ڪابہ صلاح ڪانہ ورتي. مون وٽ هڪ ئي جواب هو. 'نہ'

ڇا کائجي نہ کائجي تنهن لاءِ مون شاسترن جي سلوڪن تي آڌار نٿي رکيو پر تنهن جو منهنجي جيون سان سوَتنتر ناتو هو. ڇا بہ کائي، ۽ ڪهڙو بہ علاج ڪري، مون ڪي جيئڻ جي لالچ ڪانہ هئي. جنهن ڌرم جو عمل مون پنهنجن پٽن ۽ استريءَ تي ڪيو پيارن سان ڪيو. تنهن ڌرم جو پنهنجي نسبت ڪيئن تياڳ ڪريان؟

انهيءَ وڏيءَ ۽ حياتيءَ ۾ پهرئين ڳري بيماريءَ ۾ مون کي ڌرم نِرَک ۽ پنهنجن سڌانتن کي آزمائڻ جو املهہ وجهہ مليو. هڪ رات تہ آءٌ بنهہ پاڻ تان آسرو لاهي وينس. سمجهيم تہ دم درميان هو ۽ موت آيو کي آيو. شريمتي انسويا پيڻ کي چتائي موڪليم، هوءَ آئي، ولڀ ڀائي آيو. ڊاڪٽر ڪانوگا آيو. ڊاڪٽر نبض جاچي چيم تہ "موت جي نشاني مون کي تہ نظر نٿي اچي. نبض چڱي آهي. توهان کي فقط ضعيفائي ڪري من ۾ مونجهارو ٿيو آهي." پر مون کي اها ڳالهہ دل سان نہ پيئي لڳي. رات تہ گذري ساري رات هڪ پلڪ بہ ڪين اک لاتي هوندم.

صبح ٿيو پر موت ڪونہ آيو. پر جيئڻ جي آس ڪانہ هئم. موت ويجهو آهي ائين سمجهي، ڳچ وقت گيتا جو پاٺ ٻڌڻ ۾ گذاريم. ڪوبہ ڪم ڪارج ڪرڻ جي طاقت ڪانہ هئم. پڙهڻ جي بہ طاقت ڪانہ ساريم. ڪنهن سان بہ چار اکر ڳالهائڻ جي بہ دل نہ ٿي ٿيم. ٿورڙو ڳالهايان تہ مغز ٿڪجي پويم. سو جيئڻ ۾ اصل مزو نٿي آيم. جيئڻ خاطر جيئڻ سو تہ ڪڏهن بہ ڪين وڻيو اٿم. هيئن بيڪار ٿي ٻين کان خدمت ڪرائڻ، ڳرندڙ سرندڙ ديهہ کي ڪيئن نہ ٿڪائڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي لڳم.

بس اهڙي طرح مرڻ ۾ اڪيون پائي ويٺو هئس تہ ڊاڪٽر تَلوَر ڪر هڪ وِچتر پراڻي مون وٽ ونئي آيو. مهاراشٽري ۽ هندوستان سندس نالي مان واقف ڪونہ هو. پر هي بہ مون وانگر هڪ 'خفخاني' سو ڪيس ڏسندي ئي آءٌ سمجهي ويس. هي وري پنهنجو علاج مون تي آزمائڻ لاءِ آيو هو. گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڊاڪٽري پڙهيو هو پر ڊگريءَ جي مُهر مٿس ڪانہ لڳي هئي. پوءِ ٻڌم تہ برهمو سماجي آهي. نالو سندس ڪيلڪر. سياو جو بلڪل آزاد ۽ برف جي علاج جو وڏو حمايتي. منهنجي بيماريءَ جو ٻڌي مون تي برف جا علاج آزمائڻ آيو. تڏهن کان ونئي اسين ڪيس 'آئيس ڊاڪٽر' جي نالي سان سڃاڻندا آهيون. پنهجن راين ۽ علاجن بابت سورهن آنا خاطري اٿس ۽ هن جي ليکي تہ ڊگريءَ وارن ڊاڪٽرن کان بہ ڪيتريون وڌيڪ طبي کوجنائون ڪيون اٿم. پر اهڙي خاطري مون کي نہ ڏيئي سگهيو تنهن لاءِ ڪيس ۽ مون کي ٻنهي کي ارمان آهي. هڪ حد تائين سندس علاج ڪارائتا آهن. پر آءٌ پانيان ٿو تہ ڪن انومانن ڪيڻ ۾ هن تڪڙ ڪئي آهي.

پر سندس کوجنائون نيڪ آهن يا نہ مون ڪيس پاڻ تي تجربو ڪرڻ جي موڪل ڏني. ٻاهرين علاجن ڪري بت چاڪ ٿئي تہ واهہ ۽ سي بہ برف جا يعني پاڻيءَ جا. سو سڄي بت کي برف گهڻ شروع ڪيائين. انهي ڪري جيتوڻيڪ جيترو فائدو هن سمجهيو ٿي اوترو نہ ٿيم. پر آءٌ جو روز مرڻ ۾ اڪيون پائي ويٺو هئس سو وري جيئڻ جي آس رکڻ لڳس. ڪجهہ بود ۾ آيس. من موج ۾ آيو تہ سرير ۾ بہ بود آئي. بک لڳم ۽ ڪجهہ کائڻ پيئڻ لڳس. پنج ڏهہ منٽ روز پنڌ ڪرڻ جهڙو ٿيس. هي يار چوي تہ "جي توهين ڪچا آنا کائو تہ ترت پاڻ ڪٽي ونو. اهو توهان کي يقين ٿو ڏيان. ۽ آنا ڪير جهڙا ئي نردوش پدارٿ آهن. آنا گوشت ناهن. هر هڪ آني مان ٻچو ڦٽي ٿو ائين بہ تہ ناهي. بازار ۾ اهڙا بہ ٻج بنا آنا آهن، جن مان ٻچو نڪرڻو ئي نہ آهي. اهو آءٌ توهان کي ثابت ڪري ڏيکاري سگهان ٿو." پر اهڙا ٻج بنا آنا ونڻ لاءِ بہ آءٌ تيار نہ هئس. منهنجو گاڏو مڙيو ئي گهلجڻ لڳو ۽ ڪمن وغيره ۾ ٿورو گهڻو مزو اچڻ لڳم.

*

(29)

# رولٽ ايڪٽ ۽ منهنجو ڌرم سنڪٽ

دوستن جي چوڻ تي بت ناهڻ لاءِ ماٿيران ويس. پر پاٽي ڳورو لڳم. تنهن ڪري اتي رهڻ مشڪل ٿي پيو. سوريءَ ڪري گُديا جو هنڌ سُجي پيو هو ۽ چيرو چيرون ٿيڻ ڪري ضروري ڪم لاهڻ وقت ڏاڍو سور ٿيندو هئم. سو ڪجهه بہ ڪاٺڻ ڪان ڊنس پئي. هفتي اندر ماٿيران ڪان موٽيس. منهنجي تندرستيءَ جو هاٺي شنڪر لعل بئنڪر رکپال ٿي وينو. ڊاڪٽر دلال کي گهرائڻ لاءِ هن زور رکيو. ڊاڪٽر آيو هيتري ۾ فيصلي ڪرڻ جي طاقت ڏسي آءٌ مٿس عاشق ٿيس. چيائين تہ، "جيسين کير نہ وٺندا تيسين توهان جو بت درست ڪين ٿيندو. توهان کي کير پيئڻ گهرجي ۽ لوهہ ۽ تُوتئي جون سيون هڻائڻ کپن. ايترو ڪندا تہ توهان جو سرير چاڪ پاڪ ڪرڻ لاءِ آءٌ لکي ڏيندس."

"سئيون ڀلي هڻو پر کير ڪين وٺندس."

"توهان کير بابت ڪهڙي پرتگيا آهي؟"

"گاين مينهن کي 'ڦوڪا' ڪندا آهن. ۽ انهيءَ نرديتا جي خبر ملڻ ڪان پوءِ مون کان کير پيتو نٿو ٿئي. کير ماڻهوءَ جي خوراڪ ناهي سا تہ هميشه کان خبر اٿم. انهي ڪري کير ڇڏي ڏنم."

ڪستور بائي کٽولي پرسان بيني هئي، تنهن وچ ۾ چيو تہ. "ڇڳو ڀلا ٻڪريءَ جو کير وٺو."

ڊاڪٽر بہ چيو "ٻڪريءَ جو کير وٺو تہ بہ نڀيو."

آءٌ ٿڙڪيس. ستياگرهہ جي يُدّ لڙڻ مون ۾ جيئڻ لاءِ موهہ پيدا ڪيو هو ۽ مون پرتگنيا جي اکري پيروي ڪري سچ کي گهات ڪيو. کير بابت پرتگنيا ڪندي جيتوڻيڪ منهنجي من ۾ گانءِ مينهن ئي هئي پر سچ پچ منهنجي پرتگنيا کير بابت ئي هئي. جيسين مون ائين ٿي مڃيو تہ جانورن

جو کير ماڻهوءَ جي خوراڪ ناهي تيسين مون کي ڪوبہ کير وٺڻ جو حق نہ هو. اهو سڀ، ڄاڻي بہ آءٌ ٻڪريءَ جو کير پيئڻ لاءِ تيار ٿيس. سچ جي پوڄاريءَ ستياگرهہ جي لڙائي جوٽڻ لاءِ جيئڻ جي اڇا رکي، پنهنجي ستيہ تي ٽڪو لڳايو.

اهو ڏاغ اڃا ڪين مٽيو آهي ۽ ٻڪريءَ جو کير ڇڏڻ لاءِ وچهہ پيو ڳوليان. اهو پيئندي روز ارمان ٿئيم ٿو. پر شيوا ڪرڻ جو مها سوکم موهہ مون تي سوار آهي ۽ ڇڏيمہ نٿو. اهنسا جي درشٽيءَ سان منهنجا خوراڪ بابت تجربا مون کي پريہ آهن. انهن مان آنند ايندو اٿم. اهي منهنجي وندر آهن. پر ٻڪريءَ جو کير پيئڻ مون کي هن وقت انهي ڪري نٿو ڏکوئي، پر ستيہ جي درشٽيءَ سان چڀي ٿو. مون کي ائين پيو سُجهي تہ اهنسا جي پرک کان ستيہ جي وڌيڪ پرک پيئي اٿم. آزمودو اٿم تہ جيڪڏهن ستيہ جو تياڳ ڪندس تہ اهنسا جي منجهيل مسئلن جو ڪوبہ نيڪال نہ ڪري سگهندس. ستيہ جي پالنا معنيٰ ڪيل ورت جي اندرين ٻاهرين رکيا، شبد ارٿ ۽ ڀاو ارٿ جي پالنا. هن ڳالهہ بابت مون آتما کي، ڀاو ارٿ کي ڪُٺو آهي. سو روز ستائيم ٿو. اهو سڀ ڄاڻي بہ وِرت نسبت ڪهڙو ڌرم اٿم سو چٽي نٿو سگهان، يا تہ چئو تہ پالنا ڪرڻ جي همٿ نہ ٿي جڙيم. ٻئي هڪ وستو آهن، ڇو جو شنڪا جو مؤل شرڌا جو اَڀاو آهي. اي ايشور مون کي تون شرڌا ڏي.

کير شروع ڪرڻ کان پوءِ ٿورا ڏينهن رکي ڊاڪٽر دلال گُديا رستي جيڪي قٽ هئم، تن تي آپريشن ڪئي جا سولي ٿي.

هنڌ ڇڏڻ جي ڪجهہ اميد رکي هئم ۽ اخبارون وغيره پڙهڻ جهڙو مس ٿيو هئس تہ ايتري ۾ رولٽ ڪاميٽيءَ جي رپورٽ هٿ چڙهيم. سندس سفارشون پڙهي آءٌ ڇرڪيس. ڀائي عمر صبحاني ۽ شنڪر لال بئنڪر چيم تہ ڪو تکو قدم وٺڻ گهرجي. مهيني اڌ ۾ آءٌ وري احمدآباد ويس. ولڀ ڀائي گهڻو ڪري روز گڏجڻ ايندو هو. ساڻس ڳالهہ ڇوريم ۽ چيم تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي. "پر ڪجي سو ڇا ڪجي؟" جواب ڏنم تہ. "جي مٺ جيترا ماڻهو بہ هن ڳالهہ بابت پرتگنيا ڪرڻ لاءِ تيار هجن تہ سفارشن موجب قاعدو پاس ٿئي ۽ اسان کي امالڪ ستياگرهہ ڪرڻ گهرجي. جي آءٌ

بستري داخل نہ هجان تہ يڪ سرو بہ چوٽ ڪان ۾ پوءِ ٻين جي مدد جي اميد رکان. منهنجي ضعيف حالت ۾ اڪيلي سر لڙڻ اجايو آهي.“

انهيءَ گفتگو ئي ڪري فيصلو ڪيوسين تہ پنهنجن پڪن واقف ڪار ماڻهن جي هڪ ننڍڙي ميٽنگ ڪوٺائجي. مون کي تہ صفا ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو تہ جيڪي ڪاميٽيءَ کي شاهديون مليون هيون تن موجب سفارش ڪيل قاعدي جي بنهہ ضرورت ڪانہ ٿي ٿي ۽ چيم تہ ڪنهن بہ باعزت رعيت کي اهڙو قاعدو قبول نہ ڪرڻ گهرجي.

ميٽنگ ٿي، تنهن ۾ ويهارو ڄڻا مس گهرايا ويا هئا. يانيان ٿو تہ تنهن ۾ ولڀ ڀائي ڪانسواءِ شريمتي سروجني نئڊو مسٽر هارنيمن، مرحوم عمر صبحاني، شنڪر لال بئنڪر، شريمتي انسونيا ٻيڻ وغيره هئا.

پرتگنيا پتر ناهيوسين جنهن تي جيڪي حاضر هئا تن سڀني صحيحيون وڌيون. تڏهن ڪا اخبار ڪانہ ڪڍندو هئس. پر وقت بہ وقت اخبارن ۾ لکندو هئس. شنڪر لال بہ خوب هلچل هلائي. سندس ڪم ۾ سنگٺن ڪرڻ جي طاقت تنهن وقت ڏٺم.

ڪابہ چالو سنستا ستياگرهہ جهڙو نئون هٿيار هلائڻ لاءِ تيار ٿيندي، اهڙي اميد ڪانہ هئم. تنهن ڪري ’ستياگرهہ سڀا‘ استاپن ٿي. سڀا ۾ مکيہ نالا بمبئي جا هئا ۽ مرڪز بہ بمبئي ڪيو ويو. پرتگنيا پترن تي خوب صحيحون پوڻ لڳيون. ڪيڊا جي لڙائيءَ وانگر هڪ پتريڪا نڪتي ۽ جتي ڪٿي ميٽنگون ٿيڻ لڳيون.

سڀا جو آءٌ پرمک ٿيو هئس. ڏٺم تہ پڙهيل درجي ۽ منهنجي وچ ۾ پورو ميل ڪين ٿيندو. سڀا اندر گجراتيءَ ۾ ڳالهائڻ تي زور ۽ منهنجن ڪم جي نمونن بابت ميمبر منجهي ٻيٺا. پر ايترو قبول ڪندس تہ منهنجا نمونا برداشت ڪرڻ ڪري گهڻن اُدارتا ڏيکاري. شروع ڪان وٺي سمجهيم تہ سڀا گهڻو جٽاءَ ڪين ڪندي. منهنجو ستيہ ۽ اهنسا تي زور بہ ڪيترن کي نٿي آئڙيو. پر پهرين ڏينهن ۾ نئون ڪم خوب زور شور سان هليو.

※

(30)

# اهو بي نظير نظارو!

هڪ طرف رولٽ ڪاميٽيءَ جي رپورٽ برخلاف هلچل زور وٺندي ويئي، ۽ ٻئي طرف ڪاميٽيءَ جون سفارشون عمل ۾ آڻڻ لاءِ سرڪار محڪم ٿيندي ويئي. رولٽ بل پڌرو ڪيو ويو. آءُ هڪ ئي ڀيرو اسيمبليءَ ۾ ويو آهيان. رولٽ بل تي بحث، ٻڌڻ ويس. شاستري جيءَ پنهنجي جوشيلي تقرير ڏني ۽ سرڪار کي خبردار ڪيو. شاستري جيءَ جي فصاحت جي ڌارا پئي وهي تنهن مهل وائسراءِ سندس منهن ۾ چتائي ويني نهاريو. منهنجي ليکي ته تقرير ضرور مٿس اثر ڪيو هوندو. شاستري جيءَ جو من ٻه جڻ پرجي آيو هو.

پر جو ننڊ ۾ تنهن کي ئي سجاڳ ڪري سگهجي ٿو. جو ڪيگ ملائي ستل آهي. تنهنجي ڪنن ۾ نغارا وڄائبا ته ٻه ڪين ٻڌندو. اسيمبليءَ ۾ بل تي بحث جو فارس ڪرڻو هو. جو سرڪار نيڪ ڪيو. جيڪي من ۾ سوچي ڇڏيو هئائين سو ئي ڪيائين، يعني شاستريءَ جو چتاءُ ڪنن پنيان ڪري ڇڏيائين.

منهنجو واڪو ٻه بريٽ ۾ واڪو هو. آءُ وائسراءِ سان گڏيس، عرض ڪيومانس. خانگي خط لکيا مانس، پڌرا خط موڪليا مانس ۽ چٽو ڄاڻايومانس ته ستياگرهه بنا مون کي ڪو ٻيو رستو ئي نه رهندو. پر اجايو وات وڄائڻو هو.

اجا بلُ گزيٽ ۾ نه ڇپيو هو. بت ڏٻل هئم، ته ٻه وڏي مسافريءَ تي نڪري پيس. زور سان ڳالهائي سگهڻ جي طاقت ڪانه هئم. اٿي بيهي ڳالهائڻ جي طاقت ويئي سا وري موٽي نه آئي. بيهي ڳالهايان ته ڏرن پيئي ڏڪي ۽ چاتيءَ پيٽ ۾ مونجهه وٺيو وڃيم. ڏکڻ هندوستان مون هميشه پنهنجو گهر ڪري سمجهيو آهي. سو مدراس مان ڪوٺ ڪٽي قبول ڪيم. ڏکڻ آفريڪا جي سُنبنڌ ڪري تامل، تيليگو ۽ ٻين ڏکڻ پرانت جي ماڻهن مٿان هڪ خاص حق سمجهندو آيو آهيان ۽ نڪي ڪي هيستائين ڪجهه ٿيو آهي جو ائين نه سمجهان. نوتو سريجت ڪستور رنگا آينگر طرفان آيو هو. پر نوتي پنيان

سچ پچ راجگوپالچاريہ هو سو مدراس ۾ معلوم ٿيم. راجگوپالچاريہ سان اها پهرين گڏجاڻي هئي، يعني تہ هاڻ ساڻس ذاتي واقفيت ٿي.

پبلڪ ڪم ۾ وڌيڪ ڀهرو وٺڻ لاءِ، سريجت ڪستور رنگا آئنگر وغيره سڄڻن جي چوڻ تي هو سالم چڙي مدراس ۾ وڪالت ڪرڻ آيو هو. آءُ سچ پچ لڳو بہ وٽس هئس، پر اها خبر مون کي ڏينهن بہ رکي پيئي. بنگلو ڪستوري آينگر جو هئڻ ڪري مون سمجهيو تہ آءُ مهمان بہ سندس ئي هئس. اها غلط فهمي مهاديو ڏيسائي جلد دور ڪيم. راجگوپالچاريہ پاڻ کي هميشه لڪل رکندو هو. پر مهاديو کيس چڱي طرح سڃاتو هو. مون کي بہ چيائين تہ، "توهين هن ماڻهوءَ سان نيڪ سنبنڌ ڪريو."

آءُ روز ساڻس لڙائيءَ جي تيارين لاءِ صلاح ڪندو هئس. پر ميٽنگون ڪوٺائڻ کانسواءِ ٻيو ڪو نمونو مون کي سُجهيو ئي نٿي. جي رولٽ بل قاعدو ٿئي تہ انهي جو وِنيہ موجب ينگ ڪيئن ڪريان؟ ينگ ڪرڻ جو جڏهن سرڪار وجهہ ڏئي تڏهن ئي ٿي سگهي. جي انهيءَ نہ تہ ٻئي ڪهڙي قاعدي جو ينگ ڪجي؟ ۽ ڪيتري قدر ڪجي؟ بس انهن ڳالهين تي بحث هلندا هئا.

سريجت ڪستوري رنگا آينگر هڪ ننڍڙي اڳواڻن جي ڪانفرنس بہ ڪوٺائي، جنهن ۾ خوب ڳالهيون ٻولهيون هليون ۽ سريجت وِجيہ راگهواچاريہ پورو ڀهرو ورتو. هي چويم تہ ستياگرهہ جو شاستر لکي تيار ڪريو جنهن ۾ باريڪ ۾ باريڪ سوچنائون ڏنل هجن. پر ڄاڻايم تہ اهو ڪم منهنجي وت کان ٻاهر هو.

بس اهي خفا ويني ڪياسين تہ ايتري ۾ خبر ملي تہ بلُ پاس ٿي گزيٽ ۾ پڌرو ٿيو آهي. تنهن رات ويچار ڪندي ڪندي ننڊ وٺي ويم. صبح جو البت سويل اٿيس. شايد ننڊ اڌڙو هئس تہ سپني ۾ هڪ ڳالهہ سجهيم. اٿندي ئي شرط راجگوپالچاريہ کي سڏي ساڻس ڳالهہ ڪيم. رات جو سپني ۾ آيم تہ هن قاعدي جي جواب ۾ ساري ديس کي هڙتال وارڻ جي صلاح ڏيڻ گهرجي ستياگرهہ آتم شڌيءَ جي يڌ آهي، ڌرم يڌ آهي. ڌرمي ڪارج شڌ ٿي شروع ڪرڻ سونهين ٿو. تنهن ڏينهن سڀ اپواس ڪن ۽ ڪم ڪاريون بند ڪن. مسلمان پائر روزي کان سواءِ ٻيا اپواس نٿا رکن. تنهن ڪري چوويهن ڪلاڪن جو اپواس رکڻ گهرجي. تنهن ۾ سيپئي پرانت شامل

ٽيندا. يا نـ آءٌ چئي نٿو سگھان. پر بمبئي، مدراس، بھار ۽ سنڌ ۾ گھٽي اميد اٿم. جي انهن هنڌن هڙتال ڪن تہ بہ اسان کي راضي ٿيڻ کپي.

اها سوچنا راجگوپالچاريہ کي خوب پسند آئي. پوءِ ٻين سان ترت صلاح ڪيم. هڪ ننڍڙي سوچنا لکي ورتم. پهرئين 1919ع جي 30 مارچ جي تاريخ مقرر ڪيل هئي، پر پوءِ 6 اپريل رکي وئي. ماڻهن کي خبر ڏيڻ لاءِ بلڪل ٿوري مدت هئي. ڪم ۾ هڪدم گھڙڻو هو. تنهن ڪري تياريءَ لاءِ وڏيڪ وقت ڏيئي نٿي سگھياسين.

پر ڪير چوي ڪيئن پورو بندوبست پاڻيهي ٿي ويو! ساري ديش ۾ شهرن ۾ توڙي ڳوٺڙن ۾ هڙتال واريو ويو. اهو عجيب نظارو هو.

*

(31)

# اهو عجيب هفتو

ذڪرڻ هندوستان ۾ توري مسافري ڪري 4 اپريل ڌاري آءٌ بمبئي ۾ پهتس. شنڪر لال بئنڪر 6 تاريخ اڃي ملهائڻ لاءِ تار ڪئي هئم. پر تنهن کان اڳ دهليءَ ۾ 30 مارچ هڙتال ملهائي ويئي هئي. دهليءَ ۾ سرڳواسي شرڌانند جي ۽ مرحوم حڪيم اجمل خان ڏٺي مالڪ هئا. هڙتال ترسي 6 اپريل ملهائڻ جي تار ڪين چرڪو پهتي. دهليءَ ۾ اهڙي هڙتال اڳ ڪڏهن ڪانه ٿي هئي. هندو مسلمان ٻئي پاڻ ۾ ڪير ڪندو ٿي ويا. شرڌانندجيءَ کي جامع مسجد ۾ ڪوٺائي ڪانئس ويا ڪيارڻ ڏياري ويئي. اهو سڀ اختياريءَ وارا ڪتان ٿا سهي سگهن؟ سرگس اسٽيشن طرف ٿي ويئي ته پوليس روڪي، گولي مار ڪئي. ڪي مئا. ڪي ڦٽيا. دهليءَ ۾ دٻاءَ جي نيتي شروع ٿي. شرڌانندجيءَ مون کي دهليءَ ۾ سڏيو. مون تار ڪيس ته بمبئي ۾ 6 اپريل ملهائي سڌو ايندس.

جيئن دهلي تيئن لاهور ۽ امرتسر ۾ ٿيو. امرتسر مان ڊاڪٽر ستيپال ۽ ڪچلو وٽان هڪدم اچڻ جي تار آئي. ٻنهي ڄڻن کي تڏهن ٻنهه ڪونه سُڃاڻندو هئس. پر چيومان ته دهليءَ کان پوءِ توهان وٽ ايندس.

6 اپريل صبح جو بمبئيءَ ۾ چوپاٽيءَ تي هزارين ماڻهو سنان ڪرڻ ويا ۽ اتان ٺاڪر دوار وڃڻ لاءِ سرگس نڪتي. سرگس ۾ استريون ۽ ٻار به هئا. مسلمان به چڱي تعداد ۾ شامل هئا. سرگس مان مسلمان ڀائر اسان کي هڪ مسجد ۾ وٺي ويا ۽ اتي سرو جني ديوي ۽ مون کان تقريرون ڏياريائون. اتي سريجت وٺل ڀائي جيراجاڻيءَ سوديشي ۽ هندو مسلمان ايڪتا باب پرتگنيا پتر پڙهڻ لاءِ چيو. هيئن تڪڙ ۾ پرتگنيائون ڪرائڻ کان مون انڪار ڪيو. جيڪي ٿي چڪو هو تنهن تي خوش ٿيڻ واجب هو پر پرتگنيا هڪ وار ڪئي سا ڪئي. چيم ته توهين سو ديشيءَ جو مطلب سمجهو ۽ هندو مسلم ايڪتا بابت پرتگنيا ڪرڻ کان اڳ انهيءَ جي ڳري جوابداري سمجهو. پر

جي ڪن کي پرتگنيا ڪرڻ جو ويچار هجي تہ چوپاٽيءَ جي ميدان ۾ پلي سياڻي صبح جو حاضر ٿين.

بمبئي ۾ پورن هڙتال ٿي. قاعدي جي سول نافرماني تياري ٿي رهي هئي. قاعدو ڀڃ ٽن نمونن ڀڃي سگهياسين ٿي. جي قاعدا رد ڪرڻ جهڙا هئا ۽ جن جي انحرافي هرڪو سولائيءَ سان ڪري سگهيو ٿي تن مان ڪنهن بہ هڪ جي انحرافي ڪرڻ جو فيصلو ٿي چڪو هو. لوڻ ٽئي ڍل وارو قاعدو ظلمي هو اها ڍل نابود ڪرڻ لاءِ گهڻي ئي ڪوششون ٿيل هيون. منهنجي هڪ هيءَ صلاح هئي تہ هرڪو پرواني بنا لوڻ پنهنجي گهر ۾ تيار ڪري. ٻي صلاح هئي تہ سرڪار جا منع ڪيل ڪتاب ڇپائي وڪڻجن. اهڙا بہ ڪتاب منهنجا هئا: 'هند سوراج' ۽ 'سُروديہ' اهي ڪتاب ڇپائي وڪڻڻ سڀ کان سولي سول نافرماني نظر آئي. سو اهي ڇپائي، سانجهيءَ جو اپواس ٽوڙڻ کان پوءِ، چوپاٽيءَ ۾ شاهي ميٽنگ ٿيڻ پڄاڻان وڪڻڻ جو بندوبست ڪيو ويو.

سانجهيءَ جو ڪيترا والنٽيئر اهي ڪتاب وڪڻڻ لاءِ نڪري پيا. هڪ موٽر ۾ آءٌ ۽ ٻيءَ ۾ سروجني ديوي نڪتي. سڀ ڪاپيون کپي ويئون. سڀ وصولي لڙائيءَ جي خرچ ۾ لڳائڻي هئي. هڪ هڪ ڪاپيءَ جي قيمت 4 آنا. پر منهنجي يا سروجنيءَ جي هٿ ۾ ڏُلي پلائي بہ ڪنهن چار آنا ڪونہ ڏنا. ڪيسي ۾ جيڪي هئن سو اتي ڪڍي ڏنائون. ڪو پنج تہ ڪو ڏهہ رپيہ ڀيو ڏئي. ياد اٿم تہ هڪ ڪاپيءَ لاءِ پنجاهہ جو نوٽ بہ مليوسين. سيني کي اطلاع هو تہ وننڊڙ بہ ڏوهي ٿيندو. پر تنهن وقت ماڻهن کان جيل جو ڊپ بہ وسري ويو.

7 اپريل معلوم ٿيو تہ جن ڪتابن جي وڪري جي سرڪار منع ڪئي هئي سي سرڪار جي خيال موجب وڪيا ئي ڪونہ ويا هئا. جي وڪيا ويا هئا سي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو هئا ۽ اهي ضبط ڪيل ڪتاب نٿي ليکيا ويا. تنهن ڪري سرڪار ظاهر ڪيو تہ ٻئي ڇاپي جا ڪتاب ڇپڻ، وڪڻڻ ۽ ڳنهڻ قاعدي موجب گناهہ نہ هو. اها خبر ٻڌي ماڻهو نراس ٿيا.

انهيءَ ڏينهن صبح جو چوپاٽيءَ تي سوديشي ۽ هندو مسلم ايڪتا جي پرتگنيا ڪرڻ لاءِ ماڻهو گڏ ٿيڻا هئا. ونلداس جيراجاڻيءَ جو اهو پهريون آزمودو ٿيو تہ جيڪي اڇو آهي سو سڀ کير نہ آهي. بلڪل ٿورا ماڻهو آيا. بہ

چار پينر جيڪي حاضر هيون تن جا نالا ياد اٿم. مرد بہ ٿورا هئا. آءُ پرتگنيا پتر ناهي ڪٽي ويو هئس ۽ سيني کي چڱي طرح سمجهائي پوءِ پرايم. ٿوري حاضريءَ ڪري مون کي ڪو عجب ڪونہ لڳو ارمان بہ ڪونہ ٿيو تہ ماڻهن کي جوش ۾ هوءِ هوءِ وارو ڪم وڻندو آهي. پر ڍري ۾ پڪي جوڙجڪي ڪم ڪان ڪؤ ڪائيندا آهن. تنهنجو آزمودو تڏهن ڪان ٿيندو آيو اٿم. پر هن ڳالهہ لاءِ خاص فصل لکڻو اٿم.

7 تاريخ آءٌ دهلي امرتسر لاءِ روانو ٿيس. 8 تاريخ مٿرا پهچندي پکيئڙي ڪن ۾ بڌايم تہ شايد واٽ ويندي پڪڙين. مٿرا ڪان پوءِ هڪ اسٽيشن تي گاڏي بيٺي تي اتي آچاريہ گدواڻي اچي گڏيم. تنهن پڪڙجڻ بابت پڪي خبر ڏنم ۽ گهرج پوي تہ شيوا جي آچ ڪيائين. مون ٿورا مڃيس ۽ چيم تہ ضرورت پيئي تہ ڪم وٺڻ ڪان ڪين گسندس.

پلول اسٽيشن آئي تنهن ڪان اڳ پوليس عملدار هٿ ۾ حڪم ڏنم. "توهان جي پنجاب ۾ گهڙڻ ڪري وڳوڙ پوڻ جو امڪان آهي، تنهن ڪري توهين پنجاب جي سرحد ۾ نہ گهڙندا." حڪم ڏيئي اسٽيشن تي لهڻ لاءِ چيائين. مون لهڻ ڪان انڪار ڪيو ۽ چيم تہ، "آءٌ سڏ تي پنجاب وڃان ٿو فتنو جاڳائڻ لاءِ نہ پر صلح سانت ڪرائڻ لاءِ وڃان ٿو. آءٌ لاچار آهيان ۽ هي حڪم بجاءِ آڻڻ لاءِ تيار نہ آهيان."

پلول آئي. مهاديو ساڻ هو تنهن کي موڪليم تہ دهليءَ وڃي شرڌا نندجيءَ کي خبر ڏئي ۽ ماڻهن کي سانت ڪرائي. کين سمجهائي تہ چو حڪم پيججي جا سزا ملي سا پوڳيان ٿو. ۽ سزا ملندي بہ جي ماڻهو صلح ۾ رهندا تہ انهي ۾ اسان جي فتح ٿيندي.

پلول اسٽيشن تي لاهي مون کي پوليس جي حوالي ڪيو ويو. دهليءَ ڪان ايندڙ ڪنهن گاڏيءَ جي ٿرڊ ڪلاس ۾ پوليس پارٽي سان گڏ وهاري مٿرا وٺي ويا. مٿرا ۾ پوليس بوراڪ ۾ ويس. چا ڪندا يا ڪيڏانهن وٺي ويندا سا خبر عملدار ڏيئي ڪين سگهيو. صبح جو 4 بجي اٿاري هڪ مال گاڏيءَ ۾ مون کي بمبئي طرف وٺي نڪتا. بہ پهرن جو سوائي ماڌپور تي وري لاٿائون. اتي بمبئي ميل ۾ لاهور ڪان انسپيڪٽر بورنگ آيو ۽ مون کي پنهنجي قبضي ۾ ورتائين.

هاڻي فرسٽ ڪلاس ۾ چاڙهيائون. انسپيڪٽر بہ ساڻ هو. هيستائين رواجي قيدي هئس. هاڻي ٿري ’جينٽلمين قيدي‘ ٿيس. صاحب سر مائڪل اوڊائر جي تعريف ڪرڻ شروع ڪئي. چي گورنر جو ڪو توهان سان وير ورود ڪونهي پر توهان جي وجهہ ڪري پنجاب ۾ گڙٻڙ ٿيڻ جو ڊپ هئس. تنهن ڪري صلاح اٿو تہ مهرباني ڪري پاڻيهي موٽي وڃو ۽ وري پنجاب جي سرحد نہ اورانگهجو. مون صاف چيومانس تہ آءٌ حڪم جي پيروي نہ ڪندس. ۽ پنهنجي خوشيءَ سان موٽي نہ ويندس. تنهن ڪري صاحب کي لاچار قاعدي موجب عمل ڪرڻو پيو. پر پڇيومانس، تہ ”نيٺ مون سان ڇا ڪندا؟“ چي، ”مون کي بہ خبر ڪانهي. مون کي وري ٻيو حڪم ملڻو آهي. في الحال تہ توهان کي بمبئي وٺي وڃان ٿو.“

سورت پهتاسين ۽ منهنجي چارج ٻئي عملدار ورتي. واٽ تي چيائين تہ. ”توهين آزاد آهيو پر توهان لاءِ مرين لائين اسٽيشن تي گاڏي بيهارينداس ۽ جي اتي لهي پوندا تہ چڱو ٿيندو. ڪولابا تي وڏيڪ پيهہ هوندي“ مون سندس سهنج موجب لهڻ قبول ڪيو. خوش ٿيو ۽ ٿورا مڃيائين. مرين لائين تي لٿس ۽ هڪ دوست جي گهوڙي گاڏي ڏٺم. ساريوا شنڪر جوهريءَ جي گهر ڇڏي ويم. واٽ تي ٻڌايائين تہ. ”توهان جي پڪڙجڻ جي خبر ٻڌي ماڻهو جوش ۾ اچي پاڻ ۽ تہ چريا ٿي پيا آهن. پائڌونيءَ وٽ گڙٻڙ ٿيڻ جو ڊپ آهي ۽ مئجسٽريٽ ۽ پوليس اتي پهچي بہ ويا آهن.“

گهر مس پهتس تہ ايتري ۾ عمر صبحاني ۽ انسؤيا ٻيڻ بہ موٽر ۾ چڙهي آيا ۽ پائڌوني وٺي ويم. ”ماڻهو ڏاڍا چڙيل آهن. اسان مان ڪوبہ کين ماٺ ڪرائي نٿو سگهي توهان کي ڏسندا تہ سانت ڪندا.“

پائڌوني پهتس ۽ رستي تي ماڻهن جا حشام بيٺا ها. مون کي ڏسي خوشيءَ ۾ مگهن ٿي ويا. هاڻي سر گس نهيو ’وندي ماترم‘ ۽ ’ الله اڪبر‘ جي نعرن سان جڻ آسمان ٿي ڦاٽو. پائڌونيءَ تي گهوڙي سوار بيٺا هئا. مٿان سرن پٿرن جو مينهن پئي وسيو. آءٌ ماڻهن کي ماٺ ڪرائڻ لاءِ هٿ پيو جوڙيان. پر پانيم تہ اسين بہ پٿرن جي وسڪاري مان مشڪل بچون.

عبدالرحمان گهٽيءَ مان ڪرافورڊ مارڪيٽ طرف سر گس روڪڻ لاءِ سامهون سوارن جي ٽولي اچي پهتي. اڪيچار ماڻهو هئا ۽ پوليس جي قطار

ٽوڙي اڳتي وڌڻ لڳا. هنگ همسام ۾ چؤبولي ۾ منهنجو آواز ڪير ٻڌي سگهي. اوڏي مهل سوارن جي عملدار سرگس هٽائي، ماڻهن کي ڪک پن ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو ۽ پالا مٿي ڪٽي اها ٽولي گهوڙا پجائيندي ڊوڪيندي آئي. خطرو هو تہ ڪنهن جو پالو اسان مان بہ ڪنهنجي صفائي ڪري ڇڏي. پر اسان جو ڊپ اجايو هو. پاسو ڏيئي سپ پالا ريل گاڏيءَ جي تيزيءَ سان لنگهي ويا. ماڻهن جي ٽولي ٽڪر ٽڪر ٿي پيئي ۽ هو ڊڪڻ ڊوڙڻ لڳا. ڪي زخميا، ڪي چيچجي ويا. سوارن لاءِ نڪرڻ جو رستو ڪونہ هو. ماڻهن کي آس پاس ٽڙي پکڙي وڃڻ جو بہ رستو ڪونہ هو. اڳيان هٽن تہ پنيان هزارين ڳاهٽ ٿيا بيٺا آهن. نظارو بلڪل هئبتناڪ هو. گهوڙي سوار ۽ ماڻهو ٻئي چڻ انڌا ٿي پيا. سوارن نٿي ڏٺو يا نہ نٿي ڏسي سگهيا. ڪنڌ ورائي گهوڙا ڊوڙائي رهيا هئا.

ماڻهن کي ائين هٽايائون ۽ روڪي ڇڏيائون. پر اسان جي موٽر کي اڳتي وڌڻ ڏنائون. مون ڪمشنر جي آفيس وٽ موٽر بيهاري ۽ پوليس جي روش تي اعتراض ونڻ لاءِ وٽس ويس.

*

(32)

# اهو عجيب هفتو (2)

ڪمشنر گرفٽ آفيس ۾ ويٺو هو. آفيس جي ڏاڪڻ پاسي جيڏانهن نهاريان تيڏانهن هٿياربند سولجر. ڄڻ ته جنگ لاءِ تيار بيٺا هئا! ورانڊي ۾ به گوڙ هو. آءٌ چٽائي اندر ويس. ڏٺم ته ڪمشنر جي پاسي کان ماسٽر بورنگ ويٺو هو.

جيڪي وهيو واپريو هو سو ڪمشنر کي بيان ڪري ٻڌايم. هن ٿورن ۾ جواب ڏنو ته، ”مون کي فورٽ طرف سرگس کي وڃڻ نه ڏيڻو هو. اتي وڃي ها ته ضرور گڙٻڙ مچي ها. نڪي ڪي ماڻهو چوڻ سمجهائڻ تي موٽڻا هئا. لاچار سوارن جي ڏوڪڙ بنا ٻيو ڪو رستو ڪونه هو.“

پر نتيجي جي توهان کي ڪيئن نه خبر هوندي؟ ماڻهو گهوڙن جي پيرن ۾ لتاڙجي مارجي ويا آهن. منهنجي خيال موجب سوارن کي موڪلڻ جي ضرورت ڪانه هئي. تنهن جي توهان کي ڪهڙي خبر؟ توهان جي سکيا جو ماڻهن تي ڪهڙو اثر ٿو پوي سا اسان پوليس وارن کي وڌيڪ خبر. جي ڳالهه کي اتي ئي نگوسار نه ڪريون ته نقصان وڏي وڃي. آءٌ توهان کي چتايان ٿو ته ماڻهو توهان جي ضابطي ۾ رهندا ئي ڪين. قاعدن توڙڻ جي ڳالهه جهٽ ۾ سمجهي ويندا. پر سانت ۾ رهڻ سندن وت کان ٻاهر آهي. برابر توهان جي نيت ڀلي آهي. پر جڏهن ماڻهو سمجهن. هنن کي ته وڻندو سو ئي ڪندا.“

”پر انهيءَ ۾ ٿي آءٌ شامل راءِ نه آهيان. عام ماڻهو سياءَ موجب جهڳڙائو ويڙهو نه آهن. بلڪ صلح پسند آهن.“

پوءِ ته وڏن بحثن ۾ وڃي پياسين. نيٺ ڪمشنر چيم ته، ”چڱو ڀلا جي توهان کي خاطري ٿئي ته توهان جي سکيا ماڻهن محسوس نه ڪئي آهي ته ڇا ڪندا؟“

”جي ائين ثابت ٿيندو ته آءٌ ستياگرهه جي لڙائي مهمل ڪندس.“

مهمل ڪندا يعني تہ؟ توهان تہ الٽو مسٽر بورنگ کي چتايو آهي تہ آزاد ٿيڻ شرط پنجاب موٽي ويندا.“

”برابر. ارادو تہ بيءَ گاڏيءَ ۾ روانو ٿيڻ جو هئم. پر اڄ نڪري ڪين سگهندس.“

”توهين ڏيرج ڪندا تہ وڌيڪ اڪيون ڪلنديو اٿو ڪا خبر تہ احمدآباد ۾ ڇا ٿي چڪو آهي؟ سيني هنڌ ماڻهو چڙي بگڙي پيا آهن. مون کي بہ پوري خبر ڪانهي. ڪن هنڌ تارون پڳيون اٿن. آءُ توهان کي صاف ٿو چوان تہ هن وڳوڙ جي سڄي جوابداري توهان جي سر مٿان آهي.

”پنهنجي جوابداري آءُ کڻڻ لاءِ تيار آهيان. احمدآباد ۾ ماڻهو ڪجهہ برو ڪن تہ مون کي برابر عجب لڳندو ۽ ارمان ٿيندو. امرتسر جي مون کي ڪابہ خبر ڪانهي. اتي نہ ڪڏهن پير پاتو اٿم. نہ ڪو مون کي سڃاڻي ڪري ٿو. پر ايترو سمجهان ٿو تہ پنجاب جي سرڪار مون کي وڃڻ کان منع نہ ڪري ها تہ صلح سانت ڪرائڻ ۾ آءُ چڱو وڏو ڀڃرو وني سگهان ها. مون کي روڪي سرڪار ماڻهن کي هٿ وني پاڻيءَ کان ٻاهر ڪڍيو آهي.“

انهيءَ ريت پاڻ ۾ گفتگو هلي: نہ هو مون کي سمجهي نہ آءُ کيس سمجهان. ڪمشنر کي اطلاع ڏيئي اٿيس تہ چوپاٽيءَ تي ميٽنگ ڪري ماڻهن کي سانت ۾ رهڻ لاءِ سمجهائيندس. چوپاٽيءَ تي شاهي ميٽنگ ٿي. ماڻهن کي شانتيءَ بابت ۽ ستياگرهہ جي لياقت بابت سمجهاڻي ڏنم ۽ چيم تہ ”ستياگرهہ سچن جو هٿيار آهي. جي ماڻهو شانتيءَ جو پالن نہ ڪندا تہ آءُ ستياگرهہ جي يڌ ڪڏهن بہ جاري ڪري نہ سگهندس.“

انسوئيا ڀيڻ کي احمدآباد مان خبر آئي تہ اتي بہ گوڙ ڳٻوڙ ٿيو هو. ڪن افواهہ ڪٽي اٿاريو تہ پاڻ بہ گرفتار ٿي هئي. تنهن تي مزور چڙي پيا ۽ هڙتال ڪري شهر ۾ شور مچائي هڪ سپاهيءَ کي بہ اڪٽ ماري وڌو هئائون. آءُ احمدآباد پڳس. واٽ تي خبر پيم تہ نڊياد پرسان ريل جو رستو ڀڃڻ جي بہ ڪوشش ڪئي هئائون. ورمگام ۾ هڪ سرڪاري نوڪر جو خون ٿيو هو. احمدآباد پهتس تڏهن مارشل لا چالو هو ۽ ماڻهن ۾ ڏاڍو هراس ڦهلجي ويو هو. جيڪي ڪيو هئائون سو ئي لوڙيو هئائون، بلڪ تنهن کان ڪٿر.

اسٽيشن تان ڪمشنر پرئٽ وٽ وني وڃڻ لاءِ هڪ ماڻهو حاضر هو. آءُ

وٽس ويس تہ سهين، پر ڏاڍو تتو وينو هو. صبر سان ڪيس جواب ڏنم. خونن بابت پنهنجي دلسوزي ظاهر ڪيم. صلاح ڏنم تہ مارشل لا جي ضرورت ڪانهي ۽ انجام ڪيم تہ سک سانت آڻڻ لاءِ جيڪي اپاءَ واجبي آهن، سي ونڻ ۾ تيار آهيان. هڪ ميٽنگ آشرم ۾ ڪوٺائڻ لاءِ گهُر ڪيم. اها صلاح ڪيس بہ وڻي، مارشل لا ساڳئي يا ٻئي ڏينهن رد ڪيو ويو. ميٽنگ ۾ ماڻهن کي سندن خرابيون ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪيم. ٽي ڏينهن اُپواس پراچت طور واريم ۽ ٻين کي هڪ ڏينهن وارڻ جي صلاح ڏنم. جن خون وغيره ڪيا هئا تن کي پنهنجا گناهہ باسڻ لاءِ چيم.

پنهنجو فرض بہ چٽو ڏٺم. جن مزورن لاءِ آءٌ هيترو وهيو هئس، جن سان هيترو وقت سنبنڌ رکيو هئم ۽ جن ۾ چڱائي جي ئي آس رکي هئم، تن مزورن گوڙ شور ۾ بهرو ورتو سا ڳالهہ مون کان سَني نٿي ٿي، ۽ سندن ڏوهہ ۾ ڀاڱي کي حصيدار سمجهيم.

هيڏانهن مزورن کي گناهہ باسڻ لاءِ ۽ هوڏانهن سرڪار کي گناهہ معاف ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو هئم. پر منهنجي ڳالهہ ٻنهي ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي. نہ ماڻهن گناهہ باسيا ۽ نہ سرڪار کين معافي ڏني.

سرڳواسي رمڻ ڀائي ۽ ٻيا مون وٽ آيا ستياگرهہ مهمل ڪرڻ لاءِ وينتي ڪيائون. پر وينتي ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانہ هئي. جيسين ماڻهو شانتيءَ جو سبق نہ سکيا هئا، تيسين ستياگرهہ مهمل ڪرڻ جي پڪ ڪئي هئم، تنهن ڪري خوش ٿي ويا. پر ڪيترا دوست ناراض بہ ٿيا. هنن ليکي نہ جي آءٌ سيني ۾ شانتي پالڻ جي اميد رکندس ۽ ستيا گره جو اهو شرط هو تہ اها يدّ ڪڏهن بہ شاهي جبري تي ڪين سگهندي. مون پنهنجو مت پيد جاڻايو. جن ماڻهن ۾ ڪم ڪيل هجي، جن جي معرفت ستياگرهہ ڪرڻ جي اميد رکيل هجي، سيئي شانتي نہ پالن ڪن تہ برابر ستياگرهہ ٿي ڪين سگهندو. منهنجي خيال موجب گهٽ ۾ گهٽ انهيءَ حد اندر شانتي پالڻ جي طاقت ستيا گرهي اڳواڻن ۾ هئڻ گهرجي. اڄ بہ ساڳيا ويچار اٿم.

*

(33)

## ’جبل جيڏي ڀُلَ‘

احمدآباد ۾ ميٽنگ کان پوءِ آءٌ هڪدم نڊياد ويس. ’هماليہ جبل جيڏي ڀُلَ‘ اهي لفظ جي ساري هند ۾ وچي ويا سي پهرئين نڊياد ۾ ڪم آندم. احمدآباد ۾ ئي پنهنجي ڀُل سجهي آئي هئم. پر نڊياد ۾ جيڪي تي چڪو هو تنهن تي ويچار ڪندي، کيڏا ضلعي ۾ ڪيترين گرفتارين جو ٻڌندي، جنهن ميٽنگ ۾ انهن واقعن تي وياکياڻ ويني ڏنم تنهن ۾ اوچتو من ۾ ڇپيم تہ کيڏا ضلع ۽ ٻين کان قاعدي جي سول نافرماني ڪرائڻ ۾ مون ابهرائي ڪئي هئي، جا مون کي تہ جبل جيڏي ڀل تي لڳي.

اهڙيءَ قبوليت ڪري پاڻ تي کل خوب ڪرايم، پر ڀل باسڻ ڪري مون کي ڪڏهن بہ ارمان ڪونہ ٿيو آهي. منهنجي مجتا آهي تہ ٻين جا هاٿيءَ جيڏا دوش اسان کي ڪئليءَ جيڏا سمجهڻ گهرجن ۽ پنهنجا ترَ جيڏڙا ڏوهہ جبل جيڏا ڏسڻ کپن. تڏهن ئي اسان کي پنهنجن پراون جي خامين جي پوري پروڙ پوندي ۽ انهي رواجي نيم جو پالن ستيا گرهيءَ کي گهڻيءَ سوکم درشتيءَ سان ڪرڻ کپي.

ڀلا اها جبل جيڏي ڪهڙي ڀُل هئي؟ قاعدن جو باادب ڀنگ سي ئي ڪري سگهن ٿا جن خوشيءَ سان ۽ ادب سان قاعدن جي پيروي ڪئي آهي. اڪثر ڪري اسين ڊپ وچون قاعدن جي مجتا ڪندا آهيون، خاص ڪري جڏهن نيتيءَ انيتيءَ، اخلاق بداخلاق، جو سوال نہ اٿندو آهي. مثلاً قاعدا هجن نہ هجن پر نيڪ مرد بنهہ چوري ڪين ڪندا؛ پر ساڳيا ماڻهو رات جو بنا ڪُتڪي سائيڪل تي بتي ڪين ٻاريندا؛ ۽ بتي ٻارڻ لاءِ ڪو صلاح ڪٽي ڏيندن تہ بہ خوش تي ڪين ونندا. پر قاعدو ٺوڙڻ ڪري ڏنڊ پوڻ جو ڊپ هوندن تہ رات پوندي امالڪ بتي ٻاريندا. جي انهيءَ ريت قاعدن جي پيروي ڪن ٿا، سي خوشيءَ سان پيروي نٿا ڪن.

پر ستيا گرهي جن قاعدن کي مانُ ڏين ٿا، سو سمجهي ڪري، خوشيءَ سان، مان ڏيڻ فرض سمجهي ڏين ٿا. اهڙي طرح جن سماج جي نيمن جو ارادي موجب، پالن ڪيو آهي، تن کي ئي انهن نيمن ۾ نيتي ۽ انيتيءَ جو ڀيد ڪرڻ جي شڪتي آهي، ۽ اهڙن کي ئي خاص حالتن ۾ ڪن نيمن جو ڀنگ ڪرڻ جو اڌڪار ملي ٿو. اهڙو اڌڪار پراپت ڪرڻ کان اڳ مون کين قاعدا ٽوڙڻ لاءِ سڏيو، سا مون کي جبل جيڏي ڀُل نظر آئي، ۽ کيڙا ضلع ۾ گهڙندي ئي کيڙا جي ستياگرهه جي يادگيري ييمر تڏهن ئي لڳي آيم ته آءٌ حد اورانگهي ويو هئس. جيئن ته ماڻهو سول نافرماني ڪن تنهن کان اڳ کين انهي ڳوڙهي ڳجهه جو سنجهه لهڻ گهرجي. پلا جن روز من سان قاعدا ڀڳا آهن، جن ڪئين دفعا لڪي قاعدا ڀڳا آهن، سي هڪدم سول نافرماني ڪيئن سگهي سگهندا؟ ۽ ٽوڙڻ مهل ڪهڙي حد رکي سگهندا؟

برابر مٿئين آدرشي حالت کي هزارين يا لکين ماڻهو ڪين پهچي سگهندا. پر جي ائين هجي ته قاعدا ٽوڙڻ کان اڳ ماڻهن کي سمجهائڻ لاءِ ۽ سنئين رستي تي هلائڻ لاءِ شڌ سؤم شيوڪن جو دَلُ پيدا ڪرڻ گهرجي ۽ اهڙي دَلَ کي سِوِل نافرماني ۽ تنهنجي حدن جي پوري سمجهه هئڻ گهرجي.

اهي ويچار ڪندي آءٌ بمبئي پهتس ۽ ستياگرهه سڀا جي معرفت ستيا گرهي سؤم شيوڪن جو دَلُ ناهيم. سندن معرفت عام ماڻهن کي سَوِنيهِ ڀنگ بابت سکيا ڏيڻ شروع ڪيم پتريڪائون ڪڍيم.

ڪم شروع سو ٿيو، پر ڏٺم ته شيوڪن کي گهڻو مزو ڪونه ٿي آيو. انهيءَ لاءِ هڪ ٻئي ڀنيان ڊوڙندا نٿي آيا. جيڪي آيا تن به هرويرو پوري تعليم ڪين ورتي. ڏينهن گذرندا ويا، تيئن مضبوط ٿيڻ بدران بگڙڻ لڳا. ڏٺم ته سَوِنيهِ ڀنگ جو گاڏو جيئن پانيو هئم تيئن ڏوڪيندو ڪين هلندو.

*

(34)

# 'نوجيون' ۽ 'ينگ انڊيا'

هڪ پاسي کھڙي بہ ڍري پر شانتي ميہ هلچل. تہ ٻئي پاسي سرڪار جي دٻاءَ جي نيتي خوب زور شور سان هلي رهي هئي. پنجاب ۾ اها نيتي کُلم کُلي ظاهر ٿي. اتي مارشل لاءِ يعني نو (No) لاءِ شروع ٿي ويو. اڳواڻن جي وٺ پڪڙ ٿي. خاص ڪورٽون انصاف ڏيڻ لاءِ نہ پر انتڪ حاڪم جي فرمان بجاوريءَ لاءِ برپا ڪيون ويون. شاهدي ڇا جي ثابتي ڇاجي. سولجرن بيگناهہ ماڻهن کي ڪِيئن وانگر پيٽ ڀر گيسيون ڪرايون. انهي هائيڊوس اڳيان جليانوالا باغ وارو قهري قتل مون کي ڪجهہ نٿي لڳو جيتوڻيڪ دنيا جو ۽ رعيت جو ڌيان قتل ڏي ڇڪيو هو.

ڪن زور لاتم تہ ڪيئن بہ ڪري پنجاب ۾ گهڙي پئو. مون وائسراءِ کي خط لکيا، تارون ڪيون، پر موڪل ڇو تو ڏي؟ موڪل بنا وڃا تہ اندر گهڙي بہ نہ سگهان ۽ فقط نالي ماتر سِول نافرماني ڪريان. هن مونجهاري ۾ ڇا ڪريان سو مون لاءِ ڳرو سوال ٿي پيو. جي منع نامي کي نہ ليکي هليو وڃان تہ سچي سول نافرماني نہ ٿيندي. ڇو جو شانتيءَ جو وايو منڊل جو چاهيم ٿي سو نظر نٿي آيم. پنجاب جي نادر شاهيءَ ماڻهن ۾ جوش ڦهلائي ڇڏيو هو. اهڙي وقت منهنجي سول نافرماني باهہ ۾ گيهہ اوتڻ جهڙي ٿئي ها. انهي ڪري پنجاب ۾ گهڙي پوڻ جي صلاح کي مون وزن ڪين ڏنو. اهو فيصلو ڪرڻ مون لاءِ ڪاشي ڪَروٽ کائڻ هو. روز پنجاب مان ڦهرن جي خبر اچيم ۽ روز ڏند ڪرٽي سوُر پي ويهي رهان.

ايتري ۾ مسٽر هارنيمن، جنهن 'بامبي ڪرانيڪل' کي هڪ زبردست طاقت بڻائي ڇڏيو هو، تنهن کي راتو واهہ سرڪار اڏائي وٺي. انهي گندي ڪم مان مون کي اڄ تائين بدبوءِ پيئي اچي. مون کي خاطري آهي تہ مسٽر هارنيمن کي اوندهہ انڌڪار پسند نہ هو. مون ستياگرهہ ڪاميٽيءَ جي

صلاح کان سواءِ پنجاب سرڪار جو حڪم نہ مڃيو ھو سا ڳالھ ڪيس بہ نہ وڻي ھئي. سول نافرماني مھمل ڪيم، تنھن تي ھو خوش ٿيو ھو. مھمل ڪرڻ جو ارادو ظاھر ڪيم تنھن کان اڳ مھمل ڪرڻ بابت خط لکيو ھئائين جو ٻئي ڏينھن احمدآباد ۾ پھتم. تنھن ڪري سندس ديس نيڪاليءَ جو ٻڌي جھڙو ڏک ٿيم تھڙو ئي تيرس لڳم.

تنھن کان پوءِ 'ڪرانيڪل' جي بانيڪارن اخبار ھلائڻ جو بوجو مون تي وڌو. مسٽر بريلوي تہ وينو ئي ھو سو مون کي گھٽو کونہ ڪرڻو ھو. تہ بہ سياءَ موجب اھا جوابداري ڳري تي لڳم. پر اھا جوابداري ڳچ وقت تائين کانہ ڪڻڻي پيم. سرڪار جي مھربانيءَ ڪري اخبار بند ڪرڻي پيئي. جي 'ڪرانيڪل' جا بانيڪار ھئا، سي ئي 'ينگ انڊيا' جا مالڪ ھئا. عمر صبحاني ۽ شنڪر لال بئنڪر. ٻنھي گڏجي 'ينگ انڊيا' جي جوابداري منھنجي سِرَ تي رکي ۽ کوٽ گھٽائڻ لاءِ 'ينگ انڊيا' جي ھفتيوار مان ڦيرائي ھفتہ ۾ ٻہ دفعا ڪڍڻ جو خيال ڪيوسين. ستياگرھ جو ڳجھ سمجھائڻ جي مون کي تمنا ھئي ۽ چيم، پنجاب بابت بيو نہ من نقط چيني ڪري سگھان؟ انھيءَ ھلچل پنيان بہ ستياگرھ جي شڪتي سانديل ھئي. سا سرڪار کي خبر ھئي. تنھنڪري دوستن جي صلاح ونئي اخبار ھلايم.

پر چوان انگريزيءَ معرفت عام رعيت کي ڪھڙي سکيا ڏيئي سگھندس؟ منھنجي ڪم جو مکيہ کيتر گجرات ۾ ھو. ڀائي اندو لال يا جنڪ تنھن وقت ساڳيءَ جماعت ۾ ھو ۽ سندس ھٿ ۾ وري ماھوار 'نوجيون' ھئي. انھيءَ جي خرچ جي بہ مٿيان دوست پورت ڪندا ھئا. اھا اخبار بہ دوستن مون کي سؤنپي ۽ ڀائي اندو لال اخبار ۾ ڪم ڪرڻ قبوليو. پو ماھوار کي ھفتيوار ڪيوسين.

توري مدت کان پوءِ 'ڪرانيڪل' وري ھستيءَ ۾ آئي ۽ 'ينگ انڊيا' ڦري ھفتيوار ڪئي ويئي. منھنجي صلاح سان اھا احمدآباد آندي ويئي. ٻہ اخبارون ٻن جڳھين ۾ نڪرن تہ خرچ بہ ٿي وڌيو ۽ مون کي تڪليف بہ ٿي ٿئي. 'نوجيون' تہ اڳي ئي احمدآباد مان نڪرندي ھئي. 'انڊين اوپينين' ھلائيندي ڏٺو ھئم تہ اھڙين اخبارن کي پنھنجي پريس ھئڻ گھرجي. ھتي جا پريس بابت قانون بہ اھڙا سياڳا جو پنھنجا ويچار ظاھر ڪريان تہ ڪوبہ ڇپيندڙ ڇپڻ کان ڪؤ کائي. سو پنھنجي پريس ڪڍڻ ضروري سمجھيم.

جنهن ۾ اها بہ احمدآباد ۾ سولائيءَ سان ڪڍي سگهياسين ٿي، تنهن صورت ۾ ’ينگ انڊيا‘ احمدآباد ۾ ڪڍي وياسين.

انهن اخبارن معرفت ستياگرهہ ۾ سکيا ڏيڻ جو ڪم مون پنا شڪتي شروع ڪيو. ٻنهي اخبارن جو وڪرو خوب وڌندو ويو. وڌندي وڌندي ’نوجيون‘ جي گراهڪي 40000 ڪاپين تائين وڃي پهتي. پر ’ينگ انڊيا‘ جي آهستي وڌڻ لڳي. منهنجي گرفتار ٿيڻ کان پوءِ ڪجهہ ڪوٽ بہ ٿي ۽ هن وقت (1928ع) هرهڪ اخبار جي گراهڪي اٺن هزارن کان گهٽ آهي.

انهن اخبارن ۾ شروعات کان وٺي نوٽيس ۽ اشتهار وٺڻ کان انڪار ڪيم. تنهن ڪري ڪو نقصان ڪونہ رسيو آهي ۽ اخبارن جي آزاد خيالي رکڻ ۾ اهو نيم بلڪل مددگار ٿيو آهي.

اخبارون لکندي لکندي اندر ناريم. جيتوڻيڪ ترت قانونن جي انحرافي نٿي ڪري سگهيس، پر پنهنجا ويچار چوٽ سان ظاهر ڪيم. جي صلاح مصلحت لاءِ مون ڏي نهاري رهيا هئا تن کي دلاسو آٿت ڏيئي سگهيس. منهنجي خيال موجب ٻنهي اخبارن انهيءَ آزمائش ويل رعيت جي پوري خدمت ڪئي ۽ مارشل لا جي مصيبت ڪجهہ هلڪي ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

*

(35)

# پنجاب ۾

پنجاب ۾ جيڪو انڌير ٿي چڪو هو، تنهن لاءِ سَر مائيڪل اوڊاير مون کي جوابدار نهرايو. ساڳيءَ ريت پنجاب جا ڪي نوجوان مارشل لا لاءِ به مون کي جوابدار نهرائڻ کان ڪين ٽريا. ڪاوڙ ۾ پرجي چوڻ لڳا ته جي آءٌ سول نافرماني مهمل نه ڪريان ها ته جليانوالا باغ وارو قتل ڪين ٿئي ها. ۽ مارشل لا ڪين جاري ٿئي ها. ڪن ته ڌمڪي به ڏنيم ته خبردار! جي پنجاب ۾ پير پاتو اٿوَ نه ته خون ڪرڻ بنا نه ڇڏينداسون.

پر پنهنجو قدم اهڙو واجبي ٿي لڳم جو پانيم ته ڪنهڙو به سمجهو ماڻهو غلط فهمي نه ڪندو. پنجاب ۾ وڃڻ لاءِ منهنجيءَ دل ۾ چوڙا کورا هئي. نه اڳ ڏٺو ئي هئم. چيم ته ساري حقيقت جي سر زمين تي وڃي دريافت ڪندس. ڊاڪٽر ستيپال، ڊاڪٽر ڪچلو ۽ پنڊت رام ڀڄ دت جن مون کي پنجاب ۾ گهرايو هو سي پاڻ تنهن وقت جيل ۾ هئا. پر پڪ هئم ته کين سرڪار گهڻو وقت بند ڪين رکندي. بمبئي ۾ ويندو هئس ته ڪيترا پنجابي مون سان گڏجڻ ايندا هئا. آءٌ کين خوب دلداري ڏيندو هئس ۽ تنهن وقت مون کي پاڻ ۾ اهڙو ايمان هوندو هو جو هو مون سان گڏجڻ کان پوءِ خوش ٿي موٽندا هئا.

پر منهنجي وڃڻ ۾ دير پوندي ويئي. وائسراءِ اجا پئي چيو ته 'ٿورو ترس' ايتري ۾ مارشل لا جي ڏينهن ۾ عملدارن جيڪي ڪيو ڪُرتيو تنهنجي تپاس لاءِ هنٽر ڪاميٽي آئي. ڏين بنڊو ته اڳي ئي وڃي پهتو هو. سندس خطن ۾ دل ڏاريندڙ قصا آيا. خطن اتين ثابت ڪيو ته مارشل لا جا انڌير جيڪي اخبارن ظاهر ڪيا هئا، تن کان به وڌ هئا. پنجاب ۾ وڃڻ لاءِ به مون تي زور هو. هوڏانهن وري مالوي جيءَ جي تار ته پنجاب اچ وڃ جيئن سيائي بيو ڏينهن نه ٿئي، تنهن تي وري وائسراءِ کي تار ڪيم. جواب ته فلاڻي تاريخ کان پوءِ وڃي ٿا سگهو. مون کي تاريخ پوري ياد نه آهي، پر گهڻو ڪري 17 آڪٽوبر هئي.

جڏهن لاهور ويس تڏهن جيڪو نظارو ڏٺم سو حياتيءَ ۾ وسرڻ جهڙو ناهي. ڀانءِ ته ڪو سالن کان وڇڙيل پيارو وطن ٿو وري ۽ سنڌس عزيز سائس ملڻ ٿا وڃن. سڄي اسٽيشن مائٽن سان تمنار ٿي پيئي هئي. مائٽو خوشيءَ وچون مست ٿي پيا هئا. پنڊت رام ڀڄ دت وٽ لهڻو هئم. شريمتي راماديوي چوڌراڻي جنهن کي اڳي ئي سڃاڻندو هئس. تنهن تي مهمان نوازيءَ جو بوجو وجهي پيو. "مهمان نوازيءَ جو بوجو" آءُ ڄاڻي ٻُجهي ٿو چوان ڇو جو هاڻي وانگر اڳي ٻه جتي لهندو هئس اتي مالڪ جو گهر ڌرمسالا ٿي پوندو هو.

ڏٺم ته پنجاب جا اڳواڻ جيل ۾ هئڻ ڪري سنڌن جڳهه مکيه اڳواڻن پنڊت، مالوي جي. پنڊت موتي لال جي ۽ سرڳواسي سوامي شرڌانند جي ڀري هئي. مالوي جي ۽ شرڌانند جيءَ سان ته اڳي ئي چڱي واقفيت ٿي ويئي هئم. پر پنڊت موتي لال سان لاهور ۾ سڃاڻپ ٿيم. انهن ۽ ٻين پنجاب جي اڳواڻن مون کي امالڪ پنهنجو بنائي ڇڏيو ڪٿي ٻه ڌاريو اڻ واقف ڪين لڳس.

هنٽر ڪاميٽيءَ اڳيان شاهديون نه ڏجن اهو فيصلو اسان سڀني يڪراءِ ڪيو. تنهن جا سبب اسان تنهن وقت ظاهر ڪيا ۽ ٻيهر هت لکڻ جي ضرورت ڪانهي. اهي قوي سبب هئا ۽ ڪاميٽيءَ جو بهشڪار بلڪل واجب هو سو اڄ به ٿو سمجهان. پر چيوسين ته جي ڪاميٽيءَ جو بهشڪار ڪجي ته رعيت پاران يعني ڪانگريس طرفان هڪ ڪاميٽي ضرور مقرر ڪرڻ گهرجي. ڪاميٽيءَ جا ميمبر پنڊت موتي لال، سرڳواسي چترنجن داس، سريجت . عباس طيبجي، سريجت جئڪر ۽ آءُ سڀني کي پنڊت مالويءَ ڪٽي ٿاڦيو. ڌار ڌار هنڌ تپاسڻ لاءِ ٽڙي پکڙي وياسين. ڪاميٽيءَ جي ڪارروائيءَ جو ڪم سهج سڀاءُ مون کي ئي ڪرڻو پيو. گهڻي ۾ گهڻا ڳوٺ تپاسيندي پنجاب جي ڳوٺن ڏسڻ جو املهه وجهه مليم.

جاچ ڪندي پنجاب جي استرين سان ائين مليس جڻ ته ڪو جڳن کان واقف هئس. جتي وڃان اتي سنڌن ٽوليون هٿ ڪتيل سٽ جا ڍير اڳي اڳيان رکن. سو وات ويندي خبر پيم ته پنجاب کاڌي جي پيدائش لاءِ مکيه کيتر ٿي سگهي ٿو.

مائٽن کان جيئن جاچ ڪندو حالتن ۾ اونهو اترندو ويس تيئن اک پٽبي ويم ۽ سرڪار جي درٻڙدونس. عملدارن جي زبردستي جا قصا ٻڌي

سيءُ ونيِ ويم. جو پنجاب سرڪاري گهٽيءَ ۾ گهٽا سپاهي ڪِدي ڏيندو هو سو ساڳيو پنجاب سرڪار جا هيڏا ظلم هيئن سهي تنهن ڳالهه تي تڏهن نه عجب ڪاڏم ۽ هاڻي به عجب ٿو ڪاوان.

ڪاميٽيءَ جي رپورٽ لکڻ جو ڪم به مون کي ڏنو ويو. جن کي انهن ظلمن جو پورو تصور ڪرڻو آهي سي اها رپورٽ پڙهن. رپورٽ بابت ايترو چوندس ته ڪنهن به ياڳيءِ ۾ جاڻي واڻي وڌاءُ نه ڪيو ويو. جيڪي حقيقتون ڏنل آهن تن لاءِ پوريون ثابتيون رجوع ڪيل آهن. بلڪ جيڪي پڌريون ڪيل آهن, تن کان ڪيتريون وڌيڪ ڪاميٽيءَ وٽ موجود هيون. ڪنهن به ڳالهه بابت ذرو شڪ هو ته اها رپورٽ ۾ داخل نه ڪئي ويئي. جا رپورٽ سچ جي آڌار تي لکيل آهي سا پڙهي ڏسندا ته راڄ ڪرڻ لاءِ هيءَ سرڪار ڇا نه ڪرڻ لاءِ تيار آهي ۽ ڪهڙا نه حيواني ڪم ٿي ڪري. رپورٽ جي هڪ به ڳالهه منهنجي ڄاڻ موجب ڪوڙي ڪانه نڪتي آهي.

❊

(36)

# خلافت بدلي گئو رکيا

ڀنجا ۾ انڌير جو قصو في الحال هتي ڇڏيان ٿو.

پنجاب ۾ ڊائر شاهيءَ جي ڪانگريس طرفان جاچ هلي رهي هئي، تہ درميان مرحوم حڪيم اجمل خان ۽ ڀائي آصف علي خان جي صحيحن سان هڪ ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ظاهر نوتو مليم. ائين بہ ڄاڻايو ويم تہ شرڌانند پڻ حاضر ٿيندو جو ڀايان ٿو تہ ڪانفرنس جو اُپ پرمک هو. ڪانفرنس نومبر ۾ گڏجاڻي هئي ۽ انهيءَ لاءِ ڪوناٽي ويئي هئي تہ خلافت بابت بي انصافيءَ تي ويچار ڪري ۽ فيلصو ڪري تہ هندو مسلمان صلح ملهائڻ ۾ شامل ٿين يا نہ. ڪوٺ واري خط ۾ اهو بہ ڄاڻايل هو تہ ڪانفرنس نہ رڳو خلافت تي، پر گئو رکيا جي سوال تي بہ ويچار ڪندي ۽ انهيءَ سوال تي ويچار ڪرڻ جو هي سٺو وجهہ ٿيندو مون کي گئورکيا ڏي اشارو ڪين وڻيو. خط جو جواب ڏيندي لکيم تہ حاضر رهڻ جي ڪوشش ڪندس، پر خلافت ۽ گئورکيا جا سوال پاڻ ۾ ڳنڍي ڏي وٺ جو سودو ڪرڻ بدران هرهڪ سوال پنهنجي گڻ دوش موجب ڏار جاچڻ کپي.

ڪانفرنس ۾ ويس، ماڻهو چڱي تعداد ۾ آيا هئا. جيئن پوءِ حشام اچڻ لڳا تيئن اجا نہ هو. شرڌانند جي بہ حاضر هو. مٿين سوالن تي ساڻس ڳالهہ چوريم. منهنجا دليل کيس بہ وڻيا ۽ اهي پيش ڪرڻ جو ڪم مون تي رکيائين. حڪيم صاحب سان بہ ڳالهہ ڪئي هئم. منهنجو چوڻ هو تہ هرهڪ سوال ڌار ڪٽي تنهن تي گڻ دوش موجب ويچار ڪرڻ گهرجي. جي خلافت جي سوال ۾ وجود هو ۽ خلافت بابت سرڪار بي انصافي ڪئي هئي تہ هندن کي مسلمانن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهڻ گهرجي؛ پر خلافت سان گئورکيا جي سوال کي لتڪائڻ نہ گهرجي. جي هندو ڪٽي اهڙو شرط ڪن تہ بہ ڪين جُڳائيندو ڪين. جي مسلمان خلافت ۾ مدد جي بدلي

گھوڙتيا بند ڪن تہ اھو ڪين ڪين سُھندو. ھم وطني ۽ پاڙيسري تي جي ھندن جون دليون نہ ڏکوئڻ خاطر پاڻمرادو گئوڪوس بند ڪن تہ اھو سندن شان وٽان آھي ۽ سندن فرض آھي، اھو سوال ئي جدا آھي. جي اھو فرض ھجي ۽ ھو فرض سمجھن تہ پوءِ ھندو خلافت ۾ مدد ڪن يا نہ ڪن تہ بہ مسلمانن کي گئوڪوس بند ڪرڻ گھرجي. انھيءَ ريت ٻنھي سوالن کي ڌار ڌار ڪري غور ڪرڻ کپي. تنھن ڪري برابر ائين ٿيندو تہ ھيءَ ڪانفرنس فقط خلافت جي سوال تي ويچار ڪري. ڪانفرنس کي منھنجا دليل قبول پيا. گئوڪيا جو سوال ڪانفرنس اڳيان نہ پيش ڪيو ويو. پر مولانا عبدالباريءَ چيو تہ: "ھندو خلافت ۾ مدد ڏين يا نہ، اسين ھم وطني تي ڪري اسان کي ھندن جي دل وٺڻ لاءِ گئوڪوس بند ڪرڻ کپي." انھيءَ وقت تہ ائين پئي لڳو تہ مسلمان سچ پچ ڪوس بند ڪندا.

ڪن جي وري صلاح ھئي تہ پنجاب جو سوال خلافت سان گڏجي. مون انھيءَ تي بہ اعتراض اٿاريو. چيم تہ پنجاب جي ڳالھہ آستاني آھي ۽ اسين صلاح ملھايون يا نہ تنھن سلطنت تي سوال سان نہ ملائڻ گھرجي. جي ھڪ آستاني سوال خلافت جي سلطنت تي ھسوال سان ملائي ڇڏينداسين تہ ھڪ ڳري ڀُل ڪنداسين. اھو دليل بہ سڀني کي پسند پيو.

ھن ڪانفرنس ۾ مولانا حسرت موھاني حاضر ھو. ساڻس واقف تي ڇڪو ھئس. پر ڪھڙو ويڙھو گھڻو ھو سا ھتي بوجھہ پيم. اسان جي وچ ۾ جيڪو مت ڀيد ٿيو سو ھتان کان وني ڪئين ڳالھين ۾ ھلندو آيو.

ٻين ٺھرائن ۾ ھڪ ھي ھو تہ ھندو، مسلمان سوديسيءَ جي ٻرتگنيا ڪن ۽ وديسي ڪپڙي جو بھشڪار ڪن. کاڌيءَ جو اڃا جنم ڪونہ ٿيو ھو. پر حسرت موھانيءَ کي ھي ٺھراءُ ڪٿان ٿو آئڙي؟ ھو چوي تہ برٽش سلطنت خلاف بابت انصاف نہ ڪري تہ ڪانگرس بدلو وٺڻ لاءِ فقط برٽش مال جي پچنديءَ آھر بشھڪار ڪجي. مون تہ ھاڻي عالم آشڪار دليل تڏھن پيش ڪيا ۽ فقط برٽش مال جو بھشڪار ناشدني ۽ نامناسب ثابت ڪيو. پنھنجو اھنسا جو سڌانت بہ سندن اڳيان پيش ڪيم. ڏٺم تہ منھنجن دليلن جو ٻڌندڙن تي اونھو اثر ٿيو. حسرت موھانيءَ جي تقرير ٻڌندي ماڻھو بود ۾ اچي اھڙا آواز ڪرڻ لڳا جو دل ۾ پانيم تہ ھن کان پوءِ مون کي ڪير ڪَنُ ڏيندو؟

پر چيم تہ مون کي پنهنجو فرض نہ ڀُلجڻ گهرجي ۽ ائين سمجهي اٿي ڳالهايم. ماڻهن سڄي تقرير ڏيان ڏيئي ٻڌي. پليٽفارم تي ويٺلن مان تہ پورو تيڪو مليم، ۽ مون کان پوءِ هڪ پنيان ٻيو اٿي منهنجي فائدي ۾ ڳالهائڻ لڳو. اڳواڻن چٽو ڏٺو تہ برتش مال جو بهشڪار ڪرڻ مان ڪي ڪين ورندو، بلڪ ڀاڻ تي خوب کل ڪرائيندا سين. هن ساري جماعت ۾ ڪو اهڙو ماڻهو ڇڏو هو جنهن جي ٻت تي ڪجهہ نہ ڪجهہ برتش نہ هو. جا ڳالهہ نهراءُ پاس ڪندڙ ڀاڻ ڪري نٿي سگهيا، تنهن ڳالهہ بابت نهراءُ پاس ڪرڻ ڪري نفعہ بدران اُتلو نقصان ئي ٿيڻو هو.

"توهان موجب و ديسي ڪپڙي جو بهشڪار ڪرڻ مان ڇا کُسندو؟ هيترو سارو ڪپڙو جو اڃي ٿو سو اسين ڪڏهن ڀاڻ پيدا ڪنداسين ۽ وديسيءَ جو بهشڪار ڪري سگهنداسين؟ اسان کي ڪو اهڙو قدم کڻڻ گهرجي جنهن ڪري هن گهڙيءَ انگريزن تي اثر ٿئي. توهان جو بهشڪار ڀلي رهي، پر تنهن کان وڌيڪ جلد اثرائتو قدم ٻتايو." انهي سُرَ ۾ مولانا حسرت موهانيءَ تقرير ڏني. تقرير ٻڌندي دل ۾ آيم تہ بهشڪار ڪانسواءِ برابر ٻيو بہ ڪجهہ امالڪ ڪرڻ گهرجي. و ديسي ڪپڙي جو بشهڪار ترت تي ڪين سگهندو سو سمجهيم ٿي. ڪاڌي پيدا ڪرڻ جي طاقت جا پوءِ ڏٺم، سا اڃا نہ سمجهي هئم. رڳو ڪارخانن تي ڀروسو رکبو تہ دغا ڪائينداسين سا بہ خبر هئم. مولانا صاحب تقرير پوري ڪئي تڏهن آءٌ اڃا ويچار ۾ هئس تہ کهڙو جواب ڏيان.

ڳالهائڻ مهل تہ هندي يا اُردو لفظ هٿ نہ پيو اچم. خاص مسلمانن جي مجموعي ۾ دليل ڀريل تقرير ڏيڻ جو اهو پهريون آزمودو هئم. ڪلڪتي جي مسلم ليگ اڳيان ڳالهايو هئم، سو بہ چئن گهڙين لاءِ ۽ تنهن ۾ فقط جذبا اٿارڻ جي ڪوشش هئي. پر هت ٻيءَ ڏار وارن کي پنهنجا ويچار سمجهائڻا هئم. پر مون حجاب لاهي ڇڏيو هو. دهليءَ جي مسلمانن اڳيان سندن نڙڪي ڦڙڪيندا ڇيدي ڇڪني اڙدوءَ ۾ تقرير ڪانہ ڪرڻي هئم. پر پنهنجو مطلب ٽُوٽي ڦوٽي هنديءَ م سمجهائڻو هئم. اهو ڪم چڱي طرح ڪري ويس. هندي اردو ئي راشٽر ڀاشا ٿي سگهي ٿي تنهنجي هن ڪانفرنس ۾ ڳالهائيندي سِڌي ثابت مليم. جي انگريزيءَ ۾ ڳالهايان ها تہ

اهڙو اثرائتو ڪين ٿيان ها ۽ مولانا صاحب ڪي مون تي جُلهہ ڪرڻ جي تانگهہ ڪانہ ٿئي ها، ۽ جي ٿئي ها تہ آءُ لاجواب رهان ها.

تز اردو يا هندي لفظ هٿ نٿي آيم تنهن ڪري مُنجهيس ٿي پر جواب ڏيئي چڙهيس. اوڏي مهل مون کي 'نان ڪئا پريش' لفظ وات ۾ اچي ويو. جنهن وقت مولانا تقرير ويني ڏني تنهن مهل هُريم پئي تہ جو پاڻ ڪيترين ڳالهين بابت سرڪار سان تعلق رکي رهيو هو سو سرڪار کان وير ونڻ جون ڳالهيون اجايون ٿو ڪري. جو تلوار سان وير نٿو پاڙي، تنهن کي سڀ تعلق قطعي ڪرڻ گهرجن. انهيءَ لاڳاپي ۾ مون 'نان ڪئاپريشن' جو لفظ ڪانفرنس ۾ پهرين استعمال ڪيو. قطعي تعلقات جي فائدي ۾ وياکياڻ ڏيندي مون دليل پيش ڪيا. انهيءَ لفظ اندر ڇا ڇا اچي ٿي سگهيو تنهن جي اجا پوري ڳالَ ڪانہ هئم. تنهن ڪري آءُ سوال جي وچور ۾ نہ اتريس. پانيان ٿو تہ هن نموني چيم.

"مسلمان پائرن هڪ پيو بہ مڪيہ فيصلو ڪيو آهي. خدا نہ خواستہ پر جي صلح جا شرط سندن خلاف نڪرن تہ هو سرڪار سان تعلق نہ رکندا. منهنجي خيال موجب اهو رعيت جو حق آهي. سرڪار جا لقب ونڻ يا سرڪاري نوڪريون ڪرڻ لاءِ اسين بڌل ناهيون. جڏهن سرڪار جي هٿان خلافت جهڙي ڳري مذهبي سوال بابت اسان کي هاڃي پهچندي، تڏهن اسين اکيون پوري ساڻن تعلق ڪيئن ڳنڍيندااسين؟ تنهن ڪري جي خلافت جو فيصلو اسان جي برخلاف ويندو تہ تعلق ٽوڙڻ جو اسان کي پورو حق رهندو."

پر انهيءَ خيال جو پرچارڪن مهينن کان پوءِ ٿيو. اهو لفظ ڪيترا مهينا ڪانفرنس جي ڪاروباري ڪاغذن ۾ ڏٽيل هو. مهينو پوءِ امرتسر ۾ ڪانگريس ٿي جتي مون سهڪار جي ٺهراءَ کي ٽيڪو ڏنو. تڏهن تہ اها ئي اميد هئم تہ هندو مسلمانن جي اسهڪار ڪرڻ جو موقعو ئي ڪونہ ايندو.

⁂

(37)

# امرتسر واري ڪانگريس

مارشل لا ڪري سوين بي گناهه پنجابي جن کي نام ماتر ڪورٽن نالي جون ثابتيون وني ٿوري گهٽي مدت تائين جيلن ڏي روانو ڪيو هو تن کي سرڪار ائين باند رکي نه سگهي. هن نسوري انڌير ڪري چارو طرف ماڻهن ۾ ايڏو تاءُ اُڀريو جو سرڪار لاءِ قيدين کي وڌيڪ جيل ۾ رکڻ مشڪل هو. سو ڪانگريس شروع ٿي تنهن کان اڳ ڪيترا ته آزاد ٿي ويا. لالا هرڪشن لال ۽ ٻيا ڳواڻ به ڇٽا. ڪانگريس هلي پئي ته ايتري ۾ علي ڀائرن به اچي نڪاءُ ڪيو. سو ماڻهو خوشيءَ وچون ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيا. پنڊت موتي لال جنهن پنهنجي هيڏي وڪالت ڦٽي ڪري پنجاب گهَرُ ڪيو هو سو ڪانگريس جو سڀاپتي ۽ سوامي شرڌانند جي مرحبا منڊل جو سڀاپتي هئا.

هيستائين ڪانگريس ۾ منهنجو ڪم هنديءَ ۾ ننڍڙي تقرير ڪري هنديءَ جي فائدي ۾ دليل ڏيڻ، ٻيو ٻئنڪن ۾ هندواسين جا فرياد پيش ڪرڻ بس ايترو هوندو هو. ڪو امرتسر ڪانگريس ۾ انهيءَ کان وڌيڪ ڀهرو ونڻو پوندم سا خبر ڪانه هئم. پر جيئن اڳي به مون سان ٿيندو هو تيئن جوابداري منهنجي مٿان اوچتي اچي پيئي.

بادشاهه جو نون سڌارن بابت فرمان ظاهر ٿيو هو. انهي فرمان تي آءٌ به پورو راضي ڪونه هئس. پر ٻين کي اهو بلڪل ناپسند هو. پر بادشاهه جي فرمان ۾ ڏسيل سڌارا خامين هوندي به تنهن مهل منهنجي خيال موجب قبول ڪرڻ جهڙا هئا. فرمان پنيان مون ارڊ سنها جو هٿ ڏٺو. تڏهن منهنجيءَ اک انهيءَ فرمان ۾ آس پري روشني ٿي ڏٺي. پر ٻين آزمودگار اڳواڻن. لوڪمانيه، چترنجن داس وغيره سورمن ڪنڌ پئي ڌوڻيو. مالوي جي اجا ٻيءَ ۾ وينو هو.

آءٌ مالوي جيءَ جي ڪوٺيءَ ۾ لٿل هئس. سندس سادي رهڻي جي ٽيٽ ڪاشيءَ جي وشو وديالیہ جو پايو وجهڻ مهل مون کي پيئي. هن پيري جو پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ آٽي وهاريائين. تنهن ڪري سندس سارو ڏينهن ڪيئن

تي گذريو سو ڏسي آءُ تپرس ۾ پيس. سندس ڪوني معني غريبن لاءِ ڌرمشالا. منجهس پير رکڻ جيتري جڳهه نه هئي. جيڏانهن نهار تيڏانهن ماڻهن سان ٺمنار ٺي پيئي هجي. ڇا جو ايڪانت. ڇا جي اجازت؟ وٽي سو وٺيس تنهن مهل ۽ وٽيس تيتري مهل اچي وهي. هن ڪڙهه جي هڪ ڪنڊ ۾ منهنجي دربار يعني هڪ کٽولو پيو هو.

پر هي فصل مالوي جيءَ جي رهڻيءَ بابت ڪين لکڻو اٿم. سو اچو پنهنجي ڳالهه تي. هنن حالتن ۾ مالوي جيءَ سان روز ڳالهيون نڪرنديون هيون. هو مون کي سڀني طرفن بابت جيئن وڏو ڀاءُ ننڍي کي پيار سان سمجهائي تيئن سمجهائيندو هو. ڏٺم ته سڌارن تي نهراءُ بابت بهرو وٺڻ منهنجو فرض ٿيندو. پنجاب بابت ڪانگريس جي رپورٽ ۾ منهنجي جوابداري به هئي. پنجاب خاطر سرڪار کان ڪجهه ڪم ڪرائڻو هو. خلافت جو سوال ته هو ئي آءُ ائين به سمجهي ويٺو هئس ته مانٽيگو هندوستان کي دغا نه ڏيندو نه ڏياريندو. قيدين ۽ خاص ڪري علي ڀائرن جي آزادي مون شڀ سوڻ ڪري سمجهيو. تنهن ڪري چيم ته نهراءُ سڌارن قبول ڪرڻ جو هئڻ گهرجي. چترنجنداس جو پڪو خيال هو ته سڌارا اڻ پورا ۽ ناپسند سمجهي بلڪل انڪار ڪرڻ گهرجي. لوڪمانيه البت بيءَ ۾ هو پر جيڪو ديش بنڌو نهراءُ پسند ڪري تنهن ڏانهن لڙڻ جو خيال هئس.

اهڙن آزمايل، معتبر ۽ معزز اڳواڻن کان مت ڀيد هئڻ ڪري آءٌ وياڪل هئس. هوڏانهن وري اندريون آواز چٽو هو. پهرين ته ڪانگريس جي بيٺڪ مان کسڪي وڃڻ جي ڪوشش ڪيم. پنڊت موتي لال ۽ مالوي جيءَ کي چيم ته منهنجي غير حاضر رهڻ ڪري سڀ مطلب پورا ٿيندا ۽ آءٌ به هيڏن وڏن اڳواڻن سان مت ڀيد ڏيکارڻ کان ڇٽي پوندس.

پر اها صلاح ٻنهي بزرگن کي ڪين آئڙي. تان جو ڳالهه وڃي لالا هرڪشن لال تائين پهتي ۽ هن چيم ته "ائين ٿيڻو ئي نه آهي، ائين ڪندا ته پنجابين کي صدمو رسندو." لوڪمانيه ۽ ديش بنڌوءَ سان صلاح مصلحت هلي، مسٽر جناح سان گڏيس. پر ڇٽڻ رستو نظر نٿي آيو. پنهنجيءَ دل جو درد مالوي جيءَ سان اوريم. "ٺاهه ٿيڻ جو رستو ڪونه ٿو ڏسان. جي پنهنجو نهراءُ ٿو پيش ڪريان ته آخر ووٽ وٺڻا پوندا. پر ڪانگريس ۾ ووٽن جو بندوبست ڪونه ٿو ڏسان. هيستائين اسين هٿ مٿي ڪري نهراءَ پاس ڪندا

آيا آهيون. وزيرن ۽ ڊيليگيٽن جي وچ ۾ فرق نٿو رکيو وڃي. هيڏي مجموعي ۾ ووٽ ڳڻڻ جو بہ بندوبست اسان وٽ ڪونهي. تنهن ڪري جي آءٌ پنهنجي نهراءَ تي ووٽ ڪٺي گهران تہ سهوليت ڪانهي.“

لالا هرڪشن لال اهو بندوبست چڱي طرح ڪرڻ لاءِ پاڻ تي جوابداري کنئي. چيائين، ”ووٽن وٺڻ جي ڏينهن وزيرن کي اندر اچڻ نہ ڏبو پوءِ ووٽ ڳڻڻ جو ڪم آءٌ پاڻيهي ڪرائيندس. پر توهين ڪنهن بہ صورت ۾ ڪانگريس ۾ غير حاضر نہ رهندا.“

آخر مون هارايو. پنهنجو نهراءُ ناهيم ۽ دل هڻندي هڻندي پيش ڪرڻ قبول ڪيم. مسٽر جناح ۽ مالوي جي ترجيح ڏيڻ وارا هئا. تقريرون ٿيون. ڏنم ويني تہ جيتوڻيڪ اسان جي مت ڀيد ڪري ترشي پيدا ڪانہ ٿي هئي. تقريرن ۾ بہ دليلن کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪين هو. تنهن هوندي بہ ڪانگريس وارن کان اهو نفاق سنو نٿي ٿيو ۽ اڳواڻن وچ ۾ فرق تي ارمان ٿي ٿين. ڪانگريس کي يڪ راءِ مت گهربي هئي.

تقريرون پئي هليون تنهن وقت پليٽفارم تي اهو نفاق لاهڻ جون ڪوششون پئي هليون. هڪ ٻئي ڏانهن پرزا پئي ڏوڙيا. مالوي جي تہ ڪيئن بہ ناهہ آڻڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو هو. اينتري ۾ جيرا مداس منهنجي هٿ ۾ هڪ سوچنا لکي ڏني ۽ منن لفظن ۾ وينتي ڪئي تہ ڊيليگيٽن کي ووٽن ڏيڻ جي بکيڙي کان ڇڏايو. مون کي سندس سوچنا پسند آئي. مالوي جي تہ چارو طرف اميد جي اشاري لاءِ واجهائي رهيو هو. مون چيس تہ ”هيءَ سوچنا اهڙي آهي جو شايد ٻنهي کي پسند اچي.“ لوڪمانيہ کي ڏيکاريم. هن بہ چيو تہ ”داس کي ڏيکاريو. جي کيس قبول تہ مون کي بہ قبول آهي.“ ديش بنڌو ڪجهہ مڙيو. هن وري بپن چندر پال ڏي نهاريو. تنهن تي مالوي جيءَ جي اميد ٻڌي. هن پرزو کسي، اڃان ديش بنڌوءَ جي مک مان 'ها' نڪري ئي نڪري اٿي چيو تہ ”سڄڻو توهين ٻڌي خوش ٿيندا تہ اسان جو پاڻ ۾ ناهہ ٿي ويو آهي.“ پوءِ تہ ڏسڻ جو نظارو هو! تاڙين جا ڦهڪا ٻڌجي ويا ۽ هونئن جو ماڻهو سوڙها موڙها ٿي وينا هئا سو هاڻي سندن چهرا خوشيءَ ۾ سرها ٿيا.

اهو نهراءُ ۽ درستي ڪهڙا هئا تن جي ذڪر جو ضرور ڪونهي. پر ڪيئن پيش ٿيو ۽ پاس ٿيو تنهن جي بيان سان ئي هنن تجربن جو واسطو آهي.

ناهہ منهنجي جوابداري وڌائي.

❊

# ڪانگريس ۾ ڀرو ونڻ

ڪانگريس جي ڪارروائيءَ ۾ ڀرو ونڻ تنهن کي آءٌ ڪانگريس ۾ پنهنجو گهڙڻ نٿو سمجهان. اڳين ڪانگريسين ۾ ويس سو فقط ڪانگريس سان وفاداريءَ خاطر. انهن ڪانگريسين ۾ ناقص سپاهيءَ جي ڪم ڪان سواءِ ٻيو ڪو ڪم ڪرڻو هئم سو نٿي پانيم ۽ نٿي چاهيم.

امرتسر جي آزمودي ڏيکاريو تہ هڪ نموني ڪانگريس مون کان ڪم وني سگهي ٿي. ڏنم تہ پنجاب ڪاميٽيءَ جي ڪم تي لوڪمانيہ مالوي جي، موتي لال جي. ديش بنڌو وغيره خوش ٿيا هئا. سو هاڻي مون کي پنهنجن ميٽنگن ۾ صلاح مصلحتن لاءِ گهرائڻ لڳا. اهو بہ ڏٺم تہ وشيہ سمتيءَ جو سچو پچو ڪم انهن ننڍين ميٽنگن اندر ٿيندو هو. انهن مصلحتن وقت اڳواڻ فقط ساٿين کي گهرائيندا هئا. باقي ٻيا تہ ڪنهن نہ ڪنهن نموني سراڪا پائي ايندا هئا.

ايندڙ سال جي ٻن ڪمن ۾ مزو آيم. ڇو جو ٻنهي لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ لياقت پاڻ ۾ ساريم. هڪ هو جاليانوالا باغ جي قتل لاءِ يادگار ٺهرائڻ. انهي نسبت خوب اتساهہ سان ڪانگريس ٺهراءُ پاس ڪيو هو ۽ يادگار لاءِ پنج لک رپيہ گڏ ڪرڻا هئا. امانتدارن ۾ آءٌ بہ هئس. عام پلي جي ڪمن لاءِ نولي ڪڍي پنڻ ۾ مالوي جي پهريون نمبر هو ۽ آهي. مون سمجهيو تہ اهڙي ڪم ۾ آءٌ بہ ڪانئس گهٽ پنتي ڪونہ هئس. پنهنجي اها لياقت مون ذڪرڻ آفريڪا ۾ آزمائي ڏٺي هئي. راجائن مهاراجائن تي جادو وجهي ڪانئن لک ڇڏائڻ جي طاقت مون وٽ ڪانہ هئي ۽ نہ آهي. انهيءَ ڪم ۾ ڪنهن کي بہ مالوي جيءَ سان ڪلهو هڻندو مون تہ ڪونہ ڏٺو آهي. پر جليانوالا باغ جي يادگار لاءِ اهڙن کان ڪين وڃڻو هو. تنهن ڪري ٽرسٽي ٿيڻ وقت ئي مون محسوس ڪيو تہ يادگار لاءِ وصوليءَ جو گهڻو ڪم مون تي اچي پوندو ۽ ٿيو بہ ائين. انهي يادگار لاءِ بمبئي جي ننگر واسين نالهي ٻڌا ٽڪا ڏنا ۽ هن وقت انهي شيءِ ڪارج لاءِ جيترا پيسا گهرجن اوترا رعيت وٽ موجود آهن پر جنهن پوتر پوميءَ تي هندن مسلمانن ۽ سکن جو رت وهيو ۽ گڏيو تنهن مٿان ڪهڙي نموني جو يادگار قائم ڪجي ۽ جمع ڪيل پئسا ڪيئن خرچ ڪجن سو ڏکيو سوال ٿي پيو آهي. ڇو جو ٽنهي جي وچ ۾ ٽيا چئوٻن جي وچ ۾ اج دوستيءَ بدران دشمني نظر اچي ٿي.

منهنجي بي لياقت جنهن ڪان بہ ڪانگريس ڪم وٺي سگهي ٿي سا هئي مسودا ناهڻ. اڳواڻن ڏنو هو تہ گهڻي استعمال پڇاڻان ڇا لکجي ۽ ٿورن لفظن ۾ ٿُز لکجي سو هنر آءٌ ڄاڻندو هئس. ڪانگريس جي ڪارروائيءَ لاءِ تنهن وقت چالو رول، سي گوکلي جو ورثو هئا. هن اهي گهڙي ناهيا هئا ۽ انهن جي وسيلي ڪم ڪار پيو هلندو هو. اهي رول ڪيئن نهيا تنهن جو مزيدار قصو مون سندس مُکان ٻڌو هو. پر هاڻي سيني پڌرو ڏٺو تہ انهن رولن سان ڪانگريس جو ڪم ڪين هلي سگهندو. نوان جوڙ جڪي رول ناهڻ بابت هر سال ڳالهہ ٻولهہ نڪرندي هئي. پر ڪانگريس جو ايترو بندوبست بہ ڪين هو جو سندس ڪم سارو سال هلندو رهي. پا ڪو آئيندي جو ويچار ڪري، ٽي منتري، پر سچ پچ هڪ ئي ڪم ڪندو هو. هاڻي هڪ منتري ڇؤ آفيس هلائي، يا آئيندي لاءِ ويچار ڪري، يا ڪانگريس جي ڪنيل جوابداري هلندڙ سال ۾ ادا ڪري؟ تنهن ڪري اهو سوال هن سال سيني کي ضروري نظر ۾ آيو. ڪانگريس ۾ هزارين اچي ٿي ڳاهٽ ٿيا. تنهن ۾ پرجا جو ڪهڙو ڪم اڪلندو؟ ڊيليگيٽن جو تعداد مقرر نہ ڪيل هو. جنهن پرانت کي جيترا وٽن اوترا پيو موڪلي. ڊيليگيٽ ڪير بہ ٿي سگهيا ٿي. سو سيني جي راءِ هئي تہ ڪونہ ڪو پربنڌ ٿيڻ گهرجي. اهي جوڙجڪي رول گهڙڻ جي مون هام پري، هڪ شرط وڌم. عام خلق مٿان ٻن اڳواڻن جي هلندي هئي، تنهن ڪري انهن ٻن جڻن جي عيوضين جي مدد گهريم، سمجهيم تہ اهي اڳواڻ پاڻ ويهي رول ناهڻ لاءِ وقت ڪين بچائي سگهندا. سو لوڪمانيہ ۽ ديش ٻنڌوءَ کان سندن بہ وسواسي عيوضي گهريم. ائين بہ ڄاڻايم تہ انهن ٻن کانسواءِ ٻئي ڪنهن جي ڪاميٽيءَ تي گهرج ڪانہ هئي. منهنجو شرط قبول پيو. لوڪمانيہ سريجت ڪيلڪر جو ۽ ديش ٻندوءَ آءِ. بي. سين. جو نالو ڏنو. اها سِمِتي رولن ناهڻ لاءِ هڪ ڏينهن بہ گڏجي ڪانہ ويٺي، تنهہ هوندي بہ اسان پنهنجو ڪم يڪ راءِ ٿي اڪلايو لکپڙهہ ڪري ڪم کي پڄجي وياسين. انهن رولن گهڙڻ ڪري مون کي البت فخر آهي. منهنجي مڃتا آهي تہ انهن جي پيروي ڪريون تہ اڄ اسان جو ٻيڙو پار اُڪري وڃي. پر جڏهن ڪي ائين ٿئي نہ. مطلب تہ اها جوابداري کڻڻ بعد آءٌ سچ پچ ڪانگريس ۾ گهڙيس.

❊

(39)

# گاديءَ جو جنم

مان نٿو ڀانيان تہ 1908ع تائين مون ڪو چرخو يا آڏاڻو ڏٺو هو. تنهن هونديبہ 'هند سوراج' ۾ چرخي معرفت هندستان جي مفلسي دور ڪرڻ جي مجتا ظاهر ڪئي هئم ۽ جنهن رستي بک دفعي ٿيندي تنهن رستي سوراج بہ حاصل ٿيندو، سو منهنجي ليکي سيني سمجهيو هوندو. 1915ع ۾ جڏهن وطن موٽيس تڏهن بہ اجا مون چرخي جي شڪل ڪانہ ڏٺي هئي. آشرم کولي منجهس آڏاڻا وڌم. پر آڏاڻا وجهنديبہ ڪئين تڪليفون درپيش آيون. اسين سڀ اڻڄاڻ سو آڏاڻا هٿ ڪنديبہ هلڻ ڪين لڳا. سڀ لکڻيداس يا واپاريمل اچي گڏ ٿيا هئاسين. ڪوبہ ڪاريگر اسان ۾ ڪونہ هو. سو آڏاڻا هٿ ڪرڻ بعد اوڃي جو ڪم ڄاڻندڙ گهربو هو. پالنپور مان هڪ ڪوري گهرايوسين. هن بہ اسان کي پنهنجي هنر جو مڙيو ئي منجهہ ڪين ڏنو. پر مگن لال گانڌي هڪ واري ڪنيل ڪم کي ڇڏي ڏيڻ وارو نہ هو. پيٽ ۾ ڪاريگري هيس، سو هٿي ڏٺي هنر سکي ورتائين. پوءِ تہ هڪ پنيان ٻيو اُڻڻ جو ڪم سکندو ويو.

دل ۾ هو تہ پنهنجا ڪپڙا هٿين تيار ڪري پهريون. سو مل جا ديسي ڪپڙا پائڻ بند ڪري، ديسي مل جي سٽ مان هٿ جو اڻيل ڪپڙو پائڻ جو فيصلو ڪيوسين. ائين ڪندي ڪيتري خبر پيئي سين. ڪورين جي رهڻيءَ بابت، سندن ڪپڙي جي پيدائش بابت، سٽ ملڻ ۾ تڪليفن ۽ ٺڳجڻ ۾ نڳجڻ بابت ۽ ڪيئن روز بروز قرض ۾ ٻڏندا ٿي ويا تنهن بابت وغيره خبرون پيون. اسين پنهنجو سڀ ڪپڙو پاڻ اُڻي پايون اهڙا اجا نہ ٿيا هئاسين. سو ٻاهرين ڪورين کان ڪپڙو اُڻائي پائيندا هئاسين. ڇو جو ديسي سُٽ جو هٿ اڻيل ڪپڙو جهٽ ۾ ڪورين وٽان ملي نٿي سگهيو. سڀ اُچو ڪپڙو ولايتي سٽ مان اُڻندا هئا. اسان جون ديسي ملن جهيڻو سُٽ نہ ڪتينديون هيون. هن وقت بہ اُچو سٽ ڇڄي تہ ٿورو پيدا ڪن ٿيون ۽ بلڪل سنهو تہ وٽي نٿيون سگهن. گهڻي قول وجهڻ کان

پوءِ ڪي ڪوري هٿ آيا جن ديسي سُٽ مان ڪپڙو اُٺي ڏيڻ جي اسان تي مهرباني ڪئي. انهن ڪورين کان اهڙو ديسي ڪپڙو خريد ڪرڻ لاءِ آشرم ٻڌل رهي. انهي ريت خاص ڪپڙو تيار ڪرائي ٻاڻ پهريندا ۽ دوستن ۾ انهي جو پرچار ڪندا هئاسين جڻ ملين جا مفت ايجنٽ ٿي پياسين. ملين سان اٿين واقفيت ٿي ۽ سندن ڪاروبار جي ۽ حالتن جي بوجهه پيٿي. ڏٺوسين تہ مليون بہ پنهنجو سُٽ ٻاڻ اُڻڻ لاءِ هڻ پچار ڪري رهيون هيون. انهن ڄاڻي ٻجهي ڪورين کي مدد ڪانہ ٿي ڪئي، پر اها مدد کين خواهہ مخواهہ ملي چڪندي هئي.

اهو سڀ حال ڏسي هٿ سان ڪتڻ لاءِ آتُر ٿياسين. ڇيوسين تہ جيسين هٿن سان پنهنجو نہ اُڻنداسين تيسين هميشه ٻراڏين رهنداسين. ملين جا مفت ايجنٽ ٿي ديس شيوا ڪرڻ اهو دل سان ڪوڙو ٿي نٿي لڳو.

پر چرخا ڪٿي، ڪتيندڙ ڪٿي؟ ٽوٽيون وغيره پيرڻ لاءِ چرخا بيشڪ اسان وٽ هئا، پر ايتري خبر ڪانہ هئي تہ انهن تي ڪتي بہ سگهياسين ٿي. هڪڙي پيري پائي ڪاليداس جوهيري هڪ زال ڳولي ڪڍي. چي توهان کي ڪتڻ سيکاريندي. امالڪ هڪ چست ماڻهوءَ کي ڪم جهٽ سکي وٺڻ لاءِ روانو ڪيوسين، پر علم هٿ نہ آيو.

بس اٿين وقت نبرندو ويو ۽ آءُ منتظر ٿيندو ويس. ڪوبہ آشرم ۾ خابرو ايندو هو تہ کانئس پڇائون ڪندو هئس. پر ڪتڻ جو جڻ زالن ئي نيڪو ڪنيو هو. تنهن ڪري جي ڪا ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رهيل کهيل ڪتيندڙ زال هئي تہ کيس زال ذات ئي نوسي ڪيدي ٿي سگهي.

بروچ جي تعليمي ڪانفرنس ۾ 1917ع ۾ مون کي سپاپتي ٿيڻ لاءِ ڪاهي ويا هئا. اتي نهايت برجستي گنگا پيڻ (ودوا) سان واقفيت ٿيم. گهڻو پڙهيل ڳڙهيل ڪانہ هئي، پر سندس همت ۽ هوش رواجي زالن کان ڪثر هو. هن ڇوت ڀوت جو ڀوت پنهنجي جيون مان ڀڄائي ڪڍيو هو ۽ بي ڊپو اڇوتن ۾ گهڙي سندن شيوا ڪندي هئي. هوند واري ۽ گهرجون گهٽائي ڇڏيون هئائين. بت بہ ڳنل پيٺل هئس ۽ ڪٿي بہ حجاب بنا اڪيلي هلي ويندي هئي. گهوڙي سواري ڪرڻ لاءِ بہ تيار هوندي هئي. انهي پيڻ سان گوڏرا جي ڪانفرنس ۾ وڌيڪ رسنو ٿيم. دل جو درد سائنس اوريم ۽ جيئن دمنتي لَلَ پنيان پڻڪي هئي، تيئن چرخي پنيان پڻڪي ڳولڻ جو ڪم پاڻ تي کنيائين. ۽ منهنجي دل جو بوجو هلڪو ڪيائين.

*

(40)

# مليو

گجرات ۾ تلاش ڪندي نيٺ گنگا ڀيڻ گائڪواڊ جي رياست اندر وجاپور ڳوٺ ۾ چرخو وجي لڌو. ڪيترن گهرن ۾ چرخو هو پر سيني چڙهه ڪچرو ڪڍي ڏيڻ تي ڪٽي ڦٽو ڪيو هو. پر چيائون ته ڪو پوڻيون پهچائيندو ۽ سٽ ڳنهندو ته وري ڪتڻ لاءِ تيار آهيون. جڏهن گنگا ڀيڻ اهو سڌسماءُ ڏنم تڏهن آءُ ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيس. پوڻيون پهچائڻ جو ڪم البت اٽانگو لڳو. مرحوم سيٺ عمر صبحانيءَ سان ڳالهه ڪيندي چيائين ته مل جون نهيل پوڻيون گهرجن اوترين مون کان ونجو. مون به پوڻين جا سٽ وني گنگا ڀيڻ ڏي روانا ڪيا ۽ پوءِ سٽ به ايترو جلد تيار ٿيو جو آءُ وني ٿڪجي پيس.

ڀائي عمر صبحاني گهڻي مهرباني ڪئي، پر تنهن جي به حد هئي. چيم ته گهڻا ڏينهن هيئن مفت پوڻيون وٺندو رهندس؟ هوڏانهن وري مل جون پوڻيون ڪم آڻجن ته چو نه سٽ به ڪم آڻجي؟ اسان جي ابن ڏاڏن کي ڪهڙيون مل جون پوڻيون هيون؟ اهي به ڪنهن نموني پنهنجون پوڻيون تيار ڪندا هئا. سو وري پڃاري جي ڳولا ڪرڻ لاءِ گنگا ڀيڻ کي چيڙيم. هن به تلاش ڪندي هڪ جلد هٿ ڪيو. کيس پانيان ٿو ته ماهوار پنجٽيهن رپين يا اجا به وڌيڪ پگهار تي رکيوسين بارن کي پوڻيون ناهڻ سيکاريونسين. آءُ ڪپهه پن سن ڪري وني ايندو هئس. ڀائي يشونتراءِ ديساءِ ڪپهه جون ڳنڍڙيون پهچائڻ جو بار کنيو. گنگا ڀيڻ ڪم کي هڪدم وڌائي ويئي ڪوري به اچي رهيا ۽ ڪتيل سٽ جو ڪپڙو جلد جلد اڻڻ لڳو. وجاپور جي کاڌيءَ جو نالو وڃي ويو.

هوڏانهن وري آشرم اندر چرخو داخل ڪرڻ ۾ دير ڪانه لڳي. مگن لال گانڌيءَ کوجنائون ڪندي چرخو سڌاريو ۽ پوءِ ته چرخا ۽ تڪ آشرم منجهه

نهڻ ملڻ لڳا. آشرم ۾ نهيل ڪاڏيءَ جو پهريون تاڪيو وال جا سترهان آنا ڪائي ويو! اهو اڳهه دوستن ڪان ڪچي ٽلهي ننڍ بري ڪاڏيءَ لاءِ ورتم. جو هنن خوشيءَ سان پريو.

بمبئي ۾ بستري داخل هئس، پر سيني ڪان پُڇ پُڇ پيو ڪندو هئس. اتي بہ ڪتيندڙ زالون هٿ لڳيم. تن کي هڪ سير سٽ لاءِ ڪتائي هڪ رپيو ڏيندو هئس! آءُ ڪاڏيءَ جي ارٿ شاستر ۾ اجا انڌڙو جڏڙو هئس. مون کي تہ هٿ جو ڪتيل سٽ ڪيئن بہ ڪري ڳڏ ڪرٽو هو ۽ انهيءَ لاءِ ڪتيندڙ هٿ ڪرٽيون هيون. پوءِ ڏٺم تہ جو اڳهه گنگا ڀيڻ ڏيندي هئي تنهن ڪان منهنجو گهڻو ڳرو هو ۽ پاڻ ويني نڳايم. زالن کي اڳهه گهٽ ڪرڻ لاءِ چيم، مگر نہ مڃيائون. سو ڪين ڇڏٽو پيم. پر منجهائن بہ ڪارج سڌ ڪيم. هنن شريمتي اونتيڪا بائي، رمي بائي ڪامدار، شريمتي شنڪر لال بئنڪر جي ماتا، شريمتي وسومتي ڀيڻ ۽ ٻين کي ڪتڻ سيکاريو ۽ منهنجي ڪوٺيءَ اندر چرخي جو سُرُ آلاپجڻ لڳو. هن چرخي جي آلاپ مون بيمار کي چاڪ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. ائين چوان تہ وڏاءُ ڪونہ ڪندس. برابر انهيءَ جو اثر منهنجي من تي ئي ٿيو. پر ماڻهوءَ جي چڱائي لڳائيءَ تي من جو اثر گهٽ ڪين آهي. چرخي ۾ مون بہ هٿ وڌو. پر بس، تنهن کان وڌيڪ اڳتي تڏهن نہ وڌي سگهيس.

هاڻي هت هت نهيل پوٽيون ڪتان آڻيان؟ سريجت ريواشنڪر جو هيريءَ جي بنگلي وٽان روز هڪ پيجارو تند وڄائيندو لنگهندو هو. مون کيس مٿي ڪونايو. هو تہ سوڙين پٽرٽين لاءِ ڪپهہ پڃندو هو. پر پوٽيون ناهي ڏيڻ قبول ڪيائين. البت ڪتاٽي آڪري هئي، جا لاچار پريم. ائين ڪتيل سٽ پئسا وني ويشنون کي پوتر ايڪادشيءَ ڏينهن هارن ناهڻ لاءِ وڪيم. ڀائي شوجيءَ بمبئي ۾ چرخي جو ڪلاس کوليو. انهن تجربن ڪندي نيڪ خرچ ٿيو. اهو شرڌالو ديس ڀڳتن پريو ۽ مون ڪيو. منهنجي خيال موجب اهو خرچ اجايو ڪين ويو. اسين گهڻو ئي سکياسين، ۽ چاٽي تي سگهيو سو سمجهوسين.

هاڻي رڳو ڪاڏي واپرائڻ لاءِ آنڌ مانڌ ٿيم. منهنجون ڌوتيون ديسي مل جي ڪپڙي جون هيون. جا ڪاڏي وڃاپور ۽ آشرم ۾ نهندي هئي سا ڊڳڙ جهڙي ۽ ٻڙ فقط ٽيهہ انچ هئس. گنگا ڀيڻ کي آخرينامو ڏنم تہ جي 45 انچ بر

واربون ڏوتيون هڪ مهيني اند پيدا نہ ڪنديءَ تہ انهيءَ ٿلهيءَ ڪاڏيءَ جي گوڏ ٻڌي نباهيندس. ويچاري گهبرائي. مدت ٿورڙي هٿي پر هٿ ٻڌي ڪين ويٺي. هُنَ مهيني جي اندر پنجاهہ انچ بر وارين ڏوتين جو جوڙو روانو ڪري منهنجو مونجهارو لاٿو.

ساڳئي وقت ڀائي لکميداس لاٺيءَ جي ڳوٺ مان اڇوت ڀائي رامجي ۽ سندس استري گنگا ٻائي آشرم ۾ وني آيو ۽ ڪائن وڏي بر واري ڪاڏي اٽائي. ڪاڏيءَ جي پرچار ۾ هن جوڙي جو بہ جهڙو تهڙو حصو نہ هو. هنن گجرات اندر ۽ ٻاهر ڪاڏي اڻڻ جو هنر ٻين کي بہ سيکاريو آهي. اها اڻ پڙهيل پر سلڇڻي استري جڏهن آڏاڻي تي وهندي آهي تڏهن ڪم ۾ اهڙو محو ٿي ويندي آهي جو نہ ڪيڏانهن ڪنڌ ورائي ۽ نہ ڪنهن سان اکر ڳالهائي.

*

(41)

## هڪ گفتگو

جنهن وقت کان ونی کاڌيءَ جو واهپو (جو پهرين سوديشيءَ جو واهپو ڪري سڏبو هو) شروع ٿيو تڏهن ملين جا مالڪ مٿس خوب ٽيڪا ڪرڻ لڳا. ڀائي عمر صبحاني پاڻ هڪ قابل ملين جو مالڪ هو ۽ جيڪي ڄاڻندو هو سو سڀ ڪجهه ٻڌائيندو هو. بلڪ ٻين جي راين مان به مون کي واقف ڪرائيندو هو. تن مان هڪ ڄڻي جي دليل سندس دل تي به اثر ڪيو ۽ مون کي ساڻس ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ چيائين. مون خوشيءَ سان قبول ڪيو ۽ وٽس ويس. هن شروع ڪيو ته:

"توهان جي سوديشي هلچل هاڻي ڪو پهريون دفعو ڪانه ٿي آهي سا ته ضرور خبر هوندو؟"

"هائو سو ڄاڻان ٿو."

"اها به خبر هوندو ته بنگال جي ورهاڱي وقت سوديشي هلچل ڏاڍو زور ورتو هو. جنهن جو اسان جي ملين خوب فائدو ورتو ۽ ڪپڙي جو اگهه چاڙهي ڇڏيو. سو ته نهيو پر ڪي نڱيون به ٿيون."

"سو به بربر ٻڌو اٿم ۽ ٻڌي ارمان ڪاڌو اٿم."

"توهان جو ارمان ڪائڻ به آءٌ سمجهان ٿو. پر تنهن ڪائڻ لاءِ ڪو سبب ڪونهي. اسان پراپڪار خاطر پنهنجو واپار ڪونه ڪوليو آهي. اسان کي ته نفعا مارڻا آهن ۽ پنهنجن حصيدارن کي منهن ڏيڻو اٿئون. ڪنهن به شيءِ جي قيمت گهُر سارو ٿئي ٿي. انهيءَ نيم جي خلاف ڪير وڃي سگهي ٿو؟ بنگالين کي پهرئين کان ڄاڻڻ کپندو هو ته سندن هلچل ڪري سوديشي ڪپڙي جو اگهه ضرور ٽيا ڏيئي چڙهندو."

"هي به ويچارا مون وانگر ويساهي هئا ۽ کٽي سمجهيائون ته مل وارا نيٺ مطلبي ڪين هوندا. دغا بنهه ڪين ڏيندا ۽ پرديسي ڪپڙو سوديشي ڪري نه هلائيندا."

”خبر هئم تہ توهين بہ اهڙا ويساهي آهيو تنهن ڪري ئي توهان کي خبردار ڪرڻ لاءِ هت اچڻ لاءِ تڪليف ڏنم. ڏسو متان توهين بہ پورڙن بينگالين وانگر خطا کائو.“

ائين چئي سيٺ پنهنجي منشيءَ کي ڪپڙن جا نمونا ڏيکارڻ لاءِ اشارو ڪيو.“ ”هي مال ڏسو اسان نئون ٺاهيو آهي. خوب کپي ٿو. ردي ڪپهہ مان ٺاهيل آهي تنهن ڪري بلڪل سهانگو ڪري ٿا وڪڻون. اسان جا ايجنٽ چارو طرف پکڙيل آهن. سو اسان کي توهان جهڙن ايجنٽ جي تانگهہ ڪانهي. حقيقت هيئن آهي تہ جتي توهان جهڙن جو آواز بہ ڪين پهچندو اتي اسان جا ايجنٽ ۽ اسان جو مال وڃي نڪاءُ ڪندا. توهان کي معلوم هوندو تہ هندوستان کي جيترو ڪپڙو گهرجي اوترو پاڻ پيدا نٿو ڪري. تنهن ڪري سوديشيءَ جو سوال خاص ڪري پيدائش جو سوال آهي. جڏهن اسين گهربل ڪپڙو پورو ڪري سگهنداسين ۽ اُچو ٺاهي سگهنداسين تڏهن پرديسي ڪپڙي جي آمدني ازخود بند ٿي ويندي. تنهن ڪري منهنجي صلاح هيءَ اٿو تہ جنهن ريت سوديشيءَ جي هلچل هلايو ٿا. تنهن ريت نہ هلايو ۽ نيون مليون کولڻ ڏي ڌيان ڏيو. اسان کي سوديشيءَ جي واهپي بابت هلچل هلائڻ جي ضرورت ڪانهي، پر سندس پيدائش لاءِ ضرورت آهي.“

”پر جي آءٌ بہ ساڳيو ئي ڪم ڪندو هجان تہ توهين آسيس ڪين ڏيندا؟“

”سو وري ڪيئن؟ جي مليون کولڻ لاءِ ڪوشش ويٺا ڪريو تہ ضرور توهان کي مبارڪون ڏينداسين.“

”اهو تہ برابر ڪونہ ٿو ڪريان، پر آءٌ چرخا چورڻ جو پرچار ڪري رهيو آهيان.“

”سو آءٌ نٿو سمجهان.“

چرخي جو قصو ٻڌائي چيومانس تہ. ”آءٌ توهان جي ويچارن موجب هلي رهيو آهيان. برابر اسان کي ملين جي ايجنسي نہ ڪرڻي آهي. تنهن مان فائدي جي الٽو نقصان ئي ٿيندو. ملين جو مال گدامن ۾ پيو ڪونہ ٿو رهي. پر مون کي تہ ڪپڙو پيدا ڪرڻ ۾ ۽ پيدا ڪري انهي جو نيڪال ڪرڻ ۾ پاڻ لڳائڻ گهرجي. في الحال آءٌ فقط پيدا ڪرڻ کي جنبي ويو آهيان. منهنجو هن قسم جي سوديشيءَ ۾ ايمان آهي ڇو جو انهيءَ ئي نموني

هندوستان جي بڪايل ۽ بي روزگار زالن کي ڪم ڏيئي ڪجهه پيٽ پري سگهبو. اهي سٽ ڪتين سو اٽائي ڪاڌي ماڻهن کي پهرائڻ سوئي منهنجو شغل ۽ اها ئي منهنجي هلچل آهي. چرخي جي هلچل ڪيتري قدر سڦل ٿيندي سو آءُ چئي نٿو سگهان. اجا تہ بنهہ شروعات آهي. مگر منهنجو ڪاڌيءَ ۾ پورن وشواس آهي. پر چا بہ ٿئي ڪو نقصان ڪونہ ٿيڻو آهي. هندوستان اندر جيترو ڪپڙو وڌيڪ نهي اوترو سراسر فائدو آهي. سو ڏسندا تہ هن ڪم ۾ جيڪا اوٽائي توهان کي پانئي ٿي سا ڪانهي."

"جي انهيءَ ريت ڪم وينا ڪريو تہ مون کي ڪي بہ وڌيڪ ڪين چوڻو آهي. پر هن سمي ۾ چرخو وري هلي سگهندو يا نہ اها نرالي ڳالهہ آهي. آءُ ضرور چوندس تہ شل توهين فتحياب ٿيو."

*

(42)

# قطعي تعلقات جي لهر

ڪاڌيءَ تنهن کان پوءِ ڪيئن زور ورتو تنهن جو وڌيڪ احوال هت نٿو ڏيئي سگهان. ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون عام ماڻهن جي اڳيان ڪيئن پيش ڪيون ويون ايترو بڌائڻ کان پوءِ سندن تاريخ لکڻ هن آتم ڪٿا جو مطلب نہ آهي. جي ائين ڪريان تہ ڪاڌيءَ تي بہ هڪ پستڪ لکجي وڃي. هت فقط اها ئي خواهش اٿم تہ سچ جي کوج ڪندي ڪي وستو پاڻمرادو منهنجي جيون اندر ڪيئن ظاهر ٿيون سو پيش ڪريان.

"هاڻي اسهڪار بابت بہ اکر چوڻ جو وقت اچي سهڙيو آهي. خلافت بابت علي ڀائرن جي زبردست هلچل تہ اڳي ئي جاري هئي. مرحوم مولانا عبدالباريءَ وغيره علمائن ساڻ هن سوال تي خوب بحث مباحثو هليو. مسلمان شانتي ۽ اهنسا جو پالن ڪيسين تائين ڪري سگهندا. تنهن تي ڳالهيون هليون: نيٺ سيني قبول ڪيو تہ ڪنهن حد اندر پاليسي طريقي انهن جي پيروي ڪرڻ جي مسلمانن کي منع ڪانہ هئي: ۽ هڪ اور اهنسا جي پرتگيا ڪندا تہ اها پارڻ لاءِ مجبور رهندا. آخر ترڪ موالات جو نهراءُ خلافت ڪانفرنس اڳيان پيش ٿيو ۽ گهڻي بحث بعد پاس ٿيو. ياد اٿم تہ الہ آباد ۾ هڪ پيري سڄي رات ڪاميٽي ويٺي. حڪيم اجمل خان کي يا امن تہ ترڪ موالات بابت شڪ شبها هئا. پر شڪ هڪ وار دفعي ٿيڻ بعد هو ان شهر مان شامل ٿيو ۽ سندس سند نهايت قيمتي هئي.

تنهن کان پوءِ گجرات ۾ راجنيتڪ ڪانفرنس ٿي جنهن اڳيان مون اسهڪار جو نهراءُ پيش ڪيو. جن نهراءُ جو وروڌ ڪيو تن جو اهو دليل هو تہ "جيسين ڪانگريس اسهڪار جو نهراءُ پاس نہ ڪيو آهي تيسين گجرات پرشد کي پاس ڪرڻ جو حق نہ آهي." مون صلاح ڏني تہ پرانتڪ ڪانفرنس قدم پٺتي هٽي نٿي سگهي: پر اڳتي قدم کڻڻ جو حق هر ڪنهن

پيتا سنستا کي بيشڪ آهي. نه رڳو ايترو پر جي منجهن ٿوم هجي ته اهو ڪٽڻ سندن عين فرض آهي. انهيءَ ۾ مڪيه سنستا (ڪانگريس) جو شان وڌي ٿو. سوال جي نفعي نقصان تي به بحث هليو. ووٽ ورتا ويا ۽ زبردست غلبي راءِ موجب نهراءَ پاس ڪيو ويو. نهراءُ پاس ڪرائڻ ۾ عباس طيبجي ۽ ولڀ ڀائي خاص ڀهرو ورتو. عباس صاحب سيا پتي هوءِ هن جو لاڙو بنهه نهراءُ ڏي هو.

آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ هن سوال تي ويچار ڪرڻ لاءِ ڪانگريس جي خاص بئنڪ ڪلڪتي ۾ سيپٽمبر 1920ع ۾ ڪوٺائي تنهن لاءِ خوب تياريون ٿيون. لالا لجپتراءِ سياپتي چونڊيو ويو. هڪ خلافت اسپيشل ۽ ٻي ڪانگريس اسپيشل بمبئي مان نڪتيون ڪلڪتي ۾ ڊيليگيٽن ۽ وزيٽرن جو شاهي ڊنبلو گڏ ٿيو.

مولانا شوڪت عليءَ جي چوڻ تي مون اسهڪار جي نهراءُ جو مسودو واٽ تي گاڏيءَ ۾ تيار ڪري ورتو. هيستائين منهنجن مسودن اندر 'شانتي ميه' شبد گهڻو ڪري ڪونه هوندو هو. پر تقريرن ۾ اهو لفظ ڪم آڻيندو هئس. فقط مسلمانن جي ميٽنگن ۾ 'شانتي ميه' شبد معرفت جيڪي سمجهائڻو هوندو هئم سو پيش نه ڪري سگهندو هئس. تنهن ڪري مولانا ابوالڪلام آزاد کان ٻئي لفظ جي گهر ڪيم. هن 'باامن' ۽ 'ترڪ موالات' ٻئي لفظ ٻڌايم.

انهيءَ ريت اجان گجراتي، هندي ۽ هندوستانيءَ ۾ اسهڪار جي ٻولي منهنجي مغز ۾ گهڙجي رهي هئي ته ايتري ۾ ڪانگريس لاءِ نهراءُ تيار ڪرڻو پيم. تنهن مان 'شانتي ميه' شبد رهجي ويو. مون نهراءُ ناهي گاڏيءَ ۾ ئي ڪٽي مولانا شوڪت عليءَ کي ڏنو. رات جو سُجهي آيم ته نهراءُ ۾ مکيه شبد 'شانتي ... ' ته رڌو سي ڪري نه سئم. مهاديو کي پنيان ڊوڙايم ته ڇپڻ کان اڳ اهو لفظ گڏيو وڃي. پانيان ٿو ته گڏڻ کان اڳ ئي نهراءُ ڇپجي ويو. وشيه سمتي ساڳيءَ رات ويني ۽ تنهن ۾ اهو لفظ پوءِ گڏڻو پيم. ڏنم ته نهراءُ اڳ تيار ڪري نه ڪٽي اجان ها ته ڏاڍي مشڪلات ٿئي ها.

منهنجي حالت ارمان جهڙي هئي. ڪير سامهون پوندو ۽ ڪير ساڻ رهندو تنهن جي ٿيت ڪانه هئم. لالاجيءَ جو ڪيڏانهن لاڙو هو تنهنجي به پوجهه ڪانه هئم. جبرن ڳرن اڳواڻن جو جٿو حاضر هو. ڊاڪٽر بيسنت، پنڊت مالوي، وجيرا گهو چارير، پنڊ موتي لال، ديش بنڌو وغيره سڀ حاضر هئا.

منهنجي نهراءَ ۾ خلافت ۽ پنجاب جي معاملن ڪري ئي اسهڪار جي ڳالهه هئي. سريجت راهگوچاريه ايتري ۾ راضي نه هو چوي ته: ”جي اسهڪار ڪرڻو ته فلاڻي يا ڍيڪڻي معاملي بابت ڇو؟ سوراج نه ملڻ اهو وڏي ۾ وڏو معاملو آهي، ۽ انهيءَ لاءِ ئي اسهڪار ڪرڻ گهرجي.“ موتي لال جيءَ کي به نهراءَ ۾ اهو وجهڻو هو. مون درستي هڪدم قبول ڪئي ۽ سوراج جي گهر نهراءَ ۾ جاڻائي نهراءَ تي مڪمل، گنڀير ۽ زبردست بحث هليو ۽ پوءِ پاس ٿيو.

موتي لال جي هلچل ۾ پهرين شامل ٿيو. مون سان جيڪا مٺي گفتگو هليس سا اڃا ياد اٿم. نهراءَ ۾ ڪن لفظن جي ڦيرگهير ڏسيائين جا مون هڪدم قبول ڪئي. ديش بنڌوءَ کي مڃائڻ جي به هام پري هئائين ديش بنڌوءَ جي دل به اسهڪار طرف هئي، پر من ۾ شڪ هئس ته متان عام خلق اسهڪار جو ڳجهه نه سمجهي. ديش بنڌو ۽ لالا جي هلچل ۾ سچ پچ پوءِ ناگپور ۾ شامل ٿيا. انهيءَ خاص بئنڪ ۾ لوڪمانيه جي غير حاضري مون کي ڏاڍي دکدائڪ لڳي. مان اڄ به ائين سمجهان ٿو ته جي حيات هجي ها ته ڪلڪتي جي نهراءَ کي آشيرواد ڏئي ها. پر جي ائين نه ٿئي ها ۽ اٽلو خلاف هجي ها ته به آءٌ خوش ٿيان ها. آءٌ تنهن مان به ڪجهه پرايان ها. ساڻس هميشه منهن ما مت ڀيد هوندا هئا، پر تنهن هوندي به پاڻ ۾ حب هئي. اسان جي وچ ۾ ويجهو سُنبنڌ هو سو هن هميشه جاڻايو هو. لکڻ ويل سندس ديهانت جو موقعو منهنجي اکين اڳيان پيو ڦري. اڌي رات جو ٽيليفون تي منهنجي ساٿي پٽورڌن سندس ديهانت جي مون کي خبر ڏني. تنهن وقت جن مترن سان وينو هئس تن اڳيان دانهن نڪري ويم ته. ”جو منهنجي ڳري پناهه هو سو هليو ويو.“ تنهن وقت اسهڪار جي هلچل خوب زور شور سان هلي رهي هئي ۽ وٽانس همٿ ۽ حُشي ملڻ لاءِ اکيون پايو وينو هئس. پوءِ جڏهن اسهڪار پورو روپ رنگ ورتو تڏهن ڪيڏانهن لڙي ها سو ايشور جاڻي، پر ايتري خبر اٿم ته هن اوکيءَ گهڙيءَ ۾ سيني کي سندس غير حاضريءَ جو ڏاڍو ارمان هو.

❊

(43)

# ناگپور ۾

ڪانگريس جي خاص بيٺڪ ۾ جيڪو اسهڪار جو ٺهراءُ پاس ٿيو سو ناگپور جي ساليانې ڪانگريس ۾ بحال ڪرڻو هو. ڪلڪتہ ۾ تيئن ناگپور ۾ بہ هزارين ماڻهو ڪانگريس تي آيا. اڃا ڊيليگيٽن جو تعداد مقرر نہ ٿيل هو سو پانيان ٿو تہ چوڏهن هزار هئا. لالاجيءَ جي زور ڪري اسڪولن بابت ٺهراءَ ۾ مون هڪ ننڍي درستي قبول ڪئي. ديش بنڌوءَ بہ ٿوري ڦيرڦار ڪرائي. نيٺ شانتي سان اسهڪار جو ٺهراءُ بڪراءِ بحال ٿيو.

ساڳيءَ بيٺڪ ۾ ڪانگريس جي جوڙجڪ جي رولن بابت ٺهراءُ پيش ڪرڻو هو. جوڙجڪ جي رول خاص بيٺڪ ۾ بہ پيش ڪيا هئم. تنهنڪري اڳ ئي ظاهر ٿيا هئا ۽ مٿن بحث مباحثو هليو هو. ناگپور ۾ سبجيڪٽ ڪميٽي گهوچار. سڀاپتي هو. رولن ۾ وشيہ سمتيءَ هڪ ئي ڳري تبديل ڪئي. مون ڊيليگيٽن جي سنکيا 1500 رکي هئي، سا ڦيري سمتيءَ 6000 مقرر ڪئي. منهنجي خيال موجب اهو قدم ڳڻ ڳوت کان سواءِ کنيو ويو. هيترن سالن جي آزمودي کان پوءِ بہ اڻين ٿو سمجهان تہ گهڻن ڊيليگيٽن ڪري ڪم بهتر ٿو ٿئي يا رعيت ڏي وڌيڪ جوابداري ٿي ٿئي اهو بلڪل خام خيال آهي. پندرهن سؤ عيوضي جي ڪشاد دل، ايماندار ۽ رعيت جا خير خواهہ هجن تہ پنجن هزارن لاءِ جوابدار عيوضين کان وڌيڪ بهبوديءَ لاءِ اپاءُ وٺي سگهن ٿا. جوابداري سرشتو قائم ڪرڻ لاءِ رعيت کي آزادگي، سؤمان ۽ ايڪتا لاءِ حب هئڻ گهرجي ۽ جڳهن ۾ جڳهن عيوضين چونڊڻ جي خواهش ظاهر ڪئي ۽ جنهن وشيہ سمتيءَ کي نقطہ انگن ۾ موهہ هو، تنهن تہ ڇهن هزارن کان بہ وڌيڪ عيوضين جي تعداد جي خواهش ڏيکاري، سو نيٺ ڇهن هزارن تي ٺاهہ ٿيو.

ڪانگريس ۾ سوراج جي مقصد تي بہ بحث هليو. نيماوليءَ ۾ هڪ فقرو هو تہ ڪانگريس جو مقصد ٿي سگهي ٿو تہ سلطنت اندر ئي جي لاءِ يا تہ

ٻاهر، سوراج حاصل ڪرڻو هو. سلطنت اندر رهي ڪري ئي سوراج حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ٻه ڏر هئي، جنهن جا پنڊت مالوي ۽ مسٽر جناح اڳواڻ هئا. پر ڪين ووٽن جي گهٽي پٺتي نه ملي سگهي. قلم ۾ ائين ٻه هو ته صلح پسند ۽ حقي اپائن سان ئي سوراج حاصل ڪرڻو آهي. تنهن تي به اعتراض اُٿاريا ويا. سي به ڪانگريس ڪين ٻڌا ۽ سڄي نيماولي گهٽي بحث کان پوءِ قبول ڪئي ويئي. مون کي خاطري آهي ته رولن جو عمل ايمانداري ۽ همٿ سان ڪيو وڃي ها ته رعيت کي هڪ زبردست سکيا ملي ها ۽ عمل ڪندي سوراج حاصل ٿئي ها. پر انهيءَ ڳالهه جو هت تعلق ڪونهي

ساڳيءَ ڪانگريس ۾ ايڪتا، اڇوتپڻي ۽ کاڌيءَ بابت ٺهراءُ پاس ٿيا. تڏهن کان وٺي اڇوتپڻو مٽائڻ جي جوابداري ڪانگريس جي هندو ميمبرن پاڻ تي کنئي آهي ۽ کاڌيءَ معرفت هندوستان جي هڏ پيڃرن سان ڳهاتو ناتو ٻڌو اٿس. خلافت واسطي قطع تعلقات ڪرڻ سو به هندو مسلمان ايڪتا بابت هڪ ڳرو عملي قدم هو.

⁂

(44)

## پڇاڙيءَ جي موڪلاڻي

پر هاڻ هي فصل بند ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي.

هن کان پوءِ منهنجو جيون اهڙو ظاهر ظهور رهيو آهي جو ڪي جزوي ڳالهيون آهن جن مان ماڻهو واقف نہ آهن. وري 1921ع کان وٺي آءٌ ڪانگريس جي اڳواڻن سان ايترو رلي ملي رهيو آهيان جو ڪوبہ احوال ڪين منجهہ آڻڻ بنا ڏيئي نٿو سگهان. اهي ناتا اجا تازا آهن. شرڌانند جي، ديش بنڌو لالاجي ۽ حڪيم صاحب اسان کان موڪلائي ويا آهن، پر خوشقسمتيءَ ڪري ڪيترا اجا ساڻ آهن. ڪانگريس ۾ مٿين ڦيرقارين کان پوءِ جيڪي ٿيو تنهن جي تواريخ لکجي رهي آهي. منهنجا مکيہ تجربا بہ ڪانگريس جي معرفت ٿيا آهن. تنهنڪري انهن جو ذڪر ڪندي اڳواڻن ڪي وچ ۾ آڻڻ ضروري ٿيندو. اهو ذڪر هن وقت ڪرڻ مناسب نٿو سمجهان. پيو چالو تجربن بابت منهنجي راءِ خاطري جهڙي چئي ڪين سگهبي. تنهنڪري اهي فصل في الحال بند ڪرڻ فرض ٿو سمجهان. بلڪ منهنجو قلم ئي اڳتي وڌڻ کان انڪار ٿو ڪري.

پڙهندڙن کان موڪلائڻ وقت ڏک ٿو ٿئيم. منهنجن تجربن جو مون ڪي گهڻو قدر آهي. پر اهي پوريءَ طرح آءٌ پيش ڪري سگهيو آهيان يا نہ سو چئي نٿو سگهان. پر پورو احوال ڏيڻ ۾ مون اسان ڪين گهٽايو آهي. ستيہ ڪي جيئن ڏٺو اٿم جنهن رستي ڏٺو اٿم سو بتائڻ جي مون سدائين ڪوشش ڪئي آهي، ۽ پڙهندڙن اڳيان اهي نروار ڪندي چت جي شانتي ماڻي اٿم. ڇو جو من ۾ اهائي آس ڌاري اٿم تہ انهن مان پڙهندڙن کي ستيہ ۽ اهنسا بابت وڌيڪ شرڌا ٿيندي

ستيہ کان نرالو ڪو پرميشور ٿيندو آهي اهڙو مون کي انيو ڪونهي. جي هنن فصلن جي صفحي صفحي اندر ائين چٽو ثابت نہ آهي تہ ستيہ ميہ ٿيڻ لاءِ هڪ اهنسا جو ئي مارگ، آهي تہ پنهنجا جتن اجايا سمجهندس. پر جي منهنجا جتن ڪٽي اجايا بہ هجن تہ بہ انهيءَ ۾ لکندڙ جي ڪوتاهي آهي، نہ سڌانت جي. اهنسا لاءِ منهنجي ڪوشش سچي، پر اجا ڪچي ۽ اپورن

آهي. جنهن ستيہ روبي سورج جو تيج اهڙو آهي جو سهسر سورج گڏ ڪجن تہ بہ ڪلَ نہ پوي تنهن سورج جي جڻ هڪ تروري جو درسن پاتو اٿم. اهڙي ئي ستيہ ۾ جهاتي پاتي اٿم. انهيءَ جو سنپورڻ درسن سنپورڻ اهنسا بنا ناممڪن آهي. ايترو پنهنجن سيني تجربن مان اوس چئي سگهان ٿو.

اهڙي وياپڪ ستيہ نارائڻ جي ساکيات درسن خطر سيني جيون کي پاڻ جهڙو سمجهي پريم ڏيکارڻ جي ضرورت آهي ۽ جو منش ائين ڪرڻ چاهي ٿو سو جيون جي ڪنهن بہ پرورتيءَ کان الڳ رهي نٿو سگهي. تنهن ڪري ئي ستيہ جي پوڄا مون کي راڄ نيتي ڪمن ڏي تاڻي ويئي آهي. آءٌ بي ڌڙڪ مگر نئڙت سان چوان ٿو تہ جو شخص ائين چوي ٿو تہ ڌرم جو راڄ نيتيءَ سان واسطو ڪونهي سو ڌرم نٿو ڄاڻي.

آتم شڌيءَ بنا سيني جيون سان لين ٿي وڃڻ ڏکيو آهي. آتم شڌيءَ بنا اهنسا ڌرم جو پالن ڪرڻ اصل ناشدني آهي. اشڌ آتما پرماتما جو درسن ڪرڻ لاءِ اسمرٿ آهي. تنهنڪري جيون جي سيني ڪارجن ۾ شڌيءَ جي ضرورت آهي ۽ شڌيءَ وچر نڌڙ وستو آهي، ڇو جو هر ڪنهن منش ۽ چوگرد حالتن وچ ۾ اهڙو گهاٽو ناتو آهي جو هڪ جي شڌيءَ ڪري انيڪ پرشن جي شڌي ٿئي ٿي ۽ ستيہ لاءِ جتن ڪرڻ جي شڪتي ستيہ نارائڻ هر ڪنهن منش کي جنم کان ورثي سونپي آهي.

پر شڌيءَ جو مارگ ڪنن ۽ اٽانگو آهي. شڌ ٿيڻ معنيٰ من، واچا ۽ ڪايا سان نروڪار ٿيڻ، راگ دئيش آدِ کان رهت ٿيڻ. نروڪار ٿيڻ لاءِ ڪن ڪن مٿا هٺندي آءٌ منزل تي رسيو نہ آهيان. تنهنڪري لوڪ جي ساک جو ڪو قدر ڪونہ اٿم. بلڪ اها ساک ڪئين ڀيرا مون کي ڏنگيندي آهي. من جيتڻ زوريءَ جڳ جيتڻ کان وڌيڪ ڪٺن آهي. هندوستان ۾ اچڻ کان پوءِ بہ مون پاڻ ۾ لڪل ڇپيل وڪار ڏٺا آهن، جن لاءِ لڄي آهيان پر بازي وڃائي ڪين ويٺو آهيان. ستيہ جا تجربا ڪندي مون خوب مزو ماڻيو آهي ۽ اڄ بہ موج ماڻيان ويٺو. ڄاڻان ٿو تہ اڃا ڏکيو پنڌ ڪرڻو اٿم. تنهن لاءِ پاڻ کي ڪکين بنائڻو اٿم. منش جيسين پاڻ مرادو پاڻ کي سڀ کان پوئتي نٿو ڪري تيسين مڪت نٿو ٿئي. اهنسا اپار نمرتا آهي جنهن بنا مڪتي ڪانهي. پڙهندڙن کان موڪلائڻ وقت ڪين ويٺو ٿو ڪريان تہ مون سان گڏجي ستيہ نارائڻ کي پرارٿنا ڪن تہ شل مون کي من، واچا، ڪايا جي اهنسا بخشي.

*

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)